# مهراڻ

## شاعر نمبر



سنڌي ادبي بورڊ
ڄام شورو/ حيدرآباد
١٤١١هه/ ١٩٩٠ع

| | |
|---|---|
| ڇاپو | پهريون ١٩٥٨ع |
| | ٻيو ڊسمبر ١٩٩٠ع |
| تعداد | ٻه هزار |
| ملهه | 150.00 روپيه |
| ڇپيندڙ | آزاد ڪميونيڪيشنز، ڪراچي |
| ڇپائيندڙ | سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو |

ملڻ جو هنڌ

سنڌي ادبي بورڊ جو بوڪ اسٽال
تلڪ چاڙهي حيدرآباد سنڌ.

**Published witth the affiliation of Academy of Letters, Islamabad**




**MEHRAN (SHAIR NUMBER)**
First Edition: 1958
Second Editon: 1990
Copies: 2000
Price: Rs.150.00
Printed by: Azad Communication,
B-24 National Auto Plaza Marston Road, Karachi. Ph. 7737290
Published by :Mr. Wali Muhammad Roonjho, Secretary Sindhi Adabi Board,
Jam Shoro, Sindh Pakistan.

# فهرست

ناشر جو نوٽ : ولي سروري

گذارش : غلام محمد گرامي


صفحو

[١]

١- مخدوم محمّد زمان "طالب المولىٰ" ١

٢- آغا عبدالنّبي خان "آغا" ٢٥

٣- ڊاڪٽر اسدالله شاه "بيخود" حسيني ٣٤

[٢]

٤٨ الف کان ....ذ (٢٤ صفحا)

٤- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ٤٩

٥- ڊاڪٽر شيخ محمّد ابراهيم "خليل" ٦٤

٦- رشيد احمد لاشاري "رشيد" ٧٣

٧- "فيض" بخشاپوري ٨٢

٨- عبدالله "خواب" حيدرآبادي ٩٢

٩- سردار علي شاه "ذاڪر" ١٠٨

١٠- ا.ح. جئسنگهاڻي "سام" ١١٧

١١- شيخ عبدالرزّاق "راز" ١٢٥

١٢- "سليم" هالائي ١٢٨

١٣- محمّد اسماعيل عرساڻي "فدا" ١٣٩

١٤- مرزا اسد بيگ "اسد" ١٤٦

١٥- سيّد نجف علي شاه "ڪمتر" نقوي ١٥٠

١٦- سيّد لطف علي شاه "منظور" نقوي ١٦٠

١٧- عبدالفتاح "عبد" عاقلي ١٦٤

١٨- سيّد "اظهر" گيلاني ١٧٣

١٩- مظفّر حسين "جوش" ١٨٠

٢٠- عبدالقيّوم "صائب"

۲۱- بلاول "پرديسي" ۱۸٦
۲۲- "معمور" يوسفائي ۱۹۱
۲۳- عمرالدين "بيدار" ۲۰۱
۲۴- "قلندر" لکياري ۲۰٦
۲۵- حبيب الله "حبيب" پتو ۲۱۱
۲٦- نور "شاهين" ۲۱۳
۲۷- رضيه "ناز" پتي ۲۴۰


[۳]


۲۸- مولانا دين محمّد "اديب" فيروز شاهي ۲۴۷
۲۹- حافظ محمّد "احسن" ۲۵۱
۳۰- مولانا الحاج سيّد علي اکبر شاه ۲٦۱
۳۱- مولانا حاجي احمد ملاح ۲٦۹
۳۲- مولانا محمّد عظيم "شيدا" ۲۷٦
۳۳- مولانا دُر محمّد "خاڪ" ڪانڊلوي ۲۷۹
۳۴- "سليم" ڳاڙهوي ۲۸۷
۳۵- مولوي عبدالرّحمان "ضيائي" ۲۹۳
۳٦- مولوي نورالدين "نور" ۲۹۸
۳۷- محمّد موسيٰ "راز" ۳۰۳
۳۸- لطف الله بدوي ۳۰۹
۳۹- "سليم" سرهندي ۳۱۸
۴۰- "خليل" سرهندي ۳۲۱
۴۱- گل حسن شاه "مجذوب" ۳۲۵
۴۲- رحيم بخش "قمر" ۳۲۸
۴۳- حافظ ضياءُالحق "اسلم" ۳۳۱
۴۴- مولوي عبدالله "اثر" ۳۳۵
۴۵- ميوو خان "موج" لغاري ۳۳۸
۴٦- رحيمداد خان "مولائي شيدائي" ۳۴۱
۴۷- "اضعف" هالائي ۳۴۵
۴۸- "منصور" ويراڳي ۳۴۸
۴۹- مير حاجي محمّد بخش خان ٽالپور "مير" ۳۵۱

| | |
|---|---|
| ٥٠- نواب نور احمد خان لغاري "مسڪين" | ٣٥٧ |
| ٥١- نواب بهاول خان لغاري "بهاول" | ٣٦٣ |
| ٥٢- الحاج خليفو محمد اسماعيل "قاسم" پلي | ٣٦٨ |
| ٥٣- فقير ولي بخش راڄڙ | ٣٧١ |
| ٥٤- داغ تڪڙائي | ٣٧٤ |
| ٥٥- محمّد عثمان ڏيپلائي "شائق" | ٣٧٦ |
| ٥٦- "مسڪين" ملاڪاتياري | ٣٧٨ |
| ٥٧- آخوند فضل صدّيق "فضل" | ٣٧٢ |
| ٥٨- "افضل" مصرپوري | ٣٨٨ |
| ٥٩- مولوي عبدالحميد منگريو | ٣٩٠ |


[٤]


| | |
|---|---|
| ٦٠- مخدوم محمّد امين "فهيم" صديقي | ٣٩٥ |
| ٦١- پير شاهنواز شاه "عارف المولىٰ" | ٤٠٤ |
| ٦٢- سيد احسن الهاشمي "احسن" | ٤١٠ |
| ٦٣- سيد حافظ شاه "ناطق" حسيني | ٤١٦ |
| ٦٤- شبيّر "هاتف" | ٤٢١ |
| ٦٥- "محبوب" سروري | ٤٢٧ |
| ٦٦- "راز" بلڙائي | ٤٣٣ |
| ٦٧- "نشتر" ناٿنشاهي | ٤٣٧ |
| ٦٨- حسين بخش "خادم" سروري | ٤٤٢ |
| ٦٩- "جليل" سروري | ٤٤٧ |
| ٧٠- "ولي" سروري | ٤٤٩ |
| ٧١- "مائل" سروري | ٤٥٢ |
| ٧٢- عبدالخالق "شهيد" | ٤٥٧ |
| ٧٣- حامد علي "انور" احمدزئي | ٤٥٩ |


[٥]


| | |
|---|---|
| ٧٤- شيخ اياز | ٤٦٧ |
| ٧٥- عبدالڪريم "گدائي" | ٤٨٣ |
| ٧٦- حيدربخش "حيدر" جتوئي | ٤٨٨ |

| | |
|---|---|
| ٧٧-"تنویر"عباسي | ۴۹۵ |
| ٧٨-"نیاز"همایوني | ۴۹۸ |
| ٧٩-شمشیرالحیدري | ۵۰۶ |
| ٨٠-"امداد"حسیني | ۵۱۶ |
| ٨١-"محسن"ککڙائي | ۵۲۵ |
| ٨٢-"پروانو"ڀٽي | ۵۳۵ |
| ٨٣-"بردو"سنڌي | ۵۳۹ |
| ٨۴-سروپچندر"شاد" | ۵۴۵ |
| ٨۵-"سرویچ"سجاولي | ۵۵۰ |
| ٨٦-عبدالکریم"کریم"پلي | ۵٦۰ |
| ٨٧-فتّاح ملڪ | ۵٦٧ |
| ٨٨-"ذوالفقار"راشدي | ۵٧٢ |
| ٨٩-شیخ عبدالحلیم"جوش" | ۵٧٩ |
| ٩٠-علي محمّد"مجروح" | ۵٨٧ |
| ٩١-"تاج"بلوچ | ۵٩٢ |
| ٩٢-غلام احمد"بیدم" | ۵٩٧ |
| ٩٣-"استاد"بخاري | ٦۰۰ |
| ٩۴-"انور"هالائي | ٦۰٩ |
| ٩۵-"ندیم"انصاري | ٦١٣ |
| ٩٦-شفیع محمّد"اوج"علوي | ٦١٧ |
| ٩٧-مصطفیٰ حیدرجتوئي | ٦٢٢ |
| ٩٨-عبدالفتّاح"عبد"بلورائي | ٦٢۵ |
| ٩٩-قیوم"طراز" | ٦٣۰ |
| ١۰۰-قمر"شهباز" | ٦٣۴ |
| ١۰١-جوٹیجو عبدالجبار"شام" | ٦٣٩ |
| ١۰٢-محمّدعلي"جوهر" | ٦۴٣ |
| ١۰٣-احمد خان"آصف" | ٦۴٨ |
| ١۰۴-احمد خان"اختر" | ٦۵٣ |
| ١۰۵-محمّد عثمان"ناطق" | ٦٨۵ |
| ١۰٦-محمّد حسین"کاشف" | ٦٦١ |

| | |
|---|---|
| ١٠٧-عبدالغفور"عابد" | ٦٦٥ |
| ١٠٨-"آثم"ناٽنشاهي | ٦٦٧ |
| ١٠٩-"وفا"ناٽنشاهي | ٦٧٢ |
| ١١٠-"راز"ناٽنشاهي | ٦٧٨ |
| ١١١-راڄ محمّد"جمال"پلي | ٦٨٣ |
| ١١٢-ولي محمّد"وفا"پلي | ٦٨٥ |
| ١١٣-"نظير"ٽکڙائي | ٦٨٩ |
| ١١٤-"نثار"بزمي | ٦٩٣ |
| ١١٥-صوفي"ساجد"سرشاري | ٦٩٨ |
| ١١٦-"تاج"صحرائي | ٧٠١ |
| ١١٧-مقبول احمد پٽي"دانش" | ٧٠٥ |
| ١١٨-نواب جان علي خان لغاري"جان" | ٧٠٩ |
| ١١٩-شيخ محمّد سومار | ٧١٤ |
| ١٢٠-غلام حسين رنگريز | ٧١٧ |
| ١٢١-حيدرعلي ٽالپر | ٧٢١ |
| ١٢٢-"غازي"ٽکڙائي | ٧٢٤ |
| ١٢٣-قلب علي"قلب" | ٧٢٦ |
| ١٢٤-"رشيد"پٽي | ٧٢٨ |
| ١٢٥-دوست محمّد چانديو"دوست" | ٧٣١ |
| ١٢٦-مير غلام الله ٽالپر"امير" | ٧٣٤ |
| ١٢٧-محمّد يعقوب"آرزو" | ٧٣٦ |
| ١٢٨-پرڪاش"ديپ" | ٧٣٨ |
| ١٢٩-علي بخش"رضا" | ٧٤١ |
| ١٣٠-مددعلي"سانگي" | ٧٤٩ |
| ١٣١-امتياز حسين قاضي"خيّام" | ٧٥١ |
| ١٣٢-"ناشاد" | ٧٥٣ |
| ١٣٣-غلام محمّد"گرامي" | ٧٦٣ |
| ضميمو ——— ڊاڪٽر درمحمد پٺاڻ | ٧٧٩ |

# ناشر طرفان

لافاني تحريرن جي هر دور ۾ آگهي آهي. "سنڌي ادبي بورڊ" جي بنيادي فرائض ۾ اها ڳالهه شامل آهي تہ لافاني ادب کي وري وري شايع ڪري، نسل در نسل کي انهن تحريرن کان آگاهہ رکندو اچي. هن مقصد لاءِ ڪيترائي مطبوعہ ۽ غير مطبوعہ ڪتاب زيور طباعت سان آراستہ ٿيندا رهيا آهن.

زير نظر ڪتاب جو پهريون ڇاپو ١٩٦٩ع ۾ آيو هو. ان وقت هن ڪتاب کي پڙهندڙن ۽ ادب سان چاهہ رکندڙن هٿوهٿ کڻي ورتو. اِها ڪتاب جي مقبوليت جي وڏي ثابتي آهي تہ ٿوري ئي عرصي بعد مهراڻ جو شاعر نمبر (١٩٦٩) ڳوليئي بہ هٿ نٿي آيو.

پهريون ڀيرو ڇاپڻ وقت هِن ڪتاب کي جلد-١ جو نالو ڏيڻ لاءِ ڪابہ سوچ ڪانہ هئي، پر اڄ جڏهن هِن ناياب نسخي کي ٻيهر ڇاپڻ جو وقت آيو آهي، تڏهن اِهو محسوس ڪيو ويو آهي تہ رکي رکي هِن قسم جا تذڪرا آڻجن ۽ انهن کي جلد وار ڳڻپ جو تعداد ڏيندو وڃجي، تہ جيئن آئينده جي محققن لاءِ وڏي وٿ بڻجي ۽ اسانجي خدمت کي تاريخ ۾ نمايان جاءِ ملي.

جڏهن هِن ڇاپي کي جلد پهريون ڪري ڇپائي پڌرو ٿا ڪيون تڏهن لامحالہ اسين اِن ڳالهہ جي گنجائش ٿا ڪيون تہ ساڳي خطوط تي جلد ٻيو ۽ عليٰ هٰذا القياس جلد پويان جلد شايع ڪرڻ جو سلسلو هلندو رهي.

هِن ڪتاب جي ٻيهر طباعت ۽ خرچ جي خساري کي متوازن رکڻ ۾ سنڌي ادبي بورڊ سان "اڪيڊمي ادبيات پاڪستان" جو سهڪار وسارڻ جهڙو نہ آهي، جنهن علم دوستيءَ جو ثبوت ڏيندي هٿ ونڊايو.

سنڌي ادبي بورڊ جي روح روان قبلہ چيئرمين صاحب ۽ سنڌ ن فاضل رفيقن (بورڊ آف گورنرس جي ميمبرن) جون هِن ڏس ۾ رٿون هدايتون ۽ دلچسپي، مان ظاهر آهي تہ ڪتاب جي اهميت جي پيش نظر ٻاهران ڇاپائڻ جي اجازت ملي. آزاد ڪميونيڪيشن جي محنت کي بہ وساري نٿو سگهجي.

اُميد تہ هيءَ محنت قبوليت جو درجو حاصل ڪندي ۽ اهڙيءَ طرح جلد ٻيو لاءِ بہ راهہ هموار ٿيندي.

**ولي محمد رونجهو ولي سروري**

سيڪريٽري

سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو

٧-ڊسمبر ١٩٩٠ع

# گذارش

"مهراڻ جو "شاعر نمبر" پنهنجي صوري ۽ معنوي زيبائش سان تيار ٿي علم دوست بزرگن، عالمن ۽ اديبن جي خدمت ۾ حاضر آهي.

هن قسم جي علمي ڪاوش ۽ فني جدوجهد جي ڪاميابي اصل ۾ انهن شاعرن ۽ فنڪارن جي نوازش جي مرهونِ منت آهي، جن اسان جي گذارش تي پنهنجي ڪلام جو شاهڪار انتخاب موڪلي ڏنو.

هي ضخيم ۽ مصوّر نمبر فني ۽ تاريخي افاديت تي مشتمل آهي، جنهن ۾ هن دور جي زنده شعراءِ ڪرام جو نه فقط منتخب ڪلام ڏنو ويو آهي، پر ان سان گڏ سوانح، فوٽو ۽ فني تجزيو به ڏنل آهي؛ جن جي مطالعه سان شعراءِ ڪرام جي ڪلام جي ادبي ۽ فني حيثيت کان به آشنائي ٿئي ٿي، ۽ ان سان گڏ اهو به پتو پوي ٿو ته هن وقت ڪهڙا شاعر آهن، جي پنهنجي فن سان؛ ادب جي خدمت ڪري رهيا آهن، ۽ جن جو ڪلام قابل مطالعه به آهي ۽ سانڍڻ جهڙو به آهي.

هن نمبر ۾، شعراءِ ڪرام مان هر مڪتبِ فڪر جي قادر الڪلام ۽ پختہ گو شاعرن جو معياري ڪلام آيل آهي. گويا هي نمبر جديد ۽ قديم فن تي مشتمل شاهڪار جي حيثيت رکي ٿو، ۽ باقي مواد ٻئي حصي لاءِ زير ترتيب آهي.

هن سلسلي ۾ اهو ياد رهي ته ڪن بزرگن پنهنجي سوانح حيات پاڻ لکي آهي، ان ڪري اهڙي حصي کي خود نوشت سوانح ڪري پيش ڪيو ويو آهي، ۽ ڪن شاعرن جي سوانح ٻين لکي آهي، اهڙو مواد انهن جي نالي ۾ ڏنو ويو آهي. باقي مواد اداري طرفان تيار ڪيل آهي.

ظاهر آهي ته شعراءِ ڪرام جي ڪلام مان انتخاب ڪرڻ ۽ انهن کي نقل ڪرڻ ۽ قابل اشاعت بنائڻ، انهن جي سوانح تيار ڪرڻ ۽ سندن ڪلام جو فني تجزيو تيار ڪرڻ، نهايت فني ۽ دقت پسند مرحلا هئا، جي الله جي فضل ۽ ڪرم سان طئي ڪيا ويا آهن.

ترتيب ۽ تدوين، اشاعت ۽ ڇپائي جي سلسلي ۾ پڻ نهايت محنت سان ڪم ڪيو ويو آهي، تاهم اگر ڪا فني فروگذاشت نظر اچي ته اها نظر انداز ڪرڻ گهرجي. هن قسم جي ضخيم نمبر جي سلسلي ۾ سهو ۽ خطا جو پيدا ٿيڻ لازمي امر آهي. بهرحال، اسان پنهنجي طرفان نهايت مخلصانه طور تي خدمت ڪئي آهي. شال قبول پوي.

سنڌي ادب ۾ هن نمبر جي افادي ۽ تاريخي حيثيت انشاءالله صدين تائين قائم ۽ دائم رهندي. ايندڙ دور جو مورّخ ناقد جڏهن سنڌي ادب جي تاريخ تي قلم کڻندو، تڏهن "مهراڻ" جو هي جامع ۽ قدر لائق تذڪرو سندس رهنمائي ڪندو. هن تذڪري جي مطالعه کان سواءِ ڪو به تذڪرو يا ڪا به ادبي تاريخ نه مستند رهندي، ۽ نه مڪمل ٿي سگهندي.

آخر ۾ اداره "مهراڻ" هنن بزرگن جو شڪريو ادا ڪرڻ واجب ٿو سمجهي، جن جي فني مشورن، هن علمي ڪم کي پايہ تڪميل تي پهچڻ ۾ مدد ڪئي آهي.

حضرت قبلہ مخدوم محمد زمان صاحب "طالب المولا" چيئرمن سنڌي ادبي بورڊ، ۽ ڊاڪٽر سيد اسدالله شاه "بيخود" حسيني اعزازي سيڪريٽري، مواد جي انتخاب ۾ مدد ڪئي؛ ۽ ڇپائيءَ جي سلسلي ۾ مسٽر غلام رباني اسسٽنٽ سيڪريٽري مفيد مشورا ڏنا.

محترم علي بخش احمد زئي مئنيجر س. ا. ب. پريس ۽ سندس عملي خلوص ۽ فنڪارانہ انداز سان ڇپائي ڪئي آهي، ان لاءِ هي شاهڪار نمبر شاهد آهي.

ان طرح ترتيب، نقل، پروف بيني ۽ تصحيح جي اهم ۽ نازڪ مسئلن ۾ مسٽر 'ناشاد' تعاون ڪيو آهي.

## شاعري

شاعريءَ جي فني تعريف ڪري سگهڻ اسان جي محدود علم ۽ مطالعہ کان گهڻو مٿي آهي. مولانا روم رح تہ شاعريءَ کي پيغمبريءَ جو جزو سمجهي ٿو.

شاعري جزويست از پيغمبري،

جاهلانش ڪفر دانند از خري.

ان ڪري ئي شاعر کي "تلاميذ الرحمان" پڻ چيو ويو آهي، ۽ ان ئي سلسلي ۾ شاعرن جي زبانن کي عرش الاهي جي خزانن جون ڪنجيون چيو ويو آهي. ايتريقدر جو محققن ۽ ناقدن، پيغمبريءَ ۽ شاعريءَ جي وچ ۾ لطيف فرق پيدا ڪرڻ لاءِ ڪيئي تاويلات ۽ تعبيرات ڪيا آهن، جي پڙهڻ وٽان آهن.

زباندان عربن تہ قرآن کي ٻڌندي حضور لاءِ چئي ڏنو تہ "هي شاعر تہ نہ آهي!" اهو التباس ڪين ڪلام جي فصاحت ۽ بلاغت، عظمت ۽ اثر پذيري جي ڪري ٿيو. ڪين يقين هو تہ "شاعر" کان سواءِ اهڙو پرتاثير ڪلام ڪو پيش ئي ڪري نٿو سگهي. قرآن ان جي ترديد ڪئي؛

وَمَا هُوَ بِقَوْلِ شَاعِرٍ!

(قرآن شاعر جو قول نہ آهي!)

ان سلسلي ۾ 'وحي' ۽ 'الهام' تي جي بحث لکيا ويا آهن، انهن ۾ 'واردات' ۽ 'ڪيفيات' جي حقيقت کي بيان ڪندي ٻڌايو ويو آهي تہ اهي بہ 'الهام' جي هڪ صورت آهن. دفعةً ۽ سوچ ويچار کان سواءِ، وهب ۽ عطا طور، جي 'واردات' ۽ 'ڪيفيات' پيدا ٿين ٿيون، سي سراسر خارجي آهن. انهن جي مقابلي ۾ 'داخلي جذبات' ۽ 'دماغي خيالات' اڪتسابِ فن، مطالعہ ۽ مشاهدي، تجربي ۽ غور و فڪر مان پيدا ٿين ٿا.

مثال طور 'وحي' جي سلسلي ۾ آيل 'معاني' ۽ 'الفاظ' متعلق عام طرح سان اهو سمجهيو وڃي ٿو تہ معاني ۽ 'مطالب' تہ 'وحي' آهن، پر 'الفاظ' 'وحي' ناهن. 'الفاظ' صاحب الوحي جي طرفان آهن، جي 'وحي' کي لباس طور پهرايا وڃن ٿا. ظاهر آهي تہ اهو خيال بلڪل غلط آهي.

هيو تہ 'وحي' کي فقط معاني جي خيال کان 'وحي' ميڻ، ۽ 'الفاظ' کي 'غير وحي' سڏڻ جديد نفسيات جي اصولن جي بہ خلاف آهي. قرآن جي تصريحات جي قطع نظر، هيءَ بلڪل واضع حقيقت آهي تہ قلب ۾ محض معانيءَ جي القاءُ ٿيڻ جي ڪا بہ معنيٰ نہ آهي؛ جيئن معانيءَ جو اظهار لفظن کان سواءِ ڪو وجود نٿو رکي، تيئن قلب ۾ 'معانيءَ' جو ظهور ۽ ان سان گڏ 'معاني' جو تشخص ۽ تعيّن بہ لفظن کان سواءِ ناممڪن آهي.

جديد محققن جي تحقيق اها آهي ته جديد علم النفس جي محققن جڏهن هن جديد دور ۾ پيدا ٿيل مسئلن نفسياتي تحليل، شعور، لاشعور، تحت الشعور، فوق الشعور، وغيره جي اصولن جي روشنيءَ ۾ "صوفيانه شعور" ۽ "قلبي واردات" جي حقيقت جي ڇنڊ ڇاڻ ڪئي، تڏهن تسليم ڪيو اٿن ته ان بلا واسطي شعور ۽ آگهيءَ جي وسيلي سان سالڪ، حقيقت کي ان طرح ئي ڄاڻي سڃاڻي ٿو، جيئن اسان عام چيزن کي ڏسي سڃاڻون ٿا.

اهڙو شعور ۽ احساس بلڪل ناقابل تجزيه آهي. اهڙي تجربي جي اسان تحليل نٿا ڪري سگهون. اهو سڀ ڪجهه ڪنهن "خارجي وجود" جي پالوٽ جو نتيجو چئي سگهجي ٿو. ان شعور ۽ احساس، ڪيفيت ۽ واردات کي ڪو بيو انسان بيان ئي نٿو ڪري سگهي!

ذوقِ اين مي نه شناسي به خدا تا نه چشي!

ان طرح پيغمبر جو اهو 'احساس' پاڻ ۾ فهم ۽ ادراڪ جو عنصر به رکي ٿو. چنانچه اهو ئي ڪارڻ آهي جو پيغمبر جو اهو 'احساس'، 'خيال' جي صورت اختيار ڪري ٿو. ان 'احساس' جي خصوصيت بلڪ انفرادي حيثيت اها آهي، جو اهو 'احساس' واردات ۽ ڪيفيات تي مشتمل ٿي ڪري، لفظن جو لباس پهري، نبوت جي زبان تي اچي ٿو.

ان ڪري تسليم ڪيو ويو آهي ته خود 'احساس' به خارجي چيز آهي، جو قلب تي وارد ٿئي ٿو، ۽ 'خيال' ان جي اظهار جو هڪ ذريعو آهي. غير لفظي ۽ گنگو احساس پنهنجي منشا ۽ مطلب کي 'خيال' جي صورت ۾ ادا ڪري ٿو، ۽ 'خيال' لفظن جو لباس پهري ظاهر ٿئي ٿو. گويا ائين چوڻ رڳو استعارو نه آهي ته 'خيال' ۽ 'لفظ' ٻيئي هڪ ئي وقت تي 'احساس' مان پيدا ٿين ٿا. بلڪ حقيقت هيءَ آهي ته 'خيال' الفاظ کان نه جدا آهي ۽ نه خالي ٿي سگهي ٿو. پنهنجي ابتدا ۽ پيدائش جي لحاظ سان ٻيئي هڪ ئي درجو رکن ٿا. گويا 'خيال' به الهام آهي ته 'لفظ' به الهام آهن. ان طرح ئي تسليم ڪيو ويو آهي ته 'وحي' ۾ آيل معاني ۽ الفاظ، واردات ۽ ڪيفيات جي ذريعي سان به يڪ وقت پيدا ٿين ٿا. انهن ۾ زمان ۽ مڪان جو ڪو به فرق ناهي. جو ته خيال ۽ جذبي، لفظ ۽ معنيٰ ۾ اگر 'زمان' جي حيثيت سان علحدگي ۽ فرق تسليم ڪيو ويندو ته پوءِ ٻنهي مان هڪ معدوم ٿي ويندو، ۽ جڏهن هڪ معدوم ٿيو، تڏهن ٻئي جو وجود به لازمي طرح سان نه رهندو! مطلب ته 'خيال' ۽ 'الفاظ' پاڻ ۾ لازم ملزوم آهن؛ نه انهن ۾ انقطاع ۽ جدائي آهي ۽ نه انهن جي پيدائش جو زمانو ڪو علحده علحده آهي. 'وحي' جي ان مفهوم کي خيال ۾ رکي "شاعريءَ" کي به الهام چيو ويو آهي.

هونءَ به ڪنهن بيساخته ۽ چيندڙ شعر کي ٻڌي اهل ذوق چوندا آهن ته "هي شعر ته الهامي آهي!" ته ڇا ائين چوڻ مان سندن مطلب اهو هوندو آهي ته ان شعر جي فقط 'معنيٰ' الهامي آهي، هرگز نه. بلڪ حقيقت اها اهي ته 'معاني' ڪيتري به عمدي ۽ بلند هجي، پر جيستائين لفظن جو لباس حسين ۽ جميل نه آهي، تيستائين اهڙي شعر کي ڪڏهن به الهامي چئي نه سگهبو. اهو ئي سبب آهي جو انبياءَ ڪرام جڏهن 'معاني' کي سمجهن ٿا، تڏهن ان حالت ۾ سمجهن ٿا ته 'معاني' ۽ 'الفاظ' ۾ اهڙو ته ربط آهي، جو انهن ۾ 'زمان' جي حيثيت سان ڪو به تقدّم ۽ تاخر آهي ئي ڪين! بلڪ ائين ئي چئي سگهجي ٿو ته جنهن گهڙيءَ تي 'معانيءَ' جو القاءَ ٿئي ٿو، ليڪ ان گهڙيءَ تي 'الفاظ' جي شموليت به رهي ٿي، ۽ انهن لفظن جو مُلهم (الهام ڪندڙ) به اهو ئي آهي، جنهن قلب تي معانيءَ جو القاءَ ڪيو آهي. بلڪل ان طرح شاعريءَ ۾ به الفاظ و معاني ٻنهي کي بيڪ وقت احساس جي صورت ۾ الهام ڪري تسليم ڪيو ويو آهي، ۽ اها آهي شرح "شاعري جزويست از پيغمبريءَ" جي.

ان سلسلي ۾ علم ڪلام جي ڪتابن ۾ شرح ۽ بسط سان بحث ڪيا ويا آهن. خاص طرح سان امام غزاليؒ ۽ شاه ولي الله جي ڪتابن جو مطالعہ ڪرڻ ڪافي آهي. ان مختصر تشريح مان اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ شعر و شاعري جي حيثيت اهڙي معمولي ناهي، جهڙي اڄڪلهہ ڏسڻ ۾ اچي ٿي. ان ڪري هر شاعريءَ کي شاعري چوڻ مناسب ناهي. شاعري اها آهي جا واقعي واردات ۽ ڪيفيات جي صورت ۾، احساس ۽ خيال جي معاملات کي الهام ۽ القاءَ جي رنگ ۾ پيش ڪري ٿي، باقي سڀ ڪجهہ 'اڪتسابِ فن' جي پيداوار آهي. اهوئي سبب آهي جو الهامي شاعري دل ۽ جگر کي چيري ٻاهر نڪري ٿي، ۽ ٻڌندڙ جي دل تي فوراً وجد انگيز ڪيفيت طاري ڪري ٿي؛ پر ان جي مقابلي ۾ 'اڪتسابِ فن' مان پيدا ٿيل شاعري، لفظن جي پيچ، گهڙ ٿي معلوم ٿئي ٿي. نہ ان ۾ اثر آهي ۽ نہ ولولہ انگيز ڪيفيت. اها شاعري محض 'لفظ' ٿين ٿا، جي جذبات جي شدّت ۽ واردات جي ڪيفيت کان خالي ٿين ٿا.

فلسفہ و شعر کي اور حقيقت هي کيا،

حرف تمنّا جسي کهہ نہ سکين روبرو!

شاعري اهو 'حرف تمنا' آهي، جو ڪنهن جي روبرو ظاهر ڪري نٿو سگهجي. ان ڪري ٿي چيو ويو آهي؛ "شاعري جي تعريف مون کان نہ پڇو تہ پوءِ مون کي معلوم آهي، پر جي پڇو ٿا تہ پوءِ مان نٿو ڄاڻان!" ڪنهن چيو آهي؛ "شاعري هڪ سريلو خيال آهي." ڪنهن جو چوڻ آهي؛ "شاعري قوت تخيل جو عجيب انڪشاف آهي." ڪو چوي ٿو؛ "شاعري سيني علمن جو نچوڙ آهي." ڪنهن جو خيال تہ "شاعري سائنس ۽ رياضي جو ضد آهي." ڪنهن جو چوڻ تہ "شاعري حيات جي تمثيل آهي، ان تي جڏهن ڪيفيت طاري ٿي ٿئي، تڏهن واند ڪائيءَ جي وقت ۾، خلوت گزيني اختيار ڪري، پنهنجو پاڻ سان ڳالهائڻ ٿي شروع ڪري." ڪو چوي ٿو تہ شاعري خيال جي تاريخ آهي." ڪنهن چيو آهي؛ "شاعري ابدي حقيقتن جي تصوير آهي." ڪنهن چيو آهي تہ "شاعري انسان جي مادري زبان آهي." ڪو چوي ٿو؛ "شاعري الاهي آواز آهي." ڪو چوي ٿو؛ "شاعري آهي غير مانوس چيزن کي مانوس چيزن ۾ داخل ڪرڻ." اهي سڀ پنهنجي پنهنجي جاءِ تي فڪر انگيز تعريفون آهن، پر جي ڪو مون کان پڇي تہ پوءِ مان جيڪر هن طرح چوان؛ "شاعري، انساني ضمير جي بين الاقوامي زبان آهي!" ۽ شاعر اهو آهي جو لفظ جي پيچ، گهڙ تي اڪتفا نہ ڪري، قافيہ پيمائيءَ ۽ دماغ سوزيءَ ۾ عمر نہ ويڃائي، رڳو گل ۽ بلبل جي استعارن ۾ قوت کي صرف نہ ڪري، معمولي ۽ رواجي خيال کي ٻڌي اڃائي هرزه سرائي نہ ڪري؛ پر شاعر اهو آهي جو فطرت جي حقائق جي عقده ڪشائي ڪري، جو جذبات جو ڏٺي هجي، نفسيات جو ڄاڻو هجي، حسن و محبت جي معاملات کان آگاه هجي، ڪائنات جي راز ۽ اسرار کان واقف هجي، قدرت جي حسين مظاهر کان متاثر ٿيو هجي، پنهنجي تاثرات کي لطيف ۽ بليغ انداز بيان ۾ بيان ڪري سگهڻ جهڙي صلاحيت جو صاحب هجي. چو تہ شاعريءَ کي علم ۽ حڪمت جو جوهر چيو ويو آهي، ۽ شاعر ٿيو ان جوهر جو ڏٺي. ان ڪري شاعر گويا مختلف علوم ۽ فنون جو ڄاڻو بہ هئڻ گهرجي. ان طرح شاعر صاحبِ بصيرت بہ هجي. سندس غور و فڪر جي دنيا رڳو اڪتسابِ فن ۽ عقلي نقلي علوم تائين محدود نہ هجي، پر هو علوم عقليہ جي سرحدن کان ٻاهر بہ ليئو پائي سگهندو هجي. تڏهن تہ چيو ويو آهي؛ "شاعريءَ جي عالم جون سرحدون علوم عقليہ ۽ نقليہ جي حدن کان ماوراءِ ٿيون. شاعر پنهنجي بصيرت واري دل سان اهو ڪجهہ ڏسي، ٻڌي ۽ سمجهي ٿو، جتي اڪتسابِ فن وارا پهچي بہ نٿا سگهن." اهوئي سبب آهي جو معقولات تي، محسوسات کي ترجيح حاصل آهي.

مثلاً. اسان وٽ حقيقتن کي پرکڻ لاءِ زاويہ نگاهہ جا ٻہ- ٽي قسم موجود آهن. هڪ علمي ۽ فني، ٻيو سائنسي ۽ رياضي ۽ ٽيو شاعرانہ ۽ حڪيمانہ.

مثال طور تي، ڪڪرن جي گجگوڙ، گنگھور گھٽا جي حسن و زيبائش، بجليءَ جي ڪڙڪي صبح جي سحر انگيزي ۽ شام جي رنگيني، بهار جي دلاويزي ۽ خزان جي ڇانيل افسردگي کي هڪ سائنسدان، نباتات جو ماهر، رياضيدان ۽ شاعر، جدا جدا نگاهہ سان ڏسي ٿو، سمجهي ٿو ۽ پرکي ٿو. ٻيا سڀ انهن جي طبعياتي تحليل ۾ لڳي وڃن ٿا، پر شاعر انهن مان پنهنجي نفسياتي ۽ جذباتي فطرت آهر، وجداني نموني ۾ تاثرات اخذ ڪري ٿو. حقيقتون تہ بهرحال ساڳيون رهيون، هر ڪنهن جو عمل ۽ رد عمل بہ غلط نہ رهيو، هر هڪ جو فيصلو ۽ نتيجو بہ پنهنجي جاءِ تي درست چئبو، البتہ تعبيرات ۾ فرق ضرور پيدا ٿيندو. ان طرح جنهن مقام تان تعبيرات جي اختلاف جي سرحد شروع ٿي، ان هنڌ تان شاعريءَ جي حد شروع ٿئي ٿي، فرق هي آهي تہ مادي علوم، ان جي ڇنڊ ڇاڻ، ڇاڻ ۽ سڃاڻ، ڪنڌي وري بہ پوئتي رهجي ٿا وڃن، پر انهن جي مقابلي ۾ شاعري اڳتي وڌي ٿي وڃي. ڇو تہ شاعريءَ جو تعلق براہ راست "انساني حسّيات" سان آهي ۽ انساني حس ۽ وجدان جي دنيا، علم ۽ فن جي اڪتسابي ذريعن کان بهرحال اعليٰ ۽ بلند بہ آهي ۽ درست ۽ قابل قبول بہ آهي.

ان طرح شاعر جو فن پنهنجي جاءِ تي متنوع ۽ همہ گير ٿئي ٿو. ان جي فن ۾ هڪ حسين ۽ رنگين دنيا رقصان ۽ پيچان رهي ٿي.

هڪ باڪمال شاعر جي ڪلام ۾ فن ۽ فڪر جا ڪيئي متنوع پهلو ملي سگهن ٿا، جن تي صوري ۽ معنوي خيال کان اهو ڪلام مشتمل ٿئي ٿو. ڪٿي سوز و گداز ٿئي ٿو تہ ڪٿي زندگي جو راز و نياز ٿئي ٿو، ڪٿي حسن ۽ عشق جي آويزش رهي ٿي تہ ڪٿي زندگي جي لاينحل مسئلن جي عقده ڪشائي ٿئي ٿي. ڪٿي زندگيءَ جا ڪيئي لطيف پهلو، رمزيت ۽ ايمائيت سان بيان ٿين ٿا. ڪٿي نغمہ ۽ عيش ملي ٿو تہ ڪٿي صداءِ ماتم بہ جي ٿي. ڪٿي خيال جي ندرت ۽ جذبات جي شدت ملي ٿي تہ ڪٿي محاڪات جي طلسم بندي ملي ٿي. ڪٿي ڪائنات جا اسرار واشگاف ڏسجن ٿا تہ ڪٿي ماحول جي ترجماني ملي ٿي. ڪٿي منظر نگاري ۽ جذبات نگاري جو خوشڪن ۽ پرجوش انداز ملي ٿو تہ ڪٿي تهذيب ۽ تمدن جا ڪارناما ملن ٿا ۽ ڪٿي باطل شڪنيءَ ۽ حق پرستيءَ جا خيالات ملن ٿا. بهرحال شاعر ۽ ان جو غور ۽ فڪر، خيالات ۽ جذبات جي هڪ لامتناهي دنيا تي حاوي نظر اچي ٿو.

ٿورن لفظن ۾ اگر چئجي تہ پوءِ فقط هن طرح چئي سگهجي ٿو تہ "شاعر کي حقيقت ۽ انسانيت جو ترجمان هئڻ گهرجي. ايتريقدر جو ڪيس اهو بہ خيال ۾ نہ رهي تہ هو ڪهڙي زبان جو شاعر آهي؟ ڪهڙي ملڪ جو شاعر آهي، ڪهڙي ڪهڙي تهذيب جو ترجمان شاعر آهي، ڪهڙي تاريخ جو شاعر آهي، ڪهڙي قوم جو شاعر آهي، ڪهڙين روايتن جو شاعر آهي! شاعر ۾ جزالت ۽ اصليت جا عناصر پڻ هئڻ گهرجن. سندس اڳيان نہ سعدي هجي نہ حافظ، نہ غالب نہ اقبال! شاعر جي اڳيان الوهيت جا اهي عناصر ۽ اسرار هئڻ گهرجن، جن مان هستي لهي آهي؛ جنهن جي تلاش ۽ ڳولا جي آرزو، انسانيت لاءِ شرف ۽ عظمت جو دليل آهي، جنهن کي حاصل ڪرڻ انساني زندگي جو نصب العين چيو ويو آهي. ٻين لفظن ۾ شاعر جي اڳيان ٻين جا ديوان ۽ مجموعا نہ هئڻ گهرجن، پر صحيفہ فطرت هئڻ گهرجي. لفظن ۽ جملن جي ترتيب ۽ پيچ گهڙ جي بدران زنده واقعات جا تنقيدي جائزا هئڻ گهرجن. محاورن ۽ اصطلاحن جي جاءِ تي زماني جي نشيب و

فراز ۽ بحر حيات جي مدو جزر کي لحاظ ۾ رکڻ گهرجي. رديف ۽ قافيي جي انتخاب کان زياده خيالات ۽ جذبات جي موزونيت خيال ۾ هجي. رقص ترکيب ۽ ترنم الفاظ جي بدران اهو خيال رهي ته آيا لفظ ۽ معنيٰ ۾ باهم توازن به آهي يا نه؟ اگر انهن معيارن ۽ قدرن جو خيال نٿو رهي ته پوءِ ظاهري طرح سان واه واه جي پگ ته ملندي، پر بقائي دوام جي خلعت کان محروم رهجي ويندو"

هن جديد دور جي شاعري ذرا تلخ ۽ تيز ٿي چڪي آهي. هر شاعر پنهنجي فڪري ۽ شعوري مشاهدي ۽ تجربي کي تلخ ۽ ترش، لب ولهجي ۾ بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي، سبب ظاهر آهي. زندگيءَ جا حقائق ۽ عوامل، قدر ۽ معيار، جيئن پوءِ تيئن تلخ ٿيندا ٿا وڃن. زندگيءَ جا سماجي عوامل، مادي ۽ مذهبي، فڪري ۽ سائنسي تاثرات کان متاثر ٿي اڄ اهڙي مرحلي تي پهتا آهن، جتي انساني شعور ۽ ان جو تنقيدي زاويہ نگاه پراڻي تقليد کان مايوس ٿي چڪو آهي. انساني فڪر ۽ عمل، اڄ جدت پسندانه اجتهاد ۽ تجربي کي زندگي جي نون قدرن آهر صحتمند اصولن تي پرکي رهيو آهي. پر اهو به اعتدال ۾ رهي ته چڱو!

ادب ۽ شعر جي موجوده دور ۾ نه فقط هيئت جي اعتبار سان پر مواد ۽ انداز بيان جي لحاظ سان به وڏو انقلاب آيو آهي، اهو انقلاب قابلِ قدر آهي ۽ زندگي بخش به.

انساني شعور جو اهو انقلاب آور معيار بتدريج ارتقا ڪندو آيو آهي. انساني فڪر جي ترقي پذير قدرن، فڪري اثرن، علمي لاڙن ۽ ادبي نتيجن ٺي انسان جي نطق و بيان ۽ شعر ۽ سخن کي نوان نوان اسلوب عطا ڪيا آهن. اڄ ڪلهه جي بلند مرتبہ شاعرن 'روايت' جي بيروني ۽ بيرنگ، بيڪيف ۽ غير افادي هيئت ۽ اسلوب، مواد ۽ موضوعات کي جنهن فنڪارانه مهارت سان، زنده جاودان، حقيقت افروز ۽ بصيرت افزا ڪيو آهي؛ ان کي تنقيدي نظر سان جاچڻ کان پوءِ، ان راءِ تي پهچڻ لازمي امر آهي ته اڄ جي شاعرن جي تخليقي قوت، فڪري مطالعہ ۽ نڪته آفريني، قديم دور جي شاعرن کان فني خيال سان گهڻو اڳتي وڌي چڪي آهي. اهو به چوڻ مناسب آهي ته اڄ جي شاعرن جو فن، هن دور جي شعوري رجحانات ۽ ارتقاپذير شعري قدرن سان گهڻي ڀاڱي هم آهنگ ٿي چڪو آهي. البته ان ۾ حسن اعتدال قائم رکجي.

ان طرح جديد ادب يا جديد فن متعلق اسان جي قومي زبان توڙي ٻين علائقائي زبانن ۾ ڪجهه اهڙا به چار تجربا مس ملي سگهن ٿا، جن کي تجرباتي حيثيت سان علمي مقام حاصل ٿي سگهيو آهي.

چند اردوءَ جي شاعرن، هيئت، فن، موضوع ۽ مواد جي پراڻين روايتن ۾ ڪي جدت آميز ۽ ترقي پذير تبديليون آڻي، چڱيون چيزون لکيون آهن، پر انهن جي ابهام، انتشار ۽ نومشقيءَ کي ڏسي اندازو نٿو لڳائي سگهجي ته آيا ان شاعريءَ کي ڇا چئون؟ آيا نظم معريٰ آزاد شاعري، بلينڪ ورس! يا ٻيو ڪجهه؟

ان طرح ڪجهه اسان وٽ به آزاد نظم ابتدائي مشقي ۽ تجرباتي دور ۾ آهي. آزاد نظم ۾ قافيي، رديف ۽ بحر جي مقرر ارڪانن جي نه هوندي به نغمي ۽ ترنم کي نظر انداز ڪرڻ نه جڳائي. ڇالاءِ ته مسموعات لاءِ نغمي ۽ ترنم جي اثر پذيريءَ کان انڪار ڪري نٿو سگهجي. محض خشڪ ۽ نثري لفظن سان نڪو تاثر پيدا ٿئي ٿو ۽ نڪو جمالياتي ذوق ٺي نشو و نما حاصل ڪري سگهي ٿو. هر حال ۾ شعر کي نغمي سان لازم و ملزوم سمجهڻ گهرجي. نغمي کان سواءِ 'شعر' جي ڪابہ تعريف صحيح نہ چئي سگهبي. بهرحال شاعريءَ لاءِ ترنم ريزيءَ ۽ نغمہ سنجيءَ کي صوتي اثرات ۾ وڏي اهميت مليل آهي. اهوئي ڪارڻ آهي جو نغمي ۽ خوش ادائگيءَ کان محروم شاعرن جي شاعري بيرس ۽ بيروح ٿئي

ٿي. انساني جذبات ۽ وجدانيات لاءِ 'صوتي اثرات' ۽ نغمہ ريز ترڪيبون زياده تر افادي ۽ اثر انگيز ثابت ٿين ٿيون. اسان وٽ نون شاعرن ۾ اهڙا تمام ٿورا شاعر نظر اچن ٿا، جي ان بنيادي اصول کي سمجهي سگهن ٿا. پر اها بہ حقيقت آهي تہ اسان وٽ اهڙا شاعر تمام گهڻا آهن، جن وٽ صحتمند مواد سان گڏ حسنِ اسلوب بہ موجود آهي.

اسان جي شاعريءَ ۾ ڪافي، وائي، بيت، گيت ۽ آزاد نظم، غزل وغيره جنهن ڪمال تي پهتا آهن، ان جو ڪو بہ مثال ٻيءَ زبان ۾ ملڻ مشڪل آهي. ان طرح باقي اصناف سخن تي بہ بهترين مواد موجود آهي. اهڙا شاعر، هن دور جو روح آهن.

'مهراڻ' جي هن شاهڪار نمبر لاءِ، مختلف اصنافِ سخن تي، مستقل طرح سان مفصّل علمي بحث ڏيڻ جو ارادو هو، پر ضخامت جي لحاظ سان اڳيئي نظم جو حصو ڪافي گهڻو ٿي ويو آهي، تنهن ڪري في الحال هن مختصر ۽ جامع تحرير تي اڪتفا ڪئي ويئي آهي. اميد تہ ٻئي ڪنهن موقعي تي 'مهراڻ' جو 'اصناف سخن' نمبر پڻ شايع ڪيو ويندو. انشاءَالله-

غ. م. گ.



# مخدوم محمد زمان
## ”طالب المولیٰ“

اسم گرامي: مخدوم محمد زمان، تخلص، ”طالب المولیٰ“
پيدائش: ٩- محرم ١٣٣٨ھ مطابق ٦- آڪٽوبر ١٩١٩ع، آچر، هالا نوان.

پاڻ مخدوم غلام محمد سائين رحہ، حضرت غوث الحق مخدوم نوح سرور رحہ جي پندرهين سجاده نشين جا فرزند آهن ۽ حضرت غوث الحق مخدوم نوح صديقي سهروردي جي اولاد مان آهن، جي خليفه اول حضرت ابوبڪر رضہ جي اولاد مان آهن. حضرت مخدوم نوح رحہ، پنهنجي زماني جو غوث ۽ مجدد هو. سندن معاشرتي اصلاح، سلسلي ۽ طريقت جي تبليغ جا تجديدي ڪارناما، سنڌ جي تدبير تصنيفات، حديقة الاوليا، ارشاد الطالبين، دليل الذاڪرين، رسالہ فتوحات سنڌي عرف رسالہ فتحي ۽ تحفة الڪرام ۾ تفصيل سان موجود آهن. حضرت غوث الحق مخدوم نوح رحہ جو اهو جاري ڪيل سلسلو، سروري سهروردي سلسلي جي نالي سان ملڪان ملڪ مشهور آهي. ان سلسلي سان وابستہ تعداد، سندن زماني ۾ نوَ (٩) لک شمار ڪيو ويو، ان ڪري هن سلسلي کي نولکي گودڙي پڻ سڏيو ويو آهي.

اشاعت: هن سلسلي جي اشاعت ۽ مقبوليت سنڌ جي چپي ڪنڊ ۾ ٿي، پاڪ ان جي حدن کان ٻاهر: اتر ۾ بهاولپور، پنجاب، ملتان ۽ بلوچستان تائين؛ ڏکڻ ۾، ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات. ان طرح جوڌپور ۽ جيسلمير تائين پکڙيل آهي. ڪيتري گاديون هن درگاهہ سان وابستہ آهن.

تعليم: اول قرآن ڪريم پڙهيا، ان کان پوءِ فارسي جي تعليم ورتائون. زياده تر سندن تعليم ۽ تربيت، سندن والد حضرت غلام محمد سائين جي خدمت ۾ ٿي.

سجاده نشيني: سندن والد ماجد حضرت مخدوم غلام محمد سائين، ٣٠- ذوالحج ١٣٦٣ھ مطابق ١٦- ڊسمبر ١٩٤٤ع تي وفات ڪئي، ۽ پاڻ ١٩٤٥ع جي اوائل ۾ حضرت نوح سرور جي سلسلي جا (١٦) سجاده نشين ٿيا.

**شاعري ۽ راڳ:** شعري ۽ راڳ سان شغف ۽ ادب سان ذوق کين ننڍپڻ کان ورثي ۾ مليو. ١٩٣٠ع ۾ ناري جي سفر تي، شاعراڻو ذوق تڪميل تي پهتو. اول ٻوس، پوءِ فراقي، زمان شاهه، ۽ پوءِ 'طالب' تخلص ڪيائون. ١٩٤٩ع کان 'طالب المولا' تخلص اختيار ڪيائون.

**علمي ۽ ادبي خدمات:** علم ۽ ادب جي فروغ لاءِ، هالا ۾ الزمان پريس قائم ڪيائون ۽ هفتيوار 'الزمان' ۽ 'پاسبان' اخبارون ڪجهه عرصي تائين هليون. ١٩٥٠ع ۾ سندن سرپرستيءَ ۾ ماهنامو 'فردوس'، ١٩٥٢ع ۾ ماستر جمعي خان 'غريب' جي ادارت ۾ 'طالب المولا'، ١٩٥٦ع ۾ رسالو 'شاعر' نڪتو. ١٩٥٢ع کان پاڻ جمعيت الشعراء سنڌ جا صدر منتخب ٿيا، ۽ اڄ تائين ان جا صدر آهن. ١٩٥٤-١٩٥٥ع ۾ اداره روح ادب سنڌ پاران هالا ۾ راڳ ڪانفرنس ٿي، جتي 'روح ادب' ماهنامي جي اشاعت جو سنگ بنياد رکيو ويو. ١٩٥٥ع ۾ حيدرآباد ۾ 'بزم طالب المولىٰ' جو پايو پيو، جنهن جا پاڻ سرپرست ٿيا. ان جون سوين شاخون موجود آهن. مارچ ١٩٥٥ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ جا ميمبر چونڊيا ويا. نومبر ١٩٥٥ع کان لطيف يادگار ڪميٽي جا ميمبر ٿيا. ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي مشاورتي ڪميٽي جا پڻ ميمبر آهن.

**تعليمي خدمات:** ان سلسلي ۾، طالب المولىٰ هاسٽل هالا ۽ طالب المولىٰ هاءِ اسڪول دادو، يادگار آهن.

**ملڪي خدمات:** پاڻ ون يونٽ کان اڳ سنڌ اسيمبليءَ جا ميمبر هئا. ان کان پوءِ، قومي اسيمبلي جا ٻه ڀيرا ميمبر منتخب ٿيا.

**تصنيفات:** (١) امام غزالي جا خط، (٢) اسلامي تصوف، (٣) خود شناسي، (٤) شيطان، (٥) بهار طالب، (٦) رباعيات طالب، (٧) ياد رفتگان، (٨) مثنوي عقل و عشق، (٩) ڪچڪول، (١٠) ڪافي، (١١) سنڌ جو شڪار، (١٢) بياض طالب المولىٰ، (١٣) مصريءَ جون تڙيون، (١٤) مضامين طالب المولىٰ، (١٥) سماع العاشقين في سرور الطالبين. هن وقت تائين ١٠١ تائين ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن. سندن ڪلام جو تازو مجموعو "چپر ۾ چڙهيون" ڇپجي رهيو آهي. پاڻ نومبر ١٩٦١ع کان 'سنڌي ادبي بورڊ' جا چيئرمن مقرر ٿيا، ۽ اڄ تائين ان علمي ۽ ادبي منصب تي فائز آهن.

**اعزاز:** سندن علمي ۽ ادبي، ملڪي ۽ سماجي خدمتن جي قدر ڪندي، پاڪستان سرڪار کين 'تمغهٔ پاڪستان' جو اعزاز ڏنو آهي.

پاڻ هن وقت، ملڪي ۽ سماجي خدمات سان گڏ، شاهه جي رسالي جي صحت، ترتيب ۽ تدوين جو ڪم ڪري رهيا آهن.

<u>فن ۽ تجزيو:</u>

اعلىٰ حضرت مخدوم محمد زمان صاحب 'طالب المولىٰ' پنهنجي مختلف النوع علمي، ادبي، قومي، تعليمي ۽ ثقافتي خدمتن جي سلسلي ۾ جا شهرت، دوام حاصل ڪئي آهي، اهائي سندن تعارف لاءِ ڪافي آهي. سندن محبوب ۽ جامع صفات شخصيت ۽ فن، ڪنهن به رسمي تعارف جا محتاج ناهن.

جيستائين سنڌ جي فني مقام جو تعلق آهي، افسوس آهي جو اڃ تائين ڪنهن به ناقد محقق، ان متعلق علمي ۽ فني لحاظ سان تنقيدي جائزو نه ورتو آهي؛ ڪنهن به اهل قلم، سنڌ جي فن جي خصوصيات تي بحث نه ڪيو آهي. ورنه سنڌ جي شعر و شاعري، سنڌي ادب ۾ جو مقام حاصل ڪيو آهي، اهو ائين نظرانداز ڪرڻ جهڙو ناهي. هن قسم جي مختلف النوع اصناف تي مشتمل رنگين ۽ دلنشين، فڪر انگيز ۽ رقت خيز، روان ۽ دوان، چست ۽ برمحل، پخته ۽ شُستہ ڪلام اگر يورپ تائين پهچي ها ته يوه هوند ڪيٽس ۽ بائرن جي جمالياتي شاعري سان مقابلي ۾ آڻجي ها. ذوق جماليات جي لطيف کان لطيف خيالات، واردات، ڪيفيات ۽ حسّيات جي عڪاسي ۽ ترجماني جا حضرت طالب المولىٰ جي ڪلام ۾ موجود آهي، ان جو مثال ٿورو ملي سگهي. نه فقط پاڻ ڪلاسيڪي اصناف، دوهي، بيت، ڪافي ۽ وائيءَ کي نئين سر اوجر ڏني، ان جي پراڻن قدرن ۽ پراڻن معيارن ۾ جديد فن ۽ جديد ماحول جي اثرات کي سموهيو اٿن، پر ان سان گڏ، تغزل جي صنف ۾ به پنهنجي جدت افڪار ۽ جدت فن سان استادانه اضافو ڪيو اٿن. سنڌ جي ڪلام جو مجموعي تاثر، ذوق جماليات جي تشڪيل به آهي، ته انسان جي اخلاقي قدرن جي تڪميل به آهي؛ سنڌ جي ڪلام ۾ زبان جي سلاست ۽ روانيءَ سان گڏ، بيان جي رنگيني ۽ شيريني به آهي. اهل دل ۽ اهل نظر لاءِ خيال آفريني ۽ نڪته طرازي به آهي. زباندانن لاءِ سنڌي زبان جي لغوي صحت ۽ درست استعمال لاءِ نادر مثال به آهي، ۽ منجهس خيالات جي افاديت سان گڏ، محاورات ۽ اصطلاحات جو وافر ذخيرو به موجود آهي، ۽ هڪ صاحب ذوق ۽ شعر فهم جي اعلىٰ ۽ اعليٰ شعري معيار جي تسڪين لاءِ جاذب نگاهه عنصر به آهي.

طالب المولا جي فن کي مخلص ۽ محقق فنڪار جي حيثيت سان، جديد ۽ قديم معيارن ۽ قدرن تي پرکڻ ۽ پرجهڻ کان پوءِ، ڪلام جي تاثر ۽ جذب کي ڏسي، ائين ٿو معلوم ٿئي ته اها شاعري چڻ ته تصنع ۽ تڪلف جي پيداوار ٿي ناهي؛ پر شاعري سنڌ فڪر ۽ فن، ذوقِ جماليات ۽ روحاني واردات سان ائين وهڪرا ڪري نڪتي آهي، جيئن پهاڙ سان ڌارا! ان طرح، بقول علامہ قاضي مرحوم جي ته "شاعري اها آهي، جا ڳائي سگهجي ۽ ڳائي وڃي". ان معيار موجب، طالب المولا جو ڪلام نغمہ ريز، سريلو، اثرائتو ۽ دلڪش آهي. اگر تحت اللفظ پڙهيو وڃي ته به ان جي رنگينيءَ کان ڪيفيات جو حصول ٿئي ٿو، پر جي ساز ۽ آواز جي هم آهنگيءَ سان پيش ڪيو وڃي تہ پوءِ انسان جي روح ۾ وجدآور ۽ وجداني واردات جو نزول محسوس ٿئي ٿو. لفظن جي جڙاوت، تراشيل ۽ صاف ڪيل هيرن جي ڪٺين وانگر آهي — بعض اشعار ته الهامي رنگ ۾ آهن.

جديد دور ۾، شاعريءَ جي اها به وصف بيان ڪئي وئي آهي ته "شاعريءَ جو ڪمال اهو آهي ته اها سادہ دل عوام جي خيالات ۽ جذبات جي ترجماني به ڪري، ۽ ان سان گڏ انهن جي ذهني ۽ قلبي طلبن ۽ تقاضائن کي به چيڙي" — ان خيال سان به طالب المولا جو فن عوامي چئي سگهجي ٿو. — ادارو

* * *

# بيت

( ١ )

ڏسڻ ڪان جو ڏور، سو ويجهو آهي وجود ڪاڻ،
ڪک ۾ ٻن ڪريم جو، نسورو ني نور،
ذرڙو، ذرڙو، ذرڙو، لهه ڪاملن ڪوه طور،
جو ڏسي نٿو ڏيهه ۾، تنهن قلب جو قصور،
دريون دنيا واريون، انٽي ٻٽي پور،
'طالب مولا' جاڻ تون، هرجا انٽي حضور،
هو دل ڪان ناهي دور، هردم آهي هنج ۾.

ڪراچي، ١٦-٥-١٩٥٦ع

( ٢ )

ڪٿي سُنبل سهڻا، ڪٿي مبارڪ مُنُو،
ڪٿي چهرو چنڊ جو، ڪٿي جبين جادو،
ڪٿي شعاع شمس جو، ڪٿي رهبر رُو،
ڪٿي تلوارون تير ٿيا، ڪٿي احمد جا ابرو،
ڪٿي اکيون عجيب جون، ڪٿي ساغر ۽ سبو،
ڪٿي گل گلاب ۽، ڪٿي بدن جي بو،
لبن لعل لجائيا، ڏندن لڪ لُولو،
هلڻ تان حبيب جي، عجب ۾ آهيُو،
ڪٿي فضيلت فردوس جي، ڪٿي ڪامل سندي ڪنُو،
حبيب آهي هنُو، 'طالب مولا' تنهنجو.

ڊاڪا، ٢٣-١٢-١٩٦٣ع

( ٣ )

تقويٰ ساڻ طاعتون، ڪي عاشق اجارين،
"خيارڪُم احسن ڪُم اخلاقاً"، پر اها پارين،
"مُوتوا" واري ملڪ ۾، جي جيئي ڪي جيارين،
'طالب مولا' مرد سي، مرڻ ڪي مارين،
کهڙيون ٿا ڪهارين، عاشق رُوز الله سان.

هالا، ٢٨-٩-١٩٥٧ع

( ۴ )

عبادتون آهين، پرهيزگار ڪرڻ لاءِ،
'طالب مولا' مرد اهي، جي سينو نہ ساهين،
اوڙون ڏيئي عشق سان، قلب ڪي ڪاهين،
اندر واري آگ ۾، پاڻ ڪي پاهين،
رمز سان راهين، قريب پنهنجو قلب ۾.

هالا، ٢٧-١٠-١٩٥٧ع

( ٥ )

عشق نہ بيت المال، جو ملي محتاجن کي،
عشق آهي ان سندو، جنهن ڪيو قرب ڪمال،
'طالب مولا' طلب ۾، جو رکي خاص خيال،
جانب جو جمال، اهو مائيندو عشق سان.

حيدرآباد، ١٩-٥-١٩٥٧ع

( ٦ )

اجا تائين آهه، تو ۾ خيال خوديءَ جو،
دل تان ٻڪ پيائيءَ جو، لحظي اندر لاهه،
محبت انٽي محبوب سان، تہ سينو هڏ ۾ ساهه،
قدمن ۾ قريب جي، ڪاهيو ڪاهيو ڪاهه،
'طالب مولا' مرد ٿي، رمز انهيءَ سان راهه،
واهيو واهيو واهه، آب اکين سان عجز جو.

راڻو ٻکهيو، ٣-٩-١٩٥٧ع

( ٧ )

هنيو جن حبيب سان، دعويٰ وارو دم،
سو ڪٿي سکهندو ڪينڪي، قرب جو قدم،
ڪانئي ڇڏيندو ان کي، غصو ۽ پيو غم،
'طالب مولا' تنهن ڪان، نہ ٿئي ڪارائتو ڪم،
اهو بلڪل ٻم، ٻٽي ٿو پيائيءَ جو.

راڻو ٻکهيو، ٣٠-٨-١٩٥٨ع

( ۸ )

حبيبي حضور ۾، جي اوچي ڳاٽ اچن،
ٻ هنيئون دم دوست سان، سي موٽايا محبن،
اهي خان ڪٽي وڃا، جي پٽي پيزارن،
'طالب مولا' تن، سائيو محبوبن ڪي.

هالا، ۲۲-۶-۱۹۵۸ع

( ۹ )

حجت هلائڻ حبيب سان، ڏاڍو آهي ڏوهه،
'طالب مولا' اهڙي، عادت ڪبي ڪوهه،
سدائين سڀتوهه، اڳيان ڪيو ان جي.

حيدرآباد، ۲-۱۱-۱۹۵۹ع

( ۱۰ )

هنيو جن حبيب سان، دعوي وارو دم،
تن محبت جي ميدان ۾، ڪنهن نه رکيو قدم،
ڇن وڃڻي ويو وهم، سي 'طالب' رسيون نه توڙ ڪي.

راولپنڊي، ۱۱-۸-۱۹۶۱ع

( ۱۱ )

محبت جو متاع آهه، محب وٽ مٺي،
پٽي پاڄهاريون يار ٿو، اڪيون روز ڪٽي،
'طالب مولا' ڪيترا، ڳڻ سندس ڳٽي،
هن ٿي هڪ ڇٽي، ڪروڙن ڪي قيد ڪيو.

هالا، ۱۶-۱۱-۱۹۵۷ع

( ۱۲ )

ڪامل ڏمي ڪينڪي، ڪنهن جون ڪجايون،
ڳلي ڪنهن جون ڪونه ڪو، عجيبُ اڳلايون،
دلبر پنهنجي ديهه سان، مهني مڊايون،
'طالب مولا' تنهن جا، ڳڻ وڏا ڳايون،
ٿو ڏئي واڌايون، وريو وريو وصال جون.

هالا، ۱۶-۱۱-۱۹۵۷ع

( ۱۳ )

ڪهڙي منهجي ڪل، 'طالب' طبعن ڪي،
هئي هئي منجهه هڪل، نٿا پهچن پل ۾.

هالا، ۲۱-۱۲-۱۹۵۷ع

( ۱۴ )

متا اچ موٽي، سڄڻ سارباڻ ٿو گهڻو،
'طالب' جي طلب ۾، چوٽ آهي چوٽي،
دل ڪي ڏي دل سان، آميري اوٽي،
ستان ڪرين ڪوٽي، اچڻ ۾ عجيب ڪا.

حيدرآباد، ۱۳-۹-۱۹۵۸ع

( ۱۵ )

ائي پهر اون، عجيب آهي آهنجي،
پيو ڪنڌي ڪپر ڪون، تو ري سهٽا سهرين.

۲-۹-۱۹۵۹ع

( ۱۶ )

سڄڻ پيارا سيرين، تو ۾ سندم ساهه،
مون ۾ وري محب تون، ناهي وٿين ناهه،
هردم منهنجي حال کان، آهين تون آگاهه،
'طالب مولا' تو سندو، چيتُ ۾ رکي چاهه،
جاڻي ٿو الله، حقيقت هن حال جي.

حيدرآباد، ۳-۱۱-۱۹۵۹ع

( ۱۷ )

اهو دم حرام، جنهن ۾ ياد نه تون هجين،
ٿرمل تنهنجو نام، ائي پهر اندر ۾.

لنڊن، ۲۸-۷-۱۹۵۹ع

( ۱۸ )

ماڪي خوب سٺي، تون مٺو ماڪيءَ کان،
مون ڪڏهن ڪاڻ ڏٺي، ڪا مٺائي سُتُ تنهنجي.

هالا، ۲۰-۹-۱۹۵۸ع

( ١٩ )

پيهر به مٺ تون پاڻ، جيئن پهريون هيئي پيار سان،
هلڪو مٺ حبيب ڪر، ساڪي صورت ساڻ،
’طالب مولا‘ تنهنجو، سورهه آهه سڄاڻ،
پري نه ڪندس پاڻ، هرهر حاضر آهيان.
حيدرآباد، ٣-٨-١٩٥٥ع

( ٢٠ )

ويني وهامي ويئيون، راتين جون راتيون،
ڪَهَندي ڪهندي ترب ۾، برهه جون باتيون،
لاتيون عشق اندر ۾، طلب جون تاتيون،
جهَاتين ۾ جهاتيون، پاتر پنهنجي پاڻ ۾.
پڪا شريف، ٢٧-١١-١٩٥٥ع

( ٢١ )

راتيون ڪم ڏينهن، سارينديءَ سڄڻ کي،
’طالب مولا‘ طلب جا، محبت وسايا مينهن،
نسنگ ڪيو نينهن، جڳڙيو جانب جيءَ ۾.
ابري، ٢٠-١-١٩٥٦ع

( ٢٢ )

ملن محبوبن، دل ۾ ديرا لاتيا،
پاروتڻ کان پاڇهه پئي، سنڀاليو سڄڻ،
پرين پراهان ڪين ٿيا، پيا هينڙي منجهه هُرن،
’طالب مولا‘ تن جا، ٿا پنبل پور پون،
سي ڪيئن ياد اچن، جي ڪهين وئل نه وسريا.
لنڊن، ١٥-٨-١٩٥٩ع

( ٢٣ )

ويراڳڻ ورونهن ۾، آهيان ويچاري،
سڄڻ سهڻا سهرين، تنهنجي سائن جي ماري،
وساري نه ويهه تون، ٿئي نرمل نيزاري،
ملڻ ۾ مون ساڻ ڪا، گهوٽ نه وجهه گهاري،
’طالب‘ چوي طلب ۾، تنهنجي ٿي تاري،
ڪوجهي جي ڪاري، ته به ڪاند ڪميءَ ناهيان.

( ٢٤ )

جي ورُ نه ڪن هڪڙو، سي ڪميئون سڏجن،
در در لائي دل کي، وَرَ وَرَ ڏيو وڃن،
حبيب جي حضور مان، توڙلون ٿيون تڙجن،
’طالب‘ تن جون ڪهڙيون، ڳالهيون ڳچي ڳڻجن،
سي سنڀاليون سڄڻ، جي ڪيڏهن ويون ڪينڪي.

( ٢٥ )

روڙهه تنين سان روڙهه، روڙهي جي جاڻن،
متان ساڻ پين، روڙهي ريجهه ڦٽائين.
حيدرآباد، ٥-٥-١٩٥٦ع

( ٢٦ )

وري شال وطن ۾، سي آديسي اچن،
رنگ لڳي راهوند ۾، محبّت سچ سڄن،
’طالب مولا‘ مرد سي، ڏسي اکيون ٺرن،
واحد ساڻ ورن، رمي اهي راهوند ڏي.
پڪا شريف هالا، ٢٧-١١-١٩٥٥ع

( ٢٧ )

اکين کي آئون، روڪيان جيئن رُئڻ کان،
تيئن تيئن تنهن جي تات ۾، رهي رُناٿون،
سُئين ماٺ نه اچي، جو پرين پڇائون،
’طالب مولا‘ طلب ۾، سهڻو سوجهائون،
هَنجون هاريائون، سڄڻ سارينديءَ گهڻو.
حيدرآباد، ٢٣-٩-١٩٥٨ع

( ٢٨ )

وَسيو ٿيون وسن، اکيون اوهيرا ڪريو،
ڪهڙي مجال مينهن کي، جو اينهين ٿي اچن،
’طالب مولا‘ طلب ۾، نيو روز نمن،
جيڪر محب مليمُن، ته به رهنديون ڪين رئڻ کان.
حيدرآباد، ٥-٨-١٩٦١ع

( ۲۹ )

ڇو ٿو ڪرين ميٺ تن، مون سان ريس رڻ جي،
’طالب مولا‘ سان تہ ڪيا، ناحق وڏا نينهن،
تنهنجا ٻئي ڏينهن، منهنجي موسم ميڪا.

ڪوه مري، ۹-۸-۱۹۶۱ع

( ۳۰ )

مينهن وسن ٿا سنڌ تي، اڪيون روز وسن،
هو ٻرَوس ويچارا ٿيا، هي وس ۾ ڪين رهن،
هنَن جي موسم هڪڙي، هي ٿميو ٿميو ٿمن،
هو رڳو ٻارهين ماهہ ٿا، سڪا ساوا ڪن،
هي دمدم ٿيون دلين کي، اهڙو آب ڏين،
هو وسيو نٽ وڃن، هي ’طالب‘ وڃن ڪينڪي.

ڪوه مري، ۹-۸-۱۹۶۱ع

( ۳۱ )

ٻڄن ٻجرن ٻاڻ ۾، اڻن ڳجها ڳاروڙا،
جانيءَ لاءِ جڏن ڪي، جيءَ ۾ جاڪوڙا،
ٻنهنجي اڻن ٻاڻ ۾، نمڻ، ٿاڪوڙا،
ڪونڪن مينهن وانگيان، ڪن اپربو آروڙا،
سٽين سانٺن جا، سڄن نہ ساڪوڙا،
’طالب‘ چوي طلب ۾، پينين پانجوڙا،
کهوڙا ڙي کهوڙا، ڪونڪيون ڪوهہ ڪنئي وڃون.

راولپنڊي، ۱۰-۸-۱۹۶۱ع

( ۳۲ )

ٿو چئمان ٻنهنجا ٻيرَ، جو وني تو وٽ آئيا،
’طالب مولا‘ تي ڪيئون، ٻلانيءَ جا پيرَ،
اوير ۽ سويرَ، قدمن تان قربان ٿيان.

جام صاحب، ۲۶-۳-۱۹۶۴ع

( ۳۳ )

اکيون ۾ آهن اکيون، ٻر ٻيرن سان نہ ٻڄن،
هو رُئن ٿيون رت ڦڙا، هي ڦنجيو ٿا ڦنجن،
هو ٻيوس آهن برهہ ۾، هي هيجئون اٿيو هلن،
هو نهارين نجهب کي، هي تيرُ تٺا ترسن،
هو آپاڪيون عجيب لڳ، هي رَندن منجهہ رُلن،
احسان ڪيا اکين تي، ٻرت منجهان ٻيرن،
’طالب مولا‘ طلب ۾، چميو چميو چمجن،
جهلئي نٺا جهلجن، هلندي ٻنهنجي حبيب ڏي.

ڳوٺ ساجن ڳاهو، ۴-۳-۱۹۶۴ع

( ۳۴ )

روبو روبو اکيون، اچو ٻيرن مٿي ٻوُن،
چميو تن کي چاهہ سان، ڏوڙ سندن ٿيون ڏوَن،
اينهين اشارن ۾، چريون ڪونگيون چوُن،
تہ هي سلامت هوُن، اسان سندا آسرا.

راولپنڊي، ۲۰-۳-۱۹۶۴ع

( ۳۵ )

اکيون تہ اکين سان مليو، وڃيو وصال ۾ ڪن،
رڻن تہ عجيب آکهن ٿا، هرهر ساڻ هئن،
لاڙير لڙڪ لهوءَ جا، ٻرين سان ٻرچن،
ٻير ويندي ٻيرَ ڏي، جٺني ۾ ڪانڌ وجهن،
قتيل ويچارا فراق جا، صحت ۾ نا سنيرن،
مجروح ٿين مخب لڳ، تہ ۾ حڪيمن وٽ لہ وڃن،
’طالب مولا‘ تن کي، ڪيو ننڪر نصيبن،
رحم لہ آندو روح ۾، مٿن محبوبن،
ـي چميو چو نہ چمجن، جي ڪهن ٻڄن ڪينڪي.

لاهور، ۲۱-۳-۱۹۶۴ع

( ۳۶ )

جي اکيون ٻير هجن، تہ ٻتو ٻوين ٻنڌ جو،
تہ آکهاڙا عشق ۾، ڪٺن ٿا سور سهن،
ڪنن ٿا ڦٽ فراق جا، چکيو ۽ چکن،
رت ٿين جي راهہ ۾، تہ ۾ هيجئون ٻيا هلن،
ڪنجهن ڪُرڪن ڪينڪي، توڙي ٻنون ٿيو ٻون،
ٻهچن جڏهن ٻرين وٽ، تہ ۾ ڏوراپا نہ ڏين،

'طالب مولا' طلب ۾، پڻ اها صحت سندن،
ڪڏهن ڏئو ڪينڪي، هُن ڏي حبيبن،
سنيرن ڪڏهن ڪونه ڪو، ته ڪا پڻي پنڌ ۾ پرين،
ته به رڙهيو رڙهيو رڙهن، حبيب جي حضور ڏي.
راولپنڊي، ۲۲-۳-۱۹۶۴ع

(۳۷)

پيرن پڇائيون ڪيون، پاڙون پند پيئون،
هلندي حبيبن ڏي، سيئي سک سهيئون،
ٿي زخمي پنهنجو پاڻ ڪي، لتن ۾ خوب لتيئون،
وڏا ور واٽن جا، ڪري ڪاهه ڪٽيئون،
ڪڏهن جاني يار ڪان، جدا ڪونه جئيئون،
وري در دوست جو، مورهئون ڪين مٽيئون،
عجيب لاءِ اکين سان، رهي راند ڪٽيئون،
ٿي روز ٿٽيئون، تيريون 'طالب' پانهنجون.
صادق آباد، ۲۸-۳-۱۹۶۴ع

(۳۸)

اکين ڪري عاجزيون، پيرن تي پئي،
ڪيئون التجا انهن ڪي، ڏهه ڏهه چميون ڏئي،
ته پڇايو پريت سان، لرمل وٽ نيئي،
سدا سيڪون جن لڳ سجڻ ڏسون سيئي،
'طالب مولا' تن ڪي، جانب مليا جيئي،
قربانن ڪئي، اکين تي احسان ڪيا.
مدينه منوره، ۳-۹-۱۹۶۴ع

(۳۹)

ڊوڙي ڊوڙي پهتا، عجيب جي آستان،
پسايئون پرينءَ جا، مڙئي ماڳ مڪان،
ڏسي نُور لرمل جو، ڪيئون اطمينان،
'طالب' قدمن ڪي ڏنا، الله وڏا ايمان،
اهي سڀ احسان، اکين سچيا آن جا.
مدينه منوره، ۱۴-۹-۱۹۶۴ع

(۴۰)

ڪيا ڪرم ڪريم ڪري، پير ڪٽي پُرپار،
پهچي در پرينءَ جي، چاهه منجهان چمپار،
ڏرَ تنين جي تهدليئون، لڳن سان لاتار،
ميرا پيئي محبتي، چشمن تي چاپار،
آئي جهير اکين ڪي، ته پرين خود پسيار،
ٿيس سرخرو سجڻ وٽ، جو منهن سان پئي سليار،
لڙڪن سان لاڙن جي، ڊوڙ سيئي ڊوتيار،
اکين سندي آب سان، چهڪ سندن چيڻار،
مڙيئي سچيار، 'طالب' احسان انهن جا.
اربعه، ۱۰-جمادي الاول ۱۳۸۴ھ
فجر نماز بعد، حرم شريف مدينه منوره

(۴۱)

پير به آهن پير، پر سر نه رکي سالڪو،
گلا غيبت جو ڪٿي، ڪهُور ڏئي ڪهانڪو،
نڪري نرمل ڪاڻ ٿو، نينهن ۾ ٿي نالڪو،
پي مڙيئي ملڪ ۾، ٿئي شو سهالڪو،
سر ٿئي سهانڪو، سجڻ وٽ 'صديقي' چوي.
اسلام آباد، ۱ ۽ ۲-مارچ ۱۹۶۷ع

(۴۲)

پير ويچارا پرت سان، گهٽوئي ڪي ٿا ڪن،
سر ٿين جت صدقي، ات ڪٽي پير پڇن،
پير وڍيا ته مني ۾، دبجيو ٿين دفن،
سر شهادت بعد پڻ، نيزن تي چڙهن،
پير به 'طالب' طلب ۾، مورهئون ڪونه مڙن،
پر سرو پچ ئي 'صديقي' چوي، صديق ٿا سڏجن،
پير ٿريو ٿيجن، ۽ سر سدائين سٽ ۾.
اسلام آباد، ۱ ۽ ۲-مارچ ۱۹۶۷ع

(۴۳)

پير به اهڙي ذات، جو سر مٿن ڏي سجدا،
پير نه وڃن پرينءَ وٽ، سر ٿئي گهاتو گهات،

سر جي ’صديقي‘ چوي، مقتل ۾ ٻي ڀات،
جت اڏي ۽ ڪات، ات ڀيرن پيٺي ناهه ڪا.

( ۴۴ )

ڀير ڀري ٿي ٿا رهن، سر سُولهن لالڻ لڳي،
ڀيرن ڏلي سَنبرَ ملي، سرن ڏني ٻني جهڳي،
ڀير سدائين هٿ ۾، سر ڏين ٿا سڳي،
جنهن ڪي الله اوراهون، سر ۾ ساڻي رڳي،
’طالب مولا‘ طلب ۾، سر ڏين چاهئون چڳي،
سر ته آکهاڙا ٻه نهن، ڀر ڀير نه ڀڏن ڀڳي،
سر سوريءَ جي سامهون، هو دمدم ڪولن ڏڳي،
هو سارڳ ۾ ني مڳي، هي ڪيجيو قربانيون ڏين.

( ۴۵ )

ڀير ٻه ڀوريون ڪن ٿا، ڀر سر چڙهن ٿي چوٽَ،
جت ڀير ڀڄن ٿي ڪينڪي، ات سر وڃن ٿا ووٽَ،
ڀر ٿين ٿا ڪوٽ ڀر، سر ڀڃن ٿا ڪوٽَ،
ڀير ته موٽي ٻه سگهندا، ڀر سر آهن الموٽَ،
سرويچ ٿي سدائين، جتَ ٻه ٿين چاموٽَ،
هي ’طالب مولا‘ طلب مان، ڪني ڀرت اندر ڀالوٽَ،
ته ڀير نه ٿين کهوٽَ، سهرا ڀڏجن سرن تي.

( ۴۶ )

صدقي سر تان سونَ ٿين، ۽ چاهه منجهان چانديون،
سرويچن لاءِ سورميون، محبت ۾ مانديون،
جن جن کيون سرن سان، رڻن ۾ رانديون،
انهي وَرَ جي وِرِونهن کان وَهَئون نه ڪي وانديون،
سر جنين جا صدقي، تن لاءِ جهلن هيڪانديون،
سر ڏني سهاڳڻيون، بلڪل ٿيون ٻانديون،
سر ڏيئي سوڪڙيون، انهن ني آنديون،
محبت پلي مٿين هجي، ته ٻه ڀيرن ڀرانديون،
سرن سيرانديون، سدائين ’صديقي‘ چوي.

( ۴۷ )

ڪٿي ڀير ڀڄن، سرن سان ’صديقي‘ چوي،
ڀيرن ۽ ڀيزار تان ٻه، ٿا صدقي سر ٿين،
ڀيرين ڀون ڀيڙيون، سير سُرها گل چڙهن،
ڀير ته ڪانيءَ جا ڀـ ٿا، تنکن منجهه وڃهن،
ڀر ڪٿان ملن ڪونه ڪو، جي ٿا سر وڃن،
ڀير فقط چمڪن ٿا، ۽ سرين ڀٽڪ ڀون،
سجڻ سدائين سرن ڪي، ٿا سيني رکيو سمهن،
ڀير ڀيرانديءَ ٿي هجن، ڪٿي هنڌ پلنگ هجن،
ڀر سرن هيٺ اچن، ٻانهون ٻانهيارن جون.

( ۴۸ )

ڪڏهن ڪونه ڀڏو، ته ڀيرن سُوريون مائيون،
سر فدا ٿي سجڻ ڪي، ڪڏن سان ڪڏو،
ڀڄو ٿئي ڀين سان، ڀر سجڻ وٽ سڏو،
”الانسان سري و انا سره“، سورهئون ڪين سُنڌو،
سر وڃي سوريءَ تي، ڀنهنجي لالڻ ڪي لڌو،
سر تو ’صديقي‘ چوي، ڪري نه ڪر ڪُنڌو،
سر سوريءَ ڀاڻ وڏو، ڀير آهي ٿي ڀنٽ تي.

( ۴۹ )

سيسين جي سدا ٿئي، رڻن ۾ ني راند،
ڀير وڃن ته ڀري ڀون، سيسي ڀوي ڀلاند،
سچ ڀچ ’صديقي‘ چوي، وقت نه ڏني ويساند،
هٿيو ني هنڌ ڪري، سسي نه وڃي وڙواند،
اها اصلئون آهه ڪا، خاوند سندي خاند،
ته سسيون نيزي ٻاند، ۽ ڏڙ ويچارا ڏوڙ ۾.

( ۵۰ )

ڀير ڪولن هٿ ۾، وريو وريو واٽ،
ٿڇيو ڏاڪون جي ٿين، ته اٿي ڪان ڏين آٽ،
سر ڪڏهن نه سرڪيا، جي قرب مان ٿين ڪاٽ،
چڙهن نيزي نوڪ تي، ته ٻه اوچا انهن ڳاٽ،

سچ پچ 'صديقي' چوي، ڪُڏن جئن ڪنوانٽ،
لُڏن لہ اڳيان لاٽ، مٿا مٿيرن جا.
اسلام آباد، ۱ ۽ ۲- مارچ ۱۹۶۷ع

( ۵۱ )

سر برابر ڪٽرا، بيحد بارَ ڪشن،
مهل اهي جي مورهئون، تہ مچيو مٿا ڏين،
سورهيہ سامهون جي ٿيا، تہ ڏو ڪان ڏار ٿين،
دل ڪهرجي درياہ جئن، نہ تہ سر ٿيو بار پون،
ٿلها ٻنڪا تہ ٻڌن تي بہ، ٻڌيو ٿا سگهجن،
'طالب مولا' طلب ۾، دلبر بہ دل ڏسن،
تيهان پوہ عاشق ڪي، ٿا پيٺا ٻڪَ وجهن،
سر سوين هجن، تہ بہ درجا آهن دلين تي.
ڍاڪا، ۹-۱۲-۱۹۶۷ع

( ۵۲ )

رکو ڪعبي اڳيان، جي سڪڻا سِرَ جهڪن،
۽ هلي احرام آجرا، پيٺا ڪٽي پڌجن،
ليٺ ليڪ لہ آهہ جي، ۽ نمازون پڙهجن،
چمچي چالئٽ رسول جي، روزا پڻ رکجن،
تہ بہ مولا ۽ محبوب ٻئي، دائر دليون ڏسن،
قلب جڏهن ٿو قلب ٿئي، تہ دُهرا دانَ ملن،
'طالب مولا' طلب سان، محبت رکبي من،
حج' هزار ڪجن، تہ بہ درجا آهن دلين تي.
ڍاڪا، ۹-۱۲-۱۹۶۷ع

( ۵۳ )

آهي برابر سر ۾، رمزن واري رڳ،
دل لہ ڏني جنهن داور ڪي، تنهن وڃايا ٻئي جڳ،
ايئت ڪبي نيڪ ٿي، جنهن جا دل ۾ آهن دڳ،
ان مان وري ڪنکي، جي سڪني ٻڌي ٻڳ،
'طالب مولا' دل ڏني، ونيا سڀئي سڳ،
چاهتون ڏجي چڳ، تہ بہ درجا آهن دلين تي.
ڍاڪا، ۹-۱۲-۱۹۶۷ع

( ۵۴ )

سر ۾ سودا ٿي پوي، تہ بہ ساٿهو جالَ جيئن،
جنون' جيڪر ٿو ٿئي، تہ بہ هڙئي پيا هلن،
جي هجين ماليخوليا، تہ بہ گهمن ۽ ڦرن،
وسواس ئي وڏي وجهي، تہ بہ ڪاٺن ۽ ٻيٺن،
منبڙا، ننبڙا، لولڙا، تہ بہ رستن تي رڙهن،
دل بيئي تہ دلگ ٿيو، هڪدم مربو پون،
حڪيم هيڪا لڏا اچن، تہ بہ ڪري ڪجهہ نہ سگهن،
ڪرن ۽ ڪوڙن جي بہ، دليون خبر ڏين،
'طالب مولا' سر ڪي، پرين پوہ پڄن،
دلبر دل ڪهرن، بي بولي لاهہ ڪا.
ڍاڪا، ۹-۱۲-۱۹۶۷ع

( ۵۵ )

ساٿهو مري تہ مربو وڃي، پر دل ٻني پوہ بہ جئي،
ڪڏيو وجهن ڪنهن ٻني ۾، تہ هو جيرو ٿو ٿئي،
ججهو هلي جهان ۾، پيو ڪائي ۽ پئي،
'طالب مولا' تنهن ڪي، ڏاتر بہ ڏان ڏئي،
سرَ وڍيل ڪنهن بي تي، جي لڳي تہ لهو نئي،
ڪو اهڙي عمل ڪئي، اچا تہ ڪامل ڪولہ ٿيو.
ڍاڪا، ۱۰-۱۲-۱۹۶۷ع

( ۵۶ )

سر تہ وڃيو ٿا سڄڻ جي، سيٺن تي بہ سهن،
اکيون پڻ عجيب ڪي، ڏسيو نيٺ وئن،
پير بہ پنهنجيءَ پَر ۾، هليو ات پجن،
جسم بہ آخر ٿا وڃو، لالڻ سان لڳن،
'طالب مولا' طلب ۾، دلڙيون درد سهن،
اٿي پير عشق ڪان، ڏڙڪيو ٿيون ڏڙڪن،
سڪ ڪري لہ سهن، هو سدائين سيڪن ۾.
ڍاڪا، ۱۰-۱۲-۱۹۶۷ع

( ٥٧ )

"اَلقَلبُ مرأة المؤمنين"، اتان رباني راھ،
جنھن مان الاھي عشق جا، اجھامن نہ آڙاھ،
ان تي ڪرم ڪريو جو، ۽ نوراني نگاھ،
'طالب مولا' چا ڪري سگھندو سندس ساراھ،
دل ٿي سا درگاھ، جت الله آھي اوڏڙو.

ڍاڪا، ١١-١٢-١٩٦٧ع

( ٥٨ )

دل کي مڃن ڪنڪي، اھڙوڪا انسان،
ھو مائل رکھو مغز ڏي، جت عقل جا امڪان،
پر آھي ھيئن فرمائيو، ڪريم منجھ قرآن،
"إنّ اللهَ يَحُولُ بَيْنَ المَرْءِ وَ قَلْبِہٖ"،
چيو مالڪ مهربان،
تنهن جي لبي تائيد ۾، ڏنا بلڪل ھي بيان،
"إنّ في الجَسَدِ مُضغَةً اذا صَلُحَتَ..." جا،
آھن صورت اندر سامان،
"إنّ اللهَ لاَ يَنظُرُ إلىٰ صُوَرِكُمْ وَ لٰكِنْ
يَنظُرُ إلىٰ قُلُوبِكُمْ"، ھي فائق جا فرمان،
رکن ايمان ان تي، محڪم مسلمان،
جي مورھئون نہ مڃن دل کي، سي نسورا نادان،
'طالب مولا' تون بہ اِت، آڻج کي ايمان،
جو رسول صہ ۽ رحمان، بہ درجا ڏنا دلين کي.

ھالا، ٢٠-١٢-١٩٦٧ع

( ٥٩ )

دل تہ برابر آھ دل، پر رکھو آھي ماسُ،
اڇي پيو آنَ ۾، ويتر جي وسواس،
تہ ھوئي ھڪ ڪھڙيَ ۾، ٺڪرو ڪندس ناس،
'طالب مولا' طلب سان، رک اصلئون ھي احساس،
ڪبو جي قياس، تہ رمزون آھن روح جون.

( ٦٠ )

دل تہ برابر آھ دل، پر نمت ڪھرجي نيڪ،
ڪئي پيون ڪوري قلب مان، اڳلايون انيڪ،
ڏيس ھردم ھيج مان، سڪ، صبر جا سيڪَ،
'طالب مولا' تنھن کي، چڏي نہ ڏيو چيڪ،
ھي حقيقت ھيڪ، تہ رمزون آھن روح جون.

( ٦١ )

دل تہ برابر آھ دل، پر 'طالب' ٿئي تمثيل،
ھي خزانو خون جو، امر سواءِ عليل،
رمز آھي راز جي، چائي ربّ جليل،
ڪو صوفي صفا سمجھندو، واحد جو وڪيل،
'طالب مولا' تَنَ سان، ڪجئين دور دليل،
پيو رکو قال ۽ قيل، رمزون آھن روح جون.

٢٥-جمادي الثاني ١٣٨٨ھ ١٩-٩-١٩٦٨ع
اسلام آباد

( ٦٢ )

دل تہ برابر آھ دل، پر جڏھن ٿئي صاف،
وڃي ان کان وسري، صفا لاف گزاف،
چڙھي مٿس مورکو، غيرت سندو غلاف،
لہ تہ ڪندي خطائون خيال جون، جي مور نہ ٿين معاف،
ات طالبُ، 'طالب مولا' اڪثر ٿيندو آف،
ھوءِ توڙي ڪري طواف، تہ بہ رمزون آھن روح جون.

( ٦٣ )

دل تہ برابر آھ دل، پر روح نہ ڪري رحلت،
نيروڙيل ھجي نياز سان، ۽ پريل سان برڪت،
ھجي ھر ڪنھن ويل ۾، شامل شريعت،
قبولي ھوءِ قرب ڪان، طريقو طريقت،
رھي ھميشہ حق سان، رکي ھردم حقيقت،
'طالب مولا' ٿي وڃي، سا ماھر معرفت،

اهڙا عمل پيا مڙني، ڪريس واحد وَدِيعت،
نالو ان مجموع کي، قلب ڏنو قدرت،
ان ۾ امر الله جو، ويٺو سان وحدت،
جنهن ۾ سڀ جرات، سي رمزون آهن روح جون.
٢٥-جمادي الثاني ١٣٨٨ھ لاهور، ٢٠-٩-١٩٦٨ع

( ٦٤ )

دل ته برابر آهه دل، پر ان جي هڪڙي حد،
ان ۾ رکيو روح کي، وحدت سان واحد،
'طالب مولا' راز هي، آندو ات احد،
هيجي وبهي ڇا ڪبو، هتي شدّ نه مد،
ڏسبا هرگز ڪينڪي، فقط خال ۽ خد،
ڳالهه ڪبي انصاف جي، ڪڏهن نه پڌ با تد،
رکبي نه ڏيا رد، رمزون آهن روح جون.

( ٦٥ )

دل ته برابر آهه دل، پر روح ٿيا بيرنگ،
ڏڙڪي برابر پاڻ ٿي، پر چسّري منجهس پيو چنگ،
معنيٰ واري ملڪ ۾، فرحي ڻ ڪو فترهنگ،
ڪم اچي ان جاه تي، عشق وارو انگ،
'طالب مولا' ان ۾، ڏولڻ رکيو ڏنگ،
سمجهي انهيءَ راز کي، ڪو مولائي ملنگ،
دَوڙ ڪيو هي دنگ، ته رمزون آهن روح جون.

( ٦٦ )

دل ته برابر آهه دل، جي رمز ڏئيس ڻ رٻُ،
ته پوبس هوند پلاند ۾، رکو ڪوڙ ڪسبُ،
وٺانس وجي لڪري، الاهي ادبُ،
'طالب مولا' مورکو، ڪو لکيس پيو لقبُ،
ڪم اچي ڪينڪي، هتي حسب نسبُ،
قلب ڪمبو ٿئي تڏهن، جي واحد ڪري وَهبُ،
نه ته سڏجي اهو شخص ٿو، لاشڪ ابولَهبُ،
پيو سيوني سببُ، رمزون آهن روح جون.

( ٦٧ )

دل به تڏهن ٿي دل ٿئي، جي تقويٰ ڪري تمام،
تقويٰ تڏهن تمام ٿئي، جي عشق ٿئيس امام،
عشق به تڏهن امام ٿئي، جي روح بنائيس رام،
روح ته امر الله جو، ٿَس مٿانون مقام،
'طالب مولا' طلب جو، جوڙي پيو جام،
پو هر هنڌ، هر مقام، رمزون ڏسيون روح جون.

( ٦٨ )

رمزون ڏسيون روح جون، پر روح به امر اللهِ،
پنهنجي حقيقت پاڻ ٿيو، منجهه وحدانيت واهه،
الهيءَ بحر عميق کي، ووڙيندا ڇا واهه،
لاحد واري لڪ ڏي، رڙهي ٿي هيَ راهه،
ٿيڙيو پير ته سرُ ويو، پرور ڏني پناهه،
پتو پيو ته به تيرَ جو، پر ساهه کي ڏبي ساهه،
انهيءَ کان آگاهه، 'طالب مولا' ماٺ ۾.

( ٦٩ )

آهي هر ڪنهن علم جي، هڪڙي حد نشانُ،
عقل، فهم ۽ فڪر سڀ، منجهه پهَنَ پريشان،
هتي منزل هن ۾، حيرت خود حيران،
نه سمجهه آهي هَن ۾، هو سڀ ۾ ني سبحان،
خبر جي نه خبر ڪا، نه بيخبريءَ بيان،
'طالب مولا' تون به رک، ڏريئون اهو ڏيان،
آهي ماٺ مڪان، چئي چئبو ڪيترو.

( ٧٠ )

چئي چئبو هيترو، ٿا جنهن کي سمجهن جو ڻ،
اهو آهي اصل ڪان، ڪنهن کي پيو پترو نه،
ڪجهه به جڏهن هو ڪونه ڪو، تڏهن به هتو
هو ڇو نه،
اڪيلائيَ ان ۾، هتّي نسبت ۽ نالو نه،

"ٿي" چئون ته "ٿي" اڃو، جو حقيقت ۾ هو، نه،
اتو لڳو نه موراڳو، پرورُ ڪنهن پرکيو اِ،
جيڪي سمجهن ٿا سڀئي، صاحب آهي سو نه،
رمزون الهي، راز جون، ڪوئي سمجهي ڪو اِ،
'طالب مولا' تو نه، ڪهڙي ڳجهڙي ڳالهه ڪئي.

(٧١)

"ونحن" وارو ويجهڙو، پتو جو پيوم،
ته سموري سنسار مان، نينهن ڪيڏي ليوم،
'طالب مولا' تڏهين، وروڻ سڀ ويوم،
قلب انهيءَ قرار ۾، ٽڪر ٿانءَ ٿيوم،
حيرت لڳي هن ڳالهه جي، ته ڪيئن اِي پنڌ ڪيوم،
ڪڪ پنءُ، ڪُل قُل، ڪاهه ڪيو، ٻي وڻ ٽڻ واجهايوم،
آلا هئو ته هيوم، وَرِ پنڌن ڪان ويجهڙو.

(٧٢)

ويهي ڪم وجود ۾، جوڙي جستجُو،
ته آهي لقا ان کي، ٻي خالي فقط خو،
ڪُل ڳهتا ڳزار جا، پر بلڪل هڪڙي بو،
پيو هرڪو بحر عميق ۾، حبابُ هوبهو،
ماڻهن کي منجهائيو، مو رهئون "ما" ۽ "تو"،
'طالب مولا' ذات سان، سدا سو پنسُو،
هڙئي آهي هئو، پر ڪجهه آهي ڪينڪي.

٢٨- جمادي الثاني- ١٣٨٨هه
ڪراچي، ٢٢-٩-١٩٦٨ع

(٧٣)

هو جيئن ڪالهه هتا، اڄ نه ساڳيا سپرين،
ڪهڙو پتهُ پين جو، وريا ڪيئن، وٺا،
دور ڪيائون دل ڪان، نڪٽ ڪنهن ليئا،
ورهه ويهي تن سان، مون وڏا قرب ڪئا،
اڳ ها حبيب هڪوا، هاڻ پهڳن ٿيا پٺا،
وڃي ٿاڪ ٿئا، 'طالب' چڏي طلب ۾.

ٽنڊو مٺا خان، ٣-١-١٩٦٢ع

(٧٤)

ڪيئي پائن پاڻ کي، چوڙيون ۽ چنيون،
وَرُ انهن کي ويجهڙو، جي لاڪَس روز رُنيون،
ٻي وَرِّن جو وَرُ نه ٿئي، هو ڪوڙين ڪن ڪنيون،
'طالب مولا' طلب ۾، ٿيون ڪُسن ٻي ڪُنيون،
جن جون پيرن ڪان نه پُنيون، تن جون پرينءَ
سڀ پچائيون.

ڪراچي، ٣١-٨-١٩٦١ع

## ڪافيون

*

تو دلڙي يار ڏناري، ٻو ٻڙ ڪاڻ ڪيئي پونواري!

تنهنجا ڪيس يارل ڪارا، آهن سيچ انهن جا پيارا؛
ڪن ونڪ وجهن له وارا، پائن ڳت ڳچيءَ ۾ ڳارا؛
ڪن قيد سيائا سارا، مهميرن تي سي مارا؛
سين وير سات ويچارا، ٿا شاهه پرن شوڪارا؛
منهنجي لرمل آهه نيزاري! الا...

تنهنجي پاڪ پرين پيشاني، آهي لُرمل نور نشاني؛
سجَ چنڊَ کي لڳي حيراني، ناهي تنهنجي ثريا ثاني؛
ڏٺا تنهنجا مٽ نہ ثاني، ڪر اچڻ سندي احساني؛
وٽ محب مٺا مهماني، اچ اڱڻ مٺي دل جاني؛

تنهنجي محبت دلڙي ماري! الا...

تنهنجون اکڙيون ٻئي ميخانا، ٻيا پُر ٿيل پيمانا؛
ٻيا محب! ٻئي مستانا، ڪن درد وارا ديوانا؛
اتي جُنگ پرن ٿا جانا، تون شمع ٻيا پروانا؛
تنهنجا شوق آهن شاهانا، هي راز آهن رندانا؛

تنهنجي اکيون توبہ زاري! الا...

تنهنجي قرب ڪرايون ڪيهون، شب روز رُئان ڪري ريهون؛
ڏلهون ڀرت پيارل پيهون، ويون ورهن گذري ويهون؛
ٿي دلڙي ڇيهون ڇيهون، پيون لال لڳن ۾ ليهون؛
تنهنجي فڪر سُڪايون ڦيهون، اچ برهہ ۾ گڏجي بيهون؛

ڪئي گوندر آ گلزاري! الا...

محبوب ڏنا ڪر سانا، هيءَ رمز سکئين ڪٿان رانا؛
تنهنجي گهُور گهايا گهاٽا، لٿا سورهيئون وٿن وهاٽا؛
تنهنجي صدمن ڪيا سنڌ ساٽا، اچي ڀرت ٻُجائج ٻاٽا؛
وڃان ڏيهنا روز ۾ ڏاٽا، تنهنجا سور آهن سيباٽا؛

تنهنجي تات طلب ۾ تاري! الا...

اچ واعدا ڀرت جا پاڙيون، هڪٻئي سان سور سلهاڙيون؛
دل، دل ڏي لالڻ لاڙيون، ٿا سور وڃن سنڌ ساڙيون؛
ٿيو چيتو آهي ڇيهاڙيون، دل درد وڃن ڏونڌاڙيون؛
اچ ورهہ وساريون واڙيون، تنهنجي در جون مٽ نہ ماڙيون؛

ڪر سهڻا ڀار ستاري! الا...

تنهنجو 'طالب' مولا' آهي، ٻي ساڻ پلا ٻيو چاهي؛
رس تنهن کي قرب سان ڪاهي، ٻيا لڳ لاڳاپا لاهي؛
ڇڏ ويو ورهہ جي واهي، ڪمر سينو توسان ساهي؛
اهڙا طاقت ڪنهن کي ناهي، اچ سون وٽ گاهي ساهي؛

لاهہ برهہ جي بار بهاري! الا...

هالا، ٨-١١-١٩٥٥ع

سهڻل جا سهڻگارَ - وهوا - دل کي وڻن ٿا،
دل کي وڻن ٿا، ڏاڍا نهن ٿا، ڏاڍا نهن ٿا، من کي موهن ٿا!

ڪارا ڪارا، ڪنڍڙا ڪنڍڙا، سهڻا سهڻا، سنهڙا سنهڙا،
وانگر ڪوڙي ۾ وار - وهوا - دل کي وڻن ٿا!

تيل، ڦليل، ڦڻيون، ڦوڪارا، ڏوپيٽل، واسيٽل، ڪيس هوڪارا،
ڪتهرا کهنڊيدار - وهوا - دل کي وڻن ٿا!

ابرو عجيبُ، ڏنگا ۽ ڏوڙا، ڏيهہ ڏسيو ڪن ڪهوڙا ڪهوڙا،
تيزُ ڪتنان تلوار - وهوا - دل کي وڻن ٿا!

پڻي اکيون جڻ باز ۽ بحري، مار ڪرڻ لڳيون ٿيون پهري،
ڪن شاهانا تہ شڪار - وهوا - دل کي وڻن ٿا!

لڪُ نجيب جو لنڍڙو نڍڙو، سنهڙو سنهڙو، ڪُنڍڙو ڪُنڍڙو،
رلڪ پ-ريا رخسار - وهوا - دل کي وڻن ٿا!

لبَ لالنَ جا سُرڪيو سُرڪن، ڏند موتن جيان جهرڪيو جهرڪن،
ڪونجَ - ڳچيءَ ۾ هار - وهوا - دل کي وڻن ٿا!

روز چُمان، چشمن تي چايان، لائق سمجهي لين سان لايان،
هرپن جا بيزار - وهوا - دل کي وڻن ٿا!

ڪڏ ڪذارڻ، اٿڻ ۽ ويهڻ، 'طالبَ مولا' رُمڻ ۽ پرچڻ،
محبت جا معيار - وهوا - دل کي وڻن ٿا!

حيدرآباد ۾ هالن جي وچ ۾ لکيل، ١٣-٧-١٩٥٥ع

*

جهڪي منهنجي ڳچيءَ جا هار ٿيا، اهي ڪارا ڪُنڍڙا وار چمان!
جهڪي ڳوپَ ڏني تي دام پيا، سي خاصا خوشبودار چمان!

جنهن ڪان شمس و قمر شرمائن ٿا، جنهن ڪان تارا ڪتيون ڪهرائن ٿا،
اها نورَ ڀري جا پيشاني، ڪري همت سا هڪوار چمان.

جن آڏو هلال ڪا شئي ناهي، جن آڏو ڪمان بہ ڇا آهي،
جن اڳو خنجر خم تا ٿين، اهي خوشتر پڻي خمدار چمان.

جي چرڪ چڙهايو خوب چڙن،
اهي چپ چنڊ سان چپ ٿا ڪن،
۽ پنبڙيون موهون ماريو وجهن،
وهوا تن جا اکن سان وار چمان؛

جڻ سي جا ڪنورا پني پربل،
اهي مست و مست قلندر هئي،
يا ساڳيهن آهن خود بهتل،
ڪري ڏاڍا ادب، ڏئي پيار چمان.

سو آهي ڪنولَ جو ڏلڪ ڪٿي،
جتي بلبل پنشورا خود بيخود،
سو آهي گلاب جو رنگ ڪٿي،
اهي رمز پريا رخسار چمان.

جڻ لعل، ۽ موتي صدف ۾ بند،
سي لال لعابي لالڻ جا،
قربان سڄاڻَ تان تن جي قند،
لب سرخ پيئي بهمار چمان.

ڪٿي ڪونج نه پنهنجو ڪنڌ مٿي،
منهنجي ڳڻن پرئي جي ڳچي ته ڏسو،
جي سامهون سڄڻ هئي ان کي ڪٿي،
جا چوڪي چگي چوڏار چمان.

هو پرين هئين ٿيو هڪجهڙو،
تنهن جي نقش قدم جي خاڪ ڪٿي،
جو ثاني سڏائي، سو ٿئي ڪهڙو!
اها غيرت عنبر بار چمان.

جيڪي در تي سندس هليا مون کي وئي،
اهي "طالب مولا" پيئي تهدل،
ڏيان تن کي ترت ميئيءَ تي ميئي،
پنهنجا پيهر چمان هيزار چمان.

اسلام آباد، ٨-٨-١٩٦٦ع

*

تولاءِ ڪوڙين ڪانگ آڏاپان هئي،
تنهنجا پانڌي روز پڄاپان هئي!

ٿو صبح اچي نوان درد ڪٿي،
سوَ سور سنڌءِ سان هڪڙي جٽي،
ٿي رات ٿئي مون لئه گهنگهر گهٽي،
تنهنجا آهن، تن سان نپاپان هئي.

ٿي روز سنجهي منهن ويڙهيو سهان،
پايو سُنهن سُولن ۾ رويو روئان،
وريو آڏي ڏيو ٿي عجيب آٿان،
لڪيو لوڪان لڙڪ وهايان هئي.

ٿمن لرمل شل ناراض ۾َ تون،
منهنجون محب اکيون تنهنجون لالڻ لتون،
تنهنجا هنڙا هجن منهنجون چار چٽئون،
ونيو وائون تولاءِ واجهايان هئي.

مَنُ منهنجو سُنو سمجهي نه نٿو،
رُنو رمزن سان ريجهي نه نٿو،
سُنو ساريو مون ڪان پرچي نه لٿو،
ته نه ڪيس سڄڻ سمجهايان هئي.

تنهنجي ياد ۾ هئن مان مست آهيان،
اهڙي محبت ۾ ٿيو سحو وڃان،
پنهنجي پاڻ کي "تون" سمجهو ٿي وهان،
جو پاڪر پاڻ کي پايان هئي.

تو جا ٿي چيو پلا جا هي ڪيئي!
پنهنجي 'طالب' کي جو وساري ڇڏيئي،
سڄا صحب وڇوڙو ڏاڍو ڏنئي،
تنهنجا مان نه اچا ڳڻ ڳايان هئي.

*

تون ڇا هُئين، ڇا مان ڇا ٿي وئين،
جڏهن تنهنجو ٿيس تہ جدا ٿي وئين!

هيءَ ڳالهہ سڄڻ تون ٻڌاءِ تہ ڪا، ڪهڙو ڏوهہ ڪيم ۽ آهي ڇا،
مون کان ڪهڙي ڀلا ٿي اهڙي خطا، جو بلڪل بيپرا ٿي وئين!
مون کي منهنجي نيڻن نهوڙي ڇڏيو، مون کي منهنجي وِرهہ وڪوڙي ڇڏيو،
مون کي منهنجي عشق آلوڙي ڇڏيو، مون کي ڪهڙي دوا تون دعا ٿي وئين.
ٻانهي پنهنجو توکي خريدار ڪيم، ۽ پاڻ کي مفت ۾ وُڪڻي ڇڏيم،
تڏهن تو وٽ ڪجهہ بہ نہ قدر ٿيم، آنءَ ادنيٰ تون اعليٰ ٿي وئين.
هڪجهڙا هياسون تہ ڇا نہ هيو، جو پيار ڪيم پڇتايان پيو،
وچ فرق مراتب پنهنجي ويو، آنءَ پَسُ جهُڪي تون خدا ٿي وئين.
هن حسرت ۾ پيو روز هڃان، ڪئن حجت رکان، توکي ڇا چوان،
توکي پيار ڏيان، تنهنجا ادب ڪيان، آءٌ 'طالب'، تون مولا ٿي وئين.

اسلام آباد، ٢٣-٦-١٩٦٧ع ١٥-ربيع الاول ١٣٨٧هہ

*

نشيلون نشيلون اکن جو اورهائيون،
تہ ڇوهٽون ڇڏن ٿيون گهورن سان گهومائيون.

سي شاهين وانگر جو پرواز ڪن ٿيون، مثل باز بحري لامارا ڏين ٿيون:
پکي دل جو پڪڙن، چنبن ۾ ڇپائيون.

تہ اڇيون، جي اڇيون تہ واپس نہ وڃيون، جي ڇهُنن ۽ چنبڙن تہ ڏاڍيون ٿي ڏنگيون:
ڏئي وِهہ وِرَهہ جو وڃن ٿيون وهائيون.

پسي حسن واريون ادائي ادائي، محبت جي مي لئہ پياسي پياسي:
اهي عشق جي اڄ اصل کان آسائيون.

جي نڪريو نقابن مان ٻاهر پيون ٿيون، تہ وڌيڪ وڌا ڏنگ ڊاهيو وڃن ٿيون:
نہ ڪن تمر تفاوت، سيڏيون ۽ سنوائيون.

بظاهر نظر ٿيون اچن خوب ڇرڙيون، مگر درحقيقت ڪاريهر کان ڪرڙيون؛
اي 'طالب' ٿيون مارن گهورون ڏئي گهائيون.

ڪراچي، ٢-٧-١٩٦٥ع

*

اکيون عاشقن جون سدائي سوالي،
هجن لاءِ پرّ وٽ سدائين سوالي.

رکي ٻيئي اڪثر عجيبن اچايون، مڙئي ڳالهيون تن ڪي محبن مچايون:
انهن کي ڏئي خوب وعدا وصالي.

هو مکڙي سڄڻ جون، نه ٻي ڏي نهارن، رڳو ٻاڻ ۾ پنهنجو دلبر وهارن:
سي ڀرپور بالڪل رهن ڪين خالي.

هميشه هو پنهنجي سڄڻ لاءِ ستّيون، محبت ۾ مورهٽون رهن مست متّيون:
هو عامل آمر تي نه ڪن بيخيالي.

هو پنهنجي پرينءَ ري ڪئي ڪونه اٽکن، پرائن ڏرن تي نه، بالڪل سي پٽکن:
سدا بي مهاري، سدا لاابالي.

اي 'طالب' ڪڏهن ڪا هلائن نه حجّت، تڏهن تا نه ڪن محب تن سان مروّت:
ڪئي تن جي قسمت نصيبن نرالي.

ڪوهه مري، ۱۰-۷-۱۹۶۵ع

*

منهنجي سر جو آهي گهمنڊ پرين، آءٌ چوڙهين، منهنجو چنڊ پرين!
هو صاحب، ان جي آءٌ منزل، هو درد دل ٿيو ۽ آءٌ دل،
هو حل سندم ۽ آءٌ مشڪل، آءٌ ڪير، ۽ سون ۾ ڪنڊ پرين.

آءٌ نغمو ۽ هو نغمه سرا، آءٌ سوز ٿيس، هو ان جي صدا،
آءٌ آهيان ادا، هو حسن ادا، آءٌ محبت، ان جو مسند پرين.

تقصير ازل ۾ جيڪا ٿي، محبوب آيو منجهه منهنجي تي،
آءٌ سڪٿو، هوئي مال مڏي، ونڊ ورچ ۾ آيو ونڊ پرين.

آءٌ رات، هو منهنجو صبح ٿيو، آءٌ قالب، هوئي روح ٿيو،
آءٌ ٻيڙي، ۽ هو نوح ٿيو، آءٌ اڻ تارو، منهنجو سنڌ پرين.

آءٌ بيخود، هوئي منهنجي خُو، آءٌ گل ۽ ان جي هو خوشبو،
آءٌ دريا، منهنجي رواني هو، آءٌ آهيان صدف، ۽ سمنڊ پرين.

آءٌ 'طالب'، منهنجو هو مولا، آءٌ عشق ۽ منهنجا هو جذبا،
آءٌ آهيان خطا، هو سراپا عطا، آءٌ ڏوهه، ۽ منهنجو ڏنڊ پرين.

ڪراچي، ۱۳-اپريل ۱۹۶۹ع

# غزل

•

رشڪِ بختِ سيه، رشڪِ تاريڪ شب،
الله الله جبين، ضوفشان ضوفشان،
هُن جا زلفن دوتا خوشنما خوشنما،
جلوه‌گر جلوه‌گر، باخدا باخدا.

تيغ برّان فگن، غيرتِ سيف زن،
رشڪِ مستيءِ چشمِ قلندر نظر،
خنجرِ صف شڪن، ابروئي جانِ من،
دلربا دلربا، ڪيفزا ڪيفزا.

روحِ جادوگري هن جا شرم و حيا،
گفتگو مظهرِ خرقِ عادات ٿي،
عشوه و ناز و انداز سڀ معجزا،
هُن جي هر هڪ ادا اوليا اوليا.

هُن جي رمزِ خموشي ۾ دنيا ٻه ڪر،
هُن جي گفتار ۾ زندگي زندگي،
۽ تبسّم سان عالم ڪري زير و بر،
هُن جي رفتار ۾ ڪربلا ڪربلا.

جنهن تان دير و ڪليسا هميشه فدا،
جنهن تي هرڪنهن جبين کي سڪون ٿو ملي،
جنهن تي سجده ڪُنان روز شب بتڪدا،
منهنجي محبوب جو نقشِ پا نقشِ پا.

هن جي شيرين زباني تان صدقي ٿين،
هن جي طرزِ تڪلّم تان ققنس فدا،
دمبدم مطرب و بربط و چنگ و ني،
لحنِ دائود چئي واه وا، واه وا.

هن جي آڏو صبا آهي جاروب ڪش،
هو چمن ۾ اچي، گل جهڪيو ٿا پون،
نڪهتِ گل اچيو خيرمقدم ڪري،
۽ عنادل چون مرحبا مرحبا.

هن جا درد و الم سايهٔ دوستي،
هن جا قهر و غضب دل جي آسودگي،
هن جا جور و جفا باعثِ دلڪشي،
هن جو دهريهٔ درد آشنا آشنا.

هن جي رمزِ ادا تان تصدّق ٿيان،
هن جا ظلم و ستم باوفا باوفا،
هن جي طرزِ محبّت تان قربان مان،
هن جا مهرو وفا بيوفا بيوفا.

صوفي و محتسب، واعظِ پيرمن،
هو ڪُٺايو نظر جو نهاري ڪٿي،
منهنجي ساقي اکيان سي ٻه مجبور تر،
هرڪو ڪهرايو چئي 'ڏي پلا، ڏي پلا'.

ميڪدي ۾ مسرّت ڪري رقص ٿي،
آن جيءِ آمد تي ساغر ٿين خنده زن،
ڪيف و مستي تي طاري ٿئي بيخودي،
۽ صراحي ڪري تهقها، تهقها.

'طالب‌المولا' جور و جفائي صنم،
هُنَ جي هر هڪ نظر زلزلا زلزلا،
غيرتِ ظلمِ چنگيزي و نادري،
هن جو تابِ نگهه فيصلا فيصلا.

ڪوئٽا، ٣٠-سيپٽمبر ١٩٦٢ع

●

آءُ، ڀوڄي ٿي وڃي بادِ سحر ڪان اڳ ۾،
سڀ ٿو معلوم ٿئي مون کي خبر ڪان اڳ ۾.

رقتِ قلب کپي ديدهٔ تر ڪان اڳ ۾،
دردِ دل پيدا ٿئي دردِ جگر ڪان اڳ ۾.

تا ٿين اشڪِ ندامت ئي سبب بخشش جو،
جي ٿا مقبول ٿيون درّ و گهرّ ڪان اڳ ۾.

آهي ويرانيءَ گلشن ۾ ئي اميدِ بهار،
ٿو اچي دورِ خزان برگ و ثمر ڪان اڳ ۾.

مان ته ان ڪي ئي ٿو غمخوار ۽ مونس جاڻان،
جو ته مون وٽ ٿي اچي شام، سحر ڪان اڳ ۾.

مون کي هن جي ئي جمالِ رخِ تاباں موهيو،
دل هئان وئي هلي دزديدهءِ نظر ڪان اڳ ۾.

سر ته سر آهه مگر يار جبين آهه جبين،
جو ته هر نقشِ قدم تي جهڪي سر ڪان اڳ ۾.

جادهٔ عشق ۾ هر وقت جنون ٿو کهرجي،
هت کپي عزمِ سفر رخت سفر ڪان اڳ ۾.

منزلِ عشق ۾ دشمن ٿا ٿين عقل و خرد،
خوب هشيار ٿجي فتنهٔ و شر ڪان اڳ ۾.

خوشهٔ مقصد اميد ٿئي ٿو پژمرده،
ٿيندي ناڪامي ضرور آهه ثمر ڪان اڳ ۾.

آهه قانون هي فطرت جو هميشه قائم،
هر صدف خالي ٿي هوندي آ گهرّ ڪان اڳ ۾.

اي دلِ نادان خبردار، ستان ڏوکو اچئي،
حسنِ ظن ڪر ٿو ڪري حسنِ نظر ڪان اڳ ۾.

غم نه ڪر 'طالبِ مولا' تون پريشانين ڪان،
هوندييون آهن اهي هر فتح و ظفر ڪان اڳ ۾.

ڪوئٽا، ٢٥- نومبر ١٩٦١ع

•

شبِ فرقت ۾ سان تنها ۽ سون سان منهنجو غم تنها،
ڪيان پيو جادهٔ منزل جو طي هر پيچ و خم تنها.

وري فصلِ بهار آئي، وري صحرا نوردي ٿي،
بيابان ۾ فقط پنهنجا ڏٺم نقشِ قدم تنها.

هجومِ غم، خيالِ يار، سوزِ عشق، دردِ دل،
خدا جي ذات گڏ آهي مگر هي چشم نم تنها.

زماني کان نرالو آهه مشرب لاآبالن جو،
اسين تاريءَ تڳون پنهنجي، ڪٽون پيا پنهنجو دم تنها.

هميشه عالمِ بيگانگي ۾ ٿي رهيو دلبر،
رکيائين همڪناري ۾ به اسان کي دمبدم تنها.

اها فرقه پرستي جيڪڏهن رهندي ته پو آخر،
هي پڪ آهي، وڃي رهندو فقط شيخِ حرم تنها.

اهو هر چيز جو پنهنجي بناءُ تو ڪهڙي هڪدم،
ٿئي جنهن جو جنم تنها وڃي راهِ عدم تنها.

اهو هر لفظ ٿي تاريخ جانِ زندگي ٿي ويو،
جو ڪنهن جي ياد ۾ دل سان ڪيم ويهي رقم تنها.

هي چئبي خوبيءِ قسمت يا سڏبي بخت جي بازي،
جو آخر ٿي ويا هڪ ڏينهن دل تنها صنم تنها.

ستان بيواجبي گستاخ ڪو اهلِ قلم سان ٿئي،
هزارن جا ڪري ٿي سر قلم تيغِ قلم تنها.

سندس احسانَ، بوءِ زلفِ مشڪين' سان لوازي ٿي،
پُڄي ٿي سون اڪيلي وٽ نسيمِ صبحدم تنها.

اسان رندن فقط پيرِ مغان جي دست بوسي ڪئي،
زماني سان گڏ هوندي به آهي دمقدم تنها.

ڪئي جيڪر ڏسڻ چاهيو ڪڏهن هو 'طالب المولىٰ'،
نظر ايندو سڄڻِ ۾ صاحبِ درد و الم تنها.

ڊاڪا، ١٥- ڊسمبر ١٩٦٦ع

ڪنهن جي سختين سهڻ واسطي اڄ وري دل کي مغموم ۽ چشم پرنم ڪجي؟
ڪنهن جي قدمن تي هرهر ڏجن ڪي چميون، ڪنهن جي در تي وري پنهنجو سرخم ڪجي؟
راهِ الفت ۾ ثابت قدم جو ڏٺئين تنهنڪري دلربا ڪاٻ پروا نه ڪئي،
مون کي منهنجي وفائن شڪستون ڏنيون، پنهنجي جاني جو ڪهڙو ڀلا غم ڪجي.
هڪ تمنا جي بربادي جيڪر هجي، پو ته ان لاءِ ڪجهه ڪجي همنشين،
هت هزارين تمنائون برباد ٿيون، ڪهڙي ڪهڙي تمنا جو ماتم ڪجي.
پنهنجي زخمِ جدائي کي لڙڪن سان اڄ، ڌوئي ڌوئي چڪائي چڪائي ڇڏيو،
دل گهري ٿي ته اڄ ڪو لمڪياش ٿئي، سوزشِ غم جو ان لاءِ مرهم ڪجي.
دل جهلي عارضِ گل کي ويهي چُمان، هن جي اڄ سرد مهريءَ کي گرمائيان،
آرزوئن جي آهي تقاضا اها، هن جي جذبات کي خوب برهم ڪجي.
تون فرشتي سان انسان ٿي اڄ وري، آءٌ ملڪ سان ڦري آدمي ٿو ٿيان،
اڄ محبت جا پيشي گنهگار ٿيون، اڄ وري تازه تقليدِ آدم ڪجي.
اي جنونِ وصالِ صنم هن گهڙي، هل هلي بختِ خفته کي جاڳائيون،
هاڻ حملي جوابي جو بس وقت ويو، پيشقدمي ڪري ڪو تصادم ڪجي.
پنهنجي هستي سان ني آهه هن جي بقا، 'طالب المولىٰ' ان ۾ نه ٿيبو فنا،
پائي آغوش هن سان باهم ٿجي، پاڻ ان ۾ ڪڏهن ڪين مدغم ڪجي.

لاهور، ۲۵- اپريل ۱۹۶۵ع.

## نظم

### ڪوهه مريءَ جي شام

ڪوهِ مري جي دلربا ۽ خوشگوار شام، پرلطف، دلنواز، عجب، غمگسار شام،
جا رنگ ڍنگ ان جو، جا رشڪِ بهار شام، گلهائي رنگ رنگ سان ڳڻ مشڪبار شام،
سا شام، جنهن جو لمحو به رشڪِ بهار صبح،
سا شام، جنهن تان صدقي شهرِ ذي وقار صبح.

سا شام دلفريب، مگر رشڪِ سومنات، بيجان هتِ صنم ۽ هتي زيست و حيات،
قربان دمبدم ٿا ٿين لات ۽ منات، جا جنهنجي دستڪاريءِ مولاءِ ڪائنات،
هت عابدن جون ڪيئي نمازون قضا ٿيون،
هرهڪ جبين جا روز ٿا سجدا فدا ٿيون.

سا شام، جنهن ۾ زهد شڪن خوبرو هزار، سا شام، جنهن ڪان صنعتِ آذر به شرمسار،
سا شام، جنهن تان جلوتِ شب ڪي ڪجي نثار، سا شام، رشڪِ قصرِ سلاطينِ روزگار،
سا شام، جنهن جي لاءِ پريشان عروسِ شب،
سا شام، جنهن تي قربان ٿئي رات جي ڪلب.

بيچين جنهن جي واسطي خورشيد جي نظر، قربان جنهن تان روز ٿئي جلوهٔ قمر،
جنهن تي نثار عقدِ ثريا به تا سحر، جنهن لاءِ شيدا چرخِ ڪهن آهه سربسر،
جلوه نما ٿين جو حسينانِ روزگار،
هُن سبزه زار ڪي ٿا بنائين لاله زار.

هيڏهن ڏسو ته حسن جي ڪشورجا سپ ملنگ، هوڏهن ڏسو ته قلب و نظر لاءِ جنگ پلنگ،
هيڏهن ڏسو ته عشق جي درياءَ جا نهنگ، هوڏهن ڏسو ته رشڪِ خدنگ غيرتِ تفنگ،
مُرڪن ڪٿيو ته خوب ٿو شرمائي جلترنگ،
ڇا ٽهڪن جي لئي، ڪٿي آهنگِ عود و چنگ.

هر چهرو دلنواز ۽ هرشڪل دزدِ هوش، هر غمزو راهزن آهي هرچشم مي فروش،
هرهڪ حسين، خدا جو قسم رشڪِ نظرِ 'جوش'، هرشخص مست و محو ۽ حيرت به ٿئي خموش،
هرهڪ نگهه فسون ۽ هرهڪ نظر جنون،
هرهر قدم تي حشر ۽ هرهر قدم تي خون.

هڪ هڪ نگاهه مست قلندر جي بارگاهه، هڪ هڪ اشارو نادر و چنگيز جو سپاهه،
هڪ هڪ نظر جي تاب ڪان الله جي پناهه، هڪ هڪ تبسم آهه خطا بخش بادشاهه،
هئي هئي هتي جي 'ماني' و 'بهزاد' ٿي هجن،
والله سندن هٿن سان قلم ئي ڪري پون.

هڪڙو سياه پوش، سرِ رهگذر ڏٺم، سمجهيم قمر، مگر نه، هو رشڪِ قمر ڏٺم،
پنهنجي جمال و حسن ڪان هو بيخبر ڏٺم، حيران ان تي ٿيندو اتي هربشر ڏٺم،
تلميح و استعارا به صدقي مٿس ڪجن،
تشبيهه ۽ مثال انهي تان فدا ٿين.

سامهون اچي ته ڪافر و ملحد به ڪن سلام، ويجهو ٿئي ته رعب ڪان گردن جهڪن تمام،
پر مان گذر ڪري ته معطر ٿين مشام، اگر هلي ته هرڪس و ناڪس جو پيش امام،
سيرت ۾ لاجواب ۽ صورت ۾ بيبدل،
سرتاپا هُو هو 'سعدي' و 'خسرو' جو ڄڻ غزل!

جيڪر هلي تہ ان تان قيامت فدا ٿئي، ٻيهي تہ ڪائنات تي سَڪتو اچيو وڃي،
جيڏهن مُڙي تہ اوڏي زمانو مڙيو پوي، جنهن کي ڏسي سوهوش و حواس ئي ڇڏيو وڃي،
هن جو عجب طرح سان نهارڻ حجاب سان،
جهاتيون قمر وڌيون پئي ان جي نقاب سان.

هن جي جبين امڙي ضياپار ضوفشان، ۽ ان جي سامهون هيچ تجلّي ڪهڪشان،
رشڪِ جمال و حسن حسينانِ مهوشان، هر قلب ۾ نگاهہ انهي ڏي ڪَشان ڪَشان،
حورانِ خلد ان جي غلاميءَ تي ناز ڪن،
غلمان هُن جي آڏو نہ گردن فراز ڪن.

هو زلف پيچدار بلا چٽڪ دربلا، ابرو جي هڪ اشاري ۾ تصوير ڪربلا،
هرهڪ نگاهِ ناز ۾ پوشيده زلزلا، هڪ هڪ نظر ۾ عشق و محبّت جا فيصلا،
۽ پُرخمار اکين اڳيان ميخانا شرمسار،
جن تان ڪلامِ 'حافظ' و 'خيام' پئي نثار.

هيچ ان جي تمڪنت اڳيان 'اقبال' جي خودي، مضمر انهي جي رمز ۾ 'روميءَ' جي مثنوي،
قربان مٿس 'نظيري' و 'غالب' جي شاعري، صدقي مٿس ٿيو 'شاهہ' جو روحِ سخنوري،
مستي ڏسو تہ غيرتِ ديوانِ 'بوعلي'،
هستي ڏسو تہ رشڪِ شجاعانِ 'سرمدي'.

رخسار ان جا صبحِ درخشان کان زيبوَر، تن جو جمال برگِ گلِ تر کان خوبتر،
لبهاي لعل ڪن جي تبسّم ڪٿي اگر، صدقي سوين هزار ٿين لعل ۽ گُهَر،
گفتار هن جي رشڪِ سخنهاي 'انوري'،
رفتار هن جي غيرتِ رقصِ قلندري.

ساري "مري" اي 'طالبِ مولا' گهمي ڏٺم، ان سرزمين تي هڪ بہ نہ جهڙس نظر پيم.
جيڪي لکيو اٿم، اهو والله سچ لکيم، ياد آيو يار پنهنجو تہ دل ۾ وري چيم:
منهنجي حبيب جهڙو سراسر بہ ڪو نہ هو،
پر دلربا جي پير برابر بہ ڪو نہ هوا!

مري، ١٠- آگسٽ ١٩٦٣ع

---



# آغا عبدالنبي خان ”آغا“

محترم آغا عبدالنبي خان ”آغا“، پنهنجي علمي ۽ ثقافتي خدمتن جي سلسلي ۾، سنڌ جي هڪ متعارف شخصيت جو مالڪ آهي. پاڻ پٺاڻ دراني خاندان ۾، ١٦-مارچ ١٩٠٣ع ۾، شڪارپور ۾ ڄائو. سندن والد ماجد آغا گل حسن خان، شڪارپور جو مشهور ۽ معزز شخص شمار ٿئي ٿو.

سندن ابتدائي تعليم، گمبٽ (خيرپور) ۾ شروع ٿي. ان کان پوءِ خيرپور ميرس ۾ انگريزي تعليم ورتي، ١٩١٩ع ۾ ميٽرڪ پاس ڪيائون. اعليٰ تعليم لاءِ، علي گڙهه ڪاليج ۾ داخل ٿيا، جتان ١٩٢٤ع ۾ بي. اي. (آنرس) ڪري، پنهنجي وطن شڪارپور آيا.

علمي ۽ ادبي ذوق جي ڪري، سڀ کان اول شڪارپور هاءِ اسڪول ۾ فارسيءَ جا استاد مقرر ٿيا، جتان جلد مختيارڪاريءَ جي عهدي تي منتخب ٿيا. ان دور جي مختيارڪاري هڪ ذميدارانه عهدو هو، جو پاڻ خوش اسلوبيءَ سان هلائي، اڳتي هلي، ترقي ڪندي، وڏن وڏن عهدن کي ماڻي، آخر سال ١٩٥٥ع تي ڪين روينيو سيڪريٽري جي اهم جڳهه تي آندو ويو. جتان آخرڪار، ڪمشنر جي عهدي تان پينشن تي لٿا. پينشن تي اچڻ کان پوءِ بہ گورنمنٽ جي صلاحڪار جي حيثيت ۾، لاهور ۾ رهي ڪم ڪيائون، جتان ڪين صوبائي پبلڪ سروس ڪميشن جو ميمبر ڪري ڪنيو ويو.

علم ۽ ادب جو ذوق سليم ڪين ايام طفلگي کان هو، جو تعليم جي دور ۾ وڌي وڌ ٿيو. ملازمت جي دور ۾، ڪين راڳ، صحبت ۽ ڪچهري، ڊراما، شعر و شاعريءَ سان

ڪافي دلچسپي رهندي آئي. آغا صاحب جتي به رهيا، اتي علمي ۽ ادبي محفلن جو سينگار ٿي رهيا. شعر و شاعريءَ جي شروعات ٻارهن سالن جي عمر ۾، پنهنجي وڏي ڀاءُ ۽ صوفي بزرگ آغا غلام نبي خان جي تربيت هيٺ ٿي، جو پنهنجي دور جو وڏو مصنف، عالم، محقق ۽ صوفي بزرگ هو.

سندن شايع ٿيل ڪتاب هي آهن: (۱) انڪار عليڪ (نظم)، (۲) سسئي پنهون ڊراما، جو ڪولمبيا ڪمپنيءَ رڪارڊ ڪيو آهي، (۳) حريص پتلو عرف وفا جي ديوي ڊراما (نئون ايڊيشن سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيو آهي.)، (۴) ايڪتا فلم جا ڊائلاگ، (۵) افسانا ۽ مقالا.
هي تحريرون غير مطبوع آهن: (۱) ڪليات آغا، (۲) حضرت خسرو دهلوي تي هڪ نظر، (۳) جنون عليڪ، (۴) اقوال عليڪ، (۵) علمي ۽ ادبي مقالا، (٦) عبرت ڊراما.

سنڌي ادبي بورڊ جي جهوني ميمبر جي حيثيت سان، سترهن سالن کان مٿي، سنڌي ادب ۽ فن جي خدمت ڪئي اٿن. ٿياسوفيڪل سوسائٽيءَ جي پراڻي ڪارڪن جي حيثيت سان، تصوف ۽ فلسفہ جي خدمت ڪندي، هن وقت ان تحريڪ جا صدر آهن. سچل اڪيڊمي ۽ سچل ثقافتي مرڪز جو قيام ۽ سچل تي ادبي ڪانفرنسون ڪرڻ، سندن اهم خدمتون آهن.

سندس ڪلام ريڊيو پاڪستان تان نشر ٿيندو رهي ٿو. ان طرح سندن اصلاحي ۽ ادبي تقريرون پڻ نشر ٿينديون رهن ٿيون. علمي ۽ تعليمي ادارن جي قيام ۽ بقا لاءِ به سندن خدمتون قابل قدر آهن. سياست سان سندن ڪوبہ واسطو نہ رهيو آهي. هن وقت شڪارپور کان ٻاهر هڪ باغ ۾ گوشہ تنهائيءَ ۾ پنهنجي زندگيءَ جا باقي ڏينهن علمي ۽ ادبي مشغلن، راڳ رهاڻ ۽ مطالعه ۾ بسر ڪري رهيا آهن.

شعر و شاعري ۾ غزل ۽ قطعا سندن پسنديده صناف آهن. سندن غزل نهايت رنگين ۽ تغزل جي قدرن جا حامل آهن. سچل بادشاهه ۽ لطيف کان علاوه، خسرو سندن پسنديده شاعر آهي، جو سائل هر وقت ڪلهہ رهي ٿو. پاڻ خسرو جي فن تي تحقيق ڪري رهيا آهن. ان سلسلي ۾ خسرو تي مطبوع ۽ غيرمطبوع ڪتابن ۽ مقالن جو ڪافي ذخيرو جمع ڪيو اٿن.

تصوف ۽ فارسي شاعريءَ جي مطالع ۽ ذوق جي ڪري، سندن غزل ۾ تصوف جي چاشني، هجر و وصال، عشق ۽ جذب جا دلڪش نمونا ملي سگهن ٿا. سندن شاعري ۽ فن، عريانيءَ ۽ ابتذال کان دور آهي.

آغا صاحب پنهنجي رنگين ۽ دلڪش طبيعت جي ڪري، هڪ شگفتہ رو، شگفتہ مزاج ۽ شگفتہ دماغ شخصيت جا مالڪ آهن، جنهن جي رهاڻ ۽ ورونهن ۾ دلڪشي ۽ سادگي سمايل آهي. تڪلف ۽ رسمي معاملن کان مٿي، هڪ مخلص انسان آهن. — ادارو.

* * *

## غزل

●

آ منهنجي اکيان جلوهٔ جانانہ ڪنهن جو،
مان مضطرو مدهوش هان مستانہ ڪنهن جو.

دانهون نہ ٻڌي منهنجون، شب، وصل چپائين،
ٻڌيو نہ وري ٻمهر، افسانہ ڪنهن جو.

مون وٽ نہ ڪٿي ايندو، ڪنهن جو نہ وڃي ٿيندو،
آباد ڪندو آخر، ڪاشانہ ڪنهن جو.

ميخوار سڙيا آهن، اڄ پير، مغان اکيان،
ٻرپا نہ اتي ٿيندو، ميخانہ ڪنهن جو.

رهہ دل ۾ شدارا تون، اي نالهٔ سوزآور،
ويران نہ ڪري وڃ هي بتخانہ ڪنهن جو.

منهنجو ٻہ ٿيو چرچو، دنيا جي زبان تي،
مشهور ٿيو تني جي، افسانہ ڪنهن جو.

هي دل آ ڪٿي توکي ڏيان، اي بت، ڪافر،
ٿي روز، ازل کان وئي، نذرانہ ڪنهن جو.

اکين ۾ رکيو در آ، بيمار محبت جو،
بچندو نہ ڪڏهن اهڙو، ديوانہ ڪنهن جو.

هر حال ۾ خم گردن تسليم و رضا آ،
هر وقت زبان تي ٿيو، شڪرانہ ڪنهن جو.

غيرت جي تقاضا آ، هروقت اي ”آغا“،
احسان نہ کڻ همت، مردانہ ڪنهن جو.

●

(حمد و مناجات)

جُرمن کي منهنجي ڏس تا، تون چاره ساز آهين،
طاعت نہ کھُر تون مون کان، تون بي نياز آهين.

رحمت ۾ تنهنجي مولا، منهنجو يقين آهي،
رازق رحيم بيشڪ، تون ڪارساز آهين،

عيبن کي ڏس نہ منهنجي، ڪر عفو سڀ مدايون،
مونس، رفيق منهنجو، بنده نواز آهين

ڪنهن کي ڏيان وڃي مان، اڄ حال پنهنجي دل جو،
هت هيڪس جو تون ئي، هڪ دلنواز آهين

ميرائي منهنجي آقا، خوش رنگ ڪر تون قسمت،
تون ڪائنات رنگين جو رنگ ساز آهين



هي داغ جو منهنجي دل آزرده ۾ آهي،
سو آهہ ڏلل ڪنهن جو، ڇا هن کي خبر ناهي.

تسي ماه مثا تابانِ، شرميلو ويو هڪدم،
دلدار جي رخ تان جو پردو مون وڏو لاهي

اي باد صبا تو جي، آلدو آ سنيهو ڪو،
چئو جلد، پُڏان هن جو، سان حڪم پلا ڇاهي؟

آهون هي پڏي ”آغا“، پڇائين رقيبن کان،
ٿي ننڊ ڦٽي منهنجي، هيءَ ڪنهن جي فغان آهي؟



عشق تنهنجي ۾ صنم، اڄ دل کي مستي ٿي وئي،
راهہ ۾ سهڻن جي، منهنجي خاڪ پستي ٿي وئي.

خلدگاهہ عشق منهنجو، آسا چون آهي مقام،
تنهنجي الفت ۾ هتي، آباد هستي ٿي وئي.

ويو کڻي حسن بتان، اڄ دين و ايمان ناصحا!
منهنجو شيوو منهنجي عادت، بت پرستي ٿي وئي.

عقل و هوش ۽ زهد تقويٰ، سڀ ويا مون کي ڇڏي،
منهنجو مذهب، منهنجي ملّت، مي پرستي ٿي وئي.

مون کي اول بار، ”آغا“، مفت ساقيءَ ٿي ڏني،
پو پربندي، قيمت، مي، تنگ دستي ٿي وئي.

●

اڄ ياد مَن، پون ٿا، گذري ويل زمانا،
زخم، جگر تي منهنجي، لڳن ٿا تازيانا.

اها مرڪ تنهنجي مٺڙي، اها تنهنجي دلربائي،
اهي منهنجون منٿون ۽ تنهنجا رکيا بهانا.

هن بيقرار دل جي، آه و فغان ۽ زاري،
اهي ظلم جا جي تنهنجي گهر گهر هتا فسانا.

منهنجي التجا ۽ آزي، تنهنجي بيرخي ستمگر،
تير، نگهه سان دل تي، تنهنجا چٽڻ نشانا.

شل ياد تنهنجي دائم، دل ۾ رهي ته منهنجي،
پل داغ دل جا 'آغا' تازا رهن توانا.

●

درد سر، دوستان، آه و فغان، آهه، هي،
ڪاهش، جان، طبيب، درد نهان، آهه، هي.

نالئہ عشاق جو سوز، جگر ڪان ڪري،
قطرهٔ ناآب آهه، شعلئہ جان' آهه، هي.

دل جو ڦري سون ڪان ولي، منهنجو گمان تو ۾ آ،
سون ڪي يقين آ اهو، منهنجو گمان، آهه، هي.

ٿي وئي سون ڪان خفا، منهنجي ٿي فرياد تي،
ڪين سو ايندو وري، عمر رواں' آهه، هي.

ٿو سڏي اڄ دلربا، منهنجا غلام آهيو،
مرتبو عالي سلم، شرح، گران آهه، هي.

خون سان 'آغا' رگي، پنهنجي گلي دلربا،
واه عيان، منهنجو ڪيو، نام و نشان آهه، هي.

●

بزم ۾ اڄ رند، خواب آلوده، هين،
مست مي خوشگو، شراب آلوده هين.

چشم، مئے گون يار، ساقيءَ جون سدا،
آتشين آهن، ۽ آب آلوده هين.

ڪير نظرن ۾ وجهي نظرون سگهي،
چشم دلبر، مست خواب آلوده هين.

ڪٿي نگاهه جان نزا، مون تي ٿي،
چشم ساقي مست خواب آلوده هين.

واه! خوشبو، ڪاڪل، سيمين بدن،
برگ گل، "آغا" گلاب آلوده هين.



سان شراب، عشق جو ميخانو هان،
عشق وارن لاءِ هڪ پيمانو هان.

حسن جي پوڄا ڪيو، مدهوش ٿي،
حسن وارن تي سدا ديوانو هان.

هجر تنهنجي جو ڪيو، برباد آهه،
سو سڄڻ تنهنجو تسرا ويرانو هان.

شمع رو مرڪي پڇيو، ڇو ٿو جلين،
مون چيو، تنهنجو مٿان پروانو هان.

عاشقن جي محفلن ۾ عشق جو،
اڄ عزيزو، سان ٿيو افسانو هان.

مون وتو بوسو، خطا ٿي ڇا ڪيان،
حسن تنهنجي اڄ ڪيو مستانو هان.

پل رهن دل ۾، بستان سيمتن،
خوبيءَ قسمت! بشيو بتخانو هان.

مان ڪڏهن 'آغا' هئس، هڪ مشت خاڪ،
دست دلبر ۾ ته اڄ پيمانو هان.



سدا مستان سان روئي نگار آهيان،
اسير دام گيسوئي نگار آهيان.

مڙي ڪٿي سير مٿان، منهنجو قضا ڪان،
شهيد تيغ ابروئي نگار آهيان.

ڪيو عشق، صنم، تارڪ آ دليا ڪان،
فدائي ناز خوش خوئي نگار آهيان.

مڪان منهنجو تہ آهي لامڪان، 'آغا'،
مگر، هيت ساڪن ڪوئي نگار آهيان.



زلف ڪافر تي آ دل ديوانہ ٿي،
چشم، چشم، مست تي مستانہ ٿي.

مثل سون هن شمع رو، دلدار تان،
آهہ قربان جان، هر پروانہ ٿي.

منع ناصح ٿي ڪئي، سون ڪي مگر،
هن ڪني ڏسندي، دل سندس مستانہ ٿي.

خاڪ منهنجي جسم جي، اي دوستو!
آ غبار، ڪوچہ جانانہ ٿي.

عشق، 'آغا' جي ڪهاڻي سربسر،
هر گلي، ڪوچہ ۾ آ افسانہ ٿي.



ڪاڏا مان عرض، حال تي، خنجر نگاهہ جا،
ارمان نڪتا واهہ، دل، داد خواهہ جا.

رهبر، طريق، عشق ۾ مون ڪونہ ڪو ڏٺو،
رهزن مليا هزار، محبّت جي راهہ جا.

روز، جزا بہ ڏور سان، ايندس تہ تو اڳيان،
ڻيندا جلوس خوب تہ فوج، گناهہ جا.

سهڻا ڪندا سلام اچي قبر جو ضرور،
آهيون شهيد، ناز، اسان رشڪ، ساهہ جا.

تيغ، نگاهہ، ناز، ڪيو وارُ خوب آهہ،
پرزا ويا اڏي، دل، فرياد خواهہ جا.

اهل زمين ۽ اهل فلڪ، زخم خورده هن،
هي تو سندي نگاهه جا، هو منهنجي آهه جا.

'آغا' اندوه و رنج و آلم، درد ۽ فراق،
آهن شريڪ حال سي حال تباهه جا.

●

اي ماه جبين! ڇڏ ظلم و ستم، توکي پنهنجي پيار ادا جو قسم،
اي سرو سهي، ڏس سون ڏي سٺا، توکي منهنجي آه و بڪا جو قسم.

اي محب سٺا، اچ لالي خدا، ڪيان جان هي توتان، مال فدا،
ٿي ڪين خفا، ڇڏ شرم و حيا، توکي پنهنجي پرين آ حيا جو قسم.
تنهنجا چشم صنم هين چشم بقا، پيڪ پاڪ دهن جي آب شفا،
پي آب شفا، بيمار بچيا، سون ڪي سهٺا تنهنجي دوا جو قسم.
تنهنجي تيغ، جور و ظلم و ستم، سون کي تنهنجو قسم آ ابر ڪرم،
ڪر جلد روان، ڪر جلد صنم، توکي عاشق جي تہ رضا جو قسم.
نڪو درد 'آغا' دلگير ڪيو، نکي هجر و فراق زهير ڪيو،
هڪ تير نظر دلهير ڪيو، سون کي تنهنجي آه جفا جو قسم.

●

ڪين آغا آ اڪيلو، مصطفيٰ سان ساڻ آهه،
جو نبيءَ جو عبد آهي، ڪبريا سان ساڻ آهه.

ڇا ڪري سگهندا تنهن کي، ڪينہ پرور ڇا ڪندا،
خوف هن کي ناهه ڪو، خيرالورا سان ساڻ آهه.

ڪالہ دل ۾ آهه ڪا حسرت، يد بيضا سندي،
منهنجو هٿ ٿيو دامن آل عبا سان ساڻ آهه.

رحمة اللعالمين سان، حشر ۾ سيني ڏنو،
خلق ساري، شافع روز جزا سان ساڻ آهه.

دامن حضرت جهلي، جنت اندر جلدهين ويو،
هل ٿيو 'آغا' بہ محبوب خدا سان ساڻ آهه.

●

دلبر سفيد رو، ۽ سيہ چشم، لالہ رنگ،
بيمثل محب منهنجو، دليا ۾ شوخ و شنگ.

زلف، سيہ ڪي ہار جي، رخ تي ڏسي چمر،
شاہ، حبش تہ چين ۾ ڪئي مات آھ جنگ.

تني سيم سنگ ۾ ٿي ملي، ھي عجب ڏسو،
سيمين بدن جي سيني ۾، دل آھ مثل، سنگ.

جادو سياہ چشم ۽ ابرو ڪمان آھ،
آ قد ڪشيدہ ھن سندو، قامت مثل ترنگ.

شوق، شڪار عاشقان، آھو صفت ڪي آ،
آھوئي شيرگير جون، نظرون مثل پلنگ.

مستي ڏسي ھي منهنجي، لہ ٿي رنج اي صنم،
'آغا' چڙھيا ھي شوق ۾، تنهنجي تہ نام و ننگ.





# ڊاڪٽر اسدالله شاهه ”بيخود“ حسيني

جديد دور جي جوان همت ۽ باحوصله نوجوان اديبن ۽ شاعرن ۾، ڊاڪٽر حسيني پنهنجي فن ۽ مطالعه جي حيثيت سان انفرادي مقام حاصل ڪري چڪو آهي، جو ڪنهن به رسمي تعارف جو محتاج ناهي.

ڊاڪٽر صاحب، سنڌ جي علمي ۽ مذهبي، تهذيبي ۽ ديني مرڪز ٽکڙ جي مردم خيز سرزمين جو هڪ هيرو آهي. هن جوان همت ۽ جوان حوصله عالم، عمر ۽ علم جي لحاظ سان جي مرحلا طي ڪيا آهن، اهي اسان جي نوجوان طبقي لاءِ عمده مثال آهن. شاهه صاحب سنڌ جي برگزيده روزگار، عالم دين، اهل دل، قومي خدمتگذار، خلافت تحريڪ جي برک اڳواڻ، علامه قاضي سيد اسدالله شاهه حسيني ”فدا“ رحه ٽکڙائيءَ جو پوٽو آهي. شاهه صاحب نه فقط ’اسم‘ جي حيثيت سان پنهنجي برگزيده روزگار ڏاڏي جو ’مسمیٰ‘ آهي، پر ان سان گڏ ’علم‘ جي حيثيت سان به پنهنجن بزرگن جي علم جو وارث آهي.

ڊاڪٽر حسيني، مشرقي ۽ مغربي علوم جي تحصيل ۽ تڪميل جي سلسلي ۾، سنڌ ۽ انگلنڊ جي بين الاقوامي شهرت يافته علمي ادارن کان مستفيد ٿيو آهي. هڪ طرف ڊاڪٽر حسينيءَ سنڌ يونيورسٽيءَ مان بي. اي ڪئي آهي، ۽ ٻئي طرف لنڊن يونيورسٽيءَ مان ڪلاسيڪي فارسي ۾ آنرز ڪئي آهي.

ان سلسلي ۾ ڪيمبرج يونيورسٽيءَ مان ڊاڪٽريٽ جي امتيازي ڊگري پڻ حاصل ڪيائين؛ سندس ڊاڪٽريٽ واري مقالي جو عنوان آهي: ”ايران ۾ تيموري دور ۾ مذهبي طبقن جو معاشري ۽ سياست تي اثر“.

ان عنوان تي، ڊاڪٽر صاحب، لڳاتار سالن جا سان علمي خزانن، مطبوع ۽ غير مطبوع ذخيرن، دستاويزن ۽ علمي آثارن جي ڇنڊڇاڻ ڪري، ان موضوع تي محققانه ۽ عالمانه، تاريخي

۽ دستاويزي چيز پيش ڪئي آهي. اهو موضوع، نهايت اهم تاريخي، مذهبي، معاشرتي ۽ سياسي مباحث ۽ مسائل تي مشتمل آهي. ڪاش! ان کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو وڃي.

تعليم ۽ تدريس، تحقيق ۽ مطالعه جي سلسلي ۾، ڊاڪٽر صاحب، ۵۸-۱۹۶۰ع تائين، 'ريسرچ اسسٽنٽ سنڌي' جي عهدي تي، اسڪول آف اورينٽل اينڊ آفريڪن اسٽڊيز، لنڊن يونيورسٽيءَ ۾ پڻ رهيو آهي؛ ۽ اتي، زبان، لغت، گرامر ۽ فلالاجي تي وڏو علمي ۽ فني ڪم ڪيو اٿس. سندس ذهانت ۽ قابليت کي خود سندس استادن پڻ ساراهيو آهي؛ سڀ استاد کيس پنهنجو قابل فخر شاگرد سمجهندا هئا.

ڊاڪٽر حسيني هن وقت سنڌ يونيورسٽيءَ جي شعبهٔ فارسيءَ ۾ ليڪچرار آهي.

ڊاڪٽر حسيني، هڪ صاحب اسلوب انشاپرداز جي حيثيت سان به وڏي خدمت ڪئي آهي. سندس زبان ۽ اندازبيان، سليس، دلڪش، رنگين ۽ جاذب نظر آهن. سندس نثر ۾ لکيل مقالا، جي لطيف جي فن ۽ فلسفي جي تشريح جي سلسلي ۾ لکيل آهن، اهي زبان جي سلاست ۽ انداز بيان جي دلاويزيءَ ڪري سنڌي نثر ۾ انفرادي اسلوب تي مشتمل چئي سگهجن ٿا. جيئن: 'شاهه جي سنئي'، 'شاهه جي سهڻي'، 'شاهه جي مومل'، ۽ 'شاهه جي مارئي' وغيره.

ڊاڪٽر حسينيءَ جي زبان ۽ انشاء جو ٻيو شاهڪار سلسلو آهي—'خاڪه نگاري'. ان سلسلي ۾ 'منهنجا آشنا اديب' جي عنوان تي اهڙا ته دلڪش ۽ دلاويز خاڪا لکيا اٿس، جن کي پڙهندي ائين محسوس ٿيندو ته جڻ اهل قلم، لفظن جي تصوير ۾ 'شخصيت' کي هوبهو پيهاري چڏيو آهي. اهو 'فن' پنهنجي جاء تي ڏاڍو مشڪل فن آهي. سندس ان قسم جا خاڪا نه فقط پسند ڪيا ويا، پر ان سان گڏ ڪاڻس اها تقاضا پڻ ڪئي وئي ته هو ان سلسلي کي اڃا به هلائي، مڪمل ڪري. ان طرح 'لنڊن ۾ اڍائي سال' پڻ معلومات افزا مقالو آهي، جو قسطوار 'نئين زندگي' ڪراچي ۾ ڇپيو. انگريزيءَ ۾ 'اويس القرني ۽ اويسي صوفي' (مسلم ورلڊ آمريڪا ۾ ڇپيل) تي لکيل مقالو بلند پايه تحقيق جو شاهڪار آهي. ان طرح 'ايران ۾ جديد ادب جي ارتقا'، 'مهراڻ' رسالي ۾ ڇپيل مضمون پڻ محققانه چيز آهي، جنهن ۾ ان ئي مسئلي تي، قديم دور کان وٺي جديد دور تائين تاريخي ۽ علمي تبصرو ڪيو ويو آهي.

تاليفات: ۱- "پيام غمگسار"- حافظ شاهه مرحوم ٺٽويءَ جي ڪلام جو مجموعو.

۲- "تذڪره شعراء ٺٽو"- ٺٽي جي شاعرن جي سوانح، ڪلام ۽ فن تي تبصرو.

۳- "ڪليات دلگير"- حافظ محمد هارون 'دلگير' ٺٽويءَ جي سنڌي ۽ فارسي ڪلام ۽ سوانح تي مشتمل.

۴- "تاريخ جو فلسفو"- مشهور مورخ ابن خلدون جي مقدمي جو انگريزيءَ تان ترجمو.

۵- ڪتاب اول فارسي، ٦- ڪتاب دوم فارسي- ڊاڪٽر قاضي نبي بخش صاحب، صدر شعبه فارسي سنڌ يونيورسٽي ۽ حضور احمد سليم سان گڏ لکيل آهن.

سوانح: ڊاڪٽر حسيني صاحب پنهنجو مختصر تعارف هن طرح لکيو آهي:

"منهنجو نالو اسدالله شاه، ولد الله بخش شاه، تاريخ تولد ۱۲-اپريل ۱۹۳۱ع، ڳوٺ ٽکڙ.

"مون کي ڪيترن نالن سان سڏيو ويندو آهي: ڏاڏي مرحوم جو مون تي نالو آهي، ۽ کيس قاضي سڏيندا هئا، انهيءَ ڪري ڳوٺ ۾ ۽ ويجهن دوستن ۾ 'سائين قاضي' ۽ 'قاضي' سڏيو آهيان. حج ڪرڻ کان پوءِ والدين مون کي 'حاجي' سڏيندا هئا، ۽ پاڙيا ۽ پاڙيجا وغيره 'حاجي بابا' سڏيندا آهن. ٻئي هنڌ 'اسدالله شاه'، ادبي دنيا ۾ 'اسد' ۽ 'بيخود'، ۽ لنڊن ۾ 'حسيني'".

شاعري: "فيبروري ۱۹۵۳ع ۾ غني صاحب جن مون کي ادبي دنيا ۾ اچڻ جي ترغيب ڏني. آهستي آهستي گرامي صاحب جن سان تعلق وڌندو ويو، ۽ سندن آڏو زانوئي تلمذ ڪوڙيم. آڪٽوبر ۱۹۵۳ع ۾ حضرت 'طالب المولا' قبله جن سان ملاقات ٿي، انهيءَ کان پوءِ رفته رفته سندن ويجهڙائي نصيب ٿيندي وئي. سندن الفت ۽ شفقت، محبت ۽ صحبت، ۽ سندن مست ڪُن مجلسن ۽ محفلن، راڳ ۽ رهاڻ جي رس ۽ چس، حرص ۽ هوس جي بنيادن کي پڪي پوري ڇڏيو. هاڻ منهنجي ڪافين ۽ بيتن جي اصلاح به ڪندا آهن، ۽ سندن ئي فيض ۽ ڪرم آهي، جو ۵۷ع ۾ بي. اي پاس ڪيم ۽ ساڳئي سال لنڊن يونيورسٽيءَ ۾ سنڌيءَ ۾ ريسرچ اسسٽنٽ ٿيس، ۽ ان سان گڏ بي. اي آنرز ڪيم".

ڊاڪٽر حسيني صاحب، نومبر ۱۹٦۷ع کان 'سنڌي ادبي بورڊ' جو اعزازي سيڪريٽري ٿيو آهي. شاه صاحب جنهن مخلصاڻي انداز سان، سنڌي ادب جي خدمت ۽ اشاعت جي سلسلي ۾ اعزازي طور پنهنجون خدمتون آڇيون آهن، اهي تعريف جي لائق آهن.

فني تجزيو: ڊاڪٽر حسيني، نثر ۽ نظم تي استادانه دسترس رکي ٿو. سندس نثر به رنگين آهي ته ڪلام به پختو ۽ شيرين آهي. سندس ڪلام تي زندگيءَ جي مسائل کي حل ڪرڻ لاءِ تجسس ۽ تلاش جو عنصر غالب آهي. قطعا فلسفاڻي انداز ۾ چوي ٿو. ان طرح ذوق جماليات سان پيدا ٿيل جذبات به سندس ڪلام لاءِ طرهٔ امتياز آهن. غزل، نظم، آزاد نظم، رباعي، قطعا، ڪافي، بيت، بهرحال هر صنف تي طبع آزمائي ڪري ٿو. سندس غزل مرصع ۽ رنگين، حشوو زوائد کان پاڪ، خيال آفرين ۽ معنيٰ خيز ڪنايات ۽ استعارات تي مشتمل آهن.

عشق ۽ محبت جي پاڪيزه جذبات جي فراواني، سندس فن کي هن دور ۾ وڏو مقام ڏئي آهي. ابتذال کان سندس ڪلام ڪوهين دور آهي. سندس ڪافيون سربلبون آهن ۽ بيت محبت آفرين جذبات جي پيداوار آهن. حضرت 'طالب المولا' جن جي صحبت، ڊاڪٽر حسينيءَ جي فن ۽ فڪر لاءِ پارس جو ڪم ڪيو آهي. بقول اقبال: "پير رومي خاڪ را اڪسير ڪرد!"

ـ ادارو

* * *

## بيت

( ١ )

ڪامل ڪرين ٿو ڪين، هيٺيءَ سان هيڏيون،
مٺا هن مسڪين کي، جٺ ڪنديون جيڏيون،
خبر اٿئي ڪانئن جي، ته ڪنديون هو ڪيڏيون،
کي طعنن سان ٽيهديون، کي هٿنديون، پري پيڏيون،
مون رهي وڃايون رانديون، تو ڪئيون جي ڪيڏيون،
جيڏو جانب تون آهين، اٿم اميدون ايڏيون،
هجن ڪاوڙيون ڪيڏيون، ته به ڪجي بخش 'بيخود' کي.

( ٢ )

ڏسڪي ڏينهن آيا رئين، روئي ڪيم رات،
تنهنجي وِرهه وهائيو، سور.ڏلي سڪرات،
ميٺا هن مهجور کي، محبت ڪيو مات،
'بيخود' تنهنجي بات، ڪندو وبو قرب سانُ.

( ٣ )

ميٺا هن مهجور سان، متان مٺين سُنهن،
توکي تنهنجو سُنهن، رهي ڪر رهاڻيون.

( ٤ )

ميٺا هن مهجور سان، متان سُنهن مٺين،
ريجهي، رات رُليءَ سان، ڪامل ڪا ڪٺين،
لاڳاپو لٽين، متان اي منهنجا پرين.

( ٥ )

متان اي منهنجا پرين، ڪرين ڏوٺ ڏسي،
ساجن تنهنجيءَ سڪ جو، سانيڏي ڪنيم سمر،
اکين سان اداس ۾، جام وهي ٿو جر،
آهين تون ازل کان، 'بيخود' سندو پر،
ور نون سڳهو وَرُ، نه ته مري ويندس مفت ۾.

( ٦ )

نئون ناهيان نينهن ۾، آءُ پراڻو پازي،
ڪن عاشق چيو 'اسد' کي، ڪن ڪانيارو 'قاضي'،
کي ٿا چون کٽي ويو، 'بيخود' سپ بازي،
پر منهنجي آهه اصل کان، اکيان تو آزي،
هاڻ ترت ڪر تازي، ڪا عنايت عليل تي.

( ٧ )

عنايت عليل تي، تو ريءَ ڪير ڪري،
غيرن کان غريب کي، رکج پيرُ پري،
وره جيئي جي مري، ته به 'بيخود' بلي تنهنجي.

( ٨ )

'بيخود' ٻلي تنهنجي، ازل ڪان آهي،
محب متان مسڪين تان، ڇڏين هٿ لاهي،
متان مون ڪي سيڪو، پوءِ سوڻن سان ساهي،
جاني! جهڙوئي آهي، تهڙوئي توڪي پرتو.

( ٩ )

'بيخود' ٻلي تنهنجي، ٻي واهر نه ڪو وس،
لوڪ لوڏي ڪيڏيو، ڳوندر ڏيو ڪس،
يا هٿ رکي هيٺيءَ تي، ڪر ڪا رهاڻ رس،
نه ته ڪو ٻيو ڏس، تو جهڙو جهان ۾.

( ١٠ )

تو جهڙو جهان ۾، هجي نه پڏائيج،
توکي قسم تنهنجو، لالڻ نه لڪائيج،
نه ته نئي لپائيج، لاتو هن نڌر سان.

( ١١ )

تو جهڙو جهان ۾، ڪڏهن ڪو ڏيندو!
جو ڳولڻ لڳ ويندو، سو موٽي ايندو ماڳ تي!

( ١٢ )

تو جهڙو جهان ۾، جڏهن جاني! ناهي،
ڇڏي ڪيڏانهن ڪاهي، 'بيخود' تنهنجي پر ڪي.

( ١٣ )

توڪان، توکي ٿو گهران، ڪونه گهرجن مال،
'بيخود' جا برهه ۾، ههڙا ٿيا حال،
جهوري جيءُ جڏو ڪيو، جهوريءَ ۽ جنجال،
سچن تو سوال، ڪڏهن موٽايو ڪونه ڪو.

( ١٤ )

توڪان، توکي ٿو گهران، شاها نه گهرجي شان،
تنهنجي نالي سڏجان، مون لئه اهو مان،
توريءَ ائين ٿو رهان، جئن جسر هجي بيجان،
يا ڪر اچڻ جو اعلان، يا موڪل ڏي ته مري وڃان!

( ١٥ )

توڪان، توکي ٿو گهران، ناز پريا نوري،
جڳائي نه جڏيءَ سان، داتا! هيءَ دوري،
يا پرت رکج پوري، يا موڪل ڏي ته مري وڃان.

( ١٦ )

توڪان، توکي ٿو گهران، منهنجا پرين پيارا،
کهڙي ڏوهه ڪئل سان، ڪيئي ڪنارا،
توڪان سوا، تنهنجن جا، چڪيا سڀ چارا،
يا ڪر ورڻ جا وارا، يا موڪل ڏي ته مري وڃان.

## ڪافيون

*

توسان گڏجي رهڻ، وري ڌار ٿيڻ ـ
نڪي آهه جيڻ، نڪي آهه مرڻ.

منهنجي حالت تي جي تون غور ڪرين،
نڪي ڪائين ڪلين، رڳو سڏڪا پرين،
منهنجا سور سٺي، وهنو سور ڇرين:
ڇو تہ توئي سيڪاريو، قرب ڪرڻ.

اهي ڏينهن ته ڪهڙا ڏينهن هئا،
رڳو محبت جا ئي مينهن هئا،
پنهنجا شوق ته ڄڻ ڪي شينهن هئا:
نڪي ڪنهن ڪان ڊڄڻ، نڪي ڪاڻ ڪڍڻ.

تنهنجي فرقت ۾ لکين لفظ لڌيو،
منهنجي سٽن مان نڪرن، لڇيو ڦٽڪيو،
سُر، تار، سرود جا ويس وجهيو:
ڪن ڳائڻ وڄائڻ، سوز سڙڻ.

اهڙو محبت ۾ مجبور آهيان،
پنهنجي پاڻ لئي پاڻ ئي پور آهيان،
ڪڏهن ڇهڪ آهيان، ڪڏهن چور آهيان:
ڪڏهن خوب خوشيون، ڪڏهن روڄ رڙڻ.

اڄ، رسم و رواج جا بند ڀڃيون،
هڪبئي سان هم آغوش ٿيون،
ٻوءِ 'بيخود' اهڙا ٿي ته وڃون:
نڪي عقل اچڻ، نڪي هوش هجڻ.

*

وڪر وهائي نڪتا، ساءُ! سُنيءَ ڪي ماري،
مون کي وساري ويا، سال سوين ٿيم ساري!

روڪيم روئي تن کي، ڳرهه لڳي ڪيم دانهون،
ٻانهه ڳچيءَ ۾ پائي، پيئي ٻڌيون مون ٻانهون:
ويل نه ويا هڪڙي، ڪيهه ڪئي ويا ڪاري!

آءُ ته اڀالي آهيان، ڇيڙهه ڇتن ۾ ڀڙو،
ڪهڙا ڪهڙا ڀاڀان، هوش حُسن سڀ وڙو:
هاءِ! وڇوڙي ويڙا، ٻاهه برهه جي ٻاري!

موٽي سنڌن تي آيا، وڻجارا پنهنجي وطن،
محب نه منهنجا موٽيا، تالڳهه ڏني آهه تڙن:
سرتيون! سيارا آيا، پاهه ڪيس آءٌ پاري!

مون ڪان مٺو ٿيو تن کي، سودو سير ۽ سفر،
پيٽي پيٽي ٽڪيس، 'بيخود' روڄ بندر:
واڳ انهن جي والي، شال وطن تي واري

## نظم

### هلي آ مون ڏي دلربا

هي ياد ڪر ڪي راتيون، هو مٺڙيون مٺڙيون ڳالهيون،
جي تنهنجي منهنجي وچ ٿيون، نه دل تان منهنجي سي ويون...
هو عيش و ڪيف جو مزو، هو منهنجو تنهنجو ڇهچٽو،
هو تنهنجو مون تي ڀروسو، هو منهنجو توتي آسرو،
هو ناز سوز ساز جو، آتشل دلين ۾ ولولو،
نه هوش جنهن ۾ ڪو رهيو، هو ڏينهن جو ۽ رات جو -
ٿئي نه مون ڪان دم پري، نه تنهنجا پيچ و خم پري،
هو رنج و غم، الم پري، ۽ غير جو قدم پري:
هي ڇا ڪئي جو وئين ڇڏي، غمن ۾ مون کي تون گڏي،
سڏي ٿي، توکي دل، سڏي،
هلي آ مون ڏي دلربا!

سدا رهي ٿي جستجو، رلان ٿو تولڪُو ٻڪُو،
حرام عيش ۽ طرب، مدام رنج ۽ تعب -
جڏهن ڪان توسان اک اڙي، نه چين ڪير ڪو پل گهڙي،
هي زخم دل جو پيو چڙي، پڪي نشو پينه ڪڙي،
حريم، دل جو نور تون، مجسمهٔ سرور تون -
دل حزين کي ڇا ڪيان! ڪري وجهي نه ڪو زبان'،
هي راز آه جو نهان'، ٿئي نه خلق تي عيان':
مڃان ٿو مون ڪئي خطا، ڪٿي آ تنهنجي ٻر عطا،
نفس نفس، ڪري صدا،
هلي آ مون ڏي دلربا!

جنـي ڪنـي بـهـار آ، بـُل ۾ سـڀ جـي بـهـار آ،
هُن ۾ سڀ جي جـام ڏس، خوشي بـہ عام جام ڏس-
وسي ٿو ٽرب جـو ڪڪر، هوا بہ ٿو ساٺ، تر ۾ تر،
چـمـن ڏي ڪر ذرا نظر، جـي وهـو رنـگ آ دگر،
رمـي جنـبي بـہ ديـه ٿـي، اتـي گلن ۾ عـيد ٿـي،
زمين بـہ سبزپوش ڏس، بـهرو جـوان ۾ جوش ڏس-
صبا جون منڙيون لوليون، گلن جون ڏس هي هوليون،
هـي بلبلن جـون پوليون، هـي آب جتو جون چوليون،
۽ هـي چمن ۾ چهچها، وڻـن لـڳ سون ڪي ٿـا صفا،
بغـير تـو اي مـہ لـقـا:
هـلـي آ، سـون ڏي دلـربـا!

اي مـہ لـقـا، اي دلـبـرا، مـلـي ٿـو توکي جا پلا،
رهين ٿـو مون کان جو جدا، چوان ٿـو توکي بـرمـلا
وفـا جفا جـي ڳالهه ڇـڏ، عـطا خطا جـي ڳالهه ڇـڏ،
سـزا جـزا جـي ڳالهه ڇـڏ، فـنا بقا جـي ڳالهه ڇـڏ،
رهـيـن ٿـو سـوچ ۾ مگن، اي سيمتن اي گـلـبـدن،
اکيون اهي لـہ لنب ڪن، لڳي آ تنهنجي جـن لڳن،
لـڳي آ جـن کي تـار ڏس، سـي روڪڻ، هـزار ڏس،
سـي وقـف، انـتـظـار ڏس، سـي چشـم، اشڪبار ڏس،
لـہ ڪر تون هاڻ رَدّوکد، آ سڪ در، سنڌي ’اسد‘،
تـون جـان، هـو سندئي جسَد،
پـلـي تـہ غـيـر ڪـن حـَصـہ
هـلـي آ سـون ڏي دلـربـا!

## آزاد نظم

### يار کي التجا ٿو ڪريان، من پڏي!

ماھرو، مہ لقا، ماھوش، ماہ سا!
دلربا، باوفا، ڪار، جودو عطا ڪر، مليا، التجا
پڳ، منا مهربان!

ٿو ڪريان مان بيان، دل سندو داستان،
غور ڪر، ڪر نظرا ور، اي رشڪ قمر، سمر بر،
فيضور، باصرا

ساھ سر، بيخطر، ڀَل َ ۾ تو تان، مِٺا،
مان، خدا جو قسم، گهوري گهوري ڇڏيان!
تنهنجي هجر و فراق و الم، سوز و غم، دمبدم
کيا مٿم، اي صنم! سو ستم؛
سڀ سٺم، ياسون ياسمن، چمن:
من وري دلبري مون سان رشڪ پري، هڪڙو
پيرو ڪري،
پرٿيون پيرا پري، وهلو مون ڏي وري؛
دل جون ڳالهيون کريان، ڪجھ چوان، ڪجھ ٻڌان،
پرت جون، سوز جون، ساز جون، راز جون، ناز
جون، نياز جون،
ٻاتيون پُرفسون:
دل جون دل ۾ رهيون، تون نہ آئين، مٺا!
- هائي ٻهر خدا، غور ڪر، ڪر نظر، وَرُ!
جان، من، سيمتن، ضوفگن، گلبدن، اي چمن
در چمن!
ڏس چمن ۾ سمن، نسترن، ياسمن،
تازه تن، غم فگن، عيد ڪن، خوش ٿين؛
آب جُو موجزن، گل بہ ڦاڙيو ڪفن؛
ڏس تہ ڪارا ڪڪر ٻيل تن، ٿا گجن، ۽ گجن
۽ وسن،
سبز دشت و دمن!
هي چيهن، بلبلن، قمرين جي صدا،
ميڪو ماڻي مزا.
بيوفا يا وفا گذ ٿيا، وچ مان ويچا ويا،
کي مليا، کي کليا:
مان رڳو دل-پڳو هوس، ساٿي نہ ڪو هو، سڏي
جو ويهاري ڪري ڳالهيون؛
لڙڪ هاري لکين، توکي ڳولي ٿڪس، ڀاڻ
رولي ڇڏيم:
دل جون دل ۾ رهيون، تون نہ آئين، مٺا!
- هائي ٻهر خدا، غور ڪر، ڪر نظر، وَرُ!
ياد ڪر، اي پرين! محفلون مجلسون، راڳ جون،
رنگ جون،
جت نہ 'تون' هئي، نہ 'مون':
تو چيو، مون ٻڌو؛ تو ٻڌو، مون چيو؛
هڪ نئون هو جهانُ، جنهن ۾ هرهر لوان قرب
جا داستان،
تو اکيان مون ڪيا ٿي بيان؛
سيئي ويا ڇڏي، مون کي، ساجن! سڏي، گوڙو
گوڏي گڏي،
ڪجھ ڪَنَن ۾ چيئي، ياد ڪر!
تو رقيبن، عزيزن، قريبن جي وچ ۾ ويهي،
مون کي پنهنجو ڪيو، مون کي پنهنجو سڏيو،
تو کيليو، مون کليو:
اوچتو تون جدا، مان جدا ٿي وياسون، مٺا!
- هائي ٻهر خدا، غور ڪر، ڪر نظر، وَرُ!

## غزل

●

تنهنجو حسن، بيڪرانُ، رشڪ بستان سيمتن،
منهنجو عشق جاودان، آب خضر تي خنده زن.
تنهنجي يادن جي بهار ۽ تنهنجي دردن جي خزانُ،
زندگي و موت ۾ هڪ ڪشمڪش آهي ڪُهن.

تون خوشين جو دادلو ۽ مان غمن جو ماريل،
تون سدا زيب چمن، ۽ مان سدائين خسته تن.

سمجھه وارن توکي سمجھي، ماٺ جو روزو رکيو،
توکي بي سمجھي کان ڏس، ظاهر کيو کن جاهلن.

تو ۾ ئي منعکس منهنجي، جدت تخليق ئي،
منهنجي حسن ذوق جو مظهر، تون آهين جان من.

منهنجي زلفن جي انڌيري ۾ لڪائي چنڊ مون کي،
آهه هي دار و رسن جو دور، پرشور و فتن.

منهنجو غم مون کان به منهنجي يار کي آهي عزيز،
ان کري ئي وقف حزن و غم کيو مون جان و تن.

رند آهيون، پر خراباتي نه آهيون، اي سجڻ،
کوه ذوق خمر ناهي کڻ لگام مستي فکن.

يار هر کنهن سان لشو سڪ سوز جون ڳالهيون کري،
نينهن جي ناتي وکڻ جي له به کي مالهو کهن.

هي گداى کوى جانان، عرش اعظم تي دماغ،
پاڻ کي 'بيخود' ٿا سمجهن، جم فگن، دارا شکن.



ازل کان آه اسان سان، فلڪ جو ڏاڍ و کست،
اسين ته پاڻ ئي، پنهنجو کريون ٿا، بندوبست.

چمن چمن ۾ خزان جو بهار آهه عيان،
قدم قدم تي اميدن کي اعتراف شکست.

هميشه تازگي عهد تو کرين، دلبر،
اسان جي لاءِ نئون روز، جئڪ روز الست.

خدا کري نه رهي، دم نگاهه ساقيءَ ۾،
کي تشنه کام رهن ٿا ۽ کي سدائين مست.

عجب نہ آهي، جو محبوبہ ۽ان ٿيو عاشق،
حسين شخص ٿئي، فطرتاً ٿو حسن پرست.

جي عشق ناهہ تہ موت ۽ حيات جو خطرو،
جي عشق آهہ تہ تبغي ۾ آهي بود و هست.

پئي رسَن ٿا حقائق جي تور ٿائين، پر،
فقيہ سال گهٽري، ۽ رندن کي هڪڙي جَست.

رهِ وفا ۾ اهو ٿي قدم کڻي، 'بيخود'،
ٿئي نہ خوف و خطر کان جنهن جي همت پست.



وڃن ۾ رات ٿي گذري، ڏکن ۾ ڏينهن ٿو لبري،
لئين سج ائين وارن لئي، لنون کو سور ٿو لسري.
وساريئين آشيان اهڙو، نہ پرواہ برق و باران جي،
پکيءَ کي دور پنهنجن کان، ڪيو يارن سندي پيري.
سپني ساندي ٿئيون سکهجن، سوين سڪ سوز جون ڳالهيون،
ڪڏهن هڪ ڳالهہ ياد آئي، تہ ٻيو ٻي ڳالهہ ٿي وسري.
جڏهن وسري وڃا ويڙهي، تڏهن هڪ انقلاب آيو،
گهٽا چنگيز چٽ ٿيندي، لمائن جي ڏٺا نجهري.
پلي پيو ظلم کر جانبي، پلي ليٺن جون هن لوکون،
مجال آهي، اسان جي وات سان پاجي بہ آف نکري.
انهيءَ ٿيي آسَ تي، وائن تي پنهنجو گهر بناٻو سون،
غبار راهہ سان 'بيخود'، متان قاصد اچي لکري.

## قطعا

(١)

دشمنن جون پئي چڙيو ٻاڙون،
دوستن سان دل کي هيرايو؛
پان ۾ ٿي جهڪي جهڪي ملبو،
غير جو سر کجي تہ کرايو.

(٢)

سپ ڏيو آهہ ڪجهہ نہ ونيو آهي،
قرب ۾ کس ٿي ڪانئبي آهي؛
سيکو ان وقت ٿو سکي 'بيخود'،
جڏهن ڪا شئي وڃانئبي آهي!

( ٣ )

دوست سان ڳالھ صاف صاف ڪجي،
غير ڪي ٻي ٻڌائبي آھي؛
جيڪا آخر ٻڌائڻي ھوندي،
ڳالھ سا ئي لڪائبي آھي.

( ۴ )

ھار ۾ آھ جيت جو پيغام،
جو ڪيرٻو ناھ، سوار ئي ناھي؛
ھو ٿو لڳجي ۽ ماٺ ۾ آھي،
منھنجي دل کي قرار ئي ناھي.

( ۵ )

سور سھندي ٻه سال وڃا گذري،
ھڪ ٻه وعدو نه ٿيو ڪڏھن پورو؛
تون نه ڳالھيون ڪرين ٿو چاھي ٿي،
جنن کو ٻولي ٿو ٻار سان پورو.

( ٦ )

جو لھيل آھ تنھن کي ڏاھيو ٿا،
جو ڏنل آھ، جو لٿا اڏيو؛
عمر کي سڏ ڪري وھاريو ٿا،
وڃن کي چئو: پچو، لڏيوا

( ٧ )

ھڪ ڏلڏل ۽ پيو تڏو آھي،
چو جو 'بيخود' چون ٿا شاھ آھيان؛
ملڪ ۾ ھيڪو شاھ ئي آھي،
شڪر آھي سان ھيڪلو ناھيان.

( ٨ )

تون اسان کان سواءِ خوش آھين،
جو ڪٿي سو ڪسي ڦري ورتي؛
جيڪو ڏيندو اچي، سو يار اٿي،
جيڪو توکان کٽي کھُري، ورتي.

( ٩ )

ورنه ڏاڍو ڏکيو سچ ٿيندين،
منھنجون ڳالھيون ٻڌي، چريو چئجين؛
ڪوڙ اھڙا ڪجين جو سچ سمجھن،
سون سوا پيو ڏتا ستا ھئجين.

(١٠)

چور آھي جو شاھ ٿو سڏجي،
سک ڏسڻ وارو سور وينو سھي؛
اڳ نرڙ ۾ لکيل ئي ٿيندو ھو،
اڄ ڪپاڙيءَ ستان قلم ٿو وھي.

(١١)

منھنجا سارُو ٻڌي ڏجي وينا،
ڪوٺ آھن ۽ لوھ جون ڪڙيون؛
ماٺ اھڙي جو جڻ نه ڪو نه ھتا،
ورنه راڄن ۾ ھون ھا رڙيون.

(١٢)

عقل کھُرجي، جو سر تي چاڙھي،
ھي ھوس آ، ڦرھو ڪيڏي ويندئي؛
ماٺ پنھنجن سان ٿي نه جيي ٻوندين،
غير سان ڳڏ نه جيي، جو سِرُ ليندئي.

(١٣)

سڀ چڏي ڏي نه پوءِ ٿيو مومن،
ھٺ ڪٺڻ کي سلام چئجي ٿو؛
سارجي ماٺ ۾ رھي جيڪو،
خاص ۾ سو عوام چئجي ٿو.

# رباعيات

(١)

ماڻھن تہ چئي، تون نہ وسارين تہ چڱو، ھڪ پيرو فقط، ڪڏجي گذارين تہ چڱو؛
مشھور سنديئي آھہ، مسيحا نفسي، دل منھنجي مثل آھہ، جيارين تہ چڱو.

(٢)

سرد آھون، جگر زخمي، اکين ۾ ڳوڙھا، دردن جا ڏئل، دل ۾ لک آھن لوڙھا؛
ٽيھہ سال، جوانيءَ جي بھار آھي، مگر، سورن جي ڪري ھار لڳون ٿا پوڙھا.

(٣)

ڪيڏي نہ وئين يارا! تون امداد ڪري، 'بيخود' جي مجال آھي جو فرياد ڪري؛
غم، سوز و الم، درد، فراق ۽ حرمان، سيني سان لڳايا سون، سڀ اولاد ڪري.





# ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان ولد علي محمد خان بلوچ، پنهنجي علمي، تعليمي، ادبي ۽ ثقافتي خدمتن جي سلسلي ۾ متعارف شخصيت آهي. سنڌي لوڪ ادب ۽ لغت، سنڌ جي تاريخ ۽ ڪلاسيڪي شاعريءَ تي سندس تحقيق بلند معيار تي پهتل آهي.

ڊاڪٽر صاحب، بلوچ خاندان مان لغاري شاخ جو ٿمر شيرين آهي. سندس ولادت ڳوٺ جعفر خان لغاري، تعلقي سنجهوري، ضلعي سانگهڙ ۾ ٿي.

اوائلي تعليم ۽ تربيت، پنهنجي خانداني روايات موجب پنهنجي گهر کان شروع ڪيائون. مدرسه نوشهرو فيروز مان مئٽرڪ پاس ڪري، بهاوالدين ڪاليج جهوناڳڙه مان بي. اي. فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪيائون، ۽ ممبئي يونيورسٽيءَ ۾ ١٩٤١ع ۾ ٽيون نمبر آيا. ان کان پوءِ ١٩٤٣ع ۾، مسلم يونيورسٽي عليڳڙه مان ايم. اي. فرسٽ ڊويزن ۾ پاس ڪري سڄي يونيورسٽيءَ ۾ پهريون نمبر آيا. ساڳئي سال مسلم يونيورسٽيءَ مان ايل. ايل. بي. ۾ فرسٽ ڊويزن ۾ پاس ڪيائون. سنه ١٩٤٦ع ۾ تعليم ۽ تربيت (ايجوڪيشن) ۾ اعليٰ مطالعه لاءِ ولايت روانا ٿيا، ۽ ڪولمبيا يونيورسٽي (آمريڪا) مان ايجوڪيشن ۾ ايم. اي. ۽ ڊاڪٽريءَ جي اعليٰ ڊگري حاصل ڪيائون.

اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ ١٩٤٩ع ۾ پاڪستان آيا. ڪجهه وقت وزارت داخله، حڪومت پاڪستان جي انفرميشن ۽ براڊڪاسٽنگ ڊويزن ۾ آفيسر آن اسپيشل ڊيوٽي طور ڪم ڪيائون، جتان مرڪزي پبلڪ سروس ڪميشن کين ڪلاس ون ۾ چونڊيو. ان کان پوءِ ستت کين پاڪستان طرفان مشرق وسطيٰ ۾ 'تعلقات ۽ اطلاعات عامه' جي سلسلي ۾ مقرر ڪيو ويو، پر ڊاڪٽر صاحب جن تعليم ۽ تربيت جي خدمت کي ترجيح ڏيندي اهڙي اعليٰ عهدي تان استعفا ڏني، ۽ کين سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ 'صدر شعبه تعليم' طور پهريون پروفيسر مقرر ڪيو ويو. ١٩٥١ع کان اڄ تائين ڊاڪٽر صاحب جن سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ تعليمي خدمت سرانجام ڏيندا رهيا آهن، ۽ هن وقت 'انسٽيٽيوٽ آف ايجوڪيشن' جا ڊائريڪٽر ۽ صدر آهن.

تصنيفات ۽ تاليفات جي سلسلي ۾ علم ادب، لغت، شاعري، تاريخ، ثقافت، موسيقي ۽ آثار قديمه تي بيش بها ڪتاب ۽ مقالا انگريزي، عربي، فارسي، سنڌيءَ ۽ اردوءَ ۾ لکيا اٿن، جن کي علمي دنيا ۾ تحسين جي نگاهه سان ڏٺو ويو آهي.

هڪ محقق ۽ عالم، دانشور ۽ مبصر جي حيثيت سان يورپ ۽ مشرق جي تعليمي ۽ ثقافتي اجلاسن ۾ پاڪستان جي نمائندگي ڪئي اٿن. ان سلسلي ۾ آمريڪا، ڪئناڊا، فرانس، انگلينڊ، سڪاٽلينڊ ۽ مغربي يورپ کان علاوه جاپان، فلپائن، ترڪي، لبنان، عراق، ايران، سعودي عرب جو سفر ڪري چڪا آهن. هن وقت سنڌي ادب جي ڪلاسيڪي دور ۽ لوڪ ادب تي ڪم ڪري رهيا آهن.

سندن علمي، ادبي ۽ تعليمي خدمتن جو اعتراف ڪندي، کين حڪومت پاڪستان طرفان "تمغهٔ پاڪستان" ڏنو ويو آهي. —ادارو.

# مفيد شاعري

"شاعري هر زبان يا ٻوليءَ جي ادب جو بنياد آهي، ڇو تہ شاعر پنهنجي شعر کي ملڪي زبان جي نهايت پيارن ۽ انوکن محاورن جو جامو پهرائي ٿو. دنيا جي نهايت دلڪش، وسيع ۽ زنده زبان عربي جو سرمايو، درحقيقت عربي شاعرن جو رهين منت آهي. افسوس جو سنڌي زبان جي شاعريءَ جو سرمايو يا تہ ڪُهن ۽ قلمي ڪتابن ۾ قابو ٿيو پيو آهي، يا تہ وري سگهڙن جي دلين ۾ سانڊيل آهي. ويچارا وڃن ٿا تہ اهي صدري خزانا بہ پاڻ سان ڪنيو ٿا وڃن.

اڄ ڪا ڪي شاعر تہ رڳو ڪچ پيا سٽين. البت ڪي بزرگ آهن، جن ۾ ڪا مٺيا آهي: انهن ڪان سواءِ تہ سڪڻي سچ لکي ٿي آهي. بلند ۽ بليغ شاعريءَ جو تہ دؤر ختم ٿي ويو. اڄڪلهہ جي عام مروج نظمن ۾ انوکن الفاظن يا سنڌي ٻوليءَ جي سلوڻن اصطلاحن کي ڳولڻ عبث ۽ اجايو آهي. مگر جنهن صورت ۾ انوکا محاورا ۽ نوان لفظ نظم جي ذريعي آسانيءَ سان رائج ٿين ٿا، اسان سنڌي زبان جي ٻہ-اکرن ۽ ٽہ-اکرن لفظن سان ڪن انوکن کي نظم جي ڌاڳي ۾ پوئي، 'مفيد شاعري' جي نالي سان پيش ڪريون ٿا. هن ڏس ۾ سنڌ جي هڪ نامعلوم دهقاني شاعر پنهنجي بيت ۾ اڳيئي شروعات ڪري ڇڏي آهي. اڄ اهو بيت سڻي حيران ٿي وڃو تہ ڪيئن نہ ويچاري ٻهراڙيءَ جي شاعر هي نئون خيال ڳولي ڪڍيو، جنهن جي ذريعي سنڌي زبان جي عجيب و غريب لفظن جي تشريح نهايت عمدي سليقي سان ٿي سگهي ٿي. سندس بيت هي آهي:

> هُش چنجي ٻڪري، رڍ چنجي مُڙ،
> ڪڪڙ ٻوي ان ۾، تنهن کي چنجي ڪُڙ،
> اپ ۾ جي ڪکر ٿين، تن کي چنجي جهُڙ،
> ٻُڙ رکي ٻُڙ تي، جنهن کي چنجي جُڙ،
> سڄڻ سليا سڃئين، ڳالهيون مڙيئي ڪُڙ.

اسان انهيءَ نهج ۽ نموني تي، سنڌي الف-بي جي هرهڪ اکر تي قافيا ٻڌي، "مفيد شاعريءَ" جو ديوان مرتب ڪرڻ گهرون ٿا. انهيءَ ديوان جي ابتدا 'ر' جي قافيہ تي ٻڌل نظم سان، سنڌ مسلم ڪاليج مخزن ۾ ڪئي وئي آهي."

مٿيون مهاڳ 'ن' جي قافيي تي جوڙيل نظم لاءِ لکيو ويو هو، جو سماهي 'مهراڻ' (ڪراچي) مئي، جون، جولاءِ ١٩٤٦ع ۾ شايع ٿيو. ان کان اڳ هن سلسلي جو پهريون نظم 'ر' جي قافيي تي سن ١٩٤٥ع ۾ لکيو ويو، جو پوءِ سنڌ مسلم ڪاليج مخزن (ڪراچي) ۾ شايع ٿيو. ان بعد 'ل'، 'م' ۽ 'پ' جي قافين تي لکيل نظم ١٩٤٦ع - ١٩٤٧ع ۾ سماهي 'مهراڻ' ۾ ڇپيا.

ان ڪان پوءِ راقم جيتوڻيڪ پنهنجي وندر ۽ ورونهه خاطر 'مفيد شاعري' جو ديوان مرتب ڪندو رهيو، مگر انهن الوڪن نظمن جي ڇپائڻ جي نوبت ڪانه آئي. هن وقت ماهي 'مهراڻ' (حيدرآباد) جي فاضل ايڊيٽر جي اصرار تي اڳيان ڇپيل نظم پ، ل، م، ن جي ترتيب سان دوباره اشاعت هيٺ اچن ٿا. ان سان گڏ اسان هن ديوان مان ٻهريون نظم (قافيو الف) جو جڻ هن مفيد شاعريءَ جو مقدمو آهي، ۽ ٻوڀان و، هه، ء، ۽ ي جي قافين تي ڇپيل نظم (هنا تشريح جي) پڻ ناظرين جي دلچسپي خاطر ڏجن ٿا. 'ي' وارو آخري نظم تاريخ ١٣- نومبر ١٩٦١ع تي پورو ٿيو.

## قافيو الف

(خيال)

ڪيرَت ڪٽا
ويٺي هٽا،
سورن سٽا
جملي جٽا
مردن مٽا-
هبڪن لٽا،
کهرا ڪٽا
قاتل ڳٽا-
سڙسن سٽا،
ڪُڏندي لٽا.

## قافيو پ

١- ڏٺي شاها، ڦرن ٺڪ، ڏاڍيون ڀيون ٻڌي ٻَپ
٢- ٺڪ جن جو ٻڌن ٽپ، تنين اچي وڃي ٽپ
٣- ڪين جا لڳي وڃن طاق، ڪين جا ٽري وڃن ٽپ.
٤- ٻڙهي سور، وٺي سُڄَ، ڏٺي ڳنڍيون، ٻڌن ٽپَ.
٥- سڪل ٻانٺ، سنهو تند، ٺلهو ٻنڌ، ٻوڙهو ڀپ.
٦- زميندار ڪارائي ڪي ڇون: راهَ وڃي ٽپ
٧- ٻٺي ٻير، ويندي وير، ٺهه ٻهه، ٺهه ٽپ.
٨- ڏين ٽيپَ، توڙي ٽَپ، ڊينگر ڊاري چون ٽَپ.
٩- ڪليل هٽ سان چماٽ، چوٻن ٽُف، توڙي ٽَپ.
١٠- ڪري خيال، رکج ٻير، ڏسين ڇيڪ جتي ڪپ.

١١- چون ڳپ، توڙي ڳپ، ڳنڍ ڳوپ ڪرن ٻپ.

١٢- ڪبو ڪاٺ اندر ڪپ، ڪٻ ڪٻ توڙي ڪهپ.

١٣- خوشبوءِ ڇڳي؛ ٻاس بدبوءِ ٻري ڏپ.

١٤- ناز و ڳپ، ڳر، ڳپ، سڪي قتلُ ڇڏي ڏپ.

١٥- زوراور لائن زور ڪري وات منجهه چپ.

١٦- چبي چاهاڪو، چاهوتيو، هٿن چپ، توڙي چنپ.

١٧- مونڊاهه، ڪُڙهه، سار واري سام اندر چنپ.

١٨- ڪر ڪام بدنام، سخت ٻٽ ٻوٿو رپ.

١٩- ڪارو نانگ وسيهر، زهري زور سيهه سپ.

٢٠- ادو، ڊج، ڀئو، ڊاءُ، خطر، خوف، ڏر، ڊپ.

٢١- چون: ڪين ماري سنپ، ماري سپ سندو ڊپ.

٢٢- سندي واهه، ٻيڪ، ٻتر، ڪپر، ڪنڊي، توڙي ڪپ.

٢٣- مانجهي مڙس ڪوڏر ساڻ، ڀڏن شوپ شپان شپ.

٢٤- ڳانڊو مڙس هٿن لاف، ڪرن ڪوڙ ڪپ شپ

٢٥- ڪائن مال مفت منجهه، ڪرن هنبر مڙپ هپ

٢٦- ڪسن زور هٿن ساڻ، ڏيئي جهٽ جهڙپ جهپ.

٢٧- سهڻي صاف سونهاري، ڪهڻا وار ڪهاڻا، جهپ.

٢٨- ٿئي عزت جو تنهن خيال، جنهن کي ديد، لڪ، جپ.

٢٩- ٿئي ڦري بدخواهه، مرد جيڪو ٻئي چنپ.

٣٠- سست مرد نا اميد، ڀئو ڏور چنئي چپ.

٣١- آهي غريبن گذران، سڪي ماني، ڏڏ لپ.

٣٢- ڪري عشق اندر منجهه، وڏا ڪهاءِ، وڏا ڪهنپ

٣٣- مڙين ڪين اڇي سنڪ، جنين ڪين اڇي جپ

٣٤- حب، سارَ سڄڻ جي، سِڪ، تانگهه، طلب، ڪپ.

٣٥- آهي اينهن ڪنير نانگ، تنهن کي ليهي ٽر لنپ.

٣٦- ڏٺي نام ڏٺيءَ جو، تون رکو نام ڏٺي، جپُ.

حاشيه ۽ تشريح

١- شاها ڏيئي، يعني پڙڪائي ۽ ورغلائي. ٻيون ٻڌي، توڙي ٻيون ٻڌي مقلوب محاوري سان آهي، جنهن جي تشريح اسان رسالہ مهراڻ ماهه جنوري ١٩٤٦ع ۾ پنهنجي مضمون ۾ ڪئي آهي: معنيٰ لرزيون ٻڌي، خوشامد ۽ حرفت سان پيش اچي ۽ دلبا ڏيئي.

اصل محاورو ٻيو ٻڌڻ آهي جو سَلھ جي حرفت ۽ انگ مان ورتل آهي. سگھو سلھ. جيڪڏهن ٻڙ چڙائي، متي ڪٿي ڪمائي تہ ڪماڻن جو ٻچاءُ آهي ٻپ ڏيڻ، ٻيو ڏيڻ يا ٻپ ٻڌڻ، يعني ٻڙ جو ٻپ، ڪُڇ ۾ يا چڙي ۾ ڦٻائڻ، ۽ اتان نڪري تہ وري سندري ۾ سوگھو ڪرڻ؛ ۽ ان بعد ٻڙ ڪوڙي وچان ٻوڻ ۽ وارا ڪرڻ. هوشو شيديءَ جي وچان ٻَڌي، مشهور آهي.

٢-٤- تپ ٻڌڻ، ٻڌي چڙڻ، ٻڌي وڃڻ، اصطلاحي معنيٰ ۾ ڦري نڪري وڃڻ ۽ صدمو پهچائڻ؛ مگر اصلي معنيٰ ۾ تَپ ٻڌڻ، يعني تپ جو سوڻ ڪرڻ. اهو دعا جو سوڻ آهي، ۽ هن ريت ڪندا، جو اڪثر مَنج جي نوڙي (بعضي ڏيڻ جي نوڙي) وٺي، ان تي قرآن شريف جي الم نشرح الخ، سوره پڙهندا، ۽ هر ڪاف تي ڳنڍ ڏيندا ويندا. سوره ختم ٿيڻ تي اها نوڙي ساڻي وڻ ۾ ٻڌندا، ۽ ڳنڍ ڏيڻ وقت سوڻ ڪندڙ، تپ واري کان پڇندو تہ: فلاڻو ٻٽ فلاڻي جو تنهن جو ٻيڙ ٻرو ٻڌان؟ مريض جواب ۾ چوندو: ٻڌ. اهڙيءَ طرح ٽي دفعا پڇندا ۽ ٽي ڳنڍيون ڏيندا. هي تپ جو سوڻ، اڪثر ڀورئين ڀر ۾ ڪندا. نوني هن سوڻ جي اجازت اصلي سوڻ ڪندڙ کان وٺندو. چوندا: هَدو وٺڻ، يعني اجازت وٺڻ، جو اصل ۾ عهد وٺڻ آهي.

٣- طاق لڳي وڃڻ يا ٽپ ٽري وڃڻ، معنيٰ اوچتو ڪنهن خبر ملڻ تي حيران، سرگردان، پريشان يا پشيمان ٿيڻ، يا صدمو پهچڻ. طاق مان مراد ڪنن جا طاق يا تاڙيون آهي. زور سان چماٽ يا ڏڪ تي، ڪنن جون طاقيون لڳي وڃڻ يا تاڙيون چڙهي وڃڻ ۽ حوصلا خطا ٿي وڃڻ. درجا طاق لڳڻ ۽ زور سان ٺڪاءُ ٿيڻ جو گمان بہ نڪري سگهي ٿو. ٽپ ٽرڻ جو اصل محاورو شايد لوهار جي ڏنڌي تان ورتل آهي، تہ لوهار هميشه اوزار باھ ۾ تپائي، ڳاڙهو ڪري، پوءِ ٽپيندا، مگر جي تتل اوزار ٽري ويو تہ چڻ پيٺي پريشاني وڌي.

٨- وڏو ۽ ڏکو سڪل ڏينگر، ان کي تارو، ڏارو، توڙي ٽپ چون. شاعر الهڏني فقير پنهنجي هڪ سٽ ۾ چيو آهي تہ

آڪيڏنسي آواز ڪيو تہ ڪو آن ۾ افعال آهي؟
ماڪڙ جي سارڻ جو اوهان وٽ نمولو ٽي ناهي:
ٽپ هٿو تارين ۾، چانين ۾ چاهي؟

يعني اهو ڏکو چانيو يا ٽپ وڏائي، متي وڻ جي تارين ۾ هٿو تہ مڪڙ هيٺ ڪرڻ، باقي هيٺ چانين ۾ چاهي، جو اوهين پيا اجايا ڏڪ هڻو؟

١١- عام محاورو، ڳنڍ ڳوپ ڪرڻ، يعني هر ممڪن طريقي ڳنڍي ناهي سولو ڪرڻ. ڳوپ، هڪ خاص ڳنڍ جو نالو آهي، جنهن کي انگريزيءَ ۾ (ريف ناٽ) چئجي ٿو. ڳوپ، پرت جو بہ هڪ قسم آهي. ڳوپڻ يعني ملائڻ، جڙڻ، ڪَڙو ڪَڙي سان پيچائڻ.

١٢- چيڻ مان اسم فاعل جي دائمي عمل موجب لالا: چاپاڪو ۽ چاپوٽيو، يعني چيندڙ يا چپ هڻندڙ؛ مگر هميشه لاءِ دائمي وصف. چاپاڪو نالو مشهور پکي جو آهي، ۽

چاپاٽيو نالو هڪ جيتڙ يا جيت جو آهي، جو واريءَ جي ڊرڻ ۾ رهي. اهل سنڌ جو گمان آهي ته جنهن شخص چاپاڪو ماري، ان جي رت سان هٿ مليا آهن، تنهن جي هٿن ۾ حڪمت ٿئي ٿي جو جنهن شخص کي چاپاڪو نڪري (چاپاڪو انهيءَ عارضي کي چوندا، جنهن ۾ ٻت مڄي تي ڳاڙها ڏڀڙ ڏڀڙ ٿي پوندا آهن، جن ۾ سخت خارش هوندي، ۽ اڪثر چاپاڪي بعد سخت تپ اچي ويندو) ان کي جيڪڏهن هو پاڻيءَ جي وٽيءَ ۾ پنهنجا هٿ ڌوئي ڏيندا، ته مريض کي انهيءَ پاڻيءَ پيڻ سان ۽ ٻت کي لائڻ سان شفا ٿيندي.

چاپوٽيءَ جو مثال، جناب پير صاحب پاڳاري، ڪوٽ واري صاحب، پنهنجي مريدن کي نصيحت ڪندي، هن طرح ڏنو ته

مومن کي گهرجي توڙي چاپوٽيءَ کان سبق حاصل ڪرڻ گهرجي: چپرو دنيا جي ڪلا غيبت کان گوشانشو ۽ خلوت نشين آهي، ۽ ڪين ۾ جڻ عابد زاهد آهي. چاپوٽيو جو هڪ ننڍڙو جيت آهي، ۽ واريءَ جي شاهي ڊرڙه ۾ زندگي گذاري ٿو، سو ڪفايت ڪري، واريءَ جو هڪ هڪ ڪڻو وقت تي کائيندو، ته ستان واري کٽي نه وڃي! مومن کي گهرجي ته چاپوٽيءَ مثل ڪفايت ڪري ۽ پنهنجي ضرورت آهر خرچ ڪري.

١٧- رڍ، ٻڪريءَ جي موندا، گهوڙيءَ جي ڪڙهه، سينهن يا ڳئون جي سار ۽ ساٿهوءَ جو چٽپ: مخفي ۽ پرده وارا نالا آهن.

١٨- رپ يعني سخت ۽ پڪو ڪرڙو. اڪثر پوڪ جي وچ ۾ ڪلرانا ٽڪر، جي بنا سلن آپائڻ جي خالي رهجي ويندا آهن؛ نهايت سخت هوئي توڙي ڪرڙي کي رپ پڻ چئبو. اسان سان شاعر الهڏاني فقير خبر ڪئي ته، لاپاري وقت اهڙي هڪ صاف ۽ سخت پٽ تي اسان مالي ڪاٺي پوري ڪري، باقي ٻچيل ماني ڪٺي پيرن جي جانوري ۾ رکي. ڪنهن ڪتيءَ کي ماليءَ جي پالس آئي، سا اچي اسان وٽ پهتي؛ ۽ مانيءَ ڏي ڏسڻ لڳي.

هن موقعي تي، فقير الهڏاني چيو ته مون هي بيت ڏنو:

ڪتيءَ کي ڪتليءَ جي، ڏرنسون آئي ڏپ،
هن کي طلب تائيو، ۽ ڪٺي ڏنيي ڪپ،
سا ڪاهي آئي ڪانگڙ ۾، رڙهي مستي رپ،
پر مالي هن کان مٿي ٿي، ٻيلي چٽي چٽپ،
هائي ڳارو ۽ ڳٽپ، ڪائي وجي هن ڪنڊ ۾.

ڪتلي يعني ماني (ماڇين جو محاورو). رپ جو استعمال ظاهر آهي، ۽ معنيٰ اڳئي بيان ڪري آيا آهيون.

١٩- وسير يا وسيهر، اشيهر، آليهر، تليهر، سيسيهر، وغيره جملي ڪاري نانگ جا نالا آهن، ۽ صرف لهجي جي بدل سدل سبب پهريان ٿي مختلف اچار بيٺا آهن.

پهلي جو شاعر شيخ ابراهيم ٿو چوي تہ

'سَنها پاڻء ۽ سَپ، اٿئي وه وسيهر وات ۾.'

بشيهر، اڪثر سنڌ جي شاعرن، سرائڪي زبان جي دوهرن ۾ آندو آهي. عرضي فقير ماري چوي ٿو تہ

زلف سياه سڄڻ دے مهڻے جون اڪيان بشيهر ہوئي.

سچل چوي ٿو تہ

ڪالے نانگ بشيهر وانگے، زلفان چلي چلي.

شاعر نور محمد چوي ٿو تہ

زلف سياه سڄڻ دے مهڻے، ہيچ بشيهر پاون، نينهن نپاون.

حضرت جلال رنگريز وري اليهر سان محبوب جي ڪارن وارن کي مشابهت ڏني آهي.

جيئن هي ابر بهار، تيئن آهن ڪنول ڪيس قريب جا
اليهر والڪي السنيا، اچي پريا بدن پار.

سکھڙ شاعر غلام الله جوکيو چوي ٿو

جلوو وڏ جانب جو آهي قمر ڪؤن ڪثر،
ڪيس اسرسيا قريب تي، ڪيو تجلو تليهر.

شاعر قادر بخش پنهنجي هڪ بينظير بيت ۾ محبوب جي وارن کي 'تليهر' سان مشابهت ڏني ٿو، ۽ اڳتي هلي سيهر جو لفظ استعمال ڪري ٿو، جنهن جي وڌيڪ معنيٰ تحقيق طلب آهي. قادر بخش چوي ٿو تہ

تفنگ تليهر تيئن، جيئن ڪيس بنيا هن ڪاشي،
سرو قد، سوڌا پرين سنهنجا حورن کان بہ حسين،
ان جو پلڪ پرين ڪون اگرو، جلوو وڏ جبين،
هڪ ڏڙ ڳورا سهرين، اچي ڪاف برابر ڪهن
هڪ سيسو سيهر سُسيو، پسي جا بدن بناين پين،
جي اچن ساجن سرزمين، تہ آءٌ بادل باغ بهاريان.

سنڌيءَ ۾ تليهر نانگ جو نالو مشهور آهي. مٿين بيتن ۾ شاعرن بہ ڪارن وارن کي تليهر سان مشابهت ڏني آهي، تاهم 'تليهر' سان گڏ ابر ۽ بادل جو ذڪر آهي؛ ۽ 'ڪيو تجلو تليهر' جو استعمال ڏيکاري ٿو تہ شايد سکھڙ تليهر کي وج يا کنوڻ جي معنيٰ ۾ آند هجي. انهيءَ ساڳيءَ معنيٰ ۾ شاعر سليمان جو هڪ بيت آهي تہ

تليهر ترنگ، ايي جهاڙي جهاڙ پر،
ان جا ورق وصالؤن وترا، اندلٺ جهڙس انگ.

لسان جي خيال ۾ ٽليھر ٻمعنيٰ ڪنوڻ، اصطلاحي آهي ۽ نہ حقيقي، ڇاڪاڻ جو ڪنوڻ ڪي ٻہ واسينگ وارا ور آهن، انهيءَ ڪري اصطلاحاً مٿس ٽليھر جو نالو اچي سگھي ٿو.

٣١- مشهور پهاڪو: ’سپ نہ ماري، سپ جو سراپ ماري.‘

٢٧- ڏاڙهي، سونهاري، لونواري، سڀ هم معنيٰ آهن.

سونهاري يعني سونهن واري، ۽ اهڙيءَ طرح لون واري يعني اها سونهاري جا نئين جوانيءَ ۾ ريھہ ڪري اچي لهي.

٣٥- نپ: نپڻ مان امر.

٣٣- جپ، معنيٰ ماٺ يا آرام. چوندا: فلاڻي کي جپ ني نہ ٿي اچي، يعني ماٺ ني نہ ٿي اچي.

٣٦- جپڻ، ٻوجڻ ۽ ٻندگي ڪرڻ جي معنيٰ ۾ آهي.

٣٦- سڀ هڪ معنيٰ ۾ آهن.

[مهراڻ- پراڻو دؤر: آڪٽوبر، نومبر، ڊسمبر ١٩٤٧ع ص ٧١-٧٨]

## قافيو ل

١- ڪي مرد ڪري قول، ڪي ڪنَ، وڃهن ال.

٢- ڪن ڪي نالائيءَ نڪَ منجهہ، چون: آهي ال.

٣- ڪنجو ٻچو ڪانءَ سندو، تنهن ڪي سڏن ال.

٤- سنڌي چون پر، تنهن کي هندي چون ٻل.

٥- ٻڙ ٻڙ ٻڪوات چوين، توڙي، ٻل ٻل.

٦- هڪ قوت جو، ٻيو ڪاڻين جو، ٽيو مڙسن سندو پل.

٧- گھوڙي سندي زين جي هڪ تَلي ٻيو تل.

٨- رنبي، روڪ، جهل ٻل، ڪن، ٻلڪ، کھڙي، پل.

٩- لنڊي ڪنسيءَ ’ڳَجهہ‘ چون، ننڍي ڪڙبي ’ٻـَل‘.

١٠- ٻير سندو ٻور، ڪري ڇانگ، ڇانُن ٻـَل.

١١- لٺن ٻوک سندي ٻل، ٺاهن ڪاڄ ڪارڻ ٻـَل.

١٢- سهٽا سونهن سنج، ٻـَر جي گھوڙي هجي پـَل.

١٣- ٻختي ٻيڙہ ۽ ٻنياد، سندي معنيٰ ۾ آ، ٿل.

١٤- ٿڙا، ٿلهو، ڪافي توڙي ڳالهہ سندو ٿل.

١٥- وٺن سندو ڦـَل، ملي ڪنـَيءَ سندو ڦل.

١٦- ڳنلوچون مال جو، ۽ تنهن مان ڳهٽي ڳل.

١٧- ڏَل معنيٰ گھٽا، ماڻهن مانين سندا ڏَل.

١٨- ٻيا سمات سندي ذات، ٽا دلير ٻـُجهن ڏَل.

١٩- ڏرتي ڏلڻ منجهان ڏل، ٻي آ ڳاڻي ٻڳي ڏک.
٢٠- توڙي چوين سرڪو، يا توڙي چوين خـَل.
٢١- ڳتا توڙي سينون، رخسار توڙي ڳل.
٢٢- هڪ ٻاڻي، جر، جل، ٻيو سور سندو جـَل.
٢٣- چون سنڌيءَ منجهه هل، چون هنديءَ منجهه چـَل.
٢٤- سيڙي مڙس ڪڏ ٿين، مڃي تڏهن هل-چل.
٢٥- سندي ٻاڻي چـَر، چـَل، چوين ڪـَنجي تـوڙي چل.
٢٦- ملهه جوان پهلوان، پيا مانين سـَندا مـَل.
٢٧- چلو چيرئون پٽيائون، لوهون لوهه ماهان مل.
٢٨- اصل نر يا ناهر، هاڻي اَڄي چون، نل.
٢٩- للڪارن، ڏ تارن، ڪنهن لاهه پڌي لـَل.
٣٠- ڪري جوان ججهو ڪر، ٿين ٻگهر منجهه شل.
٣١- ڏرتي ولڻ منجهان ول، ڳاهه ٻوڻي سندي ول.
٣٢- ٻان، چاپ چون ڏاب، چون آڏ توڙي جهل.
٣٣- هڪ شڪار ڪارڻ جهل، ٻي آ جهنگ سندي جهل.
٣٤- پاڳيا ٻل ساري سار، پڇن مينهن سندي جهل.
٣٥- آهي ڳهلڻ منجهان ڳهل، ڳهڻ چورن سندي ڳهل.
٣٦- ڪنهين ڪـَر يا خبر، ڪنهن ڪڙڪ، ڪنهين ڪـَل.
٣٧- آهي مرض وڏو مال لاءِ ٻاڻي ماربل ڪل.
٣٨- مقبول ٻوي مرد، ڪنهين اچڻ، ڪنهين لل.
٣٩- ڦڏي ۽ فساد ڪان ٿي منهنجي وڃي ڪل.
٤٠- سنگت حاسد ۽ ڳنچور جي ڪان ٻاڻ وڃي ٻل.
٤١- مڪر مونجهه سنڌل مام ڪي ڪي مرد ڪرن حل.
٤٢- مـَ ٿي ڪاهل، مـَ ڪيي ويهه، همت پڌي هليو هل.
٤٣- نڪي ڪـُڇ، نڪي ڪينجهه، نڪي سور ڪنهن ڪي سل.
٤٤- ٻورو ٻورهيو ٻولڊني صاب، ملنڊني محنت سندو ڦل.

[مهراڻ – پراڻو دور: آڪٽوبر، نومبر ١٩٤٦ع ص ١٩-٢٠]

حاشيه ۽ تشريح

٥- چونڊا: ڪهڙي ٻڙبڙ ڪئي لائي اٿئي، يا ٻـَڌي اٿئي؟ چونڊا: فلاڻي جي ٻل ٻل لڳي ٻوي. سرائڪيءَ ۾ ٻل ٻل جو عام استعمال آهي. حمل خان ٻنهنجي هير رانجهي جي بيت ۾ چوي ٿو ته

ھل ھل تيڏے، ملھ ھل ھووے، ول ول اھے قصے کر ھٿي.

٦- ھل معنيٰ زور. محاوري ۾ چوندا ته ادا فلاڻي کي ھنسي جو ھل کونھي، تسوت جو ھل کونھين، مڙس جو ھل کولھي. چوندا ته مڙس سياري لاء ڪاٺين جو ھل ڪري چڏيو آھي. ھل کي بدلي ٻٽر به ڪري ڪم آڻيندا آھن. چوندا ته: 'غريب کي ھل نه ڪو ٻر'. شاعر نم جي بيت جي ھڪ تڪ ۾ آھي ته: "جھڙو نينھن نشو، نم چئي، ٻيو ڪونه تھڙو ڪو ھل".

٧- گھوڙي جي سنج جو نالو تل آھي، چاڪاڻ جو ٻين سنجن جي تر ۾، يعني ھيٺان ھوندو آھي. سجھسُو سوار تل جي ھيٺان ملخورو (يعني سَرَ کي ڪاٺينڊڙ ۽ صاف ڪندڙ) وجھندا. سنجن ۾ ملخورو اٿين آھي، جيئن ماڻھوء جي پوشاڪ ۾ گنجي. تلي، يعني ترائي، جنھن جي چوڏاري مٿانھين زمين ھجي، ۽ تر ۾ جنھن جي چوڏاري پيٽون ھجن؛ الھيء تلي يا ترائيء ۾ برسات جو پاڻي اچي گڏ ٿئي. تلي ننڍي، تل وڏو. تليء ۾، توڙي تليء جي چوڏاري، پٽن جي پاسن تي باراني ھوکون ٿين. خليفي نبي بخش مارئيء جي سر ۾ چيو آھي ته

ميھان مگر تلئين، پيرون پاسارن.

الھيء لحاظ سان جڻ جبلن جي ماٿري ۽ پٽن جي ترائي.

٩- ننڍي ڪسي، واھي يا ڪُور، تنھن کي گُجھه چون (سنجھورو). لنڊو ڪڙيو مگر ڪسيء ڪان وڏو، تنھن کي ھل چون (تنبو يا گو-لاڙ).

١٠- ھل چاڙڻ، ھن چاڙڻ يا ٻُري ڪرڻ، سڀ ھڪ معنيٰ ۾ آھن.

١١- ڪڪ جا سلا جڏھين وڏا ٿي ساوڪ ڪندا، تڏھين انھن جي ھل لٽندا، يعني ھن لٽندا؛ يعني سان جون چوٽيون ڏاتي سان لٽندا ته سندن پاڙون مضبوط ٿين ۽ وڏيڪ واڌ ڪن، اوپر ۽ اوسر ڪن، يا منگھه ھڻن.

ڪنھن شاديء يا ڪاج تي پٽ جو ھل ڪندا، يعني ته ڪٽ جي مٿان تڏو ڏوئي صاف ڪري وجھندا ۽ ان جي مٿان ديگين سان چانور ڪيڏي، ھل ڪندا؛ يعني ڍڳ ڪندا، ۽ اھڙيء طرح ديگيون چنڊيندا، يعني خالي ڪندا، صاف ڪندا.

١٢- جڏي گھوڙي تي سونا سنج جڻ ڪڏھه تي آٿر ۽ ڏينگرن تي اٿو.

١٣، ١٤- ٿل معنيٰ پيڙھ يا بنياد. گھوڙي جا سنج 'ٿڙا' به سنجن جي پيڙھ آھن. ٿاھو بہ پيڙھ ۽ پختگي جي معنيٰ ۾ آھي. ممڪن آھي تہ ٿل بدل ھجي تل جو، يعني تر يا پيڙھ. والله اعلم. ڪاني جو ٿاھه يعني منڍ يا پيڙھ. گاھه جو ٿاھه پٽڻ، يعني بنياد پٽڻ.

١٦- گلو معنيٰ ڏڻ: اڪثر اٺن جو گلو يا وڳ چوندا. شاھ صاحب چيو آھي ته

'جاء نہ سجو ڏينھن، ھنئڙو اوٺي وڳ جئن'. (رپ)

رڍن، ٻڪرين ۽ مينھن جو ڏڻ، ڏاندن جي گوھر، گڏھن جو ولر ۽ اٺن جو گلو يا وڳ، سڀ ھڪ معنيٰ ۾ آھن.

١٧- يعني مانين جا ڏيک، ۽ ماڻهن جا حشام.

١٩- زمين ڏاڻ يعني سٿين ڪرڻ. انهيءَ تان اسم ڏلي، جنهن کي ڪيڻ به چون.

٢٢- سور جو جل، جلڻ (سڙڻ) مان آهي، يعني ساڙو.

قافيي جي لحاظ سان درويش صادق فقير پنهنجي ڪلام ۾ 'جَلو' آندو آهي:

اوهان کـي جيڏيون ناهـ جـلـو،

جلو يعني سور يا درد يا ايذاءُ. سور جو جل چئبو، مگر ڪڏهن استعاري طور جل معنيٰ سور يا درد بہ آڻين. انهيءَ حالت ۾ جل ۽ وجل جي وچ ۾ فرق ڪرڻ ضروري آهي. معنيٰ ٻنهي جي هڪ آهي، يعني سور يا ايذاءُ، مگر وجل لفظ عربي آهي. شاه صاحب فرمائي ٿو:

سـون کـي وجـل وڌيـو (الـخ)

وجل زبان زد عام تي ونجهل جي صورت اختيار ڪئي آهي. اهل سنڌ شاه صاحب جو مٿيون بيت عام طور:

سـون کـي ونـجـهـل وڌيـو،

ڪري پڙهندا آهن. بعضي ونجهل مونث طور ڪم آندل آهي. ڪنهن شاعر:

ونجهل ويـڙهـيـچـن جـي (الـخ)

استعمال ڪيو آهي.

٢٥- چـَر، توڙي چل، تالـڪهي پاڻيءَ جي ايراضيءَ کي چون. مفيد شاعريءَ جي (ر) جي قافيي ۾ اسان ان جو تفسير ڪيو آهي تہ تانـڪهي پاڻيءَ جي ٻڪيڙ کي چون، ڇڇ، ڇاڇر، ڇر. شاه ڪريم جو قول آهي تہ

ڇـاڇـر ڇـڳـيـرن ۾ (الـخ)

پار راند ڪندا آهن تہ چوندا: ڇڇر پاڻي ڪيڏو؟ ڇڇ جي معنيٰ درياءَ جون اهي تانـڪهيون ڏنيون، جن ۾ مڇي مري، ان کي اڪثر ڇڇي مڇي چون، جو 'بدل' جي صورت ۾ ڦري ڪڪي مڇي ٿيو آهي. والله اعلم. ٿتي کان هيٺ اهڙيون ڪيئي ڏنيون آهن. مثلاً ڇڇ ميراخورو، ڇڇ ورهياڪو، ڇڇ ساهڙڪو ڇڇ عاقل ناهيو وغيره. ڇڇ کان سواءِ ٻئي پاڻيءَ جي کهري يا لاڙ جي تلفظ موجب ڪونهري، جنهن ۾ درياءَ ويرو ڪري، پاڻيءَ جي جهول ڇڏي وڃي. مير واري ڪونهري ۽ جمن شاه واري ڪولهري مشهور آهن. بهرحال ڇڇ تالـڪهي پاڻيءَ جي ڏنڍ کي چئبو. شاه صاحب جو بيت آهي تہ

جتن جهـينـگا پاڻين جـهـول ۾، ايئن نـہ مرن مـَڇ،
سـپـر ڏار سـمـونـڊ جـا، راوان رگـيـون رڇ،
هـي ڇـارون ۽ ڇـڇ، اڃا اوڙاه اڳاهون ٿيو.

ڪـَنجي، ڇل (پاڻيءَ جي، جنهنڪري اهو نالو پيو) ۽ آبخورو سڀ هڪ معنيٰ ۾ آهن. ڪنجي ۽ آبخورو اڪثر مٽيءَ جو ڪـُنو، پاڻيءَ پيئڻ جو. ڇل نالو اڪثر ٽين جي ڪـَني تي آئندا.

٢٧- لوهار سنگهر جي ڪڙين کي ڳنڍڻ لاءِ لوهه ڇلو وجهندا، جنهن ڪي سل يعني مضبوط ڪڙي چون. اهو سل ٻن قسمن جو ٿيندو آهي: هڪ ڇيرئون، ٻيو ٻنيائون. آنءُ جي ڳاهه ۾، ميڙهه (مڻي) ۾ جو ڇاو وجهندا آهن، انهيءَ کي ٻه ملهو چون. هي ڇلو ڪاٺ جو يا لوهه جو هوندو آهي. ملهي سان ٻه ڪاج سرن ٿا: هڪ ته ڏاندن کي ميڙهه جي ڇوڏاري ڦرڻ ۾ سولائي ٿئي ٿي، ٻيو ته ملهي ۾ ٻڌل واجهه جو ٻه بچاءُ ٿئي ٿو. هاري ڳاهه هڪليندي ڏاندن کي ٻلهائو ڏيندا ته

هلر هلي، هلي ملهي!

٢٨- چوندا ته نل آهين يعني لڄو آهين، يعني وڏو ڪو ڪاڻڪو لچ آهين. هتي نل شايد بدل آهي نر جو. چوندا: فلاڻو نرمرد آهي، يعني وڏي همت وارو، دلير. انهيءَ ڪري نرلچو، يعني وڏو بدمعاش. ٻئي هڪ محاوري ۾ اهل سنڌ چوندا ته وڏو ڪو ناهل (ناهر) آهين! ناهر ذات سنڌ ۾ ملتان جي تاريخ ۾ وڏي سرڪش قوم ٿي گذري آهي. لهذا، استعاري طور مٿيون محاورو رائج آهي. ڪنهن دوست چيو ته ناهل جو اصل نااهل آهي؛ مگر اهو خاص علمي محاورو آهي جنهن کي اسان جي خيال ۾ هن عام محاوري ۾ ڪو دخل ڪونهي.

٢٩- چوندا: فلاڻو لاهه ٻڌي، لل ٻڌي يا لرڙيون ٻڌي، ڦري ويو.

٣١- زمين ولڻ يا ڳنڍڻ يا اٿلائڻ سڀ هڪ معنيٰ ۾ آهن.

٣٢- ڇاب، ڏاب، آڏ يا جهل، يعني پاڻيءَ جي اٽڪ يا روڪ. ٻان معنيٰ ٻنڌ. هي لسبيلي جو محاورو آهي. شاعر نور، زنگي خان برفت جي تعريف ۾ چوي ٿو ته

هيڏانهن ڇورنگ ڇڻن ڇڻن سان، ٻنجون ٻاڻ ٻيهي ٿيو ٻان.

(ٻان اصل ۾ پاڻيءَ جي ٻنڌ) يعني ٻنڌ، روڪ يا سپر ٿي بيٺو. (ڏسو لسبيلي جو سفر، 'مهراڻ' جولاءِ ١٩٤٦ع).

٣٣- شڪار واسطي وڻ تي مٿي ٻن ڏارن ۾ پينگهي مثل جهولي ٻڌندا، جنهن کي لاڙ طرف جهل چون. زمين تي شڪار واسطي کڏ ٺو جوڙيندا، جنهن کي لاڙڪاڻي طرف اودي ٻه چون. ٻيلي ۾ جهنگ جي گهاٽي ڪنڊ ۽ موڙ، جنهن سان گذرڻ مشڪل ٿي پوي، انهيءَ کي اتر طرف جهلي چون؛ ۽ لاڙ طرف جهل.

٣٤- اها ٻڪري جا لڳ يا ٻوڪ نه ڪري، يا لڳ ڪري مگر ڦر نه ڪري، يا ڦر نه جهلي، ته ان کي مٺاوڻ چئبو. اهڙيءَ ڳئون کي ٻه سناوڻ چئبو. پاڳين جو چوڻ آهي ته اهڙي مينهن کي ٻه سار ۾ جهل يا هڪ قسم جو ٻردو هوندو آهي، جنهن کي جيستائين نه پڄبو تيستائين ٻچ نه جهليندي. قابل ۽ ڄاڻو پاڳيا پنهنجو هٿ سار ۾ وجهي، اها جهل پڄندا آهن. سار شب ۽ ٻردي وارو ٿالو آهي. مينهن ۽ ڳئونءَ جي سار، رڍ ٻڪريءَ جي سونداڻ ۽ گهوڙيءَ جي ڪڙه، سڀ هڪ معنيٰ ۾ آهن.

٣٥- ڪهڻ يعني قاصد هٿان نياپو موڪلڻ. ڪهل امر آهي ۽ ورلي ورلي اسم طور بمعنيٰ نياپي جي به ڪن ڪم آندو آهي. چورن سندي. ڪهل بمعنيٰ ڪهڻ. ڪهل بدل آهي ڪل جو، يعني ڪَنلو يا ميڙ.

مراد فقير زنگيجي جو بيت آهي:

اندر ڪهڻ چورن جي ڪهل، ٻاهر سانگ ڪرين ساڌن جا،
مڪر جي 'مراد' چئي، منهن ڪي ڏوڙ مَ مَل،

٣٦- چوندا: فلاڻي کي ڪڙڪ پهچي ويئي؛ ڀاڪ پهچي ويئي؛ ڪَڙ، خبر يا ڪل پهچي ويئي؛ يعني سُڌ پهچي ويئي.

ڪڏهن ڪڙڪ جي بدلي ڪُنڪ به ڪم آڻيندا.

چوندا: فلاڻي کي ڪُنڪ پهچي وئي؛ يا ڏاهه پهچي وئي.

حمل خان جي هير رانجهي جو بيت آهي:

ڪاني ڪنڪ پئي ڪيڙي خان ڪون، جو منڊئون مونجهه ڪئون ساني ڪاوندا نهين،
دل تنگ ٿيا، وتا جهنگ ڪهي، اڙ پنگ ڪيڙا، گهر آوندا نهين.

ڏاهه پهچي ويئي، يعني بري ڪان خبر پهچي وئي؛ بڇار پهچي ويئي. ڏاهه، عربي لفظ 'داهية' مان آهي يعني مصيبت يا آفت جنهن جي خبر بري بري وجي پهچي. دين محمد لغاري جي بيت ۾ آهي ته

مرون جو مڪيءَ جو سو هو نوت ساڻ ڪنڌار،
پيئي ڏاهه پٽن ۾، سندي سور پچار.

٣٧- ڪَنل گاهه جو قسم آهي. شاعر چوي ٿو ته

ٿيو ايمان عالم ۾، گاهن ڪيا گلزار،
هڪ پچي پتر پيا، لنب ڪيا للڪار،
ڪيهه ڦٽي، خوشبوءِ ڪري، ۽ گم گاهه ڳنڍيار،
ڪل، ڪهوبي، ڪنڊو، ساوڙيءَ ڪيا سينگار.

ٻاڙيءَ ۾ بيٺل يا ٻاڙيءَ ۾ ماريل ڪَنل کي جي مال کائيندو ته سال کي ربيع جو مرض لڳندو، جا جيري جي بيماري آهي. اڪثر ڪَنچي ۽ درياءَ جي وٽ سان ڪل يا ڪَنچو گاهه جو ٻاڙي جو ماريل هوندو آهي، انهيءَ کي کائيندي ٿي خصوصاً مينهن کي هي مرض وڪوڙي ويندو آهي. درويش روحل چوي ٿو:

ڪَنچو جي چارين، پيٽ چٽاڻي پانهنجي،
'روحل' چوي ربيع ۾ مينهون سڀ مارين.

## قافيو م

۱- امان، مائي، ماءُ، چوين آمڙ، توڙي اَمر.
۲- ڪي چپ ۽ خاموش، پڌي ويهي رهن، اَتم.
۳- ڪي ڪوڙا هٿن ڪوڙ جو، نڪاءُ وڏو ہتم.
۴- جاپان کي برباد ڪيو، تازو ائٽم بم.
۵- ڪم ٿئو ٿيو تمام، ڪن جو ساهه ٿئي تم.
۶- سيءَ ساڙ، پالو ٺار، توڙي ٺنب توڙي ٺم.
۷- پرهور پالو ٺار، ٺمٺار ٿيو ٺم.
۸- ڳجهو ٺام توڙي ٺاڪ، توڙي ٺان، توڙي ٿم
۹- ڪري جوڙ آندو ڪم، ڪوهانگ: ڪنير ڪم.
۱۰- جنن ماڻهوءَ لاءِ مثال، ڳائي مال، سنو ڳم.
۱۱- ڪامڻ منجهان ڪام، امر، ڪمڻ منجهان ڪم.
۱۲- ڪام پرهو هاري چوي ڪٽيندڙ ڪي، ڪم.
۱۳- درياءَ توڙي ندي، يا مهراڻ توڙي يم.
۱۴- ڪٽني بيماريءَ جو دم، ڪني وڏائيءَ جو دم.
۱۵- سياڻا جهلي ويهن دم، صوفي سوکهو ڪرن دم.
۱۶- سخي مرد روزان روز، چاڙهي ديڳ ڏين دم.
۱۷- گلا، نيلا، لائي چاني، آ بچار بڙي، ڏَم.
۱۸- مڇي ڏم ڏسان ڪاچ، ميلو زور ڏما ڏم.
۱۹- لائي زور ڏين سٽ، توڙي چڪ توڙي ڏم،
۲۰- ڪري دهل ڍم ڍم، چون درهم ڪي ۽ ڍم.
۲۱- ٿئي اوچتو آواز، ڪري ڍان، توڙي ڍَم.
۲۲- ڄڻن م'' ٿيو جيم، ڪهڙو، جام توڙي جَم.
۲۳- ڪرن ڍوءُ، ڏين چيٽ، توڙي چاهه توڙي جَم.
۲۴- ڇڳو سڻي سندو ڄَم، ڇڳو ويڻ، ڇڳو ڄم.
۲۵- سڳي ڍور ٿين ڍانڍ، سڳي ڪنل، سڳو چَم.
۲۶- چاڇو پيءُ سندو ڀاءُ، چوين ڪاڪو توڙي عَم.
۲۷- ڇَنوَن ڪارو جهڙو رَم، ڇنوَن رسندو ٿئي، رَم.
۲۸- جاهل پار ڊيجارين، چئي: ڳورهٽ، مَتم!
۲۹- ڏني زير توڙي زبر چوڻ نيم توڙي نَم.

٣٠- ڳوٺا يار ڪسڪن، ڏيئي لنڊي ۽ لس.
٣١- ٻڙي ٻانيءَ سنڌي سيم، پلو ڦتيل سنڌ و سم.
٣٢- ٽين شل، ٽين شم، ٽئي اونڌهه، ٻارن شم.
٣٣- ميل، جوڙ، ڳنڍ ڳوپ، لڳو لڳ، ڪرڻ نم.
٣٤- ڇتون جهم جهميل جوءِ، جهٽ جهام ڏين جهم،
٣٥- چڏي ”آءٌ تون“ مرد، ڪن، هتر نه ڪا تم،
٣٦- خم، سٽ، پرون خم، هر وار ڏنڪو خم،
٣٧- قربدار آڏو سير، سڙ وار ڪجي خم،
٣٨- چم چم ٻڌن ڇير، ڪٿن ناز منجهان چم.
٣٩- ٽيو سهڻيءَ ڪي ساهڙ سوا، ڏيهه سارو ڏم.
٤٠- پيو لينهن ڪي نباهه، ڪيڏي ڪاڻ، ڪائي غم.
٤١- هتر، تون ٻنڌي تي نه ٻاڙ، سڄڻ مولي تي رک ڪم.

حاشيه ۽ تشريح:

١- امڙ هن وقت عام آهي، مگر شاه ڪريم جي بيت ۾ آهي ته:

آمڻ ڪوه ڪهروه، مونئيا سانڙو وجي نڱئو،

امڙ ۾ 'ڙ' تصغير جي آهي. امڙ توڙي امڙي چون.

اصل لفظ 'اُم' عربي آهي، جنهن مان 'آم' عام اچار آهي.

٢- چوندا قلاڻو 'م' ٻڌي ويهي رهيو، يعني ماٺ ڪري ڪوڙو رعب رکي ويهي رهيو.

٩- شاعر ٻنگو فقير ڪوهانگ، مارئيءَ جي سُرَ ۾، بندوق جي ٻرزن تي هڪ هنر ٻڌو آهي، جنهن ۾ چوي ٿو ته:

ڪم ڪنئيتر ڪوهانگ چئني، ڪي نال نيشان هنا،
جنهن جا ڪه ۾ ڪيٽ ڪا، تنهن جا ٻاري ٻخت 'ٻنگو' چوي.

١٠- ڪاهن ۾، ڳاما، ڳم، ڳنڍيو، عام سنڌي شاعر جي ڪلام جو ورد وظيفو آهن. ڳم ڪي ڳاڻو مال اڪثر ڪهڻو ڪائيندو آهي. ڳم ڪاهه ڪريون ڪريون ٿي، مٿي ٻوڙو ٻڌي اسرندو. ان جا ٻن، سانئين جهڙا ۽ سنگ به سانئين جهڙا ۽ ڪرنگهه وانگر. ڪچو هوندو ته مال ڪائيندس، پڪو ٿيو ته مال ڪهڻو ويجهو ڪونه ويندس.

١١- ڪامڻ يعني سڙڻ يا جاڻ، مگر راند ۾ ڪامڻ يا ڪامجي پوڻ، يعني خارج ٿي وڃڻ. ڪمڻ جدا فعل آهي، معنيٰ ڪٽڻ (ڪوڏر سان زمين ڪٽڻ)؛ الهيءَ سان اسم، ڪامو (ڪٽيل ڪڏ) ۽ ڪامڙيو (ڪٽيندڙ) مشهور آهن. 'ڪام پريو' هاري اهو، جنهن ڪي سيڪ اچي (ڪامڻ ۽ پرڻ) يا ڪهڪاءُ اچي؛ جنهن ڪي ڪم جي اون، يا ڳڻتي هجي؛ جو ڪم ۾ غرق هجي، ۽ ڪم ڪي سهڙي، سنڀاري سولو ڪري؛ جو تنيءَ ٽڏيءَ ڏي نه ڏسي، ۽ ڪم ڪي لڳي چڙهي.

١٣- 'بحر' عربي لفظ آهي ۽ سنڌيءَ ۾ درياهه توڙي سمنڊ تي اچي ٿو. مگر 'بدل' جي نحوي خصوصيت موجب، سنڌيءَ ۾ 'بحر' جو اچار ڦري 'وهر' ۽ ٿيو آهي.

شاعر امين رنگريز مورڙو ڳايو آهي ۽ پنهنجي هڪ بيت ۾ چوي ٿو:

كاله كلاچيءَ ڪُن تي ويا ڇولي چار ڪٺي،
رنڊين رڇ، 'امين' چئي، ونڙن وَهر، وٺي،
اڪثر ايرادت جي، وڏا هـــول هٺي،
ڪهاتونڙن ڪٺي، تـي ذلگيري دل ۾.

ونڙن وهر وٺي يعني 'بحر' يا سمنڊ وٺي وين.

١٤- گهٽو ٻري ڪان دهل جو آواز اڪثر "ڌم-ڌم" طور ٻُڌڻ ۾ ايندو. بازيگرن جو دهل اڪثر ٻول، ڏيندو ته: "تي، ني، ني، ني، ٿه". مگر انهيءَ جي اها معنيٰ ناهي ته ڪو دهل جي وڄت تار مڪان ڪان سواءِ آهي. سنڌ جا استاد مگڻهار، هٿ جا سچا ۽ سدا ملوڪ آهن. شادمانو، نوشاهي، بندرا باني، اولنگهه، آڙو، توڙي جپ جون اهي وڄتون وڄائيندا، جو واهه واهه! انهيءَ ڪان سواءِ جهمر، هنبوچي، سَح، توڙي ملاڪڙي جي دهل کي پنهنجون وڄتون آهن. جيڪ چڙهڻ وقت، توڙي ڪن جاين تي عيد نماز جي چاڻ ڏيڻ وقت، وري دهل 'سچون' ڏيندو، يعني وڄتو دهل جون 'سچون' ڏيندو. سَچ گويا سنبت جو اهڃاڻ ۽ سڏ آهي.

سَچون ڏيڻ، ڪاتب الحروف جي هڪ بيت ۾ هن طرح آيل آهي:

سَچون ڏيئن سور، آءُ ڪئن وهان وري؟
ٻُرڻ انهيءَ ٻار ڏي، مون کي ٿيو منظور،
ڏوريان ڏونگر ۾ ٻني، ڪارڻ هوت حضور،
جي ميلان تان مانائتي، ڪر مَران تان معذور،
دردمندن دستور، شل ٻڙي چار پنهل سين!

'درهم' سنڌ ۾ عربي حڪومت جي دؤر جو عام مشهور سڪو هو. ان جو سنڌي اچار، ڪجهه اڳاٽي وقت تائين 'ڊرم' هو. شاهه ڪريم جي بيت ۾ آيو آهي ته

پنجين ڊمين ڊم، ڪڏجي کي سچئين،
تـ ٻئي توهين ڪٿئو، جي سو سره ڪم.

ضلعي حيدرآباد جي بدين تعلقي ۾ جهونو شهر 'ٻڊمي' جو مشهور آهي. اتي اڳاٽي دؤر ۾ پراڻ درياهه هو، ۽ 'ٻڊمي' جو ماڳ هڪ اهم بندر هو. بندر ڀاڙو يا شايد مقرر چونگي ٻه ڊم (ٻه درهم) هئي، جنهنڪري هن ماڳ تي نالو ٿي 'ٻڊمي' پئجي ويو. اهل سنڌ وٽ هن نالي متعلق ڪيتريون ئي روايتون مشهور آهن.

ماموين جي بيتن مان هڪ ۾ آهي ته.

وسي وسي آر، جڏهن وجهي ڦندو،
تہ ڍاروچالو ڍار، ٻنجين ڊمين وکيو.

موجوده مصنفن، 'ڊمن' جي بدلي 'درمين' لکيو ڪيو آهي. مگر مون هڪ سگهڙ بزرگ کان اهو لفظ 'ڊمين' جي اچار سان ٻڌو جو منهنجي خيال ۾ وڌيڪ مناسب آهي. ٻنجين جي عددي صفت اهل سنڌ وٽ بلڪل عام آهي. موجوده دؤر ۾، 'ڊم' جو اچار اڃان بہ زياده هلڪو ٿي، 'دم' جي صورت ۾ رائج آهي. 'دمڙو' توڙي 'دمڙي' عام رائج آهن. سنڌ جي اميرن جي وقت ۾ 'دمڙو' عام چالو سڪو هو. ميرن جي وقت جا 'دمڙا' پراڻن ٻڍن مان برسات جي منڊ ۾ ڳولها لهن ٿا. 'دمڙو' اسم تصغير آهي، مگر سنڌ وارا هن تصغير کي بہ تصغير بنائيندا ۽ چوندا: 'دمڙڪ'، ۽ اهڙي طرح ڪسيرڪ ۽ ٽڪڪ (ڪسيري ۽ ٽڪي مان). حقارت ۽ نفرت مان واتراڙيون زالون اڪثر چونديون تہ

'اي ماريا دمڙڪ، ڪسيرڪ، ٽڪڪ!'

٢٥- چوندا چگن جو 'وباءُ' آهي، ڀلن جو ڀَنُ آهي. جمع 'وباءَ'. شاعر شيخ ابراهيم چيو تہ:

سنهان ڀانءِ مَ سَبَ، اٿي وباءَ واسينگن جا.

انهيءَ مان مشتق 'وبارا' يعني ڀَريون، ڀڙهيون، ڪُڙم قبيلا.

هن موقعي تي اسان جي جهوني اديب مسٽر ڀيرومل جي رسالي 'مهراڻ' (آگسٽ-آڪٽوبر ١٩٥٦ع ص ٥٦) ۾ "گل" تي ڪيل تنقيد ڏانهن اشارو ضروري آهي. سندس بحث جو موضوع 'ولهن کهڙا وبارا' جي معنيٰ آهي. سندس خيال ۾، 'وبارا' معنيٰ رات جي ماني آهي، جنهن جي ثابتي، ٻلٽس صاحب واري هندستاني ڊڪشنري آهي. هي ڪو خاصو دليل آهي، مگر سنڌي زبان جي عام محاوري ۽ استعمال کان گهڻو پري آهي. ماني، ڪاڌي يا ڏؤ جي معنيٰ ۾ لفظ 'وَنُمَرُ' آهي ۽ نہ 'وبارا'. چوندا: فلاڻي 'ولير' ڪري ڇڏيا، يعني ڏو ڪري ڇڏيا. طعام يا دعوت ڏانهن اشارو ڪري چوندا: وجي ڪرينس ڪو ونير؛ يا وجي ڪر ڪا جيڄ! 'وبارا' لفظ خاص طرح جَنُ، ڀَنُ، ڀَري ۽ اولاد سان مخصوص آهي. چوندا تہ "مهان هي ڪم توکي 'وباروُن ڀاروُن' ڪرڻو پوندو!" يعني تہ عزازت ۽ مائٽيءَ جي لحاظ سان، توڙي شخصي محبت ۽ لڳاءَ جي لحاظ سان ڪرڻو پوندو.

مسٽر ڀيرومل خاص طرح 'ولهو' معنيٰ مفلس يا غريب تي زور ڏنو آهي. بيشڪ 'ولهي' جي اصلي معنيٰ مفلس آهي. جيئن تہ 'ونهيو ۽ ولهو' جي استعمال مان ظاهر آهي؛ مگر 'ولهي' جي اصطلاحي معنيٰ، ڇڙو ڇانڊ بہ جائز آهي؛ يعني اهو سڃو جنهن کي گهر-ٻار نہ هجي؛ يعني تہ نڪي گهر تہ نڪي زال ۽ ٻار ٻچا.

ڪنهن سگهڙ چيو آهي تہ "مڙس سڃو هوند رهيءَ، ور رهيءَ ولهي جوءِ" يعني مڙس کان سواءِ زال بہ سڃي سکڻي ۽ اڪيلي آهي.

ڀراڙيءَ جي اصطلاح ۾ ڇڙو مڙس پنهنجي گهر تڙ کان سواءِ، اڪثر ڏکيو ٿيندو آهي. 'ولهي' جي هن اصطلاحي معنيٰ قبول ڪرڻ سان 'ويارا' جي صحيح معنيٰ ۾ به ڇڪتاڻ ڪرڻ جي ضرورت پيش نه ايندي، ۽ مٿين غزل جي سٽ جو مطلب به زياده فصيح ٿيندو. والله اعلم.

۲۷- 'چاچو' سنڌ جو عام استعمال آهي. 'ڪاڪو' اڪثر شهرن ۾ ۽ خاص طرح هندن تائين محدود آهي. لفظ هوبهو ساڳيو آهي؛ صرف 'چ' ۽ 'ڪ' ۾ جا قلب ۽ بدل جي لغوي خصوصيت آهي، ان موجب ٻنهي صورتن ۾ رائج آهي. اسان 'چ' ۽ 'ڪ' جي خصوصيت قلب تي رسالي مهراڻ جنوري ۱۹۴۶ع ۾ روشني وڌي آهي.

۲۸- چوندا: 'ڪارو جهڙو دونهن'؛ 'ڪارو جهڙو ڀؤنر'؛ 'ڪارو جهڙو ڪٽ' (ٿالهي يا ڪنهن وڻ جي ٻاڙ)؛ ڪارو جهڙو رس (؟) ۽ 'ڪارو جهڙو رُمُ'. 'رس' جي معنيٰ تحقيق طلب آهي، باقي 'رمُ' جو مطلب سوچ. ڦٽ توڙي ڏک جي. ڏک جي سوچ نير (يا نيل) ڪري ڪاري ٿي پيهندي. شايد هيءَ تشبيهه اتان ورتل آهي، والله اعلم.

۲۹- جاهل ماڻهوءَ ننڍڙن ٻارن کي ڪيترن ئي جڙتو ڏيل سان هڪڙو ڏيپ گورپٽ يا ستر جو ڏيندا. گورپٽ يعني گورپٽ يا قبر کوٽيندڙ. هتي گِ، گ جو بدل آهي ۽ سنڌي زبان ۾ عام رائج آهي. ڪي تکي طبع واريون زالون وڏو وات ڪري چونديون ته: 'ها ماريا! تنهنجي گور تي ڪنائو.' يعني ته مٿي ڦيٽان به تنهنجي قبر تي پادرا. گورپٽ تي هي نالو انهيءَ ڪري پيو آهي، جو هي اڪيلو جانور بعضي وقت مُڙدن جي ماس لاءِ قبرون کوٽي. مگر جيترن لاءِ هن جانور جو ڏيپ اجايو آهي؛ جو ته سندس قد بت، سيڙه يا لومڙ جيترو مس آهي، ۽ جيڪر هڪ سوچڙي سان مري پوي.

گورپٽ جو نر نالو 'گورنر' آهي ۽ مونث 'گورناري'، ناري، يعني مادي. لاڙ ۾ اڪثر تلفظ 'گورناري' آهي، ۽ هيٺين وچولي ۾ اڪثر 'گورنهاري': يعني زائد 'ه' سان، جا 'ه' اڪثر لفظن ۾ الف سان گڏ (الف جي خفيف اچار جي ٽيڪ واسطي) زائد هوندي آهي.

شاعر دين محمد لغاري پنهنجي هڪ سيٽ ۾ (ٿ سان) هڪ ڪانئر ۽ ڏڇي شخص کي ننديو آهي، جو پنهنجي سائيءَ کي سوئر سان وڙهندي ڇڏي ڀڳو. مون اهي سٽون خود شاعر جي زبان سان ٻڌيون، جنهن ۾ هن 'گورنهاري' ڪري اچاريو، ۽ پوءِ ان جو مطلب به سمجهايو. شاعر، هتان پئي ڏيئي پچندڙ سائيءَ کي هن طرح ننديو آهي ته

سو مردود ڀڳو منهن ڪري، وڃي پوءِ نهاريندو نادان،
ته متان اچي سون پنهان، شل ات ريجهائيس رحمان!
سو لڏڪ ڪريو وڃي ٽاليءَ ۾، جت ها ڳهن جا ڳهسان،
پوءِ لنوڙجي لُڏڙو ٿيو، جڻ سوَر ليئي اٿيو، سان،
آيو 'گورنهاريءَ' جان گوٽ ۾، آئي ڪتن پاريس قيام.

باقي 'سَر' يا 'سرڙي' جو صحيح مطلب تحقيق طلب آهي. اهل سنڌ وٽ ڪئين خيالي روايتون، هن جانور جي باري ۾ مروّج آهن. انهن سمورن رايِن کي سوچيندي، اسين هن مطلب تي پهچون ٿا ته 'سَر' سنڌي نالو آهي، 'نسناس' جانور جو، جنهن کي علم الحيوانات جي آڳاٽن مساهان عالمن، نسل انساني جي گذريل ارتقا جي قبل انسان واري ڪڙي قرار ڏنو آهي. نظامي عروضي جي تصنيف، 'چار مقاله'، ۽ ڪن ٻين تصنيفن مان معلوم ٿئي ٿو ته الڪل ست-اٺ سؤ ورهيه اڳ 'نسناس' جانور جي جنس کي وچ ايشيا ۾ ڪن ڏٺو هو.

سنڌ ۾ ڪي روايتون چون ٿيون تہ 'سَر' جيڪڏهن انسان جي سَنڌن کي چڪيو ته پوءِ هو ڇُري نہ سگهندو: جئن ته سَر جو رفيق ٿي رهندو.

ٿيڏي هوندي اسان کي پيڙن 'پڪان لغاريءَ ۽ سَر جو قصو' پڏايو، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته 'سَر' انسان سان مشابهہ آهي. والله اعلم. ڪن روايتن موجب 'سَر' جو اطلاق رڇ تي ٿئي ٿو. سنڌ ۾ سر کي 'ٻانپ' بہ چون.

۲۹- فعل 'نمڻ'، 'ن' جي زير توڙي زبَر سان رائج آهي. اسم، نمندي (ن جي زبر توڙي زير سان) معنيٰ هيٺاهين، ترائي يا جهر، جنهن جو ذڪر هيٺ ايندو.

۳۰- 'لو' مخفف آهي لاماري جو.

۳۱- چوندا: فصل ۾ 'سر' ڪونهي. ووٺن تي هي اطلاق عام آهي. يعني تہ ووٺن ۾ گل پاڻي وغيره ڪين آهي. 'سر' اڪثر فصل پچڻ کان اڳ، ڪچ ۽ پور جي پلاڻي ڊلائي تي اٿيندا.

۳۲- شر پارڻ، اصل ۾ شمع پارڻ: يعني 'ع' حذف ٿيل آهي.

۳۳- ضم ڪرڻ، يعني لڳو لڳ ملائڻ. ان مان اسم تضمين. جهڙيءَ طرح تڪليف، تعليم، ترتيب، تشبيه.

۳۴- نم، نمندي، جهر، جهمندي، جهول، سڀئي اسم آهن: معنيٰ هيٺاهين ۽ نشيب واري ايراضي. اڪثر اهي نالا جهجهي ايراضيءَ سان لاڳو آهن. ٿوري تڪر کي هيٺاهين، ترائي، تلي، تل، جهڪائي وغيره چوندا. پهريان چار اسم نمڻ، ۽ جهمڻ فعلن مان مشتق آهن. باقي جهول مفرد ۽ مستقل اسم آهي، يعني پاڻيءَ جي جهولي يا جهول. اسان جي خيال ۾ شايد هي اسم اصل جهولڻ مان مشتق هجي، جنهن جي گماني (؟) معنيٰ هيٺيون هيٺ ٿيڻ يا ڪَنهَرو يا اونهو ٿيڻ. 'جهول' گهٽي ۽ تکي وهنڊڙ پاڻي ۾ ٿيندي، وهڪري ۾ ڪَنن جي وچ ۾ پاڻيءَ جي سطح ۾ عارضي اونهائي يا جهولي يا جهول نظر ايندي. پاڻيندڙ درياءَ ۾ وڏو ڪري جهول پاڻيءَ جي ڇڏي ويندو، ۽ شاهي ڍنڍ ٺاهي ويندو. ڇڇ اڪثر تانگهي ڍليڍ ۽ جهول اونهي ڍنڍ کي چون. اها بي معنيٰ آهي. چوندا ته "هي ڍنڍ تہ جهول لڳي پئي آهي، ماڻهو گهڙي ته جهولجي جهولجي مري وڃي."

جهول، سجاول کان اپرندي طرف، گهٽي ايراضيءَ ۾ هڪ ڍنڍ آهي. انهيءَ سڄي ديهہ جو نالو جهول آهي. اهو نالو سنڌ ۾ ڪيترن ئي هنڌن تي رائج آهي. اصل ۾ انهن سڀني

جاهن تي ڏنهون هيون. اهڙي ڍنڍ شهداد پور کان سر اپرندي، انڪل پندرهن ميل ڪن هئي. انهي شهر 'جهول' اها تائين مشهور آهي. جهول لڳ ميرن پهريون دفعو ڪلهوڙن جي لشڪر کي شڪست ڏني. جهول لڳ 'لهاري' واري هن لڙائيءَ سنڌ ۾ ميرن جي حڪومت جو بنياد رکيو.

'جهر' ۽ جهول جو مترادف آهي، ۽ ٻئي لفظ هم معنيٰ آهن. 'جهر' معنيٰ جهميل، ايراني يا جٺوه. جهميرو يعني جهر واري هيٺانهين جٺوه جو پير. 'تحفة سنڌ' ۾ چاڻايل آهي ته محمد بن قاسم ۽ جهر واري جوه کان درياءَ ٽپي، اپرندي طرف ٿيو. 'جهر' نالي ڍنڍ سجاول کان اپرندي طرف انڪل ٽن ميلن جي مفاصلي تي آهي.

٣٨- 'چر' بلوچڪي زبان ۾ چشم جي بگڙيل صورت آهي، ۽ معنيٰ اٿس اک. سنڌ جي داناءَ سگهڙ رمضان واڍي (نه ڪنير) پنهنجي هڪ ڪافيءَ جي ٿلهه ۾ چيو آهي ته:

"دو چمر ڏسي سن سڱوتو"

بلوچڪيءَ سان هي لفظ سنڌ جي سرائڪي توڙي سنڌي زبان پنهنجو ڪيو آهي. حمل خان لغاري، مولوي لطف علي بهاولپوريءَ جي هڪ بيت جي تتبع ۾، اندروني قافي جي شاعراڻ ملوڪت سان بيت ڏنو آهي، جو اسان دلچسپيءَ جي لحاظ کان سڄو هيٺ ڏيون ٿا. هن بيت جي ٽينءَ ميٽ ۾ 'وڪالي چر' يعني 'چشم ڏيکاري' آيل آهي.

سيڏا دلدار، سنا سنسار، آوي غمخوار، ستان ڪر ڪار،
ويکان سک يار دا
اکين پُرنور، سدا مخمور، کهتيندهان گهور، ڪرن دک دور،
بره بيمار دا
'وڪالي چر'، جڏان جٺهن دم، وڃن سڀ غم، جي ڪولي خم،
زلف دي تار دا
جڏان رک شان، پچوئي پان، چٺن پڪان، گهتن گهسان،
برهو بهڪار دا
ٿري جب نور، لجاوي مور، دلين دا چور، ليوي کس زور،
اهو اختيار دا
جڏان پهه ڪول، زبان ڪون کول، پولينديا پول، ڪران سر گهول،
سلي گفتار دا
'حمل' دا حال، سٽي في الحال، ڪري ڪو پال، ملي مين نال،
وچي دک ڏار دا.

سنڌيءَ ۾ چتر، سگهڙ شاعرن عام استعمال ڪيو آهي. شيخ ابراهيم، مارئيءَ جي سٽر ۾ چوي ٿو ته

ڇھنءَ 'ڇر' ڪٿي، جان ترتان ڪير نھار،
تان ڏيھہ وڻ ڏسڻ ڪان ڏور ٿيا، پانور ۽ پنھوار،
سون ڪي ونجھل ويڙھيچن جي، جي ريل رھن ريدار،
ٻنئر ڪين 'ٻراهم' ڇني، سھڄن ۽ سينگار،
ساھ نہ وڃھان سوٻرا! ڪہ سوتي، ٻن سروار،
هت وڃھنديس ھار، وڃي ڌھرين ڏاھورن جا.

هتي هي اشارو ڪاليءَ ٿيندو تہ ٻدل جي خصوصيت سوجب، ڇ ۽ ش جو سنجڻ سمٽجڻ ۽ مثبت آھي، ۽ لاڙڪاڻي طرف جي ٻوليءَ ۾ عام آھي. لاڙڪاڻي ضلعي جي نامور شاعر ڇتي فقير سانگي چيو آھي تہ

ڇيڇيريون 'ڇتو' چوي ان جون رخ پريون ريني

ڇيڇيريون، يعني شمشيرون.
سکھڙ شاعر 'نر' جي بيتن ۾ آھي تہ

تنھنجو قدر ترين آھي، ٻاڇاون ۾ پڌرو

يعني پادشاھن ۾ پڌرو.
ٻئي هنڌ چوي ٿو تہ

ٻاڇا ٻاڇايون پانھنجون، انھن اونڌيون ڪن.

يعني: پادشاھ، پادشاھيون پانھنجون.
شيخ ابراهيم جو قول آھي تہ

"سا سٻا ويندياھ وسري، ٻاڇالي ٻر"

يعني: پادشاھي
شاھ صاحب بہ چيو آھي تہ

ٻاڇائي نہ ٻاڙيان، سرتيون سڀيءَ سال

## قافيو ن

١- رڃ چوين، پانڊو چوين، توڙي چوين پڻ.
٢- ڪيھڙي چوين، ٻلڪ چوين، توڙي چوين ڪڻ.
٣- عمر ۾ جو ھڪڙيڏو، تنھن ڪي سڏن سَن.
٤- ڪڏا ايا ڪاھ جا، سي سڀ ناھن ڏن.
٥- ھڪ نينچ سندو، ٻيو آڪڙيهي ڪسيءَ سندو ڳن.
٦- ٻن، رڻ ٻٽ، ڪنھن جڻوھ سڏن ڇن.
٧- ڪٿ ڪيڙ يا ڇنر، ڪٿ لانڍي ڪيٿ ڇن.

٨- ڀيرن سندي ڀِنَ، تنهن کي عام چون ڏَنَ.

٩- سون، رُپي، چانديءَ سوا ٻئي نہ سڏن ڏَنَ.

١٠- ٻُوراڻي جا ٻُوڙا، تن کي ٻُرس آکين ٻَنَ.

١١- وڻن ٻوٽن سندا ٻن، ڍکي ڳالهہ، رکن ٻَنَ.

١٢- چوين ٿاڪ توڙي 'ٿاهہ'، توڙي 'ٿان' منجهان 'ٿنُ'.

١٣- ستڙس-مٿُي، وات- ٻتَي، اوچي اٿـي رَنَ

١٤- زال، توڙي جوءِ، توڙي عورت، توڙي زَنَ.

١٥- ڀاڳيا سنهي سال سندا، ڳجي ڏين کن.

١٦- ڪنُر ٻوي مڙس کي ۽ مڙس رکن ظـن.

١٧- فقيريءَ جو ڦند آهي ڦورن سندو فن.

١٨- محب مٿان گهور، مردا! تن توڙي من

١٩- لبڳ ڳلي، ان جي تون، ڀيون ڏٻي ٻن.

حاشيہ ۽ تشريح

١- رڇ، ڀانڊو ۽ ڀن سڀ هم معنيٰ آهن: يعني مڇي ڦاسائڻ جو هڪ خاص ڄار. ٣- چوندا فلاڻو منهنجو ڀن آهي، يعني منهنجو همعمر آهي. ڀيرسن يعني ڀيرمرد. ٤- سڪل ڪاهہ جا ٻند آيا لڳو لبڳ گولائيءَ ۾ سٽيا آهن، انهيءَ کي ڊن چون (نوابشاه ضلع ڏاڪٽو ڀاڳو وغيره.) ٥- نيٺچ يعني اوزار جو ڳن؛ ڀيو ڪڙهي يا واهہ جو منڍ، تنهن کي ڳن چئبو. چوندا آهن فلاڻو ڪڙهي جي ڳن ۾ آهي ۽ آءٌ ٻوچڙي ۾، انهيءَ ڪري هن کي پاڻي ملي ٿو ۽ مون تائين رسي ئي نٿو. ٦- ويڙ؛ جُوهہ؛ ڪوچُو؛ ڪُجو؛ ڀلهاڙو؛ ڇن وغيره مختلف معنائن ۾ مختلف جُوئن جا نالا آهن. شهرن جا نالا ڇن ۽ ڇني بہ هن ئي معنيٰ ۾ آهن، والله اعلم. ٧- جنڊي تي ڪکائون ڇير ٺهندا. ڇير کي ڪڙ بہ چون. لاڙ طرف ڇير کي لاليڊي سڏين. لانڍي اڪثر ڇنين واري ڇير کي چئبو. لاڙ ۾ ڪٿي ڇير کي ڇنو بہ سڏين. مگر ڊورائين ڇني کي، لاڙڪاڻي طرف وري ڇن چون. لانڍيءَ جو نالو سنئين ڇت واري سٿهہ تي بہ آئي سگهبو. ڇنو بہ درحقيقت سٿهہ جو نالو آهي، جو ڇير اکيان اڏيندا آهن. بهرحال 'ڇنو ۽ ڇير' بہ مختلف شيون آهن.

شاعر چوي ٿو: سدا سونهن ان جا ڇنا ۽ ڇير.

ڇير ٺهين ڀاسي لهوارو ٽيندو ۽ نهين ڏٻي ٺهدو. 'ڇير ٺهڻ' چئبو، ۽ ڇنو يا سٿهہ 'اڏڻ' چئبو. شاديءَ جو ڇنو يا سٿهہ مشهور آهي چوندا: 'مينهن وسي بہ ٺهر، ڇنو وسي ڇهہ ٺهر'. ڇير معنيٰ 'آڇهو' بہ آهي. چوندا تہ 'فلاڻو رڳو ڪڪڙا اڏي ڇير ڪري ويهي

رهيو. ڀنائي صاحب چيو آهي ته ”تون اوڏر، تون اڄڪو، تون ڇير، تون ڇان.“
١٠- ٻَرس، يعني ماڻهو. ٻوراني جي ٻَن لئي، سَنهه تي وجهندا، ٻرون ۽ ٻٽيون ٺاهيندا، ۽ هيٺيان فرش وڇائيندا. ١٥- سنهو مال، يعني رڍ، ٻڪري.

[مئي، جون، جولاءِ ١٩٤٦ع- ’مهراڻ‘ ص ص ٥٥-٥٦
مهراڻ جو اڳيون پراڻو دؤر]

## قافيو واو

ڪَنُ، ٻلڪ، کھڙي، ھَنوَ.
ٺوري نرت، ڏَنُ، ڏَوَ.
سوڙ ھوش چون چَوَ.
ڪَنب، کھب، ڪَنب، ڪَنوَ.
ڳريل لاک، چڦ، چَوَ.
ڄڀون، ڄمّ، ڦوتَ، ڏَوَ.
ڍپ، ڍاءِ، وڏا پَنوَ.
ڪن جوان ڪنڌَ، رَوَ.
ٽنگ ٽاب وڏا ٽَوَ.
ھوڪين جَوَ لٺين جَوَ.
دل صاف سچن سَنوَ.

## قافيو ھ

ڪنهَ! ڪيم ڪنهن سان ڪنهُ.
ڪري ٻهنش ڪيم ٻهُ.
ڪاني ٽاهه ڪيم ٽهه.
ٻنهجي ڳالهه ٽان ڪي لهه
ڇڏي ڪوڙ، ڇڏي ڪنهه
ڪري ٽاهه ڪجهه ٽهه.
ڪري ڏڦ ڪمن ڏهه
ڪجهه ڪاهه، ڪجهه وهه
ڪجهه ويهه، ڪجهه ڪهه
ڪجهه سڻ، ڪجهه سهه
ڪري ٻهنش ڪيم ٻهه.

## قافيو ءِ

آءُ سڄڻ آءُ.
وريو دل سندو داءُ.
لڳو هير گنبذ واءُ.
ڇڏ تڪ ٽڪڙ تاءُ.
جنهن ۾ لاءُ ٽڪو ساءُ.
ٽڪي سير، لڪي پاءُ.
مٺو مڪ سندو ساءُ.
سٺي آهَ اسڙ ماءُ.
ڀلو آهه ڀڙو ڀاءُ
لهي سور ۾ ساءُ.

## قافيو ي

اول 'الف'، ٻيو 'ٻي'
پڙهن ٻار الف-ٻي.
سهڻو سڏ 'ادا اي'
ٻاڙو ٻول 'ڙي' 'اڙي'
ٻولي ٻڪريءَ جي 'ٻي'
رڙي رڍ، ڪري 'مي'
ڳائن 'يار'، 'ميان'، 'وي'.
ڇوٻن رڍءِ ٽوڙ رڍي
ٻوا، ٻيڪر، ٻنا، ٻي.
اٽون، ٽان، ٽوڙي ٽي؛
ڇٽر حرف جر 'ڪي'.
'جهانءِ' سينهن سنڌي 'جهي'.
سنڌي 'وٽ'، هندي 'لي'
ڪٺي وڄ، ٽمٽي، ٽهي.
ڪي وٽ، ڪي ڏي
سڀا ٻار آهن ڪي
ڏُرٻون ڏُنُ وڃي سي
سٺي سڏ ڏين جي.



# ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم "خليل"

ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم "خليل"، ولد محمد يوسف شيخ، سنڌيءَ جو ڪهنه مشق ۽ قادرالڪلام شاعر آهي. پاڻ ٢٤- ڊسمبر ١٩٠٠ع تي ڪراچيءَ ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم، سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي ۾، ۽ قرآن شريف، مولوي محمد عثمان نورنگزاده وٽ حاصل ڪيائين. نولراءِ هيرانند اڪيڊمي ۾ پڙهڻ کان پوءِ نارائڻ جڳنناٿ هاءِ اسڪول ڪراچيءَ مان ١٩١٧ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين. ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ ۾ ٻه متعلم رهيو. سائنس ۽ ڊاڪٽري، ١٩٢٥ع ۾، ممبئيءَ ۾ پڙهيو. فارسي تعليم مولوي ميانجي عبدالحق وٽ ورتائين. ويانا (آسٽريا)، رانچي ۽ بهار مان دماغي مرضن جو ڊپلوما ڪيائين. ڊاڪٽر صاحب هن وقت انهيءَ فن ۾ ماهر آهي. حيدرآباد ميڊيڪل اسڪول، ڊؤ ميڊيڪل ڪاليج ڪراچي، ۽ لياقت ميڊيڪل ڪاليج حيدرآباد ۾ پروفيسر ٿي رهيو. سر سي. جي. مينٽل هاسپيٽل ڪدو (حيدرآباد) ۾ چوڏهن سال سپرنٽينڊنٽ ٿي رهيو، ۽ ١٩٥٥ع ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر هيلٿ ٿي رٽائر ڪيائين. ١٩١٣ع ۾ شعر لکڻ شروع ڪيائين. پهريائين 'غافل' تخلص هوس، پوءِ 'خليل' اختيار ڪيائين. ڊاڪٽر صاحب جو سنڌي شاعريءَ ۾ استاد حڪيم فتح محمد سيوهاڻي مرحوم هو، ۽ اردوءَ ۾ جناب عبدالله ميان 'فضا' دکني تلميذ حضرت داغ دهلوي هو. ١٩٤٦ع کان ١٩٥٧ع تائين 'جمعيت الشعراء سنڌ' جو صدر رهيو. ان طرح ڊاڪٽر صاحب، سنڌي ٽيڪسٽ بوڪ ڪميٽي، ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي ٽيڪسٽ بوڪ ڪميٽيءَ تي به ڪم ڪيو. يونيورسٽيءَ جي 'انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي' جو پڻ ميمبر آهي. شاهه عبداللطيف ڀٽائي يادگار ڪائونسل جو شروع کان ئي رڪن آهي. تصنيف تاليف جي سلسلي ۾ 'رهنمائے شاعري' (٣ حصا)، 'بيت الله شريف جي تاريخ'، 'ادب ۽ تنقيد'، 'بلبل سنڌ'، 'عبرت ڪده' (٢ حصا) ڇپيل آهن. 'رهنمائے شاعري' (چوٿون حصو)، 'عبرت ڪده' (ٽيون حصو)، 'سنڌي مثنويون'، 'سنڌي رباعيون'، شاهه ڀٽائيءَ تي مضمون ۽ ڪئين علمي مقالا، سنڌي افسانا، انتخاب خليل، 'ڪليات خليل'، اڃا اڻڇپيل آهن. ڊاڪٽر صاحب جي صدر بازار حيدرآباد ۾ اسپتال مشهور آهي.

جناب ڊاڪٽر خليل صاحب، علم ۽ فن جي خدمات جي سلسلي ۾، جو ڪجهه عملي طرح سان ڪم ڪيو آهي، اهو نظرانداز ڪرڻ جهڙو ناهي. سڀ کان اول سندس تاليفات جو مقام آهي: ان دور ۾، جڏهن سنڌي شاعريءَ ۾ اچا نه ـ حرفا لفظ اعرابن سان استعمال ڪيا ويندا هئا، ۽ وڏن وڏن شاعرن کي عروض جي ابتدائي مسئلن جي به خبر نه هئي، تڏهن "رهنمائي شاعري" جا ٽي جلد تاليف ڪري ڇپايا ويا. رهنمائي شاعري، حصه اول ۾، مقدمه حالي جي طرز تي، شاعريءَ جي فن ۽ اصناف جو تعارف ڪرايو ويو، ۽ ٻين ٻن حصن ۾ مثالن سان بحث ڪيو ويو. اهي ٽئي ڪتاب نه فقط نوآموز شاعرن لاءِ معلومات افزا آهن، پر ڪهنه مشق بزرگن لاءِ به ڏاڍا ڪارائتا آهن.

شعر و شاعري جي سلسلي ۾، هر انجمن ۽ هر مجلس ۾ شرڪت ڪرڻ سندس فرض آهي. سندس مخلصانه تعاون سان 'اديب سنڌ' جو اجراء ٿيو، جنهن سنڌي زبان، ادب ۽ شاعريءَ جي وڏي خدمت ڪئي آهي. ان طرح 'جمعيت الشعراء سنڌ' جي تشڪيل ۽ تعمير به ڊاڪٽر صاحب جي ڪوشش سان ٿي، جنهن جو پهريون صدر پاڻ ٿيو ۽ پوءِ سالن جا سال صدارت جا فرائض انجام ڏيندو رهيو.

'جمعيت الشعراء سنڌ' پهريون علمي ادارو آهي، جنهن جي انتظام هيٺ، سنڌ جي سڀني وڏن شهرن ۾ سال بسال عظيم الشان ادبي ڪانفرنسون ٿي گذريون آهن. انهن ڪانفرنسن جو لٽريچر، مرحوم خادم لاڙڪاڻوي، پاڻ سان سانڍيندو آيو: سندس وفات کان پوءِ، اهو سارو دفتر ضايع ٿي ويو. ان طرح سنڌي ادب سان هڪ تاريخي باب ختم ٿي چڪو آهي.

اهڙيءَ طرح بزم خليل، انجمن ترقي اردو حيدرآباد، ڊاڪٽر صاحب جي خدمات جا تاريخي شاهد آهن.

ڊاڪٽر صاحب جامع الفنون آهي — اديب، نقاد، شاعر، اهل قلم، مقرّر ۽ انشاپرداز. سندس ڪلام، پخته ۽ شسته، عروض جو پابند، عروض جي نازڪ ترين اصولن جو پابند، زبان جي لحاظ سان درست، ۽ فني لحاظ سان پختو ۽ زوردار آهي. هر صنف تي لکيو اٿس: غزل، رباعي، قطعو، نظم، مثنوي، گيت، بلڪ ڪافي به سندس ڪلام ۾ موجود آهي. سندس فن تي فارسي ۽ اردو ادب جو وڏو اثر آهي، تاهم انفراديت ۽ افاديت تي مشتمل آهي.

سندس تاليفات ۾ 'عبرت ڪده' هڪ افسانوي مجموعو آهي، جو سندس 'مشاهدات' تي مدار رکي ٿو. پاڻ جڏهن گدو بندر اسپتال جو سپرنٽينڊنٽ هو، تڏهن هزارن دماغي مريضن جي صحتيابيءَ لاءِ جيڪي نفسياتي طرح تي ڪوششون ڪيائين، اهي سڀ 'عبرت ڪده' ۾ افسانوي انداز ۾ بيان ڪيل آهن: اهو ڪتاب پنهنجي افاديت ۽ اهميت جي لحاظ سان نئين چيز آهي.

اهڙيءَ طرح افسانا، ڊراما ۽ ڊائلاگ ٻن ڪافي انداز ۾ لکيا اٿس. ان طرح سنڌي ادب جي سڀني علمي رسالن ۾، سالن کان، سندس علمي ۽ ادبي مقالا شايع ٿيندا رهن ٿا.

بهرحال، ڊاڪٽر صاحب جو مقام، سنڌي ادب جي معمارن ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو. — ادارو

# ڪافي

*

هُو وقت ايا ڪجهه ياد اٿم،     صحبت ۾ گذر جو تنهنجي ڪيم،
اي ڪاش، اچين هڪوار وري!

ڳوليندي وڃايم عمر سڄي،     ۾ مون ڪان وئين هر هر تون ڀڄي،
معصوم وڃي مي دل نه ڪڇي،     ۾چائي اچي ڪجهه يار وري.

مون عمر ۾ هي ڪاڏو ڏوڪو،     ڀر رحم نه آيو توکي ڪو،
اڄ اڄ اي سنا هاڻي ٻه سکهو،     تا جيرو ڪريون سنسار وري.

ڪٿڻ آڏي آڏي رات جو تو،     خاموش فضا ۾ تات جو تو،
تي ذڪر ڪيو هر بات جو تو،     ڪر محب اهو اظهار وري.

ڪٿڻ ٻنهنجو لکي ٿيندو هو ملڻ،     ۽ چانوَ ۾ تارن جي ٻه ٽاڻ،
هر گفتي تي ڪٿڻ تنهنجو ڪيلڻ،     اڄ تنهنجي ٻڌان گفتار وري.

تارن جي دلڪش جهڪمڪ ۾،     ٿو زهر لڳي سڪجهه جڳ ۾،
جا باهه ٻري ٿي رڳ رڳ ۾،     سا نار اچي منٺار وري.

ٻر هاڻ ٻرائي بات ڪٿي،     ٻُر ڪيف اها برسات ڪٿي،
ساوڻ جي 'خليل' اڄ رات ڪٿي،     جو ٻنهنجو ڏسان دلدار وري.

# گيت

## ساقي

ساقي ساقي، پيارا ساقي،     ڀُر ڪر منهنجو پيمانو:
مون کي بڻائي مستانو!
رخ تي تو گيسو لٽڪايا،     توان مينا ساغر آيا،
ميخاني تي بادل ڇايا،     مٿي جا تو ٻڻ مينهن وسايا،
بالا برتر ذات تہ تنهنجي،     اعليٰ تنهنجو ميخانو:
ڀُر ڪر منهنجو پيمانو،
مون کي بڻائي مستانو،
ساقي ساقي، پيارا ساقي،     ڀُر ڪر منهنجو پيمانو!

ساقي ساقي، پيارا ساقي، ڀر ڪر منهنجو پيمانو:
موُن کي ٿئائي مستانو!
تنهنجي صدقي تنهنجي قربان، منهنجو مشڪل ڪر تون آسان،
بخشش جو ڏيکاري سامان، سڀ کي پياري بادهٔ عرفان،
اڄ تون پياري مست بنائي پنهنجو پاڻ ڪر بيگانو:
ڀر ڪر منهنجو پيمانو،
موُن کي ٿئائي مستانو،
ساقي ساقي، پيارا ساقي، ڀر ڪر منهنجو پيمانو:
موُن کي ٿئائي مستانو!

بام ۽ در کي نُور ٿئائي، ميخاني کي طُور بنائي،
حق پوان دستور ٿئائي، رندن کي منصور بنائي،
دنيا تنهنجي عاشق آهي تنهنجو 'خليل' اڄ ديوانو،
ڀر ڪر منهنجو پيمانو،
موُن کي ٿئائي مستانو،
ساقي ساقي، پيارا ساقي، ڀر ڪر منهنجو پيمانو!

## نيڻ ۽ روپ

روپ وسي نيڻ ۾:

روپ جي بجلي نيڻ مان نڪري نيڻ سان ئي ماري ٿي،
هجر جي آتش اندر ٻنجي ڪيئن جان کي منهنجي ٻاري ٿي:

ٻاهر لڳي ڪيئن تن ۾ پيارا،
روپ وسي نيڻ ۾!

ڪومل سوسن، نرمل ڪليون، سهڻا گل جي پيارا آهن،
تن ۾ روپ نهارڻ وارا تنهنجا نيڻ تہ ڪارا آهن:

روپ تہ ڏس جوڀن ۾ پيارا،
روپ وسي نيڻ ۾!

پسي، نيڻ سان نيڻ ملائي، ٻرٻر جو ٻالي مان ٿي پران،
ڪهڙي روپ جو ڏوڪو ڪائي هالي مان ٿي جيان نہ مران:

ڏيرج آهي من ۾ پيارا،
روپ وسي نيڻ ۾!

## سنڌو جي هن پار

سنڌو جي هن پار:
مٺا اچ،
سنڌو جي هن پار!
پريت جا ٽوبا، پريت جا دريا، پريت جا سانجهي، پريت جا پڙا،
اچ ڪري سڀ پار:
مٺا اچ،
سنڌو جي هن پار!

سنڌو جي هن پار:
مٺا اچ،
سنڌو جي هن پار!
پوڙها جاڳيا، ٻالڪ جاڳيا، منهنجا پاڪ نه مالڪ جاڳيا،
جاڳي پيو سنسار:
مٺا اچ،
سنڌو جي هن پار!

سنڌو جي هن پار:
مٺا اچ،
سنڌو جي هن پار!
پرپر پيچاري اچ تون پنجي، ڳالهه اچي ڪر منهنجي من جي،
سارو چنڊي سنسار:
مٺا اچ،
سنڌو جي هن پار!

سنڌو جي هن پار:
مٺا اچ،
سنڌو جي هن پار!
هن دنيا کان دور رهڻ سان، پرپر نشي ۾ چور رهڻ سان،
گڏجي ڪريون پيار:
مٺا اچ،
سنڌو جي هن پار!

سنڌو جي ھن ھار:
مٺا اچ،
سنڌو جي ھن ھار!
ھر ھر جي ھڪ سھڻي ھستي ھ،     ھر ھر ۾ ھيت پريل مستي ھ،
تياڳي اچ گھر ھار:
مٺا اچ،
سنڌو جي ھن ھار!
سنڌو جي ھن ھار:
مٺا اچ،
سنڌو جي ھن ھار!
ڏينھن ٿيا توکي ھت آئي،     ڪو ھ نہ سک ھي من ٿو ھائي،
ھر ھر جو ڏک ٽاھار:
مٺا اچ،
سنڌو جي ھن ھار!

## نظم

### نوجوانن کي پيام انقلاب

آئي عزيز نوجوان،
پيام انقلاب ڏي:
پيام انقلاب ڏي،     آئي عزيز نوجوان!

نظر اڳيان پيو وڃي حيات نئون جو ڪاروان،     ڦري سگھي ٿو حرڪت و عمل سان دور آسمان،
چڙھي ٿو جوش زندگيءَ جو ھڪڙو بحر بيڪران،     مٿي تي تنھنجي تيز برق چمڪي ٿي، ڏڇين ستان:
آئي عزيز نوجوان،
پيام انقلاب ڏي:
پيام انقلاب ڏي،     آئي عزيز نوجوان!

شفق ٿي تنھنجي لئي پريو ٿ آھ جام احمرين،     رڳن ۾ تنھنجي ڏس لڪل عمل جو روح آتشين،
شباب تنھنجي جون تجليون حيات آفرين،     لڳو پيو فلڪ تي آھ تنھنجي عزم جو نشان:
آئي عزيز نوجوان،
پيام انقلاب ڏي:
پيام انقلاب ڏي،     آئي عزيز نوجوان!

سنڌ نشاطِ زندگي جي رَونَقِ باعثِ سرور، سنڌ حياتِ تازه تي ته آهه ملڪ جو غرور،
سنڌ شباب مادرِ وطن جي اک جو آهه نور، ڪٿي هي عهدِ ڪارزار تي وڃي نه رائيگان،
آئي عزيز نوجوان،
پيام انقلاب ڏي:
پيام انقلاب ڏي، آئي عزيز نوجوان!

تون بيڪسيءَ کان ٿڪي ڪيئن نروحِ مادرِ وطن، خزان جا جَوُر هيٺ، جڏهن بهار آه بن چمن،
وطن جي نونهال ڪي به جنسيات ٿا ڏسن، جڏهن ٿين نظر اڳيان ٿا تنهنجي، هت بيان:
آئي عزيز نوجوان،
پيام انقلاب ڏي:
پيام انقلاب ڏي، آئي عزيز نوجوان!

بيمارِ مُرده حس ڪي تون پري ڪو جام حريت، بڪي جو ڪفر لوڏي تنهن ڪي ڏي پيام حريت،
همالہ جي چوٽين ڪي هڪ سلام حريت، سنڌ لوا کان ڪولجي تمام عرصهٔ جهان:
آئي عزيز نوجوان،
پيام انقلاب ڏي:
پيام انقلاب ڏي، آئي عزيز نوجوان!

وڌائي پنهنجا حوصلا سدا، ٿئين امنگ سان، حياتِ نوَ جو درس ڏي پريل همن جي ڙنگ سان،
نه واسطو ڪو رک ڪڏهن تون ڪفر جي نهنگ سان، پياري ساغرِ خودي بنائي سڀ کي سرگران:
آئي عزيز نوجوان،
پيام انقلاب ڏي:
پيام انقلاب ڏي، آئي عزيز نوجوان!

نشانِ زندگي ڪٿي عمل جا تاجدار آهه، سڪونِ تلخ جي فضا ۾ بنجي اضطرار آهه،
هوا جي مثل تيز و تند شوخ و بيقرار آهه، شرار و برق جي مثال ٿڪي ٿي روان:
آئي عزيز نوجوان،
پيام انقلاب ڏي:
پيام انقلاب ڏي، آئي عزيز نوجوان!

صدا ته پُڳ، اچي بني فرازِ ڪوهسار مان، آئي پيو ته نغمهء بلندِ آبشار مان،
ٿئين پيا ٿا زمزمه به موجِ جوئبار مان، جهاد حريت ۾ ايئن وڃين جي ٿين تون نغز خوان:
آئي عزيز نوجوان،
پيام انقلاب ڏي:
پيام انقلاب ڏي، آئي عزيز نوجوان!

## محبت ۽ جواني

لنجو آهہ منهنجي عشق ئي جو، ڪرشمو آهہ تنهنجي دلبري جو،
هيتي بدنام ڏس منهنجي محبّت: هُتي مشهور ڏس تنهنجي جواني!
هيتي بربادين جا آسرا ڪجهه، هُتي شانِ خدا جلوه نما ڪجهه،
هيتي ناڪام ڏس منهنجي محبّت: هُتي مغرور ڏس تنهنجي جواني!
بقدرِ ظرف آهن پئي شرابي، مگر فطرت جي آهي بي نيازي،
شهيد جام ڏس منهنجي محبّت: نشي ۾ چور ڏس تنهنجي جواني!
حقيقت ئي اچي سوجهڻ انهيءَ کي، قيامت ئي اچي ڳولڻ انهيءَ کي،
گهٽي گمنام ڏس منهنجي محبّت: گهٽي منظور ڏس تنهنجي جواني!
وڃايون پاڻ کي سرجوشين ۾، وڃون ئي غرق اڄ بي هوشين ۾،
درخشان جام ڏس منهنجي محبّت: شرابِ نور ڏس تنهنجي جواني!
فرشتا هن کي ٿا ڳولين هردم، ليمو پائين ۾ تارا ٿا پمهي،
اچا اعلام ڏس منهنجي محبّت: اچا مستور ڏس تنهنجي جواني!
بتا اي پرده نشينِ ڪعبهٔ دل، هُتي شوقِ فراوان جي تہ منزل،
جتي بدنام ڏس منهنجي محبّت: جتي مجبور ڏس سنهنجي جواني!

## جانِ بهار

منهنجي عروسِ نوبهار، آهي سڄو هي لالہ زار،
روحِ حزين پڻ بيقرار، ٿي چشم وقفِ انتظار:
اڄ منهنجي دل جي ڪائنات - بڻجي تون اڄ جانِ بهار!

تارن ڀريل هي ڪاري رات، ساري سمهي ٿي ڪائنات،
بيدار منهنجي آهہ ذات، جنهن کي ملي غمڪان نجات:
اڄ منهنجي دل جي ڪائنات - بڻجي تون اڄ جانِ بهار!

دفن آهہ دل ۾ تنهنجو راز، اهڙو ڪو آهي هاڻي ساز،
جو نغمو ڇيڙي دلگداز، دڙڪي ڪري دل جي تہ باز:
اڄ منهنجي دل جي ڪائنات - بڻجي تون اڄ جانِ بهار!

## يـاد

آهـ چالٻوڪي آها، تارا آهي، منظر آهـو،
صحن گلشن ۾ اهو، رنگ ِ گل ِ احمر آهـو،
اڄ هلي مون وٽ اچي جيڪر ستم پرور آهـو:
ڪيئن سنڀاليان پنهنجي دل کي، ياد آن جي ڪيئن وڃي؟

ڇا چوان ســوج ِ تبسم، ڇا چوان طرز ِ خرام،
هرگهڙي هن جي نگاه ِ ناز جو رنگين* پيام،
هاءِ، ساوڻ جي مهيني جي خمار ۾ خوب شام:
ڪيئن سنڀاليان پنهنجي دل کي، ياد آن جي ڪيئن وڃي؟

عـالـم آهي ساڳيو اهڙو تـہ ياس انگيز پر،
جـا ســرور افـزا هوا سا آهـ حسرت خيز پر،
غنچو غنچو بـاغ جـو آهـي ٿيو خونريز پر:
ڪيئن سنڀاليان پنهنجي دل کي، ياد آن جي ڪيئن وڃي؟

اڄ، ڪلي توکي لڳاپان، عهد ماضي ياد ڪر،
عمر ساري ڪين پوندي هاڻ تنهنجي ڇا خبر،
چو رُسين ٿو، اي وڃڻ وارا ذرا هيڏي نظر:
ڪيئن سنڀاليان پنهنجي دل کي، ياد آن جي ڪيئن وڃي؟

## نظم ــ انگريزي طرز تي

### ميهار ڪي

قسم آهي سرود و شعر سان مخمور راتين جو:
ڪہ جن سان عشق جون بيتابيون ٿينديون هيون هشيار،
ڪہ جن سان حسن ڪان دلچسپيون ٿينديون هيون بيدار،
قسم آهـي جمال عشق سان معمور راتين جـو:
وساريان ڪين وســرلـدا اچا سي مون کي يـاد آهـن،
جڏهن خـود نغمهٔ الفت تو ڪنهن جـي واسطي ڳـايـو،
ربـاب ِ دل جـي خـوابيـده تـرانـن کي هـو جاڳايو؛
لهي دل تـان وين جن جي آهـي خـود نامراد آهـن!

انهي دلشاد و مسرورِ محبّت جو قسم توکي:

آنهي مهڙيءَ جي ارمانن جي دنيا جنهن کي چنجي ٿو،
آنهي مهڙيءَ جي لئي جانِ تمنا جنهن کي چنجي ٿو،

انهي آباد و مخمورِ محبّت جو قسم توکي:

وري مهراڻ جي ڪپ تي اچي لغمہ نوازي ڪر!
مجسّم حسن پنهنجي ياد تون هڪوار تازي ڪر!

## دل جا ڪنول

تون ڪيلن ٿي تہ لڙن منهنجي ہ دل جا ٿا ڪنول:

مان تہ آهيان تون ڏسين پئي پريشان و تباهہ،
زندگي منهنجي لهہ پنجي وئي هڪڙو گناهہ،
پنهنجي آغوش ۾ ڏي تون غمِ هستيءَ کان پناهہ!

عشق جي باهہ کي ڳوڙهن سان وسائڻ ڏي تون،
دامنِ ترڪي ہہ پنهنجي تہ سُڪائڻ ڏي تون،
شوق جي واٽ ۾ ڪجهہ گل تہ وڇائڻ ڏي تون!

بدنصيبي کان تہ ممڪن نہ ٿيو توکان علاج،
توٽي دل پيش ڪيو حسن عقيدت جو خراج،
تو تہ سمجهيو ٿي نہ بيمار محبّت جو مزاج!

پنهنجي جلوون جي ضيا پاشي سان حيران ڪرين،
ڪاڪلن کي تہ ڪلهن تي ہہ پريشان ڪرين،
قلبِ غم ديده کي صد رشڪِ گلستان ڪرين!

آئي اميد جي ٻيڙي نہ ڪناري تي اچا،
مينو منهنجو ٿو سڙي جڻ کو شراري تي اچا،
ٿو تڳان سان تہ محبّت جي سهاري تي اچا!

تون ڪيلن ٿي تہ لڙن منهنجي ہہ دل جا ٿا ڪنول!

## عشق جو ڪاروبار

معطّر فضا ۾ –
لڏن ڪيئن ٿا سنبل جا گيسو هوا ۾، ڪنهين سرو سيمين جي ياد ن ۾ ڪر ٿي،
شب ماهه جي هلڪي هلڪي ضيا ۾: پيو لڙڪ هاري!
فراموش بنجي –
نگاهن جي جادو ڪان بيهوش بنجي، ڪنهين جي تمنّا جو بيتاب نغمو،
تغافل جي تلخي ڪان خاموش بنجي: سمهڻ جي سهاري!
معطّر گلستان –
حسينن جي پرڪاش ڪان آهه تابان، مگر عشق وارا هميشه تي رهندا،
شباب، چمن ڪان پريشان پريشان: پيو ٿو گذاري!

## غزل

●

هتي ۾ ڪن جي پيمانہ ٿين ٿا، اکين ۾ ڪن جي ميخانہ ٿين ٿا.
نظر جا ڍنگ مستانہ ٿيمن ٿا، ڏسي سڀ ان کي ديوانہ ٿين ٿا.
رقابت ڪان ٿي ديوانا ٿين ٿا، سڙي دشمن بہ پروانہ ٿين ٿا.
نہ چو شبنم کي ساقي مئي بنائين، گلن جا پيي تہ پيمانہ ٿين ٿا.
سندءِ نظرن جو آهي فيض، ساقي، جو پيمان بہ ميخانہ ٿين ٿا.
سبق حاصل ڪري دنيا مان انسان، هتي عبرت جا انسان ٿين ٿا.
ڪري دنيا سان نفرت چو نہ انسان، جڏهن پنهنجا بہ بيگانہ ٿين ٿا.
ڪُلن ٿا زندگي جا راز تن تي، خرد ڪان جيڪي بيگانہ ٿين ٿا.
اهيءَ کي ڪي تہ دنيا ٿا چون سڀ، جتي هشيار ديوانہ ٿين ٿا.
زماني ۾ جي گذرن واقعا ٿا، 'خليل' اُتي سي افسانہ ٿين ٿا.

●

آهه ساقي کي شراب، ارغوانيءَ تي گهمنڊ،
مون کي پنهنجي چشم تر جي خون فشانيءَ تي گهمنڊ!
تو حسينن کي رهي جوش جواني تي گهمنڊ،
جسم لاغر کي تہ منهنجي ناتوانيءَ تي گهمنڊ.
ڪونہ هڪ پل پي اچي ٿو دل ۾ پيريءَ جو خيال،
آهه اهڙو نوجوانن کي جوانيءَ تي گهمنڊ.

حال حسن و عشق ۾ اهي پنهنجي جو ساڳيو،
نازڪيءَ تي اُن ڪي، مون کي، ناتوانيءَ تي گهمنڊ
ناز مون کي آهه منهنجي چشمِ گوهر بار تي،
جي صدف کي آهه پنهنجي درفشانيءَ تي گهمنڊ.
حال ٻڌندي، منهنجي سوزِ دل جو تُي خاموش آهه،
شمع کي هو بزم ۾ آتش زبانيءَ تي گهمنڊ.
تنهنجو زخمي، تُو ڪري شمشير جي ڌاڪ تي ناز،
جيئن ڪري تُو خضر آبِ زندگانيءَ تي گهمنڊ.
منهنجي آهِ آتشين جي ڦوڪ آهي گُل ڪيو،
ڇا اهو هو شمع توکي گُل فشانيءَ تي گهمنڊ.
حسرت و افسوس ئي هت آهه لغوت جو مآل،
چار ڏينهن نادان نه ڪر تون عمر فانيءَ تي گهمنڊ.
پنهنجي جورو ظلم تي مغرور هُو آهي 'خليل'،
توکي آهي پر خدا جي مهربانيءَ تي گهمنڊ.



ڪڏهن ته تيغ به هٿ ۾ ڪڏهن ته محوِ خشوع،
ٿين ٿا مرد مجاهد جا هي قيام و رڪوع.
جيڪي جي صف ۾ ته تيغ ۽ سنان، علم و يقين،
نمازِ عشق جون والون ٿين خشوع و خضوع.
سندم لوا ته سندم قوم جي حدي خواني،
نه آهه رهبرِ منزل جي لائق، مسموع.
سندم نظر ۾ ته ام الڪتاب، نور و حضور،
فقيه و فلسفي، ور ور پڙهن اصول و فروع.
سندم يقين ته لولاڪ جي شهادت تي،
هي آهه منزلِ مومن جو ئي محلّ وقوع.
علاجِ عصر ته تيغِ محمّدي جو ظهور،
بنا ته جنگ جي افرنگين کي ارض جي جوع.
ٿئي نصيب جي صبحِ طريقِ مصطفوي،
سنده ستاره تقدير جو اهو ئي طلوع.
'خليل' نام محمّد تي جي نثار ٿين،
ته بس اهائي عبادت، اهوئي اصلِ رجوع.

●

چمن تي نظر ته لطف جي آهي، هيڏي به ڪجهه نهار ذرو،
فراق ۾ تنهنجي مان ٿو مران نه ياد ڪرين ٿو يار ذرو!

مزو ته تڏهن ٿئي اي صنم! شراب هجي ڪباب هجي،
ڀري تون ڪٿي پيالا به ڏين نه مون کي ٿئي خمار ذرو.

تو فصل ۾ گل جي مون سان ملڻ جو قول ڪيو هو ياد اٿئي،
نه آئين مگر اي وعده شڪن، مزو نه ڏنو بهار ذرو.

بهار وڃڻ تي آهي هيئنر نه تنهنجو اڃا ڪو آهي پتو،
تون عهد ته پاڙ پنهنجو اچي نه مون کي مٺا وسار ذرو.

جهان° سان قدم جي نقش جيان ته مٽجي ويس اي منهنجا سڄڻ!
نه دوش تي هاڻ توکي ڪڏهن به ٿيندو ڪڻ جو بار ذرو.

اجل به رهائي ڪين ڏني، جا لوچ هئي آهائي رهي،
ستم ته ڏسو جو دفن به ٿي نه دل کي مليو قرار ذرو.

تون لاش تي منهنجي خاڪ وجهڻ جو قتل کان پوءِ خيال رکج،
متان نه ٿئي هي راز ڪٿي به خلق تي آشڪار ذرو.

وڏائي ڇڏيان مان وصل جي شب ۽ هجر جي پڻ گهٽائي ڇڏيان،
جي گردش چرخ تي ڪو هجي ها مون کي به اختيار ذرو.

فنا جي ڪيئي 'خليل' جي دل ته داغِ جگر ڇڏين ها ڪٿي،
عدم ڏي وڃي ها ڪجهه ته ڪٿي هو پاڻ سان يادگار ذرو.

## قطعات

( ١ )

بزمِ ساقي ۾ خطِ جام ۾ مُل ۾ به ڏٺم، صحنِ گلزار ۾ هر خار ۾ گل ۾ به ڏٺم؛
تنهنجي جلوي کان ته ڪا شيءِ به نه خالي پاتم، توکي ذرّي ۾ ڏٺم توکي ته ڪُل ۾ به ڏٺم!

( ٢ )

گرم رهندي تي جنهن طرح همدم، گل ٿو ڪومائجي، وري نه ٽڙي؛
تنهن ئي مايوس غم جي چهري تي، رنگِ رخسار ڇو ڪٿي ٿو ڪڙي؟

(۳)

ارادو آدمي جو محورِ اعمال ٿي آهي، ارادي سان تہ بدلائين اهلِ عزم تقديرون؛
ارادي سان ٿي آهي هي لمودِ عالمِ هستي، ارادو ٿي بنائي ٿو حياتِ لڏ جون تصويرون.

(۴)

مون گهريو ٿي تہ ڪنارو ٿي ڪريان دنيا ڪان، ۽ تخيُل جي ٿي دنيا ۾ بنايان محفل؛
سان هجان، تنهنجي هجي ياد، پيو ڪو نہ هجي، ليڪن اي دوست! هي مشڪل هو گهڻوئي مشڪل.

## رباعيات

(۱)

فاني ٿي آها شيءِ جا بقا سمجهين ٿو، ڪهڙ چيز ڪي تون وڏ چو پلا سمجهين ٿو؛
ٿي بحرِ جهان ۾ عمر مانند حباب، غافل تون زندگيءَ ڪي ڇا سمجهين ٿو؟

(۲)

زيبا نہ اٿئي دوست، ڪڏهن ڪبر و خودي، پاڪي جي ۽ دعويٰ تہ ڪري ڇا خاڪي؛
آهن جي عمل جنهن جا سٺا، برتر آهي، معيارِ شرافت نہ ٿي عالي نسبي!

(۳)

فطرت جي آها نشونما آهي اجا، تجديد زوال و ارتقا آهي اجا؛
انسان بدليو، جهانِ فاني بدليو، ليڪن جو خدا هو سو خدا آهي اجا!

(۴)

دنيا جو آهو رنگ اڳيون ڪو نہ رهيو، ايمان و يقين جو بہ سهارو نہ رهيو؛
انسان ٿو اعتماد انسان تي رکي، الله تي بندن جو وسيلو نہ رهيو!

## مثنويون

(۱)

بيان ڪجهہ حسن جو ان جي ڪيان، سين ڪي شڪل حيرت جي بنايان.
تعالى الله عجائب شڪلِ زيبا، تميزِ عقل ڪان صدبار بالا.
مصفا منهن سندس نور علیٰ نور، وڏا جلوا ٿي گويا شعلهٔ طور.
لڙيا ٿي عارضِ رعنا تي ڪاڪل، پريشان دل هو جن ڪان صاف سنبل.
مسلسل ها سندس ڪيهو گرهہ گير، مُنجهايو عقل جو جن دامِ تدبير.
نزاڪت ڇا چوان ان مهہ لقا جي، ويو حيرت ڪان گل جو وات ڦاٽي.
جي آئينہ ڏسڻ جو ٿيو ٿي راهو، تہ ڏٺ سان ٿي ان ۾ عڪس آهو.

مدور ان جا ابرو پُر لطافت، چون گهڙجن مي محرابِ عبادت.
نگاهِ تيز ان حورالقا جي، نشاني صاف جڻ تيرِ قضا جي.
قيامت ان جي اک جو هڪ اشارو، ڪيو جنهن دين ۽ ايمان* تي سارو.
پربل هو ناز جو اکين ۾ جادو، لڄائي جنهن سراسر چشمِ آهو.
دهانِ تنگ ان غنچه دهن جو، هو نڪرڻ سخت تر جنهن مان سخن جو.
نه هيئت دان کي هيئت تي معلوم، چيائين بس ته آهي شڪل موهوم.
کلڻ ۾ اهڙن ٿيا دندان نمودار، شفق ۾ ڄڻڪ اختر ٿيا ٿي نروار.
لبن ۾ ان جي پيدا آبِ حيوان، سخن جي لاءِ بيشڪ مايهٔ جان.
لبِ پان خورده کي جي ٿي تمنا، ته ان کي هو روا خونِ مسيحا.
عجب سيبِ ذقن ان دلستان جو، علاجِ ضعفِ قلبِ نيم جان جو.

( ٢ )

اچي تڪرار پاڻ ۾ پئي سپاه، اٿيو گرد جو هاڻ ابر سياه.
ٿيو وار شمشير جو زور سان، ته ليزو هلايو ٿي ڪن شور سان.
ڪٽي لوڪ برڇي جي سينو نڪيو، ته ليزو سڙي ڪٽ سپر تي پيو.
وٺي وار سان ٿي پيا ٽڪرا سپر، ڪيو تيغ ڪيٽ ڏار سينو ڪمر.
ڪيري تيغ جنهن جي مٿان مثل برق، سڙي سو ويو پاه کان تا بہ فرق.
ويو تير سيني جي ڪٽ آرپار، ته شمشير سر کي ڪيو ڌڙ کان ڌار.
نهان آبِ خنجر ۾ هو ڪٽ اجل، ته ڪٽ پار سيني جي برڇي جو ڦل.
قلم ڪٽ هئي پڻ سنان جي زبان، ته آئي نظر ڪٽ به ٽڪرا ڪمان.
زره آئي ٽڪرا نظر پاڻ ڪٽ، سڌي ٿي وئي تيغ پئي هاڻ ڪٽ.
سلامت نه هو سر نه ثابت سپر، لڳي تيغ سر کان وٺي تا ڪمر.
ڪيائين ڪٽي دل کي چيري هلاڪ، ڪٽي ضيني سان ڪلا جگر کي به چاڪ.
نه هو جنگ ۾ هوش ڪنهن جو درست، فقط هرڪو مارڻ مرڻ ۾ هو چست.
جميا ٿي نه ڪنهن پهلوان جا قدم، اجل سڀ کي ڏيکاري راهِ عدم.



# رشيد احمد لاشاري ”رشيد“

محترم ’رشيد‘، سنڌي ادب ۽ شاعريءَ جي دنيا ۾ ڪنهن به تعارف جو محتاج ناهي. ’رشيد‘ صاحب، بلوچ قبيلي جي مشهور شاخ ’لاشاري‘ سان پيدا ٿيو آهي، ۽ مشهور پهلوان مير گهرام لاشاريءَ جي ماسي مير حده لاشاري جي اولاد مان آهي. والد جو نالو زرڪ خان لاشاري آهي، جو فورٽ سنڊيمن بلوچستان ۾ ليويز پوليس جو دفعدار هو.

تاريخ ولادت: اسڪول جي داخلا موجب ١٦-مئي ١٩٢٢ع، پر صحيح تاريخ ١٨-اپريل ١٩٢٢ع، ڏينهن ڇنڇر.

جاءِ ولادت: ڳوٺ ملڪزار، تحصيل نصيرآباد، ضلع سبي.

تعليم: اوائلي تعليم اردو جي چار درجن پڙهڻ سان ٿي. والد جي وفات ڪان پوءِ، سندس ماسي حمزه خان ۽ چاچي عبدالعزيز خان، تربيت جو بار کنيو.

سنڌي تعليم: سوڀوخان اوڪاهي، تعلقي ڪنڌڪوٽ ۾، ماستر عارب خان اوڪاهي وٽ سنڌي پڙهيو ۽ ١٩٣٦ع ۾ فائنل امتحان پاس ڪيائين.

بيعت ۽ سفر: ١٩٣٧ع ڪان ١٩٤٠ع تائين، حضرت سلطان باهو رحه جي اولاد منجهان صاحبزاده فيض سلطان جي صحبت اختيار ڪيائين، ۽ تصوف ۽ طريقت جي اشغال ۽ اوراد ۾ مشغول رهيو. ان سلسلي ۾ پنجاب، بلوچستان ۽ افغانستان جو سير و سفر ڪيائين، ۽ ان دور ۾ ڪافي عرصو سلطان باهو جي دربار تي سڪونت اختيار ڪيائين.

عربي ۽ فارسي: ١٩٤١ع ۾ عربي ۽ فارسي پڙهڻ شروع ڪيائين ۽ مولانا غلام مصطفیٰ قاسمي، مولانا عبدالحڪيم (اشرف العلوم مدرسه شڪارپور)، مولانا حبيب الله نئيڙهوي ۽ مولانا

فقير محمد ڪنڊڪوٽيءَ جھڙن شهرت يافته مدرسن ۽ عالمن وٽ، ان وقت جو مروّج فارسي لصاب ۽ عربي علوم ۾ ڪنز ۽ ڪافيه تائين تعليم حاصل ڪيائين.

ملازمت: تعليم ۽ صحبت جي دؤر ڪان پوءِ، معاشي حالات کي سازگار بنائڻ جي سلسلي ۾، اول ١٩٤٤ع ۾ پرائمري سڪول ۾ ماستري قبول ڪيائين. هڪ ذهين ۽ تيز فهم استاد جي حيثيت سان، کيس ٽريننگ ڪاليج فارمين ۾ تربيت ۽ مطالعه لاءِ چونڊيو ويو، جتان ١٩٤٨ع ۾ نهايت ڪاميابيءَ سان پيٽي سال پاس ڪيائين.

طبيعت ۽ مزاج جي جذباتي ڪيفيت کيس ناسازگار ماحول ۾، گهڻو وقت سک سان رهڻ نه ڏنو. زماني جي ستم ظريفيءَ ۽ چرخ ڪج رفتار جي اثر کيس سنڌ جي ڪنڊڪڙڇ جو سير ڪرايو، ۽ اتي ماستر ٿي وقت گذاريندو رهيو. جيئن ڳڙهي خيرو جمالي، مدرسه نورالاسلام روهڙي، مدرسه دارالهديٰ ٺيڙهي، پرائمري سڪول کهڙا، فيض عام اسڪول گمبٽ، پرئڪٽسنگ اسڪول ٽريننگ ڪاليج خيرپور ميرس ۽ پرائمري اسڪول آسنمل. ٽي. اوجها ڪراچي.

اپريل ١٩٤٩ع ۾ علامه مرحوم ڊاڪٽر دائود پوٽي جي عنايت سان، کيس حيدرآباد ضلعي لاءِ اٽيٽري اردو ٽيچر ڪري مقرر ڪيو ويو. جتان اضافي ۽ ترقيءَ سان، ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد ۾ استاد مقرر ٿيو.

تعليمي ماحول ۾ رهندي، جلدي پنجاب يونيورسٽيءَ مان اديب فاضل (اردو) پاس ڪيائين، ۽ ١٩٥٣ع ۾ اورنٽيئل ڪاليج حيدرآباد مان اديب عالم، ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ميٽرڪ پاس ڪري، اورنٽيئل ڪاليج حيدرآباد ۾ سنڌي ليڪچرار ٿيو. ان ئي دور ۾، سنڌي ادبي بورڊ پاران سنڌي ادب جي مشهور محقق ۽ عالم ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي نگرانيءَ هيٺ تيار ٿيندڙ لغت ۾، واصف مرحوم سان گڏ، ريسرچ اسسٽنٽ پڻ ٿيو.

١٩٥٦ع ۾، حيدرآباد جي ناسازگار ماحول کي الوداع ڪري، ڪراچيءَ جو سفر اختيار ڪيائين، ۽ هميشه لاءِ ڪراچيءَ ۾ سڪونت پذير ٿيو؛ جتي اڄ تائين علمي ۽ تعليمي ڪم ڪار ۾ مصروف آهي.

ڪراچيءَ ۾، علمي ۽ ادبي خدمتن سان گڏ، فلمن جي آکاڻين، مڪالمن ۽ گيتن لکڻ سان آغاز ڪيائين، ۽ گھڻو ڪري سيني سنڌي فلمن لاءِ ڪم ڪيائين. مثلاً: عمر ماروي، نئين ڪرڻ، پرديسي، سسئي پنهون ۾ قابل قدر ڪم ڪيائين. ان طرح هماري زبان (اردو) ۾ به حصو ورتائين. اهي سڀ فلمون ڪامياب رهيون؛ پر افسوس اهو آهي ته اتي به هن فنڪار کي ناسازگار ماحول جو مقابلو ڪرڻو پيو ۽ معاوضي جي ڪميءَ پيشيءَ جو شڪار ٿي، آخر دل برداشته ٿي پيو.

ان ئي دور ۾، ريڊيو پاڪستان حيدرآباد ۾ اسڪرپٽ رائٽر مقرر ٿي آيو. هت به سندس فن ۽ پيشڪش کي پسندگيءَ جي نظر سان ڏٺو ويو، تاهم دائمي ٽڪاءَ لاءِ وري به کيس ناسازگار ماحول جو مقابلو ڪرڻو پيو.

آخر زماني جي گردش ۽ ستم ظريفيءَ جي پڄاڻي ٿي، ۽ ١٩٥٨ع ۾ 'سنڌي ادبي بورڊ' ڪراچيءَ ۾ ملازمت ڪيائين، ۾ ڪن انتظامي مسئلن جي بنياد تي، ڊسمبر ١٩٥٩ع ۾، ڪيس استعفا ڏيڻي پئي. ليڪ اپريل ١٩٦٠ع کان اداره 'نئين زندگي' ڪراچيءَ ۾ شموليت اختيار ڪيائين. ۾ اتي به فقط ٻه سال ڪم ڪري، ڪن ذاتي اختلافن ۽ رنجشن جي سببان، ٣-ڊسمبر ١٩٦٢ع تي علحدو ٿي ويو. هن وقت هارون ڪاليج (ڪذه) ڪراچيءَ ۾، سنڌيءَ جو استاد آهي.

'رشيد' جي ساري زندگي ناسازگار حالات ۽ ڪشمڪش ۾ رهي آهي. ان ڪري، سندس دورِحيات، اختلافن ۽ دشمنين جو آماجگاه رهيو آئيو. طبع جي تيزيءَ ۽ جذباتيءَ هجڻ جي ڪري، ڪيئي 'اختلافي معرڪا' اهڙا پيدا ٿيا، جن ۾ 'رشيد' سڀ کان پيش پيش رهيو؛ بهرحال، 'رشيد' هڪ قابل قدر علمي ۽ فني ڪردار آهي، جو هميشه حوصلي سان، زماني سان منهن ڏيندو آيو آهي.

'رشيد' سنڌي، اردو، سرائڪي، ملتاني، پنجابي، بلوچي، پشتو، فارسي، عربي ۽ انگريزي زبانون ڄاڻي ٿو. سندس علمي ۽ ادبي، سنڌي ۽ اردو ڪتاب ٣٠ شايع ٿيل آهن.

'رشيد' هن دور جو باڪمال ۽ قادرالڪلام شاعر آهي. سندس طبع جي رنگيني ۽ جولاني، شاعريءَ جي هر صنف تي، في البديه ۽ ارتجالاً لکڻ تي قادر آهي. 'رشيد' غزل، نظم، ڪافي، گيت، قومي نظم، تصوف ۽ اخلاق جي هر سنگلاخ زمين تي سوين اشعار لکي سگهي ٿو. ان طرح 'هجويہ ڪلام' ۽ ڪنايةً ۽ اشارةً لکڻ ۾ ماهر آهي. 'رشيد' هڪ پرجوش ۽ جذبات جو صاحب اهل قلم آهي، ان ڪري سندس هر تحرير جذبات انگيز ۽ پرجوش آهي.

شاعريءَ جي فن ۾، الفاظ ۽ محاورات جي صحت ۽ برجستگي ۽ عروض جي پابندي، سندس فن جون مکيہ خصوصيتون آهن. سندس شعر ايترو ته گهڻو آهي، جو اگر شايع ڪيو وڃي ته پوءِ ان جا ٻه-چار جلد ٿي سگهن ٿا. سندس استادانہ فيوضات مان ڪيئي نوآموز شاعر مستفيد ٿي چڪا آهن، جن جو علمي ۽ فني مقام پڻ تحسين جي قابل آهي. — ادارو

## بيت

(١)

هنيون جي هيراڪ، ته حرف نہ اچي حُبَّ تي،
پيار ازل کان پاڪ، ته لينهن نئين کان لت لئون.

(٢)

وسيلا ناڪام، پيار ۾ آهن پڪيڙا،
ڪوهي ڪنب اڏام، آڪيرا اڏ عرش تي.

(٣)

ازل جا آواز، دمدم ٿا دل ۾ اٿن،
ويڙهيل ناهن وقت سان، اهي روحاني راز،
ٻلبل سڪ جا ساز، وڄن ٿا وجود ۾.

(٤)

منهنجو من مهراڻ جيان، نت آئي پوڙان پوڙ،
موتي ڪهَرموتي ڏهان، جي ڪوڙ ڪهرين، ٿو ڪوڙ،
جهڙي جن جي لوڙ، تهڙو هلان تن سان.

( ٥ )

اڪيلو الله، ماڻهون مڙيئي مڙ ۾،
وحدت منجهان ڪثرت ٿي، ۾ ڪير ٿئي آگاهه،
آهيان ۽ ناهيان سندي، ڇا سڏڙين ڪي ساڃاهه،
رندن جي هيءَ راهه، ٻاڻ سڃاڻ پانهنجو.

( ٦ )

جنن ٻئر تي ليڪو، تنن ڀِرِيون ڀار ٻرين جو،
جو توڙئون ٿانيڪو، سو ٻڪي ڪين پَٽن ۾.

( ٧ )

نوڙت، نينهن، نياز، سدا سونهن سنڌ ڪي،
صوفي ڏيندا صلح جو، سوريءَ تي آواز،
هر سنڌيءَ سان ساز، رهندي لات لطيف جي.

## دوها

ويجهي سان سڪ وڌي ٿي، ويتر ڳوليان ڪهڙو هنڌ؟
تنهنجي منهنجي عشق جي منزل، جڻ واريءَ جو پنڌ.
بين وڄائي، مست بنائي، سڄڻ وئين تون سانگ،
جوڳي ٻنجي، ڳليءَ ڳليءَ ۾، تو ئي نچايا نانگ.
سُڪ سان مٺا ڏيندڙا تنهنجو سن ٿو ڏسجي ميڻ،
پاڻ ۾ هرتل آهن پيارا، تنهنجا منهنجا نيڻ.
سڄڻ سفر جو سات ڇڏي ڏي، جاڻ ٻئي برسات،
ڏينهن جون سڀ ڏاڍايون ويندون، ريجهي ايندي رات.
سهڻا! سير اوهان کي سونهي، چمن اوهان کي راس،
اسين هوا جو جهوڪو ٻنجي، وٺ گهرون ٿا واس.
اکيون اکين سان اٽڪي ويئون، ڪانهين جاڻ سڃاڻ،
غم جي چانوً ۾ وات مسافر، اڄ مانجهاندو ماڻ.
مڙين مڙين ڳالهين سان ڪيئن هرچن زهر پياڪ،
قدم قدم تي ڪڙي پيئڻ جا اسين اڳي هيراڪ!
شيشي ۾ اڄ سڄڻ نهاريو، سڄڻ ٻڪيڙيو سنڌ،
اوله ڪنان سج اڀري آيو، ۽ اوپر ڪنان چنڊ!

## سورٺا

سڏڙين ڪي ساقي ڪهي، پمئندس پاڻ شراب،
رڳ رڳ ٻئي رباب، ناهي سڪ سرساز جي.

ليٽن لار ڪٽان ٽٻن، ڪيٹن ٽو سڏجين چنڊ،
سالڊي وارو سنڊ، پرين پڪيڙيو ٽو مٿان.

سان جو رُلان راتڙيون، پرينءَ پاڀو پاڻ،
چنڊ! اها چالڊاڻ، ناھ پسهارو ڪاھ جو.

دردن جي درياءَ ۾، سيٺ سيڪ جو ساھ،
جن کي چيت ۾ چاھ، سي لهن سار سمونڊ جي.

دل کي سڀ دل جي خبر، هينڙي هرين حبيب،
آءٌ ڪيئن چوان عجيب، ڪر ڪي ڳالهيون ڳجهه جون.

ڏک ڏيندڙ ڏک جا ڏيا، اهي نماٽا نيڻ،
مَن کي ڪن، ٽا ميڻ، لنوَ لنوَ ۾ لاٽون ڪري.

راتيان ڏينهان وسٽا، اهي برھ سندا بادل،
تين کي کوڙي جھل، جيڪي پيا پيار جا.

وپنو آھ وجود ۾، هو صبح سويرو،
اکيون آکيرو، آڏرڻ آھ آجل سان.

اوڏو ٽي نہ عجيب ڪي، اوچي ڪر نہ آس،
ورھ پريا وسواس، پرَ ۾ پهاريون ڪندا.

پيڙي چڏ پيار جو، گهايل دل گهائو،
نمنهن لجو نالو، سُک ٽو وٺجي، ڏک سان.

## ڪافيون

*

آهي هيڪا شئي ناپود،
حق موجود، سدا موجود!

ڪثرت ڪانهي، وحدت آهي،
ناهي فاني اصل وجود... حق موجود.

ڪول اکيون ڏس پنهنجو تماشو،
جيڪو شاهد سو مشهود... حق موجود.

اول، آخر، ظاهر، باطن،
هر جا تنهنجو آهه ورود... حق موجود.
سچل سارو سچ فرمايو،
حق حق ڏاران سڀ بيسود... حق موجود.
حق سان ٿي وڃ، حق 'لاشاري'،
حق جي ڳالهه نه ڪر محدود... حق موجود.

*

سچل سارو سچ فرمايو... هو ٻاڻ سڄاڻ آيو ڙي!
مخفيءَ کي اظهار بنائي، رمز رچائڻ آيو ڙي- هو ٻاڻ سڄاڻ آيو ڙي.
سڪ جي سڪوت کي ساز بنائي، شور مچائڻ آيو ڙي- هو ٻاڻ سڄاڻ آيو ڙي.
ٻاڻ الست جو آنا ٻنجي، عشق ڪمائڻ آيو ڙي- هو ٻاڻ سڄاڻ آيو ڙي.
پنهنجي صورت خوب سنواري، حُسن هُلائڻ آيو ڙي- هو ٻاڻ سڄاڻ آيو ڙي.
رمزن سان 'رشيد' کي جڳ ۾، ناچ نچائڻ آيو ڙي- هو ٻاڻ سڄاڻ آيو ڙي.

*

جيءَ سان وڃا جهمرڙيون يار: سيني سوز سڄڻ جو سمايو.
دل درياءَ ۾ ترلڊيون آيون، يار جي ياد جون پيڙيون ڀارا... سيني...
دل جي دولت، عشق ٻنهل جو، سايا مال نه ميڙيون بارا... سيني...
ڪو نه ٿو سمجهي، دل جون ڳالهيون، اهڙيون عشق اويڙيون يارا... سيني...
سهڻي سڄڻ جا سانگي آهيون، ڏوڙ جا ڏک ڪيئن چيڙيون بارا... سيني...
ويل نه اهڙي 'رشيد' وڃايون، سڪ نه سڄڻ جي سهڙيون يارا... سيني...

*

يار سڄڻ سان ڳجهڙيون ڳالهيون، سيني سوز سمايان ٿي.
پرتئون ياد ڳچيءَ ۾ پائي،- بهارن کي پرچايان ٿي...
دلبر جي در ديرو لائي،- نانگو نينهن نڀايان ٿي...
دل جا دلبر دوست دلارا،- تنهنجا سوَ ڳڻ ڳايان ٿي...
يار جي در جي چانئٺ چمندي،- خاڪ لڱن کي لايان ٿي...
ساري جڳ کان اکويون پوتي،- توڙي ني واجهايان ٿي...
دل ۾ دلبر جاني تنهنجي،- سهڻون سيج وڇايان ٿي...
روز ازل کان اي 'لاشاري'،- يار جا ٻند ٻچايان ٿي...

# وايون

(۱)

رنگيءَ جو اهو رنگ لا،

منهنجي شوق جي شهر ۾.

عاشق! عقل ۽ عشق جي... پَلو! جاري آهي جنگ... لا،

منهنجي شوق جي شهر ۾.

عشق جو جذبو، روز ازل کان... الا، مست و مست ملنگ... لا،

منهنجي شوق جي شهر ۾.

برهه جو باشو، سيرَ مٿان... پَلو! ورهه جو دل کي ولگ... لا،

منهنجي شوق جي شهر ۾.

ڪين ميٽائڻ سان ميٽجي... الا، عشق جو ازلي انگ... لا،

منهنجي شوق جي شهر ۾.

دلبر دل ۾ 'رشيد' جي الا، آهي رءِ سا اصل آسنگ... لا،

منهنجي شوق جي شهر ۾.

(۲)

ساجن آهي ساڻ وو! منهنجي ساهه پساهه ۾.

سائي سيڪنهن سير ۾... پَلو، آهي پيارل پاڻ وو! منهنجي ساهه پساهه ۾.

دلبر دل ۾ درد کان الا، ورهه جو آهه وٺاڻ وو! منهنجي ساهه پساهه ۾.

ساجن جي سيڪ دل کي ڏنو... ميان، مخفي مار جو ماڻ وو! منهنجي ساهه پساهه ۾.

عشق سڄڻ جو اکين ۾ الا، پريو نينهن نياڻ وو! منهنجي ساهه پساهه ۾.

تنهنجي 'رشيد' کي عشق جو... پَلو، آهه ازل کان چاڻ وو! منهنجي ساهه پساهه ۾.

# غزل

●

نمونا رهسن ٿا، نيارا اسان جا،

پلا ڪير سمجهي، اشارا اسان جا.

بڇيل بخت پنهنجو، پلا چو نه بگڙي، پڄي ڪن ٿا پاسو، پلارا اسان جا.

سري وڃبو ٿيندا پرائا هڏا، پر، نوان هولدا هردم نظارا اسان جا.

ڪٿي دل جون آهون، اڏي عرش وڃبو،    سلامي ٿـي رهندا، سـتـارا اسان جـا.
طريقا اسان جا ازل کـان ٿـي بڪڙيل،    ڪـنـدو ڪير هـائـي سـڌارا اسان جا.
زمانو اسـان کـي سچائي نـہ سکـهندو،    ٻـڌ ڪـان ٻـري سـپ ٻـسارا اسان جا.
بنايون ٿا جڳ ۾، ملامت جون ماڙيون،    اڏيـا عـرش تـي دل مـنـارا اسان جا.
رڻ ۽ ٻيلن کنهن نہ سمجهو اسان جو،    ٿـيـا حـال تـوڙي هـجـارا اسان جا.
جڏهن سـهـر وارن ڪـٿـي منهن مٺايو،    ويـا خـتـم ٿـي سـپ سهارا اسان جا.
جي توکان وياسين تہ جڻ زندگي وئي،    ڪـٿـي ڪـيـن ٿـيـندا گـذارا اسان جا.
اسين ڪين هونداسين پيارن جي آڏو،    تڏهن گيت لـڳـندا، هـي پيارا اسان جا.

’رشيد‘ آهہ هـائـي، ٻـڏل ٻنهنجو ٻيڙو،
لڙهي ويـا ڪـُنن ۾، ڪنارا اسان جا.



عشق کي اختيار ڇو نہ ڪجي،    آسيب کهڙو، دوستو نہ ڪجي.
حسن فانيءَ کي جي بقا ڪهرجي،    سلسلو عشق جو ڏَرو نہ ڪجي.
ڳنڍ ڪوڙهي ڏجي ٿي ريشم کي،    عشق پختو ڪجي، جڏو اِ ڪجي.
درد ٻنهنجو ٿو، ٻنهنجوئي ڇائي،    دوست! دلبر ڪو اوپرو نہ ڪجي.
عشق ڻاهي تہ آهہ جڳ ۾ جمود،    جڳ ۾ طوفان ڇو ڪڙو نہ ڪجي.
پل ڪري دل کي هجر سڄ ٽڪرا،    تيز خنجر ڪڏهن مڏو نہ ڪجي.
دل جي لـُٽجڻ جو آهہ خوف اگر،    دوست! دلبر کي دادلو نہ ڪجي.
جي هي دنيا نہ آهہ عيش جي جاءِ،    جڳ ۾ ٻيدا ڪو ڇهڄو نہ ڪجي.
جيڪڏهن زندگي نـشـي ڪهرجي،    سرفروشيءَ جـو حـوصلو نہ ڪجي.
شـمـع وانـگر ٻـري وسامي ٿـي،    زندگيءَ تي ڪو ڀروسو نہ ڪجي.
سـاڻ ڪـٿجي ڪـو قـافـلہ سـالار،    اِنـن روانـو هـي قافلو اِ ڪجي.

آهہ تنهنجو پلو، انهيءَ ۾ ’رشيد‘،
ڪنهن جي حق ۾ ڪڏهن ٻـُرو نہ ڪجي.



تباهيءَ ۾ نـہ ڇو ڳوليون، حياتِ جاوداڻ ٻنهنجي،
خزان‘ ۾ ٿـي نهان‘ آهي، بهارِ بيخزان‘ ٻنهنجي.
بهار آيـو نـہ آيـو، ڇا ٿيو، گلشن ٽڙيو يـا نـہ؟
قفس ۾ ختم ٿينءَ ي هائي عمرِ رائـگان ٻنهنجي.

دماغ ۽ دل جو خونُ ڏئي، ڪيم آباد صد گلشن،
بهار آندم بيابانُ ۾، تہ دشمن ٿي خزان پنهنجي.
ستائي ٿو زمين جو ذرّو ذرّو آسمان بنجي،
وڃي هن حال ۾ ڪاڏي هي جانِ ناتوانُ پنهنجي.
خموشي چشمِ حسرت سان، نهاريو چشمِ گردونُ ڏي؛
ٻڌايو پنهنجو افسانو، نگاهہِ بي زبانُ پنهنجي.
ڪڏهن افشا نہ ٿيندو حال، پنهنجي غنچہ دل جو،
صبا آهستہ ٿئي ٿي رازدانُ پنهنجي.
هئي اميد ڪنهن کي ماٺ ٿي ويندو، 'رشيد' آخر،
رکي ٿو ڪين شايد وات ۾ هاڻي زبانُ پنهنجي.





# «فيض» بخشاپوري

محترم فيض بخشاپوري، 'تغزل' جي اعليٰ معيار کي سنڌي شاعريءَ ۾ قائم رکي، وڏو مقام پيدا ڪيو آهي. سندس 'غزل'، سريت ۽ اشاريت جي سيني معنوي قدرن جو حامل آهي؛ زبان لذيذ، انداز بيان شيرين ۽ جاذب، شوخي ۽ برجستگي، بيساختگي ۽ رواني سندس ڪلام جي خصوصيات ۾ شمار ڪري سگهون ٿا. 'شملءِ عشق' ۽ 'خمخانءِ فيض' سندس سنڌي ۽ اردو ڪلام جا ڇپيل مجموعا آهن، جي مطالعه جي قابل آهن.

فيض جي سوانح حيات، نه مرتب ۽ مدون ملي ۽ نه روايت ۽ بيان جي ذريعي دستياب ٿي سگهي - مجبوراً، سندن خود نوشت حيات تي اڪتفا ڪجي ٿي. — ادارو

'فيض' گوهر فشان آهي:

بنده و ناچيز و ناڪاره و هيچمدان جي اجدائي رهائشگاهه بخشاپور ۾ آهي، جتي تاهنوز بود و باش رکندڙ آهي. فقير و حقير، بلوچ قوم مان ڊومبڪي قبيلي جو هڪ فرد آهي. اصل نالو فيض الله خان، والد بزرگوار جو اسم گرامي مصري خان آهي. دردمند کي ملڪه شاعري، قسام ازل ڪان وديعت آهي. تنهن جو هي نتيجو نڪتو آهي، جو سن طفلي دوران تربيت ۾ ٿوري ڳهڻي شاعري بمقتضاء طبع ڪندو رهندو هوس، جو والد بزرگوار جن مانع شاعري هوندا هئا. چوندا هئا: "في الحال تون تعليم حاصل ڪر!" تنهنڪري ڪجهه وقت شاعري ترڪ ڪئي وئي. سنڌي تعليم بخشاپور اسڪول ۾ حاصل ڪرڻ ڪان پوءِ، تعليم کي به ترڪ ڪيو ويو. ۽ ڪجهه وقت شغل زمينداري اختيار ڪيو ويو. عرصه چار-پنج سال، بعد پنهنجي قومي سردار مير تاج محمد خان ڊومبڪي بلوچ (مرحوم)، جا هڪ عالم، فاضل ۽ سخن شناس شخصيت هئي، تنهن جي صحبت اختيار ڪئي وئي. سردار صاحب جي خدمت ۾ رهڻ سان،

اردو ڪتابن جي مطالع جو خاص شغل اختيار ڪيو ويو. استعداد خداداد مطابق وري شاعري بہ شروع ڪئي وئي، جو وقت بوقت ڪجهہ نہ ڪجهہ قلمبند ڪيو ويندو هو. فقير جي فن-شاعريءَ جو استاد، بجز، استادِ ازل ٻيو ڪوئي ناهي. هي سڀ ڪرشمو، عنايت ڪرشمہ ساز ۽ ڪمالِ مشق دردمند آهي. صحافي زندگيءَ متعلق، 'فيض' هن طرح رقمطراز آهي:

۱۹۵۶ع ۾ اخبار 'مساوات' جيڪب آباد مان جاري ڪئي وئي، جا تاهنوز جاري آهي. اخبار جاري ڪرڻ جو مقصود خاص محض خدمت خلق هو، ورنہ هي ڪارگران ڪرڻ، مقدور، بيمقدور ڪان سرتا سربعيد هو!

چند احباب حضرات جي مخلصانہ مشورن تي عمل پيرا ٿي ويس، جو هنن جي سوال مطابق خدمت خلق انهيءَ ڪان مٿي نٿي ٿي سگهي، تنهنڪري اهو پيشو اختيار ڪيو ويو ۽ 'قافلہ' مساوات کي بہ تن تنها، منزل جي طرف روانو ڪري راهي ٿيس! هزار بار سياسي شعبده بازن، بازيگرن، لٽيرن ۽ طرارن جي زد ۾ هر طور ايندو رهيس. هڪ طرف سياسي حريفن جا حملا ۽ ٻئي طرف ادبي عداوت رکندڙ ظلم فرمائن مان، هروقت ۽ هرلحظہ، معرڪ آرائي ٿيندي رهي. مگر بہ عنايت الاهي، بنده کي بنده جي حوصلہ همالہ نما ۽ عزم جوان، هر مشڪلات و مصائب ۾ ساٿ ڏنو. ايمان جي مضبوطيءَ لاءِ، آفتابِ آسمان زمينِ سخنوري حضرت غالب جو هڪ شعر دهرائيندو رهندو هوس!

بيگانگيءَ خلق سے بيدل نہ هو غالب،
گر کوئي نهين اپنا، مري جان! خدا هے.

هن وقت ادبي ۽ سياسي مخالفت جي اظهار مخالفت ڪرڻ مقصود ناهي، جو ذڪر ڪيو وڃي. مگر ايترو ضرور خامہ بنده بيان ڪندو، جو ادبي مخالفت ڪا ڪسر نہ ڇڏي. ڪجهہ وقت تہ منهنجي لاءِ محشر مچي ويو هو. هر طرف شور مخالفت هو ۽ حالات ان حد تائين هئا جو ردبد چوڻ، تهمت تراشيون ڪرڻ، ذڪر ڪيل طبقي جو خاص پيشو ٿي چڪو هو. مگر فقير هنن جي ڪارڪردگي ۽ بيراه روي ۽ روش ناروائي ڪان نہ مايوس ٿيو، ۽ نہ متاثر! دل ئي دل ۾ انهن جي ڪارڪردگيءَ تي خنده زن رهيو!
مجموعہ ڪلام لاءِ فيض فرمائي ٿو:

۱۹۵۸ع ۾ منهنجو مجموعہ ڪلام، "شعلہ عشق" جي نالي سان ڇپجي منظر عام تي آيو، جو انتهائي مقبول عام ٿيو. تعصب رکندڙن کان سواءِ، هراهل شعور و ارباب دانش و انصاف پسند آدمين ڏاڍي قدرداني ڪئي.

عمر جو حساب ڪتاب هن طرح ڪيو ويو آهي:

هن وقت منهنجي عمر ۴۲-۴۳ سال ٿيندي! سال انهيءَ لاءِ ياد نہ هوندا آهن، جو سال سال کان زياده آهي. ٻيو وجہ هي آهي جو خستہ حال، علم حساب کان سراسر لاعلم آهي،

انهي لاءِ داور محشر کي پي پيشتر گذارش ڪئي وئي آهي، تہ هن بندہ بيعمل سان حساب نہ ڪر! ڇالاءِ جو هن جو ڪجهہ ڪيو آهي، سو بيحساب آهي.

يا رب نہ آهہ منهنجي گناهن جو ڪو حساب،
ڪر بيحساب اڄ ۽ ڇڏي ڏي حساب ڪي!

## غزل

●

خانهٔ دل ۾ لامڪان آهي،
عرش تي منهنجو آشيان آهي.

ڇو اڇان سان فريب هستي ۾، رنگ و بو جو، جو هي جهان آهي.
مفلسي، وجہ بيڪسي يا رب! ڪوئي مهمان نہ ميزبان آهي.
ڪافر عشق آ بت ڪافر، جو مسلمان تي بدگمان آهي.
هاءِ! بي مهري ۽ هوس-پيشہ، بوالهوس تي هو مهربان آهي.
خون ڏسي، مدعيءَ جو مقتل ۾، جوءِ خون، چشم ڪان روان آهي.
عشق ڪافر ۾ جان بلب آهيان، يعني، دوزخ ۾ مسلمان آهي.
ڇا بگاڙيان ٿو، خلق جو يا رب! ڇو پلا هو، حريف جان آهي.
راز دل ڪر ڏيان، ڏيان ڪنهن کي، ڪوئي همدم نہ رازدان آهي.
خاڪ منهنجيءَ ڪان پڇ جو پڇٽو ٿي! ذرہ ذرہ ۾ هڪ زبان آهي.
آ جهان ۾ نہ ڪو نشان باقي، هر زمان هي نشان، نشان آهي.
موسم گل ۾ ٿو پيان ساقي، خون دل جام ارغوان آهي.
ڪير توڪان ڪري ٿو سر پيارو، امتحان تي ڇو امتحان آهي.
بيڪفن لاش 'فيض' جو هائي! ڪوئي ڪالڏي نہ نوحہ خوان؟ آهي.

●

پرخم نہ صنم! زلف گره گير هجي ها!
هي مست نہ پابستهٔ زنجير هجي ها!

تڙپي ها، شب هجر ۾ مون وانگي ستم گر، جو آہ اي تاثير ۾ تاثير هجي ها!
صيد افگني جو شور، مچي ها نہ جهان؟ ۾، فتراڪ ۾ صياد نہ نخچير هجي ها!
ها دست محبت سان اگر دوست پياري، هو زهر بہ مون لاءِ، شهد-شير هجي ها.
هرگز نہ هجي چاڪ ها، دامان محبت، اي ڪاش! ڪوئي سوزن تدبير هجي ها.

پيري نہ رهي تنهنجي ها اي پير سلامت، گرجلوهٔ گر هت هو بت ِ اي پير هجي ها.
هر نقش هجي ها نہ اگر نقش ِ حقيقت، تصوير ۾ در پردہ نہ تصوير هجي ها.
فرهاد جي درياء محبت، ها ڏسين گر، شيرين! نہ تنهنجي جوئي شير هجي ها.
بيخواب رهي، چشم ِ سيہ مست نہ هرگز، تبسمي ۾ اگر، نالہ شب گير هجي ها.
خونريزيء عالم جو هجي خوب تماشو، گر دست ۾ هن شوخ جي شمشير هجي ها.
تڙپي ها ڏين داد ِ غزل، تنهنجو غزلخوان، غالب هجي ها سرزم ۾، يا مير هجي ها.
هڪ رات ملاقات ڪري ها، بتغافل، هي خواب نہ شرمندهٔ تعبير هجي ها.
دل شاد ڪري ترڪ ها، جو طرز ِ تغافل، چو 'فيض' ستم ديده و دلگير هجي ها!

●

عشوه و غمزه و ادا نہ ڪري،
دل ڦري ڪين جو دغا نہ ڪري.

پيل ٿئي تن کان سر جدا دلبر، توکي مون کان جدا، خدا نہ ڪري.
تاب جولان نہ آهي، تڙپان ٿو، زلف ِ زنجير، سخت پا نہ ڪري.
چو ڏيان مان ڪڏي نہ ڪانگن کي، دل کي منظور، دلربا نہ ڪري.
قيد الفت کان ٿي وڃان آزاد، ڪوئي مون کي اها دعا نہ ڪري.
حشر ۾ تڙپندي، چيو قاتل! خوف آ طلب ِ خون بها نہ ڪري.
هي نبوت ِ شڪست آ همدم، مدعي ڇا ڪري، گلا نہ ڪري.
ڇا ڪيو هن سلوڪ موسيٰ سان، خضر کي ڪوئي رهنما نہ ڪري.
درد و غم آ متاع ِ عشق ِ صنم، منهنجي دل جي ڪوئي دوا نہ ڪري.
ڇو رهان، ناتوان و افسرده، هي جو مون تي ستم روا نہ ڪري.
باز آيو نہ دشمنيء کان عدو، شل خدا ڪنهن کي بيحيا نہ ڪري.
آزمائش نہ ڪر، نہ ٿي رسوا، ڪير آهي، جو سر فدا نہ ڪري.
خوف آهي، بهار ِ جوش ِ جنون، ذوق ِ صحرا، خجسته پا نہ ڪري.
ناتوانـي شباب تـي آهـي، درد منت ڪش ِ دوا نہ ڪري.
'فيض' آشفتہ سر کي سمجهايو، مون کي بدنام جابجا نہ ڪري.

●

سروپا دست و بازو، دل، جگر بند،
ڪمند ِ زلف ۾ آ بند، هر بند.

ٿيم قيد ِ خيال ِ گل کان آزاد، ڪيا صياد جڏهين، بال و پر، بند.
صبا! پيغام ڏي سرو ِ روان کي، پيو صحرا ۾ آ آشفتہ سر بند.

قيامت آ ڪيو، سحرِ تغافل، خط و خال و سلام و نامه بر بند.
نه باز آيو تجاهل پيشگيءَ کان، نه تا محشر ڪيو مون شور و شر بند.
ڏٺو جو 'فيض' جو ديوان ڪوليءَ، ڪُليو گويا هو شهرِ شعر تر، بند.
ڪُلي ويو همنشين، رازِ محبّت، ڪٿي نامو جو آيو، نامه بر بند.
جهان بيني، ڪيان، اهلِ جهان' جا، لڳهه آهي، نگاهن ۾، نظربند.
جمالِ خود ڪيو هن کي مقيّد، ٿيو آئيني ۾، آئينه گر، بند.
ڏٺين تو، هام، اذنِ رهنوردي، ڪري جاده و ڪوچه، ره گذر بند.
روان دل ۾ ٿيو درياءِ چاهت، نه ٿي هرگز، رُڻ کان چشمِ تر بند.
نهان' هر شعر ۾ آ ماڪِ معنيٰ، ڪيم ڪوزي ۾ درياءِ هنر، بند.
ڪندو جوشِ جنون سَر چوڙ' پا، دَر، پلي دربان ڪر، دلبر جو دَر، بند.
هئيم جو مهرِ خاموشي لبن تي، صدف ۾ ٿي ويا گويا گهَر بند.
برنگِ قيس هئو صحرا نشين آ، پيو آ "فيض" ديواني جو گهَر، بند.

●

چادرِ مهرِ نقابِ رخِ تابان آهي،
شعلهء حسن، تهِ پرده، فروزان آهي.

راحتِ خلد کان، خوشتر آ گهڙو وصلِ صنم،
سخت دوزخ کان، عذابِ شبِ هجران آهي.

وحشتِ جوشِ جنون، آبله پائيءَ جو ثبوت،
خونِ آلوده، سرِ خار مغيلان آهي.

پنجهء ذوقِ زليخا جي خطا جي بدلي،
يوسفِ چاڪِ گريبان، تهِ زندان آهي.

بخت ڪمبخت ڪيو، عيش و طرب کان محروم،
رنج و غم، سوز و الم، زيست جو سامان آهي.

مژده بادِ بهاري آ صداي زنجير،
ساغرِ عيشِ جنون، حلقهء جولان آهي.

موجِ طوفانِ محبّت کان دمِ ابرِ بهار،
غيرتِ بحرِ روان، ديده گريان آهي.



٢-٢-٣/١٩٦٩ع

ذرهٔ دل ۾ نهان، وحشتِ صحرا، همدم!
قطرهٔ اشڪ ۾ طوفان جو امڪان آهي.
مستِ خسته کي بهاري ۾ نه ڪر بند، نه ڪر!
تابِ زنجير نه اي ڪاڪلِ پيچان آهي.
چشمِ بد دور، رقيبن جي آهي رخ تي نظر،
اي پري چهره! خدا تنهنجو نگهبان آهي.
لذتِ خاڪ نشيني، درِ دوست نه پڇ!
بهرِ افلاڪ زده، تختِ سليمان آهي.
بندهٔ عشق ٿو ڪعبه کي صنمخانه چوي!
ڪير ڪافر ٿو چوي، 'فيض' مسلمان آهي!



ڪمالِ ظلم سان، بيداد گر، ڪمال ڪيو،
پڇو نه حال زماني جو، منهنجو حال ڪيو.

جنونِ دشت نوردي، نه هوشِ سيرِ چمن،
زوال حال سون کي، عشقِ لازوال ڪيو.
نه ذوق باده پرستي، نه حرصِ عيش و طرب،
غمِ حبيب هو، منت ڪشِ ڪلال ڪيو.
ڪم تصورِ جانان، نه ياد آيو عدو،
خيالِ خلد، نه دوزخِ ملال ڪيو.
رهي نه خواهشِ صد رنگيِ بهشتِ برين،
جڏهن نظارهٔ نيرنگيءِ جمال ڪيو.
پناهِ آتشِ دوزخ گهري بروزِ جزا،
روان جو ديده تر، اشڪِ انفعال ڪيو.
اگرچه حال پريشان، ڪان آشنا هو جهان،
ڪڏهن نه خسته جگر جو هو ڪنهن خيال ڪيو.
رهيو نه هوش جو بي پرده، پرده پوش ٿيو،
ڪليم! خاڪ تو! نظارهٔ جمال ڪيو.
فريب وعده نئين سر نه ڏي، اي وعده شڪن،
هزار بار هو تو وعدهٔ وصال ڪيو.
چپ جو بزمِ سخن ۾، سو لاجواب چپ،
نه ڪنهن جواب ڏنو هو، نه ڪنهن سوال ڪيو.
بمثلِ غالب و حافظ، بطرزِ شعر و سخن،
مقامِ دهر ۾ پيدا سون بيمثال ڪيو.
دماغ تنهنجو ٿيو آ خراب، چرخِ ڪهن،
حريف دوست کي سمجهي، خراب حال ڪيو.

نه تخت و تاج وٺي ٿو، نه بخت و جاه و جلال،
جهان ڪان، 'فيض' قلندر جو انتقال ڪيو.

•

بہ طرفِ جامِ اشارو نگاہِ یار ڪري،
نگہ کي صورتِ صهباء پُرخمار ڪري.

ڪريم! تنهنجي نہ رحمت تي اعتبار ڪري،
گناھ ترڪ، ڪنہ پي، گناهگار ڪري.

ڪري نہ تارِ نگاہِ ڪرم سان چاره ڪري،
نہ اهلِ دل ڪوئي، دامانِ دل کي تارڪري.

مزار ڪشتۂ تيغِ نگهہ، مٿائي چڙھ،
بياد ڪشتۂ نہ رسوا، هي يادگار ڪري.

مٿائي نقشِ قدم کي نہ موجِ سيلِ روان،
گدائے راھ نشين کي ٿو اشڪبار ڪري.

ڪري جو سايۂ زلفِ دراز، سروِ روان،
خزان رسيده کي پروردۂ بهار ڪري.

رقيب، قاصد و غمخوار و رازدار رهن،
الاهي! ڪنهن تي ڪوئي، خاڪ اعتبار ڪري.

چڙهيو نہ وهم جو قاصد کي، هن جي در تي چڙهي،
مبادا راھ ۾ غفلت کان خط کي گار ڪري.

رهيو نہ صيد جو هو مشقِ تيغِ ناز ڪري،
نئون جهان کو پيدا ڪري، شڪار ڪري.

وڃي نہ ڪولي، ڪمينگاھ عشق ۾، نہ وڃي،
سرشتِ 'فيض' کي تازو ڪو دلفگار ڪري.

●

لبالب، لب تي آ جامِ السستي،
خوشا! اين شيوۂ رندي و مستي!

دريده پردۂ اسرار آهي،
ڏسو دستِ جنون جي پيش دستي.

ڏسڻ چاهين، اگر قدرت خدا جي،
وڃي ڪر بتڪدي ۾ بت پرستي.

زبان تي نعرۂ الفقرُ فخري،
مبارڪ! فاقہ مستي، تنگ دستي.

نہ ڏيندس جنت ارزان تي يارب!
متاعِ بندگي، آهي نہ سستي.

جوابِ ربِ ارني، لن تراني!
مخاطب عرش تي، هستيءَ سان هستي!

فنا في الله ٿي، مثلِ انا الحق،
سراسر حق پرستي، خود پرستي.

جزائے عاجزي آ، سربلندي،
سزائے سرڪشي، تذليل و پستي.

نہ تون دل کان وڃين ها، دل نہ تو کان،
وڃي ويران ٿي، آباد بستي.

ڪُٺليو جو 'فيض'، رازِ بود و نابود،
مقامِ صيقتۂ هستي کان هستي.

●

نگاهه مست و ميخوار و شرابي،
لبِ گلرنگ آ جامِ گلابي.

برنگِ شب، سيه زلفِ سيه تر، رخِ تابان ۾، تابِ آفتابي.
ٿيو خونِ جگر، گوهر نگه ۾، صدف ۾ قطرهٔ آبِ سحابي.
ملي ويا خاڪ ۾ منجي، شهنشه، نہ ٿيو حاصل، مقامِ بوترابي.
ٿيو شوريدگيءَ کان، سرشڪسته، بہ بحرِ عاشقي، عمرِ حبابي.
اداؤ عشوه و غمزه سان ماريو، خدا بخشي، صنم! عمرِ شهابي.
غضب آ، ظلم آ، قهر و قيامت، سرِ محفل، عدو سان بي حجابي.
اڳي هو مست رو قاصد کان آيو، اجل کي دم ڏنو، دادِ شتابي.
ڪري خوش طالعي تي ناز، جنهن کي، ميسر همنشيني، همرڪابي.
نگه کي آ ڪٿي، تابِ نظاره، نقابِ روءِ روشن، بي نقابي.
ملي چا، خسروئي الفت کي شيرين، نصيبِ ڪوهڪن، ناڪامبابي!
برنگِ شيخ، خونِ خلق، يارب! نہ پيتو هو ڪڏهن رندِ شرابي.
درِ دلبر وسايو، گهر وساري، محبّت، باعثِ خانہ خرابي.

لبِ گلگون؟ جو بوسو 'فيض' گويا،
لبالب، لب تي آ جامِ گلابي.

●

خوشا، شانِ فقيري، ڪج ڪلاهي،
رهيو قدمن ۾ تاجِ بادشاهي.

خمارِ نشهٔ دوشينه کي ٿو، کيان تازه، بجامِ صبح گاهي.
ڪري وعدو قيامت جو وڃي ٿو، قيامت آ، قيامت ناهي؟ - چاهي؟
فلڪ کان خواهشِ دادِ حوادث، عبث بيدادگر کان داد خواهي.
جهڪي چو ڪين، سر جبريل در تي، ميسر آ مقامِ قبله گاهي.
جلان ٿو، آتشِ طلبِ طرب ۾، جهنم ۾ هوي جنت! - الاهي.

درِ دلبر تي وسّ، ابر بهاران، وڃي ڏي چشمِ گريان جي گواهي.
ويو طوفان* ۾ گهر ڪان سوءِ صحرا، جنون کي آهِ ذوقِ بي پناهي.
رخِ روشن ڪان ڪر غافل رهان، ڏي، قيامت ۾ سزائي روسياهي.
وڃي آباد ڪر، ڪاخِ محبّت، اگر منظور آ گهرّ جي تباهي.
رخِ انور سان نسبت، مهر کي ڇا؟ عيان ڪوتاه بيني، ڪم نگاهي.

جزائي عجز، قهرِ بي نيازي،
گناهِ 'فيض' خستہ، بيگناهي.





# عبدالله "خواب"، حيدرآبادي

نالو عبدالله، والد جو نالو ميان علي بخش مرحوم، ذات پٺي، ولادت: ١٩-شوال ١٣٢١هه.
'خواب' صاحب جو والد ماجد، ميان علي بخش، هڪ عاشق رسول مدح خوان هو. سندس اوطاق ان دؤر ۾ سنڌ جي صاحب ذوق ماڻهن جي روايات جو نمونو هئي، جتي مسافرن ۽ مهمانن جو هميشه ميڙو لڳو پيو هوندو هو، ۽ سندس تعلق ان دؤر جي ٻرڪ شاعرن سان به هو، جهڙوڪ فاضل شاه 'فاضل' وغيره. ان ماحول ني سيد محمد حيات شاه 'حافظ' کي کهلي آندو ۽ کيس هميشه لاءِ هت رهائي ڇڏيو. راڳ رهاڻ، مدح و ثنا، مهمانن جي اچ وڃ، هن محفل جون خاص خصوصيتون هيون. ان ماحول ۾ خواب صاحب اکيون کوليون. تعليم جي لحاظ سان سڪول ۾ ٻ-چار درجا مس پڙهي سگهيو. پر پوءِ اڳتي هلي پنهنجي مطالعه ۽ مشاهدي سان گهڻو ڪجهه پرايائين. ١٩٢٦ع ڌاري 'واصف' مرحوم وٽ مشاعرن ۽ مجلسن جون رنگين محفلون ٿيڻ لڳيون، جن ۾ 'واصف' مرحوم، 'مسافر' مرحوم، فقيرمحمد 'عاجز' مرحوم، 'مخلص' مرحوم، مراد علي 'ڪاظم' مرحوم، محمد موسيٰ 'راز' ۽ حافظ حيات شاه مرحوم جهڙا پختہ گو ۽ ڪهنہ مشق شاعر شريڪ ٿيڻ لڳا. ان ماحول ۾ خواب صاحب به شرڪت ڪئي. اهوئي علمي ۽ ادبي ماحول هو، جنهن سندس موزون طبيعت کي ڪتابن جي پڙهڻ، شعر فهميءَ ۽ شعر گوئيءَ ڏانهن مائل ڪيو. ذاتي ذوق ۽ فڪري صلاحيت، رفتي رفتي کيس وڏن شاعرن جي ساٿ ۾ آندو. اڄ 'خواب' صاحب وڏن شاعرن ۾ شمار ٿئي ٿو. سندس ڪلام جي شوخي ۽ رنگيني، خيال جي ندرت ۽ بيان جي رواني، قابل داد آهي، ۽ هر صنف تي ڪلام چئي سگهيو آهي.

١٩٢٧ع ۾ مسلم ادبي سوسائٽي قائم ٿي، جنهن ۾ مرحوم ميران محمد شاه صاحب 'مير'، خانبهادر محمد صديق مرحوم ميمڻ، عطامحمد 'عطا' مرحوم، ڊاڪٽر 'خايل'، مرحوم 'بسمل'، ليکراج 'عزيز' ۽ 'غني' صاحب ڄارن شاعرن سان گڏ مشاعرن ۾ شرڪت ڪيائين. اڳتي هلي

خواب صاحب، 'خلافت تحريڪ' ۾ ڀرپور ورتو ۽ ترنم سان قومي ۽ اسلامي نظم پڙهي، سامعين جون دليون گرمائڻ لڳو. ان طرح عيد ميلاد النبي جي تقريبات ۾ نعتيه ڪلام چوڻ شروع ڪيائين.

سندس ذوق شاعريءَ جي تربيت حافظ حيات شاه 'حافظ' ۽ وڏي ڀاءُ راز صاحب ڪئي. آخري دؤر ۾ بزم خليل (۱۹۴۸ع) جي ڪچهرين، سون تي سهاڳي جو ڪم ڪيو. ان سان گڏ 'انجمن ترقي اردو' جي اردو مشاعرن ۾ به ڪلام پڙهڻ شروع ڪيائين. ان سلسلي ۾، جمعيت الشعراء جي ادبي ڪانفرنسن ۽ 'اديب سنڌ' 'مهراڻ' رسالن به خواب صاحب جي ذوق جي تڪميل جو سامان پيدا ڪيو؛ ان طرح بزم طالب المولىٰ جي ڪچهرين به ڪيس ڪافي چمڪايو.

'خواب' جي زندگي، جدوجهد جو عجيب غريب داستان آهي؛ اهو داستان نه فقط هڪ الميه آهي، پر ان سان گڏ عبرت انگيز پڻ آهي. خواب صاحب جي تاليفات ۾ چار ڪتاب غير مطبوع آهن: سنڌي ڪلام، تعبير خواب، اردو ڪلام، خيال و خواب، ۽ سفرنامو. 'سفر جو سفر' ۽ حياتيءَ جو احوال داستان درد دل. — ادارو

## حمد

اهو حوصلو ڪر عطا يا خدا،
ڪريان حمد جنهن سان بجا يا خدا.

گواهي ٿو تنهنجي ڏي باغِ جهان، بهار ۽ خزان هر فضا يا خدا.
هُويدا ڪيو خير ۽ شرّ تو، براءِ جزا ۽ سزا يا خدا.
نه تنهنجو ڪو ثاني نه تنهنجو شريڪ، تون واحد، احد، ڪبريا يا خدا.
سنئين وات گمراه کي ٿئي نصيب، انڌي کي عطا ڪر عصا يا خدا.
مدايون مٽائي ميٽ سگهين جون، صحابي سٺي مصطفيٰ يا خدا.
غلاميءَ سان انسان آزاد ڪر، خدائي جا بُت ڪر فنا يا خدا.

سگهو سر بلندي ڏي اسلام کي،
سندم 'خواب' ڪر تون سچا يا خدا.

## نظم

### اخلاق احمدي

اچڻ سان مير مرسل جي کليا در فضل و رحمت جا،
فرشتن کان چڙهي درجا ويا انسان جي رفعت جا.

هئا گمراه جي رهبر، ٿيا ان جي هدايت سان،
جي قابل ها ملامت جا، سي لائق ٿيا امانت جا.

ڪيو جنهن فرق سڀ لاهيو قومن ۽ قبيلن جو،
وڇايا جنهن اچي دنيا لئه دسترخوان نعمت جا.
اچي ڪاري جو سنجي فرق ويو، شاهه ۽ گدا هڪ ٿيا،
ڪٽلي قسمت غلامن جي، وريا وارا اخوت جا.
ڏنو آسي اچي پيغام دنيا کي هدايت جو،
ڪئين چشما ٿيا جاري انهيءَ مان علم و حڪمت جا.
غلاميءَ جي زنجيرن مان ڪري آزاد سڀني کي،
مشرف سي ڪيائين، جي هئا لائق ملامت جا.
اچي مظلوم عورت جو وڌايو مان، آن حضرت،
مليون بيواهه کي واهون، ويا ويڇا وراثت جا.
زبان کي سبق شيرين ڪلاميءَ جو ٿيو حاصل،
ٿيا در بند سڀ، ڪيني ڪپٽ، بهتان، غيبت جا.
سبق دلبا کي سيکاريئون اچي ايمان عرفان جو،
ڪڍيون قلبن مان ڪس ڪوري، مٽيا نقشا بغاوت جا.
شرف بخشيائون شاهيءَ ۾ فقيري ۽ قناعت کي،
ميسر سو مڙئي، ليڪن نه طالب ٿيا سي راحت جا.
ڪيائون ديهن جي دولت سان مالامال دنيا کي،
نشان اروار ٿيا ارتون نسورا علم و حڪمت جا.

جهليو دامن سو آهي 'خواب' ان محبوبِ داور جو،
دلاسا جنهن ڏنا آهن قيامت ۾ شفاعت جا.

## تخاطب نئو

مان پسند شعلہ نوائيءَ جي ٿو تحريڪ ڪريان،
جوت جي ڪاڪ ڪٿي شعر جا صفحا ٿو پريان.
مان نه روداد زماني جي نئين ٿو چاهيان،
وس پنجي هوائد روايت جا پنا ساڙي ڇڏيان.
عرش تي پنهنجي تخيل جا ڏيا ٿو ٻاريان،
چند تارن جي نظارن ۾ ٿو غلطان رهان.

وِس ۾ امن جي ديويءَ جو امين ٿيو آهيان،
روسياهي کي لڪائڻ جا ٿو نت سانگ ڪريان.
جن جي ڪردار ۾ آثار بغاوت جا عيان،
ڇو، قيادت ۾ انهن جي نسي رڪون ٿا ايمان.
نه اچي گل جي ڪا خوشبوءِ ٿي گلزار منجهان،
دامنِ ابرِ بهاران ۾ شرارا ٿو پسان.
آسمانن تي اڏامن ٿا ڏسو اهلِ جهان،
ڏيون ڇڄرن ۾ هنوراڙيون اچا تائين اسان.
خاڪ مان هولد ڪو اڪسير بنائي ڇڏجي،
ڪيمياگر جي ڪڏهن ڪاڻ نه مورئون ڪجي.
آدمي عظمتِ آدم کي ٿا توريئن تڪين،
بنت حوا جي ٿو عريان ڏسان زهره جبين.
تون ٿو روداد جي لمحن سان زمانا ٿاهين،
ستان پامال روايات جا اوراق ڪرين.
جيڪو فطرت جي وفائن سان بغاوت ٿو ڪري،
اهڙو باغي ٿو وفائن جي وري هام ڀري.
پنهنجي مکڙين جي تبسم کي ٿو لڙکهڻ کان جهلي،
باغبان پنهنجو ٿي، باڙون ٿو گلستان جون ڀڃي.
ڪڻ قدم اهڙو جو دنيا جي دلين ۾ ٿي رهين،
پنهنجي ايثار جو دنيا جي دلين کي ڏي يقين.

در خسرو جي اڳيان حسن جهڪي جي پوندو،
ڪوهڪن سرڻ ڦبوليندو، نه هرگز جهڪندو.

## ضمير جو آواز

جهجل منهنجي! تنهنجي جهولي، خالي ٿي وئي لولي‍ءَ کان،
شاه سچل جي شاهي ٻولي، گهٽ آهي ڇا گوليءَ کان.

ٻول ٻپائيءَ وارا جنهن جا، پڌرا پٽ تي ٻول ٿيا تنهن جا،
جا ڪنهن جا حق پامال ڪري، ٿا امن گهرون تنهن ٻوليءَ کان.

جنهن جو رسم الخط آ عربي، تاقيامت قائم رهندي،
ڪني ڇورن مان جا ٻار ٻني، سا چرڪندي سور ڏ چوليءَ ڪان.

مُلّڻي ۽ منصور جي وچ ۾، ناهه نه ڦيٽو آهه نه ڦيندو،
مرد قلندر سور نه ڏچندا، ٿيا ٿو نوهڻ نوليءَ ڪان.

تنهنجي ڌڪهر ۾ ظلم جي بدبو، منهنجو ڌڪهر مظلوم جو مرهم،
منهنجي وفا مشڪوڪ ٿي آهي، تنهنجي هلت بيڊوليءَ ڪان.

برهه جي ٻيڙ جن ٻيڙا ٻاتا، نينهن مان ٿي وڃا تن جا لاتا.
نار ۾ نُور ڏنو جن ڏچندا، چڻڱن واريءَ چوليءَ ڪان!

جن آزاديءَ جون وائون ووڙيون، ڪوتن ۾ سي قيد ٿيا،
سي رمزن مان ٿي ويا رهبر، جي ڪهٽ ها پيل ۽ ڪوليءَ ڪان.

ڪن ڏاڍ جا ڏونگر ڏاري ڏاري، رات ڪي ڏينهن جو نُور ڏنو،
ڪن سور سٺا، ڪي روهه رليا، ڪي چنا چير جي چوليءَ ڪان.

منهنجي روح رهائين ۾ جي، رچي رچي ٿي راس ويا،
دائم رنگ انهن جو آهي منهنجي روح رتوليءَ ڪان.

محمد شاهه رنگيلي وانگر رنگرليءَ جو دؤرو آهي،
رنگ محل تا ڀڪن تنهنجا، منهنجي خون جي هوليءَ ڪان.

ديس ديس جي سوداگر تي قرضن جا ويا ڪوٽ چڙهي،
پلٽي ٻُڪ ڀرم جي منگتا، منصوبن جي جهوليءَ ڪان.

ناچ لچائي بازيگر ٿو بالدر وانگر ساڙهن ڪي،
تڪ ۾ نوڙي، وقت وجهي ٿو حالت ڊاوان ڊوليءَ ڪان.

ڏير ڏهاڳ جو روڳ ڏئي ويا، ٺمر سهاڳ جو ساڻ ڪٽي ويا،
ڀيچ ازل جا ڪئين ويا ٻاني، سو ٻچ روهه جي روليءَ ڪان.

ٻُنتي مانجهي مرد نه هئندا، تخت ٻا تختو ماٺي چڙهندا،
سوري سيج تا سمجهن سرمد، ڪين ڏچن ڪنهن ڪوليءَ ڪان.

هوشوءَ، دودي، ٻارن وانگر جين ۽ جاڳڻ جو پيچ ڪوڙو،
جين ۽ جاڳڻ جن نه ٻروڙيو، ٻري رهيا سي ٻروليءَ ڪان.

دنيا لٺ ٿو ڏرم وڃائي، منصب لٺ ٿو ڦيرا ٻائي،
ڪينن ٿو اونيءَ جي لنج لاهي، لاڏيءَ جي ٻچ ڏوليءَ ڪان.

هٿن ڪٿن ٿا هڪيني تي اڄ، علم و ادب جا ڪيڏاري،
پنهنجو ننگ ناموس لٽجي ٿيو، غيرن جي ته ٺٺوليءَ ڪان.

منهنجو من تعبير جو مرڪز، تنهنجي دنيا ’خواب‘ جون ڳالهيون،
منهنجي تخيّل جي ساڪوڙي، تيڪي آ آڏاند ڪٺوليءَ ڪان.

## خطاب

حياتِ نو جو ڪاروان،
هنوز ميرِ ڪاروان،
يقين آهه يا گمان،
ٿني ٿو ساڳ ڏي روان،
هلي رهيو روان دوان؛
ڪريان ٿو نظم ۾ بيان.

طلسمهائي انقلاب،
ڪئي سو صبحِ آفتاب،
ڪئي سو رحمتِ سحاب،
ڪٿليو اسان بخت جو شهاب،
ڪٿي سا شامِ ماهتاب؛
دلين ۾ آهه اضطراب.

عروسِ نوبهار ڏس،
بهار خاردار ڏس،
چمن جو حالِ زار ڏس،
وطن جا سبزه زار ڏس،
ڏڪن ٿا مرغزار ڏس؛
شڪسته شاخسار ڏس!

ثقافتن جو دؤر آ،
حڪايتن جو طور آ،
نمود زير غور آ،
روايتن تي زور آ،
سمو اڄوڪو اؤر آ؛
نمائشن جو دؤر آ!

وطن جي دل جو دردِ مان،
مجاهدن جو فردِ مان،
عدو کي پائيان گرّدِ مان،
رُڪان ٿو رنگ زردِ مان،
۽ مرحلن جو مردِ مان؛
مزاج گرم سردِ مان.

وطن جي سونهن بينظير،
طلسم ساز دلپذير،
۽ مرحلن ۾ دستگير،
دلين جي حُبّ جي اَڪير،
صغير ٿي ڪري ڪبير؛
سجاڳ ٿي ڪري ضمير!

رهي پيالو ٿو عوام،
خمار جيئن رهي مدام،
قديم طرز، نئون نظام،
عطا ٿئي نظر جو جام،
حياتِ نو ۽ نئون پيام،
جديد صبح کي سلام!

هي ڪائنات بي‌ثبات، ابد ازل سندي حيات،
اصول ڏس تغيرات، ٿي رازدار ڪائنات،
مطيع ڪر تون ڏينهن رات، نه ذات تي ڪا آهه ڏات.

بدن سان روح ڪيو خطاب، هٽائي وقت جو نقاب،
ڏسو جبين آفتاب، لهو تمام ماهتاب،
سجاڳ ٿيو، لهو نه "خواب"، هي دؤر آهه انقلاب!

## ڪافي

*

برهه ڪئون بيحال- پيون پچائن پار پنهل جو.

سور پرائي ٿيون جي سٽيون، پٽيون تن ڪي پرت جون پٽيون
ساڄن تن جي لڌي سنڀال ......

پير اگهاڙا، ريتيون رتيون، ناڳن جون جت ليليون لٿيون،
لينهن نياڻي ڪيون نهال ......

پسي پنهل جي پاتيون پٽيون، واس وٺي سي رنگ ۾ رتيون،
ڏنائون جوت جمال ......

ونڊر وراڪا ووڙيندي وتيون، تڪيندي رات جا تارا ڪٿيون،
ههڙا ٿيڙن حال ......

لڙون لٺا ٿيا لائيون چٽيون، ڪيڻ جون ڪيتيون مڙني ڪٿيون،
پرت ڪيون پامال ......

سوهه ۾ من چون ماريون سٽيون، جيڻ جون پئون ڳنڍجي ڳٺيون،
'خواب' ڏسي خوشحال ......

## گيت

هاڻ وڃايان، توکي هاڻي، توکي هايان، هاڻ وڃائي!

پنبڻن سان راهه پٽاريان، اڇين تہ اکڙين منجهه وهاريان،
پلڪ پشاري واٽ پهاريان، ساهه ۽ سر سڀ توتان واريان:
هاڻ وڃايان توکي هاڻي، توکي هايان هاڻ وڃائي.

تارن ۾ ٿـي توکي تاڙيو، چانڊوکيءَ ۾ چنڊ چڪايو،
ڳاڙي ڳوڙها هنجڙون هاريو، بادن جا ٿـي ڏيـڙا ڌاريو:
ٻاڻ وڃايان توکي ٻائي، توکي ٻايان ٻاڻ وڃائي.

ڏيان ۾ تنهنجي محو رهان ٿو، ڪين ڏسي ٻڻ توکي ڏسان ٿو،
سهڻا سهڻا ’خواب‘ لهان ٿو، جنت جي جهولن ۾ جهلان ٿو:
ٻاڻ وڃايان توکي ٻائي، توکي ٻايان ٻاڻ وڃائي.

## غزل

●

نوازي جا نظر سا ناز وارن مان ٻ نڪري وئي،
نگاهن جـي مسيحائـي اشارن مان ٻ نڪري وئي.

ڇڏيندي هئي رڳي هڪ ئي نظر جـا اهل ِ محفل کي،
آهـا نوري نظر اڄ باده خوارن مان ٻ نڪري وئي.

ڏئو مون چشم ڪيف افزا جي هوشربا نگاهن کي،
اکين جي باده مستي ڇڻ خمارن مان ٻ نڪري وئي.

شميم ِ ڪاڪل ِ پيچان ِ طلسم ِ عـارض و گيسو،
فريب ِ حسن ساماني نـظـارن مان ٻ نڪري وئي.

اچا راهِ طلب جـي پيچ و خم ۾ ڪر نـه ٿيو آهيان،
ڪريان محسوس ٿو لذّت قرارن مان ٻ نڪري وئي.

شميم ِ گيسوئ افـڪـار جـا نـقـّال ٿـيا پيدا،
سهي تـنـقـيد ادبي طرحدارن سـان ٻ نڪري وئي.

ڏئي رت خار ِ صحرا کي ڪڏهن مون زندگي بخشي،
جياپو ڏئي جـا رنگيني بهارن مان ٻ نڪري وئي.

چراغ ِ طـّور سـان روشن ڪـيـم بزم ِ تخـّيل کي،
نحوست ظلمتن جـي روزگـارن مان ٻ نڪري وئي.

گـذرگـاهِ حـوادث کـي لـتـاڙي اڳـيـرو هئس،
زهي خوش قسمتي، منزل ستارن مان ٻ نڪري وئي.

چراغِ راهه بنجڻ کان رخِ رهبر ويو منهن موڙي،
وڌايو وک، شبِ منزل انڌارن مان بہ نکري ويئي.

نہ تخليقي، نہ تعميري، نہ فنّي فکر جي هلچل،
شعورِ زندگي اڄ 'خواب' پارن مان بہ نکري ويئي.

## رباعيون ۽ قطعا

( ١ )

هن دور ۾ آهن جو اثر ٿو وکجي،
پاڻيءَ جي عوض خون جگر ٿو وکجي؛
ناموس جو نيلام ٿا ڪن سوداگر،
ايمان جو والن تي وکر ٿو وکجي.

( ٢ )

دنيا جون دلـيون ڪن ڏنـي آواز پڏن،
اکڙين جي زبان ساڻ آهي پول پڏاءُ؛
گهٽن ۾ حقيقت جو اثر پر اهڙو،
بيدرد بہ جيئن جيءَ ۾ ڏين توکي جاءِ.

( ٣ )

پنهنجي قوت غير ملڪن جي اثر هيٺان اچي،
بي اثر ٿي جنهن ڪان اڄ ياران محفل جي پڪار؛
رعب و حشمت، دبدبو، آزاد قومن جو ڪٿي،
اي مجاهد ملڪ جا، اي همنشينو هوشيار!

( ٤ )

نہ دشت غربت ۾ چين آيو، نہ راس آيو چمن جو منظر،
حيات گلشن ۾ عمر گذري سحر جي پيغام لاءِ سڪندي؛
ڪٿي گو فطرت فضا ميسّر، ڏنائين رعنائين جي دعوت،
بهارون آيون وطن ۾ ليڪن، مگر ڪو غنچو ڏٺو نہ ڪلندي.

( ٥ )

رنگ راڳ، ناچ آهہ ثقافت جو سانگ ڪيو،
لچ آبرو حيا جا تلف ٿي ويا ڪتاب؛
اخلاق اڄ وڪامي ٿو تعليم گاهہ ۾،
صد حيف! والدين جي غيرت ڪي ڇا ٿيو؟

(٦)

نظرشناس نگهه دوربين، فڪر بلند،
ٿو جوڙي ذهن جي سپ مان شعور جا گوهر؛
لڪي نه جنهن کان سگهيو، ڪوبه ڪائنات جو راز،
رموزِ مخزنِ فطرت جو رازدان شاعر.

(٧)

ٿي جهان جي باغ ۾ آهي چمن بندي نئين،
باغبان انداز بدلايو، روش ٿي وٺي نئين؛
مثل جنهن جو ڪونه ٿيو تاريخ عالم ۾ اڃا،
عالمِ بالا ۾ عظمت آدمي جي ٿي نئين.

(٨)

بزمِ افلاڪ جا ساغر ٿا رهن گردش ۾،
وقت ميخاني جي راتين جيان گذري ٿو وڃي؛
وقت جا رند جهڪائين ٿا جنهن در سر کي،
اهڙي ماحول ۾ فرعون، خدا ٿي ٿو وڃي.

(٩)

جگر جي خون سان جسمِ غزل ۾ روح پري،
رگِ حيات کي تعبير سان ثبات ڏنم؛
قلم شعور جو شعلو، ڪيم ڪٿي شبنم،
زبانِ روح سان بي روح کي حيات ڏنم.

(١٠)

مون پيتو حرص جي ميخاني مان چُڪو اهڙو،
جو عقل هوش جي هوندي ستل سدا ٿو رهان؛
سجاڳ ٿي ٿي، ٿڪاني حيات نيٺ ڇڏيو،
مٿي حجاز جا هائي ٿو مست 'خواب' لهان.

(١١)

شمعِ هدايت، گنجِ قناعت، صبر جو دامن عورت آهه،
ڪيفِ مجسّم، نور جو پرچم، خلد جو جوڀن عورت آهه؛
عشق جي خالق، حسن جي مالڪ، مرڪزِ الفت، دولتِ دل،
چشمهٔ مستي، محفلِ هستي، مرد جي ضامن عورت آهه.



# سردار علي شاهه "ذاڪر"

جناب شاه صاحب پنهنجو تعارف هن طرح لکيو آهي:

"سيد سردار علي شاه ولد جعفر شاه بخاري، وڳل ڳوٺ پيرڙي، تعلقو گهوٽڪي، ضلعو سکر. پيدائش جي تاريخ ١- جنوري ١٩٢٨ع. پرائمري تعليم ٥ درجن تائين اسڪول ماٿيلي تعلقي گهوٽڪيءَ ۾، اسڪول ڏنوماڪو تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ ورتل. ثانوي تعليم ٥ درجن تائين ان وقت جي مڊل اسڪول ميرپور ماٿيلي ۾ ورتل. ڇهون درجو گورنمنٽ هاءِ اسڪول نوشهري فيروز مان پاس ڪيل. مئٽرڪ لوڪلبورڊ هاءِ اسڪول نواب شاه مان سال ١٩٤٦ع ۾. بي. اي (آنرس) سنڌ مسلم ڪاليج ڪراچي ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ مان.

فارسي زبان جي تعليم خانگي طور تي حاصل ڪيل ۽ سڪندر نامه تائين.

مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان انٽر پاس ڪرڻ تائين، مختلف سرڪاري محڪمن ۾ ملازمت. ١٩٤٩ع کان روزانه 'الوحيد' ڪراچيءَ ۾ سب ايڊيٽر جي حيثيت ۾ شموليت، ۽ ١٩٥٢ع تائين انهيءَ اخبار سان منسلڪ. ١٩٥٢ع ڌاري انگريزي استاد جي حيثيت ۾ حيدرآباد ۾ ملازمت. ١٩٥٣ع جي شروع کان ١٩٥٤ع جي آخر تائين ۽ ١٩٥٥ع جي آخر کان آگسٽ ١٩٥٧ع تائين، روزانه "ڪاروان" حيدرآباد جي مدير جي حيثيت ۾ ملازمت. سپٽمبر ١٩٥٧ع کان وٺي وينديءَ اڄوڪي ڏينهن تائين روزانه "مهران" ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ "مدير اعليٰ جي حيثيت ۾ ملازمت.

روزانه 'الوحيد' سان منسلڪ هئڻ واري عرصي دوران "عام راهه" نالي هڪ ماهانه رسالي جي ادارت جا فرائض انجام ڏنل، ۽ ٻن سالن تائين انهيءَ رسالي سان منسلڪ هئڻ.

ادب ۽ شاعريءَ سان انس نوشهري فيروز ۾ تعليم واري عرصي (١٩٤٦ع) کان شروع. شاعريءَ ۾ ابتدا 'ڪافي' چوڻ سان ٿي. پهرين ڪافيءَ جو ٽُل هن ريت هو:

کٿي نيڻ نازڪ نهاريو اي سائين!
مون کي ڪين ڪُٺين ۾ ڳاريو اي سائين!

اها ۽ ٻيون اهڙيون گهڻيون ئي ڪافيون چيون ويون، جيڪي نه محفوظ رهيون ۽ نه ياد. اها روئداد ١٩٤٩ع جي آخر تائين رهي.

١٩٥٠ع کان ١٩٦٠ع تائين، ڏهن سالن جي عرصي اندر، ڪن چند موقعن تي شعر چوڻ جي نوبت آئي. ان جو هڪ مکيه سبب هي هو جو انهيءَ زماني ۾ ذهن جي اندر هيءَ ڳالهه اچي ويٺي ته شاعري محض ذهني عياشي آهي، ۽ شاعر واقعي گمراهيءَ جي صحرا ۾ ڀٽڪندا رهن ٿا.

ليڪن بعد ۾ انهيءَ نقطه خيال ۾ هيءَ تبديلي آئي ته اهو شعر جيڪو صحتمند بنيادن تي تعمير ٿيل هجي، تنهن جي چوڻ ۾ ڪابه برائي ڪانه آهي. انڪري ١٩٦٠ع کان پوءِ طبيعت وري شاعريءَ جي طرف مائل ٿي، ۽ بعد جي ٤-٥ سالن واري درمياني عرصي ۾ غزل، نظم، قطعات، ڪافيون ۽ گيت لکيا ويا. ليڪن انهن جو تعداد به مشڪل سان ڪي سؤ ڪن جي قريب هوندو. اهو مختصر ذخيرو به بدقسمتيءَ سان هڪ مهربان دوست جي هٿان گم ٿي ويو. انهيءَ ذخيري مان چند دانا ڪن ٻين شاعرن جي نالي ۾ وقت بوقت نظر مان گذرندا رهن ٿا، ليڪن انهن تي هينئر ڪوبه حق رکي اٿو سگهجي!

هينئر وري ٻن-ٽن سالن کان شاعريءَ جي طرف طبيعت مائل ٿي آهي. هن دؤر جي چيل ڪلام کي شايع ڪرڻ جو شوق گهٽ رهيو، ليڪن ڪن دوستن جي اصرار تي ته ستان اهو به هيٺ مٿي نه ٿي وڃي، ان جي ڪن حصن کي وقت بوقت منظرعام تي آڻدو پيو وڃي. موجوده وقت جي شاعري زياده تر غزلن، نظمن ۽ قطعات ۽ ڪافين تي مشتمل آهي. انهن ۾ وڏو حصو نظمن جو آهي.

شاعريءَ ۾ باقاعدي ڪوبه استاد ورتل نه آهي، ليڪن جناب رشيد احمد "رشيد" لاشاري صاحب جن کي اخلاقي طور تي استاد تسليم ڪرڻو پوندو، جو هن صاحب کان ڪن موقعن تي پنهنجي ڪلام جي اصلاح ڪرائي ويٺي آهي.

فن شاعريءَ جو ڪجهو خاصو مطالعه ڪيل آهي. شاعريءَ متعلق نقطه نگاهه اهو آهي ته اها فن ۽ مقصديت ٻنهي جي حامل هئڻ گهرجي. فن کان سواءِ مقصديت بي مزه ۽ ٻُسي آهي، ۽ مقصديت کان سواءِ فن بي معنيٰ. انڪري انهيءَ نقطه نگاهه جي عملاً پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي."

جناب سيد سردار علي شاهه 'ذاڪر'، هڪ پرجوش ۽ ڪهنه مشق صحافيءَ جي حيثيت سان، اسان جي صحافت ۾ متعارف شخصيت جو مالڪ آهي. اها هڪ خوشيءَ جي ڳالهه آهي، جو صحافت جي پرخار ۽ جانڪاهه دنيا ۾ رهندي، شاهه صاحب، شاعريءَ جو پاڪيزه ۽ پختو ذوق رکي ٿو.

شاه صاحب جي جيستائين فن جو تعلق آهي، ان متعلق ائين چولدي کو بہ مبالغو نہ ٿو ڪجي تہ سندس ڪلام جي پختگي ۽ رنگيني، هن دؤر جي ڪيترن قادرالڪلام ۽ ڪهنہ مشق شاعرن کان بہ سرس آهي.

شاه صاحب جو 'فن' شاعريءَ جي هر صنف تي حاوي آهي: غزل، نظم ۽ ڪافيءَ جي سنگلاخ زمين تي، سندس طبع جي رنگينيءَ، جي دلڪش ۽ دلاويز نقش پيدا ڪيا آهن، تن جي چنڊڇاڻ ۽ تنقيدي جائزي کان پوءِ هر اهل علم ان نتيجي تي پهچي سگهي ٿو، تہ شاه صاحب جي فن ۾ هڪ باڪمال فن جي تڪميل تي پهچڻ جا سڀ فني معيار ۽ ادبي اقدار موجود آهن.

سندس ڪلام ۾ خشڪي نہ آهي، بلڪ دل ۽ دماغ کي طراوت بخشيندڙ رنگيني ۽ پختگي آهي. سندس نعتيہ توڙي عشقيہ ڪلام ۾ اصليت، جدّت ۽ ندرت آهي، ورلي اهي زمينون اهي آهن، جن جي هر پهلوءَ تي شاعرن گهڻو ڪجهہ چئي ڇڏيو آهي. اميد تہ شاه صاحب، صحافت سان گڏ هن ذوق کي پايہ تڪميل تي پهچائي، اِيا بہ وڏيڪ تجربا ڪندو، ڇو تہ هڪ شاعرئي آهي، جو صالح ۽ فڪرانگيز نصب العين پيدا ڪري سگهي ٿو. فن جو افادي پهلو بہ اهوئي آهي. ـ ادارو.

## نعتون

( ١ )

دلِ بيقرار جي آرزو، نہ تہ سيم و زر نہ سڪندري،
جا سڪونِ قلب عطا ڪري، درِ مصطفیٰ جي گداگري.
شهِ دوسراءِ جي حضور مان، ٿئي فيضياب ٿو هر گدا،
جي ڪٿو ملي تہ گهڻو مگر، جي گهڻو ملي تہ تونگري.
ڪفِ پائے يار جي خاڪ جو، ڇـا مقام آهہ ڇا مرتبو،
جي مٽي کي لاهہ تہ مشڪ، پر جي اکين ۾ پاءِ اجاگري.
اهـا وضع پيرِ مغان سندي، اهو ميڪده جـو مزاج آ،
جي ڪري ڪو عرض "ايا ايا" ملي جام جلد وري وري.
بتِ بيجمال جي نقش ۾، نہ تہ منهنجي يار جو ڪو نشان،
نہ تہ زلدگي، نہ تہ دلڪشي، نہ تہ دلبري، نہ دلاوري.
هـي شعاعِ شمس و قمر نـہ آ، نڪو اور آهہ نجوم جو،
جـا ضياءِ هـر دوسراءِ پئي، سـا تہ شمعِ حسن پيمبري.

بحضور قلب ٿجي فدا، وڃي بارگاهه جمال ۾،
اها آهه عشق جي آرزو، اها آهه ڪار قلندري.
سر دار صبر جميل پيو، ته تيغ سربسجود پيو،
هي مقام آل رسول جو جنهن سان نه همسري نه برابري.
تون اي پاڪ ذات پڇاءِ 'ذاڪر' ڪو نظر ڪي حجاز ۾،
ته اکين جو نور وڌي وڃي، ٿئي دور ديد جي ڪمتري.

( ٢ )

مرحبا، صد مرحبا!
بيڪسن جا پرجهلا!

تون حبيب ڪبريا، - شافع روز جزا،
تنهنجي امت جا آجها، - امتن جا آسرا!
بيڪسن جا پرجهلا!

'ڪين' سان خلقيا خدا، - صورتن جا سلسلا،
تون الهن جي ابتدا، - لاڏلا لولاڪ جا!
بيڪسن جا پرجهلا!

"ڪُن" چئي قادر ڪيا، - ڪارناما ڪيترا،
هي سڄي سڀئي مرحلا، - تنهنجي خاطر طئه ٿيا!
بيڪسن جا پرجهلا!

تنهنجي آسد سان آڪها، - سيڪهه سان ٿيڙا سکها،
دردمندن جي دوا، - ساڙ تنهنجي مصطفيٰ!
بيڪسن جا پرجهلا!

تون متاع بيبها، - هر غني تنهنجو گدا،
تنهنجو دامن دادلا! - مخزن جود و سخا!
بيڪسن جا پرجهلا!

جام تنهنجو جان فزا، - پي ٿيا سڀ پارسا،
ڇا منجهان ڇا ٿي ويا، - ميڪدي جا معجزا.
بيڪسن جا پرجهلا!

سُرڪ هڪڙي ساقيا! - جن چکي سي ٿيا چريا،
رقص رندن کي روا، - ميڪدي جي ساجرا!
بيڪسن جا پرجهلا!

تون امام الانبيا، - تنهنجي هو بيان پيشوا،
حشر ۾ هوندا ڪنا، - قافلن جا قافلا!
بيڪسن جا پرجهلا!

خطتون خيرالوريٰ! - سڀ پليون تنهنجيون پلا!
حلم، حرمت ۽ حيا، - داد، دلجوئي، ديا.
بيڪسن جا پرجهلا!

وات اوکي ۽ ولا، - پنّوَ پربا ان ۾ پڌا،
راهرو رڪجي ويا، - رَس اچي اي رهنما!
بيڪسن جا پرجهلا!

جي گناهن ۾ ڪٺا، - نانءَ جي نيڪي نہ ڪا،
تنهنجي لوئيءَ ۾ ليڪا، - سام تنهنجي سيدا!
بيڪسن جا پرجهلا!

مدح تنهنجي مصطفيٰ! - دافعِ رنج و بلا،
ڪر زبون 'ذاڪر' سندا، - سڀ مرض مشڪلڪشا!
بيڪسن جا پرجهلا!

## غزل



آسري ويا اڳوڻا آداب انجمن مان،
اي گردشِ زمانہ! ڪجھ عظمت ڪهن مان.

مشڪِ ختن هجي يا چندن يا عود و عنبر،
خوشبو ملي مڙن کي ڪنهن بت جي پيرهن مان.

عقل و خرد ايا پي هن ڪشمڪش ۾ قابو،
معبود آهي ڪهڙو؟ يزدان و اهرمن مان.

ظاهر ۾ پارسا پر، باطن ۾ گندگي جي،
ڍُو شيخ سان اچي ٿي، بدبوءِ برهمن مان.

ڪجهه هين طرف نظر پي، اي جورِ ڪج ڪلاهي!
”قاتل جو لاش نڪتو مقتول جي ڪفن مان“.

ٿيا مستفيض ان ڪان اغيار پار پيئي،
هي منهنجي سادگيءَ مان، هو منهنجي حسنِ ظن مان.

ڪو بوءِ گل تي مستان، ڪو رلگ ڏانهن راغب،
مرحوم مڪڙين ڪي چونڊيو اسان چمن مان.

ڪنهن جي وري اچڻ تي، گلشن جو روح رقصان،
نيرلگيون نمايان، باغِ ارم جون بن مان.

بزمِ سخن ۾ آهن، استاد پيا پر ليڪن،
صورتگري لمايان ’سردار‘ جي سخن مان.

•

همنشين، هو ته ڏسو حسن جي رفتار وري،
بند پابند سڄو عالمِ اظهار وري.

شور جهڪو ٿا پڌو، از سر بازار وري،
شڪ نه آهي ته چڙهيو عشق سرِ دار وري.

لاله و گل جي هي رنگينيءِ رخسار وري،
گلبدن پڪ ته گهمي آيو آ گلزار وري.

ساقيا، بهرِ خدا ساغرِ سرشار وري،
هوش ۾ ايندا رهن ٿا اهي ميخوار وري.

پاجهه ڪنهن جي سان ٿا پهڪن، در و ديوار وري،
جلوه گر آهه هتي، حسن جي سرڪار وري.

معجزو آه اهو، حسنِ طلب جو همدم،
رحمتون رقص ڪنان، سُوي گنهگار وري.

رحمتون منهنجي پيالي ۾ سموريون رقصان،
ان مان اڀري ٿيون ٿين، عشق جا اشعار وري.

مون ڇڏيو جنهن کي سرِ راهه قلندر جي مثال،
پيشوا ساز ڏٺم، تنهن کي جو هڪوار وري.

وعده وصل سندس، لوھ تي ليکي جي مثال،
هي فقط ناز و ادا، آري و انڪار وري.

جي ھجين رلج تہ ڪر انج خطائون ان جون،
پنھنجي 'ذاڪر' تي ٿي اي يار، ضيا بار وري.



حسن زير بار پنھنجا زلف سينگاري تہ پوء؟
ناز پنھنجي کي نوان انداز سيکاري تہ پوء؟

اي نگاهہ ناز! ڪجھہ لطف و ڪرم ڪجھہ احتياط،
زخم پنھنجا ڪو وجي ڏيهہ ڪي ڏيکاري تہ پوء؟

تون چوين ٿو، ڪين آهي تنھنجي نيڻن جو قصور،
تير پنبڻين جا وجھن مسڪين کي ماري تہ پوء؟

ننگ ۽ ناموس، عقل و هوش، ايمان سڀ عزيز،
مست نيڻن جا مگر ڏاڙيل ڪو ڌاري تہ پوء؟

هو مرڪيون، هو ماڳ، هو اهڃاڻ، هي قيد حيات،
دل سدا وچڙي وڃي ساٿي وري ساري تہ پوء؟

وصل جو وعدو وڻي وارا! تحمل ٿو ڪجي،
وعدهء فردا بہ ڪنهن ڏل سان چڏي ٽاري تہ پوء؟

هن جو ذوق رخ نمائي، منھنجو شوق ديدني،
ڪجھہ وڌي هن تي مگر ڪو شور شوڪاري تہ پوء؟

بزم هستي جي بقا لڇ موت ڪر مون کي معاف،
حسن منھنجي مرگ تي وهي هنجھون هاري تہ پوء؟

"شيخ جي" خوش آ ضعيف الحال 'ذاڪر' کي ڏسي،
هن کي پنھنجي پاڄھ سان تڙ جو ڏني تاري تہ پوء؟



شل ٿئي وچڙي وڳر پنھنجي کان ويڳاڻو نہ ڪو،
هوند اهڙي حال کان سرجيو ۽ ساماڻو نہ ڪو.

چنڊ سان چاهت رکي، اڻڄاڻ! پچري ہم پئين،
ورنہ پرڏيهي پکي! هو دام ہم داڻو نہ ڪو.

ڪنهن جي نيڻن ڪي تڏ وڪَنِ ڪاڪ تي ايري ڪنول؟
هيت نہ مومل ماڳ تي، هنّت راڄ ۾ راڻو نہ ڪو.

ڏڍ ڏکن ڏاڍو ڏنو ۽ سور ساٿاري ٿيا،
سچ اچو سرتيون! سکن مان ساہ سياڻو نہ ڪو.

واٽ وسندي ڪي ڇنڊي، ٻاهوڙجي ٻـر ۾ پيا،
ٻاجهہ ٻن ايندو نظر، ٿـر ۾ ٽڪن ٽاڻو نہ ڪو.

پل هجن ڪي ملڪ جا مالڪ ۽ دولت جا ڌڻي،
واٽ مون ووڙي ڏٺي، وڏ ليئن ڪان لاڻو نہ ڪو.

ڪا ليهاري ليـٽ هئي جنهن راوَ ڪي راضي ڪيو،
مار ڪا ٻي هئي، مهاڻي جـو هيو ماڻو نہ ڪو!

جنهن ڪي جادو ٿا چون سا آہ 'ذاڪر' جي زبان،
ان مان جو نيڪتو تہ لڪتو، ٻول ٻاراڻو نہ ڪو.



سڌَ آهہ تہ سولي اي سرتيون! سک آہ تہ مون سان ساڻ هلو،
ڪو نينهن نباهي سان نبري؟ اوهين پرت ننگر ڏي پاڻ هلو.

هي ڇنڊ پرالهون پوئي جـو، هي واٽ ورن وڪڙن واري،
ڪنهن پرت جي پانڌيءَ جا پيرا آثار ڏسي اهڃاڻ هلو.

هين ٻار ڏجها، ڏک ڏوري ۽ هُن ٻار محبت جون موجون،
ميهر سان جي ملڻو آہ تہ پو، موٽو نہ، مَتي مهراڻ هلو.

هي بحث مڙئي بيهودا، بيڪار بهانا ۽ ٻاتيون،
جي هوت ڏي هلڻو آہ تہ پو 'چو چا' جي ڇڏي ڇڪتاڻ هلو.

ويو ساٿ سوڀلو نڪري ٻـر جي راہ ۾ ان ڪـي رسڻو آ،
دم دير ڪريو هڪڙي لہ هتي، هر حال ۾ مونسان هاڻ هلو.

جي ٻيچ ٻرين سان ٻاپو ٿيون، ڇو گهر ويٺي گهرايو ٿيون،
پيڙ آہ تہ پو پيئرا پلجي، پنهنجا نہ پڪوڙي پاڻ هلو.

ڪي ڏوڙ ڏڌڙ جون ديوانيون، ڪي ٻيٽ جي ٽڪي ۾ ٻوريون،
جي ٻيٽ اوهان جو آہ پنهون، پوءِ ڪيچ ڏي ڪنهن جي ڪاڻ هلو.

ڳجڪوڙ ڳاڪن ۾ آهه گهڻي، چمڪاٽ ڪرن هر ويل وڄون،
پڪ آهه ته پنهنجي ملڪ مٿان مينهن جا ٿيا مانداڻ هلو.
اي وره وڪر جا ونجارا! ساگر جي سٿائن جا سونها!
انجاڻ آسونهون آهي، وٺي "سردار علي" ڪي ساڻ هلو.

●

رات ڪهڙي طرح ڪٽي سائين،
جڏهن ڪو من ۾ جهڳي مٽي سائين.

سور مون ڪي سمورو سلٿو آهي، جهٽڪ مون کي نه ڏي جهٽي سائين.
منهنجي لڙڪن تي ٺهڪ دنيا جا، مون پڌا پنهنجي ڪهڻي سائين.
هي ڪڙي آهه ۽ ڪيري واري، سٽي نه آهي مٽي ڪٽي سائين.
دور ڪان ڪو ايا پڪاري پيو، او اهو! ڏس هتان هٽي سائين.
مون ڏٺو ٻاڻ کي پيالي ۾، گوه جمشيد ڪان ڪٽي سائين.
لاء الله شيخ، شاه الا الله، هوڪو هوڪو هٽي هٽي سائين.

●

ڪيو وعدو پرين اڄ جي اچڻ جو،
اسان سميو ڪيو نسري لچڻ جو.

مڙيا مجذوب ۽ مستان ڪٺي، پڌي منهنجي اگڻ محفل مچڻ جو.
ڪيو دلدار ڏونداڙي ڏيڻ مان، گهٽو ڏيپ هو گناهن ۾ ڪچڻ جو.
سکيا سون پرت جو پير مغان ڪان، طريقو رنگ الفت ۾ رچڻ جو.
مليو سچ عشق جو حق مهر ۾، ڏکيءَ کي ڏاج پيڪن ڪان پچڻ جو.
اناٿيا پون اسان کي سوي مقتل، ٻيلو يارن ڪيو پنهنجي بچڻ جو.

●

ٻاڻ کي ٻاڻ سان پٽي ته ڪٽي، هوند جي هوڏ ڪان هٽي ته ڪٽي.
بوجهه هوندي چڙهيو ٻ-واڻي تي، ڪنهن سنٿين موڙ ڏي مٽي ته ڪٽي.
وره ورٿي مشال آ جنهن ۾، ٻاڻ کي واڻ جيئن وٺي ته ڪٽي.
حرص جي چڪ چڪان جو چيهه نه ڪو، لوڀ جي لوڙه کي لٽي ته ڪٽي.
سيج سولي نه آهه سولي ڪان، سر جو سانگو ڪو آت سٽي ته ڪٽي.
هوش هوندو ته حوصلو ويندو، زندگي ڪيف ۾ ڪٽي ته ڪٽي.
چڏ ڪٽي شيخ زلگ 'ذاڪر' سان، ڀاڳ هن جا ڀلا ڪٽي ته ڪٽي.

# نظم

## ڪولجن جي قطار

اڄ ورِي اوڀهه طرف هر ويل ڪولجن جي قطار،
ڪرڪنديون ڪاڏي وڃن، ڪنهن جو انهن کي انتظار؟

لال ڳل، ڳوريون ڳچيون، سوپيا ۾ سهڻي جي مثال،
جُهڙ جي ساگر ڪي تري، آڪري وڃن ٿيون آرپار.

ٻڌَ اهي، جن تي چُنيءَ جا ڇيٽ ۽ اجرڪ جون اکيون،
ڀٽيون جن ساڻ ڏکن پنهنجي امنگن جو اپار.

جڻ وريون پنهنجي وطن کهڪاف پربت جون پريون،
يا ڪي شهزاديون ڪري موتيون هجن شاهي شڪار.

مهڙ ۾ جيئن مارئي پوبان سهيلين جون صفون،
ڪيت پنهنجي ڏي وڃن ٿيون پاند ۾ پائي پيار.

جڻ ته ڪي حورون چڙهيل آهن هوا جي دوش تي،
جڻ ڪي شهتارا هجن ساگر جي سيني تي سوار.

ڪو ته ڪاڏو آهه جو ڪاهيو وڃن ٿيون ڪيچ ڏي،
ڪنپ ڪٿا تن جا، اٿن ڀر ڀيڄ ڀيڄان جي پچار.

يا ته ڪو پيغام آيو آ پنهونءَ جي پار ڪسان،
يا ٻُڌي آهي انهن پب جي ڏٺيءَ جي ڪا پڪار.

مون پڇيو ڪهڙو سبب ان سرعتِ پرواز جو؟
مام ۾ مرڪي چيائون: ”ڳالهه ٻڌ ڳهلا ڳنوارا

”هن طرف، پنهنجي پرين جي محفلِ ميلاد آهه،
پهچو آهي، مستان محبوب ڏني سهڻو ميار“.

”ممڪن آهي ٿئي اسان جو وات تي ويندي وصال،
هيءُ ٻہ هڪ اعجاز آهي عاشقن لئہ افتخار“.

تون ٻہ رک پنهنجي پرين سان سڪ اها ’سردار شاهه‘،
جو ته ان تي آ سين جي عاقبت جو انحصار.

# ڪينجهر

اي ڪشورِ تمدّن جي تاجدار ڪينجهر!

تون ملڪہ محبّت، رومان خيز راڻي،
سنڌو جي سرزمين جي ڏن مال جي ڏياڻي،
حسن و جمال تنهنجو ڪونين جي ڪهاڻي،
معلوم ناهہ ڇا لئہ توکي سڏن سهاڻي:

هر ذات جي تون زينت، ڪامڻ ڪنوار ڪينجهر،
اي ڪشورِ تمدّن جي تاجدار ڪينجهر!

تون عشق جي امانت، سوغات تون سمن جي،
پاڪيزگي جي پيڪر، اي جٽاپري جڳن جي،
بزمِ جهان جي رونق، آسِ انجمن جي،
هر گلستان جي زينت، چانڊاڻ تون چمن جي:

تون مطلع محبّت ابرِ بهار ڪينجهر،
اي ڪشورِ تمدّن جي تاجدار ڪينجهر!

تون تئڙ ڏٺي تماچي جي نينهن جي نشاني،
صورت ۾ مٽ نہ تنهنجو، سيرت ۾ ڪوبہ ثاني،
جلوو جمال جاذب، جذبات ۾ جواني،
تنهنجي طفيل ساري ساگر تي مهرباني:

عالم تي تنهنجا احسان آهن اپار ڪينجهر!
اي ڪشورِ تمدّن جي تاجدار ڪينجهر!

تون سورمي سهاڳڻ، دارين جي دلاري،
تنهنجي ادا ۾ عظمت، عظمت ۾ انڪساري،
نئڙت وڏاهو تنهنجو ناموس لاسپاري،
عزّت سلي نہ آهي توکي ڪٿان آڌاري:
بخشيو ڪمال توکي خود ڪردگار ڪينجهر!
اي ڪشورِ تمدّن جي تاجدار ڪينجهر!

تعريف تنهنجي سڪ سان بسيار ڪئي پٽالي،
تنهنجي گڻن کي ڳايو، تنهنجي ثنا سڻائي،

'ڪلري' سڌن جي توکي ڪن ڪوه ٿا ڪچالي؟
ايڏي اڇات تومان! ايڏي آڇا ترائي!

نوري آ نان؛ تنهنجو، تون نيڪ نار ڪينجهر،
اي ڪشور ِ تمدّن جي تاجدار ڪينجهر!

ڪندرن ۾ ناهـ غيرت، آتش نه آرزو ڪا،
شڪوه بغير ناهي ڪنهن ڳالهه گفتگو ڪا،
خود داريءَ نظر جي مطلوب آهه خو ڪا،
زنده رهڻ جي 'ذاڪر' جاڪوڙ جستجو ڪا:

غيرن کان ڪهٽ نه آهي مون تي ميار ڪينجهر!
اي ڪشور ِ تمدّن جي تاجدار ڪينجهر!

## قطعات

( ۱ )

هر طرف حسن و حيا، مهر و وفا مان جي ڳالهه،
وسعت ِ قلب و نظر، غيرت ِ ايمان جي ڳالهه؛
معترف جنهن جا رهن ارض و سما ٿا اڄ پڻ،
همنشين آهه اها وادي مهران جي ڳالهه!

( ۲ )

هوس کي اوج ٿو گهرجي، اثر پڻ،
سکن جي سيج پڻ ۽ سيم و زر پڻ؛
مگر مطلوب ناهي بيت-بوجا،
سکون ِ قلب لئه گهرجي سمر پڻ!

( ۳ )

ضرورت ڪنهن کي دينار و درم جي،
سدا سڪ ساه ۾ ڪنهن کي صنم جي؛
گداي ميڪده کي مهر گهرجي،
شفيع المذنبين شاه ِ امم جي!

# گيت

## ڏور آ تنهنجو ڏيهہ

ڏور آ تنهنجو ڏيهہ، مسافر! ڏور آ تنهنجو ڏيهہ.

روپ لنگر جو آهين راهي، ڪٿ تون ڪين سفر ۾ ساهي:
وڃ تي سور نہ ويهہ - مسافر...

ترٽو آ سورن جو ساگر، جنهن ۾ لهرن جا لک لشڪر:
جهولين ناهي ڇيهہ - مسافر...

مشڪل آهي عشق جي منزل، ان لئہ گهرجي ٿي دهري دل:
پرجهي تنهن ۾ پيهہ - مسافر...

سُرت وڃائج ڪين سفر ۾، نسري ايندء ليڪ نظر ۾:
سچ سک جو سانيهہ - مسافر...

## نئين طرز

اي لال ڪنوار پنهوري!
تون ساوڻ رُت جي راڻي،
رم جهم جي راڄ ڏياڻي؛
تون اڀ ڏي واهہ اڏاڻي،
تنهنجي پيرن هيٺان پاڻي؛
تنهنجو انگ انگ هڪ آڪاڻي،
ڄڻ سيتارام ڪهاڻي:
تنهنجي ڪنبڻ ۾ ڪستوري!

(٢)

پر اڄ اي نار اسماڻي!
تنهنجي حالت حيرت هاڻي!
تون ڪهڙي سور سٽاڻي؟
جهر جهنگ ڦرين جوڳياڻي!
تنهنجي من ۾ اڻ ماڻدالي،
جيئن جهڻ ڪي جهڳي جهانگياڻي:
تنهنجي هرڪا آس اڌوري!

( ٣ )

ڪجھ ڀول ڇڏي ڀاراڻي،
ڏي ويڙهس ڪا تہ وراڻي؛
ڇا ٻار ڇني ياراڻي؟
يا ور لئي تون ويڳاڻي؟
يا تنهجي نيڻ نگر ليائي،
وڃي رب جي ٻار رسائي؟
يا موڙهين ڀي مجبوري؟

( ٤ )

مان سمجهان تو تہ سياڻي!
تو تند تڪبر تاڻي؛
تنهجي روپ ڪان آهہ رنجاڻي،
ڪا دلڙي دردن هاڻي،
وڃي عرش تي آهہ اڳهاڻي؛
ڀر سرور تينده ساڻي:
تنهجي ميڻيندو معذوري-
اي لال ڪنوار پنهوري!

## ڪافيون

*

رخ روشن نورنشان ڏسڻ جو اکين کي الڪو آ.

ڏک سور ڏجها ۽ ڏوري دل ۾ دردن جو دهمان،
اهو سورن جو سامان اسان ڏي مرڪي ٻار مڪو آ:
ڀنڀڻيون تير ڀرون جڻ ڀالا چشمن جا چوگان،
اهو جنگ سندو جولان، ڏنو جنهن تنهن جو ساهہ سڪو آ.
حسن ڀي حيران ٿيا سڀ جن" ملڪ انسان،
ڪيو مني بن جنهن مستان، مڙن کي ڪنهن جو چاهہ چڪو آ.
مرض اڳيان مجبور مسيح الملڪ لڄي لقمان،
منهنجي دردن جو درمان ٻرين جي ٻاجهہ سندو ٻرڪو آ.
سار ڳڏي 'سردار علي' جي، عربي جو احسان،
لشو هرڪو وهم گمان، رهيو ڪو خوف نہ ڪو ڪٿڪو آ.

مهراڻ

*

دل ديد کئي ديواني ـ او جاني! شل ٻاجهه ٿيءِ.

ٻنهيون تير پرون جڻ ڀالا،
چشمن جا سپ ناز ٽرالا،
ڪر نيڻن تي نگراني ـ او جاني! شل ٻاجهه ٿيءِ.

لوڏ ٿرين، تنهنجي لاڪيٽي،
ٻانهن ـ اڇل سان ٻڌي ليٽي،
تنهنجا لاڏ مڙيئي لاثاني ـ او جاني! شل ٻاجهه ٿيءِ.

حجت آهه لـ توسان تيرّ جي،
زوراور! زاري 'ذاڪر' جي،
تون ڏيهه ڏٺي، سان ڏاني ـ او جاني! شل ٻاجهه ٿيءِ.

؟

لالي لبن کي لائي،
ٻنهنجي حسين هٿن سان غنچي کي گل بنائي،
نيڻن ۾ نينهن لائي؛
پيالا ڀري پرت جا،
ازلي اڃايان جي اوسات کي اجهائڻ؛
سڪ جي سهيلين کان، ڳيچن سان ڳت ڳنڊائي،
ڪاري ٻلا ٻنائي؛
جهانجهر ٻڌن ۾ ٻائي،
ناز و ادا نچائي؛
هٿ ٻاڻ کي ڏڪائي،
ٻهڪڻ ٻڪل ورائي:
ڪامڻ ڪنوار آئيي،
بي اختيار آئيي!
نازن ڀري نظر سان آبِ حيات هارڻ،
جذبات کي جيارڻ،
گيتي ۾ گل اپارڻ؛
دوشيزهٔ چمن جي جوڀن ۾ جوت ٻارڻ،
هر انگ کي اجارڻ،

سيني ۾ ساهه ڦوڪڻ؛
سيتا جي سونهن ڀڄي،
دل جي ورونهن ڀڄي؛
سپنن کي سچ بنائڻ،
هر آس کي اڪهائڻ؛
نوخيز نار آئي،
مستانه وار آئي!
قسمت کٽي ڪُڇڻ، تي ان کي برات بخشڻ،
بلبل کي بات بخشڻ،
مرحوم مکڙين کي حسن و حيات بخشڻ،
قدرت وٽان ڪرم جي ٻس ڪائنات بخشڻ:
فصلِ بهار آئي،
بي اختيار آئي،
مستانه وار آئي!





# ا. ح. جئسنگهاڻي «سام»

ا. ح. جئسنگهاڻي "سام"، اصل ويٺل طيب، تعلقي رتيديري جو ۽ حال رهندڙ لاڙڪاڻي ۾ آهي. سندس جنم جي تاريخ ٣- جون ١٩٠٣ع آهي ۽ سندس زندگيءَ جا خاص واقعات هن ريت آهن:

تعليم: چار درجا انگريزي رتيديري جي اي. وي اسڪول ۾ وڃڻ بعد شڪارپور جي هاءِ اسڪول ۾ داخل ٿيو، مگر پنجين درجي جي امتحان ڏيڻ کان اڳ ئي قطع تعلقات (Non co-operation) هلچل شروع ٿيڻ تي سرڪاري اسڪول ڇڏي، شڪارپور ۾ قومي اسڪول جي برپا ڪرڻ لاءِ شري ليلارام ڦيروانيءَ سان ساٿ ڏنائين؛ نه فقط چندن وغيره گڏ ڪرڻ جي ڪم ۾، مگر پڻ ڇوڪرن کي پڻ قطع تعلقات جي هلچل ۾ آڻڻ واري ڪم ۾. انهيءَ عرصي ۾ ساڌو واسواڻي صاحب ۽ ميسيو پال رچرڊ جي اثر هيٺ آيو. جن سان اڳتي هلي ڪري ڪيترن سالن لاءِ سندس ڳهاٽا ناتا رهيا. مسيو پال رچرڊ جي نيئڊ تي "سام" صاحب نندي جمار ۾ ئي سير تي نڪتو ۽ وڃي سانس ڪوٽ ڳڙهه طرف مليو، جو سملي کان اٽڪل پنجاهه ميل پهاڙ ۾ اندر آهي. اها مسافري سملي کان اڍائي ڏينهن جي عرصي ۾ پيدل پنهنجي هڪ سائيءَ سان گڏ ڪري وڃي پنهنجي پياري اڳواڻ سان مليو. ٿورن مهينن بعد مسيو پال رچرڊ پهاڙ تان لهي، سندس ڳوٺ طيب ۾ سانس ملڻ آيو ۽ اتان گڏجي سڄي سنڌ جو پنهي سير ڪيو. ان کان پوءِ مسيو پال رچرڊ جلد ئي پنهنجي ديس فرانس ڏانهن هليو ويو ۽ سندس نيئڊ تي جئسنگهاڻي ١٩٢٤ع ۾ يورپ جي سير تي ويو. فرانس، آلجيريا ۽ سئٽزرلئنڊ ۾ گهڻو ڪري سڄو سير مسيو پال رچرڊ سان گڏجي ڪيائين ۽ اٽڪل ٻارهن مهينن جي سير ۾ ڀيا ڪيترا يورپ جا ملڪ ۽ اسلامي تهذيب جا مرڪز- مصر، پئلسٽائين ۽ شام ۽ اتر- آفريڪا ڏٺائين؛ جن کيس اسلامي تاريخ ۽ لٽريچر سان واقف ڪرايو. سندس تعليم ۾ جيڪا قطع تعلقات ڪري اوڻائي رهجي ويئي هئي، ان سير ۽ وڏن عالمن جي صحبت ساڻ پوري ٿي ويئي. سندس علم ۽ اڀياس جي شوق کيس انهيءَ حد تي پهچايو جو ننڍيءَ جمار ۾ ئي ڪيترا انگريزي ڪتاب لکيائين، جي پڙهي، مسيو پال رچرڊ ۽ ساڌو واسواڻي صاحب کيس گهڻو همٿائڻ لڳا ته اهي ڪتاب شايع ٿيڻ گهرجن. انهن مان ست ڪتاب ميسرس گڻيش اينڊ ڪمپني مدراس جي ١٩٢٨ع کان پوءِ جلد جلد ڇپائي پڌرا ڪيا. سندس انگريزي ڇپايل ڪتابن جا نالا هي آهن:

The Temple of Joy; Dialogues in Ashram; The Vision of life; Talks with Eeyee; Spiritual life; The model village; ۽ If Truth at last be told.

ٻيا ٻه ڪيترا ڪتاب سندس تيار ٿيل آهن، مگر ڇاڪاڻ ملڪ جي جدا ٿيڻ سبب مدراس ۾ ڇپجي ڪونه سگهيا، ۽ اڄ تائين اڻ ڇپيا ڪنهن نئين پبلشر جا محتاج آهن. سندس انگريزي ڪتابن جا تبصرا گڏيل هند ۽ يورپ جي ڪيترن رسالن ۾ ايندا هئا؛ اهي سيئي سندس خيال جي بلنديءَ ۽ تحرير لاءِ داد ڏين ٿا.

انهيءَ وقت ۾ ڪراچيءَ مان هڪ ماهوار رسالو "New Age" نالي پڻ شايع ڪيائين. ڪراچيءَ ۾ ڇپائيءَ جي ڪم سان گڏ "اڪبر آشرم" جي استاپن ڪرڻ جو ڪم اتي شروع ڪيو هئائين، جنهن جا خاص مقصد هئا هندو مسلم ايڪتا ۽ مذهبي ميلاپ. ڪراچيءَ مان انهيءَ آدرش حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيترا ٽرئڪٽ ڪڍيائين، جن جي پڻ سنڌ، هند ۽ ٻاهرين ملڪن جي ادبي مرڪزن ۾ چڱيءَ طرح آجيان ٿي هئي ١٩٣٤ع کان پوءِ، پنهنجي رسالن جو ڪم هڪ دوست مسٽر آرٿرينگ جي حوالي ڪري ۽ رسالي کي هفتيوار بڻائي، پاڻ پنهنجي زمينداريءَ تي ڳوٺ طيب موٽي آيو.

طيب ۾ پنهنجي زمينداريءَ جي سنڀال سان گڏ ڪڙمين جي حالتن ۾ سڌاري آڻڻ ۽ انهن جي ٻارن کي سوشل ميٽنگن ۽ ميڙن دواران تعليم ۽ تهذيب ڏانهن ڇڪڻ، ڪيس سڀ کان وڌيڪ پيارو ڪم هو. ازانسواءِ پوک جا نوان طريقا ڪڙمين کي سيکارڻ، هڪ ٻاجهن جو ريسرچ فارم Research form رکائين، ڪڙمين جي ڪوآپريٽو اسٽور کولائين، ڪامين ڪڙمين ۽ پنهنجي وچ ۾ برابري پوڄن دواران ميل ميلاپ جي پاڪ وڌائڻ جي ڏس ۾ پڻ چڱي شروعات ڪيائين. ان سان گڏوگڏ صبح ۽ شام جو "اڪبر آشرم" ست سنگ جاري رهندو هو، جنهن ۾ ڪيترا صوفي فقير وقت بوقت اچي شامل ٿيندا هئا. طيب ۾ جيڪو آل سنڌ صوفي سماگم ١٩٤٠ع ۾ لڳو، تنهن جهڙو ميلو وري ڪنهن ٻئي ڳوٺ ۾ مشڪل لڳو هوندو. اهو سڀ سام صاحب جي ڪوشش سان ٿيو.

ملڪ جي ورهاڱي بعد سندس پاڙر ۽ عزيز ڪيترا هندستان هليا ويا، پر جڳسنگهاڻي صاحب وطن عزيز سان الوداع ڪري ڪين سگهيو. پنهنجي ڳوٺ ۾ سندس ڪو به ست مائٽ ڪونه رهيو، ان ڪري لاڙڪاڻي شهر ۾ سڪونت پذير ٿيو، جتي سندس جيون ساٿي سرلاديوي سائس گڏ رهي ٿي ۽ ٻئي گڏجي "اڪبر آشرم" پبليڪيشن دواران سنڌي ادب جي خدمت ڪندا رهن ٿا. هن لاڙڪاڻي واري دور ۾، خاص ڪري پنهنجي سنڌي شعر جي سڌاري ڪرڻ ۽ ڇپائڻ جو ڪم سام صاحب هٿ ۾ ڪنيو آهي. انهيءَ عرصي ۾ سندس "ديوان" ۽ ٻيا ڪيترا ڪتاب جهڙوڪ "تون ۽ مان"، "پينوءَ جي سوغات"، "دل جو جام سدا پرپور" ۽ "آتم باغ" شايع ٿي چڪا آهن.

پنهنجي مادري سنڌي زبان کان سواءِ، سام صاحب کي فارسي، هندي، اردو ۽ سرائڪي زبانن تي پڻ عبور حاصل آهي. هن لاڙڪاڻي واري دور ۾ سندن "فارسي ديوان" به جڙي

پيار ٿيو آهي ۽ اڪبر آشرم جي رسالي "رهاڻ" ۾ آن مان چونڊ غزل وقت بوقت ڏنا ويندا آهن. سندس اردو شعر جو انتخاب زير طبع آهي، جو پڻ قسطن ۾ رسالي "رهاڻ" ۾ ڏنو وڃي ٿو.

سام صاحب جا دوست هر فرقي ۽ هر قوم ۾ ڳڻيا سگهجن ٿا. سيد اظهر شاه گيلاني "ديوان سام" جي مقدمي ۾ سندس لاءِ لکي ٿو: "سام صاحب نه هندو آهي نه مسلمان؛ نه منڪر نه مشرڪ: هو صوفي باصفا، صاف دل، صاف نيت، صاف گو، تڪبر ۽ ڪيني کان ڪناره ڪش، صلح ڪل ۽ انسانيت جو سچو خير خواه آهي... هو روحانيت جو پرستار، ماديت کان بيزار آهي؛ هو بنده کي بنده، خدا کي خدا سمجهي ٿو؛ هن جو خدا جي هيڪڙائيءَ تي ايمان آهي. هو زنده دل ۽ با اخلاق صوفي شاعر آهي، ان جو ڪلام انسان کي اخلاق و محبت جي دعوت ڏيندو رهي ٿو."-

## غزل



گل و بلبل سنديون ڳالهيون نوان شاعر نه ڳائن ٿا،
سندن دل کي شڪم جا مسئلا اڄ صرف پائن ٿا.

وڃن ٿا باغ هئندا اڄ، جهنگل ڪٽيا، جبل هپندا،
ملون ۽ ڪارخانا آت چگي وَهواند لائن ٿا.

سمنڊ سوڙهو، فضا سوڙهي، وڃو خود چرخ سوڙهو ٿي،
پکيڙيا پرَ مشين هرجا ۽ رابط ڏن مچائن ٿا.

جتي انسان جو پيرو آتي حيوان نه ڪن ديرو،
پرندا اڄ تيزي پکڙي ڳچيون ۽ سير لڪائن ٿا.

ستارن تي نظر جن جي انهن کي ناهه پنهنجي چاڻ،
وٺيون چنڊ جون سچائن ٿا، نظر دل ۾ نه پائن ٿا.

هوَس جي هر طلب تي عقل انساني سندو پايو،
پلا جو علم ۽ سائنس گهبراهٽ وڌائن ٿا.

گلن جي بُو، تنوارون بلبلن جون هت نه رهنديون يار،
نوان شاعر، عجب ناهي، سي اگ ۾ خود پلائن ٿا.

ڪري ٿو "سام" حسن و عشق جون ڳالهيون اڃا چالنه؟
تنگيءَ جي هن زماني ۾ نشان رَه بتائن ٿا.

سهارو "سام" جو آهن هي سک ۽ پيار جون ڳالهيون،
حيات و موت مطلب ڪونه تين بن ڪو سمائن ٿا.

هجن بهارون سدا زندگيءَ جي باغن ۾،
رهي ڪا سڪ پري خوشبوءِ سدا گلابن ۾.
وڏي رهاڻ ۽ رلِمل چمن ۾ صحبت جي،
کهُلي نسيم، ونا روح و دل جي ساڳن ۾.
تڪيان ٿو روز مان راهون اچا پي وصل سنديون،
رهان ٿو خوش مان سدا پيار جي دلاسن ۾.
کهران نشو مان ڏيئي راند حسن و الفت جي،
دعائي خير پريل آهه منهنجي راڳن ۾.
رهي ٿو موت جو پاڇو مٿان سِڻ جي سدا،
ڪمي نه پَر ڪا اچي شوق جي تڙاڳن ۾.
عطائي پار سمجهه "سامر" تون غور دل ڪي،
تجلي حسن جي ڏِس عشق جي عذابن ۾.
چراغ چاهه جا سڪ مان جڳاهه "سامر" سدا،
اجالو شل رهي ارمان جي اطاقن ۾.

## نظم

### شاعر کي خطاب

مچجي ڪٿي چمن ۾ فصلِ بهار آهي،
ڀر بيقرار منهنجو چو قلبِ زار آهي!
باغن جي رُوءِ ساڳي گلڙن ۾ بوءِ ساڳي،
دنيائي شاعريءَ ۾ چو انتشار آهي؟
ملڪِ خيال جو تون خود بادشاهه آهين،
دل چو خسيس باتين مان بيقرار آهي؟
تنهنجا خيال آهن، اي شاه! تنهنجا هٿيار،
ميدانِ فڪر ۾ ڪا ٿيئي نه هار آهي!
تون آن زبانِ عالم، تون ترجمانِ عالم،
آواز تنهنجو شاعر! جڳ جي پڪار آهي.
نوڪِ قلم مان ڪاٿيا ٿي مير تو هر ستم جا،
اج توکي ڪنهن جو ڪنهن جو هت انتظار آهي.

فڪر و نظر سان تنهنجي حل ٿيندا سڀ مسائل،
نظر، جهان جو توتي دارو مدار آهي.

تون ٿو فقط پُڌين اچ خالي ٺڪر جون دانهون،
ليڪن بشر جو دل مز ڀڻ اچ نزار آهي.

مذهب ٿي قيد ٿيو اچ، آهي چيڪڙ سياست،
روح، وقار، انسان اچ اهڙو خوار آهي!

ٿو عقل جو حاتيء تي پروسو رهي نت،
پر عشق جو اجل تي ٻي اعتبار آهي.

حق جي چوڻ کان ڪٽن ٿي لرزي زبان انهيء جي،
سوليء مٿان ٻ- جنهن جي دل کي قرار آهي!

سينگار سونهن گل جي خوبيء جو آ اشارو،
هستيء جو باغ جنهن ۾ هر طور خوار آهي.

گلڙن جو ناز نخرو، بلبل جو چهچهاڻو،
درس، وفا جو گويا هڪ اختصار آهي.

چا باغ گل ۽ بلبل، چا پيت جي لڙاني،
سڀ "سار" عشق تنهنجي جو ڪاروبار آهي.

حق گوئي، حق شناسي اچ "سار" کي چوي ٿي،
حق جي ٻرڪ جي هڪ جا، منّتل ۽ دار آهي.

دنيا کي "سار" آتش اچ حرص جي لڳي آ،
نارڻ جي لاء آنسو هڪ آبشار آهي.

## ڪافيون

*

وچ موت موئي منهنجي در تان ميان، توکان عشق اگهي هت آيو هو!
جند جان ڪٽي ويو مال مڏي، ڏ َن" جيڪو هت مون ڪمايو هو،

نينهن نظرن ساڻ جاڳايائين، جانُ "موتو" مرڻ جو جاڙايائين،
نشو "سري اناسيره" جو لاتائين، جام، جم نہ اهڙو سمايو هو.

جت جوء جيئڻ جي ناهہ ميان، جت موت جو هير نہ ٿيو آ اچا،
جت ناهہ دوام و فنا جو نشان، آت دلبر ساڻ ڏ َسايو هو.

پاڻ پنهنجو ڪڏهن لهي ٿا سگهون، نظرن ۾ سدا ساجن کي رکون،
هر شيء ۾ سڀ لالڻ کي ليکون، درس عشق اهو ئي پڙهايو هو.

خواهش نه رهي نه ڪا آهه خوشي، ڪيان تنهنجي پلا خاطر ڪهڙي،
تنهنجو چترڪ جيئڻ سو ويو هُو چري، ذرو پڻ ڪان مون نه بچايو هو.

جڏهن "سام" تيس مان ساجن جي، تون سامُ وئين مون ڪان وسري،
تيس آسَرَ ميٺائي هيء هستي، ڪيڏي پاڻ سان جو ڪي پرايو هو.

*

[سرائڪي]

عشق ڪيتا روشن گهر ساڏا ڏيئے ول نہ جگيسون وے،
يار دي صورت نظر ڪيتو سے مول نہ مندر ويسون وے،

دل دي پٽي وچ دَرسُ پڙهيوسے، باب برہ دا صحيح سمجهيو سے،
جيئڻ مرڻ دا راز سکيوسے، پوٿيان ول نہ پڙهيسون وے.

ماهي ڪُون من دے مندر وچ، سجدا ڪيتوسے اندر وچ،
پير جگايوسے هُن گهر وچ، ٻي ڪُون ڏَنُ نہ ڏيسون وے.

جنهن نہ سڃاتا ساجن من وچ، او نہ سڃاڻيسي ڪيڏ بَن وچ،
يار گنوائي عقل دے ڏَن وچ، ڏُور نہ ڪٿ گوليسون وے.

جنهان ڏِتي دلڙي هڪ واري، "سام" جيتي تنهان بازي ساري،
جنهان جند واري بازي هاري، مَر وَل ڦير نہ مريسون وے.

[ ڀجن ]

دل ۾ وسي تو ڪانُ سڪيري، ٻيو نہ اٿم ڪو گمان.
روم روم ۾ آن جو واسو، نس نس ۾ آ نشان،
چاهه جي جوت جڳي آ چت ۾، چمڪي من جو مڪان:
تيرٿ منهنجو من ۾ سمايو، ساڻ اٿم سو سڄاڻ،
سڪ ئي ساٿ سڄڻ آ منهنجو، پوڄا جو سامان.
ڪرڙ جو جنهن دل ۾ واسو، سا نہ رکي ارمان،
ڀيک نہ "سام" منگي ڪا در در، پاڻ ڏئين دان.

## بيت

( ١ )

ساناها ۽ سڪ، مور نه جنڙي ڳالهه سا،
آنا ڪانا ڪين ڪري، جنهن دل اندر ايڪ،
لڄ نه ڪري ليڪ، ڪاهي قلزم ۾ پوي.

( ٢ )

هي منهن ڀانئو آ ڪهڙو، ڳالهيون ڳجهه ڳجهي،
ڪري ساناها پير لڪ، وڏي هام هڻي،
لوڙي مشڪلات ڪان، قدم نه ڪوئي ڪڍي،
ڪري بهانا آلسي، جو ننڍا سبب جڻي،
جيڪا ڪيس وڻي، هٿ نه هنيلو ڇڏي.

( ٣ )

جيڪي يار ڪهڙي، سو مور نه آڇي هيءُ،
هين ڪي ته آ هر وڀل ۾ پنهنجو پرين جيءُ،
ٿلهه ۾ پئي گرمي لڳيس، گرميءَ ۾ ٿس سيءُ،
ڇڏي چراگاهه چاهه جو، ڳولي وهمي ويءُ،
پيالو وني حرص جو نه هين جي هٿان پيءُ،
منهن جي وس نه ٿيءُ، من ڪي ڪر وس پنهنجي.

( ٤ )

سنڌون ڪوه ڪرين، جي سمر نه سارين سڪ جو،
هلج مسافت هن تي، جي سير جو سنگ پرين،
ڪاهي ناؤ لفيءَ جو، الٽو ترنگ ترين،
هستيءَ واري ماڳ تون، سورڪ! ڪين ورين،
جي سير اندر سڙين، ته ”سام“ سراڻون راس ٿيون.

( ٥ )

تارازيءَ جي پڙ ۾ جيڪو پاڻ ڌري،
ٿيئي لوڪ انهيءَ سان ڏسو وزن ڪري،
برابري ته پري، ٿين نه پاسنگ ان جو.

( ٦ )

اڳيان اٿيئي پنڌ جا ڪوهتن سان ڪوهت،
لڳل ڪڙيون هوس جون، هٿين پيرين لوهت،
ڇڏي سيڌي واٽڙي، ڪاهي پٽين منجهه روهه،
ويري ڦيرن واٽ ۾، ڪام، لوڀ ۽ موهه،
ساٿان اڃي ٿو موت جو ڪاهيندو نيت ڇوهه،
ڪرين ڪنهن سان ڏوهه، ٿو پير سٿي هٿ پيرڙيا؟

( ٧ )

ڪنهي ڪٽيندو پنڌ، تون سمهين ٿو سنڌون ڪرين،
چاهه جي چمتڪار سان، سيئي اڪيلي اڌ،
وٺي سيڪ جو سنڌ، تون وڃ ڪاهيندو واٽ ۾.

## وائي

سڪ آ تنهنجو سنڌرو سيڪل آئي سيڻاهه،
چڙهي چاڙهي چانگ جنن چت ۾ چوري چاهه،

ٻاري سا ڙي ڪوڙ ڪي آڏاٿي جنن گاهه،
روهي سڪ آ راز جي ٽيڪو ڪري آتساهه.

پوڙي ٿي سا پار ڪري ڏکڻ سندو درياهه،
سچائيءَ ۽ سار سان ڪري ڪم اونداهه.

هڪ ڏاڪڻ ڏڪڙن جي ڏ'رت سنجهوُن ڏي ڏاهي،
هڪ ٿني وسيلو وات ۾ ٽيپي ورہ جو واهہ
"ساڙ" سدا هڪ وارن سان دل جو رکيو ناهہ،
هڪ نياڻيءَ سُبرڻن توڙي وجي ساهہ.

## رباعيون

( ۱ )

پيرَ ڪي مون چيو: وٽ جو بہ آهي مون وٽ،
ٺَرڪي نہ پيالي ۾ پيرين تون ڪر گهٽ؛
دنيا بہ ڏيان دين ۽ ايمان ڏيان،
هيءَ ريت پرت جي نہ فقط ساجن مٽ.

( ۲ )

هڪ آس اِهائي ٿيي رهي گهٽ گهٽ ۾،
خود لاش بہ منهنجو هيي هجي هِن هٽ ۾؛
ويندو نہ هتان روح آذاسي ڪيڏانهن،
رهندو سو پيي ڪنهن مئي جي ني مٽ ۾.

( ۳ )

دروازو اگر بند رهيو جنت جو،
کٽندو ڪو ڪٿي هن سان ني در رحمت جو؛
ارمان نہ رهندوم، ڪو دل ۾ اهڙو،
ميخانو بهانو ٿو بڻي شفقت جو.

( ۴ )

"ديوان" ڪي وشواس هي دل جو آهي،
جنت بہ محبت جي اڳيان ڪجهہ ناهي؛
بن عشق خدا خود نہ پيو ڪو آهي،
مَنَ تان سون چڏيا وهم ميني لاهي.

# قصيدا

## شهيدن جي شان ۾

( ۱ )

دل ۾ خوشي پڻ آهي ۽ غم حسين خاطر،
اک آس ساڻ روشن، ٽي نم حسين خاطر.
خونِ وفا جو قطرو انسانيت جي عظمت،
آهي رضاءِ حق جو پرچم حسين خاطر.
دل تي غبار غم جو، ميڪ جو خمار پڻ آ،
ٿيو وقفِ سک ۽ جيوت جو غم حسين خاطر.
اڏلدو پتنگ آيو ٻرِ ۾ اچي سمايو،
شمع رضائي حق ٿي شبنم حسين خاطر.
مقتل ۾ مرد ڪيڏن سِر پنهنجي ساڻ بازيون،
تيغِ ستم پڻ گويا ڪيو ڪم حسين خاطر.
عاشق جي تاجپوشي سِر جي ڪٽڻ سان ٿي 'سار'،
زخمن جي ڪير ڏوندي مرهم حسين خاطر.

( ۲ )

ساتم قدح ڀڃي دل شڪرانا ڀر زبان آ،
شبّير جي الم سان آباد هي جهان آ.
ياد آ لسمِ الفت گل غم سندا کِيلائي،
شبنم سان اشڪ جي هيءُ سرسبز گلستان آ.
تيرن جي سوج تي ٿي الفت قرار پائي،
دارِ ستم طلوعِ عظمت جو هڪ نشان آ.
فرقانِ عشق ڪاتب! اکرن ۾ ڪين لکجي،
ڪرب و بلا جي تختيءَ تي رازِ حق عيان آ.
سِر سان چئي نشانو، تن جو بڻائي نيزو،
سو ڪين ڪٿي جنهين جي عزمِ وفا ڪمان آ.
ميڪ ساڻ عاشقن جو آهي حيات روشن،
جيئڻ مرڻ ۾ ظلمت جو شڪ نڪو ڪمان آ.
نقاره جنن وڄائي آن جي ڏسال ٿي زيست،
ٿيو 'سار' هرمکان پير ۽ ڏونڪو خود زمان آ.



# شيخ عبدالرزاق "راز"

محترم 'راز' صاحب، پنهنجو تعارف هن طرح ڪرايو آهي:

"ڪهاڻي لکڻ جدا شئي آهي، ۽ آتم ڪهاڻي لکڻ وڏي ذميداري آهي. بهرحال محترمي ايڊيٽر 'مهراڻ' جي حڪم موجب مختصر سوانح حيات لکڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو.

آءٌ پنهنجي چاليهن سالن جي عملي زندگيءَ کي مختلف خانن ۾ ورهايان ٿو.

زندگي هڪ وڏي نعمت آهي، ان سان گڏوگڏ وڏي ذميداري به آهي؛ تنهنڪري هر قدم تي ذميداريءَ جو احساس ٿيندو ائم. منهنجو اهو پختو يقين آهي ته ذميداريءَ جي جذبي هيٺ زندگيءَ کي سنوارڻو آهي، جنهنڪري زندگي صحيح معنيٰ ۾ نعمت بڻجي ٿي وي ٿي.

مون پڙهيل - ڳڙهيل ماحول ۾ اک کولي ۽ علمي ادبي فضا ۾ پرورش ٿي. ڏاڏي مرحوم جي علمي ۽ ادبي ڪچهرين مان فيض حاصل ڪيم، جنهن جي مجلس ۾ اڪثر عالم ۽ فاضل گڏ ٿيندا هئا.

منهنجي شروعاتي تعليم سکر پراڻي ۾ شاهه خيرالدين رحه جي درگاهه تي قرآن حڪيم سان ٿي. حافظ محمد بخش مرحوم هڪ وڏو بزرگ هو، اوائلي تربيت ان کان حاصل ٿي. زندگيءَ جا ١٨ سال مختلف اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ گذريا. ابتدائي ۽ ثانوي تعليم سکر ۾ ورتي ويئي، ليڪن ثانوي تعليم جو آخري دؤر عليگڙهه ۽ لاهور ۾ گذريو. مئٽرڪ جي سند پنجاب يونيورسٽيءَ کان ملي. اعليٰ تعليم جا ڇهه سال ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ ۾ گذريا. اهو سمورو عرصو بيفڪريءَ ۽ آسودگيءَ جو زمانو هو.

ننڍڙيءَ وهيءَ کان آڪاڻين پڙهڻ جو ڏاڍو شوق هوندو هو. ان کان سواءِ بزرگ شخصيتن جا ڪارناما دلچسپيءَ سان پڙهندو هوس. اهو موضوع ڏاڏي مرحوم جو دلپسند شغل هو.

انگريزي اسڪول ۾ داخل ٿيڻ ڪان پوءِ پنجن سالن ۾ سکر ہراڻي جي واحد لئبرري جا سڀ ڪتاب پڙهي چڏيم. ثانوي تعليم جي آخري سالن ۾ شاعريءَ جي صنف ۾ سيد شاهه محمد شاهه جي دوستيءَ ۾ تڪ بندي شروع ڪيم. اسڪول جي بيت بازيءَ جي مقابلي ۾ اسان پيش پيش هوندا هئاسين.

ڪاليج جي ٽئين سال ۾ سرڳواسي ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي قيادت ۾ 'سنڌي ادبي سرڪل' جو بنياد رکيو ويو، ۽ مون کي جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو. آءٌ مسلسل چار سال يعني ايم. اي تائين ان عهدي تي رهيس. سنڌي سرڪل جي اجراءَ سان سنڌيءَ ۾ جديد ادب جو آغاز ٿيو. مون آزاد نظم، نارائڻ شيام سانيٽ ۽ شيخ اياز مقفيٰ نظم ۾ نوان تجربا ڪيا. سنڌي ادب ۾ منهنجو آزاد نظم غالباً پهريون آهي، جو اياز جي اڳئين قدم رسالي ۾ ١٩٤٤ع ۾ شايع ٿيو، ان کان پوءِ پيا ڪيترا آزاد نظم گوبند مالهيءَ جي 'پرهه ڦٽي' ۾ ڇپيا. اهو زمانو سنڌي ادب ۾ نئين موڙ جو دؤر هو. استادن سان ڊاڪٽر سدارنگاڻي، پروفيسر پنجواڻي، ديارام منشاراماڻيءَ جي نيڪ مشورن سان اسان جي ادبي تحريڪ نهايت ڪامياب ٿي. اهل ذوق شاگردن ۽ شاگرد ٻائين جو اسان سان تعاون هو. هر مهيني ڪا نه ڪا تقريب منعقد ٿيندي هئي. جنهن ۾ اهل قلم استاد ۽ شاگرد حصو وٺندا هئا. مرحوم ڊاڪٽر دائود پوٽو، سرڳواسي لالچند امرڏنومل، ڪاڪو ڀيرومل، عثمان علي انصاري ۽ جناب اي. ڪي. بروهيءَ ڀارا بزرگ اسان جي سڪ جي سڏ تي اچي شامل ٿيندا هئا ۽ پنهنجي ارشادات سان نوازيندا رهندا هئا. اسان جون لجي ادبي ڪلبون ميناارام هاسٽل ۾ نارائڻ شيام وٽ رهنديون هيون. تنقيد جي فن ۾ نارائڻ شيام کي وڏي معلومات هئي، جنهن کان گهڻو ڪري هر اديب ۽ شاعر لنوائيندو هو. آءٌ ته ڪانئس اصلاح ۽ مشورو وٺي پوءِ پڙهندو هوس. تنقيد جي سلسلي ۾ سائين سدارنگاڻيءَ جي راءِ آخري سمجهي ويندي هئي. ساڳئي زماني ۾ گوبند مالهيءَ، ترقي پسند مصنفن جي انجمن جو بنياد رکيو، جنهن ۾ سڀ جديد ادب جا حامي شامل ٿيا سون. پروفيسر ملڪاڻي به اسان جي ڪچهرين ۾ اچڻ لڳو. اهي تحريڪون طويل ڪهاڻيون آهن، جن جي بيان لاءِ هت گنجائش نٿو سمجهان.

برصغير جي تقسيم تائين اهي ادبي تحريڪون ڪم ڪنديون رهيون ۽ ان کان پوءِ ختم ٿي ويون.

مون، سال ١٩٤٧ع ۾ تعليم کان فارغ ٿي، ڪراچيءَ ۾ روزنامه "الوحيد" ۾ ملازمت اختيار ڪئي، جتي جناب يوسف هارون مئنيجنگ ڊائريڪٽر کي "الوحيد جي هفتوار" ايڊيشن جي اجراءَ لاءِ رضامند ڪيم، ۽ مون ان جي ادارت جا فرائض، مولوي سيتائيءَ جي قيادت ۾ سنڀاليا. هيءُ پرچو علمي ۽ ادبي تحط الرجاليءَ جي دؤر ۾ وڏي غنيمت ثابت ٿيو، جنهن کي ڊاڪٽر خليل، مولائي شيدائي، محبوب علي چنا، مرحوم لطف الله بدوي، بيگم چنا، مرحوم نياز لاڙڪاڻوي

۽ مرحوم نظامي جهڙن برک ادبي شخصيتن جو تعاون حاصل ٿيو. هڪ سال کان انهيءَ ملازمت ني دنم رهيس، ان کان پوءِ سکر ميونسپل جو چيف آفيسر مقرر ٿيس. مجموعي طور اها ملازمت ست سال ڪيم، جنهن کان پوءِ استعفا ڏيئي ڇڏيم. سکر ۾ حبيب ببليڪيشنس جو سلسلو مقبول صديقيءَ جي مدد سان قائم ڪيم، جنهن جي سهاري هيٺ ڏهاڪو کن ڪتاب شايع ٿيا. سکر جي ادبي تحريڪن — سنڌي ادبي سرڪل، لطيف اڪيڊمي ۽ سنڌي ادبي سنگت سان خاص واسطو رهيو، جن ۾ شيخ اياز، رشيد ڀٽي، آفاق صديقي، نگهت بريلوي، مولاني شيدائي، حڪيم شمس الحسن، شهزاده اياز، مقبول صديقي وغيره، سکر جي ادبي زندگيءَ کي تحرڪ ۾ آندو. تقريبات ۾ جناب اي. ڪي. بروهي، هري دلگير، تنوير عباسي، نياز همايوني، مرحوم لطف الله بدوي، بشير موريائي، مولانا عبدالمجيد سالڪ، شوڪت ٿانوي، جميل الدين عالي، حفيظ هوشيار پوري جهڙن اديبن شرڪت ڪئي. اسان ڀون اهي تقريبون ۽ ڪانفرنسون نهايت خوشگوار ماحول ۾ ٿي گذريون.

سنڌي ادبي سنگت ڪراچيءَ جي ادبي ڪچهرين ۾ شامل ٿيندو رهيس، ۽ هر سال ڪراچيءَ جي ٻن-ٽن مهينن جي قيام جي دوران هفته وار سنگت جي ميٽنگ ۾ شريڪ ٿيندو رهيس. نورالدين سرڪي، اياز قادري ۽ مرحوم احسان بدوي، جن وٽ ادبي نشستون منعقد ٿينديون هيون، تن ۾ محترمي ابراهيم جويو، سراج سنڌي، رشيد لاشاري، غلام رباني، عبدالحليم جوش، مولانا عبدالواحد سنڌي وغيره شريڪ ٿيندا هئا. گهڻو ڪري ميٺارام هاسٽل ۾ ميڙ ٿيندو هو ۽ نورالدين سرڪي ۽ غلام رباني ميزبانيءَ جا فرائض سرانجام ڏيندا هئا. ڏهن سالن کان تعليمي ادارن سان وابسته رهيو آهيان، جن ۾ هيڊماستري، ليڪچرري، پروفيسري ۽ پرنسپلي جا فرائض شامل رهيا آهن. هن وقت عطاحسين موسوي ڊگري ڪاليج روهڙيءَ جو پرنسپل آهيان. هڪ درجن ڪتابن جو مصنف آهيان، جن ۾ اردو، انگريزي ۽ سنڌي ڪتاب شامل رهيا آهن. سنڌي ڪلام ۾ 'سارنگ'، 'پيهي مجهه پاتال'، 'سچڻ سفر هليا'، ۽ افسانن ۾ "ڊاڪ بنگلو" آهن. اخلاقي اقدار جو حامي آهيان. جن ۾ حقوق العباد کي ترجيح ڏيندو آهيان. جن ۾ انسانيت جو هر طبقو اچي وڃي ٿو. عمل ۽ قول ۾ صاف ۽ ساده زندگي جو قائل آهيان. حرص ۽ لالچ کي وڏو عيب ٿو سمجهان، جو معاشرتي نظام کي درهم برهم ڪيو ڇڏي ۽ ان ڪري انسان جي عظمت ۽ وقار کي نقصان پهچي ٿو. اخلاقي اقدار جي قدر ڪرڻ سان انصاف ۾ خودداري ۽ بي نيازي پيدا ٿئي ٿي ۽ انسان اطمينان جي زندگي گذاري ٿو. فرض شناسيءَ کي عبادت سمجهان ٿو. ان ۾ ڪوتاهيءَ کي بدنيتي ۽ بد ديانتي تصور ڪريان ٿو. تصنع ۽ رياڪاريءَ کي پاڻ سان فريب جي مصداق سمجهان ٿو: اهي زندگيءَ جا بنيادي اصول آهن، جن ۾ انسان جي نجات سمجهان ٿو ۽ منهنجي تحريرن ۾ اهڙو ئي مواد ملندو."

محترم 'راز' صاحب، ادبي دنيا ۾ متعارف شخصيت جو مالڪ آهي. سندس فن، جديد ۽ قديم قدرن جو حامل آهي. سنڌي ادب ۾ نئين اسلوب ۽ نئين هيئت تي جي تجربا ٿيا آهن، تن ۾ راز جا تجربا، آزاد نظم تي اوائلي تجربا ڇپيا وڃن ٿا. سندس فن ۾ استادانه پختگي آهي. ڪلام دلنشين ۽ رنگين آهي، سلاست ۽ رواني شوخي ۽ برجستگي، سندس ڪلام جا اهي معيار آهن، جي تحسين جي قابل آهن.

راز' صاحب هر صنف تي لکندو آيو آهي، غزل، نظم ۽ آزاد نظم، سندس پسنديده اصناف آهن. آزاد نظم ۾، زندگيءَ جا ڪيئي اهم مسئلا، 'جماليات' جي دائري اندر پيش ڪيا اٿس. هوندءَ به 'راز' جي شاعري، ذوق جماليات جي تسڪين سان گڏ، زندگيءَ جي اهم مسئلن جي ترجماني ڪري ٿي.

سندس ترڪيبون دلڪش، انداز بيان شوخ ۽ شيرين آهي. سندس ڪلام جا هڪ-ٻه مجموعا شايع ٿي چڪا آهن، جن کي، ادبي دنيا ۾ پسند ڪيو ويو آهي.

نظم سان گڏ نثر، خاص طرح سان افسانه لکاري به سندس مرغوب مشغلو آهي، سندس افسانن جا مجموعا پڻ، افسانوي ادب ۾، قابل قدر اضافو تسليم ڪيا ويا آهن.

هڪ اديب، شاعر، افسانه نگار ۽ تعليمي ماهر جي حيثيت سان، 'راز'، اسان جي دؤر ۾ هڪ صاحب مقام شخصيت آهي، جنهن جو 'فن' اسان جي ادب کي مالا مال ڪندو رهي ٿو.

—ادارو

## غزل



ديده ور کو ملي ٿو مشڪل سان،
دل لڳايون ٿا دل جي محفل سان.

جستجوءَ ۾ عظيم مقصد جي، درد ٽڪجي اچي لڳو دل سان.
زور ڪنهن مه جبين تي کوڙو، دل به قابو رهي ٿي مشڪل سان.
موج طوفان تي کو آ پا به رڪاب، ڪوئي بدخو لڳو آ ساحل سان.
آدميءَ جو شعور وڌندو آهي، جي ملي ٿو وڃي کو منزل سان.

سيڪو ساٿهو آ محض ساٿهو 'راز'،
آدمي پر ملي ٿو مشڪل سان.

●

درد وارن سان دل لڳائيندو،
ڪير آهي جو سر ڪپائيندو؟

آه و زاريءَ ۽ اشڪباريءَ ۾، ڪير توسان ڀلا رات گهاريندو؟
ڪا خبر ڪانه هني زماني ۾، آدمي آدميءَ کي ساڙيندو.
چشم ويران ۽ نيڪه خالي، حسن هر رهگذر کي تاڙيندو.
جو هلي موت ڏي محبت سان، موت ڇاتيءَ سان ڪيس لائيندو.
جي رکين سڪ نه قرب سان هرڪو، جان جند توتان پنهنجي واريندو.
هي زمانو ۽ زندگي گذران، ڪير بيحال کي ڀلا ساريندو.

●

هزار بار مسيحا جي در تي آياسين،
مگر اسان کي ڪڏهن درد جي دوا نه ملي.

هلياسي شوق ۾ زندان جي تاڙ ۾ اڳتي، جي انتها کي ٿي ڳوليو سي ابتدا نه ملي.
اسان جي صحرا نوردي ۾ ابتريون آيون، هزارين صورتون پر ڪائي آشنا نه ملي.
اسان تلاشِ حقيقت ۾ ڪئي آ عمر تمام، جهان ۾ نوڪرون ڪائي به ڪا وفا نه ملي.
اسان جي باده پرستيءَ اسان کي ڪيو گمراه، فقير صاحب دل کان به ڪا دعا نه ملي.
بتن جي پيار کان محروم 'راز' الفت ۾، جهڪياسي بارها پر قربتِ خدا نه ملي.

●

رات سهڻي سڄڻ تي پرچايو،
پاڻ ٿي دل ۾ مون ٿي پڇتايو.

تو ٿي ڪنهن جو ڪيئن يقين پختو، جي ڪو مسجد ۾ هڪ گهڙي آيو.
سان جو آيس ته ٿي وئي چپ چاپ، جڻ ته محفل تي پوت جو سايو.
ڪنهن گهڙي جي ٿي شامتِ اعمال، مون وري ڳالهه کي ٿي ورجايو.
ڪيڏا الزام مون پڌا پاهر، ڪجهه نه ڪجهه پنهنجي منهن سان فرمايو.
جنهن گهڙيءَ مون پڌو ٿي واعظ کي، ان گهڙيءَ گلرخن ٿي هرڪايو.
درد ۽ رنج جي ڏسي تصوير، اڄ چمن ۾ گلن ٿي مشڪايو.

●

ٿي زماني ۾ پنهنجي رسوائي،
عشق جي آهي ڪار فرمائي.

هر قدم تي آه سور جي سختي، ڪيل ائين پنهنجو پاڻ تي آئي.

سهراڳ

آدمي حسن جي حقيقت ۾، ٿي ٻوي ٿو هو محض سودائي.
ڪونہ ڏٺو ڪر آهہ ڏئي جي لاٽ، هاءِ! ساري ٿي سخت تنهائي.
ڪٿي خزان ۾ بهار جو آ رنگ، آ گلن جي گلن تي لالائي.
ٿي ڪيم تو سان ناز ۽ نخرا، جڏهن تو سان هئي ڪا ٻنهجائي.

•

جڏهن حال دل جو مون توکي ٻڌايو،
ڪيلي پنهنجي گردن کي تو آهہ جهڪايو.

زماني جي گردش ستايو ٻنهي کي، نہ تو ۾ نہ مون ۾ ذرو فرق آيو.
اسان درد جي ڳالهہ ويٺي ڪئي، ٻڌي باغ ۾ ٿي گلن مسڪرايو.
نہ مقصد نہ مطلب، هلياسي گذاري، اسان وقت پنهنجو اجايو وڃايو.
زمالي وفا ڪئي آ ڪنهن سان ٻڌايو، زماني ۾ ڪنهن جو ٿيو لايو سڄايو.
گلن کي ڇڏي پوءِ ڪنڊن ڏي وياسي، انهن ۾ اسان کي نہ ڇاتيءَ لڳايو.
جڏهن 'راز' دل جي ترين آرزو ٿي، اسان گريہ و زاريءَ ۾ وارو وڃايو.

•

تو سان ڪيئن اچا نباهہ ڪريون،
درد وڌندو رهي نہ آهہ ڪريون.

ويهي وائن تي وات واجهائي، حال پنهنجو انئين تباهہ ڪريون.
حسن جي تاب ۾ ٿيون نظرون هيٺ، ڪيئن منهن تي وري نگاهہ ڪريون.
زندگي هڪ گهڙي يا چار گهڙيون، پنهنجن عملن کي ڇو سياهہ ڪريون.
ڪنهن زماني ۾ وات ڪان گمراهہ، پنهنجي هموار ويندا راهہ ڪريون.
هر قدم تي صنمڪدہ موجود، ڪنهن کي ڪنهن کي نہ سجدہ گاهہ ڪريون.
جيڪو آهيو آهہ 'راز' آڳهجي ويهو، بس فقط ويهي واهہ واهہ ڪريون.

•

مختصر زندگيءَ کي ڇا چئجي،
هڪ گهڙيءَ جي خوشيءَ کي ڇا چئجي.

هر صنمخاني جي اڳيان سجدا، اهڙي ٻيو بندگيءَ کي ڇا چئجي.
جنهن جو ڪعبو آ نہ سر نکو آ سواد، بي اثر راڳنيءَ کي ڇا چئجي.
منهنجي تفسير حال ڪان آ گريز، تنهنجي هن بيرخيءَ کي ڇا چئجي.

ڪجھ نہ حاصل ۽ وات تي پُڪڪرِ، اهڙيءَ پي دل لڳيءَ ڪي ڇا چئجي.
جو ڪيلي ڪنهن جي خستہ حاليءَ تي، اهڙي ٻيو آدميءَ ڪي ڇا چئجي.
درد اهڙو جو ٿو لڳي دل سان، درد جي دِلڪشيءَ ڪي ڇا چئجي.

●

تون دلين جو تہ ٺار پي ناهين،
جان جيءَ جو قرار پي ناهين.

تون تہ ميڪجھ بہ آهين منهنجا دوست، تون پرين جو تہ پيار پي ناهين.
توکي سمني سان ڪيئن لڳايان سان، تون ڳچيءَ جو تہ هار پي ناهين.
تون ٿو سمجهين تہ نيند ناهي نصيب، اهڙو ڪو دل تي بار پي ناهين.
جي اچين ٿو تہ اچ هلي هيڪر، گُل جي ناهين تہ خار پي ناهين.
ڪجھ نصيبن جو فڪر، فڪرِ زمان، تحفۂ روزگار پي ناهين.
’راز‘ بدحال جو تون حال نہ پڇ، تون تہ يارن جو يار پي ناهين.

●

هاڻ زماني ۾ جو نہ راحت آهہ،
جيڪڏهن تنهنجي ڪا عنايت آهہ.

عمر پي شل سدا حيات رهي، آدمي آدميءَ جي زينت آهہ.
ٿو پڇين مون کان داورِ محشر، درد موجود، سر سلامت آهہ.
ڪنهن کي فرقت تہ ڪنهن کي وصل نصيب، پنهنجي پنهنجي عجيب قسمت آهہ.
ساھ سان سانڍي سور کي ٿو رکان، ڪجھ نہ آهہ تنهنجي هڪ امانت آهہ.
ڪيترو سخت جان آ انسان، برق و طوفان ۾ پي سلامت آهہ.
صلح ۽ آشتيءَ جو ذڪر ڪيو، پنهنجي ڪنهن سان نہ ڪا عداوت آهہ.
’راز‘ تون آن اسيرِ زندان ۾، ڪهڙي سڪين تنهنجي صورت آهہ.

●

منهنجي خوابن جيءَ سہ جبين آهين،
منهنجي خيالن جي تون حسين آهين.

توکي ڳوليان تہ ڪهڙي پار اچان، تون ڪهڙي شهر جي مڪين آهين.
دور مون کان، نہ تون اکئين آڏو، پر تون ڪيڏي تہ دلنشين آهين.
تو ڪيو منهنجي دلبريءَ کان گريز، اهڙي مجبور نازنين آهين.
ياد تنهنجي ڪري چڏي مدهوش، جڻ ڪوئي جامِ آتشين آهين.

غنچي غنچي ۾ ٻوٽي ٻوٽي تي،
تازگي ۾ جمال تنهنجو آهي.

نيڪ سيرت هجي يا بدصورت، آدمي جڻ ڪمال تنهنجو آهي.
تون آن نازڪ مزاج سمجهيو سي، بي نيازي زوال تنهنجو آهي.
تون چوين ٿو جدا رهان توکان، خواب ۾ پڻ خيال تنهنجو آهي.
مان ته واقف، عذاب جو عادي، ڇو پريشان حال تنهنجو آهي.
هي نشيب و فراز دنيا جا، ذڪر تنهنجو خيال تنهنجو آهي.
گلبدن کي ڏٺو سي گلشن ۾، آدمي جڻ مثال تنهنجو آهي.





# "سليم" هالائي

قاضي عبدالحي ولد حاجي سليم الدين ابڙو، تاريخ ١٢- نومبر ١٩١٨ع تي هالا نوان ۾ تولد ٿيو. مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ، پوسٽل ڊپارٽمينٽ ۾ ملازمت دوران، ڪلارڪ مان انسپيڪٽر بڻجي ويو. سندس زندگي ١٩٦٢ع تائين هالا کان ٻاهر گذري آهي. حيدرآباد، نوابشاهه، جهڏو ڪڏام، لس ٻيلو، ميرپورخاص، ڪوئيٽا، لاهور ۽ سکر جهڙن شهرن ۾ رهندي به ادبي سرگرمين کي جاري رکندو آيو. سليم صاحب، هالا جي ڪهنه مشق شاعر مرحوم حافظ جان محمد جان جو شاگرد رشيد آهي. عاليجناب طالب المولیٰ، مرحوم اختر هالائي ۽ سليم هالائي همعصر شاعر آهن. سليم صاحب جي جدوجهد سان هالا جي ادبي زندگيءَ ۾ نئون روح ڦوڪجي ويو. پوسٽ کاتي مان استعفا ڏيڻ بعد، سنڌ گورنمينٽ جي هفتيوار رسالي "اطلاعات سنڌ" جو ايڊيٽر ٿيو. پوءِ سنڌ گورنمينٽ جي اطلاعات کاتي ۾ پبلسٽي آفيسر مقرر ٿيو. ١٩٤٤ع ۾ سندس پهرين تصنيف "تذڪره شعراءِ هالا" شايع ٿي. ان کان پوءِ "تاريخ اسلام" جلد پهريون، "ڪيميا جو نسخو"، "رسول پاڪ" ۽ "گل ٻانو" شايع ڪرايائين. وحدت اولهه، پاڪستان بعد، پاڪستان انفرميشن ڊپارٽمينٽ ۾ انفرميشن آفيسر مقرر ٿيو، جتان ڳوٺ سڌار تحريڪ ۾ بدلي ٿي ويو ۽ "ڳوٺ سڌار" ماهنامه کي جاري ڪري معياري جريده جي صف ۾ آڻي بيهاريائين. ١٩٥٩ع ۾ جناب سليم صاحب کي اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ پاڪستان سرڪار طرفان انڊيانا يونيورسٽي آمريڪا ۾ موڪليو ويو. جتان واپس اچڻ بعد کيس تعليم کاتي ۾ آڇ ٿي ۽ کيس سروري اسلاميه ڪاليج جو پرنسپال مقرر ڪيو ويو. ١٩٦٢ع کان ١٩٦٨ع تائين، سروري اسلاميه ڪاليج هالا کي بام عروج تي پهچائي ڇڏيائين. نومبر ١٩٦٨ع تي پنهنجي رضا خوشيءَ سان پنهنجي ڊپارٽمينٽ مغربي پاڪستان جي اطلاعات کاتي ۾ روانو ٿي ويو ۽ هينئر لاهور ۾ آهي.

سليم صاحب پنهنجي دؤر ۾ ماهنامہ ”ڳوٺ سڌار“ ۽ ”فردوس“ جو ايڊيٽر رهي چڪو آهي. ’ڳوٺ سڌار‘ هڪ فني ۽ ڳوٺائي تعليم جو رسالو هو ۽ ’فردوس‘، هڪ ادبي رسالو هو. ان دؤر ۾ هن صاحب نہ فقط لون اديبن ۽ شاعرن سان سنڌي عوام کي روشناس ڪرايو، بلڪ سنڌي ادب ۾ جديد رجحانات سان ٻڻ متعارف ڪرايو. جهانگير فردوسيءَ جي نالي سان سندس نظم اڄ بہ مجيد لاهوريءَ جي نظمن جون سڪون لاهين ٿا. سليم صاحب، عاليجناب مخدوم محمد زمان صاحب طالب المولىٰ جو مجموعہ ڪلام ”بهار طالب“ ٻڻ مرتب ڪيو آهي. سندس ڪتاب ”تذڪره شعراءِ هالا“، سنڌ يونيورسٽيءَ طرفان ايم. اي جي شاگردن لاءِ منظور ٿيل آهي. سندس نظمن جي ڪتابن مان ”شڪوهٔ سنڌ“ پرشڪوه ڪتاب آهي. سليم صاحب هردلعزيز ۽ پُروقار شخصيت جو مالڪ آهي. هو نهٺو، نيازمند ۽ خوش خلق انسان آهي. هو غصو پيئندو آهي ۽ سِرڪ خيرات ڪندو آهي. اڄڪلهہ سندس رجحان نظم ڪان وڌيڪ نثر ڏانهن آهي، ان هوندي بہ سندس شاعراڻي لياقتن کان انڪار نٿو ڪري سگهجي. هن پُرخلوص ۽ باهمت اديب سان سنڌ جي سيني ادبي حلقن جون اميدون وابستہ آهن. —’انور‘ هالائي

## غزل



ڪبي جي جستجو نہ ڪليسا جو هو خيال،
سون کي پرستشِ رخِ زيبا جو هو خيال.
ايمان جي آرزو نہ، مون کي ڪفر سان ڪو ڪم،
مذهب ۾ منهنجو ان بتِ رعنا جو هو خيال.
ساقي جي نيم ناز نگهہ مست مون کي ڪيو،
محفل کي مئي جو، جام جو مينا جو هو خيال.
جنهن دوست سان مون کي هي خلوت جي آرزو،
ان کي سدائين سير و تماشا جو هو خيال.
افسوس، مون کي جنهن جي وفا تي غرور هو،
ان بيوفا کي وعدهٔ فردا جو هو خيال.
پهتو شباب تي سرِ شوريده ۾ جنون،
قلب و نظر ۾ جلوهٔ ليلىٰ جو هو خيال.
صحرا ڏي جو پيلا نہ وڃي سيرِ دشت لئہ،
مجنون کي نٽ ناقہِ ليلىٰ جو هو خيال.

مجنون جا هنا متي، ڪڏهن ليليٰ جا هنا قدم،
صحرا ۾ مون کي عظمتِ صحرا جو هو خيال.

دارالشفا ۾ آيو ٻڌايائي مريضِ عشق،
بيمارِ غم کي پاسِ مسيحا جو هو خيال.

پانيم ته هيش يار جي چورپان بمانِ درد،
ليڪن لبن کي شڪوهٔ بيجا جو هو خيال.

منهنجي رُئڻ تي يار ڪيو ناز چو نه ڪيس،
هر اشڪِ خون تي گوهرِ يڪتا جو هو خيال.

ڪشتي ٽٽي مگر نه ٽٽو عزمِ راهِ عشق،
همت کي ڪيڏو ساحلِ دريا جو هو خيال.

ان نازنين جي مست نگاهن ۾ اي 'سليم'،
مون کي جمالِ ديدهٔ بينا جو هو خيال.





Scanned with CamScanner



# محمد اسماعيل عرساڻي "فدا"

محمد اسماعيل صاحب 'فدا' عرساڻي، سرزمين سنڌ جو مايہ ناز اديب ۽ شاعر، دراصل هالن نون جي مردم خيز خطي جو باشندو آهي. سندس والد مرحوم ميان محمد هاشم ميمڻ، هڪ ننڍڙو زميندار هو، ۽ پنهنجيءَ زندگيءَ جو وڏو حصو هالن جي مخدوم صاحبن جو عام مختيار ٿي رهيو، جن وٽ کيس گهڻو قرب حاصل هو. مرحوم کي، پنهنجي اولاد کي اعليٰ تعليم ڏيارڻ جو ايترو تہ شوق هو جو هالن نون جي سڄي شهر ۾، هندن ۽ مسلمانن مان، سندس لائق فرزند مسٽر عرساڻيءَ ني پهريون خوش نصيب شخص هو، جنهن بمبئي يونيورسٽيءَ مان بي. اي. جي ڊگري حاصل ڪئي.

پيدائش: سال ١٩٠٦ع، سيپٽمبر، هالا نوان.

تعليم: ١٩١٢ع کان اوائلي تعليم جو دور شروع ٿيو. هر درجي ۾ پهريون نمبر آيو ۽ کيس اسڪالرشپ ملي، پوءِ هيٺين سڪولن ۽ ڪاليجن ۾ تعليم حاصل ڪيائين.

گورنمنٽ هاءِ اسڪول حيدرآباد، سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي، نولراءِ هيرانند اڪيڊمي حيدرآباد، اتان ١٩٢٥ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان ميٽرڪ پاس ڪيائين.

اعليٰ تعليم: سنڌ نيشنل ڪاليج حيدرآباد ۽ مسلم يونيورسٽي عليگڙهہ مان. انٽرميڊيٽ آرٽس ڊي. جي سنڌ ڪاليج مان جونئر ۽ سينئر بي. اي. جا ٻہ سال. ١٩٢٩ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ جي بي. اي. امتحان ۾ ويٺو.

ادب: ادب سان ذوق، ننڍي عمر ۾ قصن ۽ ڪهاڻين جي پڙهڻ سان ٿيو. ان وقت جي ناشرن جا سڀ ننڍا وڏا قصا پڙهيائين.

فارسي: انگريزي ٻيو ڪلاس کان وٺندي بي. اي. تائين، سندس ثانوي تعليم فارسيءَ ۾ رهي. ان امتحان ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ ۾ پهريان نمبر ڪنيائين.

شاعري: سنڌس شاعري، فارسي ادب جي مطالعه جي مرهون منت آهي، خاص طرح طيبات سعديءَ جي پڙهڻ ڪان پوءِ، شاعريءَ جي ذوق تي آماده ٿيو.

اول ڊي. جي. نئشنل ڪاليج مخزن ”ڦليليءَ“ ۾ سنڌس ڪلام ڇپيو. ان ڪان پوءِ سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد جي مشاعرن ۾ وڏن شاعرن سان گڏ ڪلام پيش ڪندو آيو. ١٩٢٥ع ۾ سنڌ مسلم ايڊيوڪيشنل سوسائٽيءَ جي ٻهرين ڪانفرنس هومسٽيڊ هال ۾، زير صدارت شمس العلماء مرزا قليچ بيگ، شعر پڙهيائين. ان ڪان پوءِ ڪراچيءَ جي ادبي حلقن ۾ شرڪت ڪندو رهيو، ۽ اڄ تائين اهو ذوق موجود آهي.

محڪمہ تعليم: علم ۽ ادب سان رغبت جي ڪري، پاڻ محڪمہ تعليم سان وابستہ رهيو ۽ اسسٽنٽ ماستريءَ ڪان ابتدا ڪري، ڊپوٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر ٿيو.

تصنيفات: ’بدنصيب ٿري‘ سنڌس بهترين ڊرامو آهي، جنهن تي ڪيس مرڪزي سنڌي ادبي صلاحڪار بورڊ طرفان انعام مليو. ٻيو شاهڪار ’سير ريگستان‘ آهي، جنهن جي تحسين ڪندي، هڪ خاص تقريب ۾ ڪيس علامہ قاضي مرحوم هار پهرايو. ان ڪتاب تي ٿر جي سيني وڏن شهرن جي پنچاتن ڪيس مبارڪون موڪليون. نثر ۾ سنڌس مقالا، ناول، ڊائلاگ ۽ علمي تحريرون شعرن جي انداز ۾ موجود آهن. ان طرح ڪيئي درسي ڪتاب سنڌس لکيل آهن. ١٩٦٦ع تي، اسسٽنٽ ڊئريڪٽر جي عهدي تان رٽائرڊ ڪيائين، ۽ جامع عربيہ هاءِ اسڪول جو ٻن-ٽي سال هيڊ ماستر ٿي رهيو. سنڌس شاعريءَ ۾ استادانہ پختگي آهي، سنڌس نثر رنگين ۽ مرصع آهي. — شمس الدين عرساڻي

* * *

## نعت

عاصين جو وقار آهين رسول ص، رحمتِ ڪردگار آهين رسول ص.
توتي قربانُ ٿي هي فاني جهان، زندگي پائدار آهين رسول ص.
سون ڏنو سارو گلشنِ عالم، خار و گل جو آڌار آهين رسول ص.
تون ئي جانِ حيات روح و بهار، موجبِ روزگار آهين رسول ص.
تو ’فدا‘ جي اندر مدام وسين، دل ۾ ليل و نهار آهين رسول ص.

## ڪافيون

*

تنهنجي ٻره ڪئي آهي دلڙي پسم،
سون کي تنهنجو قسم، تنهنجي سر جو قسم.

تنهنجي نينهن نقارو دل ۾ وڃي، اوکو ساهہ سڄڻ ٿو دل ۾ ڪڄي،

هنيون هاڃي انهيءَ ۾ روز هجي، هليو ساهه وڃي جي ڪريو حڪم.
هڪ رات مٺل کي مهمان ڪريان، صدقي ساهه سڄڻ ھي سامان ڪريان،
پنهنجو پاڻ ڪُهي قربان ڪريان، ڪهوري جيرو جگر ڏيان جان جسم.
ننڊ نه اچي ٿي رات ۽ ڏينهان، جڳ ۾ جاب ريءَ پني جاڙ جيان،
سختيون سور سهان ڪريان روز ريهان، واهيان آب اکين مان سخت ڪرم.
لکيو روز ازل کان لوح قلم، هڪڙو درد ۽ ستم پيو رنج ۽ الم،
دل ۾ ماتم غم 'فدا' جان زخم، اچي ڪر ته ڪوهيارل پنهنجو ڪرم.

*

جاني! حال اٿم حيراني...

توکان سواءِ سک ڪين اچي ٿو، سچ محبت جو دل ۾ مچي ٿو،
دائم دل ديوالي - جاني...

ڪين ڪٺل جو قياس پوئي ٿو، خوف خدا جو ڪونه ٿيئي ٿو،
واهه ڪيئي ويراني - جاني...

خلق خدا جي تو تي ڇري آهي، خجل اکيان تو حور پري آهي،
لاشڪ تون لاثاني - جاني...

ڏس ته زماني ۾ نه وفا آهي، حسن تي ڪنهن جي ڪونه بقا آهي،
آهي دنيا هيءَ فاني - جاني...

يار 'فدا' سان ڪين ملين ٿو، سيني لڳي سهٽا نه ڪلين ٿو،
جان توتان قرباني - جاني...

•

سڄي رات سورن جي وٺي وهائي،
نه ڪئي ڪا قربن قرب جي ڪهائي.

پڇيو ڪين دلبر ته ڪيئن رات گذري، اسان جي مٿان ڪهڙي هيهات گذري،
لنگهيو صبح ڪهڙو ۽ ڪيئن ٿي سمهائي.

وصل جا صنم قول پنهنجا تون پارج، جدائيءَ جدائيءَ ۾ هرگز نه مارج،
مرن ڏينهن هڪ پيا، مگر مان ڏمائي.

سڄڻ سور تنهنجا مون پلپل ٿا مارن، سنده ناز نخرا وري دل ڏتارن،
نزاڪت پڻ تنهنجي ٿي ماري شهائي.

تنهنجي محب محبت ۾ هي حال ٿيڻو،     رهيس دل ڦرائي پنو ڪونہ پيڻو،
چڙهي در اوهان جو، ڪيان ڪيئن هائي.

ڏسان سخت ترشي نٿو دل ڪان تنهنجي،     نہ بيمار بلڪل ڪو بسمل ڪان تنهنجي،
نہ ست تنهنجي دل جو پٿر ڪا ڀهائي.

نہ رُس روز، اچ ريجھ راڻل اسان سان،     اچي ويھہ سهڻل سياڻل اسان سان،
'فدا' سان بہ ڪر ڪا رمز ۾ رهائي.

*

هن باغ ۾ هاڻ رهڻ نہ روا، برباد خزان گلزار ڪيو،
ويا داغ فراق جو گلڙا ڏئي بلبل کي برهہ بيمار ڪيو.

جڳ ۾ جڳهائي نہ جاني جيئڻ،     وھ تو ري سدا آرام وهڻ،
آهہ لازم زهر پيالو پيئڻ،     تنهنجي عشق اندر ۾ آزار ڪيو.
تنهنجي محبت ۾ مخمور ٿيس،     ساري ملڪ اندر مشهور ٿيس،
تنهنجي مهڻ ڪان مسرور ٿيس،     تنهنجي نينهن نسنگ نروار ڪيو.
ڪنهن سان دل جو عرض احوال ڪريان،     ڪونهي همدم جنهن سان حال ڪريان،
ڪهڙو غير کي وبهي سوال ڪريان،     روئي نيٺ سون صبر اختيار ڪيو.
دلسوزي اڙائي هٿ تو هٿان،     سڪ سوز ۾ سرد تو ساھہ ڪٿان،
سڀ جي وات اها تو واڻي سٽان،     ڏاڍو سخت 'فدا' واپار ڪيو.

## نظم

### پٺائيءَ کي سلام

السلام اي مردِ عارف، مردِ مومن السلام،
اي سخن جا شاه! اي سنڌ‌يءَ جا محسن السلام.
تنهنجي هستي آهہ بحرِ بيمناه و بيڪران،
تنهنجي دم سان سنڌ جي اقليم آ عظمت نشان.
سنڌ جو حافظ بہ تون ۽ سنڌ جو سعدي بہ تون،
سنڌ جو اقبال تون ۽ سنڌ جو رومي بہ تون.
نڪتہ دان و نڪتہ سنج و نڪتہ بين و نڪتہ ور،
تنهنجي دم سان سنڌ جو هرڪيف آ شام و سحر.

زندگيءَ جي لهر توکان آ زمين سنڌ ۾،
۽ مثالِ شمس رخشان تون جبين سنڌ ۾.
شعر تنهنجو اڄ به آهي باعثِ تزئين سنڌ،
تون جلال الدين سنڌي، تون نظام الدين سنڌ.

تنهنجي هستي برگزيده تنهنجي شخصيت عظيم،
سنڌ مانند طور آهي تون مثل موسيٰ ڪليم.
توکي هو عشقِ محمدﷺ، تو ۾ ايثارِ حسن،
تو آ ڏيکاريو وري هڪ بار ڪردارِ حسين.

تو سڃاتو آ حقيقت ۾ مقام انسان جو،
تا ابد رهندو هي باقي توکان نام انسان جو.
مرد مومن، مرد اعليٰ، مرد جيڏ السلام،
اي شهنشاهِ سخن اي آل سيد السلام.

## نورجهان

هڪ ڏينهن منهنجو جانبِ صحرا گذر ٿيو،
بادل سياهه ڇانيو هو، عالم تي پاس جو؛
چاهيم ته فاتحا جو پڙهان لفظ هڪ به ڪو،
ناگه پڌل ۾ آئيو آواز ڏک سندو:
ڪر هڪ نظر ته منهنجي به اُجڙيل مزار تي،
هٿ ڪڻ دعا جا منهنجي به مشتِ غبار تي.

مان پي نظر ۾ ڪنهن جي سمائي هيس ڪڏهن،
ماهِ دوهفته مثل سهائي هيس ڪڏهن،
مهرالنساء جي نام سان ڳائي هيس ڪڏهن،
نورِ جهان جهان ۾ ٿي آئي هيس ڪڏهن،
شهزادهٔ سليم جي آرامِ جان هيس،
هندوستان جي واسطي روحِ روان هيس.

هاڻي مگر ڪجهو نه خبر حالِ زار جي،
موسم خزان جي آئي، وئي رت بهار جي،
بدلي گلن جي قبر تي چادر آ خار جي،

محتاج مهربانو آ شمع مزار جي،
فانوس لک پريا تي سندس خاڪ باغ ۾،
افسوس ان جي ناهه ڪو روغن چراغ ۾.

نوشيروان عدل ۾، حاتم ڪرم ۾ ڪير؟
رستم بهادريءَ ۾ سڪندر حشم ۾ ڪير؟
فائق ٿي سڀني عظمتِ دارا ۽ جم ۾ ڪير؟
ڏس يڪ نظر تہ ڏسجي ٿي ملڪِ عدم ۾ ڪير؟
نورِجهان جو مقبرو بوسيده حال آهي،
جاهه و جلال ان سندو خواب و خيال آهه!

## جشن

ساقي! عجب نشاط، عجب سر خوشي ملهاءِ!
بادہ ڪشيءَ ۾ لذتِ بادہ ڪشي ملهاءِ!
اول بہ زندگي هي! هيئر زندگي ملهاءِ!
هڪ بيخودي ملهاءِ تون هڪ بيخودي ملهاءِ!

هر ذرّو البساط جو گهوارہ تي ويو،
عالم تمام جنّتِ نظارہ ٿي ويو.

نيرنگِ حُسنِ لالہ و گل آ چمن چمن،
ڪُل ۾ آ جُزوَ، جُزوَ ۾ ڪُل آ چمن چمن،
هر سو نئين بهار جو غُل آ چمن چمن،
موجِ هوا ۾ مستيءِ مُل آ چمن چمن،

فيض ازلِ جي ڌار آ ابر محيط مان،
رحمت وسي رهي آ فضاي بسيط مان.

ڏس اڄ جنابِ شيخ و برهمڻ گلي مليا،
ڌوتيون ڪدورتون، ٿي وئي دور سڀ گلا،
نازان صبا جي دوش تي خوشبو جا قافلا،
الله! هي افق ڪان افق تائين سلسلا،

منهنجي مشامِ جانؔ تي جنانؔ جو نزول آهه،
سيني جو داغ داغ بہ جنت جو قول آهه.

هر شيءِ ۾ آ عيان ٿيو عجب شانِ دلبري!
چشمِ نظارہ بين ۾ آ نظّارہ پروري،

ذرّي جو دست بوس آ خورشيد خاوري،
اوجِ زمين تي رشڪِ ڪنّان چرخ چنبري،
خاڪِ وطن جو رنگ نکرندو رهي ٿو اڄ،
حُسنِ ازل جو نور پکڙندو رهي ٿو اڄ.

صد سال جشن آهي يا اڪرامِ جشن آهه!
هيءَ بزمِ خاص، بزمِ خوش انجامِ جشن آهه!
اڄ وقت جي جبين تي رقمِ نامِ جشن آهه!
هنگامِ جشن آهه هي هنگامِ جشن آهه!
مژده ڪه ذرّه ذرّه جي لب تي نويد آهه!
رحمت پڌائي ٿي ته هي يومِ سعيد آهه!

هي جشن ڪوي عهدِ مقدس جو يادگار،
هي جشن ڪوي جذبهء ملت جو شاهڪار،
جنهن ۾ رکيل آ علم جو بنياد استوار،
تربيتِ اساتذه آئي به روئي ڪار،
ذرو بکي ٻکي مه و اختر آ ٿي ويو،
جنهن جي ضيا سان قلب منوّر آ ٿي ويو.

هيءَ درسگاه جنهن تي هجومِ بهار آهه،
هيءَ درسگاه جنهن تي سعادت نثار آهه،
هيءَ درسگاه علم و عمل جو وقار آهه،
هيءَ درسگاه رحمتِ پروردگار آهه،
توتي وطن جي خاڪ! 'فدا' جو سلام آهه،
اي درسگاهِ پاڪ! 'فدا' جو سلام آهه.

## حُورِ تون!

عصمت و عفت جي ديوي، آسماني حُور تون،
حسن تنهنجو آ درخشان ۽ سراپا نور تون،
منهنجي هستيءَ جو پيارو نغمهءِ مسرور تون،
خواب منهنجي جو سندم هڪ دلربا تعبير تون.

باعثِ آرام جان تون باعثِ تسڪين تون،
تون مجسم حسن و خوبي پيڪرِ رنگين تون،

تون سراپا ڪيف آهين ڪيف جي تلقين تون،
زندگيءَ منهنجيءَ جو آهين دلنشين تفسير تون.

ٿو تبسم مان ساي تنهنجي خمارِ زندگي،
تون سندم دل جو سڪون ۽ تون بهارِ زندگي،
چاره سازِ رنج و غم تون ۽ وقارِ زندگي،
زندگيءَ جي ظلمتن جي آهين بس تنوير تون.

گوهرِ مقصود تون، موضوع منهنجي گفتگو،
۽ نشاطِ روح تون آهين ’فدا‘ جي آرزو،
تنهنجي آ مرهونِ منت هيءَ بهار چار سُو،
هن کان وڌ پيو ڇا چوان آهين سندم تقدير تون.

## دلبر

خدا ڄاڻي ته تنهنجي ناز ۾ جادو نهان دلبر،
فدا آ عشوه تي غمزه تي اڄ تنهنجي جهان دلبر.

نگهه سوئي زمين طائوس آهي ناز تنهنجي کان، خجل بلبل ۽ ڪوئل آهه خوش آواز تنهنجي کان،
پري و حور هم حيران اڄ انداز تنهنجي کان، سرچشمه روان پر-بسته حسن اعجاز تنهنجي کان،
فقط ناهي ’فدا‘ انگشت حيرت در دهان دلبر، مگر آهن عجب ۾ ساڪنانِ آسمان دلبر.

ڪمالِ حسن تنهنجو خوبتر از آفتاب آهي، بحمدلله مٿي سُهڻن منهنجو پيش ماهتاب آهي،
گو دائم رخ نهفته تنهنجو در پرده حجاب آهي، مگر دنيائي حسن و زيب ۾ بس لاجواب آهي،
نظر ۽ حوصلو عاشق جو آ چرخِ زمان دلبر، نه چون تو ديد در دنيا ميان سيمِ تنان دلبر.

ٿئي هٿ ۾ ڪٿين ٿو قصد آهي خونخوارن جو، پڌايان راز ٿو دلدار توکي تنهنجي وارن جو،
انهي سان آ پڌل پڌ روح تنهنجي جانثارن جو، ڪريو هڪ وارگو پا خون ٿي ويو صد هزارن جو،
فقط هڪڙو ’فدا‘ ڪٺ تير مژگان جو نشان دلبر، مگر قتلام جو باعث سندء ابرو ڪمان دلبر.

نظر جان بخش سان زنده بنائين نيم بسمل کي، نه نگهه شوخ برق انداز آهين خرمنِ دل کي،
اچين گرخنده رو بيشڪ لڄائين شمع محفل کي، ستارن کي ۽ روشن آفتاب و ماهه ڪامل کي،
فقط ڪيئي نعره زن سون کي نه بي نام و نشان دلبر، مگر فرياد ڪُن، آه و فغان زن، هر زبان دلبر.

تنهنجي گفتار تان رفتار تان سينگار تان صدقي، تنهنجي خط خال تان لب لعل تان رخسار تان صدقي،
تنهنجي چشمِ سيه زلفِ دوتا جنسار تان صدقي، خدا شاهد مٿا تنهنجي سان هرهڪ وار تان صدقي،
سلڻ جي آرزو آهي ’فدا‘، ٿي مهربان دلبر، پري ڏي ساغرِ مٿي از شرابِ ارغوان دلبر.

# غزل

●

منهنجي دردِ دل جي دوا نہ ڪر، مون ڏي اک ڪڏهن نہ نگاهہ ڪر،
منهنجي حسرتن کي لتاڙي ڇڏ، منهنجي زندگيءَ کي تباهہ ڪر.
مون جي توکي ڪوبہ تہ عرض ڪيو، ڪڏهن سمجهہ ڪجهہ بہ نہ مون چيو،
ٽٽي آهہ منهنجي ٿي خوش پلي، ڏسي زخم منهنجا تون واهہ ڪر.
تنهنجي مصلحت ۾ وجهان خلل! منهنجي توبهہ توبهہ ڇا مجال،
جنهن کي چاهين زينتِ خاڪ ڪر، جنهن کي چاهين صاحبِ جاهہ ڪر.
تون 'فدا' کي روڪ نہ، ڏي هٿ، ڏي شراب لوشيءَ ۾ جشن،
جو بياض تنهنجي هٿن ۾ آهہ، اهيا خوب ان کي سياهہ ڪر.

●

عقلمندو! اوهان کان دور آهيان،
مگر سچ پچ گهڻو مسرور آهيان.

سندم سختيون سڄڻ ڪهڙيون پڇو ٿا؟ جيئڻ خاطر بہ خود مجبور آهيان.
ڏسي خامش، عزيزن کي ٿيو شڪ، عزيزو! ها چڱو مغرور آهيان.
ڏسي ناڪامياب دور مون کي، چون ناڪام نامنظور آهيان.
سندم دنيا جو سرمايو آ عقبيٰ، وڏي تنخواه جو مزدور آهيان.
سڃاتو ڪين ڪڏهن احباب مون کي، مون سمجهيو ٿي 'فدا' مشهور آهيان.

●

بسانِ موج قلزم سان آ رشتو آشنائيءَ جو، تماشو ٿو ڏسان شب روز مان وصل و جدائيءَ جو.
مان آهيان مثل آئينو هو باعث روشنائيءَ جو، ڏسڻ جو شوق آ مون کي ۽ هن کي خود نمائيءَ جو.
پسائي پنهنجو جلوو پوءِ ٿي غائب ويو ڇا ڪان، بڌايو هي بہ آهي ڇا طريقو آشنائيءَ جو.
محبت پيار اڄ احباب مان معدوم ٿو ڏسجي، وفا ويندي رهي آهي، زمانو بيوفائيءَ جو.
مڪي ميندي ڪيو عشاق کي تو قتل اي قاتل، پر بل آ خون ۾ پنجو سنده دستِ حنائيءَ جو.
وفا گل ۾ نہ آهي ۽ نہ آهي جوش بلبل ۾، زماني سان جو بدليو رنگ بدليو آشنائيءَ جو.
ڏيو صد آفرين مون کي، بنايم دلربا توکي، ڏيئي دل توکي سيکاريم سليقو دلربائيءَ جو.
شبِ خوش رنگ گذري خواب وانگر ڪڙي لحظي ۾، دريغا روز پورو ڪين ٿيو ليڪن جدائيءَ جو.
اچي نڪري جنابِ خضر جي دشتِ محبّت ۾، وڃي پلجي يقيناً سو طريقو رهنمائيءَ جو.

ڪيو پيمانہ نوشيءَ جو اشارو جنهن بتِ ڪافر، تہ ٿي پرهيز جي دعويٰ، پڪو دم پارسائيءَ جو.
رهي دل ۾ تہ ان هوندي بہ دلبر دور توکهاري، عجب انداز آ نازڪ جي هر ناز و ادائيءَ جو.
مليو هرگز مثالِ گل نڪو هردو جهان اندر، 'فدا' ڳولي ڏٺو آخر سڄو تختو خدائيءَ جو.

●

مون کي حسن عالم ۾ آئي ڇا مليو،
جسان هي آرام پائي ڇا مليو.

پڇ وڃي آخر تون ان سفاڪ کان، توکي عاشق کي ستائي ڇا مليو.
شمع تابان تون تہ آخر ونئين سڙي، توکي پروانا جلائي ڇا مليو.
چشم تر ڪري سان حاصل ڇا ٿيو، خون جا ڳوڙها وهائي ڇا مليو.
طعنہ زن ٿيا هاڻ سڀ همدم اٿم، هين بتن سان دل لڳائي ڇا مليو.
هٿين جڏهن بيپرده ڇا نقصان هو، هاڻ مون کان سُنهن لڪائي ڇا مليو.
ڪم اهو جو هٿ اچي تڪليف ري، جي مليو ڪجهہ سر وڃائي ڇا مليو.
وصل جي لذت جو پڇ مون کان 'فدا'، يار کي پهلوءَ ۾ پائي ڇا مليو.

●

سان نہ چاهيان تو تہ دولت ڏي مُنکي،
نيڪ خصلت نيڪ عادت ڏي مُنکي.

شوڪتِ دنيا جو طالب ڪين سُان، امرِ دين ۾ استقامت ڏي منکي.
خوش رهي دليا سندم اخلاق کان، يا الاهي سا طبيعت ڏي منکي.
تون سندم خالق سندم مختار تون، چاهي عزت چاهي ذلت ڏي منکي.
نفس سرڪش کان وِهان ديجي نہ سان، ايتري طاقت ۽ همت ڏي منکي.
بخش ڪر منهنجون خطائون اي ڪريم! زور توفيقِ عبادت ڏي منکي.
سان نہ آهيان طالبِ نام و نمود، هان مگر شوقِ شهادت ڏي منکي.
خوش رهان هرحال ۾، پروردگار! دولتِ صبر و قناعت ڏي منکي.
اڄ 'فدا' آهي اها دل سان دعا، يا خدا پنهنجي محبت ڏي منکي.

( ١ )

جيئن گلن ۾ تو ڏٺين جو لبِ منقار ملي،
تيئن ملي يار مون کي دولتِ ديدار ملي؛
يا خدا عيد سواءِ يار جي آهي ماتم،
ٿي سگهي عيد جڏهن يار سان ڪڏ يار ملي.

( ٢ )

مون کي عالم ۾ اڃي هاڻ نہ آرام مليو،
نام بدنام مليو، مايۂ الزام مليو؛
جو ڦٽائي مون ڪئي تنهن سدا خدمتِ غير،
ان جي برعکس مون کي واه جو انعام مليو.

( ٣ )

اي ’لدا‘، سمجهه تون دنيا ۾ خدا آهي بس،
جو خدا چاهي سو ٿيڻو بہ صفا آهي بس؛
ٿا اسين جيڪي ڪهرون صاف خطا آهي بس،
ٿو ڪري جيڪي خدا سيڪي بجا آهي بس.





# مرزا اسد بيگ "اسد"

مرحوم شمس العلماء حضرت مرزا قليچ بيگ جي علمي خاندان ۾، سندن فرزند مرزا اسد بيگ 'اسد'، هڪ اهل علم، باذوق، ديندار ۽ ايڪ سيرت فرزند جي حيثيت سان مشهور آهي. مرزا 'اسد' جي پرورش هڪ ناماري بزرگ جي گود ۾ ٿي، ان ڪري علم ۽ فن، سيرت ۽ اخلاق کيس ورثي ۾ مليو آهي.

تاريخ ولادت: ١٨- سپٽمبر ١٩١٣ع.

تعليم: بي. اي.

شاعري: سندس شعر و شاعري جو مربي ۽ استاد خود سندس والد ماجد حضرت شمس العلماء مرزا قليچ بيگ رحه آهي.

تاليفات: تاليفات جي سلسلي ۾، ڪيترا ڪورس جا ڪتاب ۽ شعرن جا انتخاب ڇپيل آهن، جي بمبئي يونيورسٽي پاران منظور ٿيل هئا.

ان سلسلي ۾، ڪوآپريٽو ڊراما ۽ ڊائلاگ، 'ديوان قاسم' جي ترتيب ۽ ان تي علمي مقدمو مشهور آهن.

ملازمت: هن وقت اسسٽنٽ رجسٽرار ڪوآپريٽو سوسائٽيز آهي. سندس شعر و شاعري ۾ حمد و مناجات، منقبت، غزل، نظم ۽ قطعا آهن. ڪافين تي به طبع آزمائي ڪئي اٿس. سندس ڪلام پختو، سادو، رنگين ۽ نمڪين آهي. زبان سليس پر دلنشين، سندس شعر جي هڪ بنيادي خوبي آهي. —ادارو

* * *

# حمد ذوالجلال

آهي واجب حمد تنهنجو، تنهنجو شانِ اڪبري،
ٿي جڳائي توکي يارب! دوجهان جي داوري.
ڇا ڪري انسان عاجز ٿو سگهي تنهنجي ثنا،
ڪن صفت صاحب سندءِ، جنّ و ملڪ حور و پري.

تون ئي خالق، تون ئي رازق، تون ئي مالڪ مُلڪ جو،
لاشريڪ آهين، ڪندو ڪو ڪونه توسان همسري.
ربّ تون، رحمان تون، ستّار تون، غفّار تون،
خالقِ ڪون و مڪان تون، مالڪِ خشڪي تري.

دوست دشمن، نيڪ و بد ٿيا لطف تنهنجي ۾ شريڪ،
آهه يڪسان بنده پرورَ! تنهنجي بنده پروري.
معرفت جي بحر ۾ غرقاب ٿيا عارف ڪئين،
ٿي سگهي ليڪن نه تنهنجي انت جي ظاهر ذري.
تنهنجي قدرت جو ڏين آهيان ٿا روشن سدا،
بحر و بر، ارض و سما، ۽ مهر و ماهه و مشتري.
پيش عقبيٰ جو سفر مون کي ستائو ٿو سُجهي.
پيو سڦر ناهي، ٿي گردن تي گناهن جي پري.
آپ چڙهيا ڪارا ڪڪر، بئي رات ڪاري راهه ۾،
تا سُهائيءَ کي سِڪون، ڪر سُورِهلن جي رهبري.
بيوسيلن جو وسيلو ٿي ۽ بيواهن جي واهه،
بيڪس و بيچاره بندن جي اچي ڪر ياوري.
ڪهُڙ 'اسد' تون عاجزيءَ ۽ انڪساريءَ سان دعا،
سن ٿئي مقبول تنهنجي هنج وقتي حاضري.

# نعت رسول

مدّاح آهيان شاهِ رسالت پناهه جو،
سردارني وڏاني ٿو رتبو سپاهه جو.
سونهي ٿو فخر و ناز، پلي جيترو ڪرپان،
بندو خدا جو، امتي تنهن بادشاهه جو.

ابرِ ڪرم سندس جي گنهگار تي وَسي،
هر ذرّو صاف ٿي وَڃي ڌوٻي گناهہ جو.
پيغمبرن لئہ فخر سندس ذات پاڪ ٿي،
عرشِ برين تي پهچي ويو طُرّہ ڪلاهہ جو.
لوح و قلم نہ لکجي ٿو آن جي رضا بنا،
مالڪ ٿيو حضور، سفيد ۽ سياهہ جو.
"لولاڪ لما خلقت الافلاڪ" چئي خدا،
درجو ڪيو بلند سندس بارگاهہ جو.
دينِ محمّدي ٿيو رستو سڌو صفا،
۽ حُبّ ِ اهلبيت وسيلو ٿيو راهہ جو.
شل رحمتون هزار خدا جون هجن مٿن،
هي اهلبيت ڪعبي جا، هو ڪهر الله جو.
بي حُبّ ِ اهلبيت عبادت نہ ڪا قبول،
باقي سا ڏيک ويک ۽ ڏوڪو نگاهہ جو.
حشر و لَحَد جي خوف کان آگاهہ ٿيو 'اسد'،
دامن ڇڏيندو ڪين هئن سان سو شاهہ جو.

## مولا جي نظر

مومنن تي پنهنجي مولا جي نظر ٿيندي ضرور،
اهلِ ايمان جي يقين، فتح و ظفر ٿيندي ضرور.
جن جو مولا ٿيو محمّد، تن جو مولا ٿيو علي،
هي خبر آهي نبيءَ کان، معتبر ٿيندي ضرور.
راهداري، دين و دنيا جي، منهنجي مولا جي وس،
پر محبّت آل جي، منهنجي سپر ٿيندي ضرور.
مون ۾ ٿي پيوستہ وئي آهي محبّت، ڇا ڪريان؟
هر دوعالم ۾ سا حالت همسفر ٿيندي ضرور.
نوح جي ٻيڙيءَ مثل آهن نبيءَ جا اهلبيت،
پار ڪشتي ساڻ شاهِ بحر و بر ٿيندي ضرور.
رات آخر فڪر و غم جي ختم ٿيندي، اي 'اسد'!
منهنجي ارمانن جي اي مولا! سحر ٿيندي ضرور.

# رباعيون

( ۱ )

هر فرد ڪسي دنيا ۾ بلندي گھرجي،
جنهن لاءِ عمل ۽ عقلمندي گھرجي؛
مزدور کي محنت ۽ مشقت جي عوض،
مضبوط آجهو، گرنهن ۽ گندي گھرجي.

( ۲ )

هر دؤر ۾ هڪ رنگ سدا ٿو ڏسجي،
ڪو دؤر نہ خالي ان سوا ٿو ڏسجي؛
مزدور جي قسمت جو آهہ مالڪ زردار،
اِنسان ”جو اِنسان“ خدا ٿو ڏسجي.

( ۳ )

اڄڪلهہ جي ڪمائيءَ ۾ ڪا برڪت ڪانهي،
مسڪين هٿن ۾ بہ ڪا حرڪت ڪانهي؛
چڪتاڻ زماني جي ٿـي سرسام مثل،
ٻڌ چڙهہ ۾ لڳل ساهہ ٿيو، فرحت ڪانهي.

## نظم

### آرزو

مُدّت ڪان آرزو آهي، ڪو دلربا ملي،
دلبر بہ ڪو دلير، مگر باوفا ملي.
بهتر تہ سڀ کان آهہ تہ آول خدا ملي،
ممڪن ملڻ نہ ان جو تہ من مصطفيٰ ملي.
آهي ملڻ محال ۽ مشڪل پنهي سندو،
مشڪلڪشا ڪو مثلِ علي مرتضيٰ ملي.
رهبر حسن حسين ملن فاطمه جا لال،
صدقي پنجن تنن جي ڪو زين العبا ملي.
باقر ملي يا جعفرِ صادق صفا ملي،
موسيٰ ئي ڪاظمين يا شاهِ رضا ملي.
جيڪر ملي تقي ۽ نقي، عسڪري تہ واهہ،
مهدي و هادي مالڪِ هردوسرا ملي.
اي ڪاش! ڪو ملي وجي محبوبِ ڪردگار،
هردو جهان ۾ تنهنجو 'اسد' مدّعا ملي.

## شهيد ناز

ٽيو عشق باسليقه ٻه داخل ثواب ۾،
جيئن حُسن ٽيو گلن مان نمايان گلاب ۾.

زلفِ دراز، ابروئي خمدار، چشم و لب،
عنوان ٿيا علحدا نزاڪت جي باب ۾.

انڪار ۾ اچي ٿي ڪا لذّت عجيب ڪي،
لاڪار تي ٿو ناز ڪري هر جواب ۾.

مصحف ٿيو منهن پڙهڻ جو، ڪيم حفظ روئي يار،
سڀ دل تي نقش آهي، لکيل جو ڪتاب ۾.

صيّاد جي خطا، نه وري دام جو قصور،
ٿيو قرب آهي قيد اوهان جي جناب ۾.

قربان تنهنجي ناز تان، نازڪ مزاج تان،
خاموشيءَ ۾ شڪار ڪرين ٻيو حجاب ۾.

مون تي ڪري جڏهن ٿي اثر تنهنجي هر ادا،
آسان شغل تنهنجو ڪلڻ ٿيو نقاب ۾.

تنهنجي ضيائي رُخ جي آءُ تمثيل ڇا ڏيان،
مهتاب ۾ هي نور نڪو آفتاب ۾.

لايان ڪلي سان، يا ڏسان، صدقي ٿيان، ڇمان؟
ارمان ڪيترا ڪڍي سگهجن ٿا خواب ۾؟

شايد 'اسد' آئين تون شهيدن جي صف الدر،
آهين ڪنل تون ناز جو، عهدِ شباب ۾.

## غزل

●

صورت مان ٿئي عيان نه ڪڇان ڇا زبان سان،
خاموش گفتگو آهي، تو مهربان سان.
درد ۽ فراق جو آهي، شاهد هي آسمان،
هلندو وتان زمين تي دلِ ناتوان سان.
بيتاب بارِ عشق جو دونهون اٿي نه ڏي!
نهندو ٻيو آسمان منهنجي آه و فغان سان.

داغِ جگر کان پاڪ گريبان جي چاڪ کان،
چيڙيان هي داستان، وري ڪهڙي بيان سان.

هي انقلابِ وقت ۽ گردش جو آه قصور،
وابستہ هر نصيب ٿيو هن داستان سان

آسان ناهي مفت ۾ حاصل ٿئي سَنَدَ،
فطرت جي مدرسي مان ملي امتحان سان.

علم ۽ ادب جون خدمتون جنهن ملڪ ۾ ڪيون،
ٿيو واسطو 'اسد' جو اهيءَ خاندان سان.



اڙو خوديءَ جو نہ توکي آهي خمار اڃان!
هي هستي آهي، ٿيو دور اقتدار اڃان!

شهيد آهين تہ ٿيو رنگ لائي رت جهڙو،
هي مشتهر تہ ڪرين، آهين بي ديار اڃان!

ڍرو لغام ڇڏي تہ هٿين آڙيون ڇهبڪ،
هي سير وچڙ جا ڏسي پار ڏن سوار اڃان!

تون پنهنجي حال ۾ حيران، وٺ پڪڙ ۾ مست،
وطن ۽ قوم جو توکان ڪجهہ نہ بار اڃان!

سوار ٿي نہ سگهين، ۽ پچين نہ پنڌ ڪري،
سفر دراز ۽ تڪليف بيشمار اڃان!

وٺن تي ڪانگ وهاريتي ۽ ڊينگ ٻاٽيءَ تي،
اچيو بکيو ڪري، اهلِ وطن ڪي مار اڃان!

خزان ۽ جهار ڪيو زيان، پيو منيو سالهي،
بهار آهي چمن ڪي نہ سازگار اڃان!

سهي سگهان ٿو نہ غيرت ڪان غير جو خندہ،
لڳي ٿو منهنجو چوڻ توکي ناگوار اڃان!

تون باادب ٿي 'اسد' عرض ڪر ادبن کي،
ڪَيُوَ قليچ جو قائم نہ يادگار اڃان!*

---

* چوڏهين 'آل سنڌ ادبي ڪانفرنس' ڪراچي، جي طرح تي چيل.

# ڪافي

*

سما ڄام سلطان، منهنجي ذات مهائي،
تنهنجي توهه ٽڳان ٿي عيبن سان اکائي!

چار چٽَ، سندم ستَ، ذري ڪهٽ ميائي،
صحابي تو ڄام جي سڄي واڄ رائي.

سمين سٽَ، ڪري ڪٽَ، رکي هٽ وهاريئي،
ٻڌئي ٻانهن ٻيڙو، ٿنهنجو ٻاڻ سچائي.

سي سمات، آڇي ڳات، ٻرئي لات ٻهڪن،
ڪئي ڄامزاديون، ڪئي نوري نمائي.

ڪنجهر ڍنڍ، ڪلن ڪنڍ، دلين ڳنڍ، عمر ننڍ،
ٻيڻ لوڙهه ٻوٽيون، ٻتن ٻاڪ ٻائي.

تو اوصاف ٻم ٿيا معاف، ناهي لاف، چوان صاف،
هئي سُهرَ شاهي، ڪيئي معاف ميائي.

وڃهي ڄار، ڪيئي شڪار، ڏسي ٻار، لڌيئي سار،
ڪري قرب ڏاڍا، ڍڪيئي نيائي سيائي.

لڳو نينهن، تنهن ڏينهن، وٺو ميڻهن منڊ تي،
سئي "قاب قوسين او ادنيٰ" تو هائي.

واه اصيل جي تمثيل، 'اسد' سيل لطيفي،
اها ڄام نوريءَ، سندي قرب ڪهائي.





# نجف علي شاه ”ڪمتر“ نقوي

سيد نجف علي شاهه، مشهور سادات خاندان ’جهانيان پوٽا‘ جو چشم و چراغ آهي. برصغير هند و پاڪ ۾، هن خاندان جو مورث اعليٰ، حضرت سيد شيرشاهه جلال قطب جمال، بخارا مان اچي، اُچ شريف ۾ رهيو. سندن اولاد مان مخدوم جلال الدين جي اولاد ۾، هتي جي شاخ سنڌ ۾ آئي ۽ سنڌ ۾ مخدوم جهانيان جي نالي جي مناسبت سان مشهور ٿيا. هي خاندان سيادت، بزرگي، زهد ۽ تصوف، شعر ۽ ادب ۾ ڪافي ممتاز رهيو آهي. ڪيئي صاحب ديوان، سنڌي ۽ فارسيءَ جا يگانہ روزگار شاعر بزرگ پيدا ٿي چڪا آهن.

سيد نجف علي شاهه صاحب، تاريخ ٢١-اپريل ١٩٢٣ع تي ٽنڊي جهانيان ۾ ڄائو. سندس نالو، مشهور شاعر فقير هدايت علي ’نجفي‘ جي مشهوري ۽ مقبوليت ڪري ڏسي برڪت طور رکيو ويو.

<u>تربيت ۽ تعليم</u>: سندس تعليم ۽ تربيت نهايت پاڪيزه ماحول ۾ ٿي. حيدرآباد جي مختلف اسڪولن ۾ سنڌي، اردو، فارسي، عربي ۽ انگريزيءَ ۾ چڱو مايو حاصل ڪيائين.

ننڍيءَ عمر ۾ ئي ساري خاندان جو بار مٿس آيو، جنهن کي باحوصلہ ۽ باهمت ٿي برداشت ڪيائين، ۽ سارو ڪاروبار سنڀالي، ڪابہ گهٽتائي محسوس نہ ڪرايائين. فقر ۽ فاقي کي سرمائيداريءَ تي ترجيح ڏني، دولت ۽ دنيا کان پاسيرو رهيو.

<u>علمي ذوق</u>: ڪيس علمي ذوق، الف ليليٰ، جانعالم، چار درويش ۽ حاتم طائيءَ مان پيدا ٿيو، جي ڪتاب، بيماريءَ جي بستري تي رهندي مطالعه ۾ آيا. ان سان گڏ لطيف جو ڪلام بہ ان ئي دؤر ۾ زير مطالعه آيو، جنهن ڪيس ڏاڍو متاثر ڪيو، جنهن جي معنوي مفهوم کي سمجهڻ لاءِ پنهنجي عمر وقف ڪري چڪو آهي.

شاعري: سندس جذبات ۽ خيالات تي سيني کان وڌيڪ لطيف جي فن ۽ فڪر جو اثر آهي؛ ايتريقدر جو هرصنف ۾ شعر چوندي، سندس لفظن ۽ بندشن تي، توڙي معني ۽ مفهوم تي لطيف جو اثر نظر اچي ٿو.

تخلص: ابتدائي دؤر ۾ سندس تخلص 'نجف' هوندو هو. پر جنن ته سندس نالي جي آخر ۾ 'شاهه' جو لفظ آيل آهي، جنهنڪري جذبهء افتخار جي اضافي ڪي، نماڻائيء ۽ سباجهائيء سان بدلائي، 'ڪمتر' ڪيو ويو.

طريقت: طريقت ۾ پاڻ پنهنجي چاچي سائين هادي بخش شاهه مسڪين رحه جي هٿ حق پرست تي، نقشبندي طريقي ۾ بيعت آهي.

ڪلام: سندس ڪلام ۾ 'ڪافي' هڪ شاهڪار فن آهي. سوز ۽ گدازسان گڏ ڪافين جو معنوي رنگ، لطيف جي فلسفهٔ حيات جي ترجماني آهي- اهائي زبان ۽ اهوئي انداز بيان!

پاڻ زراعت جو ماهر آهي. هن وقت، لطيف جي ڪلام جي ترتيب ۽ تدوين ۽ ان سان گڏ ان جي معنوي شرح لکڻ ۾ مشغول آهي.

ڪمتر جو فن، معنوي انداز سان ڏاڍو ميناج وارو ۽ پيارو آهي. سندس 'فن' تي، خاص ڪري لطيف جي زبان ۽ انداز بيان جو وڏو اثر آهي. سندس جذبات ۽ خيالات معنوي حيثيت سان افاديت ۽ اخلاقي پهلو رکن ٿا. زبان جي صحت ۽ سلاست قابل رشڪ آهي. افسوس جو سندس ڪوبه مجموعهٔ ڪلام اڃا شايع نه ٿيو آهي. -ادارو

## ڪافيون

*

هلي حاضر ٿي، آئي هينئڙئي هَل،
ڪندو قرب ڪُنل تي ڪوهيارل.

| | |
|---|---|
| دلدار ڪيا سينگار اٿسي، | ڪري ڪوڏ ڪوهياري پاتو ڪجل، |
| ويا ڏينهن پڇي پروانن جا، | آيو مشتاقن لئه مفت اجل. |
| لٿي ساعت سري ٿئو دم گذري، | ٿيو ورهه برابر هڪڙو پل، |
| آهي زهر حياتي هوت بنان، | ريءَ جانب آهي جيئڻ جنجل. |
| ويو وقت هليو ڪجهه ڪونه وريو، | وئي عمر اجائي ڪچ ڪپل، |
| هاڻي ووڙ ولدر جي وڻ وڻ ڪي، | هلي جانب ڪارڻ جهاڳ جبل. |
| ڪندو ڪوهيارو 'ڪمتر' تي ڪرم، | اچي ڪڍندو هن اڱڻ جو انگل، |
| ٿيندا مطلب مقصد سڀ حاصل، | ڪندو سولا هرڪو مشڪل حل. |

*

موڪيءَ مت مٿين واهه آهيا مرد مٿير نه مُڙندا مور،
موج هتي ميخاني ۾ سڀ مست موالي ٿيا مخمور.

وڻ وڻ واس مڪا آريءَ جا، ڪيچ ڀنڀور سڄو معمور،
ڏڪيون ڏِڪ، وهارڻ آيو، لاٽ لسنگ نسورو نور.
مهٽيءَ ڪي مڪ آهه سُنئالي، هردم سيهر جو مذڪور،
ساهڙ آئي سڀ وڻ ساوا، درد ميٽي ٿيا دل مان دور.
آيو جام تماچي تڙ تي، مٽيءَ مهاڻا سڀ مسرور،
ساري جڳ تي سهنج سمي ڪيا، ساهه مان نڪتو سارو سور.
’ڪمتر‘ تي ڪيو ترب ڪوهياري، مس مس منٿ ڪيئين منظور،
آيو اڳڻ اڄ اڪليءَ ڪي، حاصل ڪاريئين حج حضور.

*

سورهيه سيج چڙهن، موڙ ٻڌا مَردن!

شوقون شينهن شڪار چڙهيا، اڄ ٻيلا ٻيا ٻُرٽن،
ڪنمر ڪري ڪجڪوڙ آٿيا، ٿٿي ساهون ڪير سندن؟
آيا مرد مٿمر مُهاڙي، ٻيڙ ڪيڏيو ٻاڏن،
ڪوها ڪنور ڪيلي جا ڪوڏيا، مانجهي ڪين مڙن.
ڪارن ڪڪرن وانگر ڪاهن، وڄ جمڻن وارا ڪن،
ڪوڙ ڪري ڪهسان آٿن، ۽ وڏ ڦُڙا ٿي وسن.
سورهيه سِرُ سانيه تان صدقي، ’ڪمتر‘ جيڪي ڪن،
رحمت تن تي رب جي آهي، ٻاڪر ٻنجن ٿنٿن.

*

تهري ڪجل جون ڪانيون، ٻي ڳمانيون،
وو يار... اهي سيڏيون سيني ۾ سَٽيڪَن.
عين الهن جا آهن عنابي، خاصا خماريل ڪتهرا ڳلابي،
هٿيو ڏين حيرانيون، پريشانيون،
وو يار... شل اکيون لڪ ڪنهن سان اٽڪن.
تهر ڪيو آهي تهري ڪارن، ٻاڻ پريل ٻر ٻين ڪي ٻارن،
جام جلائن جاڏون، جُنگ جوانيون،
وو يار... جيڪي لٽون ڪاهن تي لٽڪن.

مژڪان، تير ۽ ابرو خنجر، سرڪش سارا نين زوراور،
تيز سندن تابانيون، ڪان ڪمانيون،
وو يار... آهي جنگ جدل جهٽ پٽ ڪن.

قرب جو آهي طالب 'ڪمتر'، مطلب مقصد سڀ ٿين بهتر،
سڌ ملن سلطانيون، ڪامرانيون،
وو يار... شل دفن پنهنجي در وٽ ڪن.

## قطعو

حال ڪريان اظهار، خدايا رات وڃي ٿي جلد گذرندي،
آه ڏکي گفتار، خدايا رات وڃي ٿي جلد گذرندي؛
هاڻ تصور فرقت وارو دل کي ڪري ٿو پاره پاره،
وٽ ڪي ڪجهه بيهار، خدايا رات وڃي ٿي جلد گذرندي.





# سيد ”منظور“ نقوي

جهانيان خاندان جي هن چشم و چراغ جو نالو سيد لطف علي شاهه ۽ سندس والد جو نالو سيد حسين علي شاهه آهي. سندس خاندان جو شجرو حضرت مخدوم جلال الدين جهانيان جهان گشت سان ملي ٿو، جيڪو وري حضرت امام علي نقي عليه السّلام جن تائين پهچي ٿو. منظور نقويءَ جي ولادت ١٧-مئي ١٩٢٤ع مطابق ٢٣-شوال سن ١٣٤٢ هجريءَ ۾ ٽنڊي جهانيان حيدرآباد ۾ ٿي. پاڻ مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪيائين، ان ڪان پوءِ حڪيم عبدالڪريم عباسي صاحب وٽ فارسيءَ ۾ طب پڙهيو. طب جي مزيد علم حاصل ڪرڻ لاءِ دهليءَ ويو، جتي علم طب جي تڪميل ڪري ڪامل الاطباء جي سَنَد وٺي واپس آيو. طب، شڪار، مصوّري ۽ شاعري ڪويا ڪبس ورثي ۾ مليل آهن. شڪار ۾ خطرناڪ جانورن جو شڪار سندس مرغوب مشغلو رهيو. جهنگلي جانورن جي خصلتن مان چڱي واقفيت حاصل ڪيائين. مصوّريءَ جي موروثي شغف کي تڪميل تي پهچائڻ لاءِ پاڻ مشهور زمانه بنگالي مصوّر ايس. ڊي. ٺڪر کان پينسل ورڪ- لائيف اسڪيچ سلوڊي- واٽر ڪلر ۽ آئل ڪلر تي دسترس حاصل ڪرڻ لاءِ تعليم حاصل ڪيائين.

پيڪرگريءَ ۾ ڪلي (Clay) ۽ ويڪس (Vax) جي ڪم مان به چڱيءَ طرح واقفيت حاصل ڪيائين، ۽ ڪيترن سازن وڄائڻ تي دسترس حاصل ڪيائين. پڻ علمن مان موسيقي (سُر ۽ تال) جي علم جي عملي طرح سان تعليم حاصل ڪيائين. ان ڪان سواءِ جفر (اخبار- آثار- احمر- جامع) ۽ رمل تي به مهارت حاصل ڪيائين.

سيد منظور نقويءَ کي شاعري گويا ورثي ۾ مليل آهي. انهيءَ ني خاندان مان حضرت سيد فتح الدين شاهه 'فتح'، سيد قطب الدين شاهه 'قطب'، سيد روشن علي شاهه 'روشن'، سيد غلام شاهه، سيد هادي بخش شاهه 'مسڪين'، ناميارا شاعر ٿي گذريا آهن، ۽ موجوده زماني ۾ سيد نجف علي شاهه 'ڪمتر' نقوي، سنڌي زبان جو هڪ قادرالڪلام شاعر تسليم ڪيو ٿو وڃي. منظور نقويءَ

ننڍي هوندي کان ئي موزون طبع ۽ ذهنِ رسا جي ڪري منظوم ڪلام چوڻ شروع ڪيو، ۽ پهريون شعر ٻارهن سالن جي عمر ۾ چيائين، جيڪو هڪ نوحي جي صورت ۾ هو، جنهن جي ابتدا آهي:

هئي هئي اصغر ننڍڙو ٻار، هئي هئي اصغر ننڍڙو ٻار!

پاڻ علم عروض سان به واقفيت حاصل ڪيائين. پاڻ سنڌي، سرائڪي ۽ اردوءَ ۾ 'منظور' تخلص استعمال ڪندو آهي ۽ هنديءَ ۾ 'منجو'. فارسيءَ ۾ 'سبق' ۽ پراڻي سنڌي زبان جي وائن، ڪافين ۽ بيتن ۾ تخلص 'لطف' به استعمال ڪندو آهي. فارسيءَ ۾ سندس ڪلام جو نمونو هي غزل آهي:

بيک چشمک الهام کرد اضطرابي      چه خوش خامشي وچه خوش انقلابي
زهر زاويه باتو کردم خطابي      گهي باسوال و گهي با جوابي
عيان رازِ قرآن ست ازهر اشاره      نهان يک زبور است اندر نقابي
بيار آن مستي کاشفِ رازِ هستي      که از مرگ هرگز ندارم حجابي
'سبق' خوش نيامد مرا بزمِ عالم      نه 'لطف'، گناهي نه کربِ ثوابي

هنديءَ ۾ سندس شاعريءَ جو نمونو هي دوهو آهي:

ڀئي نين ڪاجر ڀا بکري موري ڪيس      ڪس بد 'منجو' جانون مين پيا گئي پرديس

اردوءَ ۾ سندس ڪلام جو نمونو هي غزل آهي:

جب فضائون مين جلوے بکهر جائينگے      چاند تارون کے چهرے اتر جائينگے
راستے راستے منزلين منزلين      راهبر راهبر هم جدهر جائينگے
ياد مٽنے کو هے ياد مٽ جائيگي      زخم ڀرنے کو هين زخم ڀر جائينگے
زندگي سے شڪايت اي 'منظور' کيا      چشم تر آئے تهے چشم تر جائينگے

اردوءَ جو ٻيو غزل هيٺ آهي:

جهان جهان ترے نقش قدم نظر آئے      حرم کے دير کے منظر ابهر ابهر آئے
يه کيسا آئينه خانه هے هم کهان پهنچے      تري تلاش تهي ليکن همين نظر آئے
حيات دهر ۾ ايسے کئي مقام آئے      که ديکهتے هي رهے هم که هم کدهر آئے
ابهي تو ذکر چهڙا تها تمهارے جلوے کا      ستارے نوکِ قلم پر اتر اتر آئے
قدم قدم په تها منظور لغزشون کا گمان      کٺهن تهي راهِ محبت مگر گذر آئے

هن کان اڳ سنڌي زبان ۾ ڪلاسيڪي موسيقيءَ جا ٻول رائج نه هئا، مگر هن ئي شاعر ڪلاسيڪي موسيقيءَ سان واقفيت حاصل ڪري، سنڌي زبان ۾ خيال جا ٻول لکيا. ڪلاسيڪي موسيقيءَ ۾ سندس لکيل خيال جا ٻول هيٺ آهن:

[بول خيال - شام ڪلياڻ- تين تال]

استائي- تو بن شام نه پائي.

انتره- ڪاري ڪاري رات انڌ ياري

ايندي من ڪهرائي- تو بن شام نه پائي.

ٻيو مثال :

[بول خيال - گن ڪلي- تين تال]

استائي- رت پريت ڪرڻ جي آئي

هر سو مستي ڇائي- رت پريت ڪرڻ جي آئي.

انتره- گل گل سونهي وادي وادي

پريت هي جوت جڳائي رت پريت ڪرڻ جي آئي.

ائين هن ڪان اڳ سنڌ ۾ منظري نغمن جو نه ادب ۾ وجود ڪو نه هو، هن شاعر منظري گيتن کي نه رائج ڪيو. مثال ۾ هڪ منظر ۽ ان مطابق لکيل گيت هيٺ آهي:

هارون رشيد هڪ غريب ماڻهوءَ کي بيهوشيءَ جي دوا پياري، بغداد جي پل تان ڪٽائي محل ۾ آڇي ٿو. صبح جو انهيءَ غريب جي محل ۾ اک کلي ٿي ۽ ائين ٿو سمجهي ته هو ڪو خواب ڏسي رهيو آهي. محل جي ڪنڊ ۾ هڪ ڪنيز بربط تي هي گيت ڳائي ڪيس يقين ڏياري رهي آهي ته تون جيڪي ڏسي رهيو آهين سا حقيقت آهي، ڪو خواب ناهي. انهيءَ منظر تي هن شاعر هيءُ گيت لکيو آهي:

هي دور دنيا حقيقت آهي، هي بزم هستي سراب ناهي، ڪو خواب ناهي!

هي رنگ و بو دامن فنا تي حقيقت آهي ثبات آهي،

بقا جي سمجهين ته آهي باقي اهائي ڪل ڪائنات آهي،

نشاط ۽ راڳ جي ملاوت، انهي جو نالو حيات آهي.

هي سڀ شهود آهي تنهنجي خاطر ڪو راز ناهي، حجاب ناهي، ڪو خواب ناهي!

طرب فزا روح پرور آهن هي بربط و عود جون صداؤن،

هي دلربا دلربا غزالان مشڪ ڪده جون حسين ادائون،

هي قلقل شيشه درحقيقت ٿي تشنه لب کي ڏئي ندائون.

هتي جي هر هڪ نفس جو همدم مثال ناهي جواب ناهي، ڪو خواب ناهي!

هي هستين مستين جو مرڪز، هي رقص و نغمه جي محفل آهي،

هتي حياتي وراهجي ٿي، هتي حياتيءَ جي منزل آهي،

هتان اٿي زنده ڪو گذاري محال ۽ ڏاڍو مشڪل آهي.

هتي جو هر لمحو آهي راحت قرار آهي، عذاب ناهي، ڪو خواب ناهي!

اهڙي ئي هڪ منظر تي ٻڌل ٻيو گيت هيٺن آهي:

جاڳ مسافر، منزل سامهون، ڪير ڪري آرام!

سونهري سونهري ڪرڻا هستيءَ جو آغاز،
صبح جو راڳ ٻڪين جون لاتيون بربط جو آواز،
رات سُتي ۽ جاڳيا ڪرڻا، خوابن ڪيو پرواز،
صبح جا منظر توکي ڏين ٿا هستيءَ جو پيغام- جاڳ مسافر

گل ٿيا عرق عرق پڇڙن کان هر مکڙي شرمائي،
بادِ صبا پيغام ڏئي ٿي رت البيلي آئي،
باغ ۾ ڪوئل ڪوڪ ڪري ٿي جڻ ٿي وڄي شهنائي،
هستي خوش آغاز هجي شل هستي خوش انجام- جاڳ مسافر

دوش تي پنهنجي کڻ آئي ٿي عطر جا بادِ صبا،
نچندي نچندي ٽوندي اچي ٿي صبح جي مست هوا،
رنگين منظر مست هوائون ۽ پرڪيف فضا،
سونهري ڪرڻن کان آهي هر شئي تي گلفام- جاڳ مسافر

دراصل منظور نقوي غزل جو شاعر آهي ۽ غزل ترنم سان پڙهندو آهي. ابتدا کان وٺي کيس غزل جي صنف پسند آئي ۽ غزل ۾ هڪ خاص مقام حاصل ڪيائين. نموني طور سندس هڪ غزل هيٺن آهي:

هي عڪسِ حقيقت عڪس اگر آهي ته حقيقت ڇا هوندي،
جلون ڏي ڏسو، جلون ڏي ڏسو، سوچيو ته قيامت ڇا هوندي.

آهُن جي تسلسل سان سمجهو هر آه سان جڻ دم نڪري ٿو،
تسڪين جي صورت هي آهي، تڪليف جي صورت ڇا هوندي.

زندان جي فضائن کان پڇجي، زنجير کان ڪجهه معلوم ڪجي،
جو هوش ۾ دامن چاڪ ڪري تنهن مست جي وحشت ڇا هوندي.

هن سوز جي رسم و راه منجهان ناواقفِ الفت ڇا ڄاڻن،
هن درد ۾ لذّت ڇا هوندي هن درد جي شدّت ڇا هوندي.

’منظور‘ ستم پرور سان پلا هن غم جي شڪايت ڇا معنيٰ،
جنهن دل ۾ خدا جو ڊپ ناهي، تنهن دل ۾ مروّت ڇا هوندي!

سندس ٻيو غزل هن ريت آهي:

ڪڏهن پنهنجن نگاهن کي به همدم آزمائي ڏس،
سحر ٿيو آهي ليڪن شمع پنهنجي کي وسائي ڏس.

جيئڻ تنهنجي سهاري تي سرڻ تنهنجي اشاري تي،
خدا توکي ٿو سمجهان مان، مون کان سجدو ڪرائي ڏس.

اجا اکڙين ۾ دم آهي، اجا توکي ڏسي سگهندبون،
وڃڻ وارا اجا هڪوار پنهنجو منهن ورائي ڏس.

وفا منهنجي سلامت، دوُر هو سو هي به دوُر آهي،
ڪڏهن گل تي هنيا تو هائي پٿر آزمائي ڏس.

زمين کان آسمان تائين رڳو شعلا نظر ايندا،
ڪهاڻي دل جي اي 'منظور' دنيا کي ٻڌائي ڏس.

هن شاعر نظم جي صنف کي به نه وساريو. سندس هڪ مشهور نظم 'هيرآباد' جو اقتباس پيش ڪجي ٿو:

الله سي باد رفته جون بي اختياريون
آئي نه جن اچي ويون خزان ۾ بهاريون

شامون اهي جي شعلوشن سان گذاريون
راتيون اهي جي جنت ماويٰ به واريون

ماضيءَ ۾ هيرآباد جو عڪس آيو همنشين
ساغر ڏيو ته فڪر جا نقشا اڀاريون

سا شام جنهن جو، رنگ وري ڪين ڪنهن ڏٺو
سا رات جنهن جي ياد ۾ راتيون گذاريون

ٽوليون سي مهوشن جون سرشار الامان
الله سي فوج حسن جون غارت گذاريون

ملبوس زرق برق خدو خال لاجواب
ڏوتل گلاب وعطر سان بي پرده ناريون

هرڻن جا جن ولر يا پرين جون ڪي ٽوليون
الله سي زلف بند سنديون مشڪباريون

هر ماه وش جو رنگ ۽ خوشبو جدا مگر
گلدستي مثل گڏ ٿي رهيون نازواريون

زلفن جا ناڳ دوش تي هر هر ڪِريو پون
وڃو وريو وريو ٿيون پون جن نه ڪاريون

سي شمعرو حيات جا روشن مجسما
شعلن جون جن روان ۽ دوان کي سواريون

هر پرتو جمال سان زنده ٿيو پوي
الله سي اهل حسن جون پروردگاريون

سُرخي چپن تي جن نه ڪو زخم جگر ڪليل
سرمون اکين ۾ جن نه ڪي خنجر ڪٽاريون

سندس هڪ رزميه ڪافي لکجي ٿي، جيڪا ١٩٦٥ع واري جنگ ۾ پاڪستاني بهادرن جي شان ۾ لکي وئي آهي. اها ڪافي هن ريت آهي:

وه واه وڙهن ٿا دلبر،
ڪوڪٽ متو ڪفر ۾ ٽتا ٻڙ ۾ پائن پير.

جهيڙي ۾ جهوانجهار وڙهن ٿا رڪ سين رانديون ڪن،
ٻڙ ۾ ٻير سهاني پائي واهن ڪيس ورن،
ميرن ٻڌيون مهاڙيون لاٽنون ڊوڙين جا ڪي ڊير.

ڏوڏت ڏڏڪا ڪوڪٽ ڪڙڪا، گولن جا گهمسان،
ڏسي هلائون هيبت واريون هبڪيو هندستان،
گوڙ ڪري گينوار اٿيا جڏهن شير خدا جا شير.
دهليءَ ۾ ٿي دانهن ته آيا پاڪستاني آيا،
مانا ٻاڦ متي ويا مانجهي جن هنا ڪفر ڪنبايا،
ڪير جهلي تن شيرن کي وڃي اڪتا جيسلمير.
واه هوائي جوان جنگي ڪن دشمن تي ٺا مارا،
جهٽ ۾ جهڙپ جهپو جهپ تن جا واه وڻن لامارا،
شه پرواز عقابي جن جو، بازن وارا پير.
رزميه انداز ۾ سندس لکيل هي ٻي ڪافي هيئن آهي، جيڪا مرصع آهي.
هي سڌير چيٽن تير مهمير منجي،
هٿن مير شمشير ڪرن وير ونجي.
اهي گهوت الموت ڏئي چوٽ چڙهيا،
پيچن ڪوٽ ڏئي جوٽ نه ڪنهن اوٽ اڙيا،
جهلي هند وڏن سنڌ ڪرن ڪنڌ ڪنجي.
جنگ جوان هٿن کان وڏا شان تن جا،
پهلوان سلطان پرن ڏان تن جا،
جهلي ٿان هٿن کان وڃن جوان جهنجي.
دلدار سالار ڏهڪار ڪن ٿا،
ڪري وار سردار سر ڌار ڪن ٿا،
ڪن يار هاڪار ڪرن سوار سنجي.
'منظور' منصور ڪري اور وڙهندا،
اهي نور مشهور هٿي گهور گهڙندا،
جڏهن شير ڪندا فير ويندا پير پنجي.
رزميه ڪلام کان سواءِ سيد منظور نقويءَ جو ڪلام قومي رنگ ۾ به گهڻي انداز ۾ موجود آهي. سندس اهڙو ڪلام گيتن، ترانن ۽ نغمن تي مشتمل آهي. ان کان سواءِ عوامي رنگ ۾ نڙ جا بيت - چلا - مورا - لوليون وغيره به ملن ٿيون. هن شاعر سگهڙپڻي جي صنفن ۾ ڳجهارتون، ڏور ۽ هنر وغيره به لکيا، مثال ۾ سندس هڪ ڏور هيئن آهي:
هلي آيا هيج مان جن جا ڏيهن ۾ ڌمڪار،
پر مور نه مڃي مارئي پل حيلا ڪيئون هزار،
وڏي چام چمار، جو هٿ نه هلي هڪڙو.

اهو ڏور، جنگ ِ خندق جي واقعي تي ٻڌل آهي، جو خندق کوٽيندي هڪ چپ لظر آئي. اسلامي لشڪر وارن وڏا حيلا ڪيا پر چپ نہ ڀڳي. آخر حضور اڪرم جن جي هٿان اها چپ ٽڪر ٽڪر ٿي.

هن شاعر عروضي صنفن ۾ خصوصي طرح سان طبع آزمائي ڪئي آهي: غزل، نظم، مسدس، مخمس، رباعي، سلام، قصيدہ ۽ مثنوي وغيرہ سندس لتاڙيل ميدان آهن. شاعريءَ جي صنعتن تي بہ خاص طرح سان ڌيان ڏنو اٿس. سندي نظمن مان سندس نظم 'هير آباد' وڌيڪ مشهور آهي.

موجودہ دؤر جي زبان کان سواءِ ڪيس قديم زبان تي بہ ملڪو حاصل آهي. قديم زبان ۾ سندس بيت ۽ وايون مشهور آهن. مثال ۾ سندس بہ بيت ۽ هڪ وائي لکجي ٿي.

## بيت

ڪي ڪجهہ مون ۾ ميرَ، ڪي هاڃون هوتن ڪيُن،
اڳئان وڃن اوٺيا، پٺيان ڪڙبان پيرَ،
ڏير مڙوئي ڏير، پر ڪيچين جهڙو ڪونہ ٿئو.

آءُ پرين! گهر گهورئان، صدقو ڪريان ساهہ،
جائي هڪ الله، تہ سو سيڪن ٿيون ڳالڙيون.

## وائي

آهہ رنگين روح،          روئي روئي رت سين.
کهنگهر گهارڻ آئيو،      جيءُ اڙائي جت سين.
سا ٿئي نا ساڻ مون،       هلان ڪيئن حجت سين.
لنج لوڙہ لڪن ۾،         لائق پنهنجي لت سين.
لطف ڪج 'لطف' تي،       سائين رکج ست سين.

ڪافيءَ جي صنف تي بہ هن شاعر کي عبور حاصل آهي. سندس هڪ تحقيقي مضمون 'ڪافي – تحقيق جي نظر ۾' ماهنامہ نئين زندگيءَ جي صفحن تي جاءِ والي چڪو آهي، ۽ ان کان سواءِ ڪافيءَ تي سندس هڪ ڪتاب بہ لکيل آهي. هن شاعر جي لکيل مرصع ڪافي نموني طور لکجي ٿي:

وہ جا پيار والي،        تنهنجي اک جي آئي،
ڏني گهور گهٽي،         هينڙو وئين تہ هٽي.
پنبڻين جا پيڪان،       مارين ٿا مهمان،
تهري چنڪن کان،        لڇن لال جوان،
سوين ٿيا سلطان پرين جي تہ پٽي.

اوجاڳيل اکڙين، ٿهر ڪيا ڪجلين،
هت ٿا نيڻ ڪجن، هت ٿا چرڪ ڀرن،
وڌي ٻند ڀرين ڪا جا قرب ڪٺي.

ڪجلين جا هي ڪارو، گهائن ڏيو گهور،
مسليا مي 'منظور'، ساهون هنا جي سور،
ڀڪي آهه ڀور جيڪا ڀاب ٻٺي.

هن شاعر جو قومي رنگ ۾ به گهڻو ڪلام ملي ٿو. مذهبي رنگ ۾ هن شاعر جا نعت، سلام، قصيدا، منقبت، رباعيون، نوحا ۽ مرثيا به لکيل آهن. سندس لکيل هڪ سلام هن ريت آهي. هي ڪلام صنعت معڪوس ۾ لکيل آهي:

سلام توتي سندم سهارا، سندم سهارا سلام توتي،
سلام توتي جڏن جيارا، جڏن جيارا سلام توتي.

تون اول آهين تون آخر آهين، تون آخر آهين تون اول آهين،
سلام توتي خدا جا پيارا، خدا جا پيارا سلام توتي.

تون فخرِ آدم تون فخرِ عيسيٰ، تون فخرِ عيسيٰ تون فخر آدم،
سلام توتي او ڪملي وارا، او ڪملي وارا سلام توتي.

هي 'لطف' تنهنجو غلام آهي، غلام آهي هي 'لطف' تنهنجو،
سلام توتي چون ستارا، چون ستارا سلام توتي.

سندس لکيل هڪ نوحو هيٺن آهي:

رس شاهِ مدينه، رس شاهِ مدينه.

لٽجي ويا خيام جلي مسندِ اطهر۔ الله مدد ڪر،
طوفان ۾ آهن آلِ محمد جا سفينه.

باقي رهيو عباس نه قاسم ۽ نه اڪبر۔ ويو راڻجي اصغر،
تاراج ٿيا تاجِ نبوّت جا نگينه.

هڪ پياس پيو بابي جي مرڻ ڪئي آهي مغموم۔ روئي ٿي هي معصوم،
بابي کي ڪري ياد ڀڪاري ٿي سڪينه.

'منظور' غمِ شاه ۾ هرڪو آهي نالان۔ هر دل آهي گريان،
صد چاڪ گريبان آهن صد چاڪ ٿيا سينه.

سندس لکيل هڪ مرثيي جا ڪجهه بند هيٺ آهن:

قلم تون ڪرب و بلا جو بيان ڪر تحرير،
ڪا اهڙي صفحهء قرطاس تي تون ڪڍ تصوير،
جو تنهن جي دم سان هجي تازو عالم تقرير،
بيان ڪر تون اسيرن جو حال بالتفسير:
ٻڌي بيانِ الم سڀڪو بيقرار ٿئي،
زمين گداز ٿئي، عرش اشڪبار ٿئي!

ڏهينء جو ڏينهن بصد ڪرب و رنج ٿي ويو گذر،
ڪُسي ويا دين جا حامي، ٿيا خيما خاڪستر،
ويا اکڙي تاجِ نبوت جا هاه سڀ گوهر،
ٿي پائمال ويا فاطمه جا لختِ جگر:
رهيو نه باقي ڪو هڪ گل نبيء جي گلشن مان،
فقط هو سيدِ سجاد تن اسيرن مان!

غروب ظلم و تشدد جو آفتاب ٿيو،
جگر ٿي زينبِ دلگير جو ڪباب ٿيو،
گذر ٿي شام، نه وداع ماهتاب ٿيو،
هي هڪڙي ڏينهن ۾ ڪهڙو نه انقلاب ٿيو:
ڪسي ويا دين جا حامي، سڙي ويا خيام،
ويا لُٽجي اهلِ حرم ۾ نه ٿيو ڪو ظلم تمام!

فلڪ تي انجم و مهتاب جي وڇي چادر،
اچا هيء گرم زمين ڪربلا جي جڻ اخگر،
ٿي بادِ گرم ڪان ڪومائجي ويا برگ و شجر،
تپش ڪان جڻ ته بپا ڪربلا ۾ هو محشر:
زمين مان شعلا ٿي اُٿيا هوا جي حرڪت ڪان،
ٻري ٿي جڻ ته سڄي نينوا حرارت ڪان!

هن اديب جا سوَن جي تعداد ۾ ريڊيائي ڊراما ۽ فيچر به لکيل آهن. ان ڪان سواء هي اديب ڪن اڻڇپيل ڪتابن جو به مصنف آهي، جيڪي آهن: سنڌ جي مدنيت، صنف ڪافي، جڙاڻ، آدمخور شينهن جو شڪار، منظور جا گيت، تذڪرهٔ اولياء جهانيان سنڌ.

سندس لکيل مضامين تحقيق جي ميدان ۾ هڪ خاص مقام رکن ٿا: انهن مان هڪ آهي 'شاهه جي ڪلام جو وزن'، جنهن ۾ چند وديا ۽ علمِ عروض تي بحث ڪري عروض جي

قانون مطابق شاهه جي ڪلام جو وزن ايجاد ڪيو ويو آهي. پيو مضمون آهي 'ڪافي تحقيق جي نظر ۾'. انهي مضمون ۾ ڪافي صنف جي تحقيق پيش ڪئي وئي آهي. اهي ٻئي مضمون ماهنامه 'نئين زندگي' ۾ شايع ٿي چڪا آهن. انهن کان سواءِ حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي عليه الرحمة جي ڪلام تي سندس ڪيئي تحقيقي مضامين مختلف رسالن ۾ شايع ٿي چڪا آهن.

هي اديب، هفتيوار اخبار 'پنجتني'، روزنامه 'عبرت' ۽ روزنامه 'خادمِ وطن' ۾ نقاد، ڪالم نويس ۽ سب ايڊيٽر به رهي چڪو آهي.





# عبدالفتاح "عبد" عاقلي

پيدائش: ٢٧-اپريل ١٩٠٧ع، مطابق ٢٩- جمادي الاول ١٣٢٥ هه، ڳوٺ عاقل، تعلقو لاڙڪاڻو.

تعليم: سنڌي چار درجا اسڪول عاقل ۾ پاس ڪرڻ بعد، پنهنجي والد سڳوري وٽ دستوري فارسيءَ جا ڪتاب سڪندرنامہ پورو ڪري ڪجهہ ورق بهاردانش جا پڙهيائين. ان بعد پنهنجي والدصاحب علامہ محمدعاقل 'عاقل' عليه الرحمة جن وٽ صرف و نحو جا شروعاتي ڪتاب پڙهيو ۽ ڪنز ۽ هدايہ جا ڪجهہ ورق شروع ڪرڻ بعد لاڙڪاڻي مدرسي ۾ انگريزي پڙهڻ ويو. پنجن سالن ۾ مئٽرڪ ڏيئي خانگي نوڪريءَ ڪرڻ جو خيال ڪيائين، جو تہ ١٩٣٠ع ڌاري گورنمينٽ جي ملازمت ۾ هندن جي اڪثريت هئي، ان ڪري سندس آزاد طبع کي ناگوار گذري.

مشغوليون: ١٩٣٢ع ڌاري 'سنڌ زميندار' سکر ۾، جا جناب پير علي محمد راشدي صاحب جي ادارت ۾ نڪرندي هئي، اتي تمام ٿوري وقت لاءِ اسسٽنٽ ايڊيٽر ٿي رهيو. ان کان پوءِ کهڙن صاحبن جو زمينداريءَ جو منشي ٿي رهيو. ڪجهہ وقت لاڙڪاڻي شهر ۾ مطب ڪيائين. ١٩٥٢ع ڌاري وري کهڙن صاحبن جي اناج جي واپار ۾ ڪم ڪندڙ پاڻيوار ٿي رهيو. انهيءَ سموري وقت ۾ سندس ضمني ڌنڌو حڪمت پڻ رهيو. ١٩٦٥ع کان ملازمتون ڇڏي يوناني حڪمت ڪري رهيو آهي، ۽ هاڻي رهائش لاڙڪاڻي ۾ اٿس.

شاعري: ننڍي هوندي کان طبع موزون هيس ۽ پنهنجي والد سڳوري کان اصلاح وٺندو رهيو. سندن وفات بعد پيو ڪوبہ استاد ڪونہ ڪيائين.

عبدالفتاح 'عبد' هڪ ڪهنہ مشق ۽ باڪمال شاعر آهي؛ لاڙڪاڻي جي سرزمين کي، سندس ذات تي ان تي فخر حاصل آهي.



Scanned with CamScanner

'عبد' صاحب، غزل ۽ نظم جي مروّج ۽ قديمي هيئت ۽ اسلوب ۾، جنهن پختگيءَ ۽ استادانہ برجستگيءَ سان تجربا ڪيا آهن، سي تحسين جي لائق آهن.

غزل ۽ ان جي مراعات ۽ لوازمات کي نباهڻ وڏو مشڪل ڪم آهي: وڏا وڏا استاد ۽ قادرالڪلام شعراءِ ڪرام، غزل جي دقت پسند، اشاراتي ۽ معنوي حيثيت کان گهبرائين ٿا. 'اديب سنڌ' ۾ سنڌس شايع ٿيل غزل، هڪ اهڙي پرڪو ۽ پختہ شاعر جي ساک پرين ٿا، جنهن جو فن تغزل باڪمال آهي. چرخ ڪج رفتار، هن بلند پايہ شاعر کي هميشه شاعرانہ رنگينين ۽ رعنائين کان پري رکيو آهي، تاهم ذوق سليم جي آبياري ڪندي، جو ڪجهه 'عبد' صاحب لکيو آهي، اهو غنيمت آهي. -ادارو

## گيت

### وصل جي موسم

اج وصل جي موسم آئي آ.

هر پٽ تي سبزي ڇانئي آ، هر طرف تي ساوڪ سائي آ،
ڪئي خوب گلن لالائي آ، اج وصل جي موسم آئي آ.

اج ڊولڻ ڪاوڙ سار ڪئي، مسڪين ڏي منڙا نهار ڪئي،
منهنجا عيب ثواب وسار ڪئي، ڪئي بخش جا ڊول بچائي آ،
اج وصل جي موسم آئي آ.

بلبل ٿي گلن سان رهاڻ ڪري، پر شمع جي ۾ تو پتنگ مري،
ڪجهه چنڊ کان ناهہ چڪور پري، رڳو توکي پسند جدائي آ:
اج وصل جي موسم آئي آ.

منهنجا نيٽ عجيبن عرض پڏا، ڪيا يار اگڻ تي پير وڏا،
ڪري جڳ جا مالڪ پاڪ ڀلا، جنهن 'عبد' جي اج ٿي سڻائي آ:
اج وصل جي موسم آئي آ.

## نظم

### مسلمانن کي خطاب

ڇو ٿو اي مسلم رهين مافات جي ارمان ۾، آيہ-'لاتقنطوا' پي ٿو پڙهين قرآن ۾.
'ليس الانسان الا ماسعيٰ' فرقان ۾، تون سڄڻ سعي و عمل جي اج رکو ميدان ۾.
'انتم الاعلون' جي آيت آ تنهنجي شان ۾، شان شاهي تو رهي مخفي سنده ايمان ۾.
جي سڏائن تو کرين مومن اٿي ايمان عزيز،
مال زر سر ساهہ کان رک يار پاڪستان عزيز.

تون شهنشاهِ جهان، تنهنجي زمين تنهنجو زمن،   تنهنجو چؤپولو زمانــي ۾ هـمـو تنهنجو سخن،
تو اميريءَ کي ڏکايو هو فقيري پيرهن،   صاحبِ هرهڪ هنـر تـون مالڪِ هرعلم فــن،
في سبيل الله سپاهي تون جهان تنهنجو وطن،   تيغ درڪف ۽ پڌل سرسان هيو توکي ڪفن،

تون خدا جو ۽ خدا تنهنجو جهان تنهنجو هيو،
هي زمين وآسمان ڇا لامڪان تنهنجو هيو.

حال ڪي پي ڏس ته هاڻي آه سا صولت ڪٿي،   دٻدٻو شاهي ڪٿي آهي رهي دولت ڪٿي،
والهانه سرفروشيءَ جـي اٿـي قـوّت ڪٿي،   ڪيڏ اهـو فـنِ سپهگيري اهـا همّت ڪٿي،
ڪاٿي خودداري حميت آه سا غيرت ڪٿي،   ســو هنر ڪاٿي تجارت ۽ اهـا طـاقت ڪٿي،

نام مسلم آهه باقي جو وڃائڻ ٿو گهرين،
خوابِ غفلت ۾ رهي ان کي مٽائڻ ٿو گهرين.

مايَتغيّر قوم ڪنهن کي پي خداءِ ذوالجلال،   غَيّروا انفس مٽائن ڪين جيسين پنهنجو حال،
تو هٿن پنهنجن سان پنهنجو آ وڃايو سارو مال،   گوهرن جـو تـو ڪري سودو وتو آهي سفال،
سعيّ سان سستي وٺي، اعمال بدلي قيل وقال،   هاڻ پـي هوشيار ٿي بيدار ٿي ڪرڪو خيال،

غير توکي ورقِ هستيءَ تان مٽائڻ ٿو گهري،
دهر تان حرفِ غلط وانگر وڃائڻ ٿو گهري.

ڇا ويو آ، جي وٺين هاڻي به تون قرآن کي،   عشق ڪامل سـوزِ پنهان ۾ لهين ايمان کي،
لهرڪنگا جي ٿي ساري تو سندي نيشان کي،   نـعـرهٔ تـڪبير آهــي پـاد هندستان کي،
گامزن راهِ عمل ۾ ٿي جي ڳولين مانَ کي،   تنهنجو مستقبل رسي ماضيءَ جي اعليٰ شانَ کي،

تنهنجو بازو اڄ وري بازوئي حيدر ٿي پوي،
بخت تنهنجو 'عبد' ۽ اقبال نوڪر ٿي پوي.

## غزل



چـمـن جـي حـاڪـم پڙهو ڪهاپو، بهار آيو بهار آيو،
خـزان جـي هـونـدي بـهـار ڳايـو بهار آيو بهار آيو.

ڪنڊي کي رشڪِ گلاب ڪونيو ٻرن کي جنّت جو باغ ڪونيو،
ڏسـان ٿـو مالهيءَ جـو اڄڙو راهـو، بهار آيو بهار آيو.

ڪري ٿو تنقيد بلبلو پي هي قمرين ڇاجي لاٽي ڪرڪو،
قـفـس ۾ سـي سـپ ڪٿي وڃـهـايـو، بهار آيو بهار آيو.

ڪِـلي ٿي مکڙي ٽڙي ٽوگل پيِ لهاري نرگس ۽ ڳهور سان ٿو،
انهن کي ٻـاڙُنـون ڪـٿـي پـَنـايـو، ٻهار آيو ٻهار آيو.

چـمـن شناس کي آهـ دل ۾ گهٽوٽي فڪرِ ٻهار دل ۾،
دکين دلين کـي نــ چـٺـي دکايو، ٻهار آيو ٻهار آيو.

وهايا درياء خون جا سون ٻهار جنهن لئي اڃا تہ ڪرنهي،
شـريـر ڪـنـهن آهـ شر ڪُڏايـو، ٻهار آيو ٻهار آيو.

چبن ۽ ڪانون چمن کي ڇاتو آ پنهنجي وڏن جو ورثو،
انـهـن ٺـي ٻـي وقـت هـل هلايو، ٻهار آيو ٻهار آيو.





# سيد "اظهر" گيلاني

سيد انور علي شاه "اظهر"، ابن حضرت سيد مرحوم مغفور اصغر علي شاه ابن سيد محمود شاه عرف محمد شاه حسني حسيني گيلاني جو فرزند ارجمند آهي. سندس حسب و نسب جو سلسلو حضرت علي عليه‌السلام سان منساڪ آهي. پاڻ ھجرين ذيعقد ١٣٣٣ھ مطابق ١١-آڪٽوبر ١٩١٥ع بروز جمع پنهنجي ناناڻي ڳوٺ لملو واري تعلقي گهوٽڪي ۾ پيدا ٿيو. ننڍپڻ کان سندس طبيعت مائل هوندي هئي. خوشي سان گهٽ غم سان زياده واسطو هوندو هوس.

غم خوشي تي عمر پر غالب رهيو،
غمزده ٿي، شادماني ڇا ڪريان؟

**تعليم:** قرآن شريف جو درس آخوند بخش علي رڪ، ملا پيري چانڊيءَ کان ورتائين. سنڌي، محمد رمضان خان "احقر" افغان ۽ ماسٽر ربڏنو خان ملڪ وٽ پڙهيو. فارسي جا اسباق مولوي حضرت سيد موسيٰ شاه گيلاني صاحب ۽ محترمه مائي ڀاني صاحبه کان ورتائين. انگريزي، ميونسپل اي. وي. سڪول منڊو ڪبڙ روهڙي، براڻون سڪول پنو عاقل، ڊي. اي. وي. هاءِ اسڪول گهوٽڪي ۾ پڙهيو، جنهن جو نتيجو نان مئٽرڪ لڪتو.

**ملازمت:** ڪو آپريٽو سوسائٽي، ايڪسائيز، ريلوي پوليس ڪراچي، هز ماسٽر وائيس ڪمپني ڪراچي، ينگ انڊيا رڪارڊس ڪمپني بمبئي، ريڊيو پاڪستان ڪراچي. ١٩٤٨ع کان ملڪ و ملت ۽ علم و ادب جي خدمت.

**شعرا دوست:** اعليٰ حضرت مخدوم محمد زمان صاحب طالب المولىٰ، جناب خليل صاحب، رشيد صاحب، عبيد صاحب، فيض صاحب، اجمل صاحب، اثر صاحب، نور صاحب،

حامي صاحب، جوش صاحب، جوهر صاحب، راز صاحب، فدا حيدري، امر حيدري، خادم صاحب، کاظم صاحب، واصف صاحب، نياز صاحب، غريب صاحب، نظامي صاحب.

کلاڪار دوست: ماسٽر چندر، گلشن صوفي، سيد منورعلي شاهہ، خانصاحب الهڏنو خان نولاري، ماسٽر مٺوخان، خانصاحب منظورعلي خان، پروفيسر سوناخان شهائي.

اساتذه: (۱) تارڪ الدنيا فقير روشن ضمير علامہ محمد هدايت علي صاحب "تارڪ"

ناز آ "اظهر" کي تنھن استاد "تارڪ" تي سدا،
طبعِ "تارڪ" کي رهيو ٿي جنھن رواني تي گهمنڊ.

(۲) جناب محمد فقير صاحب صوفي، ساڪن رتوديرو.

سبق سڪ سان وحدانيت جو وٺي ڪو،
ڪليل آهہ "اظهر" دبستانِ محمد.

(۳) علامہ سيماب اڪبرآبادي صاحب، (۴) جناب علامہ شمس بريلوي صاحب.

تلامذه: سيد غلام مصطفيٰ شاهہ "مظهر" ڪاظمي سيوهاڻي، سيد اميرعلي شاهہ "جامي" معصومي، پروفيسر نوازعلي "شوق" سهرياڻي بلوچ، محمد سليمان شاه "سالم" پيرزاده دهر، جناب وفا هندستاني، جناب نورمحمد شاهہ گيلاني "نور"، جناب علي عباس خان "سيف" حيدري ڏاريجو دادلوهہ غلام سرور "قمر" حيدري.

سياحت: پاڪستان، هندستان، ڪشمير، ايران.

ادارت: هفت روزه عالمگير لاڙڪاڻو ۽ سکر: افلاطون، سچ، طوفان سکر: هفت روزه ذوالفقار سکر ۽ اڄڪلهہ گهوٽڪيءَ سان آب و تاب سان ڪيڏي رهيو آهي.

سن ۱۹۵۲ع ۾ قصرالادب جي نالي سان هڪ ادارو قائم ڪيو اٿس، جنھن هن وقت تائين ۲۵ نظم و نثر جا معياري ڪتاب شايع ڪيا آهن.

مطبوعہ ڪتب: (۱) آواز عشق، (۲) سخن بي نظير، (۳) سريلا سخن، (۴) دفترِ غم، (۵) رعدِ اظهر، (٦) ذڪر و فڪر، (۷) شانِ نزول، (۸) مينا بازار ۾، (۹) مقصدِ حسين، (۱۰) دل جون ڳالهيون، (۱۱) واردات، (۱۲) جي پاڪ نہ پاڙي، (۱۳) تارڪ نمبر، (۱۴) پارهن ڏينھن پنجاب ۾، (۱۵) ڪورٽ کان جيل تائين. انهيءَ کان علاوه سندس نظم و نثر جا ۵۰ قلمي ڪتب اشاعت جا منتظر آهن، جي سلسلہ وار طباعت هيٺ ايندا. سندس ذاتي تارڪ لائبريري ۾ ۱۰۰ نادر و ناياب، قلمي نسخہ موجود آهن. ان کان علاوه سنڌي، اردو، فارسي، انگريزي جا ۵ هزار ڪتب موجود آهن. اظهر صاحب جو مطالعہ ۵ لکن صفحات کان مٿي آهي.

مختلف جماعتن جو عهده: هاري ڪميٽي جي صوبائي ڪائونسل جو ميمبر ۽ تعلقي جو صدر، جمعيت الشعراء سنڌ جو جنرل سيڪريٽري، انجمن مدبران جرائد سنڌ جو

جنرل سيڪريٽري، پاڪستان مسلم ليگ ضلع جو جنرل سيڪريٽري، تعلقه ائگريڪلچر ڪو آپريٽو بئنڪ گهوٽڪي جو چيئرمن، بزم تارڪ جو صدر ۽ قصرالادب جو روح رواں. زندگيءَ ۾ ڪيئي گرم سرد واقعا آيا:

پري هٿ سان بندوقون ٿي هنيائون،
هي پائن ڪان پلائي ٿي چڪي بس.
بچائي رب ته پيو ٿو ڪير ساري؟
دشمن جي چڙهائي ٿي چڪي بس.

—

بنيان پيو آ مارڻ جي هٿ ڏوني عالم،
ڪشان دم سنده مهرباني جي باعث.

پاڻ مذهب اسلام جعفري طريقي جو پيروڪار، صوم صلواة جو پابند آهي. سن ١٩٦٢ع کان جمالياتيءَ شاعريءَ کان منهن موڙي، شان اهلبيت ۾ لکندو رهي ٿو، تنهن ڪري شاعر اهلبيت ڪوٺائي ٿو. هن خاندان جا صوبه سنڌ بلوچستان ۾ هزارين مريد ۽ عقيدتمند موجود آهن، مگر پاڻ پيري مريديءَ جي ڪاروبار کي غير شرعي فعل سمجهي ڪناره ڪش رهندو آهي. سندس خودداري جو اهو عالم آهي، جو اڄ تائين ڪنهن جي اڳيان گردن خم نه ٿي ائس:

فقير آهيون، مگر "اظهر" جهڪڻ کي عيب سمجهون ٿا،
حلاطين جي روش آهي، سلاطين تاجور کان پڇ

—

اگر مفلسي ۾ شهانو مزاج آ، مرض اهڙي کي ڪٿ دوا جي ضرورت؟
پاڻ پنجن زبانن جو شاعر، مغني، صحافي ۽ فنڪار آهي.

— عطا محمد "حامي"

## گيت

سڪ ۾ سر ڏني ٿي سلطان.
سودي ۾ آ ڪٿ نقصان.

نقد تي سودو ڪير سليندو، سر سر جي آ بازي؛
محڪم ٿي ميدان ملهائيج، گوء ڪٿن ٿا غازي؛
لمزه تي سر ڪر نيشان.

جنهن کي سائين سڏجي تنهن سان سينو ساهڻ آهي پاپ،
سيٽ سٽي ٿي پيار کٽي ٿي، سيٽ وڃائي ٿي ميلاپ:
دل سان کم کر غير گمان.
عشق جي الٽي بازي آهي، هار جي هار آ جيت جي جيت،
نفرت "اظهر" الفت آهي، نفرت جو آ نالو پيت:
پيار ڏکار تان ٿي قربان.

## ڪافي

*

سڄڻ حال پاڻي، سدائين ٿي سارپان،
وسٺون ويل تن کي وبهي نا وساريان.
پلڪ پهر سون لڳ ساعت سال پانيان،
ليڪين نند لاهي پارهو ٿي پاڏايان:
تڪي طرف تن جي وسيلا ٿي واريان.
جڏهن کان جدا ٿيس لڳو جيءَ جهوراٽو،
اٿيئي پهر تن جو اندر ۾ اوراٽو:
چڪيل چاڪ دل جا کولي کڻن ڏيکاريان.
وڳا ويس وهه ٿيا، کاڌا ۽ خوراڪون،
وٺن ٿيون نه مارن پنا هي اطاقون:
توڙلون طلب تن جي رکي تن تنواريان.
ويڙهيچا ولهي در ايندا واڪ واري،
*جهڙي تهڙي تن جي ڪي پيس پناري:
نيندا نال 'اظهر' شڪر لک گذاريان.

## بيت

(۱)

ساقي ڏي شراب تون، دم جو آهي ميل،
متان ڦيٽي کيل، سڪان سرڪيءَ واسطي.

(۲)

ساقي سرڪي سڪ جي، سڪ سان پري ڏي،
نشو پئل نه ٿي، نظر ڪيڏ نه مون منجهان.

(۳)

چُڪو چڪي چاهه جو، ٿي ويا جلد چريا،
چريو چريو لوڪ چئي، آهن ڪٿ چريا؟
چريا ۽ ڪريا، سڪ ۾ سمجهدار ٿيا.

(۴)

ڪاڻ نه چڳي کنهن جي، رب نه وجهي ڪاڻ،
اظهر ڪنهن جي ڪاڻ، ڪاٺيون ڪيڏيون آيون.

(٥)
ڪوهيارل تنهنجي ڪري، ڪيڏي ٿي ڪاڻ،
سان چو ڪائيون ڪيان، پلا ڪنهن جي ڪاڻ،
ڪاڻ ڪيائي ڪاڻ، 'اظهر' ساري جڳ جي.

(٦)
ٺڳن جي پريت سان، پرين سيئي سن،
انهن وٽ اچن، ڪٿهي قربدار ٿا.

(٧)
نند ٿٺائي نيڻن جي، يار کي راضي ڪر،
حق جي ياد سان پر، دل جي خالي جار ڪي.

## دوها

زنده منهنجو روح آ، فاني منهنجو تن،
'اظهر' انسان ٿا سڏن، "سهڻو آهه سخن."

بلبل جي نغمات تي، جاڳيو مست بهار،
خلق هڪي سمجهي مگر، حرڪت ۾ ملهار.

ڪوئل تنهنجي ڪوڪ سان، لڳي چمن کي باهه.
چنگون ٿا نبداٺا ٿيا، هر گل شعلو آهه.

ٿوهه جواني رس پري، مُک گلابي گل،
ڀنوَر ٿو پلجي پوي، صدقي ٿئي بلبل.

چنڊ وڇائي روشني، ڪرڻن جوڙي تار،
تارن پوتو يار جو، هٿ سان چندن هار.

ڪارا ڪارا وار ٿا، دل کي وجهن ونگ،
منڊ نه ساندي جو پڇي، اهڙو هڻن ڏنگ.

پاپي پسوه دار ٿو، آنءِ جا پريُ گدار،
هاري دائي واسطي، ششدر صبح و شام.

## غزل



نه هڪجهڙي رهي حالت ٿي ڪنهن جي هن زماني ۾،
قفس ۾ ڪلهه هو جڪو، اڄ ٿو ڏسجي آشياني ۾.

خرد جي رهبري ۾ ڪاروانِ زندگي ڀٽڪيو،
جنون کي آفرين جنجي، رکي جنهن لڄ زمانې ۾.

چمن ۾ واجھ پاتو برق، دل مان دانھن نڪري وئي،
لڳي آتش الهيءَ ڪان اڳ ۾ جيڪر آشياني ۾.

ڪيو هوش و هوس مخلوق جو خانو خراب آهي،
جنون بدنام ۽ رسوا ٿيو ناحق زماني ۾.

پڊڻ وارا پڊي، هڪدم اجازت ڏيندا ڳوڙهن کي،
اهو درد و الم آهي پريل منهنجي فساني ۾.

ڪڏهن پي ناوڪِ نازِ بتان جڳ ۾ خطا ٿيو آ؟
اشارو ٿيو اچي پورو لڳو دل جي نشاني ۾.

ترقي ۾ تنزل آ، تنزل ۾ ترقي آ،
رکيل رازِ خوشي آهي، تباهي جي ترالي ۾.

سياڻپ ۾ نه سڌ پيئي، پرائي منهنجي جي 'اظهر'،
ڪري ڪوئي ڪي سمجهيوسين چريائي جي بهاني ۾.

وهي تو روح جو پرواز تا عرشِ بريں 'اظهر'،
ٿيو ڇا جيڪڏهن جسمِ ڪثيف آ قيدخاني ۾؟



نظر نظر سان لڙي آ، نظر کي ڇا چئجي؟
تصور وار ڪئي دل، اثر کي ڇا چئجي؟

صداي قيس مسلسل ڪنن ۾ گونجي ٿي،
اگر ڪو گھر ٿئي صحرا ته گھر کي ڇا چئجي؟

هو آيو آه عبادت جي لاءِ غير سان گڏ،
ڪرم ستم جي برابر، ڏمر کي ڇا چئجي؟

وڃائي وات تي نامه، زباني حال ڏنم،
تصور بخت جو آ، نامه بر کي ڇا چئجي؟

نظر ۾ منزلِ مقصد، ڪجي غمِ قسمت،
جي راهزن ٿي وڃي، راهبر کي ڇا چئجي؟

اگر حبيبِ خدا، شهر علم جو آهي،
بڌايو علم جي ڪشور جي در کي ڇا چئجي؟

سخن جو قدر ڪٿي آ، ذليل اهل سخن،
هنر هنر نه رهيو، ٻي هنر کي ڇا ڇنجي؟

مدار هوش و خرد تي سچو رکي معيار!
ٻڌايو 'اظهر' آشفته سر کي ڇا ڇنجي؟

عطا جي لاءِ هئي ٿي ابوالبشر کان خطا،
خطا بشر کان ٿئي 'اظهر' بشر کي ڇا ڇنجي؟

## گيت

اي دل درد کي ڪين ڏڪار،
سور لهن ٿا سار سنڀار.

ڏک سکن جي سونهن ٿين ٿا،
سونهان ٿي منزل تي هلن ٿا،
سرس سکن کان سات ڏين ٿا:
سهڻا ساٿي، سهڻا يار،
اي دل درد کي ڪين ڏڪار.

هڪ سک، دل کي سَوَ غم آهن،
ٻاڻ ڏي سک سان ساهيو ساهن،
ٻاري چاڙهن، ٻار نه لاهن:
ٻاري غم ۽ ٻار و ٻار،
اي دل درد کي ڪين ڏڪار.

مُرڪي مُرڪي گهار حياتي،
چرک چڙي رک شينهن جي ڇاتي،
آدم غم سان عزت پاتي:
'اظهر' عزت ڪر اختيار،
اي دل درد کي ڪين ڏڪار.

# نظم

## عورت

وڏ جو وقار، فرمانبردار آهه عورت،
گهر جي محافظ ۽ سينگار آهه عورت.

جهولي ۾ ٻار آهي، زوردار آهه عورت، جي گود ناهي سائي، نادار آهه عورت.
ٻارن جي پرورش جو اونو وڪي اندر ۾، راتين جون راتيون رهندي بيدار آهه عورت.
مهر و وفا جو پتلو، صبر و رضا مجسم، اطفال و مرد گهر تان ٻلهار آهه عورت.
عفت، حيا ۽ عصمت ان جي جلا ۾ شامل، چپ جي صدف ۾ دُرِ شهوار آهه عورت.
سردي هجي يا گرمي، فاقه هجي يا فرحت، خاوند جي حال محرم، غمخوار آهه عورت.
خاوند جي عافيت ۾، ان جي خوشي رکيل آ، بيمار هو ٿيو ڄڻ بيمار آهه عورت.
عصمت جي بو انهيءَ ۾ ناهي اگر اي 'اظهر'، دنيا جي گلستان ۾ ڄڻ خار آهه عورت.

## برسات جو نظارو

اڄ ٿا وسائن ڪڪر وڏ ڦڙو،
ڄڻ ڪنهن جبل تان وهي آبشار.

اڄ پٽ تان پاڻي وهي ٿو هلي، ڄڻ ٿو وڪڙ کائي واسينگ مار.
اڄ آئي جابن ۾ پاڻي هوا، ڄڻ ٿو ڦهارو لڳي زوردار.
اڄ نچندا ٿيندا ٿا بادل اچن، ڄڻ ٿي ڪو فرفر جي گهوڙي تي سوار.
اڄ ابر جو ڪاروان آ روان، ڄڻ جوڙي ڪونجون هلن ٿيون قطار.
اڄ شور پاڻي جي بيتاب ڪيو، ڄڻ ڄڻ ڄڻ ٿو ڪري هجر پار.
اڄ ٿا ڪڪر سر سان گجگوڙ ڪن، ڄڻ ڪو گويو ٿو ڳائي ملهار.
اڄ ٿا لڳن ورقِ گل تي ڦڙا، ڄڻ هٿ حنائي ۾ موتين جو هار.
اڄ ٿو ڪڏي مينهن ماڻهن جا پير، ڄڻ ٿا ڪرن ترڪي ترڪڻ تان پار.
اڄ ٿي ڪنوڻ ڪاهي ڪاهي ڪيلي، ڄڻ بعضي مشڪي ڪوئي گلعذار.
اڄ چنڊ جهڙ سان وجهي واجهه ٿو، ڄڻ پاڻي جهاتيون ڪا زهره لڳار.
اڄ جهڙ جو سايه بيهان ٿئي، ڄڻ جنگ جي عمر لا پائدار.

ائين جهُڙ جي ڊپ جو ڏجي ٿو مثال، جئين ساءُ مائيلي جي مک ۾ مار.
ائين الڏلف رنگ سيڙهايا سڀ، جئين بلب روشن ڪجن رنگدار.
ائين ڪروڙ سان ٿا وهنجن ٻڪي، جئين غسلِ صحت ڪري تاجدار.
ائين ٿا نظر کي لڳن ڪيت خوش، جئين دل کي فرحت ڏي فصلِ بهار.
ائين ڪيت جي دل کي ٻاڻي مليو، جئين سپ ۾ موتي رهن آبدار.
ائين مينهن تي چهرهٔ گل کليو، جئين نٽ ۾ سينگار ڪن گلعذار.
ائين هر حسين ٿو گهمي باغ ۾، جئين ٿا نچن مور مستانه وار.
ائين ٻاڻي مکڙين کي پاڪر صبا، جئين ٻار کي ٿي ڪري ماءُ پيار.
ائين لاتي 'پي پي' ٻبيهي پڪار، جئين هجر ۾ عاشقِ حالِ زار.
ائين لکهتِ گل ٿي معنيٰ رکي، جئين حسن وارن جا قول و قرار.
ائين هر طرف ڪان ٿي خوشبوء اچي، جئين ٿي وٺي جڻ فضا مشڪبار.
ائين نظم هي آهه 'اظهر' لکيو، جئين ڏاڳي ريشم ۾ هيرن جو هار.





# مظفرحسين "جوش"

جوش صاحب پنهنجي تعارف ۾ هن طرح رقمطراز آهي:

"مظفرحسين ٽالو، 'جوش' تخلص، والد جو نالو حاجي محمدحسين مرحوم؛ جد امجد، خانبهادر حسن علي. اي. آفندي، باني سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي.

ولادت: ٢٢- ڊسمبر ١٩١٩ع تي خيرپور ميرس ۾ ڄائس، جتي والد مرحوم، رياست جي معتمد خاص ۽ منصف جي عهدي تي فائز هو.

تعليم: والد مرحوم کي رياست جي ڪمن سانگي دهلي، بمبئي ۽ ٻين پاسي ڏانهن ويڻو پيو، جنهنڪري اسين لاهور وڃي رهياسين.

اسڪول: تعليم مختلف هنڌن ۽ اسڪولن ۾ حاصل ڪئي وئي، جي هي آهن: پرائمري اسڪول چنگڙه محلي، ناز هاءِ اسڪول خيرپور ميرس، نورمحمد هاءِ اسڪول حيدرآباد، ريجهومل جو ماڊرن اي. وي اسڪول، لاهور اسلاميه هاءِ اسڪول ڀاٽي دروازو، سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي.

سنڌ مدرسي ۾ مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪيم، جتي مئٽرڪ ۾ ٻه ٽي سال فيل ٿيس ۽ پوءِ اچي لوورديالي هاءِ اسڪول ۾ داخل ٿيس، جتي مسٽر ڪلياڻ آڏواڻي جهڙو لائق استاد مليم. بهرصورت انهيءَ سال به مئٽرڪ پاس نه ڪري سگهيس.

ملازمت: ٻي مهاڀاري لڙائي شروع ٿي ته رائل انڊين نيوي ۾ شامل ٿيس، جتان مارچ ١٩٤٦ع ۾ موٽي آيس ۽ ايمپلائمينٽ ايڪسچينج ۾ ملازم ٿيس، جتي پوءِ هيڊ ڪلارڪ به ٿيس، پر ڪن سببن ڪري اتان ڇڏي پي. ڊبليو. ڊي ۾ هليو ويس. انهيءَ کان اڳ صوبيداريءَ جي چوڪيدار ۾ ويس، پر پوءِ خيال لاهي ڇڏيم.

١٩٥٨ع ۾ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي اسڪرپٽ رائيٽر جي حيثيت سان شامل ٿيس ۽ اڄ اتي ئي آهيان.

ادب سان خانداني شغف اٿم، اهوئي سبب هو جو ننڍي هوندي کان طبيعت جو لاڙو شاعريءَ ڏانهن هو. ڪم عمريءَ ۾ ئي مصرع موزون ڪندو هوس، پر پوءِ ١٩٣٨ع کان باقاعده شاعري شروع ڪري ڏنم. پهرين سيد غلام علي شاهه 'مخمور' کي ڪلام ڏيکاريندو هوس، ۽ جنهن کان عروض جي تعليم به وٺڻ شروع ڪئي هيم، جا نيويءَ ۾ وڃي ڪري منقطع ٿي وئي؛ اهو سابق خيرپور ميرس جو واقعو آهي. گيت، نظم، ڪافيون، مسدس، غزل، بيت، نعت، حمد ۽ منقبت وغيره چيا اٿم ۽ هاڻي مثنوي "روپمتي بازبهادر" جي ابتدا ڪئي اٿم، خدا چاهيو ته اها به جلد لکي پوري ڪندس. ڪڏهن ڪڏهن اردوءَ ۾ به شعر چوندو آهيان."

محترم 'جوش'، غزل جو شاعر آهي. سندس تغزل ۾ رَس ۽ پختگي آهي. غزل اگرچ پاهرين صنف آهي، تاهم صدين کان اسان وٽ مروّج ۽ مقبول عام آهي. غزل جي اشاريت ۽ معنويت ۾ زندگيءَ جا اهم ۽ دقيق مسئلا اهڙي ته مهارت ۽ چابڪدستيءَ سان سمائي ٿا سگهجن، جي هوند ٻيءَ صنف ۾ مشڪل سان اچي سگهجن.

'جوش' جو غزل پختگي، زبان ۽ اندازبيان جي حيثيت سان اردو غزلگو شاعرن جي معياري تجربن سان ڪلهو هڻي ٿو.

سندس ڪلام ۾ اشاريت ۽ معنويت آهي، زبان جي دلاويزي آهي، اندازبيان جي شوخي آهي. سندس تغزل ۾ بندشون شاندار ۽ ترڪيبون رعبدار آهن.

اسان جي ادب ۾ هن قسم جو تغزل، بيشڪ فخر جي قابل آهي. ريڊيو پاڪستان جي جانڪاهه، ورچائيندڙ ۽ علمي ماحول ۾ رهي، شاعريءَ جي پاڪيزه فن سان وابستگي رکڻ غنيمت آهي. —ادارو

* * *

## ڪافي

*

ملڪ سنڌي جا مارو منڙا، ساهه کي جي سيباڻا سائين، —ملڪ...

پل ته وسي مهراڻ جي وادي، شال وڏائي تنهن کي هادي،
سالڪي جت ساماڻا سائين، —ملڪ...

وڻ ٽڻ پيارا پنهنجي وطن جا، مٽ جا لکن وڻ باغ عدن جا،
ڪرڙ ڪنڊيون ۽ لاڻا سائين، —ملڪ...

'سچل' 'لطيف' 'اقبال' ۽ 'سامي'، جت 'وارث' ۽ 'فريد' آرامي،
سامين جا سي ٿاڻا سائين، —ملڪ...

# گيت

( ١ )

من موهن! توکي ٿـي ڳولي، در در پريت جـي پياسي!

بلبل آهن ساهه جـا ساٿي، ساهه کـي تنهنجون تاتيون،
مون کي ڏکوئن ڏينهن ڏکن جا، مون کي کهائن راتيون:
وياڪل مـن بيچين گذاري، وياڪل آهـي داسي!

تـو بين پـريتم دل ٿـي تـڙپـي، تـڙپـن رين نظارا،
نس نس ۾ ٿـي تـمر چين ٿا، هـي ڪـٿيون هي تارا:
تـو بـن پريتم! پريم نـگر تـي ڇـانـئـي آهـي اداسي!

تنهنجي يـاد ۾ وڇـڙيـل سـاٿي، اکيون پرجي آيون،
پرڇائي به نه پرتيون مون کان، جيئن جيئن مون پرچايون:
منهنجي حال تـي هاڻ کـلـن ٿـا، پريم نگر جا باسي!

( ٢ )

مورک من! هن کوڙي جڳ ۾، ڇو ڳولين ٿو پيارا!

جيون جوڳي، تـو کنهن کارڻ سک جـي بين وڄائي،
تـو ڇـو پـريـم بيکاري بـنـجـي در در سـٿين لڳائي:
وڄندي وڄندي کنهن ٽوڙيا هي تن جي من جا تارا!

وڇڙي ويـا سـڀ جيون ساٿي، وڇڙيو مـن جـو چين،
آلهي ويـا سـڀ سورج سک جا، ڏينهن لڙي ٿيا رين:
پـريـم جـي نـگـري اجـارڻ لـئـه جيون جوتي پارا!

سُک جو ساٿي ڳول نه جڳ ۾، دک سان نينهن لڳاءِ،
پـاڳل پنهنجي من جـي وٿڻ، کنهن کي کين ٻڌاءِ:
کنهن پٿر دل سـان تنهنجا هـي نـمـڻ لـڙي ٿيا چارا!

( ٣ )

کنهن بيدردي کارڻ ڪوئل! تـوکـي مليو بيراڳ؟

مـان دکياري، تـون دکياري، جڳ ۾ سـڀ دکياري،
مان قسمت جي ماريل ۽ تون کنهن جي پريت جي ماري:
پنهنجي پنهنجي قـسـمـت آهـي، پنهنجو پنهنجو ڀـاڳ!

ٻـرٻـر ديواني ڪيم اٿي ويـو، تنهنجو ســن ويچارو،
ڪنهن جي پريت جي آڳ جلائي، تنهنجو ڪيو رنگ ڪارو:
ڪهڙي آڳ هي آهي ڪونل! ڪهڙي آهي آڳ!

جڳ جون نظرون ڪائن، ٽڪي ڙي، توڙي پاڻ لڪايان،
مان تـہ جـوانـي ڪي ڳل لائي، ٻلبل ٻني پڇتايان:
ويري ٿـي ٻني جواني، مون لئہ بنيو روپ ڏهاڳ!

بـادل جـي بـرسات سدائين بـرسـي ٻاهہ وِسـائـي،
اکـڙيـن جـي برسات نـيـاري، برسي آڳ لڳائي:
منهنجي لئہ ملهار بہ ٿـي ويـو آهـي ديپڪ راڳ!

## غزل

●

جهانِ عشق ۾ ديوانہ وار آياسين،
اوهان جي راهہ ۾ مثلِ غبار آياسين.

اسان کي پنهنجي وفائن جو ڪو صلو نہ مليو، اگرچہ دل ۾ ڪٿي تنهنجو پيار آياسين.
اسان جا اشڪ تہ افسوس، ڪل ٻٽي نہ سگهيا، اوهان جي بزم ۾ ڪـو اشڪبار آياسين.
نہ انتها ۾ خوشي ۽ نہ ابتدا ۾ سڪون، ڏياسين ڪـريہ ڪـٿنان سـوگـوار آياسين.
گهٽوئي دردِ محبت کي ضبط ڪيوسين مگر، وفورِ شـوق ڪـان ٿـي بيقرار آياسين.

●

اسين اهي ڪِ جهڪي جن اڳيان جبينِ حيات،
۽ اڄ اسين ڪِ ڳران جن تي زندگي جا ستم.

چمن تہ لٽجي ويو خود ڳٽان هٿان، اي دوست، هي ڳالهہ ٻي تہ رکيو آهہ خزان گلن جو ڀرم.
اهائي ڳيل ۽ اهو آب، پر آهہ ڪيڏو فرق، ٿئي ٿـي دَير جي تعمير اڄ ٻجائي حرم.
هي فيض آهي فقط پنهنجي پنهنجي صحبت جو، صدف ۾ قطرو ٿئي موتي تـہ باغ ۾ شبنم.
انهن کي شڪوو آهہ منزل تي نا رسائيءَ جو، چُميا تي راهہ ۾ شمس و قمر بہ جن جا قدم.
منجهي سي فلسفہء روز و شب ۾ پيا افسوس، اهي ڪِ سينہء دوران ۾ جن هنيا ٿي علم.
ڪڏهن اسان ٿي سنواريا تہ وقت جا گيسو، ۽ اڄ سنواري سگهون ٿا نہ ڪنهن جي زلف جا خم.

●

سبو و ساغر و مينا و مئي و ميخانه،
حضورِ فصلِ بهاران آهن هي نذرانه.

نه سمجهه هنن کي گريبان و جيب جون ڏڦيون،
منهنجي حيات جا نادان هي آهن افسانه.

جتي به ختم حدودِ حرم ٿين اي دوست،
شروع اتان ئي ٿين ٿيون حدودِ ميخانه.

منهنجي نگاهه ته هک ٻي حرم نه پيدا ڪيو،
تنهنجي جمال ۾ رقصان هزار بتخانه.

رونق ته آهي انهن ساغرن جي قسمت تي،
بهار ۾ جي رهيا تنهنجي لب کان بيگانه.

خدا گواه ڪِ منهنجي تباهيءِ دل جا،
سحر کي ياد آهن 'جوش' اڄ به افسانه.

●

بي ثباتي سان همڪنار آهي،
ڪهڙو دنيا تي اعتبار آهي.

هي جهان بزمِ عيش آهي ڪڏهن،
حسرتن جي ڪڏهن مزار آهي.

گردشِ روز و شب بتدائي ٿي،
ڪنهن به شئي کي نه هت قرار آهي.

باغ ۾ ٿئي ڪڏهن ٿو دورِ خزان،
۽ ڪڏهن موسمِ بهار آهي.

غم کان خالي نه ڪو به ڏسجي ٿو،
دل قمر جي به داغدار آهي.

●

زبانِ خار تي آهي حديثِ سرو و سمن،
هي انقلاب مبارڪ هجي اي اهلِ چمن.

اسين انکهياسين ته آيو قدم قدم تي نکار،
وگرنه عرصي کان ويران هئي راهِ دارورسن.

نه صرف اسين ٿيا بدنام آهيون الفت ۾،
اوهان جي سر به ٿا الزام عشق جا ٻڌجن.

اوهان جي چشم مان ڳوڙها ڪريا ته ٿيا انجم،
اسان جا لڙڪ زماني ۾ شعر ٿا سڏجن.

اوهان جي پيار جون راتيون ته اجڙي ويئون مگر،
رکي رکي ٿي دکي اڄ به قلب جي ڌڙڪن.

اسان به قصد زماني سان ڪيو هو ڪجهه جو،
مگر اسان کي ته موٽايو راهه مان ئي ٻتن.

اوهين ته پنهنجي جفائن تي ٿا رُنو يارو،
اسان کي راهِ وفا ۾ لٽيو آهي پنهنجن.

تحيرات ۾ گم ٿي وئي نگاهِ طلب،
هي ڪنهن مقام تي آئي چڙهيو مونکي جلون.

نه تابِ عرضِ تمنا نه ضبطِ جوشِ جنون،
اسان جا اهڙي ڪشاڪش ۾ ڏينهن ٿا گذرن.

●

فسرده دلين جون فسرده ڪهاڻيون، نه توني ٻُڌيون ۽ نه مون ئي ٻڌايون،
نه تنهنجي جفا جون ڪيم تون سان ڳالهيون، اگرچه زبان تي ڪيئي ڀار آيون.
اسان درد وارن جو ئي ظرف آهي، جو سڀڪجهه سهي پي ته خاموش آهيون،
سٺو آهي جيڪي ۽ جيڪي سهون پيا، چئون ڪنهن کي ڇا ۽ ڇني ڇا ٻڌايون.

اوهان جا تہ جلوا سهڙي نگاهن ۾ بيگانا ٿي ويا سين ڪون و مڪان کان،
اوهين ٿي اوهين آهيو هر سو اسان جي، اسين جنهن بہ پاسي نظر ٿا آڻايون.
تبسم جون روشن ڪريو ڪهڪشائون، نگاهن جا مهتاب و انجم پکيڙيو،
زماني کان بزمِ غزل آهي ويران، اسان ڪجهہ تہ اشعار پنهنجا سجايون.
سقاماتِ هوش و جنون کان لنگهياسين، حجاباتِ حسن و محبت ڏٺاسين،
مگر فڪر جي ڪشمڪش آهي ساڳي، نظر آزمايون ڪِ دل آزمايون.
نہ اشڪن کان منهنجي ٿيو بدگمان هي، اوهان جيءَ ڪرم جوئي انعام آهن،
کهڙيون ترب واريون جي گذريون اوهان سان اهي آب پنجي اکين ۾ سمايون.
پريشان ڪري مون کي ڪو ٿيو پشيمان، پشيمان ڏسي ڪنهن کي مان ٿيس پريشان،
اهي منزلون پيي تہ راهِ محبت ۾ اي 'جوش' منهنجي ڪيئي ٻار آيون.

## نظم

### اطلاع

منهنجي دنيا کان ٻري خوش ٿي گذارڻ وارا!
منهنجي دنيا غم و آلام جي دنيا آهي!

منهنجي دنيا ۾ بهارن جو ترنم ڪونهي،
منهنجي دنيا ۾ ستارن جو تبسم ڪونهي؛
منهنجي دنيا ۾ شب و روز ٿا شعلا ڀڙڪن،
منهنجي دنيا ۾ سڪوتِ گل و شبنم ڪونهي؛
منهنجي دنيا ۾ سڪونِ مہ و انجم ناهي:
منهنجي دنيا غم و آلام جي دنيا آهي.

ڇا غضب آهي، روئڻ چاهيان تہ روئي نہ سگهان،
لڙڪ اکين ۾ ٻيان ٿو ۽ نشو آه ڪيان؛
حرف ايندو نہ وفا تي جي ڪٿي جان وڃي،
مان جي بدنام ٿيان ٿو پلي بدنام ٿيان؛
راهِ الفت ۾ دل و جان جي قيمت ڇاهي:
منهنجي دنيا غم و آلام جي دنيا آهي:
منهنجي دنيا کان ٻري خوش ٿي گذارڻ وارا!

## فصل ِ گُل

هي هجوم ِ غنچه و گل ڪاروان ِ رنگ و بو،
عالم ِ صد جذب و مستي گلستان ِ آرزو.

شغل ِ ناؤنوش آهي هرمر رندان ۾ وري، هيچ زاهد جو تقدّس، برهمن جي ساحري.
زخمهائے دل ٿيا تازه به تازه نوُ به نوُ، ٿي ڪري صحرا کي روشن داغهائے دل جي لئ.
فصل ِ گل آئي ڪ آئي هرطرف خورسندگي، اهل ِ وحشت کي ملي آهي نويد ِ زندگي.
هاه هي زلف ِ سيه جا خم ۽ هي زهره جبين، بسر سر پيڪار آهن هان ۾ دليا و دين.
ڪو ڏسي صحن ِ گلستان ۾ هجوم ِ مهوشان، آسمان تان جڻ لهي آئي زمين تي ڪهڪشان.
ڪونه افسرده ٿو ڏسجي ۽ نڪو آهي اداس، برگ وگل تبديل ڪيو آهي پنهنجو ڪهنه لباس.
جڻ فضائن ۾ خرامان آهي ڪو نازڪ بدن، هي ڪِهڙا آهي يا ڪنهن سيمين بدن جو پيرهن.
فصل ِ گل آئي، لهي ويو ميڪشن جو انتظار، ميڪدا رقصان ٿا ڏسجن زير ِ دامان ِ بهار.

## خاڪ ِ وطن

نثار خاڪ ِ وطن تان هي منهنجو صبر و سڪون،
هي منهنجو جذب ِ محبّت، هي منهنجو سوز ِ دروں.

چناب و راوي و سندو جي ست نه ٿي سگهندا، فرات و گنگ و جمن، نيل و دجله و جيحون.
فنا جي هردي ۾ آهي بقائي آزادي، اچو ته اهل ِ وطن، ملڪ تان نثار ٿيون.
فلڪ کي ارض ِ وطن تي جهڪائڻو آهي، خدا ڪري ته سلامت رهي اسان جو جنون.
جا قوم ملڪ جي خاطر نٿي مري چاهي، سا قوم سچ ته سدائين رهي ٿي خوار و زبون.





# عبدالقيوم ”صائب“

’صائب‘ هڪ پخته ڪلام شاعر آهي. پنهنجي سوانح ۾ لکي ٿو:

”نالو: عبدالقيوم، پيءُ جو نالو: نبي بخش پيرزاده، جاءِ پيدائش: حيدرآباد سنڌ، سن ولادت: ١٩٢٧ع، تعليم: ايم. اي. (سياسيات) ۽ ايل ايل. بي، ڌنڌو: وڪالت.

شعرو شاعريءَ جو شوق ننڍي هوندي کان آهي. شاعريءَ ۾ استاد اٿم ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم ’خليل‘ حيدرآبادي.

فارسي تعليم، مرحوم ۽ مغفور مولوي عبدالرؤف بختيار پوريءَ کان پرايم. عمر خيام جون رباعيون مرحوم محمد عبدالله ’بسمل‘ ٽکڙائيءَ وٽ پڙهيم.

ابتدائي تعليم، لطيفي مدرسي حيدرآباد ۾ ورتم. پوءِ نور محمد هاءِ سڪول، سٽي ڪاليج، سنڌ يونيورسٽي ۽ حيدرآباد سنڌ لا ڪاليج ۾ مزيد تعليم ورتم. هيل تائين هيٺيان ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن: (١) پاڪستان جي تاريخ، (٣) سلطان محمود غزنوي، (٣) فتوحات بابر، (٤) حافظ شيرازيءَ جي پنجاهه غزلن جو ترجمو ۽ سمجهاڻي، (٥) نظام الملڪ طوسيءَ جي سياست نامه جي چند بابن جو ترجمو، (٦) سر سارنگ، (٧) سرمومل راڻو، (٨) اسلامي سياست (٩) ڪومائو ڪنول (ناول).

اڻڇاپيل ڪتاب آهن:-

(١) سنڌي ٻولي ۽ ادب، (٢) تنقيدي مقالا، (٣) حقيقي پڃرو، (٤) فرينچ انقلاب، (٥) هڪ نظريو هڪ سازش، (٦) نئون دؤر نوان نظريا، (٧) نشاط و الم، (٨) تاريخ جي روشنيءَ ۾.“

’صائب‘ هڪ گوشه نشين ۽ شهرت کان دُور، فنڪار ۽ شاعر آهي. سندس شعري تخليقات ۾ اصليت ۽ تخليق آهي. فلسفيانه رنگ ۾ زندگيءَ جي مختلف النوع مسئلن جي ڇنڊ ڇاڻ ۽ جستجو ’صائب‘ جي فن جو مرڪزي اصول آهي. ظاهر آهي ته اهڙن خشڪ مسئلن کي شعرو شاعريءَ جي زبان ۾ بيان ڪرڻ پنهنجي جاءِ تي هڪ مشڪل مسئلو آهي. ان سلسلي ۾ صائب جي تجربا ڪيا آهن، سي وڻندڙ آهن. سندس هر نظم ڪنهن نه ڪنهن دقيق مسئلي جي عقده ڪشائي ڪري ٿو. سندس عشقيه ڪلام ۾ ذوق جماليات جو عنصر پڻ موجود آهي. هڪ وڪيل هوندي شاعريءَ جو پاڪيزه جذبو غنيمت آهي. — ادارو.

## غزل



ڪنهن کي ڪنهن کي پيار ڪندين،
تون ڪنهن کي ڪنهن کي پائيندين؟
ڪنهن جا ڪِشنديس ناز نيارا،
ڪنهن سان نينهن نڀائيندين؟

نگري لڱري ڦيرنديس ڪيسين،
ڪيسين پاڻ ڦرائيندين،
دل جي دولت ڪنهن کي ڏيندين،
ڪنهن کان پاڻ ڇڏائيندين.

سڀڪو توکي چاهي پيو ٿا!
سڀ کي تون پڻ چاهيندين،
ڪهڙي ڪهڙي گل جو دل کي،
پوئنرا واس وٺائيندين.

مومل جيهون ڪاڪ ڏيائيون،
هوائيون ڪيئي راڄ ڪماريون،
ڪهڙا ڪهڙا جادو ٽوڙي،
ڪنهن جا سيس لوائيندين.

ڪيئي دودا ڪيئي چنيسر،
وارث پنجي ايندا هيڪر،
ڪنهن کي ڪنهن کي لائق سمجهي،
هٿ سان پاڳ ٻڌائيندين.

دلبر تنهنجي ديس ۾ ايندو،
تنهن سان ڪلي تون ڪائيندين،
تنهنجي من ۾ ناهه مدي تا،
من جون مرادون پائيندين.

مون ۾ عيب گهڻي ئي آهن،
مون تي چشرون ٿوريون ڪر،
عيب ڪيئي، بي عيب هجي سو،
پنهنجو پاڻ لڄائيندين.

سوليون ناهن رکيون ياريون،
ايندين ڪم نه دنيا داريون،
ڪنهن کي ڪنهن کي ڏکڙو ڏيندين،
ڪنهن جو جيءُ جلائيندين.

’صائب‘ آهي سادو سودو،
يار الڳانگا آهن ڏاڍا،
جن کي ناهي مرم اکين ۾،
تن جا حال سڻائيندين.

●

گذاري جنهن عمر سرو سمن سان،
اچي سک تني کي ڇا ڪوجهن ڪسن سان.

سدا ڏاڍ چرچو ۽ وعده خلافي، ڪريو ٿا ستمگر غريب الوطن سان.
ٻکي قيد ٻجري ۾ آهي ته ڇا ٿيو، محبت اچا آهه ان کي چمن سان.
سدا من جا مارين هرڪنهن کي بارو، اسان جو وڃي ڇا ٻين جي ڪمن سان.
فسانا پراڻا تو دهرايا آهن، ڏسون پيا اکين سان، ٻڌون پيا ڪنن سان.
هوائن جي رخ سان بدلجي وڃي تو، عجب آهه تنهنجي روش انجمن سان.
سکيو آهه 'صائب' زماني جا ڦيرا، رهي دوستيءَ ۾ ڇڳن سان ڇڻن سان.

●

ڪنهن سان ڪريان اج گفتگو،
دلبر نه آهين روبرو.

باغِ عدن تان ڪي ترڪي، ناهيڪ جهانِ رنگ و بو.
طوفان ۾ ٻيڙي ڇڏي، ٻڏجي اچين ٿو واهرو.
هرهنڌ پنهنجو ساک ڇني، ڇو ٿو رلائين ڪوبڪو.
ڪرغش نه ڪنهن کي طورتي، جلوو ٻسائي ماهرو.
ڪنهن سان مڪا ميلو ڪري، ڪيئن ٿو وڌائين آرزو.
ڪي ٻار چوٽين آسمان، ڪن کي سڏائين دوبدو.
ڪي حق چون ٿا پاڻ کي، ڪي ٿيا سراپا جستجو.
ڪي وجد ۾ ايندي پڇن، عرفان جا جام و سبو.
ڪن ذات جي لوري لڳل، ڪي محو ٿيا منجهه هائي هو.
محبوب جي صدقي سجڻ، 'صائب' جي رکجان آبرو.

## گيت

آءُ هلي هڪوار!

تون نا ايندين، تو کي ڇا هي، حال اسان جو هيڻو آهي،
دل کي ڪنهن پر ناهه قرار: آءُ هلي هڪوار، او سهڻا!
آءُ هلي هڪوار.
ڪاڪ کي ڪنهن تي ڪهل نه آئي، ظالم اهڙي سهل نه آئي،
راتا ٿيندس توتان نثار: آءُ هلي هڪوار، او سهڻا!
آءُ هلي هڪوار.

حسن و جواني آهي فاني، پڏبي رهبي رام ڪهاڻي،
چاجي جيت ۽ چاجي هار: آءُ هلي هڪوار، او سهڻا!
آءُ هلي هڪوار.

ماڻهن جي مت ڪهڙي ونبي، جهڙي ڏيندا تهڙي سٿبي،
پنهنجي من جي پاڻ پچار: آءُ هلي هڪوار، او سهڻا!
آءُ هلي هڪوار.

ايڏهين سڪو آهي سوالي، دنيا آهي تيرهن-تالي،
ڏاڍين سان چا سُهندو پيار: آءُ هلي هڪوار، او سهڻا!
آءُ هلي هڪوار.

تنهنجي ايندي روح ترڙي ٿو، چوڏهينءَ جو چنڊ ڪڙي ٿو،
جندڙي ٿيندي باغ بهار: آءُ هلي هڪوار، او سهڻا!
آءُ هلي هڪوار.

نيڻ اوهان جا ڪنول ڪٽوريون، ترڪن جن ۾ جڻ ڪي گوريون،
ٿڙي ٿڙي ۾ گولين پيار: آءُ هلي هڪوار، او سهڻا!
آءُ هلي هڪوار.

صبح سويري آهن تياريون، سر ۾ ڪهڙيون پاهيون پاريون،
ڪُوچ ڪرڻ لئه آهيون تيار: آءُ هلي هڪوار، او سهڻا!
آءُ هلي هڪوار.

سڪندي سڪندي مينهن اچي ويا، ساوڻ جا هي ڏينهن اچي ويا،
هاڻي ڏيندس ڪانءَ ميار: آءُ هلي هڪوار، او سهڻا!
آءُ هلي هڪوار.

## ترائيل

( ١ )

جنهن دم سڄڻ اک ٿا ڪڻن، دل ٿي ڏري وڃ ٿا پون:
باغن ۾ سَو گل ٿا ٽڙن، جنهن دم سڄڻ اک ٿا ڪڻن.
دل جا ملل ڪيڏانهن وڃن، ڪنهن مان ڪڇن ڪنهن کي چون:
جنهن دم سڄڻ اک ٿا ڪڻن، دل ٿي ڏري وڄ ٿا پون!

( ۲ )

دل ٽي جتي جلندي رهي، ات زخم ڪين ڀرجي وڃن:
نت باهه ٽي وڌندي رهي، دل ٽي جتي جلندي رهي.
سختي جتي هلندي رهي، ات ڪين سڀ ڀرجي وڃن:
دل ٽي جتي جلندي رهي، ات زخم ڪين ڀرجي وڃن!

( ۳ )

عشق اٿين ٽي ٿيندو آهه، عقل وڃي ڪر پنهنجي ڪار:
حسن سٽيون سڀ نيندو آهه، عشق اٿين ٽي ٿيندو آهه.
وقت اٿين ٽي وهندو آهه، راند ڪري پيو جڳ کو پار:
عشق اٿين ٽي ٿيندو آهه، عقل وڃي ڪر پنهنجي ڪار!

( ۴ )

ڏاڍن آهن ڏيل ڏکايا، ڏاڍن جو ٿيو زور سوايو:
هيڻ پنهنجا سيس نوايا، ڏاڍن آهن ڏيل ڏکايا.
چپ چپ ۾ اظهار اجايا، چو ٽا پنهنجو پاڻ لڄايو:
ڏاڍن آهن ڏيل ڏکايا، ڏاڍن جو ٿيو زور سوايو!

( ۵ )

اڄو راند ڪيڏون، اڄو ڀيڄ پايون، پٽو ڀرت وارو پڙهون ۽ پڙهايون:
ڪري دل صفا اڄ، وري نينهن لايون، اڄو راند ڪيڏون، اڄو ڀيڄ پايون.
سنديون عشق ٿينديون ۽ ولڙيون ڪي وايون، وٺي لاءِ لشڪر، ڪريو پل چڙهايون:
اڄو راند ڪيڏون، اڄو ڀيڄ پايون، پٽو ڀرت وارو پڙهون ۽ پڙهايون!

( ٦ )

سدا نينهن ڪاريون، ڪڪوري چڏيون ٽي،
ٿي ڪين تن کي ڪجل جي ضرورت:
ڀڻ ڪانسواءِ ڀڻ سي پيتل لڳيون ٽي،
سدا نينهن ڪاريون، ڪڪوري چڏيون ٽي.

اڃا سونهن واريون، اجايون هجيون ٽي،
غزالن کي ڪهڙي غزل جي ضرورت:
سدا نينهن ڪاريون، ڪڪوري چڏيون ٽي،
ٿي ڪين تن کي ڪجل جي ضرورت.

( ٧ )

هي وقتي صلاحون، هي وقتي مشورا، ڏيئي ڪين دنيا کي ٿاريو اي يارو:
ڪنديون ڪنهن تي ٿورا، ڪنديون ڪهڙا ٿورا، هي وقتي صلاحون، هي وقتي مشورا.
سڄڻ چو ٿا سمجهو سين کي نٿي پورا، اچي نيٺ وينديو پين جو ــ وارو:
هي وقتي صلاحون، هي وقتي مشورا، ڏيئي ڪين دنيا کي ٿاريو اي يارو!





# بلاول "پرديسي"

محترم بلاول "پرديسي"، دلڪش گيتن ۽ ڪافين جي ڪري ڪافي مشهور آهي.

هن زنده دل شاعر، ٢٩-مارچ ١٩٣١ع تي هالا تعلقي جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ خانوٽ ۾ جنم ورتو. ڳوٺ جي پرائمري اسڪول مان ورنيڪيولر امتحان پاس ڪري، ١٩٤٨ع ۾ ڀٽ شاهه اسڪول ۾ استاد مقرر ٿيو. جتي لاڪيٽي لطيف جي مقدس آستاني تي، تمر فقير جي مسند نشين مرحوم ميهار فقير ۽ ٻين صوفي فقيرن جي صحبت ۾ رهي، رسالي جي رمزن کي اندر جي اکين ۾ جاءِ ڏيئي، سماع جي روح پرور رهائين ۾ شريڪ ٿي، قلبي سرور ۽ فيض حاصل ڪيائين. ١٩٤٩ع ۾ تعليم جي خيال کان حيدرآباد ڏانهن واڳ واريائين. اتي جي ادبي ماحول ۾ سندس موزون طبيعت ۽ ادبي صلاحيتن کي اجاگر ٿيڻ جو موقعو ميسر ٿيو. اهڙيءَ طرح "بزمِ طالب المولىٰ" ۽ "بزمِ خليل" جي مشاعرن ۽ ادبي ڪچهرين ۾ شريڪ ٿي جذبات جو اظهار ڪندو رهيو. سندس ڪلام معياري رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿيندو رهي ٿو.

جولاءِ ١٩٥٧ع ۾ عراق ۽ ايران جي مشهور شهرن جو سير ڪري، مقدس مقامات جي زيارتن سان مشرف ٿي، اتي جي تهذيب ۽ تمدن بابت وسيع معلومات حاصل ڪيائين.

١٩٦٥ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم. اي. سنڌيءَ جي امتحان ۾ فرسٽ ڪلاس حاصل ڪري، ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد ۾ استاد جي حيثيت سان خدمتون سرانجام ڏنائين.

هن وقت شاهه عبداللطيف گورنمينٽ ڪاليج ميرپورخاص ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرار آهي. ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تان نشر ٿيندڙ سندس ڪلام، عوام ۾ ڪافي مقبول ٿيو آهي، ۽ بزرگ شاعر عبدالله "خواب" کي پنهنجو بهترين دوست تصور ڪري ٿو.

شاعريءَ سان گڏ چند مضمون ۽ ڪجهه افسانا پڻ تحرير ڪيا اٿس. اشاعت هيٺ آيل سندس ڪتابن جا نالا هن ريت آهن:

(۱) دلسوز ڪانيون (۲) زندگي ۽ حادثا، (۳) سوني صندوق، (۴) جادوءَ جو گلاب.

بلاول "پرديسي"، فني نقطهءِ نگاهه ڪان رنگين ۽ دلاويز انداز بيان رکي ٿو. سندس ڪانين توڙي گيتن ۾ شيريني آهي؛ انداز بيان لذيذ ۽ ميٺاج وارو اٿس. خشڪ ۽ ورچائيندڙ پهلو ۾ سندس جودت طبع سان هڪ مخصوص رنگ پيدا ڪري ٿو.

گيتن جي زبان مٺي ۽ پياري لڳي ٿي، ۽ ڪانين ۾ نوان نوان خيال آڻي ٿو. ان طرح سندس غزل ۾ به سٺا سٺا تجربا ملن ٿا. سندس دؤر اڃا نومشقيءَ وارو آهي. استادن جي ڪلام جي مطالعه توڙي رياض ۽ مشق سان اهو مقام حاصل ڪري سگهي ٿو، جو هڪ قادرالڪلام شاعر جو چئي سگهجي ٿو. — ادارو

## نعت

يا مصطفيٰ! غلام ٿيس، تو جناب جو،
همسر نه آه ڪو، تو رسالت مآب جو.

نورِ خدا به خود ٿي چڪو تنهنجو منتظر،
آغاز تنهنجي حسن سان حسن و شباب جو.

آمد سان تنهنجي قصرِ امارت پئي ڊهي،
تعبير آهين تون ٿي، غريبن جي خواب جو.

هر رات تنهنجي ياد ۾ جو ڪين ٿيندي ذيهن،
سينو ڀي آڏ ڪري تو چنڊ سو ماهتاب جو.

عشقِ نبي ۾ جو نه ٿيان خرق. هوش مان،
پهريو نه هو رسول وڳو ڪيمخاب جو.

ناقص بشر ڇا وصف لکي تو رسول جي،
ذرّو ڪندو ڇا شان بيان آفتاب جو.

نالو جو تنهنجو پاڪ، زبان پاڪ ٿي سندم،
ڇا خوف تنهنجي مدح سان روزِ حساب جو.

آهي ازل ڪان تنهنجو، 'بلاول' غلام خاص،
ڪر روشناس ان کي تون ڪوثر جي آب جو.

# گيت

## پريت

وِهو کو آگ لڳائي، مَن ۾، چاهه جي چڻنگ دکائي:
وِهو کو آگ لڳائي!

جيسين دنيا آهي قائم، آگ هي دکندي رهندي،
جئن جئن وقت جي ڏور پئي وڌندي، الفت وڌندي رهندي:
پريت ازل جو آهي تحفو، پريت کسي کهر پلائي؟

نس نس ۾ آ پريم سمايل، جيون پريم سهاري،
پريم سوا هي جيون کوڙو، پريمي جيءَ جياري:
پريم سان دنيا آهي روشن، پريم ئي رنگ-رچائي!

کيرندا رهندا ظلم جا پربت، باهه ستم جي پرندي،
ليکن پنهنجي پريت سدائين، جڳ ۾ زنده رهندي:
کنهن کي طاقت ناهي جڳ سان، نينهن جو نانءُ مٽائي!

ساوڻ ايندو بولدون وسنديون، گل ڦل ٽيندا شادان،
تو بن منهنجي من جي محفل هوندي ويران ويران:
ٽڏڙيون هيرون سُر آلاپي وينديون دل تڙڦائي!

اج بڻ تنهنجي ياد سهاري دل جا داغ جلايان،
زخم پراڻا پريت جا کولي، درشن لئه واجهايان:
جيئن کوني وڇڙيل 'پرديسي' سائين لئه واجهائي!

## درياهن جي ديس جي راڻي

درياهن جي ديس جي راڻي—

سُندر بن جي سولهن سڏايان: جوت سان جڳ جرکايان!
گنگا، جمنا جي لهرن ۾، ميگهنا، پدما جي موجن ۾—
پيار جي مٺڙي آگ لڳايان: جوت سان جڳ جرکايان!
منهنجي ادا ۾ پريت جو جادو، لڙ لڙ ۾ سنگيت جو جادو—
نگر نگر مدهوش بڻايان: جوت سان جڳ جرکايان!
سان جوڀن جو پول رسيلو، سان جيون جو گيت سريلو—
مرڪ سان دل جا درد مٽايان: جوت سان جڳ جرکايان!

## غزل

لـ جا اسرار جاڻي دل، آهـا دل، دل متان سمجهين،
ڪڏهن باطل جي پوڄاري کي تون ڪامل متان سمجهين!

جـو فاني حسن آ سو عشق جـو حاصل متان سمجهين،
تون هر منزل کي پنهنجي زيست جي منزل متان سمجهين!

سنڀالي هـل، حياتيءَ جي کٺن راهن ۾ اي راهـي!
جو خود گمراهه تنهن کي رهبرِ ڪامل متان سمجهين!

گهڻئي ڪاروان ڪـائـي فـريـبِ راهه لُٽجي ويـا،
دلِ نادان! تـون گردِ راهه کـي منزل متان سمجهين!

حقيقي عشق جـا گهائـل ٿـيـن ٿـا صـاحبِ منزل،
خـرد جي طالبن کـي صـاحبِ مـنـزل متان سمجهين!

مـهِ دل، دل جـي دلـيـا ۾ سدائين جلوه گر آهـي،
تـمـنـا جـي ستارن جـي سـجـي محفل متان سمجهين.

غـمِ جانـان ئي آهـي دردِ الفت جـو سچو درمـان،
سُکن جي سيج کي ڏن زيست جو حاصل متان سمجهين!

تڙپ دل ۾، جگر گهائل، اکين مان اشڪ خون جاري،
تون 'پرديسي' کي پنهنجي ياد کان غافل متان سمجهين!

## نظم

### ملڪن جو معمار

مـلـڪـن جـو مـعـمـار سڏايان،
ڪـوٽ جـهـالـت جـا ڪيرايان،
سچ جـا ڪاڪ مـحـل ٺهرايان: پيار پـريـا پيغام سڻايان!

منهنجي خُون سان سبز هي گلشن،
منهنجي سُرڪ سان مکڙيون سُرڪن،
منهنجي پول تي گل ڦل جهُومن: رڻ پٽ کي گلزار بڻايان!

علم ادب سان ناتو منهنجو،
قوم جي خدمت شيوو منهنجو،
سڀ کان افضل پيشو منهنجو: محنت سان ٿو مانُ وڌايان!

راهَ سان گرد و غبار هٽائي،
ٻي عالم ۾ جا ڀنڊ مٽائي،
جڳ ۾ گيان جي جوت جلائي: ٻانڊيئڙن کي پار پُڄايان!

مورَ جي چال کي ڪانگ ڇا ڄاڻن؟
سونَ جي ساک سُڃا ڇا سمجهن؟
ٻارن کي انڌا نه ڀروڙن: پنهنجي منزل پاڻ ٻڌايان!





# "معمور" يوسفاڻي

"معمور" يوسفاڻي پنهنجو تعارف هن طرح لکيو آهي:

نالو محمد عمر، والد جو نالو حاجي يوسف، ذات ٻُلي، شاعريءَ ۾ تخلص "معمور" ۽ والد جي نسبت سان پاڻ کي 'معمور يوسفاڻي' لکندو آهيان.

اسڪول جي رڪارڊ موجب جنم جي تاريخ ۲۴- جنوري ۱۹۲۹ع آهي. ننڍي هوندي فقط قرآن پاڪ معنيٰ کان سواءِ پڙهڻ ۽ سنڌي ۽ فارسيءَ جي معمولي تعليم حاصل ٿي. چند سال مال چارڻ ۽ ٻنيءَ جي ڪم سان واسطو رهيو. جوان ٿيڻ تي جڏهن تعليم جي ڪميءَ جو احساس ٿيو تہ سيئي ڪم ڇڏي پڙهڻ لکڻ کي لڳي ويس. ۱۹۵۲ع ۾ سنڌي فائنل جو امتحان پاس ڪري، تعليم کاتي ۾ ملازمت اختيار ڪيم. سال ۱۹۵۹ع ۾ 'اديب فاضل سنڌي' جو امتحان ڏنم، ۽ سال ۱۹۶۱ع ۾ ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد مان ڪاليج جو ٻيو سال پاس ڪيم سال ۱۹۶۳ع ۾ مئٽرڪ ۽ سال ۱۹۶۴ع ۾ 'اديب فاضل اردو' جا امتحان بہ پاس ڪري ورتم. انهيءَ وچ ۾ يوناني طب ۽ هوميوپيٿيءَ جا ڪي امتحان بہ ڏنم ۽ ڪامياب ٿيس. هن وقت 'منشي عالم فارسي' ۽ بي. اي آنرس جو شاگرد آهيان.

شاعري ۽ ادب: شاعري تہ ننڍپڻ کان دامنگير ٿي، پر ان سان باقاعدي واسطو ۱۹۵۲ع کان ٿيو: اهو بہ ايتريقدر مضبوط جو ڳوٺ صوفي فقير ۾ 'انجمن علم و ادب'، 'بزم ادب'، 'بزم طالب المولا'، 'بزم سروري' ۽ 'سنڌي ادبي سنگت' جو قيام ۽ 'مهراڻو اڪيڊميءَ' جو بنياد پوڻ، منهنجي ذوق ۽ شوق جو نتيجو آهي. انهيءَ سان گڏوگڏ سڀني ادبي تحريڪن جهڙوڪ: 'جميعت الشعراء سنڌ'، 'سنڌي ادبي سنگت، سنڌ'، 'بزم طالب المولا، سنڌ'، 'تحريڪ تعمير ادب، سنڌ' ۽ 'مهراڻ ادبي سنگت' جو پڻ ميمبر ۽ ڪارڪن رهندو اچان. ان طرح

تعلقي عمرڪوٽ جي مشهور ادبي اداري 'اداره لواء ادب'، ڳوٺ خالصاحب عطامحمد ۾ آهي، جو ٻه ڊائريڪٽر آهيان.

شاعرائي ۽ اديبائي عادت موجب نظم خواهہ نثر جا هزارين صفحا لکي چڪو آهيان ۽ لکان پيو. احساس برتريءَ جي ڪري سنڌ جي ڪنهن به شاعر کي پاڻ کان وڏيڪ ڪين سمجهندو آهيان؛ تنهن هوندي به ڪنهن کان اصلاح وٺڻ عيب نہ ڄاڻندو آهيان. ايتريءَ سگهارڪٽ کان پوءِ جڏهن پنهنجين تخليقن کي ادبي ڪسوٽيءَ تي پرکيندو آهيان تہ پاڻ کي ادبي دنيا جو هڪ معمولي شاگرد محسوس ڪندو آهيان.

تصنيفات: تصنيفات جي سلسلي ۾ هيلتائين نظم جا ٽي ننڍڙا ڪتابڙا: (۱) اَڏي ڏيال مَ ڏار، (۲) ٻڪن منجهہ ٻساهہ، (۳) سُتا اٿي جاڳ، "مهراڻو اڪيڊميءَ" طرفان شايع ٿي چڪا آهن، ۽ ٽيون نثر جو ڪتاب 'سومرن جو سردار' پريس ۾ آهي.

اڻڇپيل ڪتابن جي لسٽ ۾ نظم جا ڪتاب: (۱) ٻنوهارن ٻهار، (۲) اَگل ۽ ڪنڊا، (۳) آزاديءَ جا انڪور، (۴) وڏيرا وبا، ۽ ٻہ-ٽي مثنويون تيار رکيون آهن؛ ۽ نثر جي حصي ۾: (۱) دنيا دَمَ گذر، (۲) مهراڻي جا مور، (۳) مکيءَ جا مکڙيءَ، (۴) ڪاڪ نہ جهليا ڪاهڙي، (۵) هي پولڪا، هي پيئون، (٦) سون قلم، (۷) ڪنگ ويچارو ڪيرَ؟ (۸) آروڙ جا آنسو، (۹) جديد سنڌي شاعريءَ جو فريب، مڪمل ڪري چڪو آهيان.

ٻن-ٽن سالن کان صدمن جي شڪار هئڻ ڪري، تعليم ۽ تصنيف جو سلسلو بيهي ويو هو، پر هن سال کان وري بہ وک وڌائي اٿم. شال الله پاڪ ڪاميابي ۽ ڪامراني عطا ڪري ۽ سَنئين واٽ تي هلائي.

* * *

## مناجات

ڪجان مهر مولا، تنهن ڏور ڏولا،
وجهن سُور سارا، لهن رنج رولا!

پيغمبر، قلندر، ولي توڙي والي،
گداگر، تونگر، سندئي در سوالي:
پنن پاند پايو، ڪريو چاڪ چولا!

تون نيوم تائب، تون ڪلتار آهين،
اجهو آسرو تون ئي آڌار آهين:
پلانيءَ سان تنهنجي وجن پڙ ۽ پولا!

ٻڌ سائين ’معمورؔ‘ جون التجائون،
ڪجان مهر مولا، سڀئي سڌ صدائون:
تون سائين سڀاجهو، اسين تنهنجا گولا!

## نعتون

(١)

ڪهڙي ڪريان ساره ثنا، مرسل مٺي مختار جي،
نورالهديٰ، خيرالوريٰ، سيد سچي سالار جي!

نرمل نبي، مدني مڪي ۽ هاشمي، صابر، سخي،
عربي اُمي، تعريف ٿي، محبوب مشادار جي!

شمس الضحيٰ، ڪشف الدجيٰ، راهِ هديٰ، ڪهف الوريٰ،
آهي ثنا ڪئي خود خدا، تنهن سيدالابرار جي!

مشفق مٺو، سرور سچو، مولا سندو محبوب سو،
بس پرجهلو، آڌر آجهو، شان و صفت سردار جي!

جنهن جو نظر هو پر اثر، ٿيو سڀ دهر، خوش خوبتر،
خيرالبشر، شق القمر، ڏس انتها اسرار جي!

ٿي هڪ ڏري جلوه گري، دلڙي ٺري سيڪنهن سري،
بجلي ٻري، آئي وري، دلبر دري ديدار جي!

مجبور جو، مزدور هو، مهجور سو منظور ٿيو،
مسرور ۽ ’معمورؔ‘ ٿيو، ڏس مهرباني يار جي!

(٢)

يامحمدﷺ مصطفيٰ! اعليٰ صفت، عاليجناب،
ياحبيبِ ڪبريا، ڪل عالمن جا آفتاب!

تنهنجي آئي دورِ ظلمت دور ٿيو دنيا منجهان،
روشني تنهنجي سدائي، تون مڪمل ماهتاب!

تون يتيمن يار، آهين عاجزن آڌار تون،
حضرتا، دنيا سڄيءَ ۾ لطف تنهنجو لاجواب.

اي مسيحائے جهان، اي رحمة اللعالمين!
کر جهان کي فيض پنهنجي سان وري تون فيضياب!

تون اجهو تون آسرو، توريءَ نہ ٻيو ڪو پروو،
ڪج مدد مرسل مٺا، 'معمور' جي روزِ حساب!

( ٣ )

تنهنجي در جا اڄي دربان ٿيا، سلطان هزارين، مان نہ رکو!
تنهنجي محبت ۾ مستان ٿيا، انسان هزارين، مان نہ رکو!

ڏسي جلوه‌گري ٿي خلق چري، ڇا جن ملڪ، ڇا حُور پري،
دلدار آهَن درسن جي دري، ديوانہ هزارين، مان نہ رکو!

تنهنجو حُسن ڏسي حيران ٿيا، تنهنجي خدمت جا خواهان ٿيا،
تنهنجي قدمن تان قربان ٿيا، پروانہ هزارين، مان نہ رکو!

سردار سچا، آذار اجها، محبوب خدا، اي ساه لقا،
تنهنجي درسن لئہ دلدار مٺا، ڪوشان هزارين، مان نہ رکو!

دک درد جهان مان دور ٿيا، مغموم وري مسرور ٿيا،
مسرور ٿيا، 'معمور' ٿيا، شادان هزارين، مان نہ رکو!

## شبِ معراج

شهِ عالم، سڄي عالم سندو آغاز تو سان ٿيو،
خدا جو راز ٿي آئين، خدا همراز تو سان ٿيو!

ملڪ آتِ همسري ڪيئن ڪن، جتي روحُ الامين جو پي؟
مڪانِ منتهيٰ سين صرف هو پرواز تو سان ٿيو!

ڦرڻ آنءُ ڪان مِنا مرسل، خدا ڪان جن ڦرڻ آهي،
ڪڏهن ٻي ٿي نہ سگهيو ساز، جو اعزاز تو سان ٿيو!

ڪري ارض و سما جو سير ٻهتين خاص خلوت ۾،
شبِ معراج ۾ مرسل، الاهي راز تو سان ٿيو!

ڪندو ساره ثنا 'معمور' ڪهڙي، جو تہ مولا جو،
عطا احسان اي سردار بي‌انداز تو سان ٿيو!

## بيت

(١)

ساريم توکي سپرين! جاني جيءَ جيار،
ڏکيا ڪانيم ڏينهڙا، دابر توکان ڏار،
آئي ٻهر ٻجار، آهم تنهنجي او پرين!

(٢)

ساريم توکي سپرين! وڇڻ وڇڻ ٿيو،
پرانيءَ پريت جو، اچي ٻهه ٻيو،
نهوڙي نيو، هاڃي هجر فراق جي!

(٣)

ساريم توکي سپرين! آڏائو آرام،
سوکهو آهي ساهه ۾، دلبر تنهنجو دام،
صبح توڙي شام، تنهنجي وائي وات ۾.

(٤)

ساريم توکي سپرين! سهڻا سڄڻ يار،
موتي ملندين ڪڏهين، سهر پرينا منٺار،
ساري سپ جمار، آهيان تنهنجي آسري!

(٥)

ساريم توکي سپرين! ويهي واجهايوم،
پرانهينءَ پريت جو، اچي ٻور ٻيوم،
نازڪ نينهن ليوم، ڏوراهين ڪنهن ڏيهه ۾.

(٦)

ساريم توکي سپرين! لکيم ڪيني ليک،
چٽي وبا چرڪ مان، ڏاڍائيءَ جا ڏيک،
محبت واري ميک، قابو آهي قلب ۾.

(٧)

ساريم توکي سپرين! آئي اوساريوم،
ڪري دانهون درد مان، ٻلٻل ٻڪاريوم،
آيي آجاريوم، ننڊ ڦٽ وارو نينهڙو!

(٨)

ساريو توکي سپرين! روئان راتو ڏينهن،
اکيون وسن ايئن ٿيون، جيئن ڪو ساوڻ مينهن،
ننڊ ڦٽ وارو لينهن، ٻيو نباهيان او پرين!

(٩)

سوا تنهنجي سپرين! جيئڻ ٿيو جنجال،
رويو رئان رت ڦڙا، هيڻو آهم حال،
جانب ناهه جمال، سڄڻ تنهنجي ساڻ ٻي!

(١٠)

سوا تنهنجي سپرين! سکن ساڻ ڇڏيو،
هينڙو هجي هارجي، ڪَولڊر منجهه ڪنڊيو،
اچي سُور سنڌيو، وڇوڙي جي وات تي!

(١١)

سوا تنهنجي سپرين! آهيان آپالو،
تنهنجي سار سنڀار جو، آهم آجالو،
برهه جو پالو، سوکهو آهي ساهه ۾!

(١٢)

سوا تنهنجي سپرين! نڪو ساءُ، نه سونهن،
اکيون پري اجهائيون، دل ۾ دردن دونهن،
ڪالهي وات ورونهه، ڪيئن گذاريان ڏينهڙا!

(١٣)

سوا تنهنجي سپرين! ساٿي، ساٿي سور،
جاري آهن جان تي، دردن جا دستور،
پرين تنهنجا پور، آهن جياپو جيءَ جو.

(١٤)

سوا تنهنجي سپرين! ناهي قلب قرار،
ويڙهي وبا وجود کي، ڪيني ڪارونڀار،
نڪا بات ٻهار، نڪا راحت روح کي.

(١٥)

سوا تنهنجي سپرين، ڪانهي روح رهاڻ،
وٺي منجي سينجي، محبت جي مانداڻ،
سوکهو سورن ساڻ، آهي ڏيل ڏکن ۾.

(١٦)

سوا تنهنجي سپرين! ڏکيا ڏينهن ڏئام،
وڇوڙي جي ويرم ۾، سوين سُور سَرِيام،
ويئا وِسرِيام، ويا وسريا ڪينڪي!

# وايون

(١)

وٺي ڪجهه به نه ورندو، يار—

ڪاهه تہ ڀڄون ڪيچ ڪناري!

آخر اچڻو آهي جيڪر، سو ڪيئن تاڻو تِرندو يار.
جرئت، همت، هوش سوا هت، ڪو به نه تار مان ترندو يار.
جنهن کي لوري لوءِ وڃڻ جي، سو ڪيئن چانگو چَرندو يار.
’سونهن‘ جو سو ساٿي ناهي، ’ڪاري‘ ۾ جو ڪرندو يار.
منزل تي سو سور نہ رسندو، جيڪو ڏکن کان ڏرندو يار.
سو ڀڻ سڏيو پريَن پانڌي، مارڳ ۾ جو مرندو يار.
هلندن کي ’معمور‘ هميشه، سانگ سڄڻ جو سَرندو يار.

( ٢ )

اوکو پنڌ، اڙانگي واٽ – ڪيئن مسافر مائن منزل؟
رڻ جا رولا، واٽون واري، اڻ سيندائي، اوندهه پاٽ:
ڪيئن مسافر مائن منزل!
اوجهڙ اڏون، اوٽ نه اولو، اوس ۽ اوڪهم آچ اماٽ:
ڪيئن مسافر مائن منزل!
اونڌا ڪپرا، اونهون پاڻي، گهمُور انڌيرو، گهيڙ نہ گهاٽ:
ڪيئن مسافر مائن منزل!
مشڪل هڪ ’معمور‘ نہ آهي، ساريون واٽون سورن ساٽ:
ڪيئن مسافر مائن منزل!

( ٣ )

دلڙي دردن ڏونهي ڙي-

اکڙيون برسن، ڇم ڇم ڇم!

سارِي عمر سَٽيندي وِئي، هوتن ڏاران هوُنهي ڙي.
پنڌ پرانهون، راهه اڙانگي، ساٿ نه آهي سوُلهي ڙي.
'هيٺ' سڄڻ جيءَ حال وڃايا، لوڪ جي لعنت اوُنهي ڙي.
سُور سهارو ڀڄي پينا، وِرهه جي ونگ وروُنهي ڙي.
هجر فراق مان حاصل ٿئڙي، تسبيح 'توُنهي توُلهي' ڙي.
منزل ڏي 'معمور' وڃي ٿي، آڏيءَ رات آسوُنهي ڙي.

# غزل

●

نه آ صرف ان جو نظارو لذيذ،
سڄڻ يار جو يار سارو لذيذ!

سندس حرف ڪَهرو ۽ ڪارو لذيذ،     چري چال، چٽيڻ، چپارو لذيذ!
اٺڻ، اونگهه، آرس ۽ آرو لذيذ،     نظارو سڄو نند وارو لذيذ.
مٺي جي مٺائيءَ جي ناهي ڪا حد،     اشارو لذيذ ۽ ڪنارو لذيذ.
سڄي جڳ جي راحت، خوشي، عيش ڪُن،     سڄڻ جي غمن جو غبارو لذيذ.
ڪجي ناز و انداز جو ڇا بيان؟     سندس هر ادا آهه پيارو لذيذ.
محبت جو پياڙو ڪيڏڻ جي لئه،     ڏيڻ ۾ اچي جو سو ڏارو لذيذ.
خبر چار جنهن مان پوي يار جي،     اها فال وَهوا ۽ ڍارو لذيذ!
پڇي ياهه ڪان ٿو پري ميڪو پر،     محبت جو پارڻ ۽ پارو لذيذ.
وڃن وصل جي ڪاڻ واڄون پلي،     مگر وقت آ ورهَ وارو لذيذ.
ٿئي وصل جي واعدي مهل ٿو،     سو 'معمور' ماڻن جو مارو لذيذ.

●

جبل جهاڳ سي ڪن، لڳي جن کي جهَڙ،
ڏسن ڪين واٽون، ونگيون، ور وَڪڙ.

مسلسل عمل ڪن، سي منزل رسن،     پڄن ڪين هرگز ٿا ڳالهين جا پَڙ.
ڪرڻ هيس هيٺ تي ناهي ڇڳي،     ڪڏهن ڪين ڇنبا بهادر اکڙ.

تمنا سدائين نه رک وصل جي، وري واهڙوندن تي ڏين کير ٽڙ.
نه 'لاچار تي آهه آچار کو'، جڏني کان ٻري سي لڳل جن کي جهڙ.
نه جانز مٽئي آهه محفل اها، هجن جت سخنور، سيانا، سگهڙ.
مٺا، تنهنجي ٽالي کان منهن ٿيو ميٺو، وڏو وات ۾ جڻ کا مصريءَ جي تڙ.
سڄڻ ٻار توکان ڦريا سي ٿريا، اهي ٻار ٻيا جي لڳا تنهنجي لڙ.
سوا تنهنجي سائين سهارو نه آهه، تون آڌار، اولو، اجهو، اوٽ، آڙ.
اهي ٿي مسرت کان 'معمور' ٿيا، هليا جيڪي توڏي، ٻڌي حب جي هڙ.

●

نه وعدو وفا ڪن، هجي تن کي حيف!
دغا تي دغا ڪن، هجي تن کي حيف!

سڌائين عاشق، سڪر ڏک ۾ ٿيا، سڄڻ جي کلا ڪن، هجي تن کي حيف!
'وفادار سان، ۽ سڄڻ بيوفا'، اِها چُون-چرا ڪَن، هجي تن کي حيف!
محبت جي دنيا جا واجب ۽ فرض، نٿا جي ادا ڪن، هجي تن کي حيف!
ڏينهان رات شڪوو شڪايت ڪري، خفا ڪي خفا ڪن، هجي تن کي حيف!
محبت جا پروانا پنجڻ کان پو، جي درس قضا ڪن، هجي تن کي حيف!
جي محبوب 'معمور' پارن سٺي، نه لطف و عطا ڪن، هجي تن کي حيف!

●

اگر آهيان اڪيلو، ته به روئان ڇو؟
نه آ محبن سان ميلو، ته به روئان ڇو؟

وڪوڙي ويو ڪيو واڳن حوالي، پڇي ٿيو پور 'پيلو'، ته به روئان ڇو؟
ستل سورن جي صحرا ۾ چڏي جي، ويا سائي سويلو، ته به روئان ڇو؟
غمِ دنيا، غمِ عشقِ بتان کان، نه واندو آهه ويلو، ته به روئان ڇو؟
چون ٿا دير ۾ آهي درستي، آئيس جيڪر اويلو، ته به روئان ڇو؟
اچڻ لئه ميڪدي ۾ مون کي 'معمور'، حبيبن ڪيو نه حيلو، ته به روئان ڇو؟

●

## صنعت عکس و تبديل

اچا وري نه واڳ ٿي، نه واڳ ٿي وري اچا،
اچا پري مفاصلو، مفاصلو پري اچا!

اچا پري نه پير ٿو، سڄڻ وفا جي راهه تي،
وفا جي راهه تي سڄڻ نه پير ٿو پري اچا.

اڃا ڪري نه قرب ٿو، چوي پٿو اجهو اجهو،
اجهو اجهو پٿو چوي، نه قرب ٿو ڪري اڃا.
اڃا ٽري نٿي بلا، پُڪاريم رڙيون ڪري،
رڙيون ڪري پُڪاريم، بلا نٿي ٽري اڃا.
اڃا ذري ڪُسون، سسون، مصيبتون ڏسون،
مصيبتون ڏسون، سسون، ڪسون ذري ذري اڃا.
اڃا وري نه وير ٿو، سزا جزا ڏسي چڪو،
ڏسي چڪو سزا جزا، نه وير ٿو وري اڃا.
اڃا پري ٻيو چٽي، اچي ڏسو غريب ڪان،
غريب ڪان ٻڌي ڏسو، چٽي ٻيو پري اڃا.
اڃا ڪري وڌيڪ پٽي، لواڻ ۾ نٿي ٿهي،
نٿي ٿهي لواڻ ۾ وڌيڪ پٽي ڪري اڃا.
اڃا سري نه ميڇڙو، اچي سڙي اچي جبي،
جبي اچي سڙي اچي، نه ميڇڙو سري اڃا.

## قطعا

( ١ )

چمن جو ڇهچٽو ويو، گلن جي تازگي وئي،
گلن جي تازگيءَ سان بلبلن جي زندگي وئي؛
ويو اڳوڻو رنگ ڍنگ، موج ۽ مزو ويو،
چمن ۾ هاڻ، هرطرف خزان ٿي ڇانئجي وئي!

( ٢ )

اچو اچو، اي دوستو! ڏکن سان گڏجي گهاريون،
ڏکن ۾ زندگي ملي، سکن کي ڇو پچاريون؛
ٻين جي آسري ويهي، نه ڪجهه وريو، نه ڪجهه سريو،
ٻين جو آسرو ڇڏي، ڪو پنهنجو پوٽو پاريون!

( ٣ )

وِڪون ڪَن، وَهيءَ کي مَ ويهي وڃاءِ،
ويل وقت هٿ ڪين ايندو وري؛
نہ حاصل هميشه، ٿين ڪنهن کي ٿا،
ٿڌو ڏينهن ۽ رات، راحت پري!

( ٤ )

نہ سوز آهي، نہ ساز آهي، نہ جوش آهي، نہ هوش آهي،
سخنداني اسان جي ڪان فقط آهي سخن کي ڏپ؛
گلستان جي ٿئي ٿي باغباني اهڙي جو ان ڪان،
لڪين بلبل مرن، پر ڪين اُ زاغ و زغن کي ڏپ!





# عمرالدين ”بيدار“

محترم عمرالدين ”بيدار“، نوجوان ۽ جديد شاعرن ۾ پنهنجي ڪلام جي سادگيءَ ۽ صفائيءَ جي لحاظ سان ڏاڍو سهڻو انداز پيدا ڪيو آهي.

پاڻ هن طرح پنهنجو تعارف لکيو اٿس:

”پيدائش فبروري ١٩٣٧ع ۾. پرائمري تعليم، پيدائشي ڳوٺ دليوٽا جي پرائمري اسڪول ۾ حاصل ڪيم. چار درجا انگريزي ڪي. سي. اڪيڊمي ڀريا ۾ پاس ڪيم، ۽ مئٽرڪ ڊي. سي. هاءِ اسڪول نواب شاهه سان پاس ڪيم. ڪاليج جي تعليم سچل سرمست آرٽس ڪاليج ۽ مسلم ڪاليج حيدرآباد مان حاصل ڪئي ويئي.

شاعري: شاعريءَ جو شوق ڀورئين درجي ۾ ئي ٿيو. شروعاتي دؤر ۾ ڪافيون ٺاهيم. افسوس جو ابتدائي دؤر وارو سارو ڪلام ضايع ٿي چڪو آهي. هن وقت ٻه چيبل ڪلام کان سواءِ ڪو تمام ٿورو ڪلام محفوظ ڇئي سگهجي ٿو.

صحافت: صحافت جو شوق ننڍي هوندي کان رهيو. مئٽرڪ پڙهڻ جي وقت ”چڻگ“ نالي هفتيوار اخبار هٿ سان لکي شايع ڪندو هوس. مئٽرڪ کان پوءِ اول ”دعوت“ هفتروزه اخبار سکر جو ايڊيٽر مقرر ٿيس. ان کان پوءِ هلال پاڪستان جي نمائندي جي حيثيت سان خدمت ڪندو رهيس. اخباري دنيا جي وسيع معلومات، اخبارن جي مطالع ۽ صحافت جي فن سان مخلصانه وابستگيءَ جي ڪري، آخرڪار صحافت ۾ ئي رهجي ويس. ان کان پوءِ ’نواءِ سنڌ‘ حيدرآباد سان وابسته رهيس، ۽ اتي وسيع تجربو حاصل ڪيم. ١٩٦٤ع کان پوءِ روزانه ’مهراڻ‘ حيدرآباد ڏانهن هليو ويس، جتي اڄ تائين سب ايڊيٽر طور ڪم ڪندو رهان ٿو. وچ ڏاري هڪ ٻه دفعا ماهانه ’بادل‘ حيدرآباد جو ايڊيٽر به رهيو آهيان.

نثر: شعر و شاعري ۽ صحافت سان گڏ، علمي ۽ ادبي خدمت ڪندي، مقالا ۽ مضمون، افسانا ۽ ننڍن ايڪٽن وارا ڊراما ڪافي لکيا اٿو. ان طرح سان نثر سان به ڪافي دلچسپي رهندي آئي آهي.

صحافت ۾ اچڻ کان اڳ، ڪجهه سالن تائين سنڌ جي مختلف هاءِ اسڪولن ۽ مسلم هاءِ اسڪول حيدرآباد ۾ به تعليم جو ڪم ڪري چڪو آهيان."

"بيدار" جي شاعريءَ ۾ هڪ قسم جي سادگي آهي. خيال سادا ۽ عمدا، سنڌس شاعريءَ جي خاص خصوصيت آهي. صحافي زندگيءَ سان وابستگيءَ هوندي، شاعريءَ جي فني جذبي کي زنده رکڻ اڄڪلهه ڏاڍو مشڪل مسئلو ٿي چڪو آهي. اميد آهي ته "بيدار" پنهنجين مشڪلاتن کي منهن ڏيندي به ان ذوق کي تڪميل تي پهچائڻ ۾ ڪامياب ٿيندو. -ادارو

* * *

## غزل

●

ڪڏهن ڪجهه حادثا اهڙا ٿين ٿا،
جي دائم داغ دلين کي ڏين ٿا!

| | |
|---|---|
| سُڄا ڪٿ دور ۽ ڪٿ چور سڄڻ، | ائين ئي ڪارناما ڪي ٿين ٿا! |
| جيئن ٿا غير جي اميد تي جي، | آهي بي‌شڪر چاهي لئه جيئن ٿا؟ |
| بچڻ وارو ڏئوسون ڪونه ڪنهن جو! | الائي حادثا ڪيسين نيمن ٿا! |
| ادب وارا، صحيح اوصاف وارا، | فقط خونِ جگر پنهنجو پين ٿا! |
| ڇڏي ايمان جي دولت خوشيءَ سان، | مڙئي دنيا ۾ ڪجهه ماڻهو جيئن ٿا! |
| پلي 'بيدار' تن کي ڪو ٻڌائي، | توڪل تي جيڻ وارا جيئن ٿا! |

●

حقيقت کان اگر بيزار ٿيندا،
ته دل وارن جي لئه آزار ٿيندا!

| | |
|---|---|
| اوهان ۾ ڪٿ هُئي اميد اهڙي؟ | ڪري پنهنجو وري بيزار ٿيندا! |
| نگاهن کان لڪڻ وارا به آخر، | ڇڏي پردو سرِ بازار ٿيندا! |
| زماني ۾ ائين چاتو نه ڪنهن ٿي، | ضميرن جا به ڪاروبار ٿيندا! |
| اچا ڪجهه ٻالُ کي سمجهن ٿا شايد، | اچا رُسوا سرِ بازار ٿيندا! |
| محبت کي جتي سمجهي نه ڪوئي، | اتي رنندڙ کي زارو زار ٿيندا! |
| دل آزاري سدا جائز رکن ٿا، | آهي ڪنهن جا ڪڏهن غمخوار ٿيندا. |
| جتي ٻاڙون ٻني مالهي گلشن کي، | اتي ساوا ڪٿان گلزار ٿيندا. |
| اوهان جن کي سدا غافل ٿا سمجهو، | يقيناً سي وري 'بيدار' ٿيندا! |

●

زمانو تو سچو توڏي نهاري،
رقابت ڇو نہ مت ٻو ٻاهہ ٻاري؟

ڇڏي ويندين، مگر ڪهڙي سهاري؟ رهي دل ٻہ، وئين ٻي موت ماري!
هلي تو عشق سان جهيڙو ٻرائو، ڏسون ڪهڙو ڪٿي، ڪهڙو ٿو هاري!
نصيحت هرطرح جت بي اثر ٿي، آٿي سڀ ڪم ڪيو دل جي اشاري!
زمانہ ساز جيڪي ٿي ڏٺاسون، اسان جهڙن ڪي ٿي وڃا وساري!
الائي قافلا ڀٽڪنا ڪٿي سي، وڃاسون واٽ تي جيڪي ٻهاري!
انهين تا زندگي پنهنجي ٻڌايو؟ انين ڪنهن ڪي نہ وڃاسون جياري!
ڇپاتا ويا ڇڙهي ۽ ٽوڙ ڦٽا، هني 'بيدار' وڃو ڀاڻ ڳاري!

●

ڏچي، مشڪل ڏسي منزل، نہ هرگز يار وينداسون،
ڪٿي مقصد هليا آهيون، پڄي هڪوار وينداسون.

زمانو سو مليو، جنهن ۾ ٿين پنهنجا، پراون جيان،
مگر اي دل! سهي چوٽون، نہ ٿي بيزار وينداسون!

برابر حال هيٺي سان هلڻ خاطر هليا آهيون،
وڌڻ جانون نٿا، توڙي قدم ٿي-چار وينداسون!

ٻري ڪان ٿا ڪلن ڪيئي، ڏسي ٻورهيو غريبائو،
چوي ڪو ڪين، پنهنجي ماڳ تي سرڪار وينداسون.

چڪن ٿا چاڪ، جيڪس مي جگر ڪونهي وهڻ وارو،
شفا خاطر طبيبن ڏي، هلي بيمار وينداسون.

وڏائي ڇا ڪندا هيئنا، زمانو ڇا ستائيندو؟
هلياسون آسري جنهن جي، انهيءَ آڌار وينداسون!

ڏکيري واٽ، منزل دور، آئي رات اونداهي،
وٺي ايمان روشن ساڻ، آخرڪار وينداسون!

ٻلائون جي ستائينديون، گهڻا ڪائي سي ڪائينديون؟
ڪٿي قربان ٿينداسون، مگر تنهن پار وينداسون!

اڃان ٿا ياد سي ڏاڍو، اسين آهيون وڃڻ وارا،
لڳي جا تار تن جي ٻار، اي 'بيدار' وينداسون.

*

" اٹين جي روز رسامو رهيو ته ڇا ٿيندو؟
اسان تان رنج نه تن جو لٿو ته ڇا ٿيندو!
خبر آئتو نه جدائي چڱي نه ٿيندي آهه،
وري به جي ٿا وڇوڙو ڏيو ته ڇا ٿيندو.
اسان کي جن ٿي صلاحون ڏنيون ڪي دل واريون،
انهن ٿي دل کي ڏتاري ڇڏيو ته ڇا ٿيندو؟
هتي هميشه احساس ٿو رهي دل کي،
اچي وبا جي آهي اوچتو ته ڇا ٿيندو!
نظر کان دُور به ڇڻ روبرو سي ڏسجن ٿا،
ڄُدائي ڪوئي محبّت ۾ پيو ته ڇا ٿيندو!
هي ڪنهن جي ياد ڪري ٿي وري وري 'بيدار'
خبر ڏني به نشو ڪوئي پيو ته ڇا ٿيندو!

## گيت

### ڪنهن تي ڪير ڏئي نه ميار!

ڪنهن تي ڪير ڏئي نه ميار، ڪنهن جو ڪنهن سان ناهي پيار،
اکڙيون ٿيندئون بيشڪ چار، دل ۾ هوندا رنج هزار:
ڪنهن تي ڪير ڏئي نه ميار!
ڪهڙو محبّت جو اظهار؟ ڪير ڄُڏڻ لئه آهه تيار؟
ڇا جي انسانيّت، يار؟ ڌرتيءَ تي ٿيا آهيون بار:
ڪنهن تي ڪير ڏئي نه ميار!
دل ۾ ڏُکڙا لک هزار، ڪير لهي ٿو ڪنهن جي سار؟
هرڪو مطلب جو اڄ يار، باريءَ ڪنهن جي تي نه مدار:
ڪنهن تي ڪير ڏئي نه ميار!
ڇا جي سوسر مينگهه ملار؟ ڇا جا بادل، ڇاهه بهار؟
ڪير ڪري ٿو شيل شڪار؟ قسمت سان آئي نه بهار:
ڪنهن تي ڪير ڏئي نه ميار!
تن ۾ تند وڃي ٿا تار، ڪير نه ڄاڻي هي وهنوار،
آهه محبّت اهڙي سار، سوچ هجي ته به چالع هار:
ڪنهن تي ڪير ڏئي نه ميار.

ٻرهه ٻڌايا ڪاروٻار، سور سمايا آخرڪار،
دل ٿي صدين ڪان بيزار، مايوسيءَ جي آهه مزار:
ڪنهن تي ڪير ڌڻي نه ميار.

دل تي آهي ڏاڍو بار، شايد ڪير ٿئي ٿو ڏار،
هي ٻه زماني جو وهنوار، جنهن ۾ سڪي آهي ڪار:
ڪنهن تي ڪير ڌڻي نه ميار.

چاهت وارا ڪي آثار، دل تي رهندا نقش نگار،
ايندئون ياديون، پرندي سار، اک مان ڪيرندا ڳوڙها چار:
ڪنهن تي ڪير ڌڻي نه ميار.

آهه لڳي وئي ڪهڙي تار؟ پيار وٺان ڀتي له ڀڪار!
روح رسايو اهڙي پار، قسمت مانگي ٿئي ديدار:
ڪنهن تي ڪير ڌڻي نه ميار.

نائي نيڻ ڪٿي نه نهار، سمجهه اصول اهو نر لار،
دل جي دنيا هڪ اسرار، ڪوبه نه ڪنهن جو تابعدار:
ڪنهن تي ڪير ڌڻي نه ميار.

پيار ٻنان ته سُڄو سنسار، جڳ ۾ ڪجهه نه سجهي جنسار،
ڪنهن دل ۾ جي آيو پيار، سا دل بيشڪ ٿئي 'بيدار':
ڪنهن تي ڪير ڌڻي نه ميار.





# ”قلندر“ لڪياري

”قلندر“ لڪياري خود نوشت سوانح عمريءَ ۾ هن طرح لکيو آهي:

”منهنجي جنم جي صحيح تاريخ تہ معلوم ڪانهي، باقي اسڪول جي رجسٽر مطابق ١٩٤٠ع ڄاڻايل آهي. اسان جو اباڻو ڳوٺ، ٻُلڙي شريف جي ويجهو آهي. ١٩٤٥ع ۾ مون احمد ککر جي ڳوٺ جي مسلم اسڪول ۾ استاد مرحوم مولوي محمد عثمان ”پروانہ“ وٽ پهريون درجو پڙهيو، جنهن بعد بلڙي شريف جي پرائمري اسڪول ۾ ٻيو درجو پڙهيس، ۽ ان بعد ميرپور بٺوري جي پرائمري اسڪول مان ١٩٥٢ع ۾ ستين درجي سنڌيءَ سان گڏ ٽيون درجو انگريزي پاس ڪيو. هتي ئي استاد محمد صديق پليجي جن جي تربيت هيٺ منهنجي علمي، ادبي ۽ جماعتي شعور ۽ سرگرمين جي ابتدا ٿي. هتي ئي مون ٻارن لاءِ گلستان ۽ ماهوار فردوس هالا، ماهوار نئين زندگي ڪراچي ۽ اخبارن ۾ روزانہ حريت سنڌي، الوحيد ۽ پوءِ ڪاروان پڙهڻ شروع ڪيا. ان کان سواءِ ٻارن جي گڏجاڻين، اسڪول جي جلوسن ۾ تقريرن، مضمونن ۽ جماعتسازيءَ ۾ حصو وٺڻ لڳس.

١٩٥٣ع ۾ چانڊيہ هاءِ اسڪول سڄاول ۾ وڌيڪ انگريزي تعليم حاصل ڪرڻ ويس ۽ ١٩٥٧ع ۾ آتان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيم. اتي جيتوڻيڪ ڪا ادبي فضا ڪانہ هئي، تہ بہ پنهنجو شوق برقرار رکيو آيس. هتي ئي، پهريون دفعو هڪ ڪليل مشاعري ۾ مون کي شعر پڙهڻ جو موقعو مليو، جيڪو پسند ڪيو ويو، ۽ صدر مشاعره محترم ”سردار“، جيڪو ان وقت اتي ڊي. ايس. پي هو، تنهن منهنجي ڪافي همت افزائي ڪئي، ۽ مون کي اڳتي وڌڻ لاءِ اُڀاريو. مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ اڃا مزيد تعليم حاصل ڪرڻ خاطر ايس. ايم ڪاليج ڪراچيءَ ۾ داخل ٿيس، ۽ مرحوم سيد مهرعلي شاهہ بخاري، جيڪو اسڪول جي تعليم دوران منهنجي مالي مدد ڪندو رهندو هو، تنهن پنهنجي مالي امداد هتي بہ جاري رکي. هتي

محترم ’اياز‘ قادري ۽ مرحوم احسان احمد بدويءَ جهڙا استاد مليا، جن جي زيراثر مون ادبي ميدان ۾ وڌيڪ ڪجھ پرايو، ۽ ڪاليج ۾ منطق، نفسيات ۽ عربي جي مضمونن جي اڀياس جو بہ موقعو مليم؛ مگر حالتن جي سازگار نہ هئڻ سبب اتي ڏيڍ-بہ سالن کان وڌيڪ وقت جالي نہ سگهيس، ۽ تعليم جو سلسلو منقطع ڪري واپس ورڻو پيم. جنهن بعد بيروزگاريءَ جو طويل عرصو جهاڳڻو پيو. ان وچ ۾، ١٩٦٠ع ڌاري وري بہ ڪجھ عرصي لاءِ ڪراچي ۾ وڃي رهيس، جتي ان وقت هر هفتي ٿيندڙ ادبي ڪڏجاڻين ۾ بهري وٺڻ جو چڱو موقعو مليو ۽ بزرگ شاعرن ۽ اديبن جي صحبت ۾ گهڻو ڪجھ پرائڻ جو موقعو مليو. ١٩٦٢ع ۾ پرائمري ماستريءَ جي نوڪري ملي. ڪجھ سال پڄي وري پرائيويٽ طور امتحان ڏيڻ شروع ڪيم. ۽ انٽرميڊيئيٽ ۽ بي. اي جا امتحان درجہ اول ۾ پاس ڪيم. اڄڪلھ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ انگريزي ادب ۾ ايم. اي. ڪري رهيو آهيان.

هن وقت تائين سنڌي، سرائڪي ۽ اردو ٻولين ۾ طبع آزمائي ڪئي اٿم؛ ۽ ٻولين ڄاڻڻ جي لحاظ کان، مٿين زبانن ۽ انگريزي کان علاوه، پنجابي، هندي، گرمکي، گجراتي، عربي، فارسي ۽ روسي ٻولين جي بہ ڄاڻ رکان ٿو.“

## نعت

غلامانِ محمد کي نہ ڪجھ خوفِ سزا ٿيندو،
وسيلو ٿيندو اُمت جو، جڏهن روزِ جزا ٿيندو.

محمد جي محبت شل نہ منهنجي دل منجهان نڪري،
اگر دنيا ۽ عقبيٰ پڻ هٿان ويندءُ تہ ڇا ٿيندو؟

الستئون عشق احمد ۾ آهيون سرشار اي زاهد،
محمد پنهنجي متوالن کنان ڪنهن پر جدا ٿيندو؟

يقين محڪم اٿم منهنجون سيہ ڪاريون لڪائي ۽،
وسيلو روز محشر ۾ محمد مصطفيٰ ٿيندو.

قبر مومن جي اونداهي نہ ٿيندي ۽ نہ ٿي سگهندي،
سُهائو ان جڳھ تي چهرهٔ بدرالدجيٰ ٿيندو.

محمد جوئي نالو ورد ٿيو آهي ’قلندر‘ جي،
بروزِ حشر سو شافع ۽ ساقي مرتضيٰ ٿيندو.

## بيت

[بياد مولانا مولوي محمد نورنگ زاده]

( ١ )

'نورنگ زاده' ناهه، اڄ اسان جي ساٿ ۾،
مجلس لاهه سلوڪ جي، هاءِ سگهي ٿو ساهه،
موت ماري ڪل ملي، ڇيو پاڻ الله،
ٻر ٻره جي باهه، اجهائڻ اوکي گهڻي.

( ٢ )

ٻهه ٻهه ٻڌ ٻڌن پيا، ٻيلاين جا ٻول،
مٺڙا مٺڙا ٻولڙا، هيرن موتين جهول،
اڄ ٻه آهين اکين ۾، منهنجا ڏاٽي ڏول،
سيئي سڳر ٽول، يادون جن جون يار سان.

[بياد سيد قطب شهيد مصري]

( ١ )

جوڳين جهونڪاريو، جڏهن نغمو نينهن جو،
دردولدين دلين ۾، پارڻ تنهن پاريو،
واسينگن ور ڪري، ڏنل ڏنگي ڏاريو،
موت تنين ماريو، موت نه ماريا ڪاهڙي.

( ٢ )

آديسين عشق جا، دڪايا دونهان،
سوريءَ ڏي سونهان، پيو ڪس نه ڪنهن ڪودڙيا.

( ٣ )

آديسين عشق جو، جڏهن ڇوريو چنگ،
ڦاهين ڪين ڦيڪو ڪيو، رچنديءَ وارو رنگ،
اهڙيسي اونداهه سان، جوئي پيا جنگ،
آديسي اڙٻنگ، سوريءَ مٿي سنرا.

( ۴ )

اڙٻنگ، آديسين جا، کهڙا پڇين پار،
شعلا شرر اکين ۾، منهن تي مرڪ بهار،
ڪڙئين، پيڙئين، ليڙين، نينهن ٽيو نروار،
چمڪن چند هزار، جي سٽئون سيله سرير ني.

* * *

( ١ )

الا اڄ احساس، مري ڇڻ مانو ٿيو!
غنچا ڪليو گل ٿين، پر وٺن ناهي واس،
جهيڙيءَ جهيڙيءَ باهه ۾، دُکي مانهوءَ ماس،
رتو ڪين ٽٽي راس، هٿ پڳو نه پيرجي.

( ٢ )

الا اهڙو واءُ، وريو وَسندين تي!
محبت وڃي ملڪ مان، ڪونهي صحبت ساءُ،
لڪو عشق اندر ۾، نڪو سوهن سماءُ،
هرڪو ڪنهڙا ڪهاءُ، سانڍيو سيني ۾ وتي.

( ٣ )

سڪ نه آهه سرير ۾، نه اندر ۾ آرام،
ڏوڏا ڏکن دل ۾، من اندر ماتام،
لڄان، ڦڙان، ٿڪان، جيئڻ ڪجي ڪو تلام،
ڏٺي ڏينهن ٿيام، 'قلندر' قربين ڪي!

## گيت

( ١ )

ڪوني نه ايندو، ڪوني نه ايندو- ڪنهن جي ناهي پريت اسان سان!
پريت ڳنڍيسين ريت جي خاطر، ريت به بدلي ميت به بدليا:
ساٿ لئه ڏني منگيت اسان سان...

ياد ڪري ڪي قرب ڪهاڻيون، روني راتيون يار وهاڻيون:
تو جي ڳايا ڪيت اسان سان...

ساڻ هلايو يا ڪِ ڌڪاريو، ياد ڪريو يا پار وساريو:
جڳ ۾ آهي جيت اسان سان...

ساجن تنهجي خاطر جڳ ۾، چا نه ڏٺوسين چا نه سٺوسين:
تون نه رُسي وڃين ميت اسان سان...

( ٢ )

ڪيت ڏس، منهنجا پيارا ڪيت ڏس!

آهي ڪيتين ساڻ ساري زندگي، ناهه ڪهڙيءَ ڪان آتم ڪا بندگي،
ڪن ٿا رزاقي جهان جي هي ته ڏس!

ڪر ته ڪيتين جي جوانيءَ ڏي نظر، جن ته ڪنهن دوشيزه جي لچڪي ڪمر،
پلسرو پنيا سجڻ جا ڪي ته ڏس!

ڪيتيون جن ڪي سجو ربون سجدون، هارين جي خون سان روشن ٿيون،
تون سندن برڪت پلائي ڏي ته ڏس!

اه واجب هارين جو احترام، ڪر هجي جائز ڪريان سجده مدام،
هي ئي بزرگ، هي ئي برتر، هي ته ڏس!

آن جڳهو شل جام جالارو ٿئي، رحمتن جو شال وسڪارو ٿئي،
۽ ورن وارا وصل جا ڪي ته ڏس!

## غزل

صورتِ دلدار ظاهر ٿي ئي،
سونهن ۾ سينگار ظاهر ٿي ئي!

پلڪ تو جنهن دم هٽايا نيڻ تان، سيان سان تلوار ظاهر ٿي ئي!
بلبلين ڳايو ترانو باغ ۾، چهري جي چمڪار ظاهر ٿي ئي.
ٿي نسيمِ صبح چيڙيو غنچه کي، سرڪ تنهجي يار ظاهر ٿي ئي.

سبز پنن ۾ گلابي گل ڏسي، سوچيم رخسار ظاهر ٿي ٿئي.
ڳائڻ تي ساز ڇيڙيا سوز سان، تنهنجي بس گفتار ظاهر ٿي ٿئي.
واءُ جي جهونڪي تي جهولي شاخ گل، تنهنجي هنج رفتار ظاهر ٿي ٿئي.
ڪوڙ تي چاهيم 'قلندر' اشتهار، پر تمنا صد بار ظاهر ٿي ٿئي.

●

وري واڳ واري اچو شل وطن تي،
ڪريو قربداري اسان بيڪسن تي.

اڏاريان هئي ڪانگ مان روز ڪيئي، پڇان وات ـ ويندا وڌيو مان ڪسن تي.
اکين کي اوهان بن نه آرام آهي، ڪنين لڙڪ ٽميو پون ٿا ڳان تي.
وڇوڙي جي هڪ ويل پئي وَيل آهي، رهيو ماس ڪونهي ڪو باقي اڱن تي.
بهار آئي دنيا ۾ ليڪن مان ويران، نه آئي بهاري ڪا دل جي چمن تي.
اميدن جي مکڙي ٿي ڪومائجي وئي، رکان آس ڪهڙي مان باقي ڳلن تي.
اٿم آس ڪڏهين 'قلندر' سان ملندين، ڪندين قربداري ڪا جاني جڏن تي!

## نظم

[مستزاد]

آيو وري ساوڻ کڻي سڀ ساز سنياري ـ دل توکي پڪاري!
جڳ کي ڏسي خوشين ۾ پيو منڙو منجهاري ـ آ واڳ تون واري!

جانب سوا هن جڳ ۾ ڀلا ڪهڙو جيئڻ آ ـ سڄ روز مرڻ آ،
آهي اها اميد هئي سون کي جياري ـ پر غم به ٿو ماري!

مان ويٺو اجها تائين آهيان آس لڳائي ـ تو ڇڏيو ڀلائي،
عاشق هي عمر ڪيئن وڇوڙي ۾ گذاري ـ هائے ڪو ميڪاري!

هي عشق جو آزار سدا دل ۾ ٻري ٿو ـ ۽ ڪين ٺري ٿو،
آتش نه اجهائي ڪنهين ساوڻ يا مياري ـ پرنديءَ کي ٻاري!

ڇا عيدون براتون، هي ڇا تهوار هي ميلا ـ هي ساز سريلا،
هر واقعو تنهنجي ٿو اچي ياد ڏياري ـ ۽ مون کي رئاري!

اي ڪاش 'قلندر' کو اکهي اکڙيون پرنم ـ آهين ڪٿي ٻالم؟
ديوانو اوهان لاءِ وينو راهه نهاري ـ ونجين سان ٻهاري!



# حبيب الله «حبيب» پٿو

مسٽر حبيب الله پنهنجو تعارف هن طرح لکيو آهي:

نالو: حبيب الله ولد مولا بخش پٿو. وطن مالوف: شڪارپور سنڌ. تولد ٿيڻ جي تاريخ ١٠- نومبر ١٩١٧ع. تعليمي لياقت: فرسٽ ايئر ۽ ايس-وي پاس. مشغل: اسسٽنٽ ماسٽر، گورنمنٽ هاءِ اسڪول، شڪارپور. پرائمري تعليم شڪارپور جي قاضي محلا (نادر واري) اسڪول ۾ حاصل ڪيم، ۽ ثانوي تعليم خانگي طرح پرايم. سال ١٩٢٩ع ۾ ابتدائي اسڪول جي ڇهن درجن جي امتحان پاس ڪرڻ کان پوءِ، لاڳيتا ٽي سال ڪراچيءَ ۾ سڪونت. ان بعد سال ١٩٣١ع ۾ اتان واپس اچڻ کان پوءِ وري پرائمري اسڪول ۾ داخلا ۽ اتان ١٩٣٣ع ۾ 'سنڌي فائنل' جو امتحان پاس ڪري فارغ التحصيل ٿيس. سال ١٩٣٥ع ۾ شڪارپور ٽائون ۾ 'پرائمري ماسٽر' مقرر ٿيس ۽ اتان پوءِ سال ١٩٤١ع ۽ سال ١٩٤٨ع ۾ 'ٽريننگ ڪاليج' جا پهريون ۽ ٻيو سال (ايس-وي) جا امتحان امتيازي حيثيت سان پاس ڪيم. سال ١٩٤٨ع ۾ قاضي محلا اسڪول جو هيڊ ماسٽر مقرر ٿيس. سال ١٩٥١ع ۽ سال ١٩٦٠ع ۽ ١٩٦١ع ۾ مير پور ماٿيلو، نواب شاهه ۽ جيڪب آباد تعلقن تي اسسٽنٽ ڊسٽرڪٽ انسپيڪٽر آف اسڪولس مقرر ٿي ويس. سال ١٩٥٥ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول شڪارپور جو اسسٽنٽ ماسٽر مقرر ٿيس ۽ تاهنوز ان عهدي تي فائز آهيان. سال ١٩٥٧ع ۽ ١٩٥٨ع ۾ خانگي طور تي، مئٽرڪ ۽ فرسٽ ايئر جو امتحان پاس ڪيم.

پنهنجي والد بزرگوار مرحوم مولا بخش 'مسڪين' شڪارپوري ۽ محترم مشتاق احمد ابڙي سابق ايڊيٽر روزنامه 'الوحيد' ۽ 'نئين سنڌ' ۽ حال مدير هفته وار 'جدوجهد' ڪراچي جي صحبت ۾، سال ١٩٣٦ع کان علمي ۽ ادبي ذوق پيدا ٿيو. سال ١٩٤٠ع کان ملڪ جي مشهور رسالن ۽ اخبارن ۾ تعليمي، معلوماتي، نفسياتي ۽ تحقيقي مضامين ۽ شعر شايع ٿيا. ريڊيو پاڪستان، ڪراچي جي ٻن-ٽن مشاعرن وغيره ۾ پڻ شرڪت ڪيل آهي.

## نظم

اي اديبو، شاعرو! سوچيو خدارا پاڻ ۾،
چا وهي ۽ واهري ٿو، سو رکو سڀ جاڻ ۾.

دور ناهي ديس مان تهذيب ٿي پنهنجي فنا، جي رهيا غافل اوهان ۽ وقت ويو چڪناچور ۾!
ڪو عوامي ڪم لئو ڪنهن ڪان پڄي، جاچي ڏسو: سير سيکو ٿو سڏائي پاڻ ڪو نهي ڀان ۾!
سڀ ويو لتجي، نشان' منزل سند و ڪونهي نظر، ڪاروان' آ دربدر ۽ بيخودي سروان ۾!
جو مدد پنهنجي لئو ڪانئر ڪري، تنهن جي ڀلا، ڪين ڪندو توقير عالم، صاف آ اعلان ۾!
جي اچا پوندا سمهي، ٿي غرق غفلت ۾ اوهان، فرق پوءِ ڪجهه ڪين ٿيندو هڪ ٻڙهيل انجڻ ۾!
وقت آيو، نوجوان! تون پي اٿي هوشيار ٿي، تنهنجو دم ني موج آئي ٿو سگهي مهران ۾.

شل 'حبيبا'، قوم پنهنجي، وقت جي رفتار ني،
دل اندر ڪو درد ڏاري، جوش آئي پاڻ ۾!

## قطعا

(۱)

سون کي ڏٺو ڏني دنيا ڪيو رسوا ۽ سرگردان،
سڄي ساري حياتي سون رهي غافل گذاريو آ!
جڏهن پيمانو ويو پرجي، تڏهن دل هي پڇيو سون کان،
'حبيبا'! تو رهي هتڙي، ڪڏهن انجام ساريو آ؟

(۲)

عاشقن کان هين ڪري سهنا حجاب،
ٿو ملي توکي ڀلا ڪهڙو ثواب؟
روز شب آ تات تنهنجي دلربا،
آهه برسر دمبدم نازل عذاب!
خون ڳاڙن ٿيون اکيون ۽ بت سندم،
سوز ساڙي ۾ سڙي ٿيو آ ڪباب!
التجا سڻ، اي مٺا! نام خدا،
مل گلي سان، دور ڪر منهن تان نقاب!
هي ۽ پڏي چند ڳالهه، سياڻا ٿا چون:
'عاشقن کي خوش ڪرڻ آهي ثواب!'
ڪين جاڻان شعر مان ڪجهه پر 'حبيب'
هجر تنهنجي آ رکيو کولي ڪتاب!



# نور "شاهين"

محترمه شاهين پنهنجي تعارف ۾ هن طرح رقمطراز آهي:

"مون کي منهنجي سوانح لکڻ لاءِ چيو ويو آهي. سوانح لکڻ لاءِ ان تنقيدي نگاهه جي ضرورت آهي، جيڪا خوبين سان گڏ خامين به ظاهر ڪري. منهنجي سمجهه ۾ نٿو اچي ته اڄوڪي خود پرست دنيا ۾ پاڻ کي تنقيدي نگاهه سان ڪيئن ڏسبو، جڏهن هرطرف آءٌ ئي آءٌ نظر اچي رهيو آهي! لهٰذا پنهنجي 'سوانح' کي وساري، هت مان چند علمي خدمتن جو ذڪر ڪنديس، جيڪي ادبي دنيا ۾ ڪيون اثر پيا ڪري رهي آهيان.

سڀ کان پهرين سوال پيدا ٿو ٿئي ته منهنجي شاعريءَ جو محرڪ ڇا آهي؟ منهنجي شاعريءَ جي ابتدا انگلش پزلس کان ٿي ٿي. مان ڪانوينٽ ۾ پڙهندي هيس، عمر ڏهه سال هئي، مان ۽ چند هم عمر ساهيڙيون پزلس، ان وقت جي صورت ۾ لکي انگلش رسالي ٽريو سرچيٽ کي موڪليندي هيونسين ۽ شايع ٿينديون هيون. ٻارهن سالن جي هيس ته هتي جي بعض خواتين محفلِ عيد ميلاد النبي منعقد ڪئي. هن محفل ۾ اڪثر خواتين پنهنجي خيالن جو اظهار ڪيو. آپا طاهره آغا مون کي به چيو هو ته مان تيار ٿي اچان، لهٰذا مون هڪ مقالو پڙهيو، جنهن ۾ سمرنا (ترڪيءَ) جي تباهيءَ جو نقشو چٽيل هو. اهو مقالو تمام پسند ٿيو. اڪثر عورتن جي اکين ۾ پاڻي اچي ويو. چشم تصور سان ڏسي رهي آهيان. انهيءَ ئي مقالي منهنجي ۽ شعر جي وچ ۾ هڪ ديوار ڪري ڪري ڇڏي ۽ پوءِ ڪڏهن افسانو ۽ مضمون لکڻ شروع ڪيم، ليڪن مختلف نالن سان.

سنه ١٩٥٧ع ۾ منهنجو هڪ لکيل ڪتاب، جنهن جو نالو شايد ڪنهن به دور ۾ ظاهر ڪرڻ پسند نه ڪريان، ڪنهن شخص هٿان گم ٿي ويو. ڏک ته گهڻو ٿيو، ليڪن ان شخص کي

ڪجهه به لئي چئي سگهيس، جو هو حيدرآباد کان ٻاهر هليو ويو هو. سندس انڊريس هٿ ڪرڻ لاءِ، مذڪوره شخص جا ڪجهه غزل جيڪي مون وٽ رکيل ۽ وساريل هئا ۽ شايع نه ٿيا هئا، مون هڪ ـ ٻه رسالن ۾ ڏيڻ شروع ڪيا: منهنجو اندازو صحيح ثابت ٿيو، هن خط لکيو ۽ مون کي سمجهايو تـه ’ان ڪتاب جي ڪم ڪرڻ ۾ سندس هٿ نـه ٻر ڪنهن ٻئي جو هٿ آهي.‘ بهرحال اها ڳالهه منهنجي ۽ ان محترم جي درميان محدود رهي. غزلن شايع ٿيڻ بعد هر طرف کان مبارڪباديءَ جا خط اچڻ لڳا. انهن خطن کي ڏسي خوش ٿيڻ بدران شرمنده ٿيس، انهيءَ ڪيفيت ۾ منهنجي ۽ شعر جي وچ ۾ آيل ديوار کي ربتيءَ جي ديوار وانگر ڪن ۾ ڪيرائي ٻٽ وجهي ڇڏيو. رک ۾ اندر ليڪل چڻنگ ازسرِ لو پڙڪا ڪائڻ لڳي ۽ مان انهيءَ ميدان ۾ نيي پيس، جيڪو اسان جي خاندان ۾ منهنجي ٻن چاچن علي بخش خان ۽ عبدالله خان تعمير ڪيو هو: يعني شعر جي ميدان ۾ طبع آزمائي ڪرڻ لڳيس. ليڪن جيئن ته اردوءَ زبان تي نسبتاً زياده قدرت حاصل هئي، ان ڪري پنهنجي ڀرئين مقالي وانگر ٻهريون غزل به اردو زبان ۾ چيم جنهن جو مطلع آهي:

جلوو مين ليڪے جو رعنايان رنگِ شباب آيا،
چمن مين ڦول شرمائے ستارون کو حجاب آيا.

هي غزل ’بشارت‘ اخبار ۾ شايع ٿيو. بعد ۾ سنڌي ڪلام کي پنهنجو ڪيم. البته اردوءَ کي بلڪل ڇڏي نه ڏنم. بعض قريبن چيو ته اردوءَ ۾ نه لکان، چاهي سنڌيءَ کان سٺو لکنديس ته به اردودان طبقو پنهنجي تعصب جي ڪري منهنجي پوزيشن قبول نه ڪندو. ليڪن مون خيال ڪيو ته ڪير به ڪنهن جي پوزيشن قبول نٿو ڪري، پنهنجو مقام پاڻ حاصل ڪبو آهي ۽ ان لاءِ ارادي جي مضبوطيءَ ۽ خلوصِ نيتيءَ جي ضرورت آهي. ٻيو ته اردو ڪنهن خاص گروهه جي زبان نـه آهي. پارٽيشن کان ٻهرين بـه هيءَ زبان نـه صرف سنڌ ۾ رواج ۾ اچي چڪي هئي، بلڪ ڪئي بلند پايـه شاعر مثلاً سچل سرمست وغيره هن زبان ۾ ڪلام چئي ويا آهن. لهٰذا منهنجي لاءِ ممڪن نـه هو تـه هن زبان ۾ ڪجهه چوڻ کي ني گناهه سمجهان! بهرحال مون هڪ ئي وقت سنڌي، اردو، ملتاني ۽ پنجابيءَ ۾ لکڻ شروع ڪيو. مضامين ۽ اشعار لکندي هيس ۽ مختلف نالن ۾ شايع ڪرائيندي هيس. انهيءَ کان ٿورو ٻهرين بزرِ خليل طرفان ٻڪي ٻير ڳاڏي ڪاته ۾ لطيف ڊي ملايو ويو هو، جتي مون پاڻ وڃي نظم پڙهيو، ٻر پردي جي پٺيان ۽ ’ساحره‘ تخلص سان.

سن ١٩٦٠ع کان منهنجي طبيعت ڪجهه خراب رهڻ لڳي، سن ١٩٦٣ع جي ابتدا تائين مرض ايترو زور ورتو جو منهنجا معالج نا اميد ٿي ويا. ڏينهن جو اڪثر حصو مون کي انجيڪشنن جي وسيلي بيهوش رکيو ويندو هو، مبادا هوش ۾ اچي تڙپڻ لڳان. انهيءَ دوران جڏهن ٿوري طبيعت ٺيڪ ٿيندي هئي، تڏهن ڊاڪٽرن جي هزار منع جي باوجود لکڻ شروع

ڪندي هيس. انهيءَ ني عرصي ۾ مثنوي 'فتح استنبول' سنڌي ۽ مثنوي 'سوز و ساز' اردو لکيم. جيئن ته ان وقت تائين ڪنهن به استاد جي دامن نه ورتي هيم تنهنڪري قافيه جون غلطيون نه ٿيڻ ممڪن ئي نه هو. شاعريءَ ۾ آخر استاد جي ضرورت پئي. منهنجي شاعريءَ جو پهريون سبق محترم رشيداحمد لاشاريءَ جو مرهون منت آهي. اسپتال مان جڏهن گهر آيس، تڏهن پهريون ڪم استاد وٺڻ هو. ان سلسلي ۾ قبله ڊاڪٽر شيخ محمدابراهيم صاحب 'خليل' مدفيوضه جي خدمت ۾ پهتيس ۽ ڪامياب ٿيس جو قبله موصوف مون کي پنهنجي شاگرديءَ ۾ قبول فرمايو. ١٩٦٥ع ۾ حضرت مولانا محمداسماعيل صاحب رزي جيپوري مدفيوضه جي اڳيان زانوئے ادب ته ڪيم.

سنڌيءَ ۾ ته منهنجو ڪلام شايع ٿيندو رهيو، ليڪن اردوءَ ۾ 'بشارت' ڪان پوءِ منهنجو ڪلام قبله ذهين شاه صاحب تاجي مدفيوضه پنهنجي ماهنامه 'تاج' ڪراچيءَ ۾ ايڊيٽوريل نوٽ سان شايع ڪيو. ائين چوندي عار نٿي پائيان ته جيتري همت افزائي منهنجي پنهنجي زبان وارن ڪئي، ان جيتري اردو وارن به ڪئي. منهنجو استاد مولانا رزي صاحب اڪثر اشعار پڌي همت افزائي ڪندو آهي ته اهڙا اشعار اسان جي عمر وارن کي چوڻ گهرجن. تون ڪيئن ٿي چوين! مون کي ياد آهي هڪ شاعري ۾ محترم محسن ڀوپالي صاحب اسٽيج تان لهي اچي مون کي مبارڪ ڏيئي منهنجي همت افزائي ڪئي.

مان پنهنجن استادن ڪان اڃا به عروض پڙهي رهي آهيان ۽ هميشه پڙهندي رهنديس، خواهه عروض خواهه فلسفو. ادب ۽ فن ۾ اڃا خام آهيان، ليڪن فڪر، شعر وقت ضروريات، فن جي ابتدائي اصولن جي پابندي ضرور ڪريان ٿي. سنڌي، پنجابي ۽ ملتاني ۾ نور 'شاهين' اردو ۾ 'هما' تخلص ڪريان ٿي.

بيمارين جو سلسلو ختم ٿيندي نظر نٿو اچي. ليڪن اهي جسماني تڪليفون علم جي پياس کي ختم ڪري نٿيون سگهن. هڪ سال امتحان هال ۾، هڪ سال اسپتال ۾ تڙپندي گذرندو رهيو آهي، انهيءَ ني ڪشمڪش ۾ هوميو ٽريننگ ڪاليج مان ١٩٦٣ع ۾، ايم. ڊي. ايچ (ڊاڪٽر آف ميڊيسن) جي ڊگري فرسٽ ڪلاس ۾ حاصل ڪيم ۽ ڪاليج جي طرفان خصوصي اجازت ملي، پنهنجي ااڻي جي پٺيان ايم. ايچ. ٽي. سي لکڻ جي. ١٩٦٦ع تائين هڪ طرف اديب فاضل ڪيم ۽ ٻئي طرف بي. اي. تائين پهتيس ته وري بيماريءَ جو شديد حملو ٿيو. نوبت آپريشن تائين پهتي، منهنجي هرمعالج مون کي آرام ڪرڻ لاءِ چيو، ليڪن علم جي تانگهه آرام ڪرڻ نه ڏنو، هرانهيءَ بزرگ کان استفادي ڪرڻ جي ڪوشش ڪريان ٿي جنهن وٽ علم جي پونجي ڏسان ٿي.

منهنجي اشعار ۾ تانگهه ۽ تڙپ کي دخل آهي. منهنجا مضامين ۽ افسانا وغيره تنقيدي، علمي ۽ اصلاحي ٿين ٿا، ۽ مختلف اخبارات و رسائل ۾ شايع ٿيندا رهن ٿا. منهنجون لکيل

گيتن پريون ڪهاڻيون، افسانا ۽ فيچرز نثر ۾ خواهه منظوم ريڊيو پاڪستان تان نشر ٿيندا رهن ٿا.

منهنجو ٻهريون ڪتاب ترجمو آهي. 'ڪريمڊ نو راڇير' صاحب ڊپٽي ڊائريڪٽر ايگريڪلچرل، پنهنجو ڪتاب "آمريڪا جو سفر" مون کي ڏنو، جنهن کي مون اردوءَ ۾ آندو، بنام "ديارِ غير".

ٽيو ڪتاب "رَس ۾ رَسڻ گهوريو" سنڌي ڪلام جو مجموعو لطيف اڪيڊمي سکر طرفان شايع ٿيو آهي.

ٽيون ڪتاب "اسلامي عهد ۾ سک قوم" ترجمو آهي ۽ سکر ۾ آهي.

چوٿون ڪتاب "بهارِ جنون" اردو ڪلام جو مجموعو معظمي مولانا رزي صاحب جنبوري جي نظرِ اصلاح لاءِ وٽن آهي.

پنجون ڪتاب "مثنوي فتح استنبول" تقريباً سورهن سؤ اشعار تي مشتمل آهي، هن ڪتاب تي استاد محترم حضرت شيخ محمد ابراهيم صاحب 'خليل' اصلاحي نظر ڪري رهيا آهن.

ڇهون ڪتاب ترجمو آهي حضرت محدث عبدالعزيز صاحب دهلويءَ جي ڪتاب 'تحفهء اثنا عشريه' جو. هي ڪتاب جيئن ته ضخيم آهي، لهٰذا ارادو آهي ته حصن ۾ ورهائجي. هن جو ٻهريون حصو استاد محترم و مڪرم جناب مخدوم امير احمد صاحب پرنسپل سنڌ اورينٽل ڪاليج کي ڏنل آهي ته جيئن عربيءَ جون خاميون ڏسڻ فرمائين.

ستون ڪتاب "مذهب اور تصوّف" اردو، مڪمل آهي، ليڪن جيستائين ڪنهن جيد عالم جي نظر مان نه نڪرندو تيستائين ان کي شايع ڪرائي نه سگهبو.

هڪ سنڌي ناول 'لئلي'، هڪ ٻيو سنڌي ناول ۽ ٻه اردو ناول جن جا مڪمل ٿيڻ کان پوءِ به نالا نه لکيا اٿم، انهن جا مسودا پيل آهن.

هن وقت حضرت 'بيدل' رحمة الله عليه جي تصنيف 'پنج گنج' جو ترجمو زير قلم آهي. ان ڪتاب جي ترجمي لاءِ ميمڻ عبدالمجيد صاحب سنڌي پروفيسر اسلاميه ڪاليج سکر منهنجو انتخاب ڪري، پنهنجي علم نوازيءَ جو ثبوت ڏنو آهي، ورنه ڪٿا حضرت 'بيدل' رحمة الله عليه جي تصنيف ۽ ڪٿا منهنجو علم يا مطالعو! 'پنج گنج' عربي، فارسي ۽ سنڌي زبانن تي مشتمل واقعي هڪ عرفاني گنج آهي.

ڪنهن به زبان ۾ مان پنهنجو شعر ڪنهن هڪ صنف تائين محدود نه رکندي آهيان. ڪانگل، ٻارهن ماهو، ماهيا، نظم، سانيٽ، ترائيل، مثنويون، چار بيت، رباعيات، قطعات، ڪبتيس، گيت، غزل، وائيون، ڪافيون، دوها وغيره تي طبع آزمائي ڪندي آهيان. سنڌي زبان ۾ رباعيات ۽ قطعات لکڻ ۾ ايا دقت پيدا ٿئي ٿي. ملتانيءَ ۾ ڪافين سان گڏ غزل به چيل آهن. مان پاڻ به نوان وزن ٺاهڻ جي ڪوشش ڪندي آهيان، ائين جيئن غير عروضي نه بنجن ۽ راڳ ۾ هلي سگهن. ملتاني غزل جو مطلعو:

سجدي ڪيتي مٺڻ يار دي قدمان تي والهانه،
ايهو عبادت سنڌي هنڊوي ايهو هي دگانه.

مان لاڳيتو وقت نہ نثر کي ڏيئي سگھندي آهيان نہ نظم کي. ڇھ-ڇھ مهنا نظم کان ائين دور هوندي آهيان جڻ ان شئي سان لاڳاپو ئي ناهي، وري جڏهن شعر جو غلبو ٿيندو آهي، تڏهن هڪ عرصي لاءِ نثر اهڙيءَ طرح دور ٿي ويندو آهي، ڄڻ ڪڏهن ان سان آشنائي نہ هئي!

مان پنهنجي ڪاليج جي ڪامياب ڊيبيٽر رهي چڪي آهيان. ان سلسلي ۾ سنڌ جي مختلف ڪاليجن ۾ حصو ورتو اٿم. فخر ان ڳالھ جو اٿم جو ڪڏهن بہ عام شاگردن وانگر پنهنجن استادن کان لکرائي ۽ رٽي نہ وئي آهيان، جيڪو ڪجھ چيم سو خود سوچيم ۽ خود چيم... ڪنهن مقالي يا تقرير لاءِ يا ڪنهن مشاعري ۾ حصي وٺڻ لاءِ محفلن ۾ تمام ڇڙو وڃڻ ٿئي ٿو. خواہ مخواہ جي گھمڻ ڦرڻ ۽ وقت برباد ڪرڻ لاءِ هڪ تہ فرصت نٿي رهي، پيو تہ طبيعت بہ گوارا نٿي ڪري. البتہ هوا خوريءَ لاءِ ڪڏهن رات جو مانيءَ کان پوءِ چار شوري تي يا ڪنهن پئي اهڙي سڪون واري جاءِ تي عزيزن سان گڏ وڃڻ کان نہ نٽائيندي آهيان. تاريخي جايون ڏسڻ ۽ بزرگن جي درگاهن تي وڃڻ پسند ڪندي آهيان ليڪن عرس جي ڏينهن نہ. ان سلسلي ۾ پاڪ و هند جي باقي ڪا درگاهہ رهيل هوندي. فقراء دين جي عزت ڪرڻ فرض سمجهان ٿي. گهر جو وقت صبح کان وٺي رات تائين لکڻ پڙهڻ ۾ گذري ٿو. هن وقت لطيف اڪيڊمي سکر ۽ هوميو ٽريننگ ڪاليج لاهور جي ميمبر آهيان.

ليم ڪلاسيڪي موسيقي پسند آهي. راڳن ۾ مالڪوس وڌيڪ مرغوب آهي ۽ سازن ۾ ستار. پنهنجي اسلاف کان پوءِ گوتم ٻڌ، گيتا جو مصنف سري ڪرشن، آرفيس (Orphens) ۽ سقراط پسند آهن. بعد جي مغربي مورخين ۽ علماء ۾ چيخوف، ڊاڪٽر سورلي، برنارڊ شاؤ ۽ فلپ. ڪي. هٽي کي پسند ڪريان ٿي.

ڪنهن بہ قوم جي انهن اديبن ۽ شاعرن کي پسند نٿي ڪريان جن وٽ پنهنجو فڪر ناهي ۽ لڪير جا فقير پنهنجي زندگي گذارين ٿا، جيڪي صرف گفتار جا غازي آهن.

سن پيدائش ١٩٣٦ آگسٽ ١٨.

* * *

فن: مس نورجهان 'شاهين، پنهنجي علمي، ادبي ۽ شاعريءَ جي فن، موضوع، مواد ۽ پيشڪش جي لحاظ سان، سنڌي ادب ۾ جو مقام پيدا ڪيو آهي، اهو ڪنهن بہ تفصيلي تعارف جو محتاج نہ آهي:

عطر آن ست کہ خود بہ بويد، نہ کہ عطار گويد.

اسان جي تاريخ ۾، ڪم از ڪم عربي، فارسي، اردو، هندي ۽ سنڌي ادب جي تاريخ ۾ مستورات جي شاعري هڪ اهم باب آهي. اسان وٽ خنساء، نهلائے اخليہ، قرة العين طاهره، زيب‌النساء، راجڪماري، ميران بائي ۽ مغل شهزادين جي شاعريءَ کان ڪير واقف نہ هوندو،

اکر خنساء ۽ ليلائي اخليہ جي فن کي مطالع ڪبو تہ ٻوہ انهن جي فن ۾ غيرت، جوش ۽ جذبات جي ترجماني ملي ٿي. ان سان گڏ، پنهنجن بهادرن پائرن ۽ سندن پرجوش سائين جي دليريءَ ۽ غيرت جو جذبات انگيز ۽ غيرت آفرين مرقع ملي ٿو.

قرة العين طاهره تہ پنهنجي اعليٰ ڪردار، اخلاقي آدرش، نقطءِ نظر ۽ نصب العين جي بلنديءَ ۽ برتريءَ جي ڪري، بين الاقوامي شهرت حاصل ڪئي آهي.

طاهره نہ فقط دينيات، ادب، شاعريءَ جي دنيا ۾ نالو ڪڍيو، پر ان سان گڏ بلندمرتبہ خطيب ۽ شعلہ نوا مقرره بہ هئي.

ان طرح اسان وٽ مغل بادشاهن جي حرم سرا ۾، شعرو شاعري جو فن پڻ ملي ٿو. زيب النساء جي شاعري ۽ سندس نالي ۾ ڇپيل ديوان متعلق ڪي محقق ۽ عالم، مذبذب آهن تہ هڪ باشرع، دين ۽ ملت جي محافظ، عالمگير جهڙي سخت گير والد جي نياڻيءَ جي اهڙي شاعري ڪيئن ٿي سگهي ٿي. ڪهڙن عالمن تسليم بہ ڪيو آهي تہ اها سموري شاعري واقعي زيب النساء جي ئي آهي، ۽ ان ۾ ادب ۽ اخلاق جا ڪيئي شهپارا موجود آهن. پارسي ادب ۾ سندس چڱو مقام ڇيو ويو آهي.

ويدانت ۽ تصوف جي اخلاقي ۽ آدرشي شاعريءَ لاءِ ميران ٻائيءَ جو نالو ئي بس آهي. سندس من موهيندڙ گيت، پاڪيزه عشق ۽ جذبات سان پريل آهن.

ان طرح راجڪماري تہ آهي ئي امام حسين جي مدح خوان شاعره! هڪ هندو عورت جي ان پاڪيزه ۽ پختہ ڪلام، اردو ادب ۾ وڏو مقام حاصل ڪيو آهي، انهن کان سواءِ اردو ادب ۾، قديم ۽ جديد دور ۾ ڪيئي شاعره عورتون آهن، جن کان اهل علم چڱيءَ طرح واقف آهن.

پيو تہ عربي شاعروٽ، محبوب جو تصور، عورت سان وابستہ آهي. فارسيءَ ۽ اردوءَ ۾، شاعر جو محبوب، عورت ناهي، هندي ۽ سنڌيءَ ۾ عاشق عورت آهي، ۽ محبوب مرد آهي. اردوءَ ۾ اختر شيرانيءَ ۽ اهڙن ٻن-ٽن شاعرن، سلميٰ سان خطاب ڪندي ڪجهہ شاعري ڪئي آهي. ان طرح لطيف جي سورمين جي زبان تي، جن سورمن جو ذڪر آهي، اهو تصوف ۽ ان جي پاڪيزه، اخلاق ساز ۽ روح پرور نصب العين تي مشتمل آهي، ۽ مجازاً، انداز بيان نهايت معنوي ۽ پاڪيزه آهي. لطيف جي فن ۾، ڪنهن بہ سورميءَ جي زبان کان، ابتذال ۽ فحاشيءَ جي ترجماني نہ ٿي ملي سگهي خير.

هن دور ۾ اسان وٽ ٻن-ٽن مستورات جي شاعريءَ جا مثال موجود آهن، پر زياده تر مس نورجهان شاهين کي شهرت حاصل ٿي آهي، جا سندس سوانح حيات، حالات ۽ معاملات جي ترجماني آهي. شاعرانہ جذبات، دل تي چوٽ لڳڻ سان پيدا ٿين ٿا. ناسازگار ماحول ۾، مخلصانہ ۽ جذبات انگيز طبيعت ڪي، جي لاخوشگوار مسئلا اڳيان اچن ٿا، تن کان ڪير انڪار ڪري سگهي ٿو.

شاهين جي فن ۾، نهايت ڏکدائڪ ڪشمڪش سان گڏ، وفا ۽ جفا، هجر ۽ وصال، تعشق ۽ سپردگي، محبت ۽ وارفتگي جي دردانگيز روداد موجود آهي. سندس انداز بيان پختو، شوخ ۽ بيباڪ آهي. سندس فن، بعض اوقات، نهايت نازڪ ۽ لطيف مرحلن تي، دامن فڪر کي داغدار ٿيڻ کان بچائي سگهيو آهي، جو سندس فن جي پختگي جو دليل آهي. اهوئي سبب آهي، جو ان نازڪ ترين مرحلي کي ڏسي، مبالغي کان سواءِ چئي سگهجي ٿو ته هڪ شاعره، پنهنجي جذبات کي والهاڻه انداز ۾ پيش ڪري، ۽ نباهي سگهي، سگهڻ جي سيخ پڇائڻ کان، ڪنهن به صورت ۾ گهٽ ناهي- ان ڪري ني چوڻو پوي ٿو ته، عورت لاءِ، خاص طرح سان مشرقي ۽ مسلمان عورت لاءِ فني دائري ۾ رهي، فني اصولن موجب، پنهنجي شاعراڻه جذبات کي نباهڻ ڏاڍو مشڪل مسئلو بڻجي چڪو آهي.

هڪ عورت، حمد ۽ مناجات، نعت ۽ منقبت قومي ۽ اصلاحي شاعريءَ کان سواءِ، ٻي جا به شاعري ڪندي، اها استعارات ۽ ڪنايات جي لطيف ڪان لطيف پردي سان به، ادبي دنيا ۾، صوري ۽ ظاهري خيال ۽ فڪر سان وابسته بيان ڪئي ويندي. ان ۾ معنويت ۽ رمزيت پيدا ڪرڻ لاءِ، جي به تاويلات ۽ تعبيرات ڪيا ويندا، اهي ’مجاز‘ جي محدود دائري کان ڪڏهن به ٻاهر نه سمجهيا ويندا.

خوشيءَ جي ڳالهه آهي جو مس شاهين، هن سنگلاخ زمين ۾ والهاڻه ۽ رندانه انداز ۾ قدم رکي، پنهنجي فن کي شاعريءَ جي فني دائري ۾ آڻي سگهي آهي، ۽ سماجي مصلحت ۽ ۽ روايتي بندشن سان بغاوت ڪندي، فن جي دائري اندر شاعري پيش ڪئي اٿس. سندس فن جي اها بيباڪي، حوصله افزائيءَ جي لائق آهي. سنڌي شاعريءَ جي تاريخ ۾، شاهين ۽ سندس فن، تاريخي حيثيت رکن ٿا. ---ادارو

## بيت

( ۱ )

ساربندي سرتاج کي ننڌون نه ڪن نيڻ،
سي ٿي ٻرت پڇائين نينهه جنهين جو سيڻ،
سيٽين ڏاران ويڻ، ڏيهه سڄو اڇيو ڏئي.

( ۲ )

ڏيهه سڄو اڇيو ڏئي، سيٽين ڏاران ويڻ،
جدائي ٿي جهور ڪري، پونءِ به اچي ٿي ڪيڻ،
آتا منهنجا نيڻ، ٻرينءَ جي ٻسڻ ڪاڻ.

( ۳ )

ٻرينءَ جي ٻسڻ ڪاڻ، آتا منهنجا نيڻ،
ڪي چاهين ننڊ ڪي، آءٌ نه چاهيان ڪيڻ،
اچي مل تون سيڻ، ٻرت جا ٻير پري.

( ۴ )

ستان پڇو اي جيڏيون ته ڇو ڪمائين ڏار،
ڦٽي ويو ڇو دلڙي وجهي قلبين ڏار،
ڪلي ٻيا ڇو وار، سان له ڏيندس منجهه ڪو.

(٥)

ڪين مٽيندين ڪيڙا نڪي ٿاهيندين وار،
تو ٿر وچڙي وڏ وڏا، ٻاڻ ڪري وڌين ڏار،
ڏس اچي دلدار، گوندر گاڏئين سٺي.

(٦)

گوندر گاڏئين سٺي، ڏس اچي دلدار،
نڪا سرمو سينڌ ڪري نڪا ٿاهي ٿي وار،
توکان رهي ٿي ڏار، الم جي آڙاهه ۾.

(٧)

راڻي ۾ هئي ڪاڻ، جو پيهي سگهيو ڪين،
تڪا هنا ڪي ٻاڻ، برهه سندي بيراگ ۾.

(٨)

مومل مهٽيهاب راڻي نه ڪئي راڄ ۾،
ڪين جهليو جنهن تاب، سو ٻهانين پڇي ويو.

(٩)

مومل مهٽيهاب ڪي، راڻي نه منجهين راڄ،
ٻاڻهي ڪاڻي ٻاڄ، ڪارڻهن لاٿئين عشق ڪي.

(١٠)

گذريا هيام ڪندي جهي، راڻل ساڻ رهاڻ،
سهي مولا پيهر آڻ، مهر پريا ڏينهڙا.

## ڪافيون

*

تو دير سڄڻ ڏاڍي لائي الا،
وڃي جگر هٿئون ٿو جاني.
منهنجا حال هجر ڪيا هيٺا،  وڏي زخم سيني ٽيا پيٺا،
آواز حيات جا جهيٺا؛
دل ڇان جگر تو وهيٺا،  اجهو نڪرا ٽيين ٿا ٽيٺا،
ڏاڍا ڇاهه ڇڙابم ڇيٺا؛
ڇا ٺڪيون ڪنديم ڇا ڦيٺا،  جڏهن سورٺي تيام سگهيٺا،
رکيو خيال نه ٻر تو ٻاڻي الا،
وڃي جگر هٿئون ٿو جاني.
مون توسان ڪيون جي وفائون،  ٽي سوٽيون سي ٽي جفائون،
تنهنجون رمزون عجب ادائون؛
هليون کهڙيون هاڻي هوائون،  جي پيار جي لئه ٽيون سزائون،
ڪئن ماٺيان تنهنجون عطائون؛
مون لڌيون ڏکن سان لائون،  مون ڪان وسريو تون ۽ آئون،
وڃي هجر جي هئي شهنائي الا،
وڃي جگر هٿئون ٿو جاني.

جيڪا توسان رهي سڪالي، جيڪا آهي هاڻ ڏڪالي،
جنهن ڏار گهڙي ڪين جالي؛
جا آهي وفا جي سوالي، ڪين وار سا واپس خالي،
منهنجي معصوم پولي پالي؛
تون ڪري وئين ڏاڍي اپالي، مون پيار سان هئي جيڪا پالي،
اها داڙهي دکن دکائي الا،
وڃي جگر هٿون ٿو جائي.

ٿيون سوز و فراق جون ڪاهون، دل لڇيو ڪري پيئي دانهون،
ويو قرب جون بند ٿي واهون؛
ٿي سڄ ويو ونو نڪاهون، نٿيون يار لين تنهنجون راهون،
من تون ٿي اچين ڪو پاهون،
پڌي 'شاهين' سڏڙا دانهون، ڪئي دل جون ٿهري ڪراهون،
من ڪهل پوي تو ڪي ڪائي الا،
وڃي جگر هٿون ٿو جائي.

*

جهلي حوري حسن تنهنجي سونهن جي لڏ سٽَ،
ڪيا بند سڀئي تو حسن جا هٽَ.

ڪيئن ويهان ڏوراپن لاءِ سهيو، سوين لب تي آيا جي شڪوه ڪهيو،
سڀ دل تان وڃن منهنجي بار لهيو، ڳيري لائي جڏهن تون پڌين ٿو چٽَ.
تنهنجي نينهن جا ازلي ناتا اٿم، ليئين تنهنجي وفا جا ساٿا اٿم،
تنهنجو پيار پيارو پاتا اٿم، تنهنجي راتا اٿم ودڪاڪ ڪان ڊٽَ.
تو دُور ڏکيون جهي توسان ڪهيون، وبهي ڪاري وبون تولڏ ڪوڙين وهيون،
تون منهنجو رهئين سڀ سڪنديون رهيون، بي تاب هنيان توڙي حورن جهٽَ.
تنهنجي دم سان اڱين بهار اٿم، تنهنجون پانهون سهاڳ جا هار اٿم،
اهي پاڻي ڳچيءَ ڪي قرار اٿم، منهنجو سرسو، سنده پاپوش جي لٽَ.
هڪ پل نہ اکين ڪان دور سهئين، ٿيي پاڇي مثل ساٿوساڻ رهئين،
تون جيڏهان قربن آءُ پنتان ڪهئين، تنهنجا روڪي بيهان سڀ گهيڙ آئون گهٽَ.
هڪ گهور سان دل ڪي گهايو ڇڏين، ڪئي ڪاتيون دل تي وهايو ڇڏين،
ڪوڙين 'شاهين' قدمين جهڪايو ڇڏين، ڏسين شهر ڪي ڏيئي جنهن دم وٽَ.

*

ڪين ڪجنئين پاڻا ڌار يار،

اي اڌرن جـا آڌار يار.

تو لئه لنءُ لنءُ روح چريو ٿئي،      ساه نـه غفلت منجهه سريو ٿئي،

روح رنـو زارو زار يار،

ڪين ڪجنئين پاڻا ڌار يار.

پريم پڙس تنهنجي سان سار،      دل جي سمجهه تون منهنجي مار،

سگهڙي لهجنئين سار يار،

ڪين ڪجنئين پاڻا ڌار يار.

روز رڙان پنهنجي پڌر،      سانول سهڻا تـون موٽ سڌر!

برهه جا لاهينم بار يار،

ڪين ڪجنئين پاڻا ڌار يار.

ترميون ’شاهين‘ من جون موهيون،      سختيون ب ڊولڻ تنهنجون سهيون،

پيارا پيارن جا پيار يار،

ڪين ڪجنئين پاڻا ڌار يار.

*

ويندي ويل جو مون ڏي نهاري وئين،

منهنجا پٽي جهان تـون ڪاري وئين.

چرپا چشم ٿي چاهه سان چاڻ چو،      چانئي نيڻ وري ٿي لاڻ چو،

وڻي سامهون دل کي گهاڻ چو،      چو قلب ۾ پارڻ پاري وئين.

پاڻي پرت جا پير تون پيار ڪري،      ڳجهو پيار ۾ وڙهيل وار ڪري،

مون سان پارڻ جو اقرار ڪري،      پنهنجي قولِ وفا سان ماري وئين.

اڳ تو ٿي ڪئي هر ڳالهه ۾، ها،      ڪو پل نه ٿئين ٿي مون کان جائي جدا،

منهنجا ناز ڪڻ هئي تنهنجي ادا،      پر منهنجو نه پيڙو تاري وئين.

ڪنيون پاڻ سان وئين پنهنجا ناز انداز،      مون ڪاڻ ڇڏي وئين ڪي رمزون راز،

ڪنيون ياد سان دل وئين، دل جا ناز،      پنهنجي ياد هتي تون وساري وئين.

ڪري شاهد عرشن فرشن ڪي،      ڇوي ’شاهين‘ ويٺي واڪي وڏي،

منهنجي ٿيون نه چمار جون حاصل ٿي،      کهڙيون جيڪي ڪڏجي کهاري وئين.

*

جيڪي چڪي دل کي چاڻي ويا،
آهي دونهان درد دکائي ويا.

جن ساعت نيڻ ذري ڏار رکيو،
مون کي ڏک سک ۾ جن يار رکيو،
جو دل تي لئي ڏک وار رکيو،
سي ڏاريو کري ڦٽڪائي ويا.

جن خواب ۾ ڪين ڪو غير ڏٺو،
لکيو لوح و قلم ڇا راز ڇٺو،
اڄ ڀول ڪيو تن جي غير ميلو،
مون کي پنهنجا ٿي ۽ پڄائي ويا.

جن عشق وفا جي ٿي راند رچي،
دل دام ڪنئون جن جي ڪين بچي،
جي عشق ۾ آيم لال سچي،
سي پاڻهي پاڻ ڪاهائي ويا.

ڏاڍي ٻيوس آهيان 'شاهين' سان،
لئي شاهد يا ڪو گواهه ڏسان،
اها ڪنهن کي وڃي مان دانهن ڏيان،
هو ته پٽڪن ساڻ وڄائي ويا.

*

سجڻ دل سان دلڙي ملائڻ هليو آ،
وفائن جو وارو وڄائڻ هليو آ.

تون مطلوب منهنجو تون ئي آهين طالب،
ڪڏهن منهنجي دل تي نه ٿيو ايندو غالب،
وڪوڙيندو ونگن ۾ جگر جان قالب،
محبت کي عرشين پڄائڻ هليو آ،
پلا پال پنهنجا پلائڻ هليو آ.

مان سمجهان ٿي ناهين سڄڻ تنگ دل جو،
رکين ڪين ٿو غير ۽ زنگ ٻيو ڪو،
جفا جي نه جوئين ڪڏهن جنگ تون ٿو،
تڏهن ٿي چوان دل لٽائڻ هليو آ،
اجهيل ديپ دل جو جلائڻ هليو آ.

سندم درد جو تون ئي درمان آهين،
خدائي سندم جو تون سلطان آهين،
ڪنل کي کڻ جو تون سامان آهين،
ادائن جون ڪاتيون وهائڻ هليو آ،
غم دو جهان کان ڇڏائڻ هليو آ.

سليا ڇو وڇوڙي جا انعام تنھنجا،
اڃن ياد ٻلبل ٽا انجام تنھنجا،
ٻڌائن پيٺي دل جا پيغام تنھنجا،
اھي پٺڪا ساڳيا پٺائڻ ھليو آ،
سون ڪان منھنجي ھستي وڃائڻ ھليو آ.

ڏجي ڪين دنيا ڪان ھي در ڇڏيندس،
وفائن جون ماڙيون اتي اڏيندس،
جفائن جي دنيا وفا ۾ مٽيندس،
اھو ڪفتو پل آزمائڻ ھليو آ،
اچي خود ٻه ھمت وڌائڻ ھليو آ.

سنڌ منھن آ مصحف ۽ قرآن منھنجو،
محبت فقط دين ايمان منھنجو،
ثمر آخرت جو ھي سامان منھنجو،
منھنجا يار ملاح رسائڻ ھليو آ،
سون کي سرخرو تون بنائڻ ھليو آ.

اھي نرگسي نيڻ، ڪاڪل سُنھري،
ھو زنجير دل جا، ۽ ھي ٻاز بحري،
ٻيٺا تن ۾ ابرو ٻه جڻ ٻاڻ قھري،
انھن ساڻ 'شاھين' کي کھائڻ ھليو آ،
اڃايل جي اجڙي آجھائڻ ھليو آ.

## وائي

دل سُڄ* سان سينو ٻئي ساھي، ھتي ڪو ٻه قرار نه آھي.
ڪنھن جي جفا ڪين جھوريو جگر کي، جھوريم ھنھنجي وفا ٿاھي ٿاھي،
الا ھتي ڪو ٻه قرار نه آھي.
ڪلھو ڪاھي ساڻ وينر ملائي، لوڪان ھجر لاڳاپن کي لاھي،
الا ھتي ڪو ٻه قرار نه آھي.
ڪھڙو خزائن جو ڏوھ ڪيو سون، پيٺون منھنجي بھارن ۾ ڪاھي،
الا ھتي ڪو ٻه قرار نه آھي.

بنگلا ماڙيون محل ٿا ڪاڻين، ٻنان ڀڄڻ ڪو ويلو ٿي ناهي،
الا هتي ڪو بہ قرار نہ آهي.
ڪاهي ماهي ٿي محب ملين ها، وجي ويٺين ڇو ٿاهہ تون ٿاهي،
الا هتي ڪو بہ قرار نہ آهي.
سيج پلنگ اطلس نہ وڻن ٿا، دل 'شاهين' اداس آهي،
الا هتي ڪو بہ قرار نہ آهي.
پيئر هت ڪو بہ قرار نہ آهي.

## گيت

مان دکياري پريت جي ماري ويٺي لير وهايان!

تو بن جيون سائي اجڙيون آهن جيون راهون،
منزل منزل ڳولين توکي منهنجون اداس نگاهون،
آءٌ اياڻي نينهہ لمائي پريت ڪري پڇتايان!

پريت جي پياس انوکي ساجن ڪير سگهي ٿو لاهي،
چاهت منجي ڪين ٿي هرگز ڪيڏو ڪٿي ڪو چاهي،
برهہ جي باهہ ٻري ٿي من ۾ جيئن جيئن مان ٿي اجهايان!

جيون نيا دک جي ساگر ۾ ٿي لوڏا کائي،
مان دکياري پريم مسافر 'شاهين' پار پڄائي،
دور ڪنارو لاهي سهارو وائون ٿي واجهايان!

## لوڪ گيت

پنجابي صنف ماهيا

تون منهنجي دعا بڻجي،
اچ يار سڄڻ جلدي - ساون جي گهٽا بڻجي،
تون منهنجي دعا بڻجي.

هي عشق ڇيو منهنجي،
هيڪل مان ٻنان تنهنجي - اچ حسن وفا بڻجي،
تون منهنجي دعا بڻجي.

آئينم تون قسمت ۾،
مئخاني الفت ۾ - مخمور ادا بنجي،
تون منهنجي دعا بنجي.
تون گهارين ٿو مستي ۾،
هن گلشنِ هستي ۾ - گلبن جي فضا بنجي،
تون منهنجي دعا بنجي.
’شاهين‘ نه ڪڏهن ڪاتي،
هي عشق ملير ذاتي - جڻ راهِ لما بنجي،
تون منهنجي دعا بنجي.

*

اي ڪاش ڪا تدبير ٿئي،
بيمار کي تنهنجي عطا - هاڻي ته ڪو اڪسير ٿئي،
اي ڪاش ڪا تدبير ٿئي.
منهنجي دلِ نادان جي،
سيني جهي هن قرآن جي - ڪجهه ته ڀلا تفسير ٿئي،
اي ڪاش ڪا تدبير ٿئي.
بيحد مٺو درد و الم،
هاڻي ٿئي نظرِ ڪرم - منهنجي مٿين تقدير ٿئي،
اي ڪاش ڪا تدبير ٿئي.
مون محب کي سجدا ڪيا،
تقصير ڪر آهي اِها - اهڙي وري تقصير ٿئي،
اي ڪاش ڪا تدبير ٿئي.
’شاهين‘ شل صدقي وڃان،
مان عمر جي هن قيد کان - جهي زلف جي زنجير ٿئي،
اي ڪاش ڪا تدبير ٿئي.

*

ويندين سڄڻ ڪين لهي،
مان ته ڪهي توڙي ڪهيو - اڄ تون ڪڏهن مون ڏي ڪهي،
ويندين سڄڻ ڪين لهي.
پيار ڏيون، پيار وٺون،
پيار جا انبار وٺون - ايندين وري ڪين وهي،
ويندين سڄڻ ڪين لهي.

ضد* ڪري پاڻ سا پري،
هرڪو رسن ترڪ ڪري - گهاريون وري هاڻ نهي،
ويندين سڄڻ ڪين لهي.
تانگهي ٿي 'شاهين' نظر،
عمر نشو ترسين اگر - وچ تون پلا ڪجهه رهي،
ويندين سڄڻ ڪين لهي.

*

تقدير نظر آيو،
دلدار هٿان زهر پي - اڪسير نظر آيو،
تقدير نظر آيو.
ڪجهه هوش نه هو باقي،
هر پير مغان ساقي! پي پير نظر آيو،
تقدير نظر آيو.
مان خود ڪان ويس گم ٿي،
آئيني ۾ پي تنهنجي - تصوير نظر آيو،
تقدير نظر آيو.
مون ڏي جا لکيئہ چٽي،
سا ڪاتبِ تقدير جي - تحرير نظر آيو،
تقدير نظر آيو.
'شاهين' پري ڏٺو،
دل چاڪ ڪري ڏٺم - ڪني تير نظر آيو،
تقدير نظر آيو.

*

اڄ سڄڻ مئہ نوش ايندو،
هوش منهنجي ڪي وڃائڻ - منهنجو هو مدهوش ايندو،
اڄ سڄڻ مئہ نوش ايندو.
ڪو بهارن ڪي وجي چئي،
ڪجهه تہ سينگاريو چمن ڪي - جلوهٔ گلپوش ايندو،
اڄ سڄڻ مئہ نوش ايندو.
عشق جي جنت ملي ٿي،
ناهہ ڪو آغوش ڪي غم - عشرتِ آغوش ايندو،
اڄ سڄڻ مئہ نوش ايندو.

سائيو! ’شاهين‘ سنڀالجو،
گهر ۾ منهنجي، اڄ هو منهنجو، راهزن هوش ايندو،
اڄ سڄڻ مٺو نوش ايندو.

## غزل



جي دل جي جلڻ بعد ٿيا پيدا شرارا.
سو تنهن ۾ ڏٺا عشق جا ڪي شوخ نظارا.

همت نه جهلي حور، نڪا جن ۽ ملائڪ،
صد شڪر غمِ عشق ڪيو مون ئي گوارا.

حاصل جو ٿيو رازِ بقا رازِ فنا ۾،
پوءِ اهلِ فنا لاءِ ٿيا ڪن ۽ ڪنارا.

مون خود کي ڪيو آهي فنا تو ۾ اي جانان،
تون غير نه پنهنجو ڪو مون کي سمجھ خدارا.

ڪو دم نه ڪڇيو منهنجو ڪڏهن توکي وساري،
شاهد هي اٿم حال جا سورج ۽ ستارا.

جو عڪس ڏسي هوش هو موسيٰ جو خطا ٿيو،
سا تنهن جي حقيقت ڪي ڪريان پيئي اشارا.

بجلين جو پلا ڪهڙو رکي خوف سو ’شاهين‘،
جنهن سوزِ محبت کي ڪيو دل تي گوارا.



مئڪدي ۾ رات ڇا ديدار تنهنجو عام ٿيو؟
زاهدن جي جبه ۽ دستار جو نيلام ٿيو.

ياد آهي محفلِ وارفتگي ساقي! مگر،
ڪجھ خبر ناهي ڪڏهن گردش ۾ مئي جو جام ٿيو.

”ڪافرِ عشقم مسلماني مرا درڪار نيست“،
تنهنجي پوڄا توکي سجدا منهنجي لئه اسلام ٿيو.

جذبهءِ جوشِ جنون ڪان آه! ايڏي پرکي،
راهِ الفت ۾ جنون، عقل و خرد جو نام ٿيو.

قرب جي شب هوش پنهنجا گم ڪري ويهي رهيس،
بيخودي مستيءَ جو مون لئه قرب ڀي پيغام ٿيو.
روز و شب تنهنجي تجلّي کان علاوه ناهه ڪجهه،
صبح تنهنجو رخ ٿيو، زلفن جو ڪالو شام ٿيو.
حوصلي جي سربلندي، شهه بلندين کي ڏني،
عرش اعظم صرف هڪڙي منهنجي وک جو گام ٿيو.
عرش کان نڪتي وڃي 'شاهين' گهٽو ڀرتي مگر،
راهه ۾ آهي مه و انجم جو حائل دام ٿيو.



جانِ بهار آيو، بهارون نثار ٿيون،
صد حمد بيقرار دليون اڄ قرار ٿيون.

رندن ڏي آيو آهي هلي پاڻ منڪدو،
رندانه مستيون کي وڏي باده خوار ٿيون.

بلبل کي ڇهڪندو ڏسي گلشن ۾ خوش تمام،
غنچن جون اڄ دليون به تڙي لال زار ٿيون.

پنهنجي صنم جا صحن ٿيي پنهنجي ڏسي قدم،
ويران جهوپڙيون گلِ رشڪِ بهار ٿيون.

ساقي کي مرڪي ڏيندو ڏسي آبِ آتشين،
"ڏي جام" جون صدائون جوان باربار ٿيون.

اڄ حسن و عشق ۾ نه رهيو آهي فرق ڪو،
ٿيو حسن، عشق، جنهن جون وفائون شعار ٿيون.

پيغام پهتو قرب جو قبلِ هلالِ عيد،
عيدن کان پهرين عيدون اچي سازگار ٿيون.

قلقل سان آئي جو ندا، قُم قُم ٿي اذنِ حق"،
خوابيده ڏڙڪنون به اٿي نغمه بار ٿيون.

تڪميل ٿي بهارِ گلستان آرزو،
'شاهين' تي وفا جون عطائون هزار ٿيون.

•

ڪو پيار جو وعدو ٿي ملهي نامِ محبت،
آغاز جو اقرار آ انجامِ محبت.

دک درد الم رنج و محن زخم، ڪراهون، ڇا ڇا نہ مليو پيار ۾ انعامِ محبت.
ڪجھ داغ مليا دل کي اثر، زخم جگر کي، ڪا آہ رکيل لب تي ٿي اڪرامِ محبت.
هر رشتو ڇڳي، دنيا ڇڏي، پنهنجا ڇڳن ٿا، ڇڄڻو نہ ڪڏهن آهي مگر دامِ محبت.
دنيا کان ڪري بند اکيون اڳتي وڌي هل، توڙي پيو اچي ڏس هو وڏيو گامِ محبت.
سر لاهي ۽ ساني جي اڳيان لفد رکيوسين، اي ڪاش ملي هاڻ ٿي ڪو جامِ محبت.
سر صبح سان پنهنجو تون وڃي نذرِ صنم ڪر، ’شاهين‘ ڪڏهن ايندي نہ پوءِ شامِ محبت.

## قطعات

( ١ )

هٿ وڌائي ڏي سڪرائي ڏي،
ڏي مگر ساقي ڪجھہ وڌائي ڏي،
تنگِ ساقي گري آهي اي دوست:
ظرف منهنجو نہ آزمائي ڏي.

( ٢ )

هڪ پيري ويس ڪعبي، بتخانو نظر آيو،
بتخانو ڦري پيهر، پيمانو نظر آيو،
وک جلدي کنيم ’شاهين‘ نظرن سان وَڏي پيتم،
جو ساقي نظر آيو، منخانو نظر آيو.

( ٣ )

ڪجھہ تہ ڇنو اي دوست وٺي ڪيڏهن اها تنهنجي جواني،
هر قدم تي هو فسون تنهنجو، ڪڏهن سحرِ بياني،
حسن تي چانيا اٿئي اڄ ڇو هي آثار قديم،
تلخ ٿي هاڻي لڳي هئي جا ڪڏهن شيرين تراني.

( ٤ )

تنهنجي دنيا تنهنجي آهي منهنجي منزل ناهہ دوست،
تنهنجي الفت سان وفا حاصل نہ ٿيڻي آهہ دوست،
وقت جو مرهم چڙهيو هٿ آهہ ڏاڍو لاجواب،
توکي ’شاهين‘ جو وسارڻ هاڻ مشڪل ناهہ دوست.

## رباعيات

(۱)

آلامِ فراق کي هي دعوت ڇو آ؟
ڪجهه ناهه ته پوءِ اها ٻري ڳت ڇو آ؟
هر شعر دکيل آ ڄڻ جهنم 'شاهين'،
هي دوزخِ انتظارِ فرقت ڇو آ؟

(۲)

هڪ سوز جي آبشار تنهنجا اشعار،
لاوا يا ڪ سيلِ نار تنهنجا اشعار؛
هر شعله ٻٽي ٻرق جيان ساڙين ٿا،
اف دوزخِ انتظار تنهنجا اشعار.

## نيون طرزون

### ترائيل

صبر ڪر ڪين تڙپ، قرب جي راحت جي ڪري،
ڪجهه تڙپ مان نه ٿيو آهي نڪي ٿيندو ڪڏهن،
ڪا گهڙي نيٺ ملي ويندي محبت جي ڪري،
صبر ڪر ڪين تڙپ، قرب جي راحت جي ڪري.
ڇا تون تڙپين ٿي اي دل! پستيءِ همت جي ڪري،
عشق حاصل ٿيندو پر هوندي هي همت به جڏهن،
صبر ڪر ڪين تڙپ، قرب جي راحت جي ڪري،
ڪجهه تڙپ مان نه ٿيو آهي نڪي ٿيندو ڪڏهن.

### سانيٽ

ڇو سرِ راهِ صنم توسان شناسائي ٿي،
هوش پنهنجي کي وڃائي سدا ديوالي رهيس،
غم رهيا مون سان لڳي، پاڻ کان بيگاني رهيس،
تنهنجي الفت جي ڪري پيار جي رسوائي ٿي.

ٿي حقيقت ۽ زماني ۾ فسانو منهنجي،
سايهء زلفِ صنم کان جو تهي دست رهيس،
يادِ ماضي کي دمِ زهر ڪري مست رهيس،
جو وفا آهي جفا جو ٿي نشانو منهنجي.
لذتِ ديد کان محروم نگاهون آهن،
پيو نه ڪجهه باقي رهيو آهه هن ويراني ۾،
ياد جا صحرا اٿم دل جي صنمخاني ۾،
هجر جي دنيا جون پردرد فضائون آهن،
ٿي نه دل شاد ڪڏهن هاڻ ته برباد اٿم،
روز و شب تڙپي گذاري ٿي جواني منهنجي،
نيڻ اشڪن سان لکي ويندي ڪهاني منهنجي،
تو ڪري قول نه پاريا سي قسم ياد اٿم،
ٿيا نه جي اشڪ روان آندي انهن طغياني،
ڪجهه رهي ڪين ڪا 'شاهين' بجز ويراني.

## مثنوي

### مثنوي صد آه

اي حسين ساٿي! طلب منهنجي به تون محبوب تون،
زندگي جي جان تون ۽ طالب و مطلوب تون،
تنهنجي قدمن ۾ اچي حاصل ڪئي مون زندگي،
زندگي کي وئي ملي رونق، ملي تابندگي،
روز و شب گذريا اٿم، تنهنجي حسين آغوش ۾،
بي خودي ۾ ڪجهه گذريا، ڪجهه گذريا هوش ۾.
آهين تون اهڙو صنم جنهن تان فدا ارض و سما،
ڇا ڪري توکي سڏيان؟ ماهِ منوّر؟ مه لقا!
ٿيو بهانو روز و شب جو، گردشِ ليل و نهار،
درحقيقت تنهنجو صدقو آهي عالم جي بهار.
تنهنجي دم سان لاله و گل، موسم گل کي بقا،
نڪهتِ گل عنبرين تنهنجي نفس ڪئي دلربا.
حسنِ اخلاق و وفا تو وٽ رسيو معراج تي،
ڪين سهڻو آهي پيو جو ڀيٽجي تنهنجي گرد کي.

تنهنجي هستي تان ٿين باغ ۽ بستان نثار،
منهنجي اميدن جو تون سرسبز آهين لالہ زار.

غيرتِ ماهِ منور تنهنجو چهرو اي حبيب،
حسن يوسف دست بستہ تو اڳيان گويا نقيب.

تنهنجي مدحت ۾ رهي ٿو هر نفس ۽ وار وار،
شاهِ خوبان! ماهِ ڪامل تنهنجي آڏو داغدار.

ٿو ڪرين پٽر جگر ڪي هڪ ادا سان وار تون،
طائرِ دل لاءِ قفس تون اي صنم ۽ دام تون.

دلفريبي، دل ڪشي جو اهڙو تون آهين قفس،
قيد ۾ جنهن جي رهڻ لاءِ تڙپي ٿو مرغِ نفس.

حسنِ عشق و ناز جو تون شان منهنجا دل نشين،
نقشِ پا تنهنجا ڏسي سجدا ڪيا منهنجي جبين.

عڪسِ حسنِ روزِ اول صنعتِ پاڪِ جمال،
صانعِ قدرت جو تو تي ختم ٿيو آهي ڪمال.

چال تنهنجي نغمہ گر جي لئي آ جنهن تي دل نثار،
تنهنجي قامت جي اڳيان آهي قيامت شرمسار.

مست ٿي تو تي ملاحت، صدقي صدقي ٿيو گداز،
محوِ حيرت ناز تهي تنهنجي ٿيو خود آهہ ناز.

پيار سان توکي عطا قدرت ڪئي سرشار دل،
عشق ٿو واجهائي تو لاءِ اچ اچي دلدار مل.

ساغر و مينا کي خمرِ چشم کان مستي ملي،
۽ تبسم کي ڏسي تنهنجي، ڪلي دل جي ڪلي.

تنهنجي برقِ چشم جا مارا ڏسي اي جانِ جان،
برق ٿي بيخود پڪاريو العياذ و الامان.

چشم آهوئي ختن کي ڪا مجال و تاب ناهہ،
غرقِ حيرت تنهنجي نيڻن خود ڪيو صناع آهہ.

مستيءِ ڪيفِ نظر مخمور ميخالو ڪيو،
چشم جي گرمي سندہ هر چَور پيمانو ڪيو،

هو نشو نيڻن جو جنهن ۾ ميڪدا رقصان ٿيا،
هوش و هستي ۽ خودي عقل و خرد حيران ٿيا.

جامِ چشمِ احمرين تنهنجو، خُم و ساغر شڪن،
لڙڪڙائن، تنهنجا ڪر منڪش قدم زاهد ڏسن.

تيرِ چشمِ ساز تنهنجي ڪي ڏني دعوت جگر،
فخر ٿئي جنهن وار تي، اهڙو وري ڪو وار ڪر.

سرخيءِ عارض تي ٿئي تنهنجي، شفق جي ڇا نظر،
شرم کان ٿي سرخ ويو آهي رخِ شام و سحر.

هي فلڪ جو حسن، هي رنگينيَ ۽ روشن شفق،
آهي تنهنجي پرتوِ رخسارِ رنگين جي رمق.

لال لب سرڪي ڪٿن، لعل و گُهَر قربان ٿين،
صاحبِ دل کان ڪسي دلڙي وٺن، جي ٿئي ملن.

ختم ٿئي، رفتار ۾ تو تنهنجي شاهانه وقار،
تنهنجي اڳو هر وجاهت ٿي اچي سجده گذار.

تنهنجي ٿي گفتار سان برسات ٿي نغمات جي،
خوش گلو قمري ڪي آهي تات تنهنجي تات جي.

تنهنجي ٿي شيرينيءِ گفتار تي حورون فدا،
تنهنجي ٿي آوازِ موسيقي ۾ آلدي آ جيلا.

جامعِ حسن و ادا تون، آهين تون بيمثل يار،
سون پڌي آغوش ۾ تنهنجي، محبت جي پڪار.

عشق، جنهن ڪي تنهنجي رخ جو آهه ڏيکاريو چراغ،
ڪم ٿي تو ۾ سو، وڃائي ويٺو خود پنهنجو سراغ.

سون اچي قدمن ۾ تنهنجي قرب جو ماڻيو سهاڳ،
۽ ڪيو ساري زماني کي فقط تولئه تياڳ.

تون لطافت، تون نزاڪت، پيڪرِ رعنائي تون،
تون بهارِ گلستان، روحِ چمن آرائي تون.

تنهنجي خاڪِ پا کان پالم هيچ هي ڪون و مڪان،
گلستانِ عشق جو تون باغبان، منهنجا جهان.

اهڙو تون آهين حسين ساڳي شهہِ ناز و وقار،
ٿي جوان، جنهن جي جوان آغوش ۾ رلڪين بهار.

تنهنجي اهڙي او حبيبي! دلربا آغوش ۾،
ٿي رقابت مون ۾، منهنجي عقل ۾ ۽ هوش ۾.

قرب ۾ تنهنجي ٿي حاصل زندگاني جي ادا،
۽ مقدّر ٿي مِلي وئي، هجر کي آه و بڪا.

ظلمتِ شب ٿي ڏنو، هر شب اسان جي پيار کي،
ٺوڪرون ڀتيون رقيبن جي گهٽيون پندار کي.

روح کي تنهنجي محبت جي مسرت ٿي عطا،
لمس تنهنجو ٿي خوشين لئہ منهنجي ويو گويا بقا!

عشق پنهنجو هو جوان ۽ هئي جوان هر آرزو،
تو محبت جو محبت کي پياريو ٿي سبو.

پيار ۾ تنهنجي نہ تو ۾ ٿي ڏٺو مون ڪو بہ عيب،
هر ادا تنهنجي وفا، تنهنجي نظر پيغامِ غيب.

جاڳندي پڻ ٿي ڏٺم دمدم سوين رنگين خواب،
بي سڪوني جي سڪون تي، هر سڪون هو آب آب.

هر تمنا عشق جي مون وٽ اچي مي ناب ٿي،
شورشِ عشق و جنون کان مان ويس بيتاب ٿي.

تنهنجو رخ هو عشق ۾ سرشار، گويا گل شهاب،
هر نفس منهنجو وفا جي باغ لئہ ٿيو هو سحاب.

ياد ٿم عشق و جنون جي رمز هرڪا ياد ٿم،
ڪائناتِ دل اجا ان ياد سان آباد ٿم.

ڪين وسري ٿو نظر سان پڻ نظر جو هو مساس،
ياد آهي بيخودي ۾ غرق سارو آسپاس.

ياد ٿم جو هجر تڙپائي ڪيو بيتاب ٿي،
اڄ ڪُنڊل وانگر لڇيس ٿي بسترِ سنجاب تي.

ياد ٿم هٿ کان جهلي تنهنجو نهارڻ ياد ٿم،
ٿي سليون نظرن سان نظرون ياد ٿم تنهنجو تسم.

هوش ۾ بيهوشين جهڙن ٿيون آمنگون نؤجوان،
پيار تي پنهنجي ڪيون سرگوشيون ٿي ڪهڪشان.

ياد ٿيم شيرين تر هئو تنهنجي قولن جو شراب،
جنهن اڳيان ماکي جي شيريني ٻه آهي آب آب.

ياد ٿيم تو عشق ۾ ڪئن دل ڪئي منهنجي چري،
ياد ٿيم ڪئن ڪشتيءِ دل بحرِ مستي ۾ تري.

ياد آهي سا گهڙي ٿيو صبرِ دل جنهن ۾ حباب،
ٿيون وڌائون جنهن ۾ تنهنجون عشق جو بحرِ شباب.

هوش پنهنجو ڪو رهيو ٿي ۽ نڪو محسوس جو،
بيخودي، مستي، جنون لئه هر لمحو مخصوص هو.

ياد آهي عشق جو هو ڪيف آور ارتعاش
ڪائناتِ حسن جي ڪيو صبر کي جنهن پاش پاش.

ياد آهي جزرومدِ انفاس جو بي ربط هو،
جنهن گهڙي نظرن ۾ تنهنجي، روح منهنجو ضبط هو.

تنهنجي نظرن سان جا آئي دل تي هئي پورين خراش،
ياد ٿيم سا ۽ پڪارڻ منهنجو بيخودي آه ڪاش.

ميڪدي مان چشم جي مئه بي سندهه مان ٿيس شراب،
تارِ دامن مان ٿي ڦاٽي عشق جو اڪثر شباب.

شربتي ليڻ جسي تنهنجي ياد سا سرخي اثر،
صبر دل جو خون جنهن منهنجي ڪيو، منهنجا صنم.

ياد آهي عشق ڪان جو ٿيو جنون دل کي عطا،
آتشِ هجر و وفا پڻ ياد آهي دلربا.

ياد ٿيم تنهنجو ڏسڻ مون ڏي وري مرڪي ڏسڻ،
مرڪي مرڪي شوخ نظرن سان پري وڃي ڏسڻ.

ڇا غضب جي هئي ادا جنهن ۾ پريو پيو هو سرور،
نيڻ تنهنجا پيار جي نشي ۾ ٿيا ها چور چور.

ڪائناتِ روز و شب تي هئي محبت جلوه ريز،
هر تڙپ جو هوش ٿيو ٿي عشق جي لئه حشر خيز.

تنهنجي نظرن روح کي دعوت لڇڻ جي ڏني،
صبر جون واڳون هٿن مان ٿي ويون منهنجي ڇني.

پڊ ٿيو جوش و جنونِ عشق جو هو شوق تيز،
هر نفس هو خوابِ قربت جي مهڪ سان عطر بيز.

ڪوهه پياسي وٽ ڪڏهن ٿي آيو پياسو ڪوهه تي،
پر پنهي تشنه رکيو هر وقت پنهنجي چاهه کي.

ڪين آيو ٿي ذرو قلب و نظر تي ڪو قياس،
هٿ وٺي خود ٿي ڪيوسين هر سڪونِ قلب ناس.

لب پياسا جام لئه، پياسو لبن لئه جام هو،
عشق جو ليڪن حوالن تي پنهي جي دام هو.

لئي ڪا سازِ عشق جي دل ۾ فقط بيدار هئي،
دل زماني جي پٺي آواز ڪان بيزار هئي.

عشق جي سوزِ نظر دل کي ڪيو ٿي بيقرار،
صبرِ دل منهنجو ڪٺي وٺي، قلب جو ٿيو حال زار.

۽ اهو پڻ ياد آهي هجر وارو وقت سخت،
تنهنجي صورت ۾ اچي جنهن ۾ رُسي ويو هوم بخت.

ڪونه ٿي پيغام آيو تو وٽان پانڌي ڪڏهن،
ڪين قاصد موڪلڻ جو تاب هو مون ۾ جڏهن.

وري وري بيخودي ۾ خط ڪئي مون ٿي لکيا،
خود لکي ۽ خود پڙهي روئي ڪيم ٿي خود ڦٽا.

ڪيترا پيرا سڏي ڪانگل کي مون خبرون ڪيون،
هر دفعي ٿي قلب منهنجي ۾ لهون ڇيرون پيون.

ڏينهن جو چا رات جو چا ڪونه ڪو آرام هو،
وري سوچيم ڪٿن، ڪري پنهنجو، وساريو آهه تو.

ياد ۾ تنهنجي وهايا وري پلپل لڙڪ مون،
وري ڪاڏا قلب تي فرقت ۾ تنهنجي تير مون.

هجر جي جذبات ۾ سسڪيون ٿي آيون گاهه گاهه،
ڪين وسري ٿي اها بيڪل جگر جي آهه آهه.

ياد ٿي جو عضوو عضوو منهنجو ساڻو ٿي ٿيو،
جنهن گهڙي مون تي ٿيو ٿي غلبو تنهنجي هجر جو.

ڀاڪرين مون کي ڀري ڪيو هجر تنهنجي تنگ تر،
ساهيءَ ڀي آب وانگر منهنجو ٿڪڻ ياد ڪر.

ڪهن وسري ٿي نئي سج جي سدا حسرت نئي،
رات ساري بيڪلي ۾ تڙپي تڙپي ٿي وئي.

قرب جي چاهت ڪيو جانان! مون کي بيجان ٿي،
لوڏو آيو ٿي ذري گهٽ ساهه جي ايمان ڪي.

هجر وارو وقت ليڪن خير سان ٿي ويو گذر،
سان وساري ٿي ڇڏيان ۽ ڪين تون ٻڻ ياد ڪر.

دوري واري عهد ۾ ٻڻ دل هني ٽولڻ ڇري،
ڪين دوري دوري هني، ڏس عشق جي جادوگري.

حال ساڳيو ٿي، خلش ٻي، دل ٿئي ٿي قاش قاش،
اچ اچي لهه سار، دل جي حال کان غافل مباش.

عشق ۾ ٿي ٻئي رهون ٿا هڪٻئي جو روح ساهه،
وڇڙائي جي گهڙين ۾ دور آهين ٻر ٻه آه!

اچ اچي جامِ محبت ڏي اچي مخمور ڪر،
مستيءَ عشق و وفا کي اچ اچي مسحور ڪر.

عشق لاهون اچ لٿون ۽ ٻيچ ٻاهون کي نوان،
سرورِ ڪونين هائي بخت ڪيا آهن سنوان.

ڪر عطا دل جي ڪليءَ کي خندهٔ بي اختيار،
بخش ڪر اميد جي بستان کي رنگِ بهار.

هر تمنا ٿي سڙي دل جي ٻڪاري المدد!
داغ آهن هجر جا سيني تي منهنجي بي عدد.

هجر ۾ راتين جي سردي ٿي لڳائي سرد آگ،
ڏينهن فرقت جا ڏلکن ٿا جئن ڏلکي واسينگ لاگ.

موجزن بحرِ نفس ۾ جذبهءِ معصوم ٿي،
ڪشتيءَ اميد ساحل کان مگر محروم ٿي.

ناخدا بنجي سفينه دل کي تاري پار ڪر،
جان بلب آ عشق، سڪ جي سرڪ سان ڪر جان ٻر.

تنهنجي نيڻ خمدار زلفن جي سياهيءَ جو قسم،
هجر ۾ حالت ڏکي ٿي، نا رسائيءَ جو قسم.

عظمتِ مهر و وفا جي سر بلندي جا نجيب،
درد تون، دارون به تون، تون ئي طبيبِ دل حبيب.

خضر آهين عشق جو تون، مان وفا جو ڪاروان،
”هر يڪي را بهر ڪاري ساختند“ اي جانِ جان.

منهنجي درمانده جوانيءَ جي تمنا جو قسم،
تون شرابِ عشق آهين، جام و صهبا جو قسم.

هر ادا تنهنجي وفا، هرڪا وفا محبوب تر،
خوب آهين تون، تصوّر تنهنجو آهي خوب تر.

هر نفس مخمور مستيءَ ۾ ٻڏل، خود تون شراب،
هر قدم ميڪش سنده بي هرڪا شئ آهي سراب.

تو قرينو پيار کي بخشيو، وفائن کي شعور،
سر بسجده عشق آهي تو اڳيان منهنجا حضور.

دل جي مخفي پيڊ جو آهين صنم اظهار تون،
رازهاي عشقِ 'شاهين' لئي فقط سرڪار تون.



# رضيه ”ناز“ ٻٽي

٩- مئي ١٩٤٨ع ۾ پاڪستان جي آزاد فضا ۾، سنڌ جي دل حيدرآباد ۾ اکيون کوليم. سمجهان ٿي ته ننڍيءَ وهيءَ کان ئي هر شئي بابت سوچ ويچار ڪرڻ ۽ ان جي تخليق تي غور ڪرڻ جي عادت هئم، تنهنڪري گهر جي محدود ماحول کان ٻاهر نڪري جڏهين اسڪول جي فضا ۾ پهتيس ته تڏهن ائين محسوس ٿيو ڄڻ ته پنهنجي خوابن جي جنت ۾ پهچي ويئي آهيان. هر ٽيچر کان هر سبق بابت سوالن ڪرڻ جي عادت به. گهڻي هئي (جا اڃا به قائم آهي)، تنهنڪري تمام ٽيچرس تمام گهڻو پائينديون هيون. ڪتاب ۽ ان جي مٿون اکرن ۾ منهنجي لاءِ ايڏي ته ڪا ڪشش هئي جو ٽئين درجي ۾ پهچڻ سان ئي ڪيئي ٻارن جا آکاڻين جا ڪتاب به پڙهي چڪيس. انهن ڏينهن ۾ چاچا غلام مرتضيٰ جي ادارت ۾ ٻارن لاءِ رسالو ’گلستان‘ نڪرندو هو، جيڪو مون کي تمام گهڻو وڻندو هو. ان کان سواءِ ٻيا به ڪيترائي رسالا، ڪتاب ۽ اخبارون گهر ۾ ايندا هئا، جن ۾ پڻ دلچسپي وٺندي هيس. مطلب ته هر وقت ڪتاب هوندا هئا ۽ مان! حالانڪه ان جي لاءِ ڪيترا ڏڪا به سهڻا پوندا هئا. ’حياتِ ادب لئبرري‘ چاچا مقبول احمد ٻٽي جي تحويل ۾ هئي، اتان به جيڪو ڪتاب هٿ ۾ ايندو هو، کڻي ايندي هيس. ٻاراڻا ڪتاب ته ان ۾ گهٽ هئا، پر سنڌي ادب جا ڪيترائي ڪتاب به دلچسپي سان پڙهيم. گهر جي ادبي ماحول کان متاثر ٿي ١٩٥٨ع ۾ ٻارن لاءِ نظم ۽ آکاڻيون لکڻ شروع ڪيم، جيڪي ’خادم وطن‘، ’مهراڻ‘ ۽ ’عبرت‘ ۾ شايع ٿيندا هئا. پر انهيءَ وقت ۾ مون کي هڪ ذهني صدمو پهتو، يعني پنجين درجي ۾ پهچڻ شرط اسڪول کي ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو (اهيو آهو وقت هو جڏهين اتي جي هيڊ مسٽريس مون کي نمايان پوزيشن حاصل ڪرڻ تي پنهنجي طرفان اسڪالرشپ ڏيڻ جو اعلان ڪيو هو). عمر سارو گهڻيئي ڪوششون ڪيم، رُنس، بک هڙتال ڪيم، پر وريو ڪي به ڪين! ويتر جو بيمار ٿي پيس، پوءِ ته گهر ۾ اسڪول جو نالو وٺڻ ئي گناهه بنجي پيو، ڇاڪاڻ ته ڊاڪٽر پڙهڻ کان منع ڪئي هئي. اهڙي طرح ١٩٥٩ع ۾ پنهنجي پياري اسڪول کي خدا حافظ چيم، مگر ڪتابن جو ساٿ ڇڏي نه سگهيس ۽ پڻ لکڻ جو سلسلو جاري رکيم. ڏاڏا محمد موسيٰ ’راز‘ ۽ ڏاڏا عبدالله ’خواب‘ (ٻئي ڀاءُ) جن جا ڪجهه شعر مطالعه مان گذريا ۽ پڻ حافظ محمد حيات شاهه جي ديوان مان ڪجهه قدر فيض ورتم. شعرن جي اصلاح لاءِ ڏاڏا عبدالله ’خواب‘ جن کي گذارش ڪيم، جن اصلاح سان گڏ همت افزائي پڻ ڪرڻ فرمائي. واندڪائيءَ ۾ گهرو ڪمن بعد گهرو هنرن تي شوق رکيم ۽ اهو فن ئي منهنجي وندر بنجي ويو، مگر تعليم

حاصل نہ ڪرڻ جو احساس منهنجي ذهن جي ڪمزوري بنجي ويو ۽ اهو احساس ڪمتري سون ڪي هر قدم تي ڏنگيندو رهيو.

زمانو بدلجي ويو، ذهن تبديل ٿيا، نون قدرن جون ڪون ڦٽيون ـــ منهنجي ڪوشش سان آخرڪار ۱۹٦٧ع ۾ وري تعليم حاصل ڪرڻ جي موڪل ملي، پر ان وقت جڏهن منهنجيون تمام ڪلاس فيلوز فرسٽ ايئر جو امتحان ڏيئي رهيون هيون. مون وري پنجين ۾ ويهڻ گوارا نہ ڪيو ۽ نائين ڪلاس جي پرائيويٽ امتحان جي لاءِ تياري ڪرڻ لڳيس. هڪ دفعو وري (مدرسة البنات) اسڪول جي مانوس فضا ۾ قدم رکيم ۽ ششماهي امتحان ۾ ٻهرين پوزيشن حاصل ڪيم. ڪاميابيءَ حوصلا بلند ڪيا ۽ ميٽرڪ (سائنس) ۾ داخل ٿي آهيان ۽ بي. ايس. سي بعد ليڪچرار ٿيڻ جي خواهش اٿم.

پڙهائيءَ درميان بہ پنهنجي ادبي شوق جي پوراڻي ۽ سٺ-پرڻ جي فن کي جاري رکڻ لاءِ ڪوشش ڪندي اچان. حالانڪ ڪهڻ لکندي آهيان ۽ اعتراف اٿم تہ منهنجي ليک، نظم يا نثر ۾ ڪا پختگي ڪانہ آئي آهي، پر شوق ڪان پاسو بہ نٿي ڪري سگهان: ان ڪري مطالعه ڪهڻي ڪان ڪهڻي ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي آهيان تہ جيئن پنهنجن بزرگن جي قلم سان نڪتل شه پارن مان ڪجھ فيض حاصل ڪري سگهان.

شاعريءَ ۾ نظم سان وڌيڪ دلچسپي اٿم ۽ ان بعد غزل ۽ گيت. خاص ڪري اهي شعر وڌيڪ پسند اٿم، جن ۾ قدرت جي عجيب عجيب منظرنگاري ٿي، خصوصاً فطرت جي ليرنگين جو نقشو اکين لاءِ آئينو هولدو آهي: اهوئي سبب آهي جو شاعرن جي شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڪلام مان "سر سارنگ" وڌيڪ پسند اٿم.

خبر نہ آهي تہ چو سنڌي شاعريءَ ۾ عورتن جو حصو ايترو گهٽ آهي جو الهن جو ڪلام ڳوليو لڌو لبي، پر منهنجي دل ۾ پنهنجي بوليءَ جي خدمت ڪرڻ لاءِ جيڪو جذبو آهي، ڏٿي تعاليٰ ڦِل ان کي پائندگي بخشي. جيڪڏهن آءٌ پنهنجي پياري زبان جي خدمت ڪري سگهيس تہ اها منهنجي خوشقسمتي اڳتي هلي نيڪ فال ٿيندي. آمين

*　　　*　　　*

محترمہ رضيہ 'ناز' ڀٽيءَ جو فن زندگيءَ سان والهانہ ۽ ولولہ انگيز، پاڪيزه ۽ ترقي پذير پيوند ٿو رکي. سندس ڪلام ۾ فطرت جي رنگين نظارن جي ترجماني آهي. تغزل جي روايتي موضوع کان هٽي، قومي شعر و شاعري ڪري ٿي، جا پڻ پختہ ۽ شستہ آهي. جڏهن تہ هڪ مشرقي ۽ مسلمان عورت لاءِ 'فن' جو دائرو محدود آهي، تڏهن هن قسم جي چند مثالن کي ڏسي بيحد خوشي ٿئي ٿي. محترمہ رضيہ 'ناز' ڀٽي، اگر مشق کي جاري رکندي آئي تہ پوءِ اميد آهي تہ هڪ ڏينهن تي سندس فن شاهڪار بنجي ويندو. منجهس هڪ سٺي شاعره جو روح آهي، جنهن جي مشاهدي جي قوت تيز آهي. سندس ڪلام ۽ خيالات هر نقطہ نگاهہ کان تحسين جي قابل آهن. زبان سليس، انداز بيان روان، خيالات پاڪيزه، سندس فن لاءِ اهي بنيادي چيزون آهن، جي هڪ شاعره جي فن ۾ هجڻ گهرجن. ـ ادارو

# نظم

## ڪشمير

هي آهون ۽ دانهون هي معصوم چهرا،
هي ظلم و ستم بيوسيلن تي پهرا.

هي وطن تي بس لاش ئي لاش پکڙيل،
جي پاڻ بچيا زخم ڏس تن تي گهرا.
ڪٿي پاڻ ٿيو پائي لشڪر پريشان،
ڪٿي ماءُ جيجل جا ٽٽ لاهه پيرا.
ڪٿي ڪا سهاڳڻ ٿي وانءُون اهاري،
ڏهاڳڻ ڪا ڳاري ٿي صدمن ڪان ڳوڙها.
هي ظلم و تشدد نه هوندو هميشه،
وهاسي اجها رات ٿيندا سويرا.
نه رهندي سدائين ڪا ظلمن جي نگري،
نه هوندا هميشه هي بزدل لٽيرا.
خدا وٽ ته ظالم لئي ڏوري ڏکهي ٿي،
ٿي گر دير آ، پر نه رهندا انڌيرا.

## آمدِ صبح

هر ڪنهن ڪي تماري پنهنجي آهه،
هر ٻڪري ساڪ سان وهنتي آهه.
ڪا ڳالهه صبا سان تنهنجي آهه،
گلشن ۾ سواري ڪنهن جي آهه.

ٿي ڪوئل ٻولي ساز جيان،
پرواز ڪري ٿي باز جيان،
وڻ وڻ کي پڌائي راز جيان،
سا ڳالهه نياري ڪنهن جي آهه.

شبنم پڻ اچي چشڪار ڪيو،
هرطرف گلن سينگار ڪيو،
ويراني کي گلزار ڪيو،
هي ڪارگذاري ڪنهن جي آهه.

ڏس سونا ڪرڻا ظاهر ٿيا،
مشرق سان اکري ٻاهر ٿيا،
سڀ ٻکي ٻکڻ ٻڻ حاضر ٿيا،
تذڪار هي ساري ڪنهن جي آهه.

سچ آهه نشون پيغام ڏنو،
جڻ آبِ حيات جو جام ڏنو،
آهه رات اهو انعام ڏنو،
رنگين هي ٻاري ڪنهن جي آهه.

## عزم جوان

ڪفر ۽ اسلام ڪي تون برسرِ پيڪار ڏس،
زندگي مومن جي ڏس، ۽ ان سندس ڪردار ڏس.

هر قدم آزادگيءَ ڏي تو سندس وڌندو وڃي،
مردِ ميدان جي هٿن ۾ تيغ جوهردار ڏس.

لعرهٔ تڪبير سان جيڪي مجاهد ٿا وڃن،
ڪفر لرزان ٿو ٿئي تن کان، آهي سالار ڏس.

في سبيل الله، جي خدمت ڪري خادم ٿيا،
غزنوي، غوري ۽ اورنگزيب جا اطوار ڏس.

جن چيو لبيڪ اللهم، خدا جي راهه ۾،
ڪارناما تن جا پڙهه هرڪو سندن ايثار ڏس.

لاز ڪر اي 'ناز' تن تي، جن رڳيو تلوار کي،
تون به انداز مجاهدا جنگ جو جنسار ڏس.



”شاعر جي منصب سان ڪنهن جي به ريس يا برابري ڪانهي. الله تعاليٰ جي هن ڪائنات ۾ جيڪي به وهي واپري ٿو، تنهن جي جيتري سُڌ ٻُڌ شاعر کي آهي، تيتري ٻئي ڪنهن کي ڪانه ٿي سگهندي. عالم ۽ فاضل ماڻهو ڪتابي علم سان ڀرپور آهن، پر شاعر جي دل اندرين روشنيءَ جو ڀنڊار آهي. شاعر، ٻين جي ٻُڌل سُڻل تي ڪونه ٿو هلي، يا شين ۽ زندگيءَ بابت ٻين جا تجربا ڪونه ٿو پلئي، هن جو ڪم آهي ڪائنات جي سونهن ڏسڻ، ۽ ان سونهن جو پتو ٻين کي ڏيڻ ـ اهو حُسن، عام ماڻهن جي ڏسڻ ۽ پرکڻ کان گهڻو مٿي آهي. ان سونهن جي ڪَٿ، انساني وَسَ ۽ ڪسوٽين سان نپڻ مشڪل آهي.“



# مولانا دين محمد "اديب" فيروزشاهي

مولانا دين محمد صاحب، تخلص اديب، تاريخ ولادت، شب جمع، ١٥-شوال ١٣١٤ھ مطابق ٢١-مارچ ١٨٩٧ع آهي. تاريخي نالو منظور حسن آهي. سجع (مولف حضرت ٿانوي رح) "شرف يافت دنيا ز دين محمد" آهي. ساڪن فيروزشاه، تعلقه ميهڙ، حال حيدرآباد.

مولانا اديب جو نسبي تعلق حضرت غوث بهاءالدين زڪريا ملتاني رح جي خليفي ۽ ڪامل بزرگ، مخدوم عبدالله پيروچ ؒ اچ واري سان آهي، اهو بزرگ ١٢٥ سالن جي عمر جو هو. سندس مزار پرانوار اچ ۾ مرجع خاص و عام آهي. کين ٽي پٽ هئا: مخدوم محمد ابراهيم، مخدوم احمد ۽ مخدوم اسحاق. سندس وچون پٽ، مخدوم احمد، وڏو عالم ۽ درويش هو، ۽ پاڻ مخدوم محمد عثمان ڏريلي واري وٽان تحصيل علوم ڪيائين. سندس اولاد مان پيا به ڪيئي وڏا وڏا عالم ۽ درويش ٿي گذريا. مولانا اديب فيروزشاهي به مخدوم احمد جي اولاد مان آهي.

سندس تعليم جي ابتدا، علامه عطاءالله فيروزشاهيءَ جي ديني مدرسي ۾ ٿي. اول فارسي پڙهيو. کيس مولوي عبدالرحمان وٽ پندنامه ۽ تحفة نصائح پڙهايو ويو. پوءِ وقت جي مشهور استاذ العلماء مولانا الاهي بخش رح (ڳوٺ ڀانهو لاکير) تعلقو ميهڙ، جي مدرسي ۾ داخل ٿيو. مولانا الاهي بخش رح، فارسيءَ ۾ يگانهء وقت هو، شاعر ۽ اديب به هو، ان سان گڏ عالم باعمل، متشرع ۽ پرهيزگار پڻ هو. سندن شاگردن مان استاذالعلماء حضرت مولانا عبدالڪريم رح ديروي جهڙو يگانه عصر صوفي ۽ فقيه ۽ سيد حاجي علي اڪبر شاه جهڙو مذهبي پيشوا، ۽ مولانا اديب جهڙو يگانه فن آهن. مولانا اديب، اتي فارسيءَ جي نصاب ۽ عربي ديني علوم جي تحصيل ڪري فراغت حاصل ڪئي. ١٣٣٤ھ ۾ پنجن سالن جي مسلسل مطالعه کان پوءِ دستاربندي ڪئي. مولانا اديب جي شاعري، مولانا عطاءالله ۽ مولانا الاهي بخش جهڙن

سخن سنج علماء جي صحبت ۾ شروع ٿي. اهوئي سبب آهي جو مولانا اديب جي ڪلام ۾ شائستگي آهي، فصاحت ۽ بلاغت آهي، سلاست ۽ رواني آهي. اول اول لعتيه ڪلام چيائين، جو سوز ۽ درد، فراق ۽ اشتياق جي تصوير آهي. ان طرح سنڌي، عربي ۽ فارسي لعتيه ڪلام چولڊو رهيو. تحصيل ڪان پوءِ درس تدريس جي سلسلي ۾ ٻاٽ ۽ حيدرآباد ۾ رهيو. آخري طرح سان نورمحمد هاءِ اسڪول ۾ هڪ استاد عربي جي حيثيت سان رٽائرڊ ڪيائين. مولانا 'اديب' جي روحاني ۽ باطني تربيت، حڪيم الامت حضرت مولانا ٿانوي رحہ سان وابسته آهي، ان ڪري سندس ڪلام ۾ هڪ انفرادي رنگ موجود آهي. سندس سنڌي شاعري ١٣٣٠هه ۾ شروع ٿي ۽ سندس سارو ڪلام اصلاحي، اخلاقي ۽ ديني آهي، جو ان دؤر جي سنڌي اخبارن ۽ رسالن، 'آفتاب'، 'الحق'، 'الامين'، 'الاسلام' ۽ 'الڪاشف' ۾ شايع ٿيندو رهيو ۽ پڇي دؤر ۾ 'الوحيد'، 'اديب' ۽ 'مهراڻ' رسالي ۾ پڻ شايع ٿيندو آيو.

تاليفات ۾ حضرت ٿانوي جا رسالا ۽ امام غزالي جي الاربعين جو ترجمو مشهور آهن. جيئن 'جزاء الاعمال'، 'بهشتي ڪوثر'، 'علاج القحط والوبا'، 'زاد السعيد'، 'نورعلیٰ نور' 'چهره ڪشائي مثنوي'، 'اختتام مثنوي'، 'حيات المسلمين' وغيره. ان طرح 'ڪليات اديب' فارسي پڻ شايع ٿيو آهي. 'اشرف العلوم' ترجمه منظوم مثنوي مولانا روم، معرڪ آرا شاهڪار آهي.

ـ ادارو

* * *

## نعت شريف

دريغ آھ جو ٿي يار جي ديار بعيد،
سندس فراق ڪيو عيش نيش، عيدوعيد.

ديارِ يار سوا خار آ گل و گلزار، بهار تازه خزان، تخت تاج قيدِ حديد.
نہ عشق مشڪ لڪي ٿو، انهي سبب آخر، فراقِ سوز ڪيو عشق آشڪار يديد.
ڪتابِ هجرت جنهي ۾ ڪيم جمار تمام، وصال جو بہ پڙهايوم ڪوڪتاب جديد.
نظر ڪرينم ڪرم جي سندم ڪريم عظيم، ترارشوق جي مون کي ڪري ٿي قطع، بريد.
ڏسي 'اديب' ديار الحبيب جنهن ساعت، پديد ساعت سا ڪر سگهو خداء مجيد!

## غزل

•

طلب آهہ تنهنجي سدا تات پيارا! تو روئندي گذاريان سڄي رات پيارا!
اهو وقت ڪهڙو نہ هو مثل جنت، دري؏ مان منکي جو چيئي هات پيارا!
سنڌہ درد هجرت کان آ رات ڪاري، سڄو ڏينهن روشن ۽ پرپات پيارا!

تنهنجي وصل لئہ روز شب ٿو پڙهان مان، دمادم دعائون ۽ صلوات پيارا!
'اديب' وضعيف آهيان جڏهن طالب، نہ کر پوءِ تون ڏار هيهات پيارا!
تنهنجي ديد سان دلربا! ويندي منجي، خوشيءَ سان سختي ۽ سڪرات پيارا!

## قومي نظم

نہ باغِ دين جو آهي اسان ۾ باغبان باقي،
اسان جي ڪاروان جو ناهہ اڄ ڪو پاسبان باقي.

زمانيءَ ۾ اسان جو ڪو نہ ڪو نام و نشان باقي،
رهيو آهي فقط هڪ بيڪسي جو داستان باقي.

نہ تن ڪنهن جي ۾ همدردي سندو روحِ روان باقي،
خدا ڪارڻ نہ آهي دوستي ڪاٿي عيان باقي.

گهٽيو طوفان نڪبت جو اسان تي چؤطرف آهي،
نہ سرسبز آهہ عزت جو اسان ۾ بوستان باقي.

رسو مظبوط 'وَ اعۡتَصِمُوا' سندو نڪري ويو هٿ مان،
ٿيا بس تفرقہ ڪان دربدر ارزان تهان باقي.

رسيو اڄ ڪسمپرسيءَ کي هي پنهنجو حال غفلت ڪان،
سڏاري جو يقين ڇا! نامہ ان جو پڻ گمان باقي.

اشاعت ڇا! اطاعت دين جي پڻ بڪشلم ويئي،
ٿيا بس ننگ ملت جو اجوڪا مسلمان باقي.

جي دولت ور وتو تو آ رکو دنيا دلي کي بس،
نہ دلچسپي ٿي تن کي دين ۽ قرآن سان باقي.

جي بي دولت، کمي کيتيءَ ۾ اهڙو ويا آهن،
جو علمِ حق سکڻ لئہ ناهہ تن کي کو زمان باقي.

رڙي ٿو رعد، لرزش ۾ اچن ٿيون بجليون، بادل،
کيو بستان ۾ برپا بلبلين شور و فغان باقي.

طيور و حشر حشراتِ زمين و سُفلي و عُليويءَ،
ڏسي هنگامہ مسلم ٿيا هين نوحہ خوان باقي.

جي علمِ دين کان غافل ۽ انگلش ۾ ٿيا قابل،
لقب تن جو ٿيو ليڊرِ اسام مسلمان باقي.

جـي عالم دين جا عالم چيـو نائب نبي جن کي،
نہ تن جو تول ٿيو قابل سماعت منجھہ جہان باقي.

عـرب جـي ٻولي آهي چشمۂ شيرين سلاست جـو،
سين ٻولين کان ٿي افصح لسان عذب البيان باقي.

نـہ دلچسپي کنهن کي آهہ کا ان جي ترقي سان،
غريبن ۾ رهيو ان جو آ ڪجھہ نـالـو نشان باقي.

اچي ٿو ڪينکي کنهن انجمن کي هي خيال نيڪ،
ڪجي منجھہ سنڌ اچ ٻولي نـبـي آخر زمان باقي.

غرض جنهن قوم جي ٿهڙي ردي حالت رهي قائم،
زماني ۾ رهي سگهندي نـہ ان جـو خانمان باقي.

سلف جي ڪارنامن کي ڪري ازبر ڪريو ڪوشش،
تـہ ٿـي ويـنـدو اسان ۾ داستانِ پاستان باقي.

'اديب' دلحزين کي بـادۂ الفت ڏيـو ساقي،
رهـي شـل رنـج - راحت ۾ خيالِ داستان باقي.





# حافظ محمد احسن

استاد الشعراء حافظ محمد 'احسن' صاحب جنا ڪنهن به رسمي تعارف جو محتاج ناهي. حافظ صاحب ساري عمر جنهن والهاڻي ۽ مخلصاڻي انداز سان سنڌي ادب ۽ شاعريءَ جي خدمت ڪئي آهي، اها قدر جي لائق آهي. سندس تربيت ۽ اصلاح سان ڪيئي اهڙا شاعر پيدا ٿي چڪا آهن، جن جي شهريت ۽ مقبوليت کان هر اهل علم واقف آهي.

سندس اسم 'محمد'، لقب 'حافظ'، تخلص 'احسن'، ذات چنه، والد جو نالو جمعه خان، ڳوٺ ملڪاڻي شريف، دادو. ٢٠ اپريل ١٩٠٠ع ۾ ڄائو. پنجن ورهين جي عمر ۾ علامه وقت مولانا غلام محمد صاحب ملڪاڻي واري بزرگ جي نظر ڪيميا اثر کان مستفيض ٿيو، جن وٽ علوم ظاهري ۽ باطني حاصل ڪيائين. عربي، فارسي ۽ قدري عربي تعليم سان گڏ، قرآن ڪريم جي حفظ کان شرف ياب ٿيو. ڪتابن جي وسيع مطالعه کان، منجهس تصنيف و تاليف، شعر گوئي ۽ مقاله نگاري جو ذوق پيدا ٿيو. ١٩١٨ع ۾ پنهنجي ڳوٺ ۾ هڪ ديني مدرسو کولي، تعليم جي خدمت جو آغاز ڪيائين. اهو مدرسو ۽ تعليمي شغل ١٩٥١ع تائين قائم رهيو. کيس شعر و شاعريءَ جو پاڪيزه ذوق حضرت ملڪاڻي رحه جي صحبت ۾ پيدا ٿيو هو، پر باقاعده موزون شاعريءَ جو آغاز ١٩٢١ع ۾ شمس العلماء مرحوم مرزا قليچ بيگ ۽ حڪيم جمع خان 'غريب' مرحوم جي اصلاح ۽ تربيت سان ٿيو. ان دور کان ئي سندس شاعريءَ جا علمي، ادبي، عشقيه، قومي، نعتيه ۽ اخلاقي جواهر پارا، سڀني سنڌي اخبارن توڙي رسالن ۾ شايع ٿيندا آيا. ڪلام جي سادگي، رواني، پختگي ۽ برجستگي، حافظ صاحب جي فن جو نمايان معيار آهي. سندس ڪلام هر صنف تي آهي: غزل، قصيدو، رباعي، قطعات، مسدس، مخمس، مستزاد، مثنوي، توڙي قطعه تاريخ لکڻ ۾ مشهور آهي. سنڌ جي رسالن ـــ گلدستهء سنڌ، اديب سنڌ، اسان جي منزل، ترقي، الجامعه، علمي دنيا، ڪاميابي، سنڌو، نئين زندگي، مهراڻ ـ ماهي،

روح ادب، فردوس، لطيف، تعليم اخبار، ملا سڪول مخزن- ۾ سندس ڪافي ڪلام شايع ٿي چڪو آهي.

نظم ۾ هيٺيان ڪتاب شايع ٿيل آهن: ديوان احسن، گلزار شعر، احسن الاخلاق، رباعيات احسن، مظاهر مصطفوي، گلدستہ احسن، گلزار احسن، لطيفي لات ۽ احسن الاشعار وغيره.

ان طرح نثر جي بہ ڪافي خدمت ڪئي اٿس. ان سلسلي ۾ هيٺيان ڪتاب قابل قدر آهن: ترغيب العلم، سچن تي ستم، سوانح مخدوم بلال، بنات الرسول، شاه جو پيغام، قصص الانبياء، اصلاح المسلمين، سراپاي رسول، اذان القبر. سنڌي گرامر، جاگرافيون ۽ سنڌي سونهان انهن کان علاوه آهن. حافظ صاحب اڄڪلهہ دادوءَ ۾ گوشہ نشين آهي، ۽ باوجود بي سر و سامانيءَ جي علم ۽ ادب جي شمع کي روشن رکيون ٿو اچي. -ادارو.

## بيت

[ ذو معنيٰ قافيہ ]

( ١ )

منهن محبوب تنهنجو آهي، وَڌ ڪان مهتاب، -چنڊ
شمس شَڪي ٿئي ٿو، تنهنجو تجلو ڏسي تاب، -تابش
درد منهنجي جو داستان، جڻ ڪامل آهہ ڪتاب، -ڪتاب
اوڳڻ اوٺايون مون ۾، توتي ناهي ڪو عتاب، -ميار
شوق منجهان اچ شتاب، متان ملڻ ري سري وڃان. -جلد

( ٢ )

جانب تنهنجي جدائي ۾، منهنجو هيٺو ٿيڙو حال، -حالت
آءُ تہ سٺاباڻہ سپرين، دل جا سپ احوال، -ڳالهيون
توبن منهنجا سٺا، منهنجو جالڻ آهہ محال، -مشڪل
فائق اچ في الحال، تہ وڃن سُور سندا ڪري. -هن وقت

( ٣ )

ساهڙ سک تنهنجي، آهي ثابت سچ سير، -سچائي
محبت تنهنجي مون لئي، آهي جڻ اڪسير، -ترت فائدو ڪندڙ دوا
ثابت لنگهائج سير، متان لهرين ۾ لڙهي وڃان. -درياءَ جو وچ

( ٤ )

راتيان ڏينهان روح ۾، تنهنجي آهي آکير، -سڪ
من ۾ ميخ محبت جي، لڳل قلب اندر ڪير، -ڪيلي
جي اچن منڪر نڪير، تہ بہ ٻانڌي پانيان پرينءَ جا. -ملائڪ

( ٥ )

حُبَ مان هلي آيس مان، ٻرين تنهنجي پاس، -طرف
راتيان ڏينهان تنهنجو پيو، پڙهان حمد سپاس، -تعريف
ٻرين ڪر تون پاس، ننگ سڄائج پانهنجو. -پسند

( ٦ )

دلبر دل ڪسي وئين، هاٿي پيچ نہ مون ڪان پير، -پيرو
ڀَري ڪان سڄاڻان سپرين، تنهنجو هلڻ چلڻ ۽ پير، -لمونو
هاڻ پلاڻي جو پير، ڪر تون مونسان ڪارٿي. -برتاءُ

( ٧ )

ٻرين تنهنجي ٻرت جو، مون ڪي ٻلپل ٻوي ٻور، -يادگيري
لِڪي لياڪا پائيان، تون دلبر در نہ ڀُور، -بند
ڪر وَراڪو اِئين، جيئن مينهن ڪُنڊڙي ڀُور، -سگهن جون ٻئي چوليون مليل
اڃي لوڙهہ لتن سان ٻور، تہ ٻوري آس اندر جي ٽئي. -لتّ ِ

( ٨ )

ٻرين پيارج ٻرت مان، جودون پري جار، -پيالو
تو ريءَ سپ سچ سمجهان، توڙي ماڻهو هجن جار، -گهڻا
اچڻ جو انجار، ڪر الله لڳ 'احسن' سان. -وعدو

( ٩ )

رحم ڪري ڪو روح ۾، هوت اچج هيڪار، -هڪ دفعو
جانب تنهنجي جدائي ڪان، آهي اندر ۾ انڌوڪار، -اولڙاهہ
جانب تنهنجي جدائي ۾ تو ٻجي ڪوڻ ڪم ڪار، -ڪمُ
'احسن' ڪي ٻار آڪار، ڏيٺي هٿ حمايت جا. -اماڻ

( ١٠ )

توڪان سوا سُهڻا، مون ڪي ڪنهن جي ڪانهي ڪاڻ، -پرواهہ
سڪ تنهنجي جي سپرين، مون ۾ ڪانهي ڪاڻ، -گهٽتائي
مون تنهنجي ڪاڻ، سوين سڪائون پاسيون. -واسطي-لاءِ

( ١١ )

رَلد ولي رڙهندي وجان، روڙ نهاريان راهہ، -واٽ
وَسيهَن ويجهي لاهہ ڪا، نڪا ويجهي وٽراهہ، -گهڻا وڻ

ٿي سائي اڇي سڃ ۾، ٿي هوت اچي همراهہ،    ـ ساٿي
جنهن ۾ ماڻ ڀيو، سا ڪيترو رهندي راهہ،    ـ آن جي ڀار
تنهنجي سچڻ ساراهہ، هرڪو ڪري ٿو ”حُبَ“ مان.    ـ تعريف

( ١٢ )

تو در آيس دلبرا، تون رک منهنجو آب،    ـ عزت
تنهنجي راضي رکڻ لئہ، مان اوتيان اکين آب،    ـ پاڻي
تون آهين عزت مآب، مان ناقص نماڻي آهيان.    ـ عزت وارو

( ١٣ )

پرين تنهنجي پرچاءُ لاءِ، مون وڏا ڪيا وَسَ،    ـ حيلا
پيرو ڪج پلاڻيءَ جو، هيت وڏا ٿيا وَسَ،    ـ وسڪارا
ٻندي هيءَ ٻيوس، تو ريءَ ويڳاڻي وتي.    ـ لاچار

## دوها

آئـي مـنـد مـلـهـار جـي، سـالـوڻ رنـگ لايـا،
سانگي سفر تـان مـوٽيا سانگ ٿيا تـن سجايـا.

ٻنيون پـارا جهنگ جـهـر ساوا، ٿـيـو متارو مـال،
هاري نـاري گيت ڳيا ڳائن، خـان سيٺي خوشحال.

ڪونل ٿي ٻني ڪوڪڪري، سڻ ڳيرن جي ڳنڪار،
لامـن تـي هکي لاڏ ڪري لاتيون لنوَن هـزار.

سـانـوڻ آيـو سَرهـا ٿـيـا سـانـگـي سنگهار،
ڏيهن مـان ڏکر ويـو ٿـيـا ساڳيا سرس سڪار.

گل ڦل ٽڙيا، بـاغ بهاريا، بـونـد پئي برسات،
ڏينهن ڏکن جا پورا ٿيا، آئـي راحت واري رات.

ساٿهو منهنجي ملڪ جـا مٺڙا خـوب مهمان نواز،
رات جو کن ٿا رلـگ رهائيون سرندا ساز آواز.

چوري چنگ کن رهائيون رنگ بيحد بـرهہ بيان،
ڏک ڏولاوا ڏور ٿيا، آقـا جـا ’احسن‘ احسان.

# ڪافي

*

تنهنجي ڪولن جي آهيان ڪولي الا،
حجت توسان ڪهڙي هلايان؟

لنگ سجائج لرسل پنهنجو، توسان ٻانهپ جي آهي ٻولي الا،
سگ سڄڻ توسان ڪوڙو ساهيان.

اڏر نڌر ۽ آيري آهيان، اڻڄاڻ ۽ ٻالي ڀولي الا،
لالن تنهنجي لاري آهيان.

ڄاڻ تنهنجو جيس ڪو ناهي، مون ته ڳوٺ ڳلي ڳلي ڳولي الا،
مُور لـ مَٽ ڪو تنهنجو پانيان.

هيج پرين ۽ سان پختو پاڻ، ساءُ ڏني هيءَ لولي الا،
ڪيچ وڻن ڏي ڪاهيون ڪاهيان.

درشن جي توڪان ڀيک ٻنان ٿي، مون ته جهلي آهي جهولي الا،
ٻئي در ڪنهن جي ڪين واجهايان.

تنهنجي نظر هڪ فيض اثر آهه، جنهن دل جي دري آ کولي الا،
پرت پرين تنهنجي پر ۾ پچايان.

'احسن' آهي پرتئون پاتي، چاڪر واري چولي الا،
پنهنجو ڪرين شل ڳڻ ٻئي ڳايان.

# وائي

اوڳڻ سنهنجا عيب اپار،
ڍوليا ڍڪيندڙ تون ئي ڍڪيندين.

تون ڪيچ ڌڻي، مان آهيان ڏوٻيائي، تون سات سندو سردار،
ڍوليا ڍڪيندڙ تون ئي ڍڪيندين.

ٻاند ڳچيءَ ۾ پائي ٻائي، هيلا ڪيان ٿي هزار،
ڍوليا ڍڪيندڙ تون ئي ڍڪيندين.

دامن ۾ تنهنجي آهيان ليڪل مان، ڪر نه ڪيڏي مون کي ڌار،
ڍوليا ڍڪيندڙ تون ئي ڍڪيندين.

عشق ازل کان توسان لاتو،      نينهن نسنگ لروار،
ڍوليا ڍڪيندڙ تون ٿي ڍڪيندين.

محبت تنهنجي من ۾ سدامي،      پـَر ۾ تنهنجي پچار،
ڍوليا ڍڪيندڙ تون ٿي ڍڪيندين.

تو ري، واه وسيلو ناهي،      ڪنهن جي ڪانهي درڪار،
ڍوليا ڍڪيندڙ تون ٿي ڍڪيندين.

ٻانهن سڄائي ٻنهنجو ٻيارل،      ٻارج قول قرار،
ڍوليا ڍڪيندڙ تون ٿي ڍڪيندين.

’احسن‘ کي آهي آس اندر ۾،      ساجن لهنديـن سنڀار،
ڍوليا ڍڪيندڙ تون ٿي ڍڪيندين.

## گيت

ڏينهن ڏکن جا ويندا ڏور - سهنج ۽ سکڙا هولدا هميشه.
مـَنڙو ٿينـدو مسرور - سهنج ۽ سکڙا هوندا هميشه.

ظلم جا زنجير ٽٽي ويندا،      کوٽ کڙولا ڏک ڏي جهليندا،
پاڪ اسان جا ٻهتر ٿيندا،      وينـدا تهر کلور:
سهنج ۽ سکڙا هولدا هميشه.

رات وڃائيندڙ اپرلدو تارو،      ٿيندو سهائو لهندو انڌارو،
ککر هڻي ويندو سارو ڪارو،      درد ۽ دکڙا ٿيندا ڪافور:
سهنج ۽ سکڙا هوندا هميشه.

مشعل ٻرلدي محفل مچندي،      وڄجهي وڄجهي منزل ٿيندي،
لئين سر نئين سج هلچل هلندي،      ٿيندو لشون دستور:
سهنج ۽ سکڙا هوندا هميشه.

پختا پختا ارادا اسان جا،      محڪم محڪم لاڳاپا اسان جا،
مطلب مقصد اعلي اسان جا،      ٿيندا سڀئي منظور:
سهنج ۽ سکڙا هوندا هميشه.

ديس جا ماڻهو خوش ٿي کلندا،      هولدي بهاري گل ڦل لڙندا،
پکي پرلدا لاتيون لوندا،      مشکل رهندو ڪوئه نه مـُور:
سهنج ۽ سکڙا هولدا هميشه.

پانڌي اچي پيغام ستايو،   سنهرو سنهرو ڪري سمو،
ڪيت خوشيءَ جا ڳايو ڳايو،   محبت ۾ ٿيو مخمور:
سهنج ۾ سڪڙا هوندا هميشه.

فتح اسان جي، سوڀ اسان جي،   صبح سدائين، ناهي سانجهي،
هوشوءَ جهڙا مرد به مانجهي،   ملڪ ۾ ٿيا منصور:
سهنج ۾ سڪڙا هوندا هميشه.

بخت اسان جو آهي 'احسن'،   سبز سدائين هولدو گلشن،
ڏينهن ته شينهن پر رات به روشن،   ڪنهن جي ڪاڻ نه ڪنهن جو ضرور:
سهنج ۾ سڪڙا هوندا هميشه.

## نظم

### اڄوڪو زمانو

زماني جو اهڙو وريو آهه واءُ،   جو پٽ پيءُ جو دشمن ۽ ويري ٿيو پاءُ،
ميٺن مائٽن ۾ نڪو لاءُ ساءُ،   محبت جي مڻ مان بچيو ڪونه پاءُ:
ڇڏيو قرب اڄ آهي قربانئن.

اصيلن جي عزت کٽي آبرو،   ڪميڻا هيننر جابجا سرخرو،
صداقت جي ڪنهن ۾ رهي ڪانه بُو،   دغا ڪوڙ جي اڄ هلي گفتگو:
وڃائي ڇڏيو شانُ شانائتن.

کٽيو قرب، ڪلفت وڌي ٿي ڪثر،   زمانو محبت جو ويو ٿي گذر،
چڱن جي چوڻ جو کٽيو اڄ اثر،   ويا ماڻهو سڀجي سمورا مڪر:
مروّت مٽي ڪئي مانائتن.

هئا يار جيڪي سي اغيار ٿيا،   جتي گل هئا اڄ اتي خار ٿيا،
پراوا ڇا، پنهنجا به بيزار ٿيا،   ڦري صلح مان جنگ تڪرار ٿيا:
ڇڏي آهي حجت به حُجائتن.

پيو انقلاب آهي اڄ جابجا،   رهيو ڪونه هاڻي سچو آشنا،
نه همدرد، غمخوار ڪو باوفا،   وڙهن پاڻ ۾ اڄ ٿا پائر سڳا:
سيارون لٿي اڄ پائرن مائٽن.

لڏي لوڪ مان ويا ڪُلٽي قربدار،   غمن ۾ رهيو ڪونه ڪو غمگسار،
سي دشمن ٿيا، جي هئا يار غار،   ڪندو لطف 'احسن' ته پروردگار:
اهو آسرو آهي آسائتن.

## غزل



ڪرين ٿـو وصل جـو دلبر ٻيو اقرار ورهن ڪان،
مـگـر ديدار جـو حاصل نٿو ٿئي وارُ ورهن ڪان.

خوشي ۽ خورمي نـاهـي، نـه آرام ۽ قرار آهي،
دلِ مضطر تي اڃا آهي غمن جو بار ورهن ڪان.

سوا تنهنجي سڄڻ هي زهر ٿـي پئي زندگي آهي،
جيئڻ منهنجو ٿـيـو جنجال ۽ دشوار ورهن ڪان.

لڪي مون لوڪ کان لعل لڪائي لڙ هنئي توسان،
و ليڪن نينهن تنهنجي ٿي ڪيو نروار ورهن ڪان.

محبّت تنهنجي ۾ منٺار منهنجو مـن ويـو سڙهجي،
خبر ناهي ته مون کان ڇو ڪرين ٿو عار ورهن ڪان.

مان ساري عمر تنهنجي ئي غلامن جو غلام آهيان،
مگر تون ٿو رهين مون کان ٻيو بيزار ورهن ڪان.

هزارين حال ٻُرسي لئـه اچن ٿا، پَر نه تون آئين،
اکهو ٿي عشق تنهنجي ۾ رهيس بيمار ورهن ڪان.

اڳي تـو جـام تي پَر جام 'احسن' کي ڏنئي ساقي!
مگر هاڻي نه هڪ ساغر ٿو ڏين سرشار ورهن ڪان.

## قطعا

( ۱ )

ڏکن کان پوء سک آهن اهو ضرب التّمثل آهي،
خزان ويندي، اچهو ايندو وري وارو بهاري جو؛
صبا جو واءُ گهلندو ۽ ککر کارا هٽـي ويندا،
جڏهن سورج کڏيون شاخون ويو غم رات کاري جو.

( ۲ )

مُلڪ ۾ انـرا ۽ تـفـري زور ٿـيـنـدي آ جڏهن،
ڪار تخريبي جـي باعث ٿـي ٿئي حالت خراب؛
خـانـه جنگي بـد نـظـامـي اوج تـي پهچي وڃـي،
پوء قـدرت جـي طرف کان آهـي ايندو انقلاب.



۱۰هراڻ

( ٣ )

قوم جو ڪردار آه! بگڙيو ويو،
اڄ ٻرايون بدمعاشيون بي حساب؛
حال ۽ ماضي جون پنهنجي حالتون،
ڪيڏو اخلاقن ۾ آيو انقلاب.

( ٤ )

ڪر غور غريبن جو اڙي صاحبِ دولت،
توکي هي ڏني آهه خداوند جا نعمت؛
هڪ سج جا ٻه ٻاچا تو اکين سان ڏسين پيو،
حاصل تون انهيءَ مان ٿي ڪري وٺ سکهو عبرت.

( ٥ )

ڀال ڪي چا سمجهين ٿو انسان تون،
اشرف المخلوق تنهنجو شان آهه؛
تون فقط معياري ڪر ڪردار کي،
پوءِ ڏس تنهنجو لقب سلطان آهه.

( ٦ )

مُنهن تي مٺ مٺ ۽ ڪرڻ پرپٺ گلا،
هيءُ ٿيو اڄڪلهه زماني ۾ رواج؛
اڪ الهن جي ڪاڻ عزت ڪانه هئي،
اڄ اهي ٿا ڪوٺجن پيا خوش‌مزاج.

## رباعيون

( ١ )

دنيا ۾ نه ڪم آهه نه ناممڪن ڪو،
هر ڪم جي ڪجي ڪو، نه ارادو پختو؛
اميد نه ڪا لاهجي ڪنهن ڪم ۾ ڪڏهن،
هي منزلِ مقصود جو بهتر رستو.

( ٢ )

مقصودءِ دل لاءِ سدا ڪوشان ٿي،
شيدائي وطن، عاشقِ هر انسان ٿي؛
هر فرد بشر جو تي بهي‌خواه سدا،
ڪر خدمتِ مخلوق، دلِ شادان ٿي.

( ٣ )

تخريب ۽ تفريق ۾ قومي نقصان،
تخريب سبب قوم ٿئي سرگردان؛
تخريب حڪومت جو ڊهي ٿي بنياد،
تخريب پسند جيڪو، سو آهي شيطان.

( ٤ )

ڪر طاقتِ پرواز ڪي تون استعمال،
ڪر عزم مصمم ۽ تون رک استقلال؛
رک پنهنجو تخيل ڀي بلند و بالا،
تا فتح ڪري، تنهنجو اچي استقبال.

## مثنوي

### زردار ۽ بي زر

زردار جي زماني ۾ عزت ٿي جا بجا،
زردار خوب عيش و طرب ۾ رهي سدا.

بي زر غريب جو ڪو مددگار يارُ ناهه - بي زر جي لاءِ جڳ ۾ ڪا موسم بهار ناهه.
زردار سير ٿو ڪري موٽر ۽ جيپ ۾ - بي زر جي بيگناهه وڃي عمر ٽيپ ۾.
زردار وٽ ڪمي نه ڪنهن چيز جي رهي - زردار جو ٿو حڪم ڀلي! جا بجا هلي.
زردار کي خوشيون ۽ بهاريون سُرور سڀ - زردار جا تمام ٿين ٿا امور سڀ.
بي زر کي ناهه گرمي ۽ سردي ڪان ڪو پناهه - بي زر ڪان بيقصور پيو بيزار آهه پناهه.
زردارُ زَر جي زور تي سڀڪجهه ڪري - زردار اڳ و هرڪو ڪري پنهنجي سر کي خم.
بي زر گذاري زندگي ساري ٿو دربدر - بي زر جي بک ۽ ڏک ۾ لهي ڪو نه ٿو خبر.
زردار جي زماني ۾ عزت ۽ آبرو - زردار جي پسند تي هر ڳالهه گفتگو.
بي زر جي حال زار تي ڪنهن جي نظر نه آهه - بي زر مري ٿو بک ۾ ته ڪنهن کي خبر نه آهه.
زردار جي نه رخ ۾ نظر ڪو به غم اچي - زردار لئه خزان به ٿي موسم بهار ٿئي.
بي زر مري ته ڪوه ٿو ڪالڏي سندس ٿئي - بي زر جو لاش قبر ڏي ٿو بي ڪفن وڃي.
زردار جي ته هرڪو رکي ٿو پيو رضا - زردار تان نثار ۽ هرڪو سندس فدا.

بي زر جي غم جي رات کي ڪوئي سحر نه آهه،
بي زر جي دانهن ڪوڪ جو 'احسن' اثر نه آهه.

---



# سيد حاجي علي اڪبر شاهه

برصغير هند و پاڪستان ولي عرب ۽ عراق، مصر ۽ ايران تائين شهرت يافته عالم دين، حضرت مولانا الحاج سيد علي اڪبر شاهه صاحب مدظله جي شخصيت ڪنهن به تعارف جي محتاج ناهي. سندس علمي، ادبي، ديني ۽ تعليمي خدمات کان سنڌ جو ٻچو ٻچو واقف آهي. جامع عربيه، سندس پرجوش ۽ مخلصانه خدمات جو ثمر شيرين آهي. پاڻ هن دؤر ۾ نهايت پر وقار ۽ سنجيده، صاحب دل ۽ اهل نظر شخص آهي، جنهن جي نگاهه، جديد ۽ قديم مسائل ۽ حالات تي ناقدانه ۽ عالمانه آهي. پاڻ پرجوش خطيب، سنڌي زبان جو اديب ۽ ان سان گڏ رنگين ۽ شسته اسلوب بيان جو مالڪ آهي. ساري عمر ديني ۽ علمي خدمت ۾ گذاري چڪو آهي. مخلص ۽ بي لوث، ساده لوح ۽ ساده مزاج آهي. ڪا به ذاتي ملڪيت نه ناهي سگهيو. توڪل ۽ زهد تي پاڻ به هليو، ۽ پاڻ سان گڏ پنهنجن احبابن کي به هلايائين. چوندو آيو:

ڪندي ۽ ڪراهه، جنهين سامي ٺاهيو،
تنين ڪان الله، اچا اگهاڻون ٿيو.

سندس روح پرور حيات سان اسان جي سنڌ جي علمي، ادبي، قومي ۽ تعليمي تاريخ جو هڪ روشن باب وابسته آهي، جو اميد ته اڳ ئي لکندس. سندس مختصر خود نوشته سوانح حيات هن طرح آهي:

ولادت: فيبروري ١٩٠١ع ۾. تعليم: والد صاحب وٽ قرآن شريف، سنڌي، اردو، فارسي پنجين تائين؛ باقي عربي، فارسي، گاهي مهيسر ليکب ميهڙ ۾ پڙهيم. استاذالعلماء حضرت مولانا عبدالڪريم صاحب درٻيلوي وٽ عربي، ۽ مولانا عبدالوهاب وٽ فارسي پڙهيم. ان طرح سرڪاري سنڌي

سکول ۾ ۽ انگريزي سکول مدرسةالاسلام ميهڙ ۾ (جو بلبل مرحوم جو برپا ڪيل هو) اتي باقاعده تعليم ورتو. ۱۹۱۶ع ۾ ممبر ۽ محراب ۾ بيٺس. شروع ۾، اصلاح رسوم لاءِ انجمن اصلاح المسلمين، شاگردن جي تنظيم لاءِ ينگ مسلم ايسوسيئيشن، جامع مسجد ۾ لئبرري ۽ ريڊنگ روم ۽ لائيٽ سڪول جاري ڪيو. جامع مسجد جي نئين عمارت ۽ شاندار عيدگاهه تعمير ڪرايو. فيبروري ۱۹۲۰ع ۾، جڏهن لاڙڪاڻي ۾ مولانا ابوالڪلام آزاد، مولانا شوڪت علي ۽ مولانا عبدالباري فرنگي محلي وارو ڀهرين خلافت ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيا، تڏهن کان باقاعده خلافت تحريڪ ۾ شامل ٿيس، ۽ باقاعده ميهڙ ۾ خلافت تحريڪ جو سيڪريٽري ٿي ڪم ڪيو، ۽ صدر وڏيرو رضا محمد خان مهيسر ٿيو. ان سلسلي ۾ سالياني ڪانفرنسون پڻ وڏي پيماني تي ٿيون، جن جو انتظام ڪيو ويو.

شڌي ۽ سنگهٺن جي اثرات کان بچڻ لاءِ تبليغ ۽ تنظيم جو ڪم جڏهن سنجوڳي شيخن ۾ ڪيو ويو، ان ۾ به عالمن جي وفدن جي تنظيم جو ڪم سونپ ڪيو. هڪ وڏو مناظرو ٿروي محبت جي آريه سماج سڪول ۾ ٿيو، جنهن ۾ پنڊت ايوڌيا پرشاد جي مقابلي لاءِ دهليءَ مان مولانا عثمان فارقليط گهرايو ويو، جو ويدن جو عالم هو. ان ۾ فارقليط کٽيو ۽ پنڊت هارايو. ان کان پوءِ ساريءَ سنڌ ۾ اهڙا مناظرا ۽ جلسا ڪرايا ويا. ان سلسلي ۾ دهليءَ، امرتسر، اجمير، ڪانپور ۽ لاهور جا دورا ڪيا ويا. ۱۹۲۵ع ۾ امرتسر وياسين ۽ اتي عالمن سان مليا سين. ۱۹۲۶ع ۾ جامع مسجد ميهڙ جي پنيان ست دڪان ٺهرائي وقف ڪيا ويا، ۽ عيدگاهه جي پرسان پڻ دڪان ٺهرايا ويا ۽ وقف ڪيا ويا.

۱۹۲۷ع ۾ جامع مسجد ميهڙ سان گڏ عربي مدرسو، تعمير ڪرايو ويو: ان جا صدر مدرس ۽ مهتمم استاذ مولانا عبدالڪريم صاحب ديروي رحه جن ٿيا. ان مان ڪيترائي عالم ۽ حافظ اديب ۽ خطيب (مولانا گرامي صاحب به ان مدرسي جو تربيت يافته آهي) ٿيا.

ان کان پوءِ، مسجد جي پرسان حجرو ٺهرايو ويو، ان ۾ تصوف ۽ طريقت تي مطالع ۽ غور و فڪر لاءِ چلہ ڪشي ۽ عبادات جو شغل جاري رکيو ويو. ان کان پوءِ، سنڌ، هند، پنجاب ۽ حجاز جي زيارتن لاءِ سفر ڪيو ويو: ليٽ رامپور يو- پي جي هڪ اهل الله جي هٿ تي ۱۹۳۴ع ۾ بيعت ڪئي وئي، ۽ باقاعده سلوڪ طريقت ڪي حاصل ڪيو ويو.

۱۹۳۸ع ۾ پنهنجن چاليهن رفيقن سان سفر حجاز ڪيو ويو، ۽ اتي هڪ سال رهيس، روحاني فيوضات کان مستفيض ٿيس.

۱۹۳۹ع ۾ واپس وري تي مسجد منزلگاهه جو معاملو شروع ٿيو، ان ۾ جماعت سميت شرڪت ڪئي ويئي. ۱۹۳۹ع ۾ جا وڏي جماعت ميهڙ مان مون سان گڏ هلي، ان ۾ مولانا گرامي به اسان سان شامل هو. اڳتي هلي، اها تحريڪ باقاعده هلي. جي. ايم. سيد، غلام مجدد سرهندي ۽ غلام نبي پٺاڻ پارا شريڪ رهيا. ان تحريڪ تي، الله بخش سومري مرحوم جي وزارت ڊهي پئي.

۱۹۴۰ع ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جي اجلاس لاهور ۾ پاڪستان جو ٺهراءُ پاس ٿيو. ان ڪان پوءِ باقاعده پاڪستان تحريڪ ۾ ڪم ڪندي، ساري هندستان جو دورو ڪيم، ۽ آل انڊيا مسلم ليگ ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميمبر جي حيثيت سان، قائداعظم ۽ لياقت علي خان ۽ نواب بهادر يار جنگ سان قريبي تعلقات رهيا. ان سلسلي ۾ حڪيم الامت مولانا ٿانوي، مولانا سيد سليمان ندوي، مولانا شبير احمد عثماني پارن عالمن سان پاڪستان تحريڪ تي تبادلہ خيالات ڪيا ويا.

۱۹۴۰ع ۾ حيدرآباد شهر ۾ آل سنڌ عربي ايجوڪيشنل ڪانفرنس ڪوٺائي وئي، جنهن ۾ هند ۽ سنڌ جي عالمن ۽ تعليمي ماهرن جي موڪليل تجويزن جي روشنيءَ ۾ جامع عربيہ جي تشڪيل ڪئي وئي. ان ۾ شمس العلماء دائود پوٽو، پير هاشم جان سرهندي، مخدوم نظام الدين پاٽائي، نواب محمد علي لغاري، مولانا گرامي، مرحوم پير محمد صاحب، ميان غلام مصطفيٰ، حاجي محمد حسين شاهاڻي، بنيادي طرح سان ان تحريڪ جا سربراه رهيا. ان ۾ مون کي آنرري سيڪريٽري چونڊيو ويو. ان مرحلي تي ههچي سان حيدرآباد ۾ اچي رهيس، ۽ تعليم ۽ انتظام جي سيٽي ڪمن ۾، گرامي صاحب سون سان گڏ ڪم ڪيو. اول ڏوسل بلڊنگ ۾ ۽ پوءِ گرلس ڪاليج ۾ جامع عربيہ کي منتقل ڪيو ويو، ۽ مولوي امير احمد صاحب پرنسپال رهيو.

۱۹۴۵ع ۾ مسلم ليگ جي اليڪشن جي اميدوار جي حيثيت سان، ساري برصغير هند و پاڪ ۾ پهريون نمبر ڪاميابي حاصل ٿي. آل انڊيا مسلم ليگ جي هڪ ڪتابچي ۾ ساري اليڪشن جا الگ اکر شايع ڪيا ويا، جنهن ۾ اسان جي ڪاميابيءَ کي اوليت جو درجو ڏنو ويو.

۱۹۴۶-۱۹۴۷ع ۾ پاڪستان تحريڪ ۾ پوري برصغير هند و پاڪ جا دورا ڪيا ويا، ۽ پاڪستان ٺهڻ لاءِ قائداعظم سان گڏ ڪم ڪيو ويو.

پاڪستان ٺهڻ ڪان پوءِ، تبليغي، ديني، علمي ۽ ادبي مشاعرن، ڪانفرنسن جون صدارتون ڪيون ويون، ۽ جامع عربيہ اداري کي وڏي معيار تي پهچايو ويو. مسلسل علالت ۽ ضعف جي ڪري هن وقت ميهڙ ۾ قيام آهي. هن حال ۾ بہ ديني علوم، ادب ۽ تبليغ لاءِ قلم ۽ دماغ سان ڪم ڪري رهيو آهيان ـــ صحت نصيب ٿي تہ پوءِ انشاءالله:

بيا تا گل بہ يفشانيم، مئے در ساغر اندازيم،
فلڪ را سقف بشگافيم، طرحِ نو در ساغر اندازيم. (حافظ)

* * *



Scanned with CamScanner

# غزل

●

تون وضع تي پنهنجي قائم رهه،    قدرت جي مگر تحقير نہ ڪر،
ڏي پنهنجي نظر کي آزادي،    خودبينيءَ کي زنجير نہ ڪر.

جي تنهنجو عمل محدود رهي،    ۽ پنهنجي حد مقصود رهي،
رک ذهن کي شامل فطرت سان،    بند، ان تي در، تاثير نہ ڪر.

باطن ۾ اڀر، ڪر بند فغان،    وٺ دل جي نظر کان، ڪارِ زبان،
دل جوش ۾ ٿئي، فرياد نہ ڪر،    تاثير بنا تقرير نہ ڪر.

تون خاڪ ۾ ميلُ، ۽ باهہ ۾ جَلُ،    جڏهن سِرُ ٿي اچي، تڏهن ڪم تو هلي،
هن خام دليءَ جي عنصر تي،    بنياد نہ رک، تعمير نہ ڪر.
[ترجمو]

## مثنوي بحرالعشق*

ڪالهہ تنهنجو خط مون کي آهي مليو،
جنهن ۾ آهي، قرب جو ڪاني ڪتاب!

تو لکيو آ، شوق مان پڻ بيت هڪ،    نهر ۾ ڪئن بحر ماهي بحساب.
منهنجي جذبن کي انهيءَ چيڙي چڙيو،    سڻ سگهو مون کان انهيءَ جو اڄ جواب.
ڪين شاعر آهيان، هر شعر ۾،    جو لکيو تو لاءِ مون آهي شتاب.
هڪڙي صوفيءَ لاءِ هي آسان آهہ،    تا لکي هو شعر ۾ جاذب جواب.

## سير دريا

صبح جو اڄ سير دريا تي ڏٺم،
نهر جون ۽ بحر جون موجون، حباب.

ٿي لڳو خوش، دل کي درياهہ جو وهڻ،
خوب لهرون ٿي هنيون، درياءَ جي آب.

---

*مثنوي بحرالعشق، هڪ دوست ڏانهن، ٢٦- ربيع الثاني ١٣٥٥ هجري، ١٦- جولاءِ ١٩٣٦ع تي، جهرڪ، ضلع ٺٽي مان لکي ويئي -مرتب.

نھر ھي درياءَ ۽ سنھوڙي جو بحر،
نھر ۾ ڪٿي بحر ماپي، بيحساب!

تو ڏٺو ھو سمنڊ، سنھوڙي مٿي،
۽ ڏٺي ھئي، ڪونڙي، درياءَ شاپ.

قلب انساني جي وسعت آ وڏي،
بحر عالم آھي، ان ۾ ھڪ حباب.

ڪين تو ماپي، ڪڏھن ڪنھن جاءِ ۾،
عشق آھي، بحر، بيحد و حساب.

اک جي تاري ۾ جئين آ سالڪي،
ان ۾ ڏسجي آسمان تو چڱ تباب.

## قلب‌المومن عرش الله

آ خدا جو عرش چڱ مومن جو قلب،
ات خدا جو جلوو ڏسجي، بي‌عتاب.

آسمانن، ڀڻ زمين ۽ ڪوه ڪي، — اَج ڪٿي آڪي، امانت عشق‌-آب.
ڀر ڪٿڻ ان ٻار ڪان، ڀرڪي، ٻري، — ويا ٻجي ۽ ڀڻ ڏجي ٿيا لاجواب.
قلب ۾ ساھيو اچي، انسان جي، — جڏ ڪٿڻ ڪان ان جي سيني ڪيو جواب.
آھ ٿيو انسان پيدا عشق لاءِ، — ٿيو جي مخلوق ۾ قدسي خطاب.
"ھر ڪہ عاشق گشت قدسي ذات را، — اوست سيد، جملہ موجودات را."
ڪين ماپي، ڪنھن بہ دفتر ۾ ڪڏھن، — عشق جو قصو لہ آھي، ڪو ڪتاب.
رمز آھي عشق جي ڏاڍي وڏي، — عشق ڏاران ٻيو سمورو آ سراب.
ڪاٻہ شئي، قيمت ۾ ان ڪان ناھ وڌ، — عشق جي قيمت آ بيحدو حساب.
سمجھ ڀر معشوق ھڪ اللہ کي، — ڪولھي ٻيو معشوق ان ڏاران جناب.
ذڪر سان ۽ فڪر سان ڳولي تون لھہ، — وات ان جي عشق جي اسلام، صاب.

"ملت عشق، از ھمہ ملت جداست،
عاشقان را مذھب و ملت خداست."

## عالم ڪباب

عشق جو شعلو ٻري ٿو قلب ۾،
۽ ٻڃي ٿو قلب جڻ آهي ڪباب.

هاڻ ان ۾ ڏٻان، اونهو ڪرٿو آ،   هان متان ٿئي خاڪ ڪامي، سو خراب.
ميخ مسڪڻ جي ٻڃائڻ آ، آدا،   ڪين ڪاٽڻ آ ڪراچيءَ جو ڪباب.
"عشق آن شعله است، ڪه چون بر فروخت،   هر چه جز معشوق باقي جمله سوخت".

## ميخانه

اي سندم مرشد، منهنجا ساقي سخي،
اي سندم داتا، منهنجا، عالي جناب.

عشق جي مئي ساڻ مون کي مست ڪر،   ڏي پيالو ڀَرُ ڪري، مون کي شراب.
آهه تنهنجي چشمِ نرگس، مست تر،   تنهنجي پيالي مان ڪپي ٿو بادهء ناب.
تان ٿيان مان مست، بيخود، بيخبر،   تنهنجي چشمِ مست سان بنجان خراب.
"هر ڪسي زان مئي ڪه ريزد از نظر،   مست مي گردد، به اندازِ دگر."
مان سڪايل آهيان، سالن کان،   عمر گذري آهه، گروِ پيچ و تاب.
"ساقيا برخيز، درده، جام را،   خاڪ برسر ڪن، غمِ ايام را."
صوفيانا سڀ لٽا لاهي ڇڏيان،   تون اگر مون کي ڏئين، مئي چون عناب.
عشق جو واڳون، ڳهي ٿو عقل کي،   ننگ کي ٻوڙي ٿو ٻڻ، ڳاڙهو شراب.
"عشق بدنامي است نزدِ عاقلان،   ما نمي خواهيم، ننگ و نام را."
ماٺ ڪر، ڪو هوش رک تون يا علي،   ڇو ٿيو ڪائين اجايو، پيچ و تاب.
پير روميءَ آهه سچ فرمايو،   مولوي جي مثنويءَ جو ڏس ڪتاب.
"چشم بند و گوش بند و لب به بند،   گر نه بيني نورِ حق، برمن، بخند."

## نور حق

بند ڪر تون هاڻ پنهنجا سڀ حواس،
عشق جي لائيٽ تون ڏس، بي نقاب.

عشق جي لائيٽ آهي بيمثال،   مت نه ان جي آهه، روشن آفتاب.
پنج جن آهين، تنهنجون اندريون،   پنج آهن تنهنجون پيون پڻ در حجاب.
جي وجهين ڪولي اهي دل جون دريون،   نُور ڀڄي ات خدائي، بيحجاب.
"پنج حسي هست جز اين پنج حس،   اين زرِ سرخ است، اين حسها چون مس."

"روزنِ دل، چون ڪشاده است و صفا، — مي رسد بي واسطہ، نورِ خدا."
۽ اهي ئي پنج دروازا تون ڄاڻ، — ڪونجن ٿا، سي لطيفا حق ۽ مآب.
"گر تو گاه و جوَ خوري، قربان شوي، — گر تو نورِ حق خوري، قرآن شوي."
آدمي ۽ جي سيني ۾ آهين سي، — نور جا مخفي خزانا، پر صواب.
ٿا جڏهن صافي ٿين، سي در سيني، — نور جون لاٽون اچن پيو بي نقاب.
"آئينہ دل چون شود صافي و پاڪ، — نقشها بيني، برون از خاڪ و آب."
آسمانن تي اڏامي آدمي، — جئن ستارن ۾ گهمي ٿو ماهتاب.
"نورِ عشق حق بدل جان اوفتد، — همچنين روشن شوي، چون آفتاب."

## واٽ وندر جي

دل جي دروازي تان ڪوري ڪچ ڪيد،
تا کُلي سارو پوي باطن جو باب.

حرص وطمع ۽ ڪوڙ ڪيني کي ڪيڄ، — پڻ محبت غير جي ڪيد تون شتاب.
دل کي ڪر تون سيني عيبن کان پري، — ٿي فقط يڪخيال مولا جي جناب.
سڀ تعلق، عالمِ فاني جا ڪيد، — جي خدا جي واٽ کان آهن حجاب.
صبر و شڪر و صدق و عدل و حب" پڻ، — دل جون وصفون ليک جانچ ۽ ثواب.
"هر ڪہ را جامہ ز عشقي چاڪ شد، — او ز حرص و عيب ڪلي، پاڪ شد."
اسمِ ذاتي، قلب پنهنجي ۾ هلاء، — جئن وڄي سيني رڳن ۾ پيو رباب.
نفس پنهنجو مار ۽ مولا کي پَس، — وقت گذري ٿو وڃي، جئن آهہ خواب.
"نفس نتوان ڪش زالا چار چيز"، — آهي فرمايو، فريدالدين، جناب.
"هيچ نکشد نفس را جز ظلِ پير، — دا منِ آن نفس ڪش را سخت گير."
"ناڪ نورِ او ڪشد، نارِ ترا، — وصل او گلشن ڪند، خارِ ترا."

## ڪاميابي

قلب جو رکُ رابطو مرشد سان تون،
تان فنافي الشيخ ٿي، تون ڪامياب.

ٿي فنا پوء عشق نبوي ۾ تمام، — آهہ رستو عشق جو هي پر صواب.
سا محبت مصطفيٰ جي آهہ جا، — ٿي رسائي، توڙ تائين همرڪاب.
سيدالثقلين سرور آ شفيع، — آ اڙين آڌر، وسيلو مستطاب.
ڪين ملندي واٽ سنت کان سوا، — ڪين رستو آهہ پيو ڪو ڪامياب.
شرع جي طاعت سدا مقصود ڄاڻ، — بس! شريعت تي سندس رهہ، پرصواب.

وانون پيون سڀ ٻند آهن، اي ادا، هڪ طريقت مصطفيٰ جي مستجاب.
۽ حقيقت هن خدائي واٽ ۾، مصطفيٰ جي پيروي ۾ آ، جناب.
رک محبت آل سان اصحاب سان، اوليا آهن، ڪرامت جا سحاب.
۽ عقيدا اهل سنت جا هجن، ۽ جماعت سان رهڻ، ڪارِ ثواب.

## فنا ۽ بقا

معرفت مولا سندي، ان ۾ ملي،
ور نہ انسان* آهہ هڪ حيوان، دواب.

روح جو رک رابطو الله سان، تي فنا في الله ۾، منزل۔آب.
هن اطاعت ۽ محبت ۾ فنا، تي ٿيوي حاصل، درِ مقصود ٿاب.
ٿي فنا في الله، حاصل جڏ ٿئي، ٿو بقا بالله، حاصل ٿئي شتاب.
"گرچہ آن وصلت بقا اندر بقا است، ليک اول آن بقا اندر فنا است."
پاڻ ڀاسي، پاڻ کان ٿي، ڀاڻ تون، ڏس پرين کي، پاڻ ۾ تون بي۔نقاب.
ٿي بقا بالله جي منزل ملي، ۽ کڄن ٿا سڀ اتي مادي۔حجاب.
بندگي ۽ عشق کي مقصود سمجهہ، هن نصيحت تي هلي ٿي، برصواب.
'عبد' ٿي، ۾ 'عبد' تون الله جو، ان ڪان کي ڪجهہ، وڌ لکڻ جو ناهہ تاب.



---

نوٽ: زياده تر فارسي شعر رومي جا آهن، ۽ ٻيا عطار ۽ ٻين شاعرن جا آهن.



# حاجي احمد ملاح

مولانا حاجي احمد ملاح، سنڌ جي مشهور شاعرن مان برک شاعر آهي. پاڻ نانگڻي ملاح جو فرزند ارجمند آهي، ۽ سندس اصلي ڳوٺ ڪنڊي (تعلقي بدين) ۾ ڄائو. سنڌي، عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم پهڙيءَ، ٻگڙا ميمڻ، ٽوهاڻ، بدين، سجاول ۽ ٻين جڳهين تي ورتائين. آخر ناڪي شاهه ۾ عربي پڙهي تحصيل ڪيائين، ۽ دستاربندي به ان مڪتب ۾ ڪيائين. عالم جي حيثيت ۾ پنهنجي ڳوٺ ڪنڊي ۾ موٽي آيو. لورمحمد سنڌري، لاڪي پير، ڪنڊو ۽ پهڙيءَ جي مڪتبن ۾ ڪجهه وقت تعليم ڏنائين. ان وقت خلافت جي تحريڪ شروع ٿي چڪي هئي، ان تحريڪ ۾ زوردار حصو وٺي ڪري جيل پڻ ويو. ان کان پوءِ پير عالي شاهه جي مدرسي مظهرالعلوم بدين ۾ عربي پڙهائڻ لڳو. ١٩٣٢ع ۾ سني ۽ وهابي تحريڪ سبب ان مدرسي کي به خيرباد چيائين. پوءِ غريب آباد ۾ پنهنجو پلاٽ وٺي، پنهنجو مدرسو اچي کوليائين. ان وقت غريب آباد ويران نگر هو، جنهن کي پاڻ آباد ۽ شاد ڪيائين. ان مدرسي جو پاڻ منتظم هو. سندس هٿ هيٺ مولوي عبدالوهاب، مولوي عبدالغفور سيتائي، مولوي محمود ۽ مولوي گل محمد هيڊ معلم ٿيا. هينئر پوٽو عالم هيڊ ... آهي. اليڪشن ۾ پاڻ مير غلام علي خان ٽالپر جو وڏو طرفدار ٿي رهيو. مير موصوف سندس حد کان وڌيڪ عزت ڪندو هو. سنڌ مان يهودي عقيدن جي پاڙ پٽڻ لاءِ (١) معرفت الاحمد، (٢) فتح لواري، (٣) هيڪڙائي حق، (٤) گلزار احمد، (٥) گلشن احمد، (٦) بياض احمد، (٧) نثورالقرآن (سچو قرآن سنڌي پٽن ۾) وغيره ڪتاب لکيائين، جي هيستائين شايع ٿي چڪا آهن. سندس هن وقت لوي (٩٠) ورهيه عمر ٿيندي. عبدالرحيم ۽ عبدالله نالي ڪيس ٻه فرزند آهن. پاڻ هينئر گهٽو ڪري آگهو گذاري ٿو. — محمد سومار شيخ

مولوي احمد ملاح جي شاعريءَ ۾ بيپناهه رواني، بيساختگي ۽ برجستگي آهي. سندس شعر اٿين ٿا مترشح ٿين، جڻ تہ کو الهام آهي. قرآن ڪريم جي ترجمي جا بيت نهايت دلڪش ۽ لطافت وارا آهن. سندس شاعريءَ ۾ جو منفرد مقام آهي، ان جو ڪوبہ مٽ ڳالي ڪونهي! —ادارو

* * *

## بيت

( ١ )

عالم جا الله، آهيون تنهنجي آسري،
اياڪ نعبد و اياڪ نستعين، هادي ٿي همراهہ،
واحدا ڪانهي واهہ، تو ڏاران ٻيہ جيتري.

( ٢ )

عالم جا الله، آهيون تنهنجي آسري،
اياڪ نعبد و اياڪ نستعين، آهين پاڻ پناهہ،
سون تان مهرنگاهہ، پرور لاهہ نہ پنهنجي!

( ٣ )

عالم جا غلام، آهيون تنهنجي آسري،
اياڪ نعبد و اياڪ نستعين، ڪريون روز ڪلام،
مڃي محمد عربي، آندوسون اسلام،
صلواتون سلام، موڪل محمد مير تي.

( ٤ )

عالم جا عليم، آهيون تنهنجي آسري،
اياڪ نعبد و اياڪ نستعين، سڌڙا سڻ سليم،
هر هر حال حليم، پڌيو پانهون پڌائيان.

( ٥ )

عالم جا آڌار، آهيون تنهنجي آسري،
اياڪ نعبد و اياڪ نستعين، سڻ سبب سردار،
دالهون توڪان ڏار، ٻي ڪي ڪين پڌائيون.

( ٦ )

عالم جا اجها، آهيون تنهنجي آسري،
اياڪ نعبد و اياڪ نستعين، زاريون ڪن ججها،
دالهون درد منجها، ڪريان، پڌ ڪريم تون.

( ٧ )

عالم جا آرام، آهيون تنهنجي آسري،
اياڪ نعبد و اياڪ نستعين، مدد ڏج مدام،
صاحب صبح شام، توتي سڌ سوالين جا.

( ٨ )

عالم جا آقا! آهيون تنهنجي آسري،
اياڪ نعبد و اياڪ نستعين، واحد پڌج واڪا،
آڻيان آب اکين ۾، لاشڪ تو لاڪا،
ڪوڪ سندم تون ڪا، من داخل دفتر ڪارئين.

( ٩ )

عالم جا صاحب، آهيون تنهنجي آسري،
اياڪ نعبد و اياڪ نستعين، واحد پڌج واجب،
آهين عجائب، ڪهڙي صفت ساهيان.

( ١٠ )

عالم جا اي ربّ! آهيون تنهنجي آسري،
اياڪ نعبد و اياڪ نستعين، منهنجا ڪر مطلب،
مشرق ۽ مغرب، سڀڙ مُلڪ تنهنجي ميلڪ ۾.

( ١١ )

عالم جا والي، آهيون تنهنجي آسري،
اياڪ نعبد و اياڪ نستعين، سڌين سوالي،
مٿي آسيد عفو جي، مڙيا سوالي،
خالق ڪان خالي، صبح سوالي ڪين ٿئي.

( ١٢ )

عالم جا خلاّق، آهيون تنهنجي آسري،
اياڪ نعبد و اياڪ نستعين، اٿيون آتَ اوطاق،

جفت نہ جوڙ جهان ۾، تون تان طاقتين طاق،
مدد ملڻ جي باب ۾، مڱڻ ٿا مشتاق،
اچي ويا انسوس سان، اوسڙ ۾ عشاق،
وارين واءُ وصال جو، فائق لاهہ فراق،
ساقي سيمين ساق، جي جسم جام پيارئين.

( ١٣ )

عالم جا اوليا، آهيون تنهنجي آسري،
اياڪ نعبد و اياڪ نستعين، ڪهرن سڪهہ گولا،
مڙيا معافي واسطي، موالي، مولا!
ڏيئي ترڪ تمام ڪي، طالب ٿيا تولا،
اکين تان اولا، ڪٽي لطف سان لاهيو.

( ١٤ )

عالم جا خدا! آهيون تنهنجي آسري،
اياڪ نعبد و اياڪ نستعين، مڱان من مدعا،
پڌ حقيقت حال جي، هادي راهہ هُدا،
خدا ڪر مَ جدا، پانهون پنهنجي پاڄهہ ـ ڪان.

( ١٥ )

عالم جا ڏٺي، آهيون تنهنجي آسري،
اياڪ نعبد و اياڪ نستعين، واڻي مون وٽي،
آگا تنهنجي عفو ۾، اسان آس ڪهٽي،
خطرا خام خيال مون، خالق بخش ڪٽي،
توکان بعد ٽٽي، قادر ڪانهي ڪنهن جي.

( ١٦ )

عالم جا سائين، آهيون تنهنجي آسري،
اياڪ نعبد و اياڪ نستعين، ڪوڪرن ڪيائين،
وربنا الله المستعان، نالو لپائين،
رب غفور رحيم وانت خير الراحمين، آيو اپائين،
چئو چيائين، تہ پاڻان پاسي ڪر نہ مون.

## غزل

دم ڪو آهيون يا نہ آهيون، خواب آهي يا خيال،
هي بزرگيون پادشاهيون، خواب آهي يا خيال.
خاڪ ٿيندا خاڪ ۾، خاقان توڙي خان سڀ،
هي خوشيون هي خانگاهيون، خواب آهي يا خيال.
هيڪلو آئين هيتي، ويندين هتي پڻ هيڪلو،
هڪيئي سان هم صلاحيون، خواب آهي يا خيال.
هي بنائون بنگلا، هي باغ هي بوندوڻ بهار،
هي سفيديون، هي سياهيون، خواب آهي يا خيال.
هي حڪم، هي حڪمتون، هي حرف توڙي حرفتون،
شغل شاديون، شوق شاهيون، خواب آهي يا خيال.
هي سڳيا ۽ هي سگهر، هي صاحبيون هي صحبتون،
هي صبوحيون، هي صراحيون، خواب آهي يا خيال.

هي لشا، هي نازبو، هي نازڪيون ۽ ناز راز،
هي ڪجل ۽ ڪج ڪلاهيون، خواب آهي يا خيال.
هيءَ جواني بار جاني، هيءَ جميعت، هي جمال،
هي بدن تي بره باهيون، خواب آهي يا خيال.
هيءَ حياتي جي بقا، پيو هل حشر سامهون سچي،
ڪنهن سبب سيني ڪي ساهيون، خواب آهي يا خيال.
سوٽ گهيريو ملڪ سارو، مرض موڙا هر مڪان،
لذّ ليڪي ڪنهن لوء لاهيون، خواب آهي يا خيال.
مائٽالو ملڪ پيو ڪو، هي ته مانجهاندي جو ماڪ،
راه ۾ ڪين رات راهيون، خواب آهي يا خيال.
ڪين اچي بجري ۾ پورئين، اي پڪي پرڏيهه جا!
ڪر قئيون في الحال قاهيون، خواب آهي يا خيال.
ڪر ورڻ واري وطن ڏي، ڪوه گذاربن قيد ۾،
ڪي ڳچيءَ سان ڳٽ ڳراهيون، خواب آهي يا خيال.
آه 'احمد' چئي، امن جو آسرو الله وٽ،
پيا پنارا ۽ پناهيون، خواب آهي يا خيال.

•

گلبدن جي گهوَر وڃ، يا چاهتڪن سان چوَر وڃ؟
انب وڃ انگور وڃ، يا منجهه سيني مذڪور وڃ؟

قلب قابو ڪيو قربين، زور ڪوڙئين ڪان ڪڙي،
مينهين ڪنڌيءَ جا پوَر وڃ، يا سُنهن پس جو پوَر وڃ؟
دوست ڏسجي دير سان، اي ديس جو دستور آهه،
ديس جو دستور وڃ، يا نه ته بغل پرپور وڃ؟
دل قنيل در تي قيتو، دلبر دوائون ڏني پنن،
نينهن جا ناسور وڃ، يا بُت سنڌين جو سوَر وڃ.
موتيو موتيءَ ڪٿو جي ڏني ته مون تان موت معاف،
حوض ڪوثر حور وڃ، يا سه جبين منظور وڃ.
سج سجوني ڏينهن سجدا، ڏي سجڻ جي سبج ڪي،
سُنهن اگيان مزدور وڃ، يا تخت سر تيمور وڃ؟

سون ڳھريو ڳڙجن ڳھڻيءَ ۾، ڳھُور ڏيئي ڳھر ڏيئي چئيون،
ڏيہہ درسن ڀُور وڃ، يا دوستي در پور وڃ؟
جا ڳھون جا ڳمر جنت، سلھہ سڙوئي جان سال،
سلڪيت مذڪور وڃ، يا سلڪيت ڪان سُور وڃ.
عشق 'احمد' جو احد سان، ڪوھ ڪاھي ڪوھ پاس،
نُور اندر نُور وڃ، يا تير تجلي طور وڃ.



خوف ھمو اچ خلق ۾، خوني خماريا نيڻ تو،
محبتي ميدان ۾، محبوب ماريا نيڻ تو.

ڪي لڳن چاتيءَ ۾ چمرا، چرڪ ڪيندي ھيا چٽي،
منجھہ انبوريءَ جي اُمن، عاشق اپاريا نيڻ تو.
ماريا منصور جھڙا، مرد تنھنجي سامري،
سڏ ڪري سوريءَ مٿي، سھڻين سنواريا نيڻ تو.
وار ڦاھي دل ڦُرڻ لئہ، تير مٿي طلسم تمام،
دام ۾ دائو رکي، دانا ڏتاريا نيڻ تو.
وہو لھي ان ڏينھن ڪان 'احمد' عمر جو آسرو،
سچ، جڏھن سُرمون وجھي، سھٽا سينگاريا نيڻ تو.



اک کيئن لڳي، اکين جو آرام آسامھون،
باغ و بھار پيرڙا، بادام آسامھون.

انڪل اڙيءَ اڙيءَ ۾، ڪاڪل ڪڙيءَ ڪڙيءَ ۾
ڳھالي ڳھڙيءَ ڳھڙيءَ ۾ ڳلفام آسامھون.
گل خواب سان خماريون، شب خون جي شماريون،
مسڪين مفت ماريون، ماتام آسامھون.
پانيان بغل پرين تون، تن من وڃي ترين تون،
ڪوني وري ڪرين تون، قتلام آسامھون.
ھڪ جنس نئين جڳن ۾، چوھا چندن چڳن ۾،
پنڙو ھڪي ھڳن ۾، ھمغام آسامھون.

جن جا نہ روح رهندا، سي سور ڇو نہ سهندا،
گهاري نہ گهوري سهندان، گهر گهار آساموهون.
ساري رکيس محبت، اکيان سوال صحبت،
اڄ کيو عجيب الـبت، انجام آساموهون.
مُرڪڻ سنڌي ميناڻي، ڪر ڪا ٻلا، ٻلائي،
'احمد' گهُري اماڻي، انعام آساموهون.



مرحبا، محبوب! منهنجا، تو مٿان سر گهوريان،
ڪس ڪهتيون ڇاپا گلن سان، گنج گوهر گهوريان.

ماڻڪن جا مينهن وَسايان تُنهنجي سارڳ ماڳ تان،
تنهنجي خدمت ۾ خزانا، خوب خوشتر گهوريان.
هنج هرڻ، حورون پَريون، هيرا حُسن ۾ هيچ هيت،
تنهنجي جلوي جوت تان جنسار جوهر گهوريان.
تنهنجي خط ۽ خال ڪي، مشڪي خطا، ڪونہ خطا،
عرق تنهنجي تان عجيبا، عطر عنبر گهوريان.
ڪونجڙين ڪي ڪَر نمايا، ڪنڌ اڳيان تنهنجي قريب،
تنهنجي تہ تہ تان ڪبڪ، تمريون، ڪبوتر گهوريان.
نڪ" ليلوفر نموني، نرم اڳ، نرمل اکيون،
تنهنجي پيرن تان پيارا، پٽ پنيهر گهوريان.
چنڊ چهرو، چشم چڪمڪ، چوسرو چوڙو چندن،
وات ڪوثر ڪان ڪثر، زمزم ذقن سر گهوريان.
آهہ 'احمد' ڪي اندر ۾، عمر ساري جي اداس،
اڄ تہ اڄ ڪي مَن اندر جون اوريان گهر گهوريان.



اي اميرو! عام آهيون، رنگ لائينديون ضرور!
نت لعائن جون لڳاهون، رنگ لائينديون ضرور!

ظلم ظاهر تين مٿي، جن لئہ ضروري ٿي لڪات،
ڳاهجي وبون تن جون ڳاهون، رنگ لائينديون ضرور!

ڪن ٻلاهون ٻيٽ ۾، ٻر ٻيٽ ڪن جا تِيا ٻلا،
ھي ٻلا ۽ ھي ٻلاهون، رنگ لائينديون ضرور!
منجهه ڪنگالن ڪنگ رڙ، ڪَرڪَل، ڪلهن جا سِرڪُلهن،
واهري جي ويهر واهون، رنگ لائينديون ضرور!
ويرا وولن وي نه ورتو، تو تراڙ بن ساڻ تخت،
عام رائي ڏار راهون، رنگ لائينديون ضرور!
هين بکين ڪئين بادشاهه برباد ڪيا اي بيخبر،
ھي ڪڪهريون ٿهر ڪاهون رنگ لائينديون ضرور!
زار ڪي زاري ڪرايئون، روس ۾ جو هو رئيس،
تون نه تنهن ڪان پنڌ پراهون، رنگ لائينديون ضرور!
مسلڪ 'احمد' آهي، لا اِلٰه اِلا الله جو،
تين تي ڪلمي جون ڪلاهون، رنگ لائينديون ضرور!





# مولانا محمد عظيم "شيدا"

مولانا محمد عظيم 'شيدا'، مشهور عالم دين ۽ مفتيءَ ۽ مدرس جي حيثيت سان ڪنهن به تعارف جو محتاج نه آهي. پاڻ پنهنجي سوانح حيات ۾ لکي ٿو:

"نالو محمد عظيم، ولد لعل بخش سولنگي، مولد ڳل پرڙو، تعلقو واره، ضلعو لاڙڪاڻو. آءٌ وچولي طبقي جي خاندان مان آهيان. قرآن شريف ۽ لورنامو وڏي ڀاءُ مرحوم آخوند فقيرمحمد کان پڙهيس، ۽ فارسي، عربي، ڪنز، ڪافيه تائين ڪنڊو شهر ۾، جناب سيد مولانا عبدالعزيز مڪراني کاراڻي وٽ پڙهيس. مختصر معاني، ميبذي، مشڪواة، پير صاحب جهنڊي جي مدرسي ۾ پڙهيس. منطق پيرڙو اباد ۾ مولانا خادم حسين وٽ پڙهيس. باقي علوم، شاهه صاحب مولانا محمد محسن شاهه وٽ ساڻن جي ڳوٺ ۾ پڙهي، دستاربندي ڪيم. ١٣٣٥هه ۾ فارغ التحصيل ٿي، مختلف شهرن ۾ درس تدريس شروع ڪيم. هن طرح خداداد پٺاڻ جي ڳوٺ ٥ سال، شهر ماڻي شاهل ٥ سال، وڏا وڳڻ ٧ سال، بارو ديرو ١٢ سال رهيس. هينئر عمر ٨٨ سال آهي. تقريباً (٦٠) سٺ طالب العلم، مون کان فارغ التحصيل ٿي، عالم، فاضل ۽ مدرس ٿي ويا آهن. تعليم کان سواءِ وجه معاش حڪمت آهي. آءٌ حڪيم حاذق آهيان. نواب سر غيبي خان چانڊيي، نواب يوسف خان منگسيءَ جي خاندان جو آءٌ حڪيم ٿي رهيو آهيان. هينئر به مهلڪ ۽ مزمن مرضن جو معالج آهيان. ٻه ڀيرا حرمين شريفين وڃي حج پڙهي آيو آهيان. هڪ شريف جي زماني ۾ ١٣٣٩هه ۾، ۽ ٻيو ڀيرو ١٩٥٣ع ۾ عراق ۽ اردن کان ٿيندي مديني آيس ۽ اتاهون مڪي ۾ آيس. الله تعاليٰ حج مبرور فرمائي شال!

قومي مشغولي خلافت جي زماني کان وڏي سرجوشي سان رهندي آئي. جمعيت العلماء ضلعي لاڙڪاڻي جو صدر به رهيو آهيان، ۽ جمعيت العلماء هند جي ورڪنگ ڪميٽيءَ جو به ميمبر رهي چڪو آهيان.

شعر ۾ دلچسپي خاص رهي آهي، تخلص 'شيدا' آهي.
موجوده وقت ۾ ڏهه فرزند آهن ۽ ٻه نياڻيون آهن: هڪ تپيدار ڪان سواءِ ٻيا سڀ گريجوئيٽ آهن. ٻه وڪيل آهن، ٻيا مختلف نوڪرين ۾ آهن. انهن مان چار قرآن جا حافظ آهن. ڪل گهر ۾ ست-پنجهٺ ياتي آهيون، ڪائي پيٺ ۾ گڏ آهيون، ڪئوپات ٻه گڏ آهي. ڪل ٽي شاديون ڪيم. اول مان ٻه فرزلد آهن، ٻئي وڪيل آهن. ان جي فوت ٿيڻ بعد ٻه شاديون ڪيم. هڪ مان چار فرزند ٻه نياڻيون آهن. هڪ نياڻي پنهنجي پائٽيي حافظ شمس الحق کي، ٻي نياڻي پنهنجي هڪ عزيز روشن علي کي ڏنل آهن، جي ٻه نوڪرين ۾ آهن. اهو آهي اسان جو مختصر حال زندگيءَ جو."

## غزل



ساقي! اڄوڪي بزم ۾ وه جو سرور هو،
مئي خوشگوار لعل بتان جو حضور هو.

زاهد ٻه زهد خشڪ کان آيو ملول ٿي،
جو ان کي باده لاب جو بيحد ضرور هو.

رندي ۽ زاهدي نه مدار آ نجات جو،
آهيم آسرو جو هو الله غفور هو.

اکوڻيپ ۾ تيغ ابرو کيا هين شهيد لک،
قاتل کي پنهنجي تيغ تي ڪيڏو غرور هو.

هڪ جلوه ناز سان جو لٽيي دل کي دلربا،
سينگار تنهنجو سهشل، ويتر کلور هو.

فرقت ۾ صبر جو ڪيو مون، جي نہ ڪنهن ڪيو،
يعقوب کان وڌيڪ هي منهنجو صبور هو.

سينو سڙي جو عشق اوهان جي ۾ ويو ٻرين،
تو ٻاڻ سمجهيو ان کي تہ گويا تنور هو.

ظلمات دوجهان سندي ڪافور ٿي وئي،
'شيدائي' ان جي اور جو جنهن دم ظهور هو.

•

جي تيغ بُرّان سان مون کي مارين ته چئبو تنهنجو ڪمال کڙو،
جي جلوه هڪ سان پسم نه ڪيو تو ته چئبو تنهنجو جمال کڙو!
عجب لهي ٿو هلال ابرو اوهان جي بدر منير رخ تي،
شڪي فلڪ ٿي چيو ويچاري ته منهنجو بدر و هلال کڙو.
انهي جو در ٿيو آ منهنجو ڪعبو خبر اٿي ٻئي ڪنهن جهت جي،
نه ڄاڻان مشرق نه ڄاڻان مغرب، جنوب کڙو شمال کڙو!
فنا ٿيو 'شيدا' رهيو نه دنيا ۾ ان جو نالو نشان باقي،
انهي جو هاڻي جمال کڙو، جلال کڙو، زوال کڙو!

•

مون کي پير مغان گهرجي نڪو ابرار سان مطلب،
نه ساقي سان نه ساغر سان نڪو خمار سان مطلب.
نه زاهد سان نه راهب سان نڪو آ رند سان مطلب،
نڪا تسبيح ئي گهرجي، نڪو زنار سان مطلب.
شهيدِ ناز آهيان مان وري قاتل جي ڏمڪي ڇا،
مان بسمل اڳ مثل آهيان نڪو تلوار سان مطلب.
پرائو پاپي آهيان ميڪدي جو، ڇا ڪندو واعظ،
نه مسجد سان نه مندر سان نڪو احبار سان مطلب.
مڪي خاڪو لڳن کي مست ٿي در تنهنجي تي ويٺس،
شهنشاهي سان منهنجو ڇا نه شاهوڪار سان مطلب.
ٿيس مان محو جلوي ۾ نفي اثبات ٿي وئي گم،
نڪا اقرار جي خواهش نڪو انڪار سان مطلب.
لواء الحمد هيٺان هوندو منهنجو لعرو مستانه،
آهيان 'شيدا' محمد جو نه ٻئي مهندار سان مطلب.





# مولوي درمحمد ”خاڪ“ ڪانڌلوي

اسم گرامي درمحمد، تخلص خاڪ، عمر: ٧٥ سال، خاندان: صديقي ۽ قريشي، پاڙو خيالاڻي، ولادت: ١٢- ربيع اول ١٣١٣ھ، شهر ڪانڌڙو، ضلع لاڙڪاڻو سنڌ.

حضرت ’خاڪ‘ گمناميءَ ۽ گوشہ نشيني هوندي به علم ۽ فضل جي حيثيت سان معروف شخصيت جو مالڪ آهي. ذڪر و فڪر، زهد و ورع، اوراد ۽ اشغال ۾ مشغول هوندي به شعر و شاعريءَ سان شغف رکي ٿو. سندس ڪلام عشقيه ۽ اخلاقي آهي.

ڪانڌلوي ان ڪري ٿو سڏجي، جو سندس وڏن بزرگن مان مخدوم قاضي ضياءالدين صديقي و قريشي، هند ۾ مظفرنگر جي پسگرداءِ ۾ هڪ ٻهاڙ جي ڪنڌرن ڪي سنواري ڳوٺ ٻڌايو، جو ڪانڌره نالي سان مشهور ٿيو، جو اڳتي هلي اردوءَ ۾ ڪاندهلہ ۽ سنڌيءَ ۾ ڪانڌڙو ٿيو. ان ڳوٺ ڪاندهلہ مان ڪيترا ناليرا بزرگ ٿيا: جهڙوڪ علامہ مولانا الاهي بخش صديقي (شارح مثنوي مولانا رومي) تبليغي جماعت جو باني، مولانا الياس رحہ وغيره.

ان خاندان مان هڪ بزرگ شاه احمد، ان وقت جي تغلق بادشاه سان گڏجي سنڌ ۾ آيو ۽ هتي لي نصيرآباد ضلع لاڙڪاڻه ۾ ڪاندهلہ نالي ڳوٺ ٻڌائي آباد ٿيو، جو ڪانڌڙا سڏجي ٿو. ڪيس هت ٻه فرزند ٿيا. ١- خيال احمد ٢- مجتهد احمد. مولانا خاڪ، خيال احمد صاحب جي نسل مان آهي، ان ڪري خيالاڻي سڏجي ٿو.

اول تخلص ’خطائي‘ ڪندو هو. ان کان پوءِ ’خاڪ‘ تخلص استعمال ڪري ٿو.

مختلف علوم دينيه، تصوف ۽ فتاويٰ تي سٺ ستر ڪتاب لکي چڪو آهي، جن مان 'خزانةالعارفين' حضرت لطيف جي صوفيانه شرح آهي ۽ مقبول آهي.

هاڻ هن وقت انجمن همدرد قوم نصير آباد ۽ بزم لطيف نصيرآباد جو صدر آهي. وڏيءَ عمر هوندي به علمي مشغلن، طريقت ۽ عبادت ۾ مشغول رهي ٿو. - 'آصف' مصرائي.

* * *

## نعت

محمّد مصطفيٰ هادي، همه هادين جو هادي آه!
نيابي نينهن جو نادي، همه هادين جو هادي آه!

فنا"غفر امتي يهريون، جمڻ سان جام فرمايو،
گهري بخشش جي گادي، همه هادين جو هادي آه!

خوشي ٿي شهر گهر گهر ۾، عرب جي باغ بهجي ويو،
مگر دشمن سان ٿي تعدي، همه هادين جو هادي آه.

سچڻ جنهن سال ۾ جائو، ڇنيا سڀ عورتن پڙڏا،
نه ڪنهن عورت جڻي مادي، همه هادين جو هادي آه.

لقب لولاڪ جو مالڪ، لسورو نور نورالله،
ڏسي شهرن ۾ ٿي شادي، همه هادين جو هادي آه.

قريشي قاعدن جو پڻ وڏو ٿي قائد اعظم آه،
اٿئي اڌ رات جو عادي، همه هادين جو هادي آه.

لڪلّ"... قوم ٿي هادي، همه جي واسطي آيو،
وهي وحدت سندي وادي، همه هادين جو هادي آه.

مڪو مهراڻ بنجي پيو، مدينو معرفت جو گهر،
عرب ايران آبادي، همه هادين جو هادي آه.

بڻي رحمت جهانن جي عرب ۾ عرش کان آيو،
ثناخوان' 'خاڪ' اولادي، همه هادين جو هادي آه.

# ڪافيون

*

صورت سڄڻ جي سهڻي سبحان آدمي ۾،
تجلي جو تاب طوري، تابان آدمي ۾!

جهڙو جلاءُ جلوه جاني جمال جو آهه،
تهڙو نه حسن هرگز عالم مثال جو آهه،
ديدار يار اهڙي جو دان آدمي ۾!

نوري نظر جو ناظر نروار نيڻهن وارو،
هوتن جي آڏو حاضر نروار نيڻهن وارو،
نوري نظر کي نوري نيشان آدمي ۾.

جٿ ڪٿ جناب جاني جلوه لڌاءُ آهي،
سڀ سونهن جي ڏٺيءَ سان دل تي سماءُ آهي،
سارو جهان سڪ جو سامان آدمي ۾.

هر چيز حسن واري آئينو معرفت جو،
برگ و گلن بهاري آئينو معرفت جو،
هوتن جي حسن وارهڳسان آدمي ۾.

اعزاز ’خاڪ‘ خوشتر فردوس فرش کان آهه،
ايجاد عشق اڳ ۾ افلاڪ عرش کان آهه،
جلوه نما جو جذبو جولان آدمي ۾.

*

قلبي ڪنن سان ڪانگل جو اڄ ڪلام ٻڌ ٻڌ،
سهڻي سڄڻ جي سڪ جو سهڻو سلام ٻڌ ٻڌ!

واڪا ڪري وڻن ۾ لامن مٿي لنوي ٿو،
ظاهر زبان ڪولي توکي نه ڪجهه چوي ٿو،
خاموش ٿيءُ دل سان، مخفي ڪا مار ٻڌ ٻڌ.

چپ چاپ سان چوڻ جي ڪا چاش تون چکي وٺ،
سڪ جو سنيهو سهڻو سهڻي طرح سکي وٺ،
ساڪي سنائي مصري جهڙو پيار ٻڌ ٻڌ.

ڪو نيڻن جو لياڙو نازڪ جو آ نرالو،
نيڻ نظر تي رک رک نازڪ جو لور نالو،
نيڻين ۾ نينهن وارو نروار لام ڏڏ.
محبوب پاڻ پنهنجو پيغام موڪليو اٿ،
قرآن قل هوالله انعام موڪليو اٿ،
نروار نينهن واري نوبت نظام ڏڏ.
ڪانگل تم مبارڪ پنهنجا پري پلي اٿ،
خوش 'خاڪ' تو اڱڻ تي آيو اڄهو ٿلي اٿ،
ڪن سن ۾ ڪن جون ڳالهيون، مخفي مدام ڏڏ!

*

پاڻ کي پاڻهي پاڻ سڃاڻي پاڻ پري نه پاڻ ڪون آهي،
مون جي سون ۾ سام جا مخفي ساڻ پري نه ساڻ ڪون آهي.

عين ٿـي عيني عين سڃاڻي ساڻ پـري نـه ساڻ ڪون آهي،
طلب جنين کي تاڻ آ تن ۾ تاڻ پـري نـه تاڻ ڪون آهي.
جاڻ جي جاڻين جاڻ ٿو جاڻين جاڻ پـري نـه جاڻ ڪون آهي،
پل لـه پلي آ پاڻ تي پنهنجي پاڻ پـري نـه پاڻ ڪون آهي.
رمز سان روني يار ريجهائي آڻ پـري نـه آڻ ڪون آهي،
ٻاڻ جـي پيٺو ٻار ٻريل کي ٻاڻ پـري نـه ٻاڻ ڪون آهي.
ڪاڻ ڪني جي ڪاڻ ۾ ڪڏهن ڪاڻ پـري نـه ڪاڻ ڪون آهي،
'خاڪ' خدائي ڪاڻ خفي آ ڪاڻ پـري نـه ڪاڻ ڪون آهي.

*

نظر ساڻ نابود ڪـي بود ڪيڙ،
هٿن سان مٽيءَ مٺ ڪـي محمود ڪيڙ.

هـٿـن سـان نهائي ٺنائي هـي بوتو، پنهنجي روح ڦوڪڻ جو فرمود ڪيڙ.
لبازن سـان نـورن ۾ سرڙو نوايو، سـٺـي عبد آدم ڪـي معبود ڪيڙ.
سجڻ ساجدن کان ٿـو سجدا ڪرائين، مون کي پاڻ ملڪن جو مسجود ڪيڙ.
هٿڻ کي هٿڻ کان اڳي هو نه حاصل، عدم کي اشاري سان موجود ڪيڙ.
سجڻ سڪ جو سود و ازل کان اڳي هو، هتي پوءِ سيکائي کهڙو سود ڪيڙ.
پـرين پـاڻ پنهان روپوش آهـين، مگر مون کي سُلڪن ۾ مشهود ڪيڙ.
ڪلي 'خاڪ' کي پاڻ عرشن تي آندو، ڏسي جوش جذبو ڪرم جـود ڪيڙ.

# غزل

●

نگار رخ تي نقاب ڇاڪون وڌو آئو آ خيال کھڙو،
نقاب رخ تان ہري ڪرڻ ۾ ڀلا رسي ٿو وبال کھڙو.

نظر ۾ ناز و ادا سان نازڪ عشاق جي دل لٽي ڪسي ويو،
ڏئي جدائي جگر جلائڻ ۾ آ اوهان جو جلال کھڙو.

رموزِ چشمن اوهان جي ربھي چريو ۽ مجنون مون کي بنايو،
اجا ٻه رخ تي نقاب آئڻ عجب هي ڌاريو خيال کھڙو.

نقاب رخ تي وجھي نہ شمس و قمر ۽ اختر اوهان وجھو ڇو،
نقاب لاهي نھار نازڪ نظر سان ٿيندس نهال کھڙو.

فراق تنهنجو سقر جي آتش سڙن ٿا عاشق مدام ان ۾،
جي تيغ ہٽران سان مون کي مارين تہ ان ۾ ڇنبو ڪمال کھڙو.

فراق ۾ ڇا مهينا هفتا لنگھي ورهيہ ويا وڇوڙي اندر،
اجا عنايت وصال ناهي سنگين دل تنهن ڪلال کھڙو.

دليا جا اڪثر عجيب رخ جي ضيا ڪي رخشان رکن مدامي،
لڪين پتنگ ٿين شهيد تنهن تي اوهان قبوليو مثال کھڙو.

زڪواة جيڪو ڪڍي نہ گنجِ جمال سان سو سخي نہ سڏبو،
الهيء تونگر جمال جي ڪي ڏسيو تہ جاه و جلال کھڙو.

خدارا خوشرو، حيات اندر، ڪرايو ديدار مون کي دلڪش،
مرڻ ڪان پوء جي قبر تي ايندو اهو اسان لئہ وصال کھڙو.

فراق ساڙي بدن کي ٻاري ڇڏي رهيو آهہ ساهہ باقي،
منکي 'خطائي' ملڻ ملاقي ميلو جي جاني محال کھڙو.

●

حسن عالمتاب تي حيران ڪجھہ مستان ڪجھہ،
سان فقط ناهيان سوين سلطان ڪجھہ دربان ڪجھہ.

شمس شيدا ٿي رهيو شب روز تنهنجي شوق ۾،
چنڊ تارا ۽ ڪيئون قربان ڪجھہ نگران ڪجھہ.

شمع رخ روشن مثي دل سوختہ سوَ ۽ لڪين،
اولما ڇا انبيا حيران ڪجھہ پروان ڪجھہ.

سون مريضِ عشق کي ڪهڙي نہ ويڄن جي دوا،
ٿو فقط تنهنجو ڪبي ديدار ڪجهہ درمان ڪجهہ.
سوز سيڪ تنهنجي ۾ ساجن سال سوَ گذري ويا،
وصل جو وارو ڏئي ڏي دين ڪجهہ ايمان ڪجهہ.
جي سڄي دليا سٽي منهن، تون فقط منهڙو نہ سَٽ،
يار سارينديي نہ مون کي گردشِ دوران ڪجهہ.
عمر ساري خواب ٿي وئي شاهِ خوبان خواب ۾،
روئي روشن کي ڪيو تاپان ڪجهہ رخشان ڪجهہ.
صورتِ گلگون مٿي مرغِ چمن مفتون لڪ،
بلبل و گل پئي ڏسُ خندان ڪجهہ گريان ڪجهہ.
اي سخي ساقي پري ڏي 'خاڪ' کي ساغر صفا،
پنهنجي هٿ سان، تان رهي شادان ڪجهہ فرحان ڪجهہ.

●

حيف، هٿ تنهنجي کان وئي جوڀن جواني، جوت حيف،
تو لہ ڪئي ليکي سندي ڪنهن ڏينهن ۾ ڳڻ ڳوت حيف!

لڪ لڏي ويا ڏيہ پنهنجي تي وکر وڻجي ڪئي،
تو لہ موتي ولجيا پئي عمر ۾ آ اوت حيف.
برف جيان تنهنجي حياتي روز سج جي تاب تي،
عمر تنهنجي ٿي ڳري مقصود تنهنجو نوت حيف.
لڏِ لڏڻ جا رات ڏينهان نڙ نغارا ٿا وڄن،
تون نہ اي ٻوڙا ٻڌين ٿو موت وارو صوت حيف.
'خاڪ' خالق کان ڪهڙي وٺ ڏوهہ جي معافي هتي،
تو نہ راتيان ڏينهن روئڻ جي ڪئي ڪا روت حيف.

●

جڏ تونگر ۽ گدا هلندو خدا جي روبرو،
نيڪ و بد هرڪو جزا لهندو خدا جي روبرو.

تون اے ظالم ظلم ڪر پيڏوهہ سون مظلوم سان،
تنهنجو منهنجو فيصلو ٿيندو خدا جي روبرو.
جي دنيا جي دوُر ۾ ويندا وساري موت کي،
موت تن کي زور سان نيندو خدا جي روبرو.

هن دنيا جي آشياني ۾ نه رهندو ڪو ٽڪي،
پر آڏي هرڪو وڃي رهندو خدا جي روبرو.

ڏس سڪندر بادشاه دارا ڇڏي دنيا هئي،
ويا هليا، هرڪو هلي رهندو خدا جي روبرو،

جت فقير و پير شاه و سير تيندا گڏ اچي،
’خاڪ‘ هرڪو حق آئي ڏيندو خدا جي روبرو.



حال پُڇ ۽ قال پُڇ پر سرِ سبحاني نه پُڇ،
روح پُڇ، ريهاڙ پُڇ پر راز روحاني نه پُڇ.

عين عبرت جي ٽڪي جاڏي ڏسان، جاني پسان،
ناز پرور نازنين جو ناز نگراني نه پُڇ.

شمع رخ جي تاب تي پروانا لک سوزان ٿيا،
يار جي شوخي نه پُڇ، عاشق جي قرباني نه پُڇ.

تيغ ابرن جي تکي آ چشم جي خنجر ڪنان،
لين نيزن نازڪن جي لوڪ نيشالي نه پُڇ.

هجر جو احوال سارو ڏي سڄڻ کي خابرو،
سوز پُڇ ۽ سور پُڇ پر درد پنهاني نه پُڇ.

حُسن هوتن جي اڳيان شمس و قمر تارا ٿڪي،
حُسن پرور حسُن تي ڪا دل جي حيراني نه پُڇ.

’خاڪ‘ پنهنجي دلربا کان گهُر دوا ديدار جي،
ديدبازيءَ ۾ شفا، پي خاص احساني نه پُڇ.

## نظم

### سرور کي سلام

سروري درگاه جي سرتاج سرور کي سلام،
دل جي دلڪش دين جي دهدار دلبر کي سلام.

غوثِ حق، لاريب آهي لاڏلو لاهوت جو، علم لدني جي لياقت دار ليڊر کي سلام.
سروري ساه پوڻ سان سرورن سرور ٿيو، سروري درگاه واري گهوٽ گوهر کي سلام.
صبغت الله سان رڳيل هادي هدايت جو ڏٺي، راه جي رهبر رباني روح پرور کي سلام.

لُطف لطف الله تي لاريب لکيل لوح ۾، لوح ثاني لـک نوازي نورگستر کي سلام.

تنهن حضرت نوح کان نالين نه يون نروار ٿي، سنڌ کي سرسبز ڪن ساڻي سمندر کي سلام.

زيب زينت تي زماني کي عطا مخدوم سان، مه جبين ماڪوت جي مهتاب مهتر کي سلام.

سڪ سقاهم ربهم جو هُر پيالو پاريو، پرت وارن کي پرين آ پرت پيڇر کي سلام.

دوش دلبر تي دشالو ڏين ۽ اقبال جو، چرخ جنهن جي چاڪري ۾ ٿي تنهنجي چاڪر کي سلام.

ميڪدو محبوب جو آباد هوندو تا قيام، مست مَن مينوش ۽ ساقي جي ساغر کي سلام.

زر زماني ذوق ڪان زانو ادب جا ڪوڙيا، 'طالب المولي' جي اڳيان بخت برتر کي سلام.

روز رندي جو آ رهبر پڻ رهائيون روز ڪن، رند جي 'پيرمغان' ۽ راهه رهبر کي سلام.

سرپرستيءَ ۾ سنڌس 'فردوس' جاري ٿي رهيو، سنهنجي محبوبن هٿان محبوب مستر کي سلام.

'طالب المولي' کي مولا ڪان عطا موتي ٿيو، جو محمدؐ جو 'امين' اقبال اختر کي سلام.

'خاڪ' هالا حال استقبال ۾ اقبال سان، سبز تر هوندي سدا خدام خوشتر کي سلام.



# "سليم" ڳاڙهوي

محترم 'سليم' ڳاڙهوي، پنهنجي دلنشين ۽ شيرين فن جي حيثيت سان، ادبي دنيا ۾ وڏو مقام حاصل ڪري چڪو آهي. سندس شاعري، پختگيءَ ۽ عمدگيءَ جو هڪ سهڻو مثال آهي. هڪ قادرالڪلام شاعر ۽ استادِ سخن جي حيثيت سان، سندس ڪلام، سنڌي زبان جي سيني موقر رسالن ۾ شايع ٿيندو آيو آهي. اوائلي تعليم سنڌي وٺ ڪان پوء، اردو ۽ فارسي زبان ۽ شاعريءَ جي مطالعه ڪان پوء، منجهس شاعريءَ جو ذوق پيدا ٿيو. هن وقت پنهنجي ڳوٺ ڳاڙهي، ضلعي خيرپور ميرس ۾، مختصر زمين ۽ هڪ رونقدار ننڍڙي باغ جي سنڀال ۾ مصروف آهي. سندس زياده تر وقت مطالعه، ادبي رهاڻ ۽ زمين جي ڪم ڪار ۾ گذري ٿو. 'سليم' صاحب نهايت نهٺو، گوشه نشين، ڪم گو ۽ خاموش طبع انسان آهي.

پنهنجي خود نوشت سوانح حيات ۾ لکي ٿو:

"آءٌ ڳوٺ ڳاڙهي (تعلقي خيرپور ميرس) جي هڪ معزز خاندان ۾، ١٥- مارچ ١٩٢٥ع تي پيدا ٿيس. شاعريءَ جو شوق اسڪولي زندگيءَ ڪان وٺي شروع ٿيو. اسڪولي دوست منهنجا ڪلام ۽ ڪافيون ٻڌي حيرت ۾ پئجي ويندا هئا. منهنجي باقاعده موزون شاعريءَ جو دور ١٩٤٧ع سان گڏ شروع ٿيو. هن دَؤر ۾ مشهور معروف سنڌي ادبي رسالي 'اديب سنڌ' منهنجي ڪافي رهنمائي ڪئي. ان رسالي ۾ قابل ۽ استاد شاعرن جا ڪلام ۽ تنقيدي مضمون پڙهندو ۽ هنئين سان هنڊائيندو رهيس. شعري اصلاح بلڪل ٿوري ورتي اٿم، سا به فقط الحاج محمود 'خادم' لاڙڪانوي مرحوم جي عنايتن جي زيراثر رهي. شعر چوڻ جو مون کي حرص ڪونهي. ڪڏهن ڪڏهن ڪو نظم يا غزل وغيره، جذبات جي اڀرڻ وقت لکي ڇڏيندو آهيان ۽ بس!"

* * *

## ڪافي

*

ساريان سرس سنگهار، ويڙهيچن کي ڪين وساريان!
منهنجا سارو ساه سيباڻا، پرت پريا، نهنا ۽ نماڻا.
سيرت جا سردار- ڏوٿينڙن لئه ڪانگ آڏاريان!

ٽم ٽم جن لڏ لڏ ٽمن ٽا، دم دم دل ۾ دود دکن ٿا،
بلبل ڀور هزار- هر هر وڻي واٽ نهاريان!

ماروئڙن لڏ آهيان ماندي، بيوس، بيڪس، بلڪل باندي،
قلب کي ناهه قرار- پنهنجي پرين کي روز پڪاريان!

آخر آءُ انهن جي آهيان، ڳڻ ۽ ڳالهيون جن جا ڳايان،
سانگي صاف سچار- پاڪ پرين جي پرت پچاريان!

## گيت

### جاڳي ماڻ سوير!

جاڳي ماڻ سوير، او ساٿي، جاڳي ماڻ سوير!
او ساٿي-
جاڳي ماڻ سوير!

جاڳڻ وارا ڀاڳ ڀرائن، ننڊ ٻن ڪاڻ نڀاڳ،
جاڳڻ ساڻ سوير ملي ٿي، آرس ۾ ٿي اوير:
او ساٿي-
جاڳي ماڻ سوير!

ويهڻ ورچڻ، وقت وڃائڻ ڪانئر جو ڪم آهي،
منزل سانگي مانجهي هل تون پنڌ پڄائي پير:
او ساٿي-
جاڳي ماڻ سوير!

ننڊڙي پيڙي، واءُ اٿانو، ساگر آهه اٿاهه،
سيڙهه سالباهي، ونجهه هلائي، گهاٽ سڄائي گهير:
او ساٿي-
جاڳي ماڻ سوير!

پونجي پوري ناهِ تڏهن ٻي همٿ مور نه هار،
جيسين سنبرين پار سچيءَ کي تيسين پڳيءَ سان پير:
او ساٿي-
جاڳي ماڻ سوير!

# غزل

●

لکيل آهي، فلڪ جي دل جي ٻارن تي لکيل آهي،
فسانو منهنجي الفت جو ستارن تي لکيل آهي!

اگر منهنجي عقيدت جو بيان ڪوئي پڙهڻ چاهي،
ڪڪڙهارن، گلابن ۽ چنارن تي لکيل آهي!

محبت ۾ مري جيئڻ حقيقي زندگي سمجهو،
وفا جو درس فطرت جي شمارن تي لکيل آهي!

جبل تي، بحر تي، بر تي، چمن تي، باغ تي، گل تي،
صداقت جو سبق نرمل نظارن تي لکيل آهي!

سڄڻ جي سونهن جو سهڻو ۽ دلڪش داستان، يارو!
قمر تي، شمس تي، ڪتين ۽ تارن تي لکيل آهي!

نظارو ان جي نظرن جو زماني ۾ ٿيو ظاهر،
صحيفو سرخ لب جو لالہ زارن تي لکيل آهي!

سڄڻ جي ني سهاري سان تري ٿو تار ۾ ترهو،
انين دريا تي، موجن تي، ڪنارن تي لکيل آهي!

قدم جنهن ڪاروان جا منزلن ڪي تا ڇڏن موهي،
نمايان نام ڪنهن جو رهگذارن تي لکيل آهي!

محبت جو نشان ڪنهن جي مٽائڻ سان نہ ٿو مٽجي،
'سليم' اهڙو اگر دل جي دبارن تي لکيل آهي!

●

داستان دلچسپ هو هر داستان لٽجي ويو!
راه ۾ ني حسرتن جو ڪاروان لٽجي ويو!

صبح جي ڪرڻن سڻائي روشنيءَ جي ڳالهہ ڀر،
خون تارن جو ٿيڻ سان آسمان لٽجي ويو!

جنن رفيقن ني ڪيا انصاف جا قول و قرار،
خود آنهن ڪان ئي محبت جو جهان لٽجي ريو!

تيز ٿي آئڻي جفا جي جنهن جي حملي ۾ اچي،
مهربان لڳجي ويو، نامهربان لڳجي ويو!

هن حڪايت جو بيان منهنجي ڏڪائي ٿو زبان،
حيف، اڄ انسان انسانن هٿان لٽجي ويو!

آه! ارمانن جو گهر، انسانيت جو آشيان،
ڪين لٽجڻ جو هو ليڪن ناگهان لٽجي ويو!

اهڙو اندازو لڳائڻ ان کي شايد عيب آه،
سُهر ڪيئن لب تي لڳي، ڪيئن بيزبان لٽجي ويو!

هي زمين هو آسمان بيحس ٿي ڏسندا رهيا،
ڪنهنجو گهر برسيو ۽ ڪنهنجو آشيان لٽجي ويو!

•

گل جو ساقيءَ کي جام هو شايد،
منڪٿن سان ڪلام هو شايد!

هر ڪليءَ ٿي مٽي ڏٺو هر دم، حسن بالائي بام هو شايد!
لاٽ تاري ڪئي عقيدت سان، هڪ حسين کي سلام هو شايد!
ڪهڪشان ڪنهنجي رهگذر آهي، ڪو تہ محوِ خرام هو شايد!
زيبِ هستي ۽ انجمن آرا، جانِ عالم جو نام هو شايد!
ميڪدي ڏي وڃن پيا زاهد، لطف ساقيءَ جو عام هو شايد!
گنگنايو غزل الائي ڪنهن؟ ڪوئي شيرين ڪلام هو شايد!

## نظم

### اي ساقي!

منهنجي قسمت کي جوڙ اي ساقي!
نا اميدي ليوڙ اي ساقي!

سُڪ جون سيجون وڇائجي ويندئون، ڏک جا ڏينهڙا مروڙ اي ساقي!
لعل جنهن ۾ ليڪي ويا سچ جا، گنبد اهڙيءَ کي جوڙ اي ساقي!
ڪمر مان ني مڪڻ ٿئي پيدا، ڪين پاڻي ورلوڙ اي ساقي!
تنهنجي منهنجي تہ آهہ پيڙي هڪ، تون پيانيءَ کي پوڙ اي ساقي!

ماڪ، منزل، مراد ماڻڻ لاءِ، پاڻ پنهنجو پتوڙ اي ساٿي!
پاڻ پنهنجو سڃاڻجي نيارا، تو ۾ خوبيون ڪروڙ اي ساٿي!
نينهن وارو عظيم ناتو آهه، تون نباهيج توڙ اي ساٿي!
زندگيءَ جي 'سليم' راهن ڏانهن، مُنهن زماني جو موڙ اي ساٿي!

## وطن

چمن چمن، چمن چمن،
وطن وطن، وطن وطن!

هي رنگ، هي نگار ڏس، هي باغ، هي بهار ڏس،
هي مرغ، هي چنار ڏس، هي سَرو ڏس ۽ هي سمن!
وطن وطن، وطن وطن.

هي الب، هي انار ڏس، هي صوف رنگدار ڏس،
هي برگ ڏس، هي بار ڏس، جواهرات ٿا ٻَڪن!
وطن وطن، وطن وطن.

هي ابر آبدار ڏس، هي کيت سبزه زار ڏس،
خدائي شاهڪار ڏس، ارم ارم، عدن عدن!
وطن وطن، وطن وطن.

هي بلبلون، هي ڪوئليون، چڪور، مور ۽ چڙيون،
لَئون عجيب لاتڙيون، سٺو ته ڇا پيا چون!
وطن وطن، وطن وطن.

هي جهنگ جهر، هي بحر بر، جبل، نديون ۽ جال جر،
هي ريگزار، ٿل ۽ ٿر، ڍڪيون ٽڏيون ۽ من مڪن!
وطن وطن، وطن وطن.

هي زيب ڏس، هي نور ڏس، هي زينتون، هي نعمتون،
هي راحتون، هي رحمتون، نگر نگر، دمن دمن!
وطن وطن، وطن وطن.

وطن، هي دلربا وطن، دوا وطن، شفا وطن،
وڌي وَڌي سدا وطن، دعا ڪري ٿي دل، دهن!
وطن وطن، وطن وطن.

وطن جي واسطي جيئو، وطن جي واسطي مرو،
وطن جي واسطي آئو، ڪريو نثار تن ۽ من!
وطن وطن، وطن وطن.

## عشق

عشق صادق سرخرو آهي سدا،
عشق کي ڪو خوف ڪائيندو نه آهِ!

عشق جو هڪ آهِ مذهب، "سر ڏيڻ"، عشق مذهب کي مٽائيندو نه آهِ!
عشق اڪثر سر ڏني ٿيو سرفراز، پنهنجي نالي کي لڄائيندو نه آهِ!
عشق آڇلي ٿو ستارن تي ڪمند، پوئتي وِک ڪي ورائيندو نه آهِ!
عشق گهوڙن کي ڏُڪائي بحر تي، عشق آڙهه کان لنائيندو نه آهِ!
عشق تلوارن جي پاڇن ۾ پلي، عشق محلن ۾ ڏسائيندو نه آهِ!
عشق جي منزل ستارن کان اڳي، عشق پستيءَ ۾ پڄائيندو نه آهِ!
عشق خودداري، خودي، مردانگي، عشق فاتح، هارَ ڪائيندو نه آهِ!
عشق ڇُٽن کي ٻَڌي ٿو موڙ ليٺ، عشق سُستن کي سڏائيندو نه آهِ!
عشق ايمان ۽ صداقت جو امين، عشق حق کي ليٺُ لائيندو نه آهِ!
عشق جي انسانيت اولاد آهِ، عشق انسان کي ڀُلائيندو نه آهِ!
عشق جي تون آزمائش ڪين ڪر، آزمائيل کي آزمائيندو نه آهِ!
عشق ڪوڙا روپ بدلائي نه ٿو، عشق عظمت کي وڃائيندو نه آهِ!
عشق اڻ ترُ، عقل کان اڏو آچو، سوچ ۾ وارو وڃائيندو نه آهِ!
عشق غيرت ۽ خوديءَ جو رازدار، غم آڏو سر لوائيندو نه آهِ!
عشق جو شهباز رفعت آشنا، هيٺ آکيرو بڻائيندو نه آهِ!
عشق سچ جي روشنائي جو منار، ڪنهن کي اولهه ۾ رلائيندو نه آهِ!
عشق ڇا هي؟ بس شهيدن جو جگر، موت آڻ تي سوپ پائيندو نه آهِ!

پنهنجي پيڙن کي ٻسائي ٻار عشق،
عزم اڻ ڳس ۽ اٽل اسرار عشق!

# مولوي عبدالرحمان «ضيائي»

مولوي ضيائي (ميرپور ماٿيلو) مشهور عالم ۽ شاعر مولانا ٻهائيءَ جو فرزند، علوم دينيه جو فاضل ۽ شاعر شخص آهي. سندس فارسي ۽ سنڌي شاعري، پختي ۽ معياري آهي، ۽ قديم رنگ تي مشتمل آهي. پاڻ پنهنجي مختصر سوانح هن ريت لکي موڪلي اٿس:

"منهنجو نالو عبدالرحمان ۽ تخلص ضيائي آهي ۽ پنهنجي والد جو ننڍو ۽ ڇهون نمبر پٽ آهيان. قرآن شريف جي تعليم پنهنجي پياري والده کان ورتم ۽ عربيءَ جا هيٺيان ڪتاب، اوائلي دور ۾، پنهنجي والد رحه وٽ پڙهيم؛ مگر ڪمال پيرسنيءَ ۽ ان سان گڏ ضعف بصارت جي ڪري، مٿيان ڪتاب پڙهائڻ کين گران لڳا. ان ڪري مختلف جڳهين ۽ مختلف مدرسن ۾ تعليم ورتم. ڪجهه وقت جناب حضرت مولانا عبدالڪريم صاحب ڪورسليمان واري بزرگ وٽ تعليم حاصل ڪيم، ۽ مٿيان ڪتاب، مولوي علي محمد ڪاڪيپوٽي ۽ قاضي محمدابراهيم صاحب، ڪارڙن، تعلقه شهداد ڪوٽ وارن سان گڏ پڙهيم. آخر ۾ سند فضيلت ۽ دستاربندي، حضرت مولانا حافظ محمدابراهيم صاحب ڳڙهي ياسين وارن وٽ حاصل ڪيم. حضرت مولانا محمد قاسم، صاحب التڪبير ڳڙهي ياسين وارن وٽ به ڪجهه عرصو تعليم حاصل ڪيم. مختلف مقامات تي درس و تدريس جو ڪم سرانجام ڪيو اٿم. فارسي ۽ سنڌي شعر و شاعريءَ جو 'ملڪو' موروثي مليل اٿم. بيعت منهنجي نقشبندي خاندان ۾، حضرت محمد عمرجان صاحب چشتيه شريف ڪوئٽه وارن سان آهي. عمر هن وقت تقريباً ٧٢ سال آهي. پٽ ٽي اٿم: حافظ محمد يوسف، جو قرآن جو حافظ ۽ انگريزي ٦ درجا پڙهيل آهي، سندس ولادت سال ١٣٦٧هه محرم جي ١٩ تاريخ، مطابق سال، ١٩٤٧ع آهي؛ ٻيو عبدالغفور آهي، جو سال ١٣٦٩هه ۾، محرم جي نائين تاريخ ڄائو. قرآن پورو ڪيل ۽ فارسي ۽ انگريزي پڙهي رهيو آهي.

ٽيون پٽ عبدالقادر، جو سال ١٣٧٩هه ۾ ڄائو، هن وقت ڏهن سالن جو آهي ۽ سنڌي چوٿون درجو پڙهي رهيو آهي، ۽ ان سان گڏ قرآن شريف به پڙهي رهيو آهي."

سندس شعر و شاعري، فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ آهي. پاڻ ديني ۽ عشقيه ڪلام گهڻو چيو اٿس، زبان عالمانه ۽ انداز بيان شاعرانه آهي. ڪلام ۾ اها خوبي آهي جو قديم رنگ هوندي به منجهس فن جي چاشني موجود آهي. ـــ ادارو.

* * *

# غزل



پرين! تنهنجا پـون ٿـا پور، هـَرهـَر،
تهان کـر ٿـو رهـان رنجور هـرهـر!

نکو محـرم نکو سينگو نـہ سـاٿـي، پٽايان کنهن کي مون هي سور، هرهر.
لکايم عشق کي، ليکن لکيو ڪونہ، چڪي ٿو، درد جو ناسور، هرهر.
ڪنگليل سُنهن سان، رقيبن سان کيلين ٿو، ۽ مون کان ٿـو رهين مستور، هرهر.
عـشـاقـن سـان ڀرچـي وچ خـدارا، رُسڻ جـو ڇـو رکيئہ دستور، هرهر.
رقـيـبن سـان، قـريـبـيءَ ۾ گـذارين، رهين ڇـو دوستن کـان دور، هرهر.
تون مهجورن جي ٽٽ تي رک خدارا، سلڻ جو مرهـم ڪافـور، هرهر.
سڄڻ جـي اک خـمـار آلوده، والـلّه! پيـاري ٿـي مـئـے انگـور، هرهر.

'ضيائي' ائين بسمل کـي ٿـو گهورين،
سـڄـڻ، بـادـبـدهٔ مخـمـور، هرهر.



محب سُنهن کان جڏهن کوليو نقاب آهستہ آهستہ،
خجل ٿـي سـرنگون ٿـيـو آفتاب آهستہ آهستہ.

ملڻ خلوت نشين محبوب جو مشکل مهانگو آهي،
ٿـيـن سـپ رفـع، جلوت ۾ حجاب، آهستہ آهستہ.

سوين دانـا، دليون قابو ٿيون هن دام ۾ ظالم،
کمندِ زلف کي ڏي پيچ و تـاب، آهستہ آهستہ.

پڇي هستيءَ جا سپ پورا، بقا باالله کر حاصل،
پڇڻ پنهنجي سان ٿئي، درياء حباب، آهستہ آهستہ.

وڃو وحدت سندو پاڻي، ڪڍيو سون قيد ڪثرت جو،
لـڻـا دل تـان پيائيءَ جـا حجاب، آهستہ آهستہ.

بہ تـيـزي گروزي بادِ صبا در کوئے جانانم،
سـلامِ مـن بگـو درآن جـنـاب، آهستہ آهستہ.

سگِ دروازهٔ دلبر، چوي سپ خلق ٿـي مون کي،
سڄڻ کان پڻ مليو هي خوش خطاب، آهستہ آهستہ.

جڏهن محبوب گل رخ وڃو گلستان ۾ گهمڻ خاطر،
عَرق ٿيو، شرمساريءَ کان گلاب، آهستہ آهستہ.
ڪري جرات، سڄڻ کي عرض بوسہ جو ڪيم ليڪن،
مليو مُرڪڻ سان انڪاري جواب، آهستہ آهستہ.
'ضيائي' جا سخن پرسوز ۽ سهڻا، پڙهي جيڪو،
سَٽي ٻاٽيءَ ۾ سڀ پنهنجا ڪتاب، آهستہ آهستہ.



محب جو مُنهن مفاجاتي، ڏٺو مون اڄ گلستان ۾،
يقين آيم تہ گل ۾ رنگ ناهي، بُو نہ ريحان ۾.
تمنا ۾ گذارڻ وصل کان صدبار بهتر آهي،
نہ روزِ وصل ۾ آهي مزو، جو شامِ هجران ۾.
محبت جي نشي ۾ مست آهيان، ڪيم چئو زاهد،
نہ ملندو سَهند ڪو عصمت جو عنوان، منهنجي دامان ۾.
هيس هرچند داناتر، ڪمندِ زلف قابو ڪيو،
نہ ڄاڻان ڪيئن تہ اٽڪي دل وڃي زلفِ پريشان ۾.
شهيدِ عشق کي في الحق حياتِ جاوداني آهي،
رکيل ڪو راز آهي سَهڻن جي تيرِ مژگان ۾.
حقيقت عشق جي هرگز نہ زاهد کي ذرو آهي،
'ضيائي' سربسر اسلام آهي، ڪفرِ صنعان ۾.



شبِ فرقت جو مزو، عاشقِ مهجور کان پڇ،
مئي جي لشي سندي ميناج کي مخمور کان پڇ.
هدفِ تيرِ نظر جي نہ ٿيا، جا ڄاڻن،
نظرِ دوست سندو لطف تہ منظور کان پڇ.
بسترِ عيش تي جو لنبد ڪري، بيخبر آهي،
شبِ هجران' جي درازيءَ کي تون مهجور کان پڇ.
زاهدِ گوشہ نشين کان نہ ڪڏهن ڪجهہ ٿيندو،
رمز مولا سان ميلڻ جي، دلِ معمور کان پڇ.

حق ملڻ لاءِ تون ڪر سرد مڪمل جي طلب،
جي قريبي نہ ملي، پنڌ ڪري، ھو دور ڪان پُڄ.

محويت جو مزو ناھ، ذرو زاھد ۾،
ڪيفِ معراج، سرِدار تون منصور ڪان پُڄ.

دل اميرن جي ڪي بربان' ٿي ڪري برياني،
مزهٔ نانِ جوَين خشڪ جو، مزدور ڪان پُڄ.

عشق جي عين جي، زاھد ڪي خبر ناھ ذرو،
اي 'ضيائي' تون وڃي عشق جي وھلور ڪان پُڄ.



عشق جي آزَ الدر، فسق ڪمائڻ نہ ڪھي،
غير دل ۾ رکي، ڪنھن اسامي واجھائڻ نہ ڪھي.

نظرِ بد سان نپاڳيا، نہ نھارج ڪاڏي،
ھير ناپاڪ گھتيءَ ۾ ڪڏھن ھائڻ نہ ڪھي.

حرص دنيا ڪي تون ھمت سان ڇڏي، حق جو ٿيءُ،
دل جي پينگھي ۾ ھي بد طفل ليائڻ نہ ڪھي.

آهِ دنيا سندي لذات جو دريا پُر موج،
ھوش رک، دامنِ عصمت کي پُسائڻ نہ ڪھي.

جا ڪرين ڪار، مڙيئي محض خدا ڪارڻ ڪر،
دين جي دامَ ۾ دنيا کي ڪمائڻ نہ ڪھي.

فقر جي راھ ۾، ڪر پنڌ پيادو، سِر سان،
اسپِ نخوت تي چڙھي، حڪم ھلائڻ نہ ڪھي.

حق سندي راھ ۾ دنيا جي تقاضا ڪر ترڪ،
لوڀ لالچ ۾ اچي تنھن کي ڇُھائڻ نہ ڪھي.

رحم جي ڪر تون 'ضيائيءَ' تي نظر، يا مولا،
عبد، پنھنجي تي، پراوَن کي ڪلائڻ نہ ڪھي.

•

دور ڪر دل مان دوئي وارو دود، هر طرف آهي، اهوئي مشهود.

درو ديوار مان ڪر ان تي نظر، ٿو وڄي تو ۾ اناالحق جو سرود.

ترڪ ڪر غير، تہ ٿئي درڪ تمام، فرق مان ڪين ٿئي، ساجد، مسجود.

نہ شقاوت نہ سعادت آهي، تون شقي ٿين ۽ تون ئي مسعود.

ڪر فنا، هستيءِ موهوم مٿان، تہ ڏسين، ملڪِ بقا جو بهبود.

قرب جي ڪجل مان ٿي تيز نظر، بُعْد ڪي ڪاهہ ڏي، ٿي حق موجود.

حق اهو آهي، ۽ هڪ آهِ سگر، ڪر رکج، شڪ ۾ ڪين ڪر ڪو سود.

فتدبر اذا امتحن، هُوَالله سبحان،

چئہ 'ضيائي' تون بيانيءَ جو غنود.





# مولوي نورالدين ”نور“

مولوي صاحب پنهنجي خود نوشت سوانح ۾ هن طرح لکيو آهي:

”منهنجي والد جو اسم گرامي خاوندڏنو آهي، ۽ سندس والد جو نالو حضوربخش هو. ان جو چانڊين جي مشهور شاخ ٻجيراڻي سان تعلق هو. منهنجو والد پنهنجي خاندان جو پرپومڙس هو. ليهه-چاليهه گهر سندس حڪم تي هر وقت عمل ڪندا هئا. وڏو مالدار هو. منهنجي ولادت ١- مارچ ١٩٢٧ع ۾، قنبرعلي خان تعلقي جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ ڏاتوءَ جي واهڻ ۾ ٿي. ماءُ پيءُ پيار پيرڏنو ۽ ٻيءُ نورالدين سڏڻ لڳا.

تعليم: اردو، عربي، فارسي ۽ دينيات جي تعليم هيٺين عالمن کان ورتي ويئي: مولانا عبدالڪريم ڪوراڻي، مولانا شيرمحمد ڪوسو، مولانا ميرمحمد نورنگي، مولانا اميدعلي جيڪب آبادي، مولانا الاهي بخش پنجابي، علامه واحد بخش (مٺن ڪوٽ)، مولانا احمدعلي لاهوري. علامه واحد بخش وٽ درس نظامي جي تحصيل ڪيم.

شعر جو شوق: نورنگ ۾ رهڻ وقت ئي اردوءَ ۾ شعر چوڻ شروع ڪري ڏنو هوم. مولانا نورنگي صاحب جي هدايت موجب ’نور‘ تخلص اختيار ڪيو ويو. شعر جو استاد مولانا واحد بخش صاحب آهي.

تقريباً هڪ هزار غزل، بيت ۽ نظمون فارسيءَ ۾ هن وقت موجود آهن. خادم صاحب مرحوم ۽ اثر صاحب جي اثر هيٺ ١٩٤٦ع کان سنڌيءَ ۾ شعر چوڻ شروع ڪيم. اردوءَ ۾ به طبع آزمائي ڪندو آهيان. ڪجهه شعر عربيءَ ۾ به آهن. اٺ سال عربي مدارس ۾ درس ڏيڻ کان پوءِ ١- مئي ١٩٤٨ع ۾ سروس شروع ڪئي ويئي. ان وقت لاڙڪاڻي گورنمينٽ هاءِ اسڪول جو هيڊ ماسٽر محترم قريشي صاحب هو، جنهن غيرمعمولي شفقت سان حوصله افزائي ڪئي.

تصنيف: (١) ڪليات نور، (٢) ديوان نور، (٣) ڪلام نور، (٤) شعلہ نور، (٥) موج نور، وغيره آهن. شعر جي سڀني قسمن تي طبع آزمائي ڪيل آهي."

مولوي 'نور' هڪ قادرالڪلام شاعر آهي. سنڌي ۽ فارسيءَ ۾ شاعري ڪري ٿو. سندس تغزل ۾ جذب، رنگيني، سوز و گداز ۽ معنويت آهي. ٻولي پختي، انداز بيان شاعرانہ ۽ عالمانہ آهي. هڪ وڏي شاعر جي حيثيت سان، سندس ڪلام سنڌي ادب لاءِ باعثِ فخر آهي، خاص ڪري عشقيہ شاعريءَ ۾. — ادارو

## بيت

(١) — ڪنهن کي ڇڏن ڪينڪي، ٻاري منجهہ ٻرن،
جاڳي جانب جن، ٻرين ٻرچائي ڇڏيا، — مدد منجهين جي ڪرڻ، عادت آديسن،
ڏورڇي هليا پير سان، جا واٽ نہ ويراڳن، — سي واهي ساڻ وڙن، هي سير ٽپائن سڀ ڪي.
هٿان هڏ نہ ڇڏيو، رستو هي رندن، — (٣)
توڙ رسيا سي تن، جي 'نور' ريجهايا نيازسان. — سير ٽپائن سڀ ڪي، آهي اهن ساڻ،
(٢) — سدا سمجهن ٻين کي، ٻلڪ نہ سمجهن پاڻ،
جي 'نور' ريجهايا نيازسان، سي وارث هن ولهن، — آهي هي اهڃاڻ، 'نور' نرالو نياز ۾.

## ڪافيون

*

سدا ويهي توکي ساريان، ڪڏهن من تون سڄڻ سارين،
ملڻ جي مهرباني ڪر، جو تو کُٿين اندر ڳارين!

ڇڏي جانب وئين جاڪون، — فراقن ڪيو هنئون ڦاڪون،
طلب تن ۾ تيکي تاڪون، — ملڻ ريءَ تو منا مارين!

وڇوڙي جو وڏو آ غم، — سٺهن ڪنهن سنگدل جو ڪم،
هنجون هاريان هتي هردم، — تہ پسي واڳان نٿو وارين!

ڪڙيل قربن اندر آهيان، — دليان لحظي نہ هڪ لاهيان،
اوهان جي آسري آهيان، — پوڙين ٻهڪڻ توڙي تارين!

ڪرم ڪامل ڪندين ڪڏهين، — نوازين 'نور' کي جڏهين،
سڄي راحت ملي تڏهين، — مون سان ڪڏهي جڏهن گهارين!

*

اهڙي دلبر سان وٺي دلڙي اڙي،
سَري جنهن کان سوا اٿو پهر گهڙي!

اڇي سوز فراق ستايو اٿم،
بُت باهه غمن جي جلايو اٿم،
روئي نور اکين جو وڃايو اٿم،
سينو سوز اندر ويو صاف سڙي!

ويو عيش خوشي ۽ راحت پئي،
ويو دين سندم ۽ دولت پئي،
آيو رنج، الم ۽ حسرت پئي،
کيان آه و فغان شب روز رڙي!

ڪاڏي يار سوا ڪنڊ ڪير ڪندس،
ڇا دلبر ري دلگير ڪندس،
ڪاڏي جانب ري جاگير ڪندس،
آئي پهڻ تي آهي دل جي گهڙي!

نڪي گل ٿو وڻي، گلزار مون کي،
ڪيو لعل آهه لاچار مون کي،
نڪي مانڊ ميٽ گهر يار مون کي،
ڏسي هرکو ڏئي ٿو تيز تڙي!

شب روز اٿم آزار مٿان،
ڪجهه پنهنجا ستايل سار مٿان،
اڄ عاشق گهر هڪ وار مٿان،
اچي ڀانئيج لڙو لعل لڙي!

تنهنجي گهورن جو آهيان گهايل مان،
تنهنجي سوزن جو تــه ستايل مان،
تنهنجي ناز جو تــه نمايل مان،
تنهنجي الفت دل ۾ آهه چڙي!

شب روز صنم جي تات اٿم،
اچي شال ڀرين، سڪرات اٿم،
وائي راتيان ڏينهان وات اٿم،
جنهن جي ڙرين دلڙي آهه ڪڙي!

ڏاڍو سوز رهي ٿو سيني ۾،
ڏينهن وات ۾ سال مهيني ۾،
پرين آهي ڀرانهون مديني ۾،
ڏسان يار پرين ڏي 'اور' ڪڙي!

## غزل

•

گيلن تي گيسوئي خمدار پهتو،
خزاني تي پڪاپڪ مار پهتو!

ادا جو تير ابرو تيز آيو، جو پهلو کان، جگر کان پار پهتو.
پلائي ڪر، پري ڏي جام ساقي! در دولت تي آ ممخوار پهتو.
لڳي دل ۾، جگر کان پار نڪتو، کتان ڪاٽي مژه جو خار پهتو.

مگر دلدار کي دولت جو کٿپ آ، | اکين جو ابر گوهر بار هئو.
چڀي ٿو دل ۾، ڀر آهي اکين ۾، | ڪٿان ڪنڊين جو ڪاٽي خار هئو.
مدينې کي ڇڏي دک درد سهندي، | مدينې ۾ اچي بيمار هئو.
سڄڻ جا سور پڻ سوغات آهن، | ڪٺي آ عشق ۾ آزار هئو.
مسيحا، جان ۾ لب آ، رحم ڪائو، | اوهان وٽ 'نور' آ بيمار هئو.

●

ٻڌائي چنڊ پرينءَ جو پيار ساقي!
ڪريان ووڙي وڃي ديدار ساقي!

پري ڏي پرت مان اهڙو پيالو، | ڏسان وينو اکين سان يار ساقي.
ڪهڙايو يار مون کي طور تي آ، | ڪندو ڪا راز جي گفتار ساقي.
نظر جي تير آ بسمل بنايو، | ته ابرو جي هئو تلوار ساقي.
ڪڙي گوڙها اچن ٿا ڏار ٻنجي، | نهي ٿو خوبصورت هار ساقي.
پلا ڇو ميڪدي ۾ مٺي جي هوندي، | رهي ٿو تشنه لب ميخوار ساقي.
خدا جو لطف آ، باقي رهي شل، | هي چشمِ ترِ دلِ بيمار ساقي.
وڃي نرگس ته ٻنجي ديد واري، | ٿي پريَن سندي بيزار ساقي.
پيارڻ سان اڏامي هوش ويندو، | چوي ٿو 'نور' رهه هوشيار ساقي.

●

ڏنو تو آخري پيغام ساقي،
ٿيو آغاز جو انجام ساقي!

طوافِ روضه اطهر ڪندس سان، | ٻڌو ٿم ان ڪري احرام ساقي.
هزارين مست آيا ميڪدي ۾، | بهاري چنڊ سي گلفام ساقي.
تون صبحِ زندگي، پر شام آئين، | ٿي رشڪِ صبح، تنهنجي شام ساقي.
گلِ فطرت جو رنگ و بو تون آهين، | شراب آهين تون، فطرت جام ساقي.
شڪاري تو جهان آيو ته ايندو، | ڪٺي تو صيد دل بيدام ساقي.
مڪان ڪان لامڪان ٿيو فاصلو ٿم، | ڪني تو جا خدا ڏي گام ساقي.
خدا تنهنجو، خدا جي خلق جو تون، | ٻڌايو 'نور' ڪي هي سام ساقي.

# قطعا

( ۱ )

سراپا نُور تنهنجي ذات آهي،
اچڻ تنهنجي سان ٿي پرڀات آهي؛
ڏسڻ وارا ڏسن ٿا سوجهرو آ،
ڪٿي ٻي ڪين باقي رات آهي!

( ۲ )

وطن زندگي آه، وطن آه حيات،
دلِ ناتوان جي وطن ڪائنات؛
وطن ۾ رهڻ روز، آ روزِ عيد،
وطن ۾ رهڻ رات، آه عيد رات!

( ۳ )

وري دل ڪنهن ڏي مائل ٿي رهي آه،
وري ڪنهن در تي سائل ٿي رهي آه؛
نگاهن سان نگاهن ڪي سلامي،
ڏسو نادان گهائل ٿي رهي آه!





ر.م.ال



# محمد موسيٰ ”راز“

ميان محمد موسيٰ ”راز“ حيدرآبادي، پنهنجي خاندان جي غريب طبقي جي فرد ميان علي بخش جي گهر ۾ تولد ٿيو. سندس ولادت جي تاريخ ٢٢- ربيع الآخر ١٣١٧هه مطابق ١٨٩٩ع آهي. چوڏهن سالن جي عمر ۾ سنڌي فائنل جو امتحان پاس ڪري، تعلقي آفيس (سٽي سروي ۽ لئنڊ رڪارڊس) ۾ منشي ٿي رهيو. ١٩١٧ع ۾ تپيداريءَ جي امتحان، ۽ ١٩١٩ع ۾ روينيو جي ڊپارٽمينٽل امتحان پاس ڪرڻ ڪري، ١٩٢٠ع ۾ تپيدار ڪري ڪنيو ويو. ١٩٢٩ع ۾ ڪوآپريٽو جو ڊپارٽمينٽل امتحان پاس ڪري، انهيءَ محڪمي ۾ سپروائيزر ۽ بعد ۾ ڪوآپريٽو انسپيڪٽر ٿي رهيو، جنهن عهدي تان ١٩٥٥ع ۾ رٽائر ڪرڻ کان پوءِ، هيٺر تعلقي ڪوآپريٽو بئنڪ لميٽيڊ بدين جو مئنيجر آهي.

ميان محمد موسيٰ کي شاعريءَ سان گڏ طب يونانيءَ سان ننڍپڻ عمر جي ابتدائي حصي کان وٺي دلچسپي پئي رهي آهي، جنهن ڪري هو صاحب ١٩٣٨ع ۾ آيورويدڪ ۽ يوناني طبيہ ڪاليج امرتسر مان ”حاذق الاطباء“ جو امتحان فرسٽ ڊويزن ۾ پاس ڪري مستند حڪيم ٿيو، ۽ ملازمت سان گڏ خانگي طور تي حڪمت پڻ ڪندو رهيو.

”راز“ صاحب جي شاعريءَ جي ابتدا آڻويهن سالن جي عمر ۾ ٿي، جڏهن سيد حافظ محمد حيات شاه صاحب مرحوم جي صحبتين — مرحوم ميان محمد بخش ’واصف‘ ۽ شيرازي آخوند حاجي فقير محمد ’عاجز‘ — جي اثر هيٺ اچي نظر چوڻ لڳو. ١٩١٨ع ۾ سنڌ اندر سخت سوڪ واري ڏڪر ۾ باران رحمت لاءِ لکيل منظوم دعا، مرحوم ”بلبل“ جي ادارت هيٺ ميهڙ مان شايع ٿيندڙ اخبار ”آفتاب“ هفتيوار ۾ شايع ٿي. ان بعد سندس دعائيہ، نعتيہ، عشقيہ ۽ ناصحانہ ڪلام مختلف اخبارن ۽ رسالن، مثلاً ”الامين“ (حيدرآباد)، ”نور اسلام“ (ٽنڊو محمد خان)، ”الحقيقت“ (لاڙڪاڻو)، ”الحافظ“ (حيدرآباد) ۽ ”پرڪاش“ (حيدرآباد) ۾ مسلسل طور شايع ٿيندو

رهيو. روزنامہ ”الوحيد“ (ڪراچي) ۾ پڻ سندس ڪيترا قومي نظم شايع ٿي سندس شهرت جو باعث بڻيا، جن مان ”حيدرآباد جي قلمي“ تي چيل سندس معرڪة الارا نظم کي قبول عام حاصل ٿيو، ۽ ان بعد اهو نظم ڪيترن رسالن ۽ اخبارن ۾ بار بار ڇپي شايع ٿيو آهي، ۽ سنڌي شاعريءَ ۾ اهو نظم شاهڪار جي حيثيت رکي ٿو.

١٩٣٥ع کان پوءِ، جڏهن سنڌ بمبئيءَ کان جدا ٿي علحده صوبي جي حيثيت حاصل ڪئي، ”راز“ صاحب شاعريءَ جو شوق کهڻي قدر گهٽائي ڇڏيو؛ تيسين تائين سندس ”ديوان راز“ تقريباً مڪمل ٿي چڪو هو، جو اڃا قلمي صورت ۾ آهي.

سندس ديوان ۾ دعائيہ ۽ نعتيہ ڪلام جا باب نهايت معياري ۽ قابل قدر آهن. ١٩٤٥ع کان پوءِ موصوف شاعريءَ کي شايد شجر ممنوع سمجهي، سخن سنجي ڪرڻ کان چڻ قسم کڻي ڇڏيو آهي. سندس شاعرانہ دؤر جي هممصرن مان شمس العلماء مرزا قليچ بيگ، ليکراج ”عزيز“، جمع خان ”غريب“، محمد صديق ”مسافر“، محمد قاسم ”اداسي“، گل محمد ”گل“، مراد علي ”ڪاظم“، هدايت علي ”نجفي“ ۽ ”قادري“ جا نالا قابل ذڪر آهن.

ميان صاحب ٻہ شاديون ڪيون، جن مان ڪيس آٺ پٽ ۽ ٻہ نياڻيون آهن؛ جي سڀ اولادي ۽ عيالي آهن. ان ڪري هن وقت سندس خاندان تقريباً هڪ سؤ افراد تي مشتمل آهي.

— مقبول احمد پٺي (فرزند ”راز“)

* * *

## غزل



رکان ٿو سدائين خدا سان غرض،
تہان پو اٿم مصطفيٰ سان غرض.

نہ تيسين رکي آشنائي ڪو اچ، — نہ جيسين هوي آشنا سان غرض.
وڃي روز دلبر ڏي دانهون ڪٽي، — انهيءَ لئہ رکان ٿو صبا سان غرض.
ڏنم ڏينهن هڪڙي صنم سان رقيب، — هجي سان ويس آت حيا سان غرض.
سندم دل فقط آهہ دلدار سان، — نہ ڪنهن رند يا پارسا سان غرض.
وڃي دام دل کي رکيمُني قيد ۾، — تڏهن ٿو رکين مُبتلا سان غرض.
نہ رَد ڪر تون منهنجو سجڻ هي سوال، — ڪڏهن مَنّ هوي ٿي گدا سان غرض.
هي سِرُ ساهہ صدقي ٿئي ٿي وڃي، — اٿم تنهنجي ناز و ادا سان غرض.
پلي هَنْ ستمگر ڇُري چوهہ سان، — نہ رک ڪنهن بہ خطري خطا سان غرض.

بدن تان وڃي بار سِرَ جو لهي، نہ آهي حياتي هجڻ سان غرض.
ڪيي ڪانہ دنيا ۽ عقبيٰ مون کي، هميشہ هُجڻ دلربا سان غرض.
محبت ملي مهر مدنيءَ سندي، نہ هاڻي رهيو ماسوا سان غرض.

رضا ربّ جي 'راز' ڪهُرجي رَڳي،
نہ وَهوا نکي مرحبا سان غرض.



اهڙي لڳي هوا ڪا اڄي آهہ شوخ شنگ،
ساري جهانَ جو جنهن ڪان ٿيو انتظام تنگ.

ماڻهون ميرون پکي ۽ پَسوُن جملہ جانور،
هڪٻئي سان هوڏ جي ٿا وجهن دشمني دُرنگ.
پنهنجا بہ هاڻ پاڻ ۾ پُرجهن ٿا ڪينڪي،
هرڪنهن جي اک ۾ شور ٿو ڏسجي ۽ دل ۾ زلگ.
جهيڙو پدر سان آهہ پسر جو اڄي مٿو،
ڏيءَ جي بہ ماءُ ساڻ شب و روز آهہ جنگ.
ڀائر بہ هڪٻئي ڪان وڃن ٿيندا ڌار ٿا،
يارن سان پُوءِ ياري وڃي لڪرلدي نسنگ.
افسر اڄوڪو آهہ زبر زبردست تي،
پَکرين ڏلد تيز بکهڙ جا ٿيا تفنگ.
واڳون بہ ڦاڙي وات مَڃين تي اڄي ميڙيا،
بلبل تي باز آيا، پتَنَگ تي وَريا پلنگ.
ميوَن مان ويو مٺاڻ ۽ موسم جو مينهن ويو،
نڪتو اثر دوا مان ۽ ماڻهن مان شرم و ننگ.
جيت عشق ڀاتو ڀور پڇي عقل ويو آتان،
شيرِ ژيان جي سامهون لہ ٿيندو شغال لنگ.
تقدير سان نہ طرز ڪا تدبير جي هلي،
شيرِ ژيان جي سامهون نہ ٿيندو شغال لنگ.
سَتن سان کهڙو خشڪ مُلن جو مقابلو،
شيرِ ژيان جي سامهون لہ ٿيندو شغال لنگ.

دڳران جهڙو صوفي هو واعظ سان ڪَٿهه وڙهيو،
شايد ڪنيل نهر جي پي آيو هو ڪا ڀنگ.

نادان جي نه دان ڪان دانا جو ديد وڌ،
صحبت سياهڪار ڪان ساڌوءَ جو سرهو سنگ.

شمسي نجومي جوتشي رستن سڀئي رُلن،
نيڌ” لفس ٿو سيڪاري ايهي اڪلون ۽ انگ.

ڪو خود آئي نچي ٿو ڪو ڪنهن کي نچائي ٿو،
نخرن لوَن جا ٿيئڙا هي نروار روپ رنگ.

ڪيئلي سا آهيون مالهو جا مَهٽين ميبر سان،
ڏ بنيولي ڪنهن کي ڪِري ڏکويون ٿا ساڻ ڏنگ.

راضي رهي پا رنج” ڪو واحد جي آهه وَس،
پرندو ڪڏهن نه ٽرندو وَهيو جو ازل ۾ الگ.

مالڪ جي هٿ ۾ ڏور ورائي جيڏاهن وري،
جيئن چاڙهجي ۽ لاهجي ۽ وارجي پتنگ.

دلما جي ميبر زال کي ڏيني طلاق جو،
عُقبيٰ سان لنون لڳائي اهو مرد ملهه مڏنگ.

شهباز طبع آسپ تام کي چڙهيو سون چوٽ،
ڏسجي ته اڄ ڪٿي ٿو وڃي ٿئي پنهي جو دلگ.

آسْرا بِعَبْدِهِ، جو گهرابانئين پاڻ وٽ،
دانا جي دَر تان سِرُ” پنهنو پان چوري چنگ.

خلوت ۾ خاص گهور پنئي گهوٽ جي مٿان،
دانا جي دَر تان سِرُ” پنهنو پان چوري چنگ.

يُعطِيڪ رب ـ تنهنجو ـ فَتَرْضيٰ جي آمر سينءَ،
دانا جي دَر تان سِرُ” پنهنو پان چوري چنگ.

جي پَرَ هُجن ته اڏري وڃان ڪربلا ڏي اڄ،
ڇاڪان ته هاڻ سنڌ ۾ دل آهه سخت تنگ.

محشر جو خوف ’راز‘ نه ڪر ڇو ته آهين تون،
مداح پنجتن جو سنڌن دَر سنڌو ملنگ.

●

الحمد ۽ صلوات رهي وِرد ڏهن ۾،
جيپ جيسين هجي وات ۾ ۽ جان بدن ۾.

گردش ڪا اچي اهڙي ٿي چرخ ڪهن ۾،
مسلم ٿئو رهي هاڻ سدا رنج و محن ۾.

برڪت ٻه ڇڏي ويئي زمين هاڻ اڳوڻي،
برسات نه موسم جي رهي آهه اَيڻ ۾.

ٻولڊن جي ٻجا ڏوڙ وسي واچ سان واري،
اميد اُهه آسرو جي ڪٿي ڪابه ڪڻن ۾.

غمگين غمِ رزق ڪان هر جاءِ هزارين،
خوشحال ڪڏهن خاص لڪائي ٿو لڪن ۾.

دليا ۾ هئا ڏرُّ جي مشهور عدن جا،
هاڻي ٿي ليي ڪانه آهيا جنس عدن ۾.

هو علم ۽ حڪمت ۾ يمن خاص يگانو،
اڄ خاڪ اڏامي ٿي گهڻي خاص يمن ۾.

جو فخر قرن قوم جو هيرو هو ڪٿي سو،
اَت قبر آويس آهه بچي صرف قرن ۾.

تقسيم ڪيا هن ٿي ڪڏهن هار ڪَڻان جا،
افسوس ٿيا سي ٻه وڃي قيد ڪندن ۾.

دمباز جهلي دم ٿو هٿي ٿيٺو ٿڙڻ لاءِ،
عيسيٰ جو ڪٿان آئيندو اعجاز لبن ۾.

هٿنات ٻکئي پيٽ جي لاءِ ڪن ٿا مداري،
موسيٰ جي صفائي نه اچي هاڻ هٿن ۾.

خوش رنگ پلي خلق ۾ ڪيڏو ٻه هجي ڪو،
يوسف جي مگر حسن سان رِلندو نه رلڪن ۾.

ڪم ظرف سان اميد ڇڱائي جي عبث آهه،
دنيا ۾ ڪنهين ڪين ڏٺا الب اڪن ۾.

بوجهل ۽ شيطان ٿئي توجي ويا نوڙنون،
مت سيرِ محمدﷺ جو زمين ۾ نه زمن ۾.

کانگن کيو کالگورو مٿان ڇپرن ڇرڙاٽ،
جنبش ھنئي ڪوئل ۽ ٽهيھي جي ھرن ۾.
سپ ڪارا ڪپڙ ڪيرڙ ڪندا ساغ ۾ ھجيا،
غيرت ڪان مڃي دانھن وڻي سر و سمن ۾.
گل سرخ ڏلو پر ۾ ھسي پرت پيلانوان،
سوسن جو ويو ساھ ھمو ڪوڙ گلن ۾.
نرگس ڀ ڇڏيون ھوتي اکيون پنھنجون ٻري ڪان،
کھڙو ھي وريو واھ جدائي جو جشن ۾.
'بلبل' ٻ ويو 'گل' ۽ ويو، بزم اجھائي،
باقي نہ رھيو لطف ڪو دنيا جي چمن ۾.
الله ڪري 'عاجز' مرحوم تي رحمت،
افڪار سندس اعليٰ ھئا شعرو سخن ۾.
سرتاج سخندان سچو مير مشيادار،
'سانگي' ھو لڏي سانگ ويو اصل وطن ۾.
'مشتاق' سان ٿي ڏينھن مٿارن ۾ رھياسون،
تي حوصلہ افزائي اتي شعر جي فن ۾.
اڄ 'حافظ' و 'واصف' جو ٻ دم آھي غنيمت،
آباد ھجن شال سدا پنھنجي پکن ۾.
ڳوليندو رھيو ھيل ٻ صياد ڪٿي دام،
ھر صيد لڏس ڪونہ پروکن ٻ ٻن ۾.
گلچين ٻڌبو جھول وجھي جھوتون اجايون،
گل ويا جي گذر ٿي سي ڪٿي ليندا گسن ۾.
ڇيھن جون چميگويون، بلبل جون صدائون،
ٻڌيون نہ ھتي ھاڻ ڪڏھن شور زغن ۾.
نعرو اھ آناالحق جو ھو منصور جو ناحق،
تنھن کو تہ ڏٺو ھوندو مزو دار ورسن ۾.
اي يار نہ ڪر 'راز' ھي ھڏرو تہ مٿان تون،
ٿين ڪين جي اکين ۾ جو اڳي آھين ڪنن ۾.

---



# لطف الله بدوي

محترم لطف الله بدوي پنهنجي خود نوشت سوانح حيات ۾ لکيو آهي:

"نالو لطف الله بدوي ولد حاجي امام بخش بدوي. خانداني تعلق آل احمد سان آهي، جنهن جي مزار مصر ۾ آهي. اسان جو ڏاڏو، ميان محمد بچل، ملتان کان اول حيدرآباد ۽ پوءِ شڪارپور ۾ مستقل طور اچي رهيو. والد صاحب پنهنجي دور جو وڏو شاعر هو، ۽ سندس تخلص "خادم" هو. سندس ڪليات سنڌي ادبي بورڊ پاران ڇپيل آهي، جو منهنجي طرفان سهيڙيل آهي.

فارسي ۽ سنڌي والد وٽ پڙهيس. شڪارپور گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ ڇهن درجن پڙهڻ کان پوءِ، والد صاحب جي وفات سبب تعليم ترڪ ڪئي ويئي. ۱۹۲۰ع ۾ سنڌي فائينل ۾ پهريون نمبر آيس. ۱۹۲۱ع ۾ ٽريننگ ڪاليج شڪارپور ۾ داخلا ورتي ويئي ۽ ٽل اسڪول ۾ انگريزي ماستر مقرر ٿيس. ترت ئي لائلپور انگريڪلچرل ڪاليج ۾ ڊپلوما حاصل ڪرڻ کان پوءِ انگريڪلچرل ماستر ۽ پوءِ ڪجهه وقت لاءِ گشتي ماستر ٿي ڪم ڪيم. ۱۹۴۹ع ۾ ميونسپل اسڪولن مٿان اسسٽنٽ ڊپٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر مقرر ٿيس، جتان گورنمينٽ ڪاليج شڪارپور ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرار ٿي آيس، ۽ اتان ئي رٽائر ڪيم."

* * *

حضرت بدوي صاحب، پنهنجي شخصيت ۽ فن جي مقبوليت ۽ شهرت جي حيثيت سان، ڪنهن به رسمي تعارف جو محتاج نه آهي. سندس شخصيت ۽ فن، جديد ۽ قديم فن جو سنگم آهي. هڪ قادرالڪلام شاعر جي حيثيت سان وڏو مقام پيدا ڪري چڪو آهي.

شعر و شاعري جو ذوق ڪيس ورثي ۾ مليو آهي. سندس حساس طبع تي زماني جي حادثن خاص طرح سان والد، والده همشيرگان ۽ فرزند 'احسان' جي بيوقت وفات ڏاڍو اثر ڪيو. سندس شاعري، مختلف اصناف سخن تي نهايت پختي ۽ استادانه آهي. تصوف، تاريخ ۽ اخلاقيات سندس پسنديده موضوع آهن. انهيءَ ڪري سندس شعر و شاعري به انهن مسئلن تي مشتمل آهي. هڪ قادرالڪلام شاعر جون سڀ فني خوبيون سندس فن ۾ موجود آهن.

علامہ اقبال جي مثنوين جو ترجمو نهايت شستہ ۽ روان ڪيو اٿس. سندس ڪلام 'سندو' (جڏهن سنڌ مان نڪرندو هو)، 'مهراڻ' ۽ 'نئين زندگي' ۾، ۽ سندس اردو ڪلام اردو رسالن ۾ ڪافي شايع ٿي چڪو آهي. ان طرح سندس علمي، ادبي، تاريخي ۽ تحقيقي مضمونن جو ڪافي ذخيرو شايع ٿي چڪو آهي. سندس سارو ڪلام چيل ۽ اڻچيل، اڃا ڪتابي صورت ۾ شايع نہ ٿيو آهي. بدوي صاحب جي علمي ۽ فني خدمت هڪ تاريخي باب آهي.

بدوي صاحب جي تصنيف، تاليف، چيل، اڻچيل مسودن جي لسٽ هن طرح آهي.

شايع ٿيل ڪتاب: (۱) رت جا ڳوڙها، ۱۹۳۵ع. (۲) ڪامني، تاريخي ناول، ۱۹۲۷ع. (۳) علي المرتضيٰ، ۱۹۳۰ع. (۴) عروس عجم، ناول، ۱۹۴۱ع. (۵) تذڪره لطفي، جلد پهريون. (۶) تذڪره لطفي، جلد ٻيو. (۷) تذڪره لطفي، جلد ٽيون. (۸) شهريت. (۹) تاريخ هند-پاڪ، ٻہ حصا. (۱۰) دودو-چنيسر، ڊرامو، ۱۹۵۷ع. (۱۱) هير-رانجهو. (۱۲) الڪندي جا شاعر. (۱۳) گيتانجلي، منظوم ترجمو، ۱۹۲۵ع. (۱۴) ايلا، ناول، ۱۹۵۹ع. (۱۵) تاريخ اندلس. (۱۶) مجاهدين، تاريخي ناول. (۱۷) جهاندار شاھ-آرام دل، قصو، ۱۹۶۴ع. (۱۸) مير بهار، ڊرامو. (۱۹) حيات اقبال، ۱۹۵۲ع. (۲۰) جاويد نامہ اقبال جو ترجمو، ۱۹۵۹ع. (۲۱) ارمغان حجاز، ترجمو، ۱۹۶۲ع. (۲۲) اسرار رموز، ترجمو، ۱۹۶۵ع. (۲۳) ڪليات "خادم"، ۱۹۵۸ع. (۲۴) ڪنبڙيءَ وارن جو ڪلام، حصو پهريون. (۲۵) چار درويش، ۱۹۵۹ع. (۲۶) ديوان "صنعت"، ۱۹۶۸ع. (۲۷) احسن القصص. تنهن کان سواءِ ڪيترا جاسوسي ناول بہ شايع ٿيل آهن.

سنڌي مسودا: (۱) سنڌ ۾ تصوف ۽ صوفيانہ شاعري، ٽي جلد. (۲) سنڌ جي تاريخ، انگريزن جو دؤر، ٻہ جلد. (۳) ڪنبڙيءَ وارن جو ڪلام، حصو ٻيو (نامڪمل). (۴) سيرت الرسول (نامڪمل). (۵) ڪليات مسڪين. (۶) سفر جا ساٿي، ناول. (۷) چار (ڪهاڻيون). (۸) نراهہ. (۹) رسالو نانڪ يوسف. (۱۰) ٻچل، ڊرامو (نامڪمل). (۱۱) مهراڻ. (۱۲) ڪليات بيدل، سمورو ڪلام. (۱۳) تذڪره شعراء سنڌ، جلد چار. (۱۴) ڪربت. (۱۵) پيغمبر، خليل جبران. (۱۶) سيدنا علي المرتضيٰ، مڪمل. (۱۷) "جين آير" ناول جو سنڌي ترجمو. (۱۸) شاهنامہ فردوسي، منظوم ترجمو. (۱۹) مثنويءَ پس چہ، اقبال، ترجمو، اقبال اڪيڊمي کي ڏنل. (۲۰) انساني تمدن جو مطالعو، مڪمل. (۲۱) ڪاليداس. (۲۲) گهر، ڊرامو. (۲۳) مومل-راڻو، ڊرامو. (۲۴) ليلا-چنيسر، ڊرامو. (۲۵) عاسر رضہ، ڊرامو. (۲۶) سڪندر ۽ پورس، ڊرامو. (۲۷) جوليئس-سيزر، ترجمو. (۲۸) اٿيلو، ترجمو. (۲۹) سنڌي ٻولي. (۳۰) اورنگزيب عالمگير. (۳۱) گيتانجلي، مڪمل. (۳۲) ناول (نامڪمل).

اردو مسودا: (۱) عربي شاعری کا فارسي شاعري پر اثر. (۲) تاريخ ادبيات سنده، پنجاب يونيورسٽي. (۳) تاريخ شڪارپور. (۴) تاريخ اندلس. (۵) فتح سنده، سر آئوٹرام. (۶) شاه لطيف

جي ڪلام ڪا منظوم ترجمه. (۷) رامراج ڪي سازشين. (۸) شاه لطيف ڀٽائي، سوانح حيات. (۹) ارمغان، ڪلام.

فارسي مسودا: (۱) بياض حاتم قادري. (۲) مثنوي دلڪشا (بيدل). (۳) هير و رانجهن، شيوڪرام 'عطارد' ٺٽوي. (۴) رساله وجودالعاشقين، حضرت شهباز. (۵) ڪلام محسن ٺٽوي. (٦) ديوان مصباح الطريقت.

شعر جا ڪتاب: (۱) گوهر سخن، (۲) ديوان لطف، (۳) رسالو لطف الله بدوي، (۴) تند تنبير، (۵) مثنوي حسن و عشق، (٦) غزل، (۷) نور ڪي خطاب، مثنوي، (۸) مڪتب حيات، شعر، (۹) لور نامه، (۱۰) ارمغان، (۱۱) مسافر، (۱۲) ذڪر و فڪر. —ادارو

## بيت

( ۱ )

ڪانگا ڪُرلشون ڪري، چنچ حبيبن هيٺ،
سودو توسان ساهه جو، جم چماندر سيٺ،
وٺين جٺن وَلين ڪان، موٽي ايندي تيٺ،
هاڻي رهنديس ڪيٺ، ڪامل تو ريءَ ڪاڪ تي.

( ۲ )

ڪانگا ڪرلشون ڪري، سودي ڪي سمجهاءِ،
مون ۾ عيب اَپَرَ ٿيا، پر هيءَ نه مهٺو لاءِ،
سومل جي قريب جي، توکي سُڌ اڳيئي آءِ،
ڪامل تو ري ڪاءِ، ڪنڌي ناهه قرار جي.

( ۳ )

ڪانگا ڪرلشون ڪري، راتي اڳيان روءِ،
تو ريءَ سُنڌ محل ۾، نه جيئي له سَري،
آئي ڀَهر آپاڻڪي، ساعت ڪين سَري،
توڪان دَم ڀَري، ڪامل قيامت پانيان.

( ۴ )

سودي ريءَ وري، آئي رات ڀهاڙ،
ڪَري سان ڪوٺي ٿي، قسمت ڪيو جاڙ،
ٺوڙائي جو ڦاڙ، چيليندين به چڱو نه ٿيو.

( ۵ )

موران سَنون نه لهي، راتي جي رهاڻ،
سگ سُجاڻي نه ڪيم، هيس اَءِ اڄاڻ.
ريءَ پرين هاڻ، وٺي ڪانگ آڏاريان.

( ٦ )

روئي روز آڏاريان، وٺين وٺا ڪانگ،
ڪٽي نيڻ نهاريان، سودي سندا سانگ،
تپڻ ۽ تانگ، ساجن ساهه ڏني ويو.

( ۷ )

سودي سندو ساءُ، وسري ڪين وِلهيءَ ڪان،
سُجن هن سَيرن ڪان، هر هر لڳي گهاءُ،
ساجن ۽ سماءُ، پئي منهن مٺي ويا.

( ۸ )

سرتيون! سودي ريءَ هتي، ساعت پاليان سال،
هيٺو منهنجو حال، هئو قراريو ڪوٺ ۾.

( ۹ )

سودو ساهه ڏئي ويو، اَڪُرَس ۽ آڪير،
هڪ هجي تان چيئيان، هت سَونِ پيا چير،
وٺي پوجيان پير، ڪالگ لنولدا ڪڏهين؟

( ١٠ )

جن سان روح رهاڻ هئي، وڃان سي وَيار،
تن جا ٿاڪ ٽڪيءَ ڪان، وڃي ڏور ٿيار،
ٻرين ريءَ ٻار، گهنگهر گهارڻ ڏينهڙا.

( ١١ )

ماري سدا موت جو، هردم آ چاري،
ڪُلُ نفسٍ ذائقةالموت، تو متان وساري،
ڪوڙي ڪاڪ سچي هئي، وينديءَ ٿي واري،
هنيل هچاري، سوهي ميرن کي وڌو.

( ١٢ )

سوڍي جي ٻچار، جان جئين تان ڪر،
ڳالهيون ڳڻن واريون، والئون ڪين وسار،
وٺي هنجون هار، ڪانگ لنوندا ڪڏهين.

## وائي

سرتيون ڪاڻ آئي، سوڍي سوا ڪاڪ.

ولهيون جايون ان ريءَ جنهن سير سُنا ڪاڪ.
ٻاٽي رت ڳاڙهيون، ڪونر رتا ڪاڪ.
روح ڪي راٽي ريهيو، نه تو سڱ مرد ڏٺا ڪاڪ.
سونٽي اهندو ميندرو، ڪانگ لنولدا ڪاڪ.
'لطف' آس اها آهي، من ٻرچن رُنا ڪاڪ.

## ڪافيون

*

وهڻ ورهائي ٿا ٿين، پاڳ وارا ٻيءَ وٽي.

مرد سُڙلدا ڪين آن ڪان، زهر کي چاٽي پين:
وک وجهن اڳتي وڌي.

پيش پرين جي پٽي سي، جان نذرانو ليون:
چا مَيُنَ جي سُڌ نه ٿي.

سر ڏئي سوري تي سڙا، اڌ مُئا هيا ٿا جيئن:
ٻر نه تن جي سيڪ لڳي.

'لطف' هي وهسن سدائي، ساهه جي سُڌ ٻُڌ وڃن:
ويهه گهڙي تن وٽ وڃي.

*

روز آڏاريان ڪانگ، ڪڏهن مسافر ماڳ تي ايندا.

رڻندي تن جي راهه نهاريان، ساڙيان سفر جا سانگ:
ايندا، دل کي آٿت ڏيندا.

آئي، ريءَ عجيبن جيڏيون، سان پانيان پڙيانگ:
سير سُڃا آباد ٿيندا.

جيءَ جگر کي روز ڏنگن ٿا، نينهن پرينءَ جا نانگ:
قرب وندا هي ڪس ڪنيندا.

حال ڪان آ بيحال ٻڌايو، 'لطف' انهن جي تانگ:
ڏار ٻني کي شال سگهيندا.

*

وسرن مون ڪان ڪين ويڙهيچا، ساهه برابر سيڻ!

قابو هيت مان ڪوٽ ۾ آهيان، هُت ويڙهيچن ويڻ:
ساهه برابر سيڻ!

آءُ اڪيلي ڪنهن سان اوريان، پاءُ نه آئر ڪا پيڻ:
ساهه برابر سيڻ!

مُشڪ برابر مون لئه آهي، ڪانئر جي ڪمهه ڪيڻ:
ساهه برابر سيڻ!

سانگي ساري 'لطف' تمن ٿا، روز نمانا نيڻ:
ساهه برابر سيڻ!

## گيت

(١)

سِمر سِمر ڪرتار، جنهن پيدا ڪيو منسار.

ذات اڪال آ ان جي، مورک، جڳ جو پالڻهار،
پول نه هرگز پول نراشا، آهو سند ڏاتار:
سِمر سِمر ڪرتار.

ڳڻن آنهيءَ جا ڳاٽ هردم، آهيو آئين گنهگار،
ڪنول جي اندر سوڀيا آن جي، پنونرو ٻئي رتنار:
سمر سمر ڪرتار.

ديپ آنهيءَ جي پريم جو هردم، هيردي رک اجيار،
'لطف' نه آن جو سٽ ڪو آهي، سندس ڪنتا ريءَ پار:
سمر سمر ڪرتار.

( ٢ )

ساجن! توريءَ دل جو مندر، آهه ٿيو ويران.

ديپ جلايم آن جي اندر، ٿورو ٿي پيو تيل،
وٽ ڪٽي ٿي ديپ اُجهائيو، قسمت جو هيءُ کيل:
ڪهڙو ڪريان ارمان.

ساوڻ جون گهنگهور گهٽائون، ٻي ٻيهي لائي،
پورب جي پرشور هوائن، سون ڪي آگ لڳائي:
اندر ۾ طوفان.

پڌر آنڌيري رات ۾ تنهنجي، قدمن جو آواز،
سمجهيم ساجن آيو شايد، هيٺيءَ جو همراز:
ڪوڙو هو آيمان.

ڪنوڻ جي ڪوندي روئي وينس، تنها، پيتم ڏور،
رُنڊي رُنڊي لنبا وئي وئي، ساڙيئي دل جو سور:
ٿي جُنڪيو تي ڪان.

سپني اندر ساجن آيو، چپائين در ڪي ڪول،
جاڳيس، در ڪي ڪوليم ڊوڙي، هيو اکين جو هول:
رستو هو سُنسان!

## نظم

### ويڳاڻا

پرهه ساڻ اوڻين پلائيو آئن ڪي،
وجهن ڪڪ ۽ ڪانا ٿا آئيو آئن ڪي.

پکن ٿا پکا ٻال، پريات اوئي، ڪري سُڄ وڃن جُنوهه هيهات اوئي.
ڏسي ساڻ سنبت ۾ تَوڏا تنوارن، ڳجهي ۾ وجهي موڙ آڻ ٿا سنوارن.

ٿلهين جي وچ سان فضا آهه ڇاڪي، روني ٿي ڏسي ڪوچ ڪا دل آڀاڳي.
ڀري آهه منزل، طويل آهه صحرا، خبر ناهه ڪٿ هئو آڏن پنهنجا پڪڙا.
مشقت جا هيراڪ آئيان راهي،
دلين کي وچن ٿا وٺي ساڻ راهي.
ٻڌائون آئن جون آئن سان مهارون، ڀيون پنڌ ڀروس مٿين جون قطارون.
بشينه سان گڏ آهه ڀڪجاءِ سلمي، ڪجاوي ۾ عفراءِ سان آهه عذرا.
ٿلائن تي دليون لٽيون لاهه وٺيون، نگاهن سان ويندا، چٽنڻ لاهه وٺيون.
ٻني زهره وارو مهارن کي روڪيو، دلين جي لٽيندڙ سوارن کي روڪيو.
مگر هئو نه روڪيا، وچڻ ڪان مسافر، ٿيا زور ضدي مچڻ ڪان مسافر.
وچن ٿيون هئو خانه بدوشن جون رائيون،
آلا، تن سان ٿينديون نه سوٽي رهائيون.

## غزل

●

مختصر دانش سان پنهنجي، گردشِ دوران نه ماپ،
بي سرو سامان آن جو دورِ داماں نه ماپ.

تون مقيمِ ڪوي غربت، آشنائي درد و غم،
جي رهن راحت ڪده ۾ تن جو اطمينان نه ماپ.

وزن ڪو برگِ خزان توکي نه آهي دهر ۾،
واءُ تي آڏري ڪيرڻ وارا، تيڪو طوفان نه ماپ.

شوق پرواني جو ڏارين، پر جلڻ ڪان ٿو ڊڄين!
بوالهوس پنهنجي هوس سان شعلهء سوزان نه ماپ.

آ ٻلا خيزي جهان؟ جي، داستانِ دلخراش،
هن جفا جو تيرزن جو، جي لڳي پيڪان له ماپ.

عسرت و عشرت ٻئي، هڪ خواب جون ٿي صورتون،
بي جي گلشن ساڻ پنهنجو خانهٔ ويران له ماپ.

پردهٔ خاڪي جي هنگامي تي ڪهڙو اعتبار،
'لطف' ميزانِ قضا سان عالمِ انسان نه ماپ.

•

تلخ ڪامي جي شڪار آهي، سدا فرصت سندم،
سڌو ڏسي نيرنگ عالم، ديدهٔ عبرت سندم.

تون ته چنگيز و هلاڪو جو پڙهين ٿو داستان،
هيت ته پنهنجن جي هٿن ڪان لٽجي وئي راحت سندم.

مسندِ جمشيد و ڪئي ڪي آ ڪئي حاصل قرار،
زندهٔ جاويد آهي، فقر جي دولت سندم.

مان درِ سلطان ڪان هردم ڪناره ڪش رهيس،
طعنه زن آ قصر شاهي تي سدا غربت سندم.

سادگي سان زندگي جا حل* ڪيم لکتا دقيق،
آسمان پيما تخيل سان آ صحبت سندم.

سان لئو جانان تہ سون وٽ نور آ يا نار آ،
قلب جي گرمي سان شامل آهه هر حرڪت سندم.

نغمهء دائود ڪي هر نغمهء غم ۾ ڏسان،
عيب منهنجي ڪي نہ ڏس، هي آ سچي حيرت سندم.

غالب و عرفي، نظيري جو مقلد آ نہ 'لطف'،
آ حديثِ سيدِ شيراز سان نسبت سندم.

•

بهار آئدي هئي صحنِ چمن ۾ رنگ و رعنائي،
قفس ۾ پر نہ بلبل کي، پئي آن جي خبر ڪائي.

وڃائي بال و پر ويئي، جا اڏرڻ ڪان پئي عاري،
الهيء جي لاء يڪسان آ، خزان ويئي بهار آئي.

ڪنوڻ چمڪي پري ڪان پر، ڏسي بجري ۾ هي ڦٽڪي،
ڪکن جو آشيان منهنجو، چمڪ ۾ آهه تيزائي.

نشيمن جنهن جو شاخِ گل جي چوٽي تي هيو هردم،
قضا آن ڪان ڪسي ورتي، اڪيلي آن جي سرهائي.

سندس آواز جي سوز و گداز اندر بلا خيزي،
چوين ٿو آن جي نغمي ۾ نہ آ سوزِ نوازائي.

محبت جو سچو آغاز آهي جوش ۽ مستي،
مگر انجام آن جو چا، نہ ڪنهن هي ڳالهہ سمجهائي.

اسان جي حال جي ڪهڙي خبر پردہ نشين توکي،
سندہ دوري جي شعلي سيني ۾ ڪئن آگ ٻرڪائي.

خدا رحمت ڪري آن دردمندِ عشق تي جنهن کي،
ملي آ سوگواري، انتظاري، قيد تنهائي.

بشمو هت سندۃ ۾ هائي، پنائي آهہ ڪو غالب،
شهنشاهِ سخن مان 'لطف' ئي آهيان، نہ هرجائي.





# ”سليم“ سرهندي

پير سرهندي پنهنجي خود نوشت سوانح حيات ۾ لکي ٿو:

”نالو: محمد سليم، فاروقي مجددي. ڳوٺ ٽنڊي سائينداد، ضلعي حيدرآباد ۾ ١٣٢٧هه ۾ تولد ٿيس. پنجن سالن جو هوس ته والد صاحب وفات ڪري ويو، ۽ منهنجي پرورش ۽ تربيت منهنجي ناني مرحوم حضرت آغا محمد حسن قبله جي سرپرستي ۾ ٿي، جيڪو سنڌ جو مشهور روحاني پيشوا، عالم فاضل ۽ پلارو بزرگ هو. ان زماني ۾ اسان جي خاندان ۾ انگريزن جي ملازمت ته بجاءِ خود، انگريزي تعليم کي به معيوب سمجهيو ويندو هو، ان ڪري فارسي ۽ عربي جي ابتدائي تعليم ڪافيه ۽ ڪنزالدقائق تائين سنڌ جي مختلف عالمن سڳورن کان حاصل ڪيم. پوءِ اعليٰ تعليم لاءِ مون کي حضرت نانا مرحوم، اجمير شريف جي ناميارے عالم ۽ شمع آزاديءَ جي پرواني حضرت مولانا معين الدين جي سپرد ڪيو، جن جي خدمت ۾ پنج سال رهي درس نظامي جي تڪميل ڪيم. شعر جو ذوق سترهن سالن جي عمر ۾ پيدا ٿيو، ۽ مرحوم ماما عبدالستار جان جي اصلاح ۽ حوصله افزائيءَ سان اهو ذوق وڌندو ويو. ماما مرحوم پاڻ سنڌيءَ جو سٺو شاعر هو ۽ شعر جو اعليٰ مذاق رکندو هو. اسان جي خاندان ۾ فارسي زبان جو گهڻو رواج هو، ايتريقدر جو اسين لکپڙهه به فارسيءَ ۾ ڪندا هئاسين، جنهن جو ٿورو گهڻو اثر اڄ به باقي آهي. آءٌ ١٩٣٤ع ۾ طب يوناني جي تعليم لاءِ پيهر اجمير ويس، ۽ اتي شفاءالملڪ حڪيم نظام الدين کان طب جي تعليم ورتم، ۽ وٽس مطب ڪيم. جڏهن ته اجمير ۾ هڪ چڱو علمي ۽ ادبي ماحول ميسر ٿيو هو، ان ڪارڻ سنڌي سڳوري سان گڏ فارسي زبان ۾ زياده شعر موزون ڪرڻ لڳس، ۽ اِن ڪلام جو گهڻو حصو اخبار ’مدينه‘ بجنور، اخبار ’معين‘ اجمير ۽ لاهور جي ماهنامه ’همايون‘ ۽ ڪراچي جي ماهنامه ’رياض‘ ۾ شايع ٿي چڪو آهي. هن وقت شهر ماتلي ۾ ٢٨ سالن کان مطب ڪري رهيو آهيان.

وڏي عمر ۽ مطب جي مشغولي سبب اڪرچ شعر لاءِ گهڻو وقت نٿو ملي، تڏهن بہ ڪڏهن ڪڏهن ساز دل جي تارن کي ڇيڙي روح کي ريجهائيندو رهان ٿو. ڪوبہ شعري مجموعو شايع ڪري نہ سگهيو آهيان، نہ وري پريشان ڪلام کي ترتيب ڏيئي سگهيو آهيان."

"سليم" سرهندي، سنڌي، اردو ۽ فارسيءَ جو جيّد شاعر آهي. سندس تغزل نهايت رنگين ۽ لذيذ آهي. هڪ قادرالڪلام ۽ پرگو شاعر جي حيثيت سان سندس غزل، رباعيات ۽ قطعات جو معيار بلند آهي. غزل جي هيئت اڪرچ قديمي آهي، تاهم موضوع ۽ مواد زيادہ تر معنوي آهي. اشاريت ۽ رمزيت سندس ڪلام جو خاص معيار آهي. —ادارو

*          *          *

## غزل

●

اهي ڪارا ڪنڊا ڪاڪل، مٿا مکڙي تي ڇوڙي ڇڏ،
چري ٿي ٿي وري دلڙي، وجهي ولڪڙا وڪوڙي ڇڏ.

نہ جلوَن کي پريشان ڪر نہ دلڙي ڏار ڏونگر جي،
انهن جلون جو منهن منهنجيءَ نمائيءَ دل ڏي موڙي ڇڏ.

نہ گلشن ۾ بهار آهي نہ ميخاني ۾ سرمستي،
نماڻا نيڻ کڻ مُرڪي، ڦيٿل دنيا کي جوڙي ڇڏ.

هڻيو خنجر نگاهن جا ڇڪيو ٻاهر ڪڍين ڇو ٿو،
هميشه لئہ اهي قاتل ڪناريون دل ۾ کوڙي ڇڏ.

محبّت جي زبان ناهي، ميٺي پيغام سرٻن جا،
نگاهن جي اشارن دل جي ڌڙڪن مان پروڙي ڇڏ.

ٻلاتا پيچ پائي قرب جا جيءَ جوڙ جانب مان،
پيا ڪوڙا ميٺي رشتا ۽ ناتا ترت ٽوڙي ڇڏ.

ڪنارو ڪنهن لڌو بحرِ محبّت جو 'سليم' آهي،
گهُرين جي خير هن دريا ۾، پيڙي پنهنجي ٻوڙي ڇڏ.

●

ڪنهن جي مجال ٿئي، تنهنجو همسر جمال ۾،
توکي ٿي پيش ٿو ڪريان تنهنجي مثال ۾.

افسوس عمر گذري وئي قيل و مقال ۾، هي حال ٿيا، مليو نہ مگر پنهنجو حال ڪر،
بس پنهنجو هٿ ٿي ڏي منهنجي دستِ سوال ۾، پيو جي گهُران وڏيڪ تہ شل منهنجا هٿ پچن،

هاڻي روڻ پيڻ جي رهي ڪانہ سڪھ اٿئي، ايندا ڪريو ڪهڙو نہ خدارا خيال ۾.
لاحق نهاڪي دل پڻسي وچ ۾ تباهہ ٿئي، هو مست پنهنجي حسن ۾، آءُ پنهنجي حال ۾.
پي مَٿِر پيالو رند وڃي رب سان مليا، قاضي ڪَنو پيو آهي حرام ۽ حلال ۾.
ڪني هر طلب ڪان پاڪ سندءِ عشق آهي دل، ڪو فرق هاڻي ناهي فراق ۽ وصال ۾.
سُنهڙو مٺائي پيو وڃي هو، تون ڏسين پيو،
ڇو دير پيو ’سليم‘ ڪرين انتقال ۾.



ٿي جڳ ڇڏيا تو منهنجا سنواري،
نمشن سان ساتي سُرڪي پياري.
آ توتان گهوريان ساري خدائي، آ توکي پوڄيان دل ۾ وهاري.
ڪر پاڻ ڪان ٿي ويو آهيان جو، سون کي ڇڏيو تو آهي وساري.
تنهنجا ڏکويل ڪن ٿا دعائون، توکي نہ سولا ڪو ڏک ڏيکاري.
سون دل کي مس مس ريجهائيو هو، هي ڇا ڪيو تو سُرڪي لهاري.
نيشن ۾ سرمو، لالي لبن تي، دليا ڦيائين، محشر سنواري.
ڪر پاڇھ پاڻهيءَ تي، جو وڏو آ، الله سون کي تنهنجي پناري.
تنهنجو ’سليم‘، اي سائين انشي سڏ،
ڪٿن پيو حياتي مسڪين گذاري.



چُپ، شور نہ ڪر اي دل، آرام ٿيون فرمائن،
آغوشِ تصوّر ۾ ڪنهن شوخ جون تصويرون.
پردي ۾ لڪائين ٿو ڇو حسن جي جلون کي،
بادل ۾ ڪڏهن مخفي ٿيون برق جون تنويرون.
جهل مست نگاهن کي، پوڙي نہ وڃهن سون کي،
پيون دل جي پيالي ۾ آهين سوين سيرون.
بس تنهنجي نظر آهي سون لاءِ مٺا سيڪجھ،
آءُ ڪونہ ٿو ڄاڻان هي تقديرون ۽ تدبيرون.
جن ليڪ ڪمان تي سَرڪيو ٿي سدا زاهد،
سي شرع محبّت ۾ ثابت ٿيون تقصيرون.
هي محفل ناز آهي، مَسجد نہ ’سليم‘ آهي،
محبوب ڏي منهن ڪر ۽ هڻ عشق جون تڪبيرون.

# "خليل" سرهندي

"خليل" سرهندي پنهنجي خود لوشت سوانح حيات هن طرح مختصر لکي آهي:

"نالو: ابراهيم، تخلص: "خليل"، ڪنيت: ابوالعطاء، ذات: فاروقي سرهندي، ولادت: ٨- رمضان ١٣٣٤هه، رهائش: گلزار خليل (تعلقو سامارو، ضلعو ٿرپارڪر)، تعليم: ديني، فارسي، عربي ۽ طب. مشغلا: زميداري، شرعي فيصلا، نسخ نويسي، شاعري. نظم ۾ ڪان اصلاح ڪندڙ حضرت قبله والد صاحب رحمة الله عليه، پيو ڪُل خيرا!"

"خليل" سرهندي اگرچه باشرع بزرگ آهي، تاهم سندس شاعري فن جي ترجمان آهي. تغزل ۾ اهي سڀ مضمون آئي ٿو، جي شعرائي ڪرام لاءِ طرهٴ امتياز آهي. زلف و ابرو ۽ جام و سبو جي رنگ جي شاعري ڪري ٿو. سندس ذوق سليم ۽ پاڪيزه جذبات غزل ۾ عجيب رنگيني پيدا ڪري چڪا آهن. زبان پختہ ۽ انداز بيان شستہ اٿس. —ادارو.

## بيت

(١)

ڪين رڙهه ٻرين ٻار ڏي، ڪين رو ڪين رڙ،
کهائي ڏاران ڪين ٽئي، تيل منجهاران ڪَٽڙ،
سُهُڻان سَهه ۽ سَڙ، نہ ماڻين سيج سڄڻ جي!

(٢)

سِڪَ ۽ سُڪ چا لڳي، عشق تان انبور،
ٻني ساهه هڏن تان، ڪري ڪيڻس ڪلور،
رحم نہ اچي سور، هن بي ترسي بره ڪئي!

(٣)

ڪوهيو ڪانن ڍونڍ تان، ڳجهون رڳو ساهه،
ساڙي ساهه هڏا مڙني، عشق جو آڙاهه،
توُن ڪيئن سانڍي ساهه، ڪرين سڏ ون سِڪ جون؟

(٤)

مڙني ٻار ٻريون، مٿان تو معذور جون،
ٻُڏن ڪين ٻار ۾، جي تنهنجي توه تريون،
وٺي وَٽ وريون، سالم لنگهي سير مان!

(٥)

جنهن کي تنهنجو هٿ، سا ڪيئن ٻُڏي ٻار ۾،
سالم لنگهائي سير مان، سڀ پنهنجي سَٿ،
وٺي وڏي وَٽ، آڪري اچي عميق مان!

(٦)

دَهلي نہ دهشت، هٿ دلاسو دوسَ جو،
هشيءَ هوت ٻرينءَ جي، وڃائي هيبت،
موجن هن 'مهراڻ' جي، منجهاس نہ مت،
واڳن وڙهڻ جي نہ ڪئي، ڪئي سيسارن سنگت،
تري سان طاقت، دريا هڪڙي دم ۾.

# ڪافيون

*

آءٌ مصيبت ماري، دوست اچي ڏي دلداري!

ٻير ٽڪا ٽيمو ٻنڌ نه ڀورو، ساهه سندم اڱڻ ۾ نئي آڏورو،
ٿڪي سارو ٽڪرجيئن ڪٺورو، آيو آيل ڪري منهن ٽسورو:

ظالم ڪونه مڃي ٿو زاري!

ساهه ٻره جي ڪاني پڙڪا، پيا ڏي ايل ڏنڀُن ۾ دڙڪا،
ڪافر مون تي ڪري پيو ڪڙڪا، ڏڙڪي ساهه ڪري دل

آئي مون تي قيامت ڪاري!

هائي منهنجا چڪي ويا چارا، آءٌ ڏسان ٿي ڏينهن جا تارا،
وهن اکين سان رت جا نارا، ويڙا منهنجا سڀ سهارا:

مون تي وري وئي واري!

ڄمر ۾ هٿ ٿيا چيهون چيهون، پيرت جون دل تي پيها پيهون،
ورهيم نڪتيون روح سان ريهون، قادر منهنجون سڀئون سي ڪيهون:

داور مون تي ڪرتي ڏاري!

ڀنڀور ته چيري آءٌ وڃڙيس چترم، جان ڪرڙ ٻهتيس ٻنهنجي گهر ۾!
ٻنهل ڏنم آت ٻنهنجي ٻترم، ٻل ٻ ٻهتيس ٻنهنجي وگهر ۾!

سائيم ٻنهنجو 'خليلا' آري!

*

ٻڌو ۾ ٻٽلس ٿيس بيحال، روئي ٻ رانجهن اچ تون رس!

مون کي له آکان روه جون راهون، ٻند ولهيءَ جون ٿيون سڀ واهون،
هائي تون ني ٻنهل ور ٻانهون، هوت اچي ڏس هي حال:

ٻنيس بيخود بيڪس بيوس!

ٻالا ٻنوڙيس، رت ولوڙيس، عمر سڄي جا ڪيئنتا لوڙيم،
ورلئي جهنگ جبل سڀ ووڙيس، هر ڪنهن سان ڪيم حال احوال:

ڪونه ڏنو ڪنهن ڪوئي ڏس!

رات عمر جي ويندي وهامي، ٿيندس ڇار، سڙي ۽ ڪامي،
ڇار ٿي ايندس تو ڏي آڌامي، ٿيندس ڀيرن ۾ ڀامال:
ان پر ڪندس وصل آوس!
موت جي ڊپ کان موٽيون ڪونيون، ڇا ٿيو جي ٿيس ڀيرا ڀونيون،
شال لڳ آڏڙن عشق جون اونيون، شال رهن سڀ سيبا سال:
ساهه اچي وٺ، ساهه نه ڪس!
عشق جو طوق ڳيل منجهه ڳاتي، ٻرهه جي ٻاهه اندر ۾ آتي،
هجر کان هاڻي هنيون ٿو ڦاٽي، اکڙيون جرُ وهائن جال:
پوندون ڪن نه 'خليلا' پس!

## غزل



راحتن تان هٿ کنيم، رانجهن، رُسڻ تنهنجي کان پوءِ،
مون مزن کان موڪلايو، منهن مٽڻ تنهنجي کان پوءِ.
ڇا مزا ايندا ٿلهي مڙهه کي، اکيون دل ۽ دماغ،
ويا لڳي تنهنجي پٺيان لالڻ لڏڻ تنهنجي کان پوءِ!
ڪيئن بهشتن ڏي ويون حورون، بهارن ڏي پريون،
ٿي لڳي لوڪان لڪيون پريتم پسڻ تنهنجي کان پوءِ.
ڏولهن سان پر دل سُنجهي منجهه جي وچي وارن سان سُونجهه،
ڪر لڪين گل تا ڪلن، زلفن ڪڍڻ تنهنجي کان پوءِ.
روز سج ٻي لور آيري، نور تو کان ٿو وٺي،
ڏينهن پنجي ڏيهه ساري ۾ ڏسڻ تنهنجي کان پوءِ.
شل نه ڪو ڏڙڪو هجي شل ڪو دلاسو ئي هجي،
آس ۽ ڊپ پئي تا آيرن چپ چرڻ تنهنجي کان پوءِ.
منهن لهي ويا مهروئن جا جي ڳهٽو منهن-چاڙهه هئا،
لوڪ کي مڙ مُنهن، مُنهان پيا مُنهن لڳڻ تنهنجي کان پوءِ.
روز پڙهي ٿو ٻه پيرا تنهنجو پردو پير ڪي،
هڪ ڪڻڻ کان اڳ ۾ ۽ پيو منهن ڍڪڻ تنهنجي کان پوءِ.
ٻن ٻه پيرا ٻي خطا خوش ٿو ٿئي تنهنجو 'خليل'،
هڪ اچڻ سان ٿي عجيبا، پيو نيڪڻ تنهنجي کان پوءِ.

●

سڀڪجهه مليو مون يار کان مهر و وفا سوا،
سڀڪجهه تو ڇاڻي هاڻي سندم هوت 'ها' سوا!

ڪاڻ اچي تـي بزم، ڏٺيي هير باغ جـي،
گل خار ٿيو تـا دل ۾ چمن دلربا سوا.

هڪ بوسـو بہ خواب ۾ غبغب تي جو ڏئي،
دل ۾ ويو کوهہ کونجي کنهن چوءِ چا سوا.

جت خواب ۽ خيال بہ ڪاوش ڪري سگهي،
ڪو ڪيئن نزاڪتن کي ڪڻي آت خدا سوا.

لالن کي برگ گل بہ متان کي لڦون وجهي،
ڪهہ بڻوي گـل سـان آن جـا بنايو بها سوا.

چا جي بها جـو نکهت باغ جنـان سجي،
زلفن کـان وار ورتي قضا کنهن بها سوا.

سيڪڙ ڪري سجڻ کان ذرو نور و رتو سيج،
پيو هو بـہ چا ازل ۾ انهيءَ جـي ضيا سوا.

اڄ آن جي عاشقن لئہ ڪري ڪوئہ انتظار،
آيريو وڃايو وصل وجهي کنهن حـيـا سوا.

او سيج! اڙي او منهنجي سڄڻ جاڻي سيڪڙون،
پيهار منهن نـہ ڪـيـجـان سندم مدعا سوا.

ايئن تو شراب ريـز اکـيـن ۾ حـيـا لڳي،
زاهد کو بزم مئي ۾ وهي جيئن حيا سوا.

اي ذوالعطا عطا سان عطائون عطا ڪيرينس،
چـاهـي 'ابوالعطا' جو اوهان جـي عطا سوا.





# سيد گل حسن شاهه "مجذوب"

محترم سيد گل حسن شاهه ولد سيد قمرالدين شاهه ناگوري، ١٣٢٩ هجري ۾، عمرڪوٽ ۾ تولد ٿيو. سندس تعلق هند و پاڪ جي مشهور بزرگ سيد برهان الدين ناگوري رحمت الله سان آهي. سندس بزرگ تمام اڳاٽا هند سان هجرت ڪري اچي عمرڪوٽ ۾ سڪونت پذير ٿيا، ۽ اڄ تائين ڪافي ناگوزي سادات عمرڪوٽ (ضلعي ٿرپارڪر) ۾ رهن ٿا.

گل حسن مجذوب صاحب ابتدائي تعليم پنجن درجن تائين عمرڪوٽ ۾ ورتي، ۽ خانگي طرح قرآن مجيد ناظره، اردو، فارسي ۽ انگريزي به سکيو. فارسي ۽ انگريزيءَ جي سٺي ڄاڻ ۽ مطالعو رکي ٿو.

شاعريءَ جي مشق کي به زمانو گذريو آهي: اول اردوءَ ۾ شعر چوندو هو، ۽ بعد ۾ 'مخلص'، مراد علي 'ڪاظم' ۽ نورمحمد 'نور' نظامانيءَ جي شاعريءَ کان متاثر ٿي سنڌيءَ ۾ غزل چيائين. سندس غزل تي 'ڪاظم' ۽ 'مخلص' جو رنگ غالب آهي. قديم شاعرن مان شاعرن جي سرتاج لطيف سائين، ۽ متاخرين مان سيد مصري شاهه نصرپوريءَ جي ڪلام سان سندس والهانه عشق ۽ محبت آهي. ان جي ڪلام پڙهڻ سان کين سنڌي شاعري ڪرڻ جو شوق وڌيڪ ٿيو، جيڪو جاري آهي.

شاهه صاحب شاعريءَ سان گڏ اڳاٽي زماني ۾ مضمون نويسيءَ جي مشق ڪري چڪو آهي، جيڪي ان زماني جي مشهور اخبارن ۾ ڇپيا هئا. آزاديءَ جي تحريڪ جي دور ۾ تقريرون به ڪندو هو.

مختصر ته شاهه صاحب هڪ نغزگو شاعر، سنجيده فڪر اهل قلم ۽ فصيح البيان مقرر آهي. شاعريءَ ۾ غزل، نعت، منقبت ۽ نظم تي طبع آزمائي ڪئي اٿس. اردو ۽ سنڌي، ٻنهي زبانن

۾ سنڌس شعر جو ذخيرو چڱي انداز ۾ موجود آهي. شاهه صاحب، شعر ۽ شاعريءَ کان سواءِ خوش اخلاق ۽ وضعدار پڻ آهي، ۽ وڏيءَ حد تائين عجز ۽ انڪسار پسند ڪرڻ سندس شيوو رهيو آهي. سندس وجود عمرڪوٽ شهر ۾ اهل علم ۽ ادبي ذوق رکندڙن لاءِ اونداهيءَ ۾ چراغ آهي، يا سچ ۾ پاڻيءَ جي برابر. ---راڄ محمد ڀلي

## غزل

●

سر ۾ سودا آهي سنگِ در ملي،
در تنهنجو ليڪن نٿو دلبر ملي.

تشنه لب آهيان مان اي پيرِ مغان! ميڪدي مان مون کي ڀي ساغر ملي.
تنهنجا عشوه، تنهنجا غمزه، تنهنجو ناز، تنهنجو ثاني ڪوڪ ٻيو دلبر ملي!
بحرِ الفت ۾ ٿئي جو غوطه زن، تـو انهي غـواص کي گوهر ملي.
لامڪان ۾ گر مڪين ناهين تـه پو، ڇو نٿو 'مجذوب' تنهنجو گهر ملي؟

●

جنون مسلڪ، فغان مشرب، شغل آ جاده پيمائي،
آهي صد چاڪ دامان، ڪهڙي ٿيندي بخيه آرائي!

خدارا ناصح مشفق رهڻ ڏي مـون کـي مستي ۾،
منهنجي مـسـتـي ۾ پنهان آهي عشقِ حسن ليلائي.

تخيل جي فـضـائـن ۾ رهي پرزور ٿو هـردم،
وڏي جو تنهنڪري وڌيڪ هي ذوقِ خامه فرسائي.

محبت جـي مئي احمر سندو سـر ۾ خـمـار آهي،
نـه خلوت جـي تـمـنـا آ، نه ذوقِ بـزم آرائي.

دلِ 'مجذوب' ۾ هردم خلش آ نوڪِ مژگان جي،
نه ٿي معلوم اڄ ڏينهن تائين زخمِ دل جي پهنائي.

●

دل بيخود و مجبور وٺي قبضي مان لکري،
ڪو ڏوهـ تنهنجو چشم فسون ساز نه آهي.

صد پـاره جگر آهـي سنده جـور کان ظالم،
هڪ طـرفـ تـماشه آ، تنهنجو نـاز نه آهي.

کھورن سان جگر کھائين ۽ مرکن سان جيارين،
چا رشڪِ مسيحا اھو اعجاز نہ آھي.
انشائے محبت جو سبب آھ جگر ٽي،
اي ضبطِ فغان ڪو ٻيو غماز نہ آھي.
مدت کان طوافِ درِ ميخانہ آ 'مجذوب'،
ٻر چا ڪربان در ميڪده جو ٻاز نہ آھي.

•

شوق ساقي نہ رهيو جام نہ پيمالي جو،
غم بتدريج آ عنوان منھنجي افسانہ جو!
برق خرمن تي اثر چا ڪري سگھندي منھنجي،
ڪک نہ هڪ باقي بچيو آ منھنجي خسخانہ جو.
داستان منھنجي گداز آلدو آ محفل ۾ وري،
هوش سالم نہ رهيو آ ڪنھين فرزانہ جو.
ذوقِ 'مجذوب' نمايان جهان ۾ ٿئي وڃ،
ڪاش، ڪو سمجھي وڃي راز صنمخانہ جو!





# رحيم بخش "قمر"

نالو: رحيم بخش، تخلص: "قمر"، والد جو نالو: محمد عيسيٰ، ذات: لاکو، اصلي پيدائشي ڳوٺ: عمر راهو، تعلقو مورو، ضلعو نوابشاهه. ڄم جو سن: ١٩٣٣ع.

ننڍپڻ ۾ ئي سندس والدين گذاري ويا، جنهنڪري 'قمر' صاحب مڪمل يتيم بڻجي ويو.

تعليم: قمر صاحب شروعاتي تعليم شڪارپور شهر جي 'مدرسه انوارالعلوم' ۾ مولانا الحاج عبدالله برادر مولوي محمد هاشم کان ورتي، جتي هن ڇهن سالن تائين عربي صرف و نحو جي تعليم حاصل ڪئي.

شاعري: شاعريءَ جي هر صنف تي شعر لکيا اٿس. جهڙوڪ: بيت، وائي، غزل، گيت، ڪافي، قصيدو، نظم، مثنوي، مخمس، مسدس، مستزاد، مولود، رباعي، قطعه، دوها وغيره. سندس ڪلام سڀني سنڌي روزانه اخبارن ۽ علمي رسالن ۾ نهايت شايان شان نموني ۾ شايع ٿيندو رهي ٿو.

پاڻ سنڌيءَ جي ٺيٺ عام لفظن کي شعر جي لڙهيءَ ۾ پوئڻ جو شائق آهي. سندس شعر ۾ ادبيت سان گڏوگڏ اعليٰ معنيٰ ۽ مسايل هوندي آهي.

هن وقت نوابشاهه ۾ گلزار مسجد شريف جو پيش امام ۽ خطيب آهي.

هيٺيان ڪتاب سندس تصنيفات مان آهن: (١) دربار مدينه، (٢) دربار ڪربلا، (٣) فضائل القرآن، (٤) جمال مصطفيٰ، (٥) آخرت جي پوک، (٦) لائوڊ اسپيڪر تي نماز، (٧) جواهرالقمر، (٨) ديوانِ قمر، (٩) کهاڻا کهوٽ، (١٠) چنبڙ تنهنجي ذات، (١١) زين الرجال، (١٢) خطبات روح الاسلام، (١٣) ڦندون جي طلب جون، (١٤) ڳاڙهيندين ڳوڙها.

# بيت

( ١ )

آلله جلّ جلاله، پنهنجوئي مٽ پاڻ،
ڪانهي تنهن ڪريم کي، ڪنهن جي هرگز ڪاڻ،
عالم جي اڳواڻ، جيوَن سڄو جهرڪائيو.

( ٢ )

ٻيرون پچي لال ٿيا، کڻ ڪٽوريا خوب،
ماروئڙا محبوب، چونڊي کائن چاهه سان!

( ٣ )

ٻيرون پچي لال ٿيا، کڻ ڪٽوريا ڪيت،
پٽ ـ ڏٿيءَ جا ٻيت، جهانگين اڄ جهونگاريا!

( ٤ )

ٻيرون پچي لال ٿيا، کڻن ڪيئي ڪوهه،
لامن ستان لاکو چئي، روهڙي آ روهه،
ٻڇي ٻنوارن کي، پيڻ منجهان ٻوهه،
جهانگيئڙن جي جوهه، ٻهتر پانيان باغ ڪان!

( ٥ )

ٻيرون پچي لال ٿيا، کڻ ڪٽوريا ڪوڙ،
لامن ستان لاکو چئي، موتين ڳتيا موڙ،
جهانگي ڏسو جوڙ، شاڪر ٿيا شڪور جا!

( ٦ )

ٻيرون پچي لال ٿيا، ڳليون واسيون ڳچ،
سرتيون سنهري هليون، موتر ڪٽي سچ،
ڪوريو دل مان ڪچ، ڪلمي ساڻ ڪريم جي!

( ٧ )

ٻيرون ٻڪا، لامون لڙيون، مانڪ ڪچ ڪا موٽ،
چنيو چپر چانورَ ۾، ڳڌجي کائون کهوٽ،
چئني ٻاسي چوٽ، ڏيون هاڻ ڏهاڳ کي!

( ٨ )

گل ڦل، غنچا، مکڙيون، ماڪيا انب، انگور،
راحم، رب غفور، موتي ڻاهيا ماڪ سان!

( ٩ )

گل ڦل، غنچا، مکڙيون، ماڪيا گولچ، گلاب،
مکڙين کي موتين جا، پاتا هار حباب،
شاخن ساڻ شباب، دائم آهي دوستي.

( ١٠ )

گل ڦل، غنچا، مکڙيون، ماڪيا پيچ-پني،
راحت جني روح کي، ڏسندي خوب ڏني،
ڏينهان ٻاند پني، لڪيو وڃي لوڪ ڪان!

( ١١ )

گل ڦل، غنچا، مکڙيون، ماڪيا ڪنول ڪليون،
ولهارن ولڙيون، ٻکڙيون آهن پرت سان!

( ١٢ )

شاخن تي شبنم، موتي هاريا سُرڪ سان،
گلشن سدا ڱم، لٺا سڀني لاکو چئي!

# وائي

ڪرهو اوري آڻ، الو ميان ـ ڪرهو اوري آڻ!

ڪاڪ وسائڻ ڪاڻ اچي تون، موسل پنهنجي ماڻ:
الو ميان، ڪرهو اوري آڻ!

روز اڏاهان روئي روئي، ڪانگل تنهنجي ڪاڻ:
الو ميان، ڪرهو اوري آڻ!

تو ري منهنجي ڪاڻ اونداهي، چندا سندي چانڊاڻ:
الو ميان، ڪرهو اوري آڻ.

اڄ تان سهڻل گڏجي گهاريون، پنهنجي حياتي هاڻ:
الو ميان، ڪرهو اوري آڻ.

اڄ اڄ، او منهنجا مسنڙا، سونهان سرتين ساڻ!
الو ميان، ڪرهو اوري آڻ!

اڄ تان ڪريون هاڻ هميشه، گڏجي روح رهاڻ:
الو ميان، ڪرهو اوري آڻ!

گل ڦل، غنچا خشڪ ٿيا سڀ، سونهن ڇڏي سرهاڻ:
الو ميان، ڪرهو اوري آڻ!

تو ريءَ مون کي ڪين وڻي ٿي، مينهن سندي مانداڻ:
الو ميان، ڪرهو اوري آڻ!

"قمر" ڪتيون ۽ ٽيڙو ٽهڪن، مون کي تنهنجي تاڻ:
الو ميان، ڪرهو اوري آڻ!





# حافظ ضياءالحق ”اسلم“

حافظ ضياءالحق ’اسلم‘، لاڙڪاڻي ضلعي جي مشهور عالم دين مولانا محمّد عظيم صاحب ’شيدا‘ قوم سولنگي جو ٻيو نمبر فرزند آهي. سندس وڏن جو اصل وطن ڳوٺ گل ٻرڙو، تعلقه واره، ضلعو لاڙڪاڻا هو، پر بعد ۾ سندس والد صاحب عربي مدرّس هجڻ ڪري ڪجهه وقت ڳوٺ خداداد خان پناڻ ۾، ڪجهه وقت ڳوٺ ماڻي شاهل ۾ ۽ ڪجهه سال ڳوٺ وڳڻ ۾ ۽ ڪجهه سال ڳوٺ ٻارو ديرو ۾ رهي، جون ١٩٥٣ع کان وٺي ڳوٺ نصيرآباد، تعلقه واره، ضلع لاڙڪاڻي ۾ سڪونت اختيار ڪئي آهي ۽ هن وقت نصيرآباد ۾ ئي آباد آهن.

ولادت: حافظ صاحب جي ولادت ڳوٺ ماڻي شاهل، تعلقي واره ۾ ماه شوال ١٣٤٢هجري ۾ ٿي، جتي ان زماني ۾ سندس والد بزرگوار جو عربي مدرسو هو.

تعليم ۽ تربيت: حافظ صاحب اڃا ٽن سالن جي عمر جو هو ته سندس والده محترمه فوت ٿي ويئي، تنهنڪري سندس تربيت جي سموري ذميداري سندس والد صاحب کي برداشت ڪرڻي پيئي. حافظ صاحب جڏهن پڙهڻ جي عمر کي پهتو ته پهريائين کيس ٻه درجا سنڌي پڙهائي ويئي، ۽ بعد ۾ کيس قرآن پاڪ حفظ ڪرڻ لاءِ حافظ الهرک صاحب هاليپوٽي وٽ ڳڙهي هاشم تعلقي واره ۾ ڇڏيو ويو. حافظ صاحب ٻارهن سالن جي عمر ۾ قرآن پاڪ حفظ ڪري ورتو. ان کان پوءِ حافظ صاحب فارسي ۽ عربي جا ڪجهه ڪتاب پنهنجي والد بزرگوار جي فاضل شاگردن- مولانا حافظ عبدالرحمان صاحب (پير) وٽ ٻارڊيري ۾، ۽ ڪجهه ڪتاب مولانا حافظ محمدموسيٰ سومرو (فاضل ديوبند) وٽ ڳڙهي محبت ۾ ۽ مٿيان ڪتاب پنهنجي والد صاحب وٽ پڙهيو. عربيءَ جا مٿيان ڪتاب پڙهندي پڙهندي حافظ صاحب کي انگريزي پڙهڻ جو شوق پيدا ٿيو، ۽ چئن سالن جي عرصي اندر مئٽرڪ پاس ڪري ورتائين.

مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ حافظ صاحب انگريزي ماستر مقرر ٿيو. ملازمت جي دوران بہ حافظ صاحب پنهنجي تعليم جاري رکي. آخرڪار بي.اي (آنرس) ۽ ايل. ايل. بي پاس ڪري ماستريءَ کان موڪلايائين. هن وقت خيرپور ميرس ۾ پوليس پراسيڪيوٽر آهي.

شعر و شاعري: حافظ صاحب کي شعر و شاعريءَ جو شوق فارسيءَ پڙهڻ جي زماني ۾ ئي ٿيو: ان وقت کان وٽي شعر چوندو پيو اچي. سندس شعر جي اصلاح شروع ۾ سندس والد بزرگوار ئي ڪندو رهيو. حافظ صاحب جي شاعري عام طور قومي ۽ عشقيہ مضمون تي مشتمل آهي. شاعريءَ جي گهڻو ڪري سڀني صنفن، جهڙوڪ: ڪافي، گيت، غزل، مثنوي ۽ مسدس وغيره تي طبع آزمائي ڪئي اٿس. سندس شعر جو هڪ چڱو مسودو تيار ٿي چڪو آهي، جو اڃا طباعت هيٺ اچي نہ سگهيو آهي. —ادارو

• * *

## غزل

•

هي وري ڪنهن سان الاهي! پيار ٿيندو ٿو وڃي،
دل ۾ پيدا هڪ نئون آزار ٿيندو ٿو وڃي!

ڪير خوابن ۾، خيالن ۾، وڃي ٿو چانئبو،
ڪير هن دل جو وري دلدار ٿيندو ٿو وڃي.

ڪير ساماڻو وري، جنهن جي نگاهِ ناز جو،
دل تي، سيني تي، جگر تي وار ٿيندو ٿو وڃي.

هي وري ڪهڙي ڏسان ٿو ماجرا هن ديس ۾،
ڪو ڪري ٿو پيار، ڪو بيزار ٿيندو ٿو وڃي.

ناز وارن جا ڪهڻائي راز رکڻا ٿا پون،
ڪو تہ آسان، ڪو سگهر دشوار ٿيندو ٿو وڃي.

سايہِ ابرِ ڪرم سمجهان ٿو اڄڪلهہ جو مٿان،
سايہِ زلفِ سياهہِ يار ٿيندو ٿو وڃي.

راهِ الفت جي ذليل کان ڪو پڇڻ وارو نہ هو،
پيا تہ اڄ ڪو آسرو، آڌار ٿيندو ٿو وڃي.

هي مسافر بي ثمر، ڪنهن جي نگاهن جو ڪير بل،
اڄ وري ڪنهن جي گلي جو هار ٿيندو ٿو وڃي.
يا تہ ڪنهن جو هر گهڙي انڪار ئي انڪار هو،
يا تہ اڄ اقرار تي اقرار ٿيندو ٿو وڃي.
يار، جنهن جي واسطي حيران مدّت کان هيس،
سڪ منجهان سو يار منهنجو يار ٿيندو ٿو وڃي.
شعر جي دنيا کان غائب، دوستن کان وسريل،
سوئي 'اسلم' بزم جو سينگار ٿيندو ٿو وڃي.

## تضمين بر غزل خسرو

اي جان من! تنهنجي اڳيان ڇا جلوهٔ حور و پري،
گهٽ ورين تنهنجي جمال تان تا جان زهره مشتري،
آهي سنده اک ۾ رکيل اهڙي تہ ڪا جادوگري،
جو هڪ نظر سان ئي ڪري منهنجي وڏي تو دل چري،
ڪاڏي وڃان، ڪنهن کي چوان، ڪٿيون ڪٿي وينه س ڪري:

اي چهرهٔ زيباي تو رشڪِ بتانِ آذري،
هر چند وصفت مي ڪنم، ليڪن ازان بالاتري!

ڪهڙا ڏکي، سهڻا جڏهن، نڪرين ٿو محفل گهر منجهان،
جيڪو ڏسي سو ٿيو پوي، ان وقت بي تاب و توان،
سمجهي سگهين ٿو ڪين اڃي مان سامهون تنهنجي سگهان،
وينو پري کان اي پرين! جلوو پيو تنهنجو پسان،
هرهڪ قدم تنهنجي تان سؤ سؤ بار پيو صدقي ٿيان:

اي راحت و آرامِ جان، با قد چون سروِ روان،
زان سو مرو دامن ڪشان، ڪارام جانم مي بري.

مان پي سنده سڪ ۾ سڄڻ! رلندو رهان ٿو دربدر،
گذري سموري عمر منهنجي آهه ڪاٽيندي سفر،
ڪيئي ڏٺم قدرت جون سهڻيون سهڻيون چيزون سربسر،
پر تنهنجي جلوي جي اڳيان بي نور سڀ آيون نظر،
بس حقيقت صاف ثابت ٿي اي منهنجا سيمبر!

هرگز نيايد در نظر، صورت زرويت خوبتر،
شمسي ندانم يا قمر يا زهرهٔ يا مشتري!

ڪيئن ٿو هلين، ڪيئن ٿو ڇلين، ڪيئن ٿو ڪڍين وکڙي ورِي،
ڪيئن ٿو ڏسين، ڪيئن ٿو کلين، ڪيئن ٿو ڪرين دلڙي ڇري،
توکي ڏٺي منهنجا سڄڻ! منهنجون ٿيون اکڙيون ٺري،
اڄ ڪجهه ميلن جي پي ته ڪر، نه ته مفت مان ويندس مري،
مون کي سُجهي ٿي ڪو نه جو توسان ڪري ڪا همسري:

تو از پري چابڪ تري، و ز برگ گل نازڪ تري،
و زهرچه گويم بهتري، حقا عجائب دلبري!

توڙي جو اڄڪله ٿي هلي، منهنجا سڄڻ! چوڏهين صدي،
پر جائي مولا پاڪ ٿو هرشخص جي نيڪي - بدي،
آهي ازل کان ٿي سڄڻ! تنهنجي ۽ منهنجي دل - لڳي،
چئه، ڪيئن سوا هڪٻئي جي دنيا ۾ گذاريون زندگي،
اڄ هائي گڏجون پاڻ ۾، لاهيون ڪا ڪٽ ڦاٻن سندي:

من تو شدم تو من شدي، ما جان شدم تو تن شدي،
تاڪس نگويد بعد ازين، من ديگرم تو ديگري!

مون کهر ڇڏي پنهنجو، اچي تنهنجو وسايو در ميٺا!
جو عاشق بيمار جي ٿيندي ڀلي هتڙ ڇا دوا؟
بس، هائي سڀڪجهه آهه تنهنجي هٿ سڄڻ! تنهنجي رضا،
چاهين ڪرين ڪا مهر جي مون تي نظر يا ڏين ڌڪا،
پر در ڇڏي تنهنجو ڪڏهن ويندو نه 'اسلم' دلربا:

'خسرو' غريب ست و گدا، افتاده در شهر شما،
باشد ڪه از بهرِ خدا، سوئي غريبان بنگري!





# عبدالله "اثر"

مولوي عبدالله 'اثر'، ولد مولوي الهڏنو چانڊيو، ١٤- جولاء ١٩٢٠ع تي، لاڙڪاڻي ضلعي جي ڳوٺ پيرڙو چانڊيو ۾ تولد ٿيو.

قرآن شريف جي شروعات مولانا محمد عمر جان چشموي کان ڪرائي وئي. سڄو قرآن شريف پنهنجي مرحوم والد وٽ پڙهيو، ساڳئي وقت سنڌي اسڪول جو شاگرد به ٿي رهيو. فارسي ۽ عربي تعليم خاص طور مولوي محمد اسماعيل صاحب قريشي ۽ غلام رسول عباسي وٽ حاصل ڪيائين. سنڌي خواهه عربي ۽ فارسي جا استاد، سندس ذهانت ۽ حافظي جا مداح رهيا آهن.

١٩٣٦ع ۾ مسلم اسڪولن ۾ ماستر ٿيو ۽ ١٩٤٨ع ۾ ٽريننگ پوري ڪيائين. علامه دائود پوٽي سندس خطابت ۽ لياقت کان متاثر ٿي پهريائين کيس ٽريننگ اسڪول ۾ استاد ۽ پوءِ اي. ڊي. آءِ. ايس مقرر ڪيو. هن وقت لاڙڪاڻي ۾ آهي، مولوي "اثر" هن وقت بي. اي. فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪئي آهي ۽ ايم اي. جو امتحان به ڏئي آيو آهي.

مرحوم 'نجفي' ۽ محترم 'شيدا' جي ملاقاتن سبب کيس شعر جو شوق پيدا ٿيو. مولوي محمد عاقل 'عاقلي' سندس مضمون ۾ شعر جون خوبيون ڏسي شعر چوڻ تي آماده ڪيو، ۽ کيس پنهنجي شاگرديءَ جو شرف ڏنائين. جلد ئي علم شعر ۾ مهارت حاصل ڪيائين، ۽ 'اثر' تخلص سان شعر چوڻ لڳو.

مولوي محمد ابراهيم 'اثير'، حاجي محمود 'خادم' ۽ نظام الدين صاحب 'نظام' جي ترغيب تي مشاعرن ۾ شرڪت ڪيائين، جتي ميان علي محمد صاحب قادري سندس شعر کان متاثر ٿي 'اثر' تخلص استعمال ڪرڻ لاءِ چيو، جو خوشيءَ سان قبول ڪيائين.

فارسي، اردو ۽ سنڌي زبانن ۾ شعر تي ڪافي دسترس رکي ٿو. اگرچه گهڻي وقفي بعد شعر لکندو آهي، تاهم سندس رواني ۽ آمد ڪي مشق جي محتاجي نه ڏسبي آهي.

ماده تاريخ ڪيڍڻ ۾ به يدطوليٰ رکي ٿو. عربي جي مشهور قصيدن البرده ۽ بانت سعاد جا سنڌي نظم ۾ ترجما ڪيا اٿس.

نثر ۾ 'سيرت سعدي' نالي ڪتاب لکيو اٿس. هڪ ڊرامو به لکيو اٿس جو اسٽيج تي اچي چڪو آهي. هن وقت بزم سچل لاهوري لاڙڪاڻي جي صدر جي حيثيت سان علم ادب جي خدمت انجام ڏئي رهيو آهي.. ـــ ادارو.

* * *

## غزل

●

مئي پرستي جو رهي ٿو شوق مستانه سان گڏ،
زندگي پر رهئو آهي ان جي ميخانه سان گڏ.

اهل احسان کي سدائين آهي سائل جي تلاش،
ٿو رهي ساقي به خود چڪر ۾ پيمانه سان گڏ.

ڪنهن جي اميدن کي مٽي ۾ ملائڻ آ گناه،
شمع کي ٿيو پيو برباد پروانه سان گڏ.

لطف جا همسايگي جو ٿي ويو مون کي نصيب،
يار جو محلات آهي منهنجي خسخانه سان گڏ.

دل جي دنيا سان ٿيو شامل صداقت جو هجوم،
ٿو ڏيان محصول ان کي جڻ ته جرمانه سان گڏ.

ڪين ٿي وسري 'اثر' پير مغان واري نگاه،
نذر ڏيندڙ نذر ٿي ويو پاڻ نذرانه سان گڏ.

## نظم

### هاري

سجاڻان پاڻ کي ٿو گرچه دردن سان دو چار آهيان،
غبار بيڪسي جي درميان هڪ شهسوار آهيان.
تمدن جي حقيقت ڪان نه سمجهو بيخبر مون کي،
بيابان جو پليل تهذيب عالم درڪنار آهيان.
رگ حاڪم ۾ ڊوڙي، خون بنجي ٿو پگهر منهنجو،
غذاء روح آهيان، زيست جو دارو مدار آهيان.
مدار امن جي تحريڪ جو آهيان محرڪ مان،
قرار آهيان زمانلي جو مگر خود بيقرار آهيان.

کهائي منهنجو خون دل شفق رنگين ٿيو آهي،
خدا شاهد، مان تير ناشناسي جو شڪار آهيان.

سندم دم مان گل و بلبل کي راحت ٿي ٿئي حاصل،
گلستان وفاداري جو مان واحد بهار آهيان.

شهنشاهن جي اک جو زيب منهنجي خاڪ پا آهي،
مان آهيان پاڻ ئي اڪسير لطف ڪردگار آهيان.

سڏن ٿا مون کي هاري، مير آهيان مان زراعت جو،
مگر محسن ڪشي جو دؤر آ، سيني تي بار آهيان.

ڏسڻ چاهيان ٿو هاڻي پاڻ کي پنهنجي حقيقت ۾،
'اثر' هن آرزو ۾ ٿيو سراپا انتظار آهيان.

## رباعيون

(۱)

تنهنجي تہ نوازش تي هو ناز اي دلبر،
مخفي نہ ڪيئي مون کان ٿي راز اي دلبر؛
اف! غير جي گهر کان ٿي گذر وڃو تنهنجو،
ارمان جو اڄ آهين نہ ساز اي دلبر.

(۲)

مظلوم تي فرياد ڪرڻ لازم ڪيئن،
مجبور تي بيداد ڪرڻ لازم ڪيئن؛
انداز عدالت جي تہ گهٽ رونق ٿي،
هن محل کي برباد ڪرڻ لازم ڪيئن.

## قطعا

آستين ۾ هزار بت آهن،
ٿي اجايو جهڪي جبين نياز؛
تيغ 'لا' جو ڪمي ٿو طرز عمل،
ورنہ ڇا سجده ڇا رڪوع و نماز.



# ميوو خان ”موج“ لغاري

محترم ميوو خان ”موج“ لغاري، ولد صاحب خان لغاري، ڪلڪلي بروچ، ١٩٠٦ع ۾، ڳوٺ سعيد خان لغاري، تعلقي هالا ۾ ڄائو؛ ۽ هن وقت جهول، ضلعي سانگهڙ ۾ مستقل طور رهي ٿو، جتي اسٽامپ وينڊر ۽ ليسن بردار عرائض نويس آهي. سرائڪي، سنڌي، اردو، فارسي، بروچڪي، پنجابي، ٽري ۽ عربي ٻوليون ڄاڻي ٿو. زندگيءَ جي مشغلن ۾ خانگي نوڪريون، واپار، معلمي، صحافت، ايڊيٽري، مطالع، تحرير، تقرير ۽ دڪانداريون رهيون.

١٩٢١ع ۾ بيت، ڪافيون، ڏنون، سيئون چئي شاعريءَ جي ابتدا ڪيائين، مگر علم عروض موجب ١٩٢٥ع کان شعر لکڻ شروع ڪيائين. شاعريءَ جي سڀني صنفن تي لکندو آهي. خلافت تحريڪ، قطع تعلقات ۽ هلچل جي ماحول کان متاثر ٿي شعر چوڻ لڳو.

شعر و شاعريءَ ۾ سندس استاد محمد هاشم ’مخلص‘، نور محمد ’انور‘ نظامائي، آغا نجم الحسن ’مضطر‘ ۽ حاجي محمود ’خادم‘ جو ڪتاب ”رياض ـ بلاغت“ آهن.

## غزل

●

وڏو دل ۾ ڦٽ چير جهڙو اٿئي،
جو ابرو ٻه شمشير جهڙو اٿئي.

لڳي سانڻ ناگاهه ڪهايو وڃين،
نظر ۾ اثر تير جهڙو اٿئي.

ڪيا حسن حيران تنهنجي هزار،
تدبر وڏي وير جهڙو اٿئي.

رهن منهن ڏسڻ لاءِ مشتاق سڀ،
تجمل ٻه تنوير جهڙو اٿئي.

ٿلين بار ڏيلهي ٿمڪ نور سان،
آلارو محب مير جهڙو اٿئي.

ڪاهو اٿئي اسم اعظم ڪوئي،
وظيفو ڪو تسخير جهڙو اٿئي.

ڏتاري ستاري نهوڙي نيوءِ،
تڪلم جو تاثير جهڙو اٿئي.

وکوڙي سکوڙي ڪيئه تهه دل،
سڄڻ زلف زنجير جهڙو اٿئي.

مروڙي سروڙي ڪيئه چور چور،
رتي رعب سهمير جهڙو اٿئي.

وڃين وصل ۾ رنڊڪون ڇو رقيب،
طرح طور تعزير جهڙو اٿئي.

ميني جي مُنّي ته ٻه پلي ماڻ ’موج‘،
زمانو نه سچ سير جهڙو اٿئي.

•

بارگاهہ عشق ۾ ڪيسر ٻيش نذرانا ٻ ـ ٿي،
صاب پيا جي ٻيـر ٻاتـا مـون عقيدانا ٻ ـ ٿي.

صدق ۽ سڪ سان شهنشه جي ٿيس در جو غلام،
ٿـيـا آهـن مـون ڪي عطا انعام شاهانا ٻ ـ ٿي.

شرع جـا احڪام ذڪر و فڪر حبِ اهل بيت،
ٿيا هدايت مون ڪـي هـي ڪلما ڪريمانا ٻ ـ ٿي.

سڪ سڄڻ جـي سانڍيم سيني جـي اندر ساهہ سان،
لينهن جـو لـاتـو ڳنڍي ٻاتـام ڳـل ڳانا ٻ ـ ٿي.

سادگي مون کي وڻي گهاريان ٿ سادي زندگي،
سادگي واريـون رڪـان وصـفـون فقيرانا ٻ ـ ٿي.

جهوڪ، پٽ، هالا، اڪي، سيوهڻ، سخي، ٻلڙي، دراز،
روح کي راحت اچي جت سي هي ميخانا ٻ ـ ٿي.

ڪا ڪمي ڪانهي هتي ڪوئي ٻئي وارن کي ٻاڻ،
يار مـان 'ٻيءَ ٻيءَ' ڪريو يارين ٻيمانا ٻ ـ ٿي.

سڪ جي سرڪي لاهہ ڏاڍي شوق سان ڪوهڙن ڪنهي،
ڪـڏ ٿـيـا آهـن اچـي مئي نوش مستانا ٻ ـ ٿي.

شـمـع نـورانـي جـي آهـي جت هميشه روشني،
ڏوري ڏوري ڏيهہ ٻهتا پڙ ۾ پروانا ٻ ـ ٿي.

'مخلص' و 'انور' جـي محبت جـو مٿر آهي اثر،
مـون ٻرايـا تـن وتـان نڪتہ اديبانا ٻ ـ ٿي.

'طالب المولي' جـي هستي محسنِ علـم و ادب،
ڪاش! جـي اهـڙا لين پيا مـرد مردانا ٻ ـ ٿي.

محفلن جـي حـاضـري ڪـان تنگدستيءَ روڪيو،
نـ تـ ملن پيغام ٿـا شرڪت جـا روزانا ٻ ـ ٿي.

شڪر، جو هن محفلِ علم و ادب ۾ ٿيس شريڪ،
جـت ٻـڌم ڪـي شعـر ۽ دلچسپ افسانا ٻ ـ ٿي.

'سوج' محفل ۾ آ تـڏهين آهہ محفل سوج ۾،
'سـوج' سان مستيءَ ۾ آهـن مست مستانا ٻ ـ ٿي.

•

جيڪي آهن هي خار محبّت جي راهه ۾،
سي گل آهن گلاب جا منهنجي نگاهه ۾.

آهي فراق ۾ وڌ لذت وصال کان،
آرام عاشقن کي فقط آهه، آه ۾.

محبوب جي جفا تي وفا کان وٺي وڌيڪ،
آهي جزا، سزا سا ملي جا گناهه ۾.

اميدوار رحمتِ پروردگار جو،
خوش، ڪار خير کان وڌ ڪارِ سياهه ۾.

يارب مون کي تون سرخرو ۽ سرفراز رک،
اڄ آهه امتحان نظرِ جلوه گاهه ۾.

يا ساترالعيوب تون ڏي 'موج' کي پناهه،
آهي پناهه سايئہِ عالم پناهه ۾.





Scanned with CamScanner



# رحيمداد خان مولائي شيدائي

حضرت مولائي شيدائي جهڙو محقق ۽ مؤرخ، علمي ۽ ادبي دنيا ۾ ڪنهن بہ رسمي تعارف جو محتاج ناهي. سندس علمي ۽ تاريخي، تحقيقي ۽ تنقيدي تاليفات ۽ مقالات جو سرمايو پترو تہ ڪهڙو آهي، جو هوند يورپ ۾ هجي ها تہ پوءِ کيس يقيناً وڏي اعزاز سان نوازيو وڃي ها. حضرت شيدائي جي مطالعہ ۽ مشاهدي جو اهو ڪمال آهي جو علوم و فنون جي هر صنف تي وٽس بيش بها لئبرري آهي. علم ادب ۽ تاريخ سان گڏ سندس شاعريءَ جو ذوق بہ پاڪيزہ آهي. سندس شاعريءَ ۾ سوز و گداز آهي، جو هڪ زخم خوردہ دل جي صدا ٿو معلوم ٿئي. سندن مختصر تعارف هن ريت آهي:

مير رحيمداد خان بن شيرمحمد خان بن مير رحيمداد خان بن مير محمد جمعہ خان، اصل بلوچستان ۾ مستولنگ جي ويجهو هڪ ڳوٺ جو رهاڪو آهي، جتي سندس تڙ ڏاڏي کي انعام ۾ زمين مليل هئي. افراتفريءَ جي دؤر ۾ سندس ڏاڏو مير رحيمداد خان لڏي سنڌ ۾ آيو، ۽ اچي سيوهڻ ۾ رهيو، ۽ پوءِ ڪوٽڙيءَ ۾ اچي سڪونت اختيار ڪيائين، جتي مولائي صاحب جو والد بزرگوار مرحوم مير شيرمحمد خان ڄائو. ۱۸۴۳ع ۾ انگريزن سنڌ فتح ڪئي، تڏهن مير رحيمداد خان سندن لشڪر ۾ ڀرتي ٿيو، ۽ حوالدار ٿي رٽائرڊ ڪيائين. ان دؤر ۾ ريلوي لائين ڪوٽڙيءَ تائين پهچائي وئي، تڏهن حضرت مولائي صاحب جو والد بزرگوار ان محڪمي ۾ گهڙيو، جتان آخرڪار سکر ۾ آيو، جتي ۱۸۹۴ع ۾ مولائي صاحب ڄائو.

تعليم: اوائلي تعليم سکر جي مدرسن ۽ مڪتبن ۾ ورتائين. سنڌي چوٿين درجي کان کيس مطالعہ جو شوق پيدا ٿيو. اول افسانوي ڪلاسيڪي ڪتاب — الف ليلىٰ، گل بڪاولي، داستان امير حمزہ — وغيرہ پڙهيائين.

تاريخ: ان ئي زماني ۾، ٻنجين درجي انگريزيءَ کان تاريخ جو مطالعه شروع ڪيائين. سندس تاريخ جي استاد، مسٽر هيمراجاڻيءَ، کيس آرچيبالڊ ايليسن جا انقلاب فرانس متعلق سڀ جلد ۽ جي. بي. ماليسن جي لکيل تاريخ "غدر ١٨٥٧ع" جا سڀ جلد پڙهايا. ان مطالعه کان پوءِ دنيا جي تاريخ ۽ مسلم تاريخ سندس خاص محبوب چيزون رهيون. ان کان پوءِ صحافت ۽ اخبارنويسيءَ جو دؤر آيو. ١٩١٣ع کان ربلاوي ۾ ملازمت شروع ڪيائين.

تخلص: "ستاره سنڌ" اخبار جي دفتر ۾، هڪ علمي تقريب ۾، پير علي محمد شاهه راشدي، مولانا وفائي ۽ پير حسام الدين راشديءَ جي باهمي مشوري سان "مولائي شيدائي" تخلص تجويز ڪيو ويو.

مضمون نگاري: ١٩٣٠ع کان مضمون نگاري شروع ڪيائين. سڀ کان اول 'توحيد' ڪراچيءَ ۾ سندس علمي، ادبي، تاريخي ۽ ديني مضمون شايع ٿيا. سندس تربيت ۾ مولانا وفائي جو وڏو هٿ هو. ان طرح 'ستاره سنڌ' ۽ 'سنڌ زميندار' (سکر) ۾ به باقاعده لکندو رهيو. ان کان پوءِ سنڌ جي سڀني علمي رسالن ۽ اخبارن ۾ هزارين مقالا شايع ٿيا.

شعر و شاعري: شاعريءَ جو ذوق کيس طالب العلميءَ جي دؤر کان شروع ٿيو. خاص طرح مشهور اردو ڪتاب 'چمن بينظير' جي مطالعه سان سندس شوق وڌيو ۽ شعر چوندو رهيو.

تاريخي ڪتاب: تاريخ ۾ 'روضة السنڌ'، 'تمدن سنڌ'، 'تاريخ بلوچستان'، 'جنت السنڌ'، سندس مشهور ڪتاب آهن. ان طرح حضرت غوث الحق مخدوم لوح رحه جي سوانح 'سفينة النوح' به قلمي طرح سان موجود آهي. بهرحال هڪ مورخ ۽ محقق، صحافي ۽ ايڊيٽر، اهل قلم ۽ شاعر جي حيثيت سان، مولائي شيدائي، سنڌ جو قابل فخر فرزند آهي.

* * *

## بيت

( ١ )

سڄڻ جي وصال جا، اِهي ڪهڙا قول چوان،
ڪيان تان ڪات لڳي، مانهان سول مران،
توڙي سچ چوان، ته به مٺيان لڳي لوڪ کي!

( ٢ )

جوين جن جلايا، سي ڪچاڙو ڪنين،
پوءِ ٿيا پرپر سين، سدا ميگهه وسن،
سي وبراڪي چنجن، جن جوت پسي جڳ ۾!

( ٣ )

جن ڀاڙيو پين کي، سي مورک شال مرن،
دهشت سندي دم کان، ٿا ڪانئرا ڪنبن،
مورت پسي من ۾، ٿا 'شيدائي' مرڪن،
سي ڪئن ڀيک گهرن، جن ٻُٽيو ڀاڻ پرڀاڳ ڏي!

( ٤ )

پوءِ ٿي پرڀاڳ ڏي، ڇڏي سڀني جو سرڀر،
ڀاڻ ڀڏاري ڀاڻ کي، ساجن ٿيو سڏڀر،
انت ان آکير، ڀارس ڪهو ڀاڻ کي!

( ٥ )

ڪيرت ڪلهي قلب مان، وڄ نهر سندو نار،
جنهن ڪُنس ڪنبايا ڪيترا، تون گوڪل سندو ڪار،
ٻرڪهڻ ٿئين ٻرتويءَ تي، ڇڏي ٻرهم سندو ٻار،
هاڻ اڪاشي اڏار، ته ٻڌ ٽٽني ٻاند جا!

( ٦ )

انگ نه ڏڪ اکڙين سين، تنهنجو شاهانو شان،
تو ڪيئن ٻن وسايو، خاڪي خاڪ مڪان،
تو نرگس چوڏس ڦلاريا، تو لالا، تو ريحان،
تنهنجي در ديوانا ٿيا، سوين سالڪ ۽ سلطان،
توکي ويدن ويراڳي ڪيو، ٻيو ڪيتا جي گيان،
مون کي مَڌ مستانو ڪيو، ٻريتم جي پيمان،
راڌا تنهنجو ڪان، مون ساوڙو سهي ڪيو!

( ٧ )

مورک! ڪوڙي موه ۾، ويٺو ڪوڙ ڪمائين ڪچ،
ڪهوٽ ڪهڙي ٻنهنجي گهٽ ۾، ٻرواني جان ٻچ،
جئن ٻاهر ٻاڦ نه نڪري، اندر ڪامي مچ،
سياڻي 'صوفي' چوي، تو سان ساٿي ٿيندو سچ،
انهيءَ تات ٻرچ، ترت تکو ڪيو تن کي!

## ڪافي

*

عـاشق عشق ڪمائـن ٿـا،
سـوريءَ سبق سيکارن ٿـا!

عشق نـه آهـي انـڪلبـازي، ڪيڏن مرد ٿا ڪي ڪي غازي:
سر جـو سالڪو لاهـن ٿـا!

عشق جـو مڪتب آهـه الاهـي، ٻڙهـن منجهس ٿـا خـان ختابي:
وصل جا ورق ورائن ٿـا!

عشق جـي مـنـزل آهـي عـالي، شاهه گـدا لـت ٻشـي سوالي:
ٻتنگ ٿي ٻـاڻ ٻچائن ٿـا!

عشق اسان وٽ اگـڻ تـي آيـو، بخت اسان کـي آهـه ٻـڙايـو:
ٻـره بـاران وسـائـن ٿـا!

عشق عـقـل جـي آهـه لـڙائـي، رندي، زهد جي جنگ اِ جاري:
بحري بـاز بـچـائـن ٿـا!

چـوي 'مولائي' مـسـت درازي، ڪـنـڻ هـارڻ آهـي بـازي:
شاهـي طبل وجـائـن ٿـا!



٥٠هراڻ

# غزل

حسن جي عشق پيچان کان خدارا يار توبه ڪر،
بره جي تير پيڪان کان خدارا يار توبه ڪر!

سمجهي رک پير هن ٻڙي، اگر آهين ذرو عاقل،
ستم جي ساز و سامان کان خدارا يار توبه ڪر.

سٽين ٿو سيف زلفن جا، ٻچين ٿو بره جون ٻرچون،
نگاهِ نوڪِ مژگان کان خدارا يار توبه ڪر.

دلِ بيتاب کي زخمي ڪيو چشمن فسون گر جي،
بلا بيدرد درمان کان خدارا يار توبه ڪر!

سمجهي وٺ سازِ حرفت کي، شهيدِ نازِ 'شيدائي'
ازل جي عهد پيمان کان خدارا يار توبه ڪر!





# ”اضعف“ هالائي

جان محمد ولد عبدالرؤف ابڙو متخلص ”اضعف“ جو جنم تاريخ ۱۴- آگسٽ ۱۸۹۷ع تي ٿيو. سندس اسلامي ۽ تبليغي مضمون ورهين کان وٺي سنڌ جي سڀني مشهور اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندا پئي رهيا آهن. شاعري توڙي انشا پردازيءَ ۾ سندس استاد مرحوم حڪيم فتح محمد ”صغير“ سيوستاني ۽ مرحوم محمد هاشم ”مخلص“ هئا. شعر و شاعريءَ ۾ سندس ڪلام گهڻو ڪري حمديه ۽ نعتيه آهي. نعت گوئي سندس روح جي غذا ۾ شمار آهي. ڪڏهن ڪڏهن اصلاحي ڪلام به چوندو آهي. خلافت واري زماني ۾ خلافت تحريڪ ۾ سرگرمي سان حصو ورتائين، ۽ پنهنجي شعلہ نوا تقريرن سان ڪافي مقبوليت حاصل ڪيائين. 'انجمن مولود النبي' هالا ۾ پڻ مرحوم الحاج پيرمحمد صاحب 'سائل' هالائي جي سنگت ۾ سرگرم ڪارڪن جي حيثيت ۾ سالن جا سال خدمت ڪندو رهيو. هي پيڙو شاعر ۽ اديب اڄ به جوانن جهڙي دل رکي ٿو، ۽ پنهنجي قلمي ڪاوشن سان سنڌ جي روزانه اخبارن ذريعي ادب جي خدمت ڪندو رهي ٿو. جوانيءَ جي زماني ۾ سندس لکيل هڪ ننڍڙو ڪتابچو بنام 'احوال احمدي' انجمن مولود النبي هالا طرفان ڇپجي شايع ٿيو هو. هاڻي سندس مضمونن ۽ مقالن جو مجموعو ڪتابي صورت ۾ جلد شايع ٿيڻ جي توقع آهي. — 'انور' هالائي

*　　*　　*

## نظم

### مديني جي خاڪ

بچين ڇا ٿو، ڀلا ڪهڙي مديني جي فضا آهي،  
سموري خاڪ يثرب جي عزيزا حق نما آهي.  
مديني جي مٽيءَ کي مانُ هي اعليٰ ڏنو مولا،  
جو ساڪن خاڪ اطهر ۾ رسولِ ڪبريا آهي.

پرانهين پنڌ تي مان پيو گذاريان بيقراريءَ ۾،
سندم هن حال جو شاهد فقط هڪڙو خدا آهي.
رسائي ربّ اڪبر شل مديني ۾ سيکهو مون کي،
ملي محبوب مدنيءَ تان هي منهنجو سر فدا آهي!
اڏي اوڏا ڪچا پکڙا وهان آقا جي ماڙي ۾،
اهائي روز و شب منهنجي ڏٺيءَ جي در دعا آهي.
مزارِ مهر مرسل تي ملي من موقعو مون کي،
هجان هردم اتي حاضر اها منهنجي رضا آهي.
ادب سان سرورِ عالم جي اڳيان اچي بيهي جيڪر،
پڙهان صلوات سيّد تي، اهائي مدعا آهي.
نبي نورالهدیٰ جو مان نه هڪ نوڪر آهيان ليڪن،
انهيءَ جي در سندو گولو ته هر شاه و گدا آهي.
سندم اولاد ساري کي فدائے مصطفیٰ ڪر تون،
الاهي تو اڳيان منهنجي سدائين هي صدا آهي.
مديني جي مٽيءَ ۾ دفن ٿئي شل لاش "اضعف" جو،
فقط دل کي اهائي آرزو صبح و مسا آهي.

## تاجدارِ نبوت

حبيبِ خدا آ امامِ نبوت،
رسولن جو سردار، امت لئه رحمت.

اطاعت سندس آ اطاعت خدا جي،
اهو آ حقيقت ۾ روحِ عبادت.
محمّد جو نالو پيارو پيارو،
رسي روح کي جنهن سان راحت ٿي راحت.
هدايت جا تارا سمورا پيغمبر،
مٺو مير مرسل آ شمسِ هدايت.
وڏا ڪوٽ قيصر ۽ ڪسریٰ ڪري پيا،
ٿيو جيئن جهان ۾ ظهورِ نبوت.
عداوت ڪري دور دنيا مان بيشڪ،
ڏنائين زمانی کي درسِ اخوت.



Scanned with CamScanner

خدا جيئن مرسل کي معراج بخشيو،
اگهي ڪين ڪنهن تي ٿي اهڙي عنايت.
مقدّس ۽ ڪامل مڪمّل بشر آ،
نبوت جو نور آ رسالت جي دولت.
سندس ذات آ فخر اولادِ آدم،
سندس دم سان انسانيت جي آ عظمت.
خدا سوڪليو ڪيس رحمت بنائي،
ٿيا ان تي منڪشف اسرارِ حڪمت.
سندس هر قدم آ خدا جي رضا سان،
سندس زندگي آه درسِ هدايت.
هو آبِ ڪوثر جو ساقي سخي آ،
سندس هٿ ۾ هوندو لوائي شفاعت.
محمّد جي تعريف "اضعف" ڪندين ڇا؟
خدا خود سندس ڪئي آ وصفِ رسالت.

## جهاد ـ حق

عرب جي سرزمين تي اڄ الاجي ماجرا ڇا هي؟
سموري قوم تي هيڏي سزا مشڪل بلا ڇا هي؟
هي 'اسرائيل' جي پردي ۾ مغرب جي ستم راني،
خدا بهتر ٿو ڄاڻي تن جي من جي مدّعا ڇا هي.
يهودي 'مسجدِ اقصيٰ' تي قابض ڪيئن ٿيا آهن؟
عجب آ ابتدا ان جي، الاجي انتها ڇا هي!
ٿيا رنگين رت سان دشت، صحرا، لالہ زار آهن،
شهيدانِ عرب جي خون جي بارب بها ڇا هي.
ٿيو ڪيڏو نہ سستو خون آ اهلِ عرب جو اڄ!
مشيت ۾ سنده اي مالڪِ ارض و سما ڇا هي؟
خدا جي ڪبريائي آ اوهان جي خون جو بدلو،
بڌايو دين جا غازي اوهان جي ٻڻ رضا ڇا هي.
'انا الموجود لاغيري' سندي للڪار آ حق جي،
متان مايوس ٿين "اضعف"، بشارت برملا ڇا هي.



Scanned with CamScanner



# ”منصور“ ويراڳي

عبدالرؤف ”منصور“ ويراڳي، ولد جان محمد ’اضعف‘ ابڙو جو جنم، دادو ضلعي جي شهر مانجهند ۾، ٨- آڪٽوبر ١٩٣٠ع تي ٿيو. پرورش جو پهريون سال ڪنڊڪوٽ ۾ پوري ڪرڻ بعد جنم ڀونءِ تي پيشنڪر زندگيءَ جون پنج حسين بهارون مائي پنهنجي اباڻي وطن هالا ۾ آيو، جتي زندگيءَ جي مقطع کي مدني پاڪ ۾ نپائڻ لاءِ مقدر جو اوسيڙو ڪيو رهيو آهي. شاعريءَ ۾ مرحوم نظامي کي استاد ڪري ورتائين، ۽ سنڌ جي قومي شاعرن ۾ اهم مقام حاصل ائين. خلافت هلچل جي مشهور مجاهد مرحوم ’سائل‘ هالائي جي استادالـ صحبت ۽ ’سيد احسن الهاشمي‘ جي مجاهدانہ رفاقت سندس زندگيءَ کي جهد و رياضت جي رنگ ۾ رڱي ڇڏيو. ويراڳ ۽ عسڪريت جو عجيب امتزاج سندس قلندرانہ زندگيءَ جي سڃاڻپ جو نشان آهي.

سماجي خدمتن جي سلسلي ۾ رفيق پرائيويٽ اسڪول ۾ مفت تعليم جو انتظام، گرلس اسڪول ڪولاڻي، عربڪ ايجوڪيشن سوسائٽي وسيلي مفت عربي سيکارڻ جو بندوبست وغيره سندس ڪاوشن جا مظهر آهن. هاڻ هن وقت ’فري ڪوچنگ انسٽيٽيوٽ‘ کي عملي شڪل ڏيڻ لاءِ راهون هموار ڪري رهيو آهي.

ڪجهه وقت لاءِ ماهنامہ ’منزل‘ جو ايڊيٽر ۽ سروري منگزن جو سيڪريٽري پڻ رهي چڪو آهي. شاعريءَ جي اخلاقي قدرن کي اجاگر ڪرڻ خاطر شاعريءَ ۾ دلچسپي وٺي ٿو. ان سلسلي ۾ شاعريءَ جي قديم روايتن سان گڏوگڏ جديد صنفن تي پڻ طبع آزمائي ڪئي ائين. ’نغمہءِ رندان‘ مان سندس اصلاحي شاعريءَ جا ڪرتا نمايان طور پڪي رهيا آهن. سندس هيٺيان ڪتاب ڇپجي چڪا آهن: (١) وطن جي راهہ ۾، (٢) سوري جنين سيج، (٣) صدائے وطن، (٤) ڪاڪ نہ جهليا ڪاڙي، (٥) شام و سحر. ازانسواءِ ڪيترائي قلمي نسخا طباعت ۽ اشاعت جي انتظار ۾ موجود آهن. گذريل ٻارهن سالن کان وٺي شهري زندگيءَ جي هڙل هنگامي

ڪان ڏور، هڪ گمنام گوشي 'سنهاسي ڪارلر' ۾ عليل ۽ ويراڳي زندگيءَ جون گهڙيون گهاري رهيو آهي، مگر اتي به ادب ۽ سماج جي خدمت وس آهر بدستور جاري آهي. دارالاشاعت ڪي اڻ ڏٺن سالن ڪان وٺي ڪاميابيءَ سان هلائيندو اچي. سنڌس لنڊڙي جهور پڙي 'ڪاشانهءِ منصور' اڄ به ڪيترن ئي ادب جي اڃايلن ۽ ساهت جي پروانن جو مرڪز آهي.

— 'انور' هالائي

* * *

## غزل

●

سان تقدير امر جي هر ادا کي آزمايان پيو،
ازل ڪان ابتدا ۽ انتها کي آزمايان پيو.

شناسائي رموزِ عشقِ مُرسل جي تلاشي ۾،
زمين جي ذرّه ذرّه حق نما کي آزمايان پيو.

بلال و خالد و حيدر ۽ طارق جي تتبع ۾،
پهاڙن ۾ به ان جي نقشِ پا کي آزمايان پيو.

ستارن ڪان اچا اگهتي ڪمند تدبير جا اچلي،
وطن وارن جي بختِ نارسا کي آزمايان پيو.

حصولِ منزلِ مقصود خاطر هي تجسّس ڏس!
خلا ۾ پڻ الاجي ڇا جو ڇا کي آزمايان پيو.

جنونِ شوقِ خدمت ۾ عجب وحشت مثال آهيان،
دوا کي آزمايان پيو، دعا کي آزمايان پيو.

پليدي ۾ پُسڻ ڪان پاڻ کي پالهو رکڻ ڪارڻ،
اچا پنهنجي گناهن جي قبا کي آزمايان پيو.

خودي، مستي، نيازي ۽ شريعت جي حقيقت سان،
رموزِ عشق همّت آزما کي آزمايان پيو.

شهيدانِ وطن جي خون سان رنگين گلشن ٿيو،
جگر جي خون سان رنگِ حنا کي آزمايان پيو.

اصولِ شاعري ڪان دل بشي ازلون صفا باغي،
مگر ان سان ئي تاثيرِ صدا کي آزمايان پيو.

ڏئي نقشِ ڪُهن کي روپ جدّت جو ۽ رنگيني،
اجوڪن شاعرن جي ارتقا کي آزمايان پيو.

هي شمع زندگي منهنجي، جلي ٻجهي پتنگ وانگر،
ٻجي مان پرت جي ٻڙ ۾ فنا کي آزمايان پيو.

وطن جي راهه ۾ 'منصور' جا پختا قدم آهن،
جفا جڳ جي سهي پنهنجي وفا کي آزمايان پيو.

●

نينهن ۾ نالگا نچي نروار ٿيا،
پتکدي کان سڀ پڇي بيزار ٿيا.

آسد محبوب سان هيڏو اثر! — قيصر و ڪسريٰ مڙئي مسمار ٿيا.
هرطرف اڄ ذڪر قلبي زور ٿيو، — قرب قادر جا ڪروڙين بار ٿيا.
التفات ناز جي لذّت نه پڇ، — منتشر جذبا سندم اشعار ٿيا.
اي ديار پاڪ تنهنجي خاڪ تان، — جان گهورڻ لئه ڪيئي تيار ٿيا.
خدمت دين و وطن جي عزم ۾، — عشق جا آثار سڀ اظهار ٿيا.
وحشت جوش جنون ۾ بيخطا، — 'پارها جيب و گريبان تار ٿيا'.
جن ڪئي تقويٰ جي دعويٰ ٿي طويل، — سيڪدي ۾ سي وري سرشار ٿيا.
حيف توکي 'انقلاب زندگي!' — ڏڪ ڏئي پڻ پنهنجي ڏڪ کان ڏار ٿيا.
بزم رندان ۾ مڙئي 'منصور' جا، — قائل تقليد هي انڪار ٿيا.





# مير محمد بخش خان ٽالپور "مير"

مير حاجي محمد بخش خان ٽالپور، تخلص "مير"، سنڌ جي آخري سلطان مرد مجاهد هزهائينس سرڪار شير جنگ، مير شير محمد خان ٽالپر المعروف "شير-سنڌ" جو پڙپوٽو آهي. "شير-سنڌ" سان سندس شجرو هن ريت وڃي لڳي ٿو: مير حاجي محمد بخش خان ٽالپور (سابق پريزيڊنٽ ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ٿرپارڪر، سابق فيلو آف سنڌ يونيورسٽي، سابق ميمبر صوبائي اسيمبلي اولهه پاڪستان، موجوده وائيس چيئرمين ضلع ڪائونسل ٿرپارڪر) ولد مير حاجي عبدالله خان، ولد شهزادو سرڪار مير نبي بخش خان، ولد مير شير محمد خان (شير-سنڌ).

جيڪڏهن انهن جنهجي ته شاعري سندس خانداني ورثو آهي ته بيجا نه آهي؛ چاڪاڻ ته سرڪار والاهمم مير ٺاري خان بهادر جو وڏو ڀاءُ مير الهيارخان، باني شهر ٽنڊوالهيار، فارسيءَ جو قادرالڪلام شاعر ٿي گذريو آهي. هُن جو ديوان به هو، پر زماني جي گردش ۾ اچي ويو، مگر سندس شاعريءَ جو اعتراف مير ضياءُ الدين "ضيا" درباري شاعر مير ٺاروخان پنهنجي بياض ۾ ڪيو آهي. هن خاندان جو ٻيو شاعر سرڪار عالي عادل جنگ هزهائينس مير مراد علي خان، باني ميرپورخاص، پڻ فارسيءَ جو اعليٰ شاعر هو، جنهن جي شعر جو نمونو 'ڪليات حمل' ۾ لکيل فارسي مدح، علي عليه السلام جي شان ۾ آهي. خود سندس ڏاڏو، سرڪار شهزادو مير نبي بخش خان (مدفن مڪه مڪرم) پڻ سنڌيءَ جو اعليٰ شاعر هو، جنهن جو ڪجهه ڪلام پڻ هٿ لکيو آهي ۽ سندس ڪافيون ميرپورخاص طرف خاص مشهور آهن. هن وقت به سندس سؤٽ مير امام بخش خان ٽالپور (سابق وزير سنڌ) سنڌيءَ جو سٺو شاعر آهي. انهيءَ مان پڌرو آهي ته پاڻ خانداني شاعر آهي.

مير موصوف جي ولادت ١٣٤٢هه/١٩٢٤ع ۾ ٿي. پاڻ مڊل تائين پڙهيو. ١٩٣٨ع ۾ زماني جي حادثن سبب اسڪول ڇڏيائين، ۽ پنهنجي اباڻي ڪرت زميداري سنڀاليائين. ڪيس سندس والد محترم سادا ٻارهن سؤ ايڪڙ زمين ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي ميرپورخاص ۾ ڪپري ۾ ڏني. پاڻ ان وقت ابتدائي طور شاعري شروع ڪيائين. سندن شاعريءَ جو اهو پهريون دؤر هو. ان وقت جو ڪلام سلامت رهي نه سگهيو آهي، پر سندس هيءَ مصرع وسري نه سگهي آهي:

”نيد و قفس ۾ آهيان، پنهنجن کي پيئي ساريان،
تن کي مان ڪيئن وساريان، جن تي جيابو آهي.“

تقريباً ١٩٤٢ع کان مير صاحب سياست ۾ داخل ٿيو. سنڌ جي بلوچ ينگ پارٽيءَ جو سيڪريٽري رهيو، جنهن ۾ ان وقت غلام مصطفيٰ پرڳڙي، مير امام بخش خان ٽالپر، سليم خان ۽ مير الهه بچائي خان ٽالپر جهڙا مشهور ڪارڪن شامل هئا. ١٩٤٤ع ۾ ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن ڪميٽيءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. ساڳئي سال، تعلقي ننگرپارڪر مان، ضلعي ڪائونسل تي ميمبر چونڊجي آيو. ان وقت سندس شاعريءَ جو ٻيو دؤر شروع ٿيو. ان وقت جو ڪلام به ضايع ٿي ويو. هڪڙي مصرع آهي:

”سائو ويس سهڻل، پائي گندڙي گلابي.
موهي منڙو منهنجو، ويو ڏيئي بيخوابي.“

پنهنجي وڏي ڀاءُ مير حاجي احمد خان جي سياست مان رٽائر ٿيڻ ڪري، ١٩٥٦ع ۾، اولهه پاڪستان اسيمبليءَ جو ٿرپارڪر ضلعي مان ايم. پي. اي. ٿيو. ١٩٥٧ع ۾ ضلع لوڪلبورڊ جو پريزيڊنٽ مقرر ٿيو ۽ ١٩٥٨ع ۾ مارشل لا لڳو. ان وقت سمورو توجهه زراعت طرف ڪيائين. ١٩٦١ع ۾ پاڻ ٿر جي خطي مان اولهه پاڪستان اسيمبليءَ جو ميمبر بنيادي جمهوريت جي ٢٥ ميمبرن جي اڪثريت سان ڪامياب ٿيو. اولهه پاڪستان اسيمبليءَ ۾ سنڌ جي نمائندگيءَ حق ادا ڪيائين. پاڻ گهڻي ۾ گهڻا سوال پڇي، نه صرف ’ڪنگ آف ڪئسچن‘ جو لقب حاصل ڪيائين، پر سوال پڇڻ ۾ ساري اسيمبليءَ جو رڪارڊ ٽوڙي ڇڏيائين. ١٩٦٥ع ۾ ضلع ڪائونسل جي وائيس چيئرمنيءَ لاءِ بيٺو ۽ اڪثريت سان ڪامياب ٿيو. سندس شاعريءَ جو ٽيون دؤر ٦٨-١٩٦٧ع ۾ استاد غلام محمد ’گراميءَ‘ جي نگراني هيٺ شروع ٿيو، جو جاري آهي. سندس وائيس چيئرمنيءَ جي دؤر ۾ شاگردن جي ٽورنامينٽ ۽ ”مارئيءَ جو ميلو“ سندس يادگار آهن. ڪيس پنج پٽ آهن، جن مان وڏو مير شير محمد خان ايم. اي. پڙهي رهيو آهي. سندس باقي فرزندن جا نالا ترتيبوار هن ريت آهن: مير علي مدد، مير الله يار خان، غلام مصطفيٰ ۽ عبدالرحمان. سندس ذاتي لئبرريءَ ۾ ست هزار ڪتاب آهن. پاڻ تاريخ جو ماهر آهي، ۽ هن وقت ”تاريخ اميران ميرپور خاص“ لکي رهيو آهي، جا عنقريب اشاعت جي زيور سان آراسته ٿيندي.

—محمد سومار شيخ

## بيت

(١)

مارو مون مليرَ ۾، ٽڙ ٽڙ ۾ ٽن ٽاڪ،
ونو وس واريءَ تي، ٿيا ميها مڱر ماڪ،
ڏٿ ڏڀ ساڳ سيڱر، مڪڻي تن خوراڪ،
سدائين سرها رهن، پيئندي پلر پاڪ،
چڙيا ڪِهن چيلڙا، ڍور ڪُهن ٿا ڏاڪ،
آئون بنديائي بند ۾، ٻيڪس بيباڪ،
الله لڳ اوڙاڪ، مارو ملندم مان ڪڏهن!

(٢)

عشق جي آڙاهه ڏي، ڪنهن ڪنهن ڪَهن،
رُليا رهزن راهه ۾، ڪوڙا ڪم نہ اچن،
ڪيئي خان ڪُٺي ويا، سي نانگا ٿيو نچن،
عشق سچو آ تن، محبت ماريا ’مير‘ جي.

(٣)

سڙان ٿي سورن ۾، ويجهو نہ والڪي،
ڏيئي ويو ڏهاڳ جا، جهنگ پريا جهانڪي،
جهانڪي ۽ وانڪي، رهيا اٿم روح ۾!

(٤)

محبن وٽ ڳالهيون، سدا شوق شڪار جون،
هٿي ديد دُناليون، پيون تيز هٿي تيرون،
وانڪي سو واسينگ جئن، ڪُڇ ڪاڏهن ڪان خبرون،
اهي ناز پريون نظرون، آهن عين عجيب جون!

(٥)

جيڏيون! جانب جنت تان، گهوريان ٿي جند جان،
ڪندا پاڄهہ پروچ تي، ٿي محب سٺا مهمان،
ڪيلي وهندا ڪٽ تي، خوش ٿي منهنجا خان،
اعليٰ جن جو شان، سي ايندا اڱڻ ’مير‘ چئي!

(٦)

اچن نہ اچن تہ بہ مون من منهنجا سپرين،
پا ڏکي ڪيڏن دل مان، توڙي ڏڪارين،
مور نہ نهارين، تہ بہ محب منهنجي من ۾.

(٧)

مون کي ماريو مون، ڏوهي لا ڏيهي،
سڱايم سورن جا، وڇوڙا ويهي،
ويا ڏيج ڏيئي، محبت سندا ’مير‘ کي!

(٨)

محبت وڏو ماسري، ڪير ڪٿي هٿ ڪر،
ساڙيو سُورن سان چڙي، هيڪاندا هيڪر،
سيئي همسفر، ساٿي هئا ’مير‘ سين!

(٩)

اندر جي آڏمن کي، ڪڏهين نہ ڏسي ڪير،
ميٽ مٽي جا نہ ٿيا، ڏاڏاٺا ۽ ڏير،
غمن گوندر لاٿيا، وَسن وڏي وير،
ڪڏهين خبر خير، مارو لهندا ’مير‘ جي.

(١٠)

قاصد وڃ قريب ڏي، ڪر ڪُرنشون هزار،
واڍوڙيل هن ورہ جي، ڪا پرين هٿي پچار،
سورن ساڙي آهيان، ڪا لهندا خبرچار،
ميٽ نہ ٿيو ڪو ’مير‘ جو، ڪو غمن ۾ غمخوار،
سهڻل لهندو سار، ڪري پاڄهہ ’پروچ‘ تي!

# ڪافيون

*

لوڪان لڪندي ڪينڪي لڪندو-
نينهن ڪي ڪر نروار، او يارا!
صاف سورن جو ڏيج ڏنائون،
غم پري غوراب ٺڪائون،
وره ونڊي واپار ڪمائون:
جت برهه بڻي بازار، او يارا!
باهه برهه جي پڙڪا لايا،
سچ اندر ۾ دونهن دکايا،
نينهن سڻي ڪي لاٽ لڳايا:
ٿيا سور اڇي اظهار، او يارا!
سور ۽ سک ٿي تحفو آيا،
روح ۾ سمني سانبي راهيا،
سور سڄڻ جا سيني سهايا:
ٿيو لينهن اڇي لرزار، او يارا!
نبض بسط جو آهي جهيڙو،
وٺ وجود جو ٿاپو ويڙهو،
دمدم رهه تون دوست سان پيڙو:
بس بنهل جو بيمار، او يارا!
لانگبي لفس جو ننڍو سڳڙو،
برهه اڇي هي پولو پڳڙو،
ويو دوئيءَ جو جهيڙو جهڳڙو:
ورهه ٿيو وهنوار، او يارا!
دل جي دعا سڀ تن لئه آهي،
سور ۽ سوڙ ڏنا جن ناهي،
مهر مولا جي تن تي آهي:
محبن تي نہ مهار، او يارا!
عشق اندر ۾ ڪورا پرندا،
جيرا جگر بکيون سڀ جلندا،
'مير' جيها ات ڪئي مرندا:
سوريءَ سزا وار، او يارا!

*

ڇا آهي مُلا، ڇا آهي قاضي،
عشق ٻنان ڪُل ڪوڙي بازي.

پڙهي نمازون ڏيل ڏکائين، سُڄا سجدا وقت وڃائين:
برهه ٻنان ڪٿ ٿيندو راضي!

نرڙ ڪتابو نشان ٿا ناهن، هٿن ۽ هستي پنهنجي پڌائين:
ٺيا وتن ٿا نيڪ نمازي!

هستي هوڏ حرام آ پائڻ، گهرجي 'مير' حقير سڏائڻ:
پوءِ ٿيندين تون گوهر غازي!

## غزل

●

اڄ ٿا ياد ڪي گذريل زمانا،
ويا وسري جي ها دل جا فسانا!

وڃي ديدن سان ديدون پنهنجون الڪيون، عجب ها تڏ مزاجِ عاشقانا.
سلياسون سور مهڙل سان سمورا، ڏناسون حسن وارن جا بهانا.
حقيقي عشق آهي 'مير' منزل، پيا سپ پيچرا آهن زوالا.

●

ڇا منجهان ڇا ٿا ڪيون، هن بي بقا بازار ۾،
هن لڏوريءَ آ نهوڙي، هست وڏو آزار ۾!

ڏوڙ دنيا جي دورنگي، ڏوڙ هن جو حال چال،
سوَ سياڻا هن سڪيا سپ غرق ٿيا هن غار ۾.

وٺ ڪنجڪ ٿانءِ ڪريمي، ڪاتياري قطب جي،
دائما داوَر جو آهي، دام هن دربار ۾.

دل ڪي پنهنجي يار ۽ دلدار سان وابسته رک،
هوت تنهنجي هنج ۾، ناحق ڀڄين ونڪار ۾.

ھي دنيا درياءُ آھي، ڪو ڪو ماڻجهي مرد آھ،
جو سنئون ٿي سير ۾ ترندو وڃي پيو تار ۾!
ليڪ ملندو 'مير' توکي نقشبندن جو نصيب،
دور دشمن دفع ٿيندا في سقر في نار ۾!



نينهن جا نعرا هڻندو ڪير،
برھ جا پڙڪا سهندو ڪير؟

عشق سندي آزار ۾ پچندي، خون جگر جو پيئندو ڪير؟
رات گذاريسر روئي روئي، سورن سان سليندو ڪير؟
ڪرها ڪيچ ڪڙي ويا توڏا، جهنگ جبل جهاڳيندو ڪير؟
ٻر ۾ ٻُلي ٿي وائون نهاري، سڌ سماءُ ڪو لهندو ڪير؟
'مير' اهي ٿي رات رتن ۾، ٻر ٻهوڻ جو ڪٽندو ڪير؟





# نواب نوراحمدخان لغاري

## "مسڪين"

نواب نوراحمدخان لغاري "مسڪين"، پنهنجي خوش اخلاقيءَ ۽ انڪساريءَ جي ڪري هڪ درويش صفت ۽ درويشاڻي وضع واري شخصيت جو مالڪ آهي. فقيري ۽ درويشي، اميري ۽ شاعري هن خاندان جو خانداني ورثو آهي. هن خاندان ۾ سنڌ جي مشهور وزيراعظم نواب ولي محمدخان لغاري کان وٺي، سنڌي، هندي ۽ فارسي شاعري هلندي آئي آهي. هن خاندان ۾ ڪيئي 'صاحب ديوان' پيدا ٿيا آهن.

نواب نوراحمدخان، وزيراعظم سنڌ نواب ولي محمدخان جي لنڊي پاءُ نواب غلام الله خان اول گورنر سنڌ جي اولاد مان آهي. سندس شاخ هن طرح سان آهي: نواب نوراحمدخان بن فقير جان محمد لغاري (تخلص مسڪين) بن فقير نواب غلام الله خان ثاني (تخلص مسڪين) بن نواب جان محمدخان لغاري (تخلص مسڪين) بن نواب غلام الله خان اول (گورنر سنڌ، ۽ وزيراعظم نواب ولي محمدخان لغاريءَ جو لنڊو پاءُ). هيءَ هڪ عجيب حقيقت آهي تہ هن شاخ جا شاعر اڄ تائين سنڌي ڪلام ۾ تخلص "مسڪين" اختيار ڪندا اچن ٿا.

ولادت: جنوري ۱۹۲۰ع، خانپور، ضلعو حيدرآباد (سنڌ).

تعليم: تعليم جي شروعات فقيراڻي ماحول ۾ ٿي. اول ديني تعليم قرآن ڪريم پڙهڻ کان پوءِ سنڌي، اردو، فارسي (سڪندرنامہ تائين) ۽ انگريزي (انٽر تائين) پڙهيائين. آخر عمر ۾ عربي بہ سکيو آهي. عربيءَ ۾ لکڻ، پڙهڻ ۽ ڳالهائڻ تي چڱو استعداد پيدا ڪيو اٿس.

بيعت: هي خاندان جهوڪ شريف جي قادريہ صوفي طريقي سان وابستہ آهي. نواب صاحب پنهنجي والد ماجد فقير صوفي جان محمد رحہ 'مسڪين' وٽ بيعت ڪئي. اڄ تائين عقيدي ۽ عمل جي لحاظ سان، صوم و صلواة، ذڪر فڪر، اوراد ۽ اشغال جي پابندي ڪندو اچي ٿو.

شعر و شاعري: شعر و شاعريءَ جي ابتدا تعليم واري زماني کان ٿي. ان زماني ۾، اسڪول جي هم ڪلاسي شاگردن سان گڏ ڪافي ڪلام چوڻ شروع ڪيائين. اهو نومشقيءَ جو دؤر ۱۹۳۸ع کان شروع ٿيو. ۱۹۶۵ع کان مولانا گرامي صاحب سندس ڪلام جي اصلاح ڪري ٿو. بيت، ڪافي ۽ غزل ۾ سندس ڪافي پختگي موجود آهي. گهڻو ڪري عشقيہ شاعري ڪري ٿو. اخلاقي ۽ صوفيانہ رنگ هرحال ۾ غالب اٿس. تخلص 'مسڪين' اٿس.

مشغلا: موسيقي، شاعري، سير و سياحت، باغباني ۽ جديد طرز تي زراعت. سير و سياحت جي سلسلي ۾ حجاز، ڪويت، عراق، شام، لبنان، ترڪي، سئزرلئنڊ، جرمني، انگلئنڊ، فرانس، مصر ۽ لبيا وغيره گهمي چڪو آهي. هن وقت جديد طرز جو فارم ٺاهي رهيو آهي. ان ۾ ڪيلي ۽ الٻن تي خاص طرح سان جديد فن موجب تجربا ڪري رهيو آهي. علم ۽ ادب جي خدمت سان گڏ پنهنجي زمينداريءَ جي ڪم ۾ مشغول آهي.

فقر ۽ طريقت: نواب صاحب پنهنجي والد صوفي جان محمد رحه جو سجاده نشين آهي. سنڌس مريدن ۾ هندو مسلمان هزارن جي تعداد ۾ بيعت ٿيل آهن. هندن جو ڪافي حصو ڀارت ويل آهي، جتي بمبئي ۽ آگري ۾ فقير غلام الله ثاني ۽ فقير جان محمد 'مسڪين' جا يادگار ٺاهيا اٿن، ۽ ۱۳–۱۷ ربيع الثاني تي، صوفيانه راڳ ۽ صوفيانه محفلون ڪن ٿا. ان طرح جتي به سنڌن مريد آهن، اهي راڳ رهاڻ ۽ صوفيانه وضع تي قائم رهندا اچن ٿا.

—مظهرعلي جتوئي.

* * *

## بيت

(۱)

عاشقن علاج، پسڻ يار پرينءَ جو،
مدامي معراج، ڏسڻ منهن محبوب جو!

(۲)

پسڻ يار پرينءَ جو، عاشقن علاج،
وڃن چڙهي لاهوت ڏي، گهمن چڙهي هنگلاج،
مدامي معراج، وٺي ڪن ٿا ڪاڄڙي!

(۳)

مرڻ تن مشاهدو، سوري تنهن سيج،
تن هميشه هيج، ڪرڻ جن ڪاهار ۾!

(۴)

اصل عاشقن لئه، سوري آ سوغات،
ڪرڻ، ڪاتي، ڪات، عاشق جهلن سامهان!

(۵)

اصل عاشقن لئه، سوري آهي هار،
تکي تيغ ترار، عاشق جهلن سامهان!

(۶)

اصل عاشقن لئه، سوري شهادت،
جوين جمالت، لالاڻي لَهوءَ جي!

(۷)

مرڻ تن مشاهدو، سوري تن سينگار،
ڪرڻ منجهه ڪاهار، عاشق جهلن سامهان!

(۸)

هي نوراني نيڻ، قربئون ڪمڙئي ڪاتيون،
پائيندي جهاتيون، لڪين سِر لهي ويا.

(۹)

هي نوراني لِڱ، تبرن ڪان تکا وهن،
آهن مثل سنگ، پر لنگهيو وڃن وچ جانءِ!

(۱۰)

اڪڙيون اريليون، ڪاريون ڪَهن قرب سين،
ديدن ساڻ ڏئاليون، دلبر تو ماريون،
وئين جالب جياريون، هئي ڪانءَ قرب جا.

( ١١ )

نظر ناز پرينءَ جي، آهي عبادت،
موڳا ملامت، ڪر اسان تي ڪنهن ڪي.

( ١٢ )

نظر ناز پرينءَ سان، سڪيو سو شهيد،
عاشق لڌ ني عيد، سوڪن لڌ ماتام ٿيو.

( ١٣ )

اکين جي آلاڻ، سُڪي ريءَ نہ سپرين،
من ۾ محبوبن جو، منڊجي ويو مانداڻ،
لالن جي لالاڻ، منهنجو روح رڱي ويڙوا

( ١٤ )

اکيون ٿيون آليون، سارينديءَ کي سڄڻين،
پريتم پياريون پرينءَ جون، پُر ڪري پياليون،
سپاجهيون سواليون، هڻن سٽين سيڪ جي.

( ١٥ )

اکڙين اوڇار، سارڻ سپرين جو،
سُکيون سُکن ڪينڪي، روئن زاروزار،
سڄڻ سندي سارَ، ويرم وجهي ڪينڪي.

( ١٦ )

قلب ٿيا ڪارا، وڃي رهيو قال،
هنين ٿان ويو حال، زبانون ويون زور ٿيا!

## ڪافيون

*

اسين ڦريدار فقير-او، ميرا ميرا ويس اسان جا!

ڏوڙ لڳن تـي، ڇتـن ۾ ڇاني،
خاڪ تي ڪنيسون ڪرت ڪماني:
ڪُل، ڪِتَنَ، زور زنجير-ميرا ميرا...

ذات اسـان جـي آهـ نـہ ڪاني،
ڏات ملـيـسون خـاص خـُدائي:
خـاڪ بنـي اڪسـير-ميرا ميرا...

مـيـرا مـيـرا لڳـڙا پـاپـون،
تن کي تـسيـنَ ۾ ٿا تـهـاپـون،
ناهيون مـيـر ۽ پـيـر-ميرا ميرا...

دون دلـيـا کي دور ڪيوسون،
عشق سان مَنَ معمور ڪيوسون:
صاف رکون سَچُ سير-ميرا ميرا...

کهورَ ڏو 'مسکين' کي کهاني،
کاج ڪيڻ سپ زهر ٿيو، کاني:
نيشمن وهـي ٿـو نير-ميرا ميرا...

تنهنجون ڳالهيون سڄڻ سان ڳائيند س،*
سي تہ ور ور ڏلسي، ورجائيند س!

تنهنجون رس ڀريون تہ رهائيون هيون،
ڪيئي راتيون تنين ۾ وهائيون هيون،
سي تہ سچ ۽ اندر ڪي سيائيون هيون:
اهي ڀُلجي ڪين ڀُلائيند س!

هئي ڪانہ خبر، رهندي ياد رکو،
دل شاد ڪندين، ناشاد رکو،
ڪندين هيئن تہ سڄڻ برباد رکو:
وٺي ڪانگ، قرب، اڏائيند س!

انجام ڀرين، پنهنجا پار اچي،
چو ٿو ڏار رهين، ڪڏ گهار اچي،
جي رُنڙو هجين، ڪر يار سچي:
توکي روئي روئي ريجهائيند س!

ڪر معاف خطا 'مسڪين' سندي،
آهيان تنهنجي سڄڻ سان سيري سندي،
ننگپال ٿي ور، توڙي آهيان ڪندي:
وري ڪين توکي ورچائيند س!

# غزل

## نعتيہ

دل بيتاب ٿي سوئے محمدؐ،
خدا ڏيکار، بس روئے محمدؐ!

اهوئي شاہ ٿيو ڪون و مڪان جو، مليو آ جنهن کي هڪ مُوئے محمدؐ!
مشامِ جانؐ کي ڪر، جلدي معطّر، صبا ڏي بوئے گيسوئے محمدؐ!

* جناب مخدومزادہ امين محمد 'فهيم' صديقيءَ جي ڪافي "تنهنجون ڳالهيون سڄڻ سان ڳائيند س"، ريڊيو تي ٻڌي ورتي، جنهن جذبات کي چيڙي ڇڏيو ۽ هي چند بند لکيا ويا. (مسڪين).

کھٿو شرمندو، خورشيدِ فلڪ ٿيو، ڏسي تابندہ رو، روئي محمدﷺ!
رخِ پرنور تي والشمس، شاهد، ثنا والليل، گيسوئي محمدﷺ!
خدايا سنڌ سان گڏ پهر صورت، سِکو ساڄهر سفر سُوئي محمدﷺ!

نہ 'مسکين' کي بيان جي آھ طاقت،
خدا خود آ ثناگوئي محمدﷺ!



قرآن مستطاب آ، خيرالوريٰ جي مدح،
ڪنهن جي مجال، ٻيو جو ڪري، مصطفيٰ جي مدح.

ڪيميا آ خاڪ، ڪوچہء سلطان مشرقين،
ڪافي نہ ٿيندي خاڪ اثر ڪيميا جي مدح.

لار نبي جي فيض کان هرڪار ٿي تمام،
آ مدح خواجہ حسن قبولِ دعا جي مدح.

مداح مصطفيٰ جي آ نازش بجا، درست،
ذري لئہ افتخار آ، شمس الضحيٰ جي مدح.

حلال مشڪلات، زبان زد عوام آهي،
بيشڪ ۽ بي مبالغي، نورِ هديٰ جي مدح.

خلد و بهشت ۾ حمد و ثنائي خدا کان پوءِ،
هوندي زبان تي شافعِ روزِ جزا جي مدح.

ڪافي عوض ملي ويو، درگاہ فيض مان،
آخر وڃي قبول پئي هن گدا جي مدح.

آلودہ گناہ، اي 'مسکين' خيال رک،
ڪهڙي زبان ڪري سگهي، نورِ خدا جي مدح.



اي دوائي دردِ هجران، الغياث،
غمگسارِ دردمندان، الغياث!

يا رسول الله! انظر حالنا، درپئي ٿيا نفس و شيطان، الغياث!
اي مسيحا اچ سرِ بالين سندم، جان بہ لب هان، جانِ جانان، الغياث!
ڏس اچي بيچارگي ۽ بيڪسي، تو رهان هر وقت گريان، الغياث!

ناتوان آهيان، ڪهڙو آ بارِ غم، زور، بازوئي ضعيفان، الغياث!
يا رسول الله! آ، حالِ ضعيف، اي پناهِ اهلِ عصيان، الغياث!
جان تي 'مسڪين' جي آ جانِ زار،
چشم آ خون نابہ افشان، الغياث!



سالار جهان، ۽ فخرِ رُسل، آ شاهِ هدا تهو شاهِ عرب،
شهِ جن و بشر، شهِ ڪون و مڪان، محبوبِ خدا تهو شاهِ عرب!
رهبر تهو اسان جو شاهِ امم، تهو فخرِ دو عالم، اعليٰ حشم،
يڪتائي زماني، جانِ جهان، شه جود و سخا، تهو شاهِ عرب.
والشمس آ وصفِ رخ ۾ بجا، والليل ۾ گيسو جي آ ثنا،
اي صلِ علي، اي صلِ علي، ڇا شانِ علي تهو شاهِ عرب.
تي ختمِ رسل ۽ افضلِ ڪل، دانائي سبل ۽ هاديءِ ڪل،
ڪامل، اڪمل، افضل، اجمل، ڇا بعدِ خدا تهو شاهِ عرب.
محبوبِ خدا، مرغوبِ خدا، منظورِ خدا، مقبولِ خدا،
آهي 'مسڪين' ڇا ڇا صلِ علي، مطلوبِ خدا تهو شاهِ عرب!



جهان جي مون کي خبر ناهه ۽ نہ هوش آ اڄ،
نہ منهنجو گوشهء دل، بزمِ مئي فروش آ اڄ!
ڪٿي آ ساغرِ گلفام، ڪٿي آ ساقي،
۽ انجمن ۾ ڪٿي شورِ ناؤنوش آ اڄ!
نگاهِ شوق ۾ آ جستجوئي منظرِ خواب،
دلِ خراب، هي پيو حسنِ پرده پوش آ اڄ!
نوائي عيش نہ آ، نغمهائي غم ئي سهي،
هي ڇا ستم آهي، جو سازِ دل خموش آ اڄ!
ٻڌان ايا ٿو اهي نغمهائي بي آواز،
مگر نظر کي جنونِ نوا فروش آ اڄ.
نہ بانگِ چنگ، نہ ساقي، نہ انجمن، 'مسڪين'،
حريمِ ميڪدهء دل، ڇو بي خروش آ اڄ؟





# نواب بهاول خان لغاري

نواب بهاول خان لغاري ولد مرحوم نواب امداد علي خان جي ولادت ٥-رمضان ١٣٣٩هه مطابق مئي ١٩٢١ع ۾ ڳوٺ تاجپور، تعلقي هالا، ضلع حيدرآباد، ۾ ٿي. پاڻ مشهور صوفي بزرگ فقير نواب ولي محمد خان لغاري، جنهن جو عرس هر سال ٤-رمضان تي تاجپور ۾ لڳندو آهي، جي ٻئي نمبر فرزند نواب بهاول خان شهيد جو پوٽو آهي، ۽ والدين جو اڪيلو فرزند آهي.

ننڍي هوندي کان ئي ڏاڍو ذهين ۽ فهيم هو. ڳوٺ ۾ ست درجا سنڌي پڙهي پاس ڪيائين. اڃا شاگرد ئي هو ته سندس والد محترم وفات ڪئي، جنهن صدمي ڪري اڳتي تعليم جاري رکي نه سگهيو. انهيءَ دوران ٿورو انگريزي ۽ فارسي ۽ اردو جي تعليم حاصل ڪيائين. والد جي وفات بعد سندس پرورش سندس ماسي نواب دوست محمد خان جي زيرسايه ٿي، جو هڪ قابل حڪيم هو؛ جنهن جي زيرسايه طب جو ڪافي مطالعو ٿيو ۽ عملي طرح آزمودو به ٿيو ۽ زمينات جي ڏيتي لتي جي ڄاڻ به ملي.

ننڍيءَ وهيءَ کان مٿس فقير نواب ولي محمد خان جي ڪلام جو ڪافي اثر ٿيو، جنهنڪري اڪثر فقير صاحب جو ڪلام پاڻ چوندو هو ۽ هر مهيني ٤-تاريخ تي فقير صاحب جي درگاه تي ڪلام چوندو هو. ڪيترن موقعن تي، درگاهه جهوڪ شريف ۾ به فقير صاحب جو ڪلام ڳايو اٿس.

سندس طبيعت ننڍي هوندي کان ئي فقيرانه ۽ شاعرانه آهي. پاڻ پنهنجن بزرگن سان گڏ ننڍي هوندي کان ئي پنهنجي آبائي مرشدن جهوڪ شريف وارن بزرگن وٽ ايندو ويندو

هو ۽ اڪثر ڪري ڪافي وقت رهڻ پڻ ٿيندو هو. ٩- آگسٽ ١٩٤٣ع تي جهوڪ شريف جي سجاده نشين سائين عبدالستار ثاني جي دست بيعت ٿيو ۽ تلقين ورتائين. ڪافي عرصو سندن خدمت ۾ رهيو. ازانسواءِ سائين جن جي ننڍي ڀاءُ پير حاجي محمد وارث صاحب جي خدمت ۾ پڻ ڪافي عرصو رهيو ۽ اڄ تائين انهن جي خدمت ۾ سندس رهڻ ٿئي ٿو. پنهنجن بزرگن، جهڙوڪ فقير نواب حاجي غلام حيدر خان، فقير نواب حاجي سردار خان ۽ فقير نواب جان محمد خان سان پڻ صحبت ڪيائين. تلقين وٺڻ کان اڳ شعر چوڻ شروع ڪيو هئائين. ائين چوڻ بجا ٿيندو تہ گويا شعر چوڻ ڪيس ورثي ۾ مليو آهي.

سندس ڪلام ۾ بيت، ڪافيون، نوحا ۽ نظم شامل آهن. ازانسواءِ تواريخي واقعن کان گهڻي قدر واقفيت آهي؛ انهيءَ ڄاڻ لاءِ وٽس ڪافي ذخيرو موجود آهي. پنهنجي خانداني تاريخ جي گهڻي قدر ڄاڻ رکي ٿو. تازو ڪلام فقير نواب ولي محمد خان لغاري، سندس سعي ۽ ڪوشش سان سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ٿيو آهي.

*　　*　　*

## بيت

(١)

آءُ تہ ڪانگا تو ڏيان، ڪولي دل جو حال،
وڃي چئو مارن کي، منهنجي لکڏو ڪاڻ سنڀال،
راتو ڏينهن رُئون ڪري، جتي وهايان جال،
'ڀهاول' جو شالَ، جيئري مارن سان ميلو ٿئي.

(٢)

آءُ تہ ڪانگا تو ڏيان، حقيقت ساري،
وڃي چئو مارن کي، چو ويٺو وساري،
قابو آهيان ڪوٽن ۾، ڀو ڳنڍي چڙهيو ڳاري،
'ڀهاول' کي واري، شال موليٰ مُلڪ ملير ڏي.

(٣)

عمر اباڻن لاءِ، منهنجي دل ماندي،
قضا هت ڪوٽن ۾، قيد ڪري آندي،
ماروئڙن جي مُلڪ جا، ڀڄايان ڀانڊي،
ڀهاول ٻانڌي، ڀڄائج ڀنوار کي.

(٤)

ڀڄاءِ ڀنوارن کي، هي بند ٻانڌي بيحال،
ساريو سانگيئڙن کي، جتي وهايان جال،
'ڀهاول' هن بند سان، موليٰ ڇڏائي شال،
ڪري ڀلائي ڀال، مون کي ملاءِ مارو ئڙن سان.

(٥)

ملاءِ مارو ئڙن سان، مون تي عمر ڪر احسان،
مارن جي مجلس ۾، تنهنجا ڳڻ ڳائيندس خان،
پيٽن سان پاٿر ادا، ڪَچي ڪن نہ ڪانَ،
سُڄاتي پنهنجو شان، ادا ڪيڏ بندياڻي بند سان.

(٦)

ڪيڏ بندياڻي بند مان، مون کي آجو ڪر آمير،
سرتين ساهيڙين سان، وڃي پيئان پاڪ پنير،
جيئري شال اکين سان، وڃي ڏسان ملڪ ملير،
'ڀهاول' هن بند ۾، نيڻين وهايان نير،
ڪري واهر وير، مون کي موڪل مارو ئڙن ڏي.

( ۷ )

موڪل ماروئڙن ڏي، منهنجا سانگي ٿي ساريان،
ڪريو مُهاڙ ملير ڏي، راهون نهاريان،
'ڀاول' هن بند ۾، کهنڪهر ٿي کاريان،
ويل نہ وساريان، سرتين ۽ سائيهہ کي.

( ۸ )

آءٌ هت عمرڪوٽ ۾، منهنجا مارو رهن ملير،
سانگين ۽ سائيهہ جي، سونڪي عمر آهہ آڪير،
سرتين ساهيڙين سان، وجي خوش ٿي پيئان کير،
'ڀاول' هن بند ۾، منهنجو سڙي ويو سرير،
هاڻا ڪَر نہ همير، موڪل ماروئڙن ڏي.

( ۹ )

آءٌ هت عمرڪوٽ ۾، منهنجا مارو ٿيا ٿر،
واجهائيندي وطن لاءِ، جام وهايان جَرَ،
'ڀاول' چئي هن بند مان، تون آجو ڪر عمر،
ڪري نيڪ نظر، ڀچاءِ ڀنوارن کي.

( ۱۰ )

آءٌ هيت عمرڪوٽ ۾، منهنجا ڏيهہ رهن ڏيهي،
محبت ماروئڙن جي، منهنجي دل رهي،
'ڀاول' هن بند جي، آءٌ ڳالهہ ڪريان ڪيهي،
جيهي جا تيهي، وجي ملان ماروئڙن کي.

( ۱۱ )

آءٌ هت عمرڪوٽ ۾، منهنجا مارو ملڪ وَسن،
هو خوش رهن ڪاهڙ ۾، آءٌ کاريان منجهہ ڏکن،
'ڀاول' هن بند مان، وري وڃان شال وطن،
ڏسي نيڻ ٺرن، جهوپا جهانگيئڙن جا.

( ۱۲ )

آءٌ هت عمرڪوٽ ۾، منهنجي سانگين لئي نہ سار،
سوڻي وجي ملڪ تي، ڏينديس ماڙيچن سِيار،
'ڀاول' هن بند جا، اٿم دل ۾ درد هزار،
هاڻي والي واڳون وار، تہ ميڙين ملي مارئي.

( ۱۳ )

ڪينيانا ڏج خبر، آئي پرديسي پرين جي،
سون ڪي محبوبن جي، آهي سڪ سڌر،
ساريو سپرين ڪي، جام وهايان جر،
وجي دوستائي در، چئج بندگيون 'ڀاول' جون.

( ۱۴ )

ڪانگ ڪتابت ڪڻ، ڏج پرديسي پرين ڪي،
ڏج نماڻا نياز سان، وڃي مٿان وڻ،
ڏڪج ڍول ڍلائيون، پيا اوڳيءَ جا اوڳڻ،
لهج سار سڄڻ، هن 'ڀاول' بدڪار جي.

( ۱۵ )

الله لڳ آڏار، ڪج مَ ويساهين وات تي،
ڏاڍي نياز ادب سان، سؤ سؤ ڏج سلام،
چوري چهنب چئج تون، هن ٻانهيءَ جا پيغام،
سکهو اڻ عجيب جي، آچڻ جو انجام،
وڃي وٺين لام، چئج بندگيون 'ڀاول' جون.

( ۱۶ )

الله لڳ آڏر، ڪج مَ ويساهين وات تي،
سکهو سپرين جي، تون خاطي، اڻ خبر،
پرديسي پرينءَ ڪي، تون وڃي چئو هن پر،
ڏڪن ڏيل ڏکويو، پيا هاڄا ڪيا هجر،
سڌ لهج هيڪر، هن 'ڀاول' بيمار جي.

( ۱۷ )

ڪانگل قربين ڪي، ڏج نياپو هي،
سڪ اوهان جي ساڙيو، جانب منهنجو جي،
'ڀاول' سان سپرين، تون پرت پالو پي،
اچي اوڏو ٿي، محب هن مسڪين ڪي.

( ١٨ )

ادبون! ڪا آهي، جا هلي مون سان هوت ڏي؟
پنهل پنان جيڏيون، هت منهنجو ڇاهي،
'ٻهاول' ٻـَرن ۾، ٻوان ٿيي ڪاهي،
لاڳاپا لاهي، هاڻي ونديس واٽ وندر جي.

( ١٩ )

ادبون! هوت وٺي ويا، ڪري ڏير ڏمر،
سپاهي ساٿ ڪي، آئي رات آسـَر،
'ٻهاول' بلوچ لاءِ، ووڙيندس ورلدر،
ڳولي بحر بـَر، وڃي لوچي لهنديس 'لغاري' ڇني.

( ٢٠ )

آئي آڌيءَ رات، پنهل ڏير وٺي ويا،
جنڊيءَ ڪي جانب جي، آهي تن اندر ۾ تات،
سنجهي سجاڳي لـ ٿي، مٿان پيرهـ ٿـٿي پرڀات،
اڄ ڪـنـين پـُڏان نـ لات، 'ٻهاول' بلوچ جي.

( ٢١ )

ٻاڙي ٻني ٻروڙ، ته ڏوهڻ سان ڏاڙو ٿيو،
ويا وٺي ور ولهيءَ جو، ڪنجي ڪري ڪلور،
اڇي چڙهيا اوچتا، سورن مٿي سور،
'ٻهاول' بلوچ جي، ماري تنهن مذڪور،
وڃڻ ڪيچ ضرور، پيو ٻاڙي واريون.

( ٢٢ )

ٻاڙي ٻني ٻچار، ته ويو ور ولهيءَ جو،
پـڏي سورن سندرو، نڪري ٿي نروار،
واڪا ڪيو وٺن ۾، ٻني ٻچي ٻنهونءَ ٻار،
ڪو ڏٺئي ساٿ سڄڻ جو، ادا ڙي ٻڪرار،
ووڙي ٿي وٺڪار، 'ٻهاول' بلوچ لاءِ.

## ڪافيون

*

هيڪر وينديس ڪاهي ڪاهي،
ڪيئن رهان هيت هوت ري مان.

ڏيئي جُدائي جانب ويڙو، لاڳـاپـا سڀ لاهي لاهي، ...
ڪيئن وساري وهان پنهل کي، اٿين واجب ناهي ناهي، ...
ونديس واٽ وندر جي جيڏيون، هتي منهنجو ڇاهي ڇاهي، ...
'ٻهاول' چئـي پـرم رکندم، ننگ نڳيءَ تي آهي آهي، ...

*

جان جسم ويو جلي جلي،
سهڻل تنهنجي سُورن ستايو.

آءٌ تون اڳڻ اسان جي ڪوهيارا، ساهه سيڪي ٿو تو لـڻ پيارا،
محب تون وچ مون سان ملي ملي، دردن تـنـهـنـجـن ڏوڏ ڏکـايو.

آس اندر ۾ آسُ اھائي، ڀوري ڪندر ڀادر سائي،
دوست اِيندو ھَلِي ھَلِي، محبت مَن ۾ مچڙو مچايو.

آئي اوھان جي دلبر جاني، روشن ٿيندو قلب روحاني،
صاف ڪريان سڀ ڳَلِي ڳَلِي، اچي ساڳيا پنھنجا ڀاڻ وسايو.

آھي ’بھاول‘ ڀار اوراھون، ڳولج تنھن کي ڪين پَرانھون،
ھرگز وڃ نہ ڀُلِي ڀُلِي، ٿي صاف صوفي ٿيندو پنڌڙو سجايو.

*

پنھنجو پاڻ پنھل ري ماريندس،
ھڪ دم نہ پنھور ۾ گھاريندس!

ڀار ملامت سِر تي آنابس، لوڪ سَاري جا مھڻا سھابس،
سَنڌ لڀاڳي پنھل ڪَسايُس، داغ اھو مان ڏاريندس.

پنھل ڏسان تني پنھنجي گھر ۾، باھ ٻَري ويئي منھنجي اندر ۾،
ووڙون ڏينديس ساري ولدر ۾، جالب ڪي نہ وساريندس.

ور ٻَڪي وسارڻ واجب ناھي، ھيڪر ويندس ڪيچ ڏي ڪاھي،
سانگو اصلي سر جو لاھي، جھنگ جبل مان نھاريندس.

’بھاول‘ وِيھي تو وقت وڃايو، ڪَر ڪو ھلڻ جو ھاڻي سعيو،
پاڻ ڏلي ڪندو پنڌڙو سجايو، قول لکڻي جا پاريندس.

*

چنڊ رُساماں سينڌرا، تون مَيو آ موٽائي،
مَيو آ موٽائي، الا، ڪرمل واڳ ورائي!

راتيون جاڳي ياد ڪريان ٿي، ھيئن نہ توکي ڄَڳائي.
سونٽي آءُ ساڳ تي، تون پنھنجو پاڻ ٻَلائي.

عرض ڪريان ٿي ادب سان، ڀانڊ ڳچي ڳل ڀائي.
ڪانڌ ڪميڻيءَ کي نہ چنڊ تون، الَيسن رڻ ۾ رلائي.

بديون بخش ’بھاول‘ جِني، وڃ ڪاڪ تي پير گھمائي.

---



# الحاج محمد اسماعيل

# "قاسم" پلي

محترم الحاج ميان فقير محمد اسماعيل ولد فقير محمد سلطان پلي، تخلص "قاسم"، ١٨٩١ع ڌاري، ڳوٺ خانصاحب عطامحمد پلي، تعلقو عمرڪوٽ، ضلعي ٿرپارڪر ۾ تولد ٿيو، ۽ اڄ تائين ساڳئي ڳوٺ ۾ سڪونت پذير آهي. سندس حياتيءَ جو ڪجهه عرصو ننڍپڻ ۽ پڙهڻ ۾ ويو، ڪجهه سير و شڪار ۾ بسر ٿيو، ڪجهه فقيريءَ، فاتن، چِلن ۽ مراقبن ۾ گذريو، ڪجهه شاعريءَ ۽ شغلن جي نذر چڙهيو؛ اڄ اهي هڙئي شيون موڪلائي ويون آهن، گوشه نشيني ۽ الله الله ۽ ذڪر ۽ فڪر سندس مشغلا آهن. سنڌي، اردو ۽ فارسي زبان جي پوري پوري ڄاڻ رکي ٿو.

پنهنجي وقت جي مشهور مشائخن ۽ عالمن، فقيرن ۽ شاعرن سان خوب رهاڻيون ۽ ملاقاتون رهيون اٿس، اهو هڪ دلچسپ ۽ طويل باب آهي.

پاڻ حضرت شيخ بهاؤالدين ذڪريا ملتاني سهروردي جي اوڻيهين سجاده نشين حضرت مخدوم حسن بخش رحه کان دست بيعت ٿيو، ۽ سندس شمار سندن وڏن خليفن ۾ ڪيو ٿو وڃي. هن وقت غوثيه جماعت جو پاڻ بزرگ ترين خليفو آهي. سندس اخلاق و اطوار، سيرت ۽ ڪردار، هر طرح پسنديده آهن.

ميان صاحب جي شاعريءَ جو دؤر اڄ کان چاليهه سال اڳ وارو دور آهي. سندس ڪلام ڪي به ان وقت ڪي نظر ۾ رکي ڏسڻ ۽ پڙهڻ گهرجي. سندس دؤر جا شاعر — فقير منثار "راڄڙ"، نواب صوفي ولي محمد لغاري، فقير محمد ڪٽياڻ ۽ فقير محمود ڪٽياڻ ۽ مهدي شاه ميرواهي وغيره آهن. اندازاً ٣٥-٤٠ سالن کان شاعري ڪئي اٿس. سندس شعر، سنڌي ۽ سرائڪي زبانن ۾ موجود آهي. بيت، ڪافي، وائي، مرثيا، مناقبا ۽ مولود وغيره صنفن تي طبع آزمائي ڪئي اٿس. زبان سادي ۽ انداز پراڻو آهي. شعر ۾ تخلص "قاسم" استعمال ڪيو اٿس، ۽ ڪن ڪن ۾ "اسماعيل" به نباهي ٿو. — راڄ محمد پلي

## وايون

(١)

ڪشتي نيڻ نظر،
ڪج مون تي مهر منجهان!
طلب تنهنجي تن ۾، پاريو سچ مگر.

لڳي آڳ اندر ۾، جليا جيرا جگر.
هاڙهو هوت بلوچ لاءِ، ڏوريندس ڏونگر.
ٻاڙي منجهه ٻرپٽ جي، آهي 'اسماعيل' آپر.

( ٢ )

هاڻي ڪريان ڪيئن، الاـ
ڏير چڙهي ويا ڏونگرين!

چنان تان چوري ٿيان، ننڊي لاءِ جو نينهن.
ننڊ نه ناه ڪا، نڪا رات نه ڏينهن.
وچان آءٌ نه ورندي، ويندس سر تين سينڌن.
انگ' 'اسماعيل' چئي، اصل لکيو هو اينن.

## ڪافي

*

ڇا قدرت جي ڪجي ٻات مياڻ ـ
ڪڏهن ڏينهن هجي، ڪڏهن رات مياڻ!

نه يار آهي نه دلدار آهي، نه محب منا منٺار آهي،
نڪي غور وارا غمخوار آهي، هئي هئي هنا جي حيات مياڻ!

نه ٻاغ اهي نه ٻڱڪار آهي، نه گل آهي نه گلزار آهي،
نڪي سَهر وارا سيار آهي، ويئڙا وڏي ڪنهن ولات مياڻ!

نه ساز اهي نه آواز اهي، نه نازوندن جا ناز آهي،
نڪي رمز وارن جا راز اهي، نڪي نفي ۽ اثبات مياڻ!

نه علم اهي نه علام اهي، نه قرب وارن جا ڪلام اهي،
نڪي سڪ وارن جا سلام اهي، وڃي نسنگ رهيا نقلات مياڻ!

'قاسم' ڪئين هت خان هنا، وهوا وڏا جن شان هنا،
ڇڏي ساڳ هليا مهمان هنا، خالي رهيا محلات مياڻ!

# مولود

الحمد لله جڏهن چار چانو،
نور نبيءَ جي سڄ ڪيو سهانو.

ڪيو چنڊ چمڪو چوڏهين چانڊي، ايرهو آفتاب ڪئي سورج سهائي:
قطرو قرب مان صريحاً سوايو!

لولاڪ لما خلقت الافلاڪ، واحد ڪي وڻيا عربيءَ جا اخلاق:
احمد کي املاڪ ڏاتر ڏياريو!

مهندار مڙني، سرتاج سڀني، آڳهه امت جو محبوب مدني:
ڪامل ۾ ڪل ني قادر ڪوڏايو!

'اسماعيل' عاجز، عاصي ويچارو، پيو پيش آهنجي ٻاڙي پنارو:
نوري نظارو پارس پسايو!





# فقير ولي بخش راجڙ

فقير ولي بخش راجڙ، مشهور شاعر مٺار فقير راجڙ جو پوٽو آهي. سندس والد جو نالو فقير پيربخش آهي. جنم ١٣٣١هه ۾ ٿيس. ٽن سالن جي عمر ۾ هو ته سندس والد گذاري ويو، تنهنڪري سندس ڏاڏي مٺار فقير جي هٿ هيٺ سندس نپاج ٿيو.

فقير صاحب جي مزاج ۽ ذهني تربيت جي سلسلي ۾ مٺار فقير جي صحبت، فقيرن ۽ ڪاڻن جي اچ-وڃ، محفلن ۽ مجلسن جو وڏو دخل آهي. سندس تعليم فقط ٻن سنڌي درجن تائين ٿي. هن وقت فقير صاحب سنڌي ۽ اردو ۾ چڱيءَ طرح سان پڙهي سگهي ٿو. ڇاويهن سالن جي عمر ۾ هو ته سندس ڏاڏي به وفات ڪئي، سارو ڪاروبار ڪيس ئي سنڀالڻو پيو.

فقير صاحب، سروري جماعت جي سماع ۽ ذڪر ۽ ذهر ڏين جي تربيت پڻ پنهنجي ڏاڏي مٺار فقير ڪان حاصل ڪئي. ولي بخش ٿير ۾ فقيراڻ طبع ۾ مزاج جي ڪري شعر ۽ شاعريءَ جي سٺي صلاحيت آهي، جا حضرت 'طالب المولىٰ' سائينءَ جي صحبت ڪان پوءِ پختگيءَ جي منزل تائين آئي. سندس پهرين ڪافي، حضرت 'طالب المولا' جي مدينه منوره ڪان واپس اچڻ تي چيل آهي، جنهن جو ٿلهه آهي:

"اڄ پرين پاتا پرتئون پير-اهي پير چُمان، پيزار چُمان!"

شعر و شاعريءَ ۾ ڪافي ۽ بيت سندس مرغوب صنفون آهن. سندس ڪلام ۾ سوز ۽ گداز، رنگيني ۽ شيريني، پختگي ۽ سلاست آهي؛ جنهنڪري فقيرن جي ساٿ ۾ عام طرح سان ڳايو ويجي ٿو. هن وقت پنهنجي ڏاڏي، مٺار فقير راجڙ جي ڪلام جي ترتيب ۽ اصلاح جي ڪم ۾ مشغول آهي، ۽ ڳوٺ مٺار فقير (ڪاٺي وڏي) راجڙ، تعلقي کپري ضلعي سانگهڙ ۾ رهي ٿو.

-ادارو

* * *

# ڪافيون

*

محب مٺا دل جاني وي، آءُ وري، تون ويھ نہ وساري!

آءُ اصل کان آهيان تنهنجي، ٻانهن جي سائين ٻانهي وي:
تو سوا ٻيو ڪير سنڀاري!

هجر فراق جي هاڃي هاڪر، ڦٽي ڪئي دل فاني وي:
ڏيل ڏکن وڏو آهي ڏاري!

تو سوا هت منهنجو مٺڙا، هتي هتي حال حيراني وي:
اوکي مان وڃ ٻار آڪاري.

مرض مروڙي ڪئي آهي موکي، جوڀن جند جواني وي:
ساھ سدا توکي ساجن ساري!

آءُ اصلئون عيبن ڀريل، تنهنجو مَٽُ نہ ثاني وي:
ڀيل آهيان تنهنجي ٻاري.

مون جهڙيون سوين سڪن ٿيون، پر ڏيھ سڄو تنهنجو ڏاني وي:
آءُ لڳل آهيان تنهنجي لاري.

ساغر سڪ جا ڏيئي سوايا، محب ڪئي مستاني وي:
هٿ ڀرت جا ٻُر ٻاري.

ڀوڻي ڀاتر ڀريس ٻارس، تنهنجي ڳڻن جي ڳاني وي:
واڳ وصال جي آ تو واري.

سوا تنهنجي سهڻا ساجن، زهر پيالان زندگاني وي:
ڪيل قول پرين اڄ پاري.

'ولي بخش' چئي ورهہ وڪوڙي، دلڙي ڪئي ديواني وي:
چڙهي آ تنهنجي نيهن نظاري.

*

اڄ پرين پاتا پرٿئون پير، آهي پير چُمان ٻهزار چُمان.

آيا پرين جتان پير پري، جن سترن تان سڀ سترَ ڪري،
سير ساھ صدق تن سترن تان، آهي سترَ چُمان سؤ وار چمان.

اچي مون سان ملي منثار ٿيا، هر جاھ حسن هڪار ٿيا،
هتي حب جي هيٺين ہ هير ڪهٽي، اها هير چمان هڪار چمان.

ڏيهي وحدت جا واپار ڪيئون، وهواه پلي پٽڪار ڪيئون،
اهي مون تي پلائي جا پير ٿيا، اهي پير ڇمان پٽڪار ڇمان.
’ولي بخش‘ وصال جا واهُ وريا، اڄي محب مليا جي دل کُهُڙيا،
اها وهر پلي جنهن وار آيا، آها وير ڇمان اهي وارَ ڇمان.

*

سوٽ سکهو سنسار - ووبار - تنهنجي آهي سڪ ستايو.

ڪانگ آڏاهان ڦالون ڀاڀان، پُڇان ڀوٽيءِ دار - وو يار،
ڪجهي ڀانڊ ڀلانڊڙا ڀايو.

هنجون، هاريان والون نهاريان، ڀل ڀل آهي ڀچار - وو يار،
لڳو نيهن نه ڪنهن به لڪايو.

ڀائي ليڪڙو ٿيڊ ٿو ڪيڙو، ڪٿي حسن سندا هٿيار - وو يار،
مون کي نازن ساڻ نمايو.

توڏي نه ڪائي مون ڏي موڙهائي، آهي محب ميار - وو يار،
اوهين پنهنجو ڀاڻ پٽلايو.

ڀاڻ پٽلائيج واڪ وَرائيج، ’ولي بخش‘ کي نه وسار - وو يار،
محبت تنهنجي سچ مچايو.

*

عمر اباڻي ڀار وڻا مينهن موڪون، سائينهه سانگين جو ٿيو سيني سوايو.

خبر ڪينئن جي مارن موڪلي نه وٺو سڀ ولهار، لٿيون راهه روڪون:
مون کي سنگهارن آهه سڏايو.

آءُ قسمت قيد جا ڪيڙي ڀيون پيڙيون ساڻ پتار، ڪائين ڪولاڙا ۽ ڪوڪون:
مون کي قهدن آهه ڪنبايو.

آئي آهي منڊ ڪنهين ڪاڻ جي، ڀيا ڀـ ڏٽ هزار، ڀڪيون جام ڀوڪون:
مارئي مارن ساڻ نيئي ملايو.

عمر لوئي آلون ڪيئن لاهيان، هٿيون هائي هار، ڪندا مون ٿان لوڪون:
مهٺو مون ڪاڻ هي کهٽوئي آيو.

’ولي بخش‘ چئي ويڙهه وچان آءُ، مارو ڏيندا ميار، ڀسان جهانگين جهوڪون:
سرورشاه ڪندو سانگ سجايو.

---

# "داغ" لڪڙائي

محترم 'داغ' لڪڙائيءَ پنهنجي خود نوشته سوانح ۾ لکيو آهي:

"مون ڳوٺ لڪڙ ۾ سما خاندان جي حاجي حافظ محمد عثمان جي گهر ۾ تاريخ ١٦- ربيع الاول ١٣٣٤هه ۾ جنم ورتو. منهنجو اصل نالو محمد ابراهيم آهي، مگر ماڻهو مون کي 'داغ' لڪڙائي جي نالي سان سڏين ٿا. منهنجو ڌنڌو معمار آهي. مون ابتدائي تعليم پنهنجي والد بزرگوار جي خانگي مدرسي ۾ حاصل ڪئي. ٢٠- سالن جي عمر ۾ منهنجي شعر و شاعريءَ جي شروعات ٿي، جنهن جي استادي جناب حافظ 'بسمل' صاحب جن کان ورتم. وڌيڪ آءٌ جناب 'غني' صاحب ۽ 'امداد' حسيني صاحب جن جو نهايت ٿورائتو آهيان، جن ٻنهي بندي جي هن ڏس ۾ ڪافي رهبري ڪئي."

* * *

## ڪافي

*

آءُ اچي ميل دلبر يار - ڏينهن ڏکيا ٿو گهاريو گهاريان.

ناهي جدائي جانب ٿوري، آهيم بيحد جيءَ ۾ جهوري،
لالڻ تنهنجي لڳيم لوري، روئي وهايم نيڻين نار:
رُئندي رُئندي راهون لهاريان!

جان جلائي يار جدائي، وات ۾ آهي تنهنجي وائي،
رات هجي ڏينهن تات اهائي، ساهه سندرم جو تون سينگار:
سِڪندي تو کي ساجن ساريان!

دم دم تنهنجي ياد ستائي، وچ تون اندر جي آگ اُجهائي،
'داغ' وطن تي واڳ ورائي، ساجن لهندو سگهڙي سار:
اڳي اکين سان شال پهاريان!

# غزل

●

ها نڪا دل ٿي هجي ها نڪو آزار هجي،
حسن ۽ عشق جو ڇو پاڻ ۾ تڪرار هجي؟

ڇا جون راهون سي ڏسن ۽ اکي بيتاب هجن،
ڇا جو هيءُ درد هجي ها نڪو دلدار هجي.

دل ذرا پنهنجي فرشتن کي به ڏي يا الله،
عرش تي ڪو نه محبت جو گنهگار هجي.

نه هجي 'داغ' نه دانهون نه رنڻ ۽ ٿڪڻ،
ڇا جو فرياد هجي ها نه ڪو بار هجي.





# محمد عثمان ڏيپلائي "شائق"

ڏيپلائي صاحب پنهنجو تعارف هن طرح لکيو آهي:

"اڄ به ـ شاعري! ڪيڏي نه ڪيل جهڙي ڳالهه! پر سائين، جيڪڏهن ڪنهن باڪمال بلوچ شاعر ڪي، ڪنهن جو اڙيو ٽڙيو نظر هٿ اچي وڃي ۽ هو ڪيس روايتي طرح، هيئن چئي 'شاعر' بنائي ڇڏي، بلڪ پنهنجي شاعريءَ جي تاريخ لکڻ تي به مجبور ڪري، ته پوءِ:

"ڪان ڪرين، جي ڪون ڪرين، تہ بہ هين هنج دا پڇا!"

ته پوءِ پلا ڪير ڪنڌ ڪيائي؟

اسڪول ۾ پڙهندي، ۽ "سمجھ رکو اي پيارا پارو، ايڪ سنگت ۾ ڪهاريو" جهڙا راڳ ڳائيندي، مون ۾ ۽ منهنجي هم ڪلامي ۽ هم نشستي (اسان پنهين مان هڪڙو پهريون هوندو هو ۽ پيو پيو!) دوست قاضي علي محمد کي اچي شاعريءَ جي مرض ڪنيو. ڪنهن استاد ڏس ڏلو تہ آزاد شعر ناهڻ بدران اول ڪنهن ٻئي شاعر جي ڪلامن تي تضمينون ڪري، يا تتبع: پوءِ اڳتي هلي شاعري بہ اچي ويندو! اسان کي به ان وقت، جيڪي ٿي منهن سامهون آيو، ان تي ڪجهه پکو ڪلام ناهي وڃي مٿي چڙهندا هئاسون ـ نہ بحر نہ وزن، نہ قافيو نہ رديف! "وهي لہ وهي وٺ رينگڻ کي" والگر اسان جي شاعري پئي هلندي هئي. وڏيڪ تہ مون کي بہ ياد ناهي، هڪ بند ياد آهي:

اندر ۾ آرام ناهي، دل لہ دنيا سان لڳي،
جنهن پره آهي بدن، آرام سان سو ڪيئن تڳي،
ناهه نوهہ، تنهنجي ٻرين، اڄ آوڏو مون کي لڳي!



Scanned with CamScanner

بس اها آهي اوائلي ڪلاسيڪي شاعري! ان کان پوءِ، مون رکيو 'شائق' تخلص، پر هن الائي ڪهڙو تخلص رکيو! پر جهڙا تهڙا شعر هو اڃا تائين پيو چوي.

منهنجا ٻه-ٽي شعر ٻيا به ٻڌو:

نڪتي آهہ دل مان، اکين آب هاريو،
پيو وقت سو ياد، جو گڏ گذاريو.
نہ ساعت سري ٿي، جدائيءَ ۾ جن جي،
وڇوڙي ورهين جو، قضا واءُ واريو.
لُڇان ۽ پُڇان، پنڌ پرين جو پالڏي،
سڙي سوز سان ساهہ، سڄڻ کي ساريو.
نہ مون مور من تان ڪهڙي هڪ لهين ٿو،
وفادار، ورهين کان تو ڪيئن وساريو.
ڪري ڪو ڪرم ڪَر سڄڻ شاد، 'شائق'،
پري پير پرتئون، جڏو جيءُ جياريو.

سڻايو صبا تنهنجو پيغام مون کي،
چڪيا چاڪ، تازو ٿيو آرام مون کي.
وساريم نہ وو وو، سندم سالڪين کي،
قضا سان ڦاٻو پيو دام مون کي.
نہ فردوس جون ست رڇيون آئون ٿيون،
لڳي زهر جنت سندو جام مون کي.
جدائيءَ ۾ جاني، ڪنگهر ٿا گذاريون،
اوهان سان ٿي سمجهہ، ادغام مون کي.
صبر 'شائقا'، سوز کي سانڍ دل ۾،
نہ قادر ڪندو نيٺ ناڪام مون کي.

پوءِ اهڙا ڪچا شعر نوٽبڪ ۾ لکندو هوس- سو هڪ همراهہ چورائي ويو ۽ لٽ اهڙي ڪا مارَ پيس، جو اهڙن شعرن کي پڙهندي، جوانيءَ ۾ ئي پورو ٿي ويو. الائجي اهو نوٽبڪ يا بياض ڪٿي هوندو؟ پوءِ جڏهن ڪتابي سلسلو ڪيم. تڏهن پنهنجن ناٽڪن يا ڊرامن- غيرت، سچائي سوڙي، ڪورٽ ۽ ڪانگريس- لاءِ ڪي نظم لکيم، جي پڙهي، غني صاحب فرمايو تہ بمصداق "هن پرڪيءَ ساڻ، پڄج عزازيل کي" اهو شوق ڇڏي ڏي، نہ تہ مورڳو ناولن ۽ افسانن کان بہ ويندين. ان هوندي بہ ٻہ-چار نظم لکيل آهن.



# ”مسڪين“ ملاڪاتياري

”مسڪين“ جو تعارف، محترم امداد حسينيءَ هن طرح لکيو آهي:

”مسڪين“ ملاڪاتياري اٽڪل پنجاهي کن سالن جو آهي. ملاڪاتيار ۾ ريزڪي دڪان اٿس. سندس والد مرحوم سيٺ سڪٽي جي نالي سان پنهنجي تر جو سٺو ايماندار بزرگ صفت واپاري هو. واپار ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هوندو هو. رازڪي ڏنڌي جو بہ بلڪل پڪو هو. هو هيٺي جو پار هولڊو هو. شاعرن ۽ عالمن سان صحبت رکندو هو. پاڻ اپڙهيل هو ۽ ورد وظيفي، نماز روزي سان لينهن هوندو هوس. علامہ قاضي سيد اسدالله شاهہ سان سندس خاص تعلق هو، ۽ وٽن تمام گهڻو ايندو ويندو هو. هي ذات جا پاتولي سڏجا آهن. پاتولي خاندان ٽنڊي الهيار ۾ گهڻو آهي، هي انهن جي برادريءَ جا ماڻهو آهن. اهڙي سچاڻ ماڻهوءَ جو اثر ”مسڪين“ تي لازمي طرح سان پيو- علمي صحبتن، عالمن ۽ شاعرن جي دوستيءَ سان هي شاعر ٿي پيو! سندس ننڍو نالو محمد عثمان آهي دڪان تي گراهڪن کي سانو، پيلو ۽ ڳاڙهو مٽ رکي ڏيندو آهي، ۽ ان سان گڏ شعر بہ ويٺو لکندو آهي. سندس شاعريءَ ۾ نئين رنگي لهر جو پتو پوي ٿو. پنهنجي شهر جي نيڪناميءَ جو عاشق آهي. ان لاءِ ڏاڍو انس اٿس. غريبن جي مدد ڪندڙ ۽ لوفر، بددِيانت سان نفرت رکندڙ ۽ قومي خدمت گذار آهي. سندس شعر ۾ بہ قوميت جي جهلڪ نظر اچي ٿي. هر مشاعري تي وڃڻ پنهنجو فرض ڄاڻندو آهي. روزانہ اخبار ”عبرت“ جو خاص شاعر آهي، جنهن ڪري ڪنهن ڪڙڇ ۾ ڄاتو سڃاتو وڃي ٿو.

## بيت

( ۱ )

وره وره ويچاريءَ کي، وڪوڙيو ويرين،
پيرين ڪمين پڌسٽي، جڙي زنجيرن،
هريل هٿي هيرن، سا لوهہ لوڏي پانهنين!

( ٢ )

ٻيون هيون پدمڻي، حسن ۾ چڙهه ته حور،
سڀ ڪي هن سومري، ماري ڏنا سور،
پورن مٿي پور، تي مارئي ڪٿي محل ۾!

( ٣ )

ٻيون هئڻ پدمڻي، سادي سياڻي،
عمر جي الصاف تي، روئي ٿي راڻي،
مارئي ٿو مائين، ۾ خوشي لٽين ڪيت جي!

## وائي

چنڊ چڙهيو ۽ تارن ٽانڪيو، ڪٿين موڙ با ڪڙ، الا :
آئي ڪانءَ ٻهڙ الا!
سارو منهنجا مالوندا سي ڪهاڙين ۾ ڪوندر الا.
ڀولي منهنجي ڀاروتڻ جي لانءِ سڄي نندر الا.
راتيون جاڳي اوسيڙي ۾ ڪولي چنڊيم در الا.
ڪاريون ڪاريون تهري راتيون زهر هي ٻهر ٻهر الا.
ماٺ ڪري نه 'مسڪين' وهان مون ڏورڻ پيو ڏونگر الا.

## ڪافيون

*

ڪلهه رات ڏٺو اٿم خواب عمر،
جنهن آندو اکڙين آب عمر!

اُت سارن مال ڀي ڪهيا هئا، ۽ راڳن رنگ رچايا هئا،
ٿيا ساڳ ڀي هيل سوايا هئا، شل خواب پوي هيءُ صاب عمر!
مون مال ڏٺو ته متارو هو، ۽ واهه ٿيو وسڪارو هو،
اُت ڪير مکڻ تي سارو هو، جا چيز هتي ناياب عمر!
هُت سرتين هئا سينگار ڪيا، ۽ ڏٿ سان پوئي هار ڪيا،
ڪئين وارن تي جنسار ڪيا، جن ڪونه رکيو ٿي جواب عمر!
مون سانگيائين کان ڳالهه سٺي، جا تن ۾ پڌي ڪا ڪالهه هٿي،
هي ڪوٽ ۾ وينده پاءُ ڏهي، تون هوندين ڪين نواب عمر!
هيءُ لانءِ اٿئي ڪلهه ٻند منجهان، آءٌ پانيان سارن منجهه هجان،
'مسڪين' هتي پئي مفت منجهان، هي ڪول ٻندي جا باب عمر!

*

نگاهون مرگهه جهڙن سهڻيون، وري تن ۾ جا شوخاڻي،
الله توبهه نه اهڙي ڪا ڪڏهن آفت ڪنهن ڪڙڪائي!

ڪجل ڪارو، اکيون ارڏيون، نظر ۾ نيش نازن جا،
وڃان ڪاڏي، پڇڻ ڪونهي، ٻره آهه ٻاهه ڀڙڪائي.

عجب آهه سُرڪ محبن، جي ٿا مرجان سيڻهن جهڙن ٻرسن،
جهلي جهولي پريان چولي ڏلي ڏاهي آهه ڏالائي.

ٻريسنءِ جي ٻهپر جي ٻاڇي ٻجائي آس ٻنبڻين جي،
الڏي اک عشق آهه ڪولي، ڏنم سڄڻ جي سهڻائي.

متان 'مسڪين' ڇڏو سون کي سندم دولت نه دلبر آهه،
اما سڪ سار ساجن جي اسان جي ڀاڳ ۾ آئي.

## گيت

گهڙي وِره ڏيکاءِ، الا
او گهڙي وِره ڏيکاءِ!
تو ٻن ٻيارا هن دنيا ۾ آهن گهرا گهاءَ!

ٻار ٻره جي ٻوج وڌايو، روح سڄو هن راز رلايو،
ڪنهن ٻر ايندين دل جا دلبر سڪ اچي سمجهاءِ!

تار تره جي طاقت ناهي، ٻحر ۾ ڪير تو ٻيڙو ٻاني،
تارڻ جا ويا طاق لڳي هي هيڏو سمنڊ اٿاهه!

چنڊ ستارن سان ٿو اوريان، رات اکين تي گهوريو گهوريان،
ٻرهه ڦٽيءِ سيڻ ٻار ٻجائي ساجن ڪيم سماءَ.

سور ستائن ٻور ٻجائن، هول هجارا هينئڙو کائن،
ترب تنهنجي ۾ ترسن وارا ٻار نه ڪو ٻڙلاءِ!

# غزل

●

تون ٻه آهين بيقرار، ۽ مان ٻه آهيان بيقرار،
تون نه رو، توکي ڏسي مان پڻ ٿيان ٿو اشڪبار.

ڇا ڪريان ڪو وس نه آ، حيلو هلي ٿو ڪونه ڪو،
دربدر تون ٻي آهين، دک سون مٿي پڻ بيشمار.

شاخ تي بلبل ڏٺم، جنهن پڻ چيو روئي سون کي،
هئا هتي گل-خار گڏ، گل ويا رهيا، هت خار خار.

دادگر آهي ڪٿي، جو بيقراري دور ٿئي،
دل جگر سينو سڙي ٿي پيو سڄو آ داغدار.

دور ڪر هي درد و غم، ڇڏ هي رئڻ راڙو، آٿي،
اڄ سڀان ايندو وري، ساڳو سمو ڪر اعتبار.

ماٺ ڪر 'مسڪين' هي سارو زمانو زهر آهه،
ڪونه آ ڪنهن جو رهيو اڄ يار، پاڻ، ڏار ڏار.





# آخوند فضل صديق "فضل"

آخوند فضل صديق "فضل" مٽياروي ولد آخوند محمد صالح مرحوم صديقي (پڙپوٽو مرحوم آخوند محمد بچل "انور" وفات ١٢٧٨هه، ٽالپر خاندان جي آخرين تاجدار اعليٰ حضرت مير محمد نصير خان جو استاد ۽ خاص صلاحڪار)، ١٠- رجب ١٣٣٠هه تي مٽيارين جي هڪ معزز ۽ بزرگ خاندان ۾ جنم ورتو. سندس والد وچولي درجي جو زميندار ۽ پنهنجي وقت جو حاذق حڪيم هو. فضل ننڍپڻ کان آزاد ۽ البيلي طبيعت جو هو. مائٽن جي دٻپ هوندي به تعليم سان دل نه لڳيس. مائٽن جي زوربس هوندي به پنجن درجن سنڌيءَ کان وڌيڪ نه پڙهيو. ننڍپڻ کان شعر ڏانهن دل جو لاڙو رهيو، ۽ پين جا شعر وڏي شوق سان هٿ ڪري پڙهندو هو، ۽ شاهه جي رسالي سان ته ٻنهه دليون هيس ۽ سنڌي ڪتاب، وقت جون اخبارون ۽ رسالا سندس روح رهاڻ هئا. سندس خاندان ۾ ڪيترا بزرگ اديب ۽ چوٽيءَ جا شاعر ٿي گذريا آهن، انهن جي ڪتابن ڪي ڏسندي، ڪيس پندرهن سالن جي عمر کان شعر چوڻ جو شوق جاڳيو. ان وقت ۾ مٽيارن ۾ ڪوبه شاعر ڪونه هو، مگر آخوند صاحب جي صحبت هميشه علم وارن سان رهي، آهوئي سبب آهي جو ٿوري علم هوندي به ماهو ۽ ذهن تمام ڪهٽو اٿس. ان سان گڏ جوانيءَ ۾ سندس وندر ورزش ۽ پهلواني هئي. آسپاس ۾ جهڙس پيو طاقتور به ڪونه هو. فضل صاحب شعر به چولدو آيو آهي، ۽ هزار سوا شعر به چيا هوندائين، مگر وٽس ڪهٽيون ڪافيون، غزل باقي ڪي ٿورا گهڻا بيت، مرثيا، مسدس ڪا نيهه اڪري، بهرحال ڪل ڏيڍ سؤ ڪن شعر به مس موجود آهن، سي به هاڻي ٿوري وقت کان جمع ڪيا اٿس. اڳيان شعر پنن تي لکي ڦٽا ڪري ڇڏيندو هو سي اجايا ويا. ١٩٥٥ع کان پنهنجي ساري خاندان سميت مٽيارن مان هجرت ڪري هيراباد حيدرآباد ۾ سڪونت اختيار ڪئي اٿس. 'فضل' وچولي درجي جو زميندار آهي ۽ سادگي پسند، شريف الطبع، نهٺو ۽ خوش مزاج انسان آهي. عبدالله "خواب"

# ڪافيون

*

ٻار جي خاطر اڌيون روئي ڪَذاريم راتڙيون،
ٻانڌ ۾ منهنجي پيون سڪ سوز جون سوغاتڙيون.

دوڏ دوريءَ ڪان ڌڪيا، آڳم ڪري آڙهنگ آئيا،
ٻوندون آئيون ٻادل وسيا، سي ٻس نه ڪن ٻرساتڙيون.

پرت وارين جي پَسو، منهنجي پنهل جو پرتوو،
کهرتڙ اوهين ڪهوري چڙهيو، مون سان مري ٿيو ماتڙيون.

عشق اظهر ٿيو اکين، جلوو ڪيو جانيءَ جڏهين،
هي جڳ جڙيو تنهن لئي تڏهن، ڏاتر ڏنيس سڀ ڏاتڙيون.

دام ۾ دلڙي وئي، وڃا پرت جا پيوند ٿي،
ڳوڙهي ڳنڍيون ڏاڍيون ڏئي، سي مون پرينءَ سان ٻاتڙيون.

ورهه ڪان وڏجو وڃون، مرڻو مريو واريو جيئون،
منهنجي هيين سان حال ٿيون، ڪن قرب واريون ڪاتڙيون.

ڳن پريون ڳالهيون سندن، هر هر هيين منجهه ٿيون هرن،
اهڙيو لهيو واريو ورن، سي لطف واريون لاتڙيون.

ڪيچ ڏي ڪاهي وڃان، ڏونگر اڏيون ڏوري ڏسان،
ڪا دعا ڪريو دلبر لهان، جهرجهنگ ٻانئي جهاتڙيون،

اي 'فضل' سي اوريون نه مون دل جون اندر دل ۾ رهيون،
پر حال ۾ حاصل ٿيون سڀ لطف واريون لاتڙيون.

*

گل ڦل هوتا ٻاغ بهار، تو بنا خس خار لڳن ٿا،
سڄ ٻج صديون سال هزار، ڏينهن وڇوڙي جا ٻار لڳن ٿا.

تنهنجي ٿوڙائي ٻار ڦٽيو ٿر، سينو سڪ ڪان ٻار سٺيو ٿر،
ڦٽڙ ڦٽي ٿيا ڦاڪون ڦار، دل ۾ ڏکڙا ڏار لڳن ٿا.

تو ريءَ جان جڏي ٿي جاني، تو ريءَ ٻانيان دنيا فاني،
سج چنڊ تارا چمڪيدار، اونده اندوڪار لڳن ٿا.

مار نہ جن جي ساجن ساريني، پرت نہ جن سان پيارل پاريني،
لوڪ ۾ آهن سي لاچار، ٻرهہ سندا بيمار لڳن ٿا.

پيارل جن سان پيار ڪرين ٿو، پيرو جن تان ڪين پڇين ٿو،
عشق جا آهن هي اسرار، پئدا ٻہ جڻ سي ھار لڳن ٿا.

ديس ڇڏي پرديس وڃاسون، جهنگ جبل ٻربحر گهماسون،
جت ڪٿ تنهنجي تات تنوار، پرين اوهان جا ھار لڳن ٿا.

ڪٿي پڳليءَ تان پيرا ڀڳيئي، پر نہ ڪو ڪوسو واءُ بہ لڳيئي،
جيئين سدا تون جيءَ جيار، پري رهين تہ بہ پيار لڳن ٿا.

آهين ڇپر ۾ چانو تون منهنجي، سؤ سؤ سوپون الفت تنهنجي،
ڍولڻ تنهنجي آهيان ڊار، ورهہ پيا ويچار لڳن ٿا.

'فضل' ڪي ڏي تون وصل ورائي، ڇؤ پلا توکي ڪيئن پرچائي،
ھٿ ٻڌي روئي زارو زار، ٻاجھہ سان پيڙا ھار لڳن ٿا.

*

روز ازل کان عاشق آهيون،
محبت مقصد ليئهن نپايون.

صاف لڳاهون نيڪ صدائون، ڪوڙ دغا کي ڏوڙ ملايون.
محبت ۾ رهون مست مدامي، صدق جو سودو صاف سجايون.
ياد نہ ٻي ڪا تات نہ ٻي ڪا، رڳو وڻن ٿيون وصل جون وايون.
خوف خوديءَ کي ترڪ ڏنو سون، جانِ ۾ جانب جوڙيون جايون.
سمنڊ هوا ۾ لهريون لائي، سچ چنڊ تارن منجھ تنواريون.
نيٺ ڪٿي محبوب ملي مَنَ، جهرَ جهنگ ۾ ٿا جهاتيون پايون.
ڏسندي ڏسندي ڏينهن ٿو گذري، روئندي روئندي رات وهايون.
دل ۾ دفتر دلبر جو ئي، ويٺو رانجهن ڏي سبق رايون.
'فضل' فنا سڀ، رهندي محبت، ڳالهہ سچي ٿا سڀ کي سڻايون.

# غـزل



[نعتيه]

اتم ڪل انبيا کان يا محمدﷺ شان ٿيو تنهنجو،
قسم آهي خدا جو خود خدا خواهان ٿيو تنهنجو.

رکيئي ربّ جهان رتبو سڀني کان سربلنديءَ تي،
پسائي پاڻ پرور روبرو رحمان ٿيو تنهنجو.

اطاعت ۾ اوهان جي هر بشر توڙي ملائڪ ٿيا،
خدا جو شان هو روح الامين دربان ٿيو تنهنجو.

ڇوان توريت ۽ انجيل ۽ زبور نيئي سچ،
مگر منسوخ ٿيا، تانسر جڏهن قرآن ٿيو تنهنجو.

سخاوت ۾ نه ثاني ڪو سندئي اي سيدا سارين،
خدا کان رحمت اللعالمين فرمان ٿيو تنهنجو.

حقاليي حوض تنهنجي تان سوين سيراب ٿيا سائين،
برن ۾ ٿيي بهاري وڻي وَليون ويران ٿيو تنهنجو.

يتيمن ۽ سقيمن ۽ اسيرن عاجزن اڳيان،
هميشه لاءِ جو حاضر سو دسترخوان ٿيو تنهنجو.

لکين تون لاعلاجن جو معالج مصطفيٰ آهين،
شفيعِ روزِ محشر سرحلو سيدان ٿيو تنهنجو.

اَجهي آنهنجي ۾ آيا اُمتي اهڙا ڀا سيڙا سڀ،
پڙهيو جنهن قربَ مان ڪلمو آهو مهمان ٿيو تنهنجو.

مداحون مير ميڙ، توکي سريون صلوات جا سائين،
اوهان جي آسري عربي 'فضل' قربان ٿيو تنهنجو.

•

دلبرا تون ٿو چوين تقدير تي پاڙي وهان،
۽ توڪل کي ڇڏي تدبير تي پاڙي وهان.

تون ڪٿي مون کي نه ڏس توکي مگر ڏسندو رهان،
خواهه مخواهه تنهنجي نِگهه جي تير تي پاڙي وهان.

ٿني پلي پيغام آڻي هر گهڙيءَ واري هوا،
ڇو فقط ٿڌڙيءَ صبح جي هير تي پاڙي وهان.

جي اکر اپنڻ لئا ته ٻه چو وڃايان وس وڃا،
پچ نه منجهه آهي ته ڇو تحرير تي پاڙي وهان.

چاڪ تنهنجي چاهه جا سي چاهه سانئي ڇپنيا،
ٻيو ڪٿي جو مرهم، اڪسير تي پاڙي وهان.

تنهنجي لاثاني جڏهن لچڻ لئي ماريو ٻو ڇو،
تنهنجي سيرت کي ڇڏي تصوير تي پاڙي وهان.

تون ٻڌي پاجهون ڪرين توکي نه پاڏايان ته پيو،
وس اوهان جي، ڇو ٻڙهئي يا پير تي پاڙي وهان.

ڪول منهن محبوب ٿي جڳ جوت سان جلوه نما،
ٻيا فقط اي 'فضل' هڪ تنوير تي پاڙي وهان.

•

سؤ سؤ سلام توتي اي جذبهء محبت،
آهين ٿنهي جهان ۾ دلگهري تون دولت.

محبت آ راز حق جو، جنهن ۾ ذرو نه شڪ جو،
ڪهڙو ضرور ٻڪ جو، هادي ڏي پر هدايت.

لرزش ڪان ڪي لڙي ويا، ڪي سوز ۾ سڙي ويا،
ڪي راهه ڪان ٿڙي ويا، سمجهي نه جن حقيقت!

ڪن جي وڻي ڪل آٿاري، ڪن رڻ رُلي سواري،
ڪن ڪي لڳي ڪٽاري، شيرن گهري شهادت.

ٻيچ ۾ ڳالهيون سسئي هئي، سهڻي وري پڏي مٺي،
مومل تي ڪاڪ ۾ ڪئي، ڏس عشق هئي عنايت.

ڪي منصور در مجازي، ڪن حب رهي حجازي،
ڪن حق جي ڪئي ترازي، ڪن مال لئه ڪئي محنت.

وحدت سان ڪو ٿيو واصل، ڪو علم سان ٿيو عامل،
ري قرب ناهه ڪامل، رندن کان پڇ روايت.

محبت ۾ شهه گدا ٿئي، شير جگر فنا ٿئي،
خالـء خودي صفا ٿئي، دل ۾ اچي ديانت.

محبت ڪري ٿي ميلو، اي 'فضل' ٿي کيهاو،
وڃ ۾ نه آئي ويلو، اهڙي نه چڱي اسالت.





# "افضل" مصرپوري

محترم 'افضل' پنهنجي خود نوشت سوانح ۾ لکيو آهي:

"نالو محمد رمضان، تخلص "افضل". ٥- نومبر ١٩٣٢ع تي ڳوٺ مصرپور ۾ اک کوليم، جنهن کي عرف عام ۾ 'مصري چانڊيو' چيو وڃي ٿو. منهنجا وڏا اصل ڳوٺ 'ماڏه' جي گرد و نواح جا وينل هئا. مان چانڊيي قوم جي ميرائي پاڙي سان تعلق رکان ٿو. منهنجو والد ماجد، مرحوم فتح محمد خان، پنهنجي خطي جو مڃيل سگهڙ هو؛ منهنجي پَلئه ۾ جو ڪجهه آهي، سو سندن ئي صحبت جو نتيجو آهي. آزاد ۽ بيباڪ طبع منهنجو خانداني ورثو آهي.

ابتدائي تعليم پرائمري اسڪول پورڙي ۾ حاصل ڪيم. ١٩٤٨ع ۾ تعليم کاتي ۾ سنڌي ماستر ٿيس. مون کي ياد آهي ته ٻارهن سالن جي عمر ۾ شاعر هوس. بيت، ڏوهڙا، ڏنون ۽ ڳجهارتون ٻڌندو ۽ چوندو هوس. 'سانوڻ فقير' جا بيت ننڍي لاکون وٺندا هئم ۽ اچا تائين به وٺندا اٿم. ١٩٥٢ع ۾ تاج الفقراء الحاج گل محمد فقير رحه جي خدمت ۾ رهڻ کان پوءِ باقاعده مطالعو شروع ڪيم، جو تاحال جاري آهي. پارسيءَ جي تعليم تعلقي خيرپور ناٿنشاهه جي هڪ گمنام مگر جيد عالم مولانا احمد علي جوکيه (نوڙهي) وٽ ورتم.

ادبي خدمت ڏهن سالن کان مسلسل ڪندو پيو اچان. ڪجهه وقت 'بزم فدا' پورڙيءَ جو جنرل سيڪريٽري هوس. هينئر 'بزم طالب' خيرپور ناٿنشاهه جو صدر آهيان. منهنجو شعر و شاعريءَ ۾ استاد حافظ محمد 'احسن' چنا صاحب آهي. جناب 'محسن' ڪڪڙائيءَ کان به ڪجهه وقت اصلاح ورتي اٿم. منهنجي ڪلام جو مجموعو بنام 'ديوان افضل' زير ترتيب آهي."

# غزل

●

عمر ڀر انتظار ڪير ڪري؟
تنهنجي غم سان پيار ڪير ڪري؟

هن زماني ۾ 'قيس' و 'وامق' جيان، جان پنهنجي نثار ڪير ڪري؟
ڪنجي جيئن تيئن ويو ڏکن جو ڏينهن، رات جو اختصار ڪير ڪري؟
تلخ و شيرين ٻئي وقت تي سهڻو، هر گهڙيءَ انڪسار ڪير ڪري؟
سر جو پٿر جواب آ، ليڪن، آدميت کي خوار ڪير ڪري؟

دل ٻلي وڃجي پيار کان 'افضل'
ايڏو جبر اختيار ڪير ڪري؟

●

مهربان اڄ نصيب تو ڏسجي،
يار منهنجي قريب تو ڏسجي.

ساري دنيا جي حسن وارن کان، سرس منهنجو حبيب تو ڏسجي.
جيڪو آغوش يار ۾ آهي، سو وڏو خوش نصيب تو ڏسجي.
موسم گل اچي وئي شايد، نغمه خوان عندليب تو ڏسجي.

سوئي 'افضل' اچي ته تو محبوب،
ٻي شريڪ رقيب تو ڏسجي.





# مولوي عبدالحميد منگريو

مولوي عبدالحميد منگريو ولد عبدالغفور، ٿر جي تعلقي ڇاڇري جي ڳوٺ سانڊور ۾ ڄائو. ڄمڻ جي صحيح تاريخ معلوم نه آهي، هن وقت ٣٣-٣٤ سال کن عمر اٿس. ننڍپڻ ۾ حافظ محمد منگريه وٽ قرآن شريف ۽ ابوالحسن سنڌي تائين ٿر ۾ ئي پڙهيو. گلستان، بوستان، زليخا ۽ سڪندرنامه تائين تعليم، ڪنڊيءَ ۾ مولوي حاجي دوست محمد ميمڻ وٽ حاصل ڪيائين، ۽ صرف و نحو سکيو. ان بعد سال ڏيڍ مختلف مدرسن ۾ پڙهيو—مدرسه آميناڻي ضلعو دادو، مدرسه ولهيٽ تعلقو عمرڪوٽ، مدرسه دڙباو، ۽ مدرسه ڪلواري لڙد جيمس آباد. آخر ۾ مدرسه جامعه مجدديه ڪنڊي ۾ تعليم مڪمل ڪري، مدرّس مقرر ٿيو. ان بعد انگريزي اسڪولن ۾ عربي ماستري ڪندو اچي ٿو. هن وقت سيڪنڊري اسڪول ڇيلهار، ضلعي ٿرپارڪر ۾ عربي ٽيچر آهي. مدرسن ۾ تعليم کان علاوه، مولوي صاحب سنڌ يونيورسٽيءَ مان مولوي ۽ مولوي عالم جا امتحان به امتيازي حيثيت سان پاس ڪيا آهن.

ننڍپڻ ۾ فارسي ڪتاب پڙهڻ سان شعر و شاعريءَ جو شوق پيدا ٿيس. باقاعده استاد ڪونه ورتو اٿس. ڪڏهن ڪڏهن طبع جو رجحان ٿيندو آهي ته ڪافيون ۽ غزل لکندو آهي. —محمد سومار، ڇيلهار.

## غزل

•

اُڏي، پرواز ڪر اي دل، هتي ناهي مڪان تنهنجو!
اُڏر، هل آسمانن ڏي، جتي آهي جهان تنهنجو!

اجهو آ عارضي دنيا، وطن تنهنجو ٻيو آهي،
سچو آرامگاه آهي، مڪان ڪٿي، لامڪان تنهنجو!

ڏکيا چو ڏينهن گهارين ٿو، جهان' دارالبلا ۾ تون،
چڏي فاني، فنا کي ڏي، نه آ هي آستان تنهنجو!
دنيا جا چهچٽا چشڪا، چري هي اڏ گهڙي آهن،
مري آخر فنا ٿيندين، نه هوندو هت نشان تنهنجو!
غلاظت ڇڏ، خساست ڇڏ، اٿي هل عرش اعظم ڏي،
جتي آ منتظر مسڪن، جهانِ جاودان تنهنجو!
سکي وٺ شوق مان شائق، الاهي عشق جي تعليم،
هميشہ پوءِ پيو هلندو، جهان ۾ داستان تنهنجو!
مٺي ميخاني جو 'منگريا' مرزو مسڪين ماڻي وٺ،
مرڻ کان پو پيو پڙهبو محبت سان بيان تنهنجو!

●

عشق چاهي، ناڳ آهي، عشق وارن کان پڇو!
هجر چاهي، زهر آهي، هجر وارن کان پڇو!
دائما دلبر جي لٿ ٿي دل روئي دانهون ڪري،
بيقراري جو بيان هي، بره وارن کان پڇو.
حال کان بيحال آهيان، بيکس و مجبور پڻ،
منهنجو حالِ زار آهي، حال وارن کان پڇو.
مهر سان محبوب 'منگريا' شل ملي مختار يار،
سال سورن ۾ لنگهيا، سچ چنڊ تارن کان پڇو!





# مخدومزادہ محمد امين "فهيم" صديقي

مخدومزادہ محمد امين سائين، حضرت مخدوم محمد زمان صاحب "طالب المولیٰ"، سجادہ نشين حضرت غوث الحق مخدوم نوح رحہ جو وڏو فرزند آهي. ٻار وچان، حضرت ڀڪن ڏنيءَ جي نسبت سان، "ڏاڏا سائين" سڏجي ٿو.

ولادت: ولادت باسعادت ٦- آگسٽ ١٩٣٩ع هالا ۾ ٿي. سندس ولادت تي ڪيترن شاعرن تاريخون لکيون. مرحوم سيندي خان 'صيد' جي چيل قطعہ تاريخ جو هڪ شعر هن طرح آهي:

گلِ خوشرنگ نمودار شد بہ گلشنِ نوح،
هزار بار مبارک ز 'صيد' شام و صبوح.

تعليم: اوائلي تعليم خانگي طرح ٿي. اول قرآن حڪيم پڙهي، سنڌي چار درجا پاس ڪيائين. ان کان پوءِ، مخدوم غلام حيدر هاءِ سڪول ۾ ميٽرڪ پاس ڪري، وڌيڪ تعليم لاءِ هالن ۾ نئي سروريہ اسلاميہ ڪاليج ۾ داخلا ورتائين، جتي بي. اي پاس ڪيائين. هينئر وڪالت جي پهرئين سال ۾ تعليم وٺي رهيو آهي.

شاعري: سندس شعر و شاعري ١٩٥٣ع ۾ شروع ٿي. ان فن ۾ حضرت مخدوم محمد زمان سائين 'طالب المولیٰ' جن کي استاد ورتائين. اڄ تائين سندس ڪلام جي اصلاح پاڻ ڪندا اچن ٿا.

تخلص: اول "امين" تخلص اختيار ڪيائين، ۽ ان کان پوءِ حضرت 'طالب المولیٰ' کان کيس "فهيم" تخلص عنايت ٿيو، جو اڄ تائين استعمال ڪندو رهي ٿو.

مشاغل: موسيقي ۽ شڪار سان سندس دلچسپي آهي. مرڪزي "بزم طالب المولیٰ" سنڌ جو پريزيڊنٽ آهي. تعليمي خدمات جي سلسلي ۾ سروريہ اسلاميہ ڪاليج ۽

سرورِ اورنٽيئل ڪاليج هالا جو وائيس پرنسپلٽ آهي. هن وقت ٽائون ڪميٽي هالا جو چيرمن ۽ ڊويزنل ڪائونسل حيدرآباد جو ميمبر آهي.

فن: امين سائينءَ جي فن ۾ ذوق جماليات ... ور ترجماني آهي. ڪلام ۾ سوز و گداز، محبت ۽ رقت جا اهي سڀ معيار موجود آهن، جي هڪ پرگو، پخته ۽ قادرالڪلام شاعر ۾ ٿين ٿا. سندس تغزل، فني خيال ڪان رمزيت، معنويت، اشاريت ۽ ابمائيت تي مشتمل آهي، ۽ سندس پيرايہ بيان دلڪش ۽ رنگين آهي. ڪافيون درد انگيز ۽ رقت خيز آهن. قومي شاعريءَ ۾ بہ بهترين ڪلام چيو اٿس. سندن ڪلام مشهور ڳائڻا ڳائن ٿا، ۽ ريڊيو پاڪستان تان پڻ نشر ٿئي ٿو. امين سائينءَ جي فن جي تنقيدي جائزي ڪان پوءِ معلوم ٿئي ٿو تہ هڪ روشن ضمير انسان جڏهن پنهنجي جذبات ۽ احساسات کي بيان ڪرڻ تي اچي ٿو، تڏهن ان ۾ ڪيڏي نہ اصليت ۽ روح آفرين ڪيفيت پيدا ٿي ٿي؛ جا تڪلف ۽ تصنع سان پيدا ڪرڻ مشڪل ۽ ناممڪن آهي. شاعري جذبات جي فراوانيءَ سان پيدا ٿئي ٿي، ۽ جذبات جي حدت ۽ حرارت لاءِ لازم آهي تہ دل جي ساز جون تارون ٽپن ۽ وڄڻ شروع ڪن. اهڙي ڪلام ۾ سوز ۽ ساز، حرارت ۽ گداز جو پيدا ٿيڻ لازمي امر آهي.

"فهيم" سائينءَ جو سارو ڪلام هڪ شڪستہ ساز جو آواز آهي. ان ۾ نيازمندانہ جذبات موجود آهن.

"فهيم" سائينءَ جي ٻولي پختي، رَسيلي، سُربلي، مٺي ۽ من موهڻي آهي؛ جا شاعريءَ جي لباس ۾ اچي وڌيڪ رنگين ۽ دلڪش بڻجي پئي آهي.

هن عمر ۾ سندس 'فن' جا ترقي ڪئي آهي، ان کي ڏسي بخوبي اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ اڳتي هلي سندس ڪلام جو مقام ۽ معيار، ڪهنہ مشق ۽ عمر رسيده استادن جي مقام تي پهچندو، اها اميد آهي.

سندس مجموعہ ڪلام اڃا شايع نہ ٿيو آهي. — ادارو

* * *

## بيت

(۱)

صبا! چئج سڄڻ کي، ساري سِڪَ سلام،
دل جي دلبر يارَ کي، پهچائج پيغام،
تہ ڪارا ڪاٽيندي لڳن، توريءَ سڀ طعام،
مهراڻ

صبح سڪندي ٿيو وڃي، ساريندي ٿئي شام،
آهيان آءٌ "امين" چئي، سڄڻ اوهان جي سام،
لرمل نانءُ الله جي، ڪريو ڪي ڪلام،
محبت واري مامَ، ساڻيڪي رکيم ساهہ سان!

[۲-۲-۱۹٦۰ع ٽارو]

( ٢ )

صبا! چنج سجڻ کي، سنيها ساري،
پيارا کو پرديس ۾، تو لئہ تواري،
پرين تنهنجي پور ۾، پاپل پکاري،
نرمل تنهنجي نانءُ کي، عاشق آچاري،
تنهنجي تات اندر ۾، پارڻ ٻئي پاري،
سدا ساهہ 'نهيم' جو، ساريو ٿو ساري،
نرمل نانءُ الله جي، نوازي ناري،
واڳڙيون واري، اچو مون مهجور ڏي.

[٢-٢-١٩٦٠ع]

( ٣ )

صبا! چنج سجڻ کي، تنهنجي لڳي تار،
لاڻ ڏينهن لڙيو وڃي، پچائيندي پار،
واجهائي واٽن تي، نيڻ وهائڻ نار،
جيءُ ۾ آهي 'امين' جي، پرين تنهنجي پچار،
وساري نہ ويهہ تون، ساجن لهڻ ڪا سار،
سڄڻ سونهين ڪونہ ٿو، ڏڻ ڏناران ڏار،
ترب ڪري ڪو يار، واڳون وار وصال جون.

[٢-٢-١٩٦٠ع نارو]

# نظم

## نئون سال

نوان ڏينهن راتيون، نيون روشنايون، نوان شعر ڪافيون، نوان بيت، وايون،
نوان باغ بنگلا هي بستيون ۽ جايون، نئين سال ۾ سڀ نيون بنجي آيون:
پرين! هُو پراڻيون ڇڏي ڏي جدايون،
نئين سال ۾ اچ لڳون نينهن لايون!
نوان گل چمن ۾، نئون رنگ و بُو آ، صنوبر، سمن، سوتيو سرخرو آ،
نئين سال جي اچ خوشي سُوبسو آ، مگر مون کي تنهنجي اچان آرزو آ:
وري پاڻ گڏجي خوشي ڪا ملهايون،
نئين سال ۾ اچ نئون نينهن لايون.
خوشيءَ سان وڻن سبز پوشاڪ پاتي، گلشن سان بلبل ملائي ٿي ڇاتي،
مان پاپان ٿو تولاءِ جهاتيءَ تي جهاتي، نہ معلوم تو آهي ڇو دير لاتي:
سکو آ تہ بلبل ۽ گل کي سيکايون،
نئين سال ۾ اچ نئون نينهن لايون.
امين ڪشور دل جا سلطان آهيون، نہ پي مال و دولت جا خواهان آهيون،
چون ٿا جهان وارا، نادان آهيون، محبت ڪريون ٿا جو انسان آهيون:
غريبي-اميري جا ويڇا وڃايون،
نئين سال ۾ اچ نئون نينهن لايون.

هجون هاڻ ڪڏ زندگيءَ جي سفر ۾، فضا ۾، بيابان ۾، ۽ بحر و بر ۾،
اگر آهيون بيڪار ڪنهن جي نظر ۾، ته ڪونهِ ڪو عيب تو هر بشر ۾:
سين ۾ تنهن تيئون هرايون پلايون،
نئين سال ۾ اچ نئون نينهن لايون.
وٺي مون ڪان اچ اوچتو آه نڪري، مان پاپان تو توکي ويو آهيان وسري،
گهڙي ڌار توکان گذارڻ نه سگهري، سڄڻ هي نه سگهندي ني ويو سال گذري:
حياتيءَ جون گهڙيون وڃن ٿيون اجايون،
نئين سال ۾ اچ نئون نينهن لايون.
نهاريو مون شام و سحر تون نه آئين، قمر آيو، رشڪِ قمر تون نه آئين،
اجان تائين مون کي نظر تون نه آئين، پيا سپ اچي ويا، مگر تون نه آئين:
سدا آءٌ سونهي ڪري لڪ پلايون،
نئين سال ۾ اچ نئون نينهن لايون.
ستارن ۽ شمس و قمر کان لڪي آ، فلڪ کان ۽ شام و سحر کان لڪي آ،
لڪي آءٌ جن° و بشر کان لڪي آ، سڄڻ تون سين جي نظر کان لڪي آ:
نه ڪنهن کي ٻڌايون نه ڪنهن کي سڻايون،
نئين سال ۾ اچ نئون نينهن لايون.
نئين آئي موسم، لوان ٿيا نظارا، نئون چنڊ نڪتو، لوان ڏئي اشارا،
جدائيءَ ۾ مون تان ڪلن ٿا ستارا، خدارا وري آءٌ پرديس وارا:
ڪري درگذر اچ ڪچايون ڦيکايون،
نئين سال ۾ اچ نئون نينهن لايون.
پلا چو سڄڻ ولين وعدا وساري، هي عاشق اجان وينو راهون نهاري،
'نصير' آهي تنهنجي ني سهڻل سهاري، ٻرين جيڪڏهن تون اچين قول پاري:
ته لوڪان لڪي پاڻ محفل مچايون،
نئين سال ۾ اچ نئون نينهن لايون.

[٥-١-٥٥ع ٽاٽو ٻولاڻان]

## غزل

●

گهڻو دلبر لڪئين ليڪن، ڏسڻ وارن ڏسي ورتو،
رخِ انور اي سهڻا ليٺ سون ٻارن ڏسي ورتو.
لڪي شبنم کان، بلبل کان ۽ پنئورن جي نگاهن کان،
سينگهيو خوشبو گلِ تر جي، مگر خارن ڏسي ورتو.

سڄي دلبيا جا واعظ، محتسب سڪندا رهيا هردم،
۽ ساقيءَ جي رخِ تاباں کي ميخوارن ڏسي ورتو.

خدا جو لطف ٿيو، هيءَ خوش نصيبي تن جي سمجهي وئي،
شفيع المذنبين کي اڄ گنهگارن ڏسي ورتو.

نمازِ عشق ۾ هڪڙي جي ڀِدران سَوَ ڪيم سجدا،
ڀَراهمَنِ ڪوڙ تاڙيو، مون کي پروارن ڏسي ورتو.

وڃي ڀمو قيس ليليٰ ڏي، مگر ڏاڍو ڏکيو رسندو،
جي ويندي واٽ تي ان کي ڪئي پارن ڏسي ورتو.

شبِ فرقت گذاري ڪئن ڀلا هن عاشقِ مضطر،
نه ڪنهن سمجهيو، نه ڪنهن سوچيو، مگر تارن ڏسي ورتو.

وفا ڀي ملڪ مان وئي ڀر، جهلي دامن وئي آيس،
جو ان کي واٽ ويندي ٿي وفادارن ڏسي ورتو.

ڀي گذري ۾ ڏکي گذري، اڃي همراهه ٿيا هڪدم،
بحمدالله جو همثو حال سنثارن ڏسي ورتو.

'نهير' آهي نه ڪا پروا، هزارين بخشون ٿينديون،
زهِ قسمت درِ دلبر خطادارن ڏسي ورتو.

[۱۲-۱-۵۹ع هالا لوان]



محبوب گهٽئي ڏلو درد والي، ڪجھ ياد اٿر ڪجھ وسري ويو.
ڪئن گذريو زمانهِ رنج و غم، ڪجھ ياد اٿر ڪجھ وسري ويو.

هيءَ ڪانهي خبر اڄ تائين گهٽا سون ڳوڙها ڳلن تان ڳاڙيا هين،
ڪنهن وقت ڪان آهن اکيون تَرَ، ڪجھ ياد اٿر ڪجھ وسري ويو.

اڳ سارو فسانو ياد هئو، دک، درد، ستم جو هن دل کي،
پر هاڻ تہ بعد از وصلِ صنم، ڪجھ ياد اٿر ڪجھ وسري ويو.

هر روز نسر شڪني ٿي ٿئي، ۽ روز ٿي ميءَ کان توبہ ڪئي،
گهٽا پيمرا پڳو سون پنهنجو نسر، ڪجھ ياد اٿر ڪجھ وسري ويو.

هڪ مدّت کان دل ساندي هئي، اڄ نيٺ وصال جو واءُ وريو،
ڪيو جرح فراق جو ڪجھ مرهم، ڪجھ ياد اٿر ڪجھ وسري ويو.

اي راهزاوا ڇڏيو منهنجي ٻچر، مان خود ئي پريشان حال اهيان،
جو راهِ وصال جو ٻيچ وخر، ڪجهه ياد اٿر ڪجهه وسري ويو.
اڄ نيٺ وڃي گلشن ۾ هليو ڪنهن جذبهءِ دل کان بيخود ٿي،
جو مون کي ڏسي ٿي رنو شبنر، ڪجهه ياد اٿر ڪجهه وسري ويو.
اي 'نهير' ٿون مون کي بنداءِ ڪٿي ته حقيقت ڪيئن آغاز ۾ هئي،
مون ڪنيو يا نئي ڪنيو پنهنجو تدر، ڪجهه ياد اٿر ڪجهه وسري ويو.

[۲۹-۵-۵۸ع هالا]

●

بيوفا سان وفا ڪري ڏسبي،
هيءَ خطا بارها ڪري ڏسبي.

تنهنجي هردم ثنا ڪندو رهيس، هاڻ پنهنجي ثنا ڪري ڏسبي.
پنهنجي ماهِ لقا کان دور ٿي، زيست درد آشنا ڪري ڏسبي.
سنگدل آپ آپ ٿئي هڪدن، آه اهڙي به ڪا ڪري ڏسبي.
سيمر تن، سروقد صنم ايندو، جان جنهن تان فدا ڪري ڏسبي.
هر شجر ۾، صبا ۾ ۽ گل ۾، جستجو جابجا ڪري ڏسبي.
هُن جو لطف وڪرم وري به ٿئي، گويا پيهر خطا ڪري ڏسبي.
جي حياتي وفا ڪئي ته 'نهير'، عشق ۾ انتها ڪري ڏسبي.

[۲۴-۳-۵۸ع هالا]

●

محبوب بنا هي روشن راتيون، چنڊ ۽ تارا ڪين ڪين،
جي پيار ڏئي پوءِ ڏار ڪندا، سي سهڻا سهارا ڪين ڪين.
وڃ تون به ته ڪي پنهنجي سان قمر، مون ساڻ پلا تنهنجو چاهي؟
تنهنجي ته ضرورت ڪانهي ڪا، هي تنهنجا نظارا ڪين ڪين.
مان پنهنجي ۾ئي پورو آهيان، چو چيڙين ٿي تون بادِ صبا!
چو ماه سڏارڻ ٿي چاهين، تنهنجا ته سڏارا ڪين ڪين.
پل طوفان ۽ تيک تار ۾ اڄ مون کي به هلي چڏ، پاڻ سنو،
هي ظلم، ستمر ۽ سورن سان پرپور ڪنارا ڪين ڪين.
پو چاهي پلا جي مان به هليس، تون شاد هجين آباد هجين،
شل روح کي هردم ياد هجين، پيو قبر و منارا ڪين ڪين.

ڏس رنگ دنيا جا ڪيئن بدليا، الله جو نالو ياد نہ آهي،
هن فاني دنيا جا هي سون ڪي رنگين نظارا ڪين ڪپن.

اج تون ني 'امين' اچ منهنجي اڳڻ، ڪر روشن روح اچي رهبر،
پر تون ني ڏتاريندين دلڙي پيا دل جا دلارا ڪين ڪپن.

[۱۷-۵-۱۹۵۶ع هالا]

●

گلن سان ڪڏ رهڻ جي لاءِ مون کي خار ڏٺو پيو،
تڏهن آن جو ڏيس جڏهن پين تي بار ڏٺو پيو.

زماني جي فضا موجب بدلجي، هرگهڙي مون کي،
وڏن اڳيان وڏو، پارن جي اڳيان پار ڏٺو پيو.

مون کي پرَ مار جي خدمت ۾ پهچڻ لاءِ هڪ واري،
پرائي چار ۾ قاصي، پرايو سار ڏٺو پيو.

اهائي خوش ادا سائيءَ جي برڪت جي نشاني آ،
جو، هير کي نيت مولانا کي ٻڻ ميخوار ڏٺو پيو.

فلڪ کي رشڪ ٿيو اهڙو زمين جي بارباريءَ تي،
جو آخرڪار آن کي خاڪ پائي بار ڏٺو پيو.

هوا اهڙي تہ گلشن کي لڳي ناسازگار آهي،
جو خوشبوءِ کي بہ گلڙن کان جدا لاچار ڏٺو پيو.

'فهيم' آخر نہ ڪجهہ وريو وڏائيءَ ۽ اميريءَ مان،
ڇڏي شاهي، گدائي ڪوچہ دلدار ڏٺو پيو.

[۲۲-۱۲-۱۹۵۶ع-هالا]

●

نظر فريب نظارن وڏو فريب ڏنو،
خزان رسيده بهارن وڏو فريب ڏنو.

رهيا نہ مون سان جدائي ۾ همدم و غمخوار،
سحر ٿي ويٺي، ستارن وڏو فريب ڏنو.

وري تہ آسري دنيا جي ڪين لڳندس مان،
سدائين هن جي سهارن وڏو فريب ڏنو.

مون بيقرار کي خالي ڏنائون دلداري،
وري بہ پنهنجي ئي يارن وڏو فريب ڏنو.

غمن ۾ کلندو رهيس، ۽ خوشين رناڙي چڙهيو،
هميشه آهي بهارن وڏو فريب ڏنو.

سکن جو ساٿ ڇڏڻ لازمي نظر آيو،
قدم قدم تي قرارن وڏو فريب ڏنو.

پرائي پنهنجي کي سمجهڻ جو وقت ئي نہ مليو،
نظر جي شوخ اشارن وڏو فريب ڏنو.

حياتي ساري ٻئن جي ئي پيار ۾ گذري،
'فهيم' نقش و نگارن وڏو فريب ڏنو.

[١-٦-٥٩]

●

پيار ۽ تنهنجو پيار ڇا چئجي!
مست نظرن جو وار ڇا چئجي!

تنهنجو وعدو ۽ وعدو مون سان ڪيل، هو بہ هي اعتبار، ڇا چئجي!
توکي غيرن جي روبرو جاني! دوست، محبوب، يار، ڇا چئجي!
دل جي ويراني ۾ بہ تون آهين، توکي جانِ بهار، ڇا چئجي!
بيوفائي وفا جي بدلي ۾، شرم، کاوڙ، يا آر، ڇا چئجي!
بيوفا کي حسين لفظن ۾، اي دلِ داغدار، ڇا چئجي!
تنهنجي هوندي بہ دل جي تڙپڻ کي، بيقراري، قرار، ڇا چئجي!
منهنجون راهون پيو هو ڏسي اڄڪلهہ، حسن ۽ انتظار، ڇا چئجي!
جن کان ساوڻ جا مينهن شرمايا، سي اکيون اشڪبار، ڇا چئجي!
فکر ۽ فکر پانهي پنهنجو 'فهيم'، پاڻ کي بار بار، ڇا چئجي!

[٢٣-٦-١٩٦١ع- هالا]

●

تعلق آهي اهڙو ئي نظر جو ناز وارن سان،
ٿئي ٿو ربط جهڙي طرح لهرن جو ڪنارن سان.

ڪڏهن هيئن ڪونہ ٿيو آهي جو گل دامن ۾ اٽڪي پئي،
مگر اٽڪيو پوي دامن، گلن هوندي بہ خارن سان.

شبِ فرقت ۾ هي رئندا رهيا، هو تڙپندا رهيا،
ڪٿي رشکِ قمر ڪهڙي نہ تارن ۽ ستارن سان.

نہ گل ۾ بُو نہ رنگيني، جي هو ناهي تہ ڪجهہ ناهي،
طبيعت ڪيئن لڳي آخر، بهارن سان نظارن سان.

عجب جهڙا ٿيندا رشتہِ تقدير دنيا ۾،
تعلق ٿئي خزان سان ٿو، محبت ٿئي بهارن سان.

گذاري رات ساري ميڪشن بيگانگي ۾ ئي،
نہ ساقي آيو محفل ۾، نہ اڀريو چنڊ تارن سان.

گلِ خوشرنگ آخر پنهنجي فطرت تي ئي خوش ٿيندو،
اهو سوچي، مان پنهنجو گهر سجايان ويئو خارن سان.

ڪندن جي قرب تان صدقي! خزان ۾ ٻڻ جهليئون دامن،
اهي ئي وقتِ مشڪل تا نباهن درد وارن سان.

'فهيم' آهي محبت جو اثر ميدانِ الفت ۾،
زمين جي خاڪ هوندي، گڏ رهون ٿا ماهپارن سان.

[۲۱-۲-۶۰ع لاڙو]





# شاهنواز شاهه "عارف المولا"

سيد شاهنواز شاهه، تخلص "عارف المولا"، ولد سيد ذنل شاهه جيلاني، سنڌ جي ڪهنه مشق شاعرن ۾ شمار ٿئي ٿو. آڪٽوبر ١٩٢٢ع تي، ڳوٺ پير سجان علي شاهه، تعلقي شهداد پور ۾ ڄائو. سنڌ جي مشهور ڪلاسيڪي شاعر سيد حسن بخش جيلانيءَ جو پوٽو آهي. سنڌي، اردو، عربي ۽ فارسي ٻوليون ڄاڻي ٿو. مشهور صوفي محمد فقير کٽياڻ جي عارفانه صحبتن ڪيس رنگي رتو ڪري ڇڏيو، ۽ فقير صاحب جي طرفان مليل 'عارف' تخلص اختيار ڪري شاعري شروع ڪيائين. جناب مخدوم محمد زمان 'طالب المولا' سندس ڪلام جي اصلاح ڪئي آهي. سندس ڪلام ۾ رنگيني ۽ شيريني، لطافت ۽ سوز آهي. بهترين ڪافيون چيون اٿس. ڀاڻ موسيقيءَ تي ناقدانه نگاهه رکي ٿو، ۽ سٺو ڳائيندڙ به آهي. بيت، وايون، ڪافيون، ڪمت، لوڪ گيت، مثنوي، قصيدا ۽ غزل چيا اٿس. سندس گيتن ۾ عجيب سوز ۽ مستي آهي. سنڌ جي سيني مشهور رسالن ۾ سندس ڪلام ڇپيل آهي. "ڪلام حسن بخش" پاڻ سهيڙي ترتيب ڏنائين، جنهن کي سنڌي ادبي بورڊ ڇاپيو. هن وقت ڏنڙي، نزد شهداد پور ۾ رهي ٿو.

"عارف المولا" پنهنجي فني نقطه نگاهه کان سنڌي شاعريءَ ۾ انفرادي مقام حاصل ڪري چڪو آهي. سندس بيت ۽ ڪافيون نهايت سريليون ۽ رسيليون آهن. ڪافين ۾ تجنيس حرفيءَ جا رنگيني پيدا ڪئي آهي، اها 'عارف المولا' جي زبانداني‌ءَ جو ثبوت آهي. سهڻا ۽ منڙا لفظ سندس فن ۾ ائين ٿا لڳن، جئن مُنڊيءَ تي ٽڪا! بيت ۽ ڪافيءَ کي موجوده دور ۾ جن فنڪارن اوجر ڏنو آهي، تن ۾ 'عارف المولا' به شمار ڪيو وڃي ٿو. 'عارف المولا' جي فن، سنڌي ڪلاسيڪي فن ۽ هيئت کي زنده رکندي جي روح پرور ۽ دلاويز تجربا ڪيا آهن، اهي تحسين جي لائق آهن. افسوس اهو آهي ته ههڙي باڪمال شاعر جو ڪوبه مجموعه ڪلام اڃ تائين شايع ٿي نه سگهيو آهي.

’عارف المولا‘ طبع جو رنگين، يارن جو يار، ميڙن ۽ مجلسن جو مور، ادبين ۽ شاعرن جو پرخلوص دوست آهي. هن قحط الرجال ۾ اهڙن سباجهڙن ۽ پرخلوص شاعرن جو دم غنيمت آهي. —ادارو.

## بيت

### [لوڪ سينگار]

چيلا ڪنيو چوڪريءَ، وڏا ٿي واڙي،
ڪارا نانگ ڪاهن تان، لٽا لتاڙي،
چِڱِند چوڙي چڙهيون، ڳِتون ڳتاڙي،
سيني سينڌل چڙهيو، لوئيءَ کي لاڙي،
بوندن بهاريون ڪيون، مکڙو مناڙي،
چولو چست چنبيل کي، وريو ولاڙي،
گونتا گلبدن جا، بيٺا آرهه آياڙي،
اعليٰ عين عجيب جا، چوڏس چمڪاڙي،
پينيءَ برابر اڇي، ڪنتر ڪچاڙي،
چيلهه چيلهه تي چاندني، چيتا چيهاڙي،
چيهي چرن چوڙيل جا، راسين رناڙي،
وچون وسڻ آئيون، پدمڻيءَ پاڙي،
پسي هلڻ حبيب جو، هاٿي هرڪياڙي،
شاهن شوڪارا هنيا، ڪن گهايل گهوڙا ڙي!
دليون لک ڏاڙي، ’عارف‘ عجبين هنيون!

### [لوڪ بيت سرمارئي]

ماڙيءَ چڙهيو مارئي، ڪري هُل هنبَس،
پچي پانڌ پنڙن ڪان، ڏوٿيڙن جا ڏس،
ادبون اباڻن ڏي، ڪڪرن ڪني ڪَسَ،
جهڙُن جهالڪيڙن تي، وَسي ڪيا وَس،
ساري سانگيڙن جا، گولاڙا ۽ گَس،
ساري سانگهڙن کي، نيرَ وهائي نَس،
ساري سانگهڙن کي، ڪوهيڙا ۽ ڪَسَ،

ساري سانگيڙن کي، جا رهائيون ۽ رَس،
ساري سانگيڙن کي، ترايون ۽ تَس،
پيڙون پاٿا لَڱار لاٿا، ساري ٿي سرَس،
پنيو پاراتا ڏيو، ٿي وار چني وينگس،
ويچاريءَ وڳر لٿ، وڏا ڪيا وَس،
آچليو وجهي آگ ۾، هيرا چوڙا هَس،
دل تي درمانديءَ جي، دردن لاتا دَس،
'عارف' چئي امير ڪَنر، هيڻن تي نہ هوَس،
سڱيءَ سان تون سومرا، خانَ ڇڏي ڏي ڪَس،
تہ وڃي ويچاري وني، چيڙن منجهان چَس،
بندياڻي پيوَس، ڪڏي ڇڏ تون ڪوٽ مان!

*　　*　　*

( ١ )

همہ کي حق چئي، ٻهائيءَ کي ٻوڙ.
پنهنجي جُسي جانِ کي، جانب سان تون جوڙ،
والله بِڪُلِ شيءِ محيط، نيڏائيءَ کي توڙ،
نفي سيري اينهن جا، خفيءَ خيما کوڙ،
وحدت وني ووڙ، 'عارف' تون الله کي!

( ٢ )

سورهيہ سانگا سَتَ، جيئڻ جا جهانَ مان،
مردانو ٿي موت جا، سونجهارا سپ سَتَ،
لنگ لاڳاپا لوڪ جا، لاهوتي سپ لَتَ،
خانَ مرِي تون ڪَٽ، مشاهد ومحبوب جو!

( ٣ )

آيائي آمين، سير ڏينهن جا سورما،
ڪَڏيو ڪلاڙن ڪان، ڪرلڪها ڪهائين،
عاشق پنهنجا انگڙا، وَر ڏيو ويائين،
ڪاتيءَ هينان ڪاهڙي، ڪنڌ نہ ڪيالين،
سيسيون سوريءَ چاڙهيو، تانگا نجالين،
عاشق اناالحق جا، گيت پلا ڳائين،
ليهي لپائين، 'عارف مولي' عشق کي!

## ڪافيون

*

اسان عشق ڪيو اُستاد،
سڀئي ٻيا سڀ ٻيڪ ٻهانا!

برهه جو ٻاري ٻار ڪنيوسين، لڪي نه ڀر اظهار ڪنيوسين،
آهيون دردن ۾ دلشاد، ترڪ ڪياسين شوق شاهانا!

حضرت حُسن ڏٺي حيراني، 'خاق الآدم' مليو جاني،
برهه جو هي بنياد، هر شيء ۾ ٿيا نينهن نشانا!

در دلبر جي ڪيون غلامي، محب مٺي جي مڃي امامي،
ولي عشق سندو ارشاد، سچي سچاپاسون ميخانا!

غرض گناهه ثواب جو ناهي، حضرت عشق اڳيان ٿيو آهي،
دو جڳ کان ٿي دل آزاد، سَو سَو حمد لکين شڪرانا!

'عارف مرلي' عشق عجائب، ورد وظائف ٿيا سڀ غائب،
ٿيا علم و عقل برباد، پيرت پياريا پُر پيمانا!

*

لنڊاڪيون ننڊاڪيون، نمائيون نمائيون،
اچن باز وانگر اڏائيون اڏائيون.

ڪنوريون ڪنواريون، ۽ ڪاريون ڪنواريون،
سي مدهوش مٺي نوش سهڻيون سولهاريون:
رسيليون رسيليون، صدا راڄ رائيون!

تکا تير لخچير ڪن سير ماري،
نه طاقت آ ڪنهن کي جو تن ڏي نهاري:
وڃهن گهورَ هڪ سان گهٽن منجهه گهائيون!

اهي عين ازَ هنگ الماس آهن،
بنا خوف، بي ترس، بي قياس آهن:
چڪائين چٽ پٽ نه پمڙون پرائيون!

اچي جيڪو اڳيان انهيء وڻ گهائن،
ڪئين نات لانگا ڪيو ٿيون نچائن:
ٻکئي شينهن وانگر وتن ٿيون برائيون!

وڏا وارَ وَر وَر وِجهن ونگ ووڙي،
ڪلهن تي ڦرين ڇڏيا ڇيڪ ڇوڙي:
سَنهي سينڌ اڳيان لُڏن لال ڏانهون!

اهي ڏند هيرا ۽ مرجان موتي،
ستارن سان مڙهيل سٺي پاڪ پوتي:
وٺن حورون پريون اڳيان تن وڪائيون!

اهي نيڻ نرگس ۽ لبڙا گلابي،
اهي ڳوڙهيون ڳهريَل شرابي شرابي:
وِجهيو ونگ ونڪيون وڃن الڳ وائيون!

انهن سان ادا ڙي، ستان دل اڙائين،
اڙائين ته هنتي ستان ڀير ڀائين:
آلهن ڪهڙا مُل جيڪي آهن چُڪائيون.

اکيون ڪن اکين جي ته 'عارف' غلامي،
سڪندر ۽ دارا سوين در سلامي:
وڏا ڀاڳ جن سان رُچي ڪن رهائيون!

## گيت

### توکي دل ٿي ساري، ساجن!

توکي دل ٿي ساري، ساجن - توکي دل ٿي ساري!
منهن مهتاب مبارڪ جي منجهه شمس و قمر چانڊاڻ ڏسي،
رات آنڌاريءَ منجهه تنهنجن پر زلفن جي ڪاراڻ ڏسي:
دنيا عقبيٰ ڪي اورانگهي وينس پاڻ وساري!

نرمل ناز منجهاران نڪري جڏهن هلين ٿو جاني،
جن، ملڪ، انسان، پريون، ٿيا شمس و قمر قرباني:
دو جڳ موهيا تنهنجي جانب ادنيٰ ايڪ اشاري!

تنهنجي جدائي ۾ او جاني، ڏکيا ڏينهن گذاريان،
صبح سويرو ڪانگ اڏاريان، وَرَ ڏِيو واٽ نهاريان:
وڻ ٽڻ ۾ واجهايو دلڙي ڪونگ وانگ ڪوڪاري!

قرب جي ڪيشتي لهرين لوڏي، پئي منجھ پاتار،
مَڪڙي مُرڪيي، ونجهه وساڻا، ٻيڙيا مَچ هزار:
ٻاجھ منجهان هي ڀڳل ٻيڙي وچ تون پار اڪاري!

ڪوجهو ڪارو، اڪيلو ڪِدلو، 'عارف' تنهنجو آهيان،
اکيون اوهان جون آسرونديون، پئي ڏي ڪمن واجهايان:
ڪين ڇڏيندس در اي دلبر، تنهنجي پَيس پناري،
توکي دل تي ساري، ساجن! توکي دل تي ساري.

## قطعا

( ۱ )

تير و خنجر ڏِٺم، تلوار ڏِٺم،   ابر باران ڏٺم، بهار ڏٺم؛
مي ۽ ڏٺم، ساغر ۽ خمار ڏٺم،   نرگس و نيل و آبشار ڏٺم؛
تنهنجي اکڙين جو آ قسم مون کي،   تنهنجي نيڻن تان سڀ نثار ڏٺم!
مست بادل سياه سار ڏٺم،   ظلمتِ شب کي بي حصار ڏٺم؛
دام و زنجير طوق و تار ڏٺم،   مشڪ و عنبر ڏٺم، زنار ڏٺم؛
تنهنجي زلفن جو آ قسم مون کي،   تنهنجي وارن تان سڀ نثار ڏٺم!

( ۲ )

اشارا چشم جا پيغامِ الفت،   سراپا پار آهي رشڪِ جنت؛
ڪهڙي ڪهورن کيا ڪنين ڪهوٽ ڪهائل،   ڇڏي وينا جم و جمشيد همت!

( ۲ )

نگاهن جو تصادم، برق و باران،   جگر جا زخم ٿيا رنگِ بهاران؛
ڏسي تيرِ نگهه جا تيز پالا،   حياتيون ڪن فدا ڪئين جان نثاران!

( ۴ )

زندگي درد و غم جو نام آهي،   ذهن گردش ۾ صبح و شام آهي؛
هن زمين تي ملي ٿو غم جو شراب،   آسمان حسرتن جو جام آهي!



# سيد احسن الهاشمي ”احسن“

سيد احسن الهاشمي ’احسن‘ پنهنجي مختصر سوانح هن طرح بيان ڪئي آهي:

نالو: سيد حسن شاهه ولد سيد مٺن شاهه. مٽياري سادات جي اجنائي پاڙي سان هي سلسلهٔ نسب حضرت امام هفتم جناب موسيٰ ڪاظم عليه السلام سان ملي ٿو.

تاريخ پيدائش: ٢٣- سيپٽمبر ١٩٢٣ع. مقام: ٽنڊو مير نورمحمد، لڳ گُدو بندر، جو هن وقت شاهه لطيف آباد ۾ اچي وڃي ٿو.

تعليم: ابتدائي تعليم گدو بندر گورنمينٽ پرائمري اسڪول، تي ۽ چار درجا سنڌي ناڪالين پرائمري اسڪول ڪوٽڙي، نورمحمد هاءِ اسڪول حيدرآباد، اورينٽل ڪاليج امرتسر ۽ درسگاهِ عالم نژاد جاشڪ ايران.

شاعري: سخن جي ابتدائي مرحلن ۾ اخوني محترم قبله سيد حيدرشاهه ’حيدر‘ منهنجي رهنمائي ڪئي. ذوقِ سخن قبله ’طالب المولىٰ‘ سائينءَ جي صحبت ۽ رفاقت جو مرهونِ منت رهيو: هر قدم ۽ هر وقت تي پاڻ منهنجي حوصله افزائي ڪندا رهيا آهن.

سخن جي ابتدا ٽيرهن ورهين جي عمر ۾ هڪ شڪسته ڪلام سان ٿي:

ڪينن ڪريان، ڪاڏي وڃان، ڪيو قرب ۾ قابو قريب،
دل اندر درونهي دکائي، عشق ۾ آهي عجيب:

تون ڏسين هيڪر ته ڏهه پيرا ڏکويل خوش ٿين،
جي ڪرين غفلت ته غم ۾ ٿيو وڃن غائب غريب!

پندرهن ورهين جي عمر ۾ ٽائيفائيڊ نهايت نحيف ڪري وڌو. قبله والد صاحب مرحوم سون کي حضرت غوث الحق مخدوم لوح سرور شاهه رحه جي درگاهه تي دعا لاءِ وٺي ويا. سون هڪ دعائيه قصيدو لکيو، جنهن جو فقط هڪ بند ياد آهي:

نوح! تنهنجي فيض جي شهرت سُٺي،
تنهنجي عاليشان تي عزت سُٺي؛

مرشدِ من نوح تنهنجو نام ٿيو،
فيض تنهنجو جارِ خاص و عام ٿيو؛

بر درِ تو آمدم باخسته دل،
خسته شد ديرينه از روزِ ازل.

فني غلطي هوندي به هي دعائيه ڪلام ان وقت جي اهلِ ذوق کي ڏاڍو پسند آيو، ۽ حضرت قبله مخدوم غلام محمد سائين سون کي پنج روپيا دعا جا عطا فرمايا.

ان زماني ۾ منهنجي طبع جي رواني ڪافي اوج تي هئي. ڪجهه ڪو ڪلام چمن، پر قدرت طرفان پير ۾ چڪر ازل کان لکيل هو، ۽ لڏپلاڻ به هميشه رهندي پئي آئي، ان ڪري اهو بياض هيڏانهن هوڏانهن ٿي ويو! البت پنجن-ڇهن سالن کان پوءِ هڪ-ٻن مشاعرن ۾ سون پنهنجا غزل ٻين جي واتان ٻڌا ۽ مجبور ٿي ڏاڍي فراخدليءَ سان ان شعراء حضرات کي داد پئي ڏنم، جن کي منهنجو غزل پنهنجي تخلص تحت پڙهڻ به پورو نٿي آيو.

ان زماني ۾ آءٌ پنهنجي زمينداريءَ تي رهندو هوس. پهراڙيءَ جو ماحول ۽ مجلس جو رنگ نرالو ٿيندو آهي. البيلي طبيعت، نوڪر چاڪر، گهوڙا پيڙا، مائٽن جي لاڏ پيار، اهڙن سڀني گڏجي سون کي علمي عظمت حاصل ڪرڻ جي راهه کان دور ڪري ڇڏيو. تعليم مڪمل نه ڪري سگهيس، جنهن جو سون کي مرڻ تائين ملال رهندو.

نه ڏي پئي ڪنهن کي ڪو الزام 'احسن'،
تو پنهنجي پاڻ سان ٿي دشمني ڪئي!

ان وچ ۾ تحريڪ پاڪستان زور وٺي وئي. آءٌ سياست ۾ عملي طرح داخل ٿيس، ۽ ٿوري عرصي ۾ سالار صوبه سنڌ مسلم ليگ نيشنل گارڊس ۽ مسلم ليگ ڪائونسل جو ميمبر ٿيس، ۽ حصول پاڪستان جي جدوجهد ۾ وڏي اهميت واري تحريڪ، يعني خضر حيات وزارت جي خلاف ايجيٽيشن جي سلسلي ۾ ملتان ۾ سون وڏو ڪردار ادا ڪيو؛ مگر افسوس جو حصولِ پاڪستان بعد ان قربانيءَ جو سهرو ڪن سرمايه دارن ۽ چاپلوسن جي سر چڙهيو.

خچر کي خلعتِ زرين عطا ٿي،
سندم محنت وئي ڪنڌ جي ترِي ۾؛

انهن کسي جسار بلوّرين ۽ هشن ۾،
جي پنندا ها لنمي جيستيي کري ۾.

اچي ويو منهنجي قسمت جو ستارو،
آنهجي اوچتو ڪهڙي اري ۾.

نہ ٿي ويجهو اسيرن ساڻ 'احسن'،
اٿيشي عافيت عزت پري ۾!

۵۳-۱۹۵۴ع ڌاري حضرت 'طالب المولىٰ' سائين وري بزمِ سخن کي عظمت بخشي، ۽ هرمهيني مشاعرا ۽ ادبي نشستون ٿيڻ لڳيون. مون ان عرصي ۾ تمام گهڻا غزل، قصيدا، طوطي نامہ المختصر تہ گهڻو ذخيرو جمع ڪيو، جو منهنجي لختِ جگر رياض الهاشمي هڪ ڪتابي صورت ۾ لکيو آهي. ۱۹۶۰ع ۾ مون ٽنڊي آدم مان هجرت ڪري وري پنهنجي زمينداريءَ تي سکونت اختيار ڪئي. اهو سرمايو بہ آنهجي ڪيڏانهن ويو؟ نهايت گهڻي ڳولا ڪيم، تہ بہ هٿ ڪونہ آيو. ۱۹۶۰ع کان پوءِ وارو جيڪو ڪلام هو، سو بہ جون ۱۹۶۸ع ۾ هڪ سفر ۾ ريل اندر رهجي ويو!

قبلہ 'طالب المولىٰ' سائين ۽ محترم گرامي صاحب ۽ منهنجي مشفق 'بيخود' حسيني صاحب جي جٿ ڦٽ ڪري، وري ڪجهہ وسريل ڪلام ۽ ڪجهہ نئون ڪلام گڏ ڪيو اٿم، جو عنقريب سندن حوالي ڪيو ويندو.

ڪو رهزنِ ادب کي پلي ڏئي سندم پيار،
'احسن' وري آ جمع ڪئي دولتِ ڪلام!

*　　　*　　　*

'احسن' صاحب هڪ قادرالڪلام ۽ پختہ گو شاعر آهي. افسوس هي آهي تہ زماني جي ستم ظريفيءَ ڪري معاش جي ڪاروبار ۾ اهڙو تہ مشغول آهي، جو هن ذوق ڏانهن توجهہ ڏئي نہ سگهيو آهي. سندس سنڌي، اردو ۽ فارسي ڪلام استادانہ رنگ تي مشتمل آهي. پختگي ۽ شيريني، شوخي ۽ لکتہ طرازي سندس ڪلام جو روح آهي. غزل، قطعي ۽ قصيدي تي استادانہ دسترسي حاصل اٿس. ڪلام پڙهڻ جو ڍنگ بہ نهايت معياري ۽ دلنشين اٿس. سندس اندازِ بيان محفل ۽ سامعين کي مسحور ڪري ڇڏي ٿو. ان طرح هڪ قادرالڪلام خطيب ۽ شعلہ بار مقرّر بہ آهي. بهرحال 'احسن' جامع الفنون آهي، پر زماني جي ستم ظريفيءَ هڪ اديب ۽ فنڪار کي دائرہ فن و ادب کان ٻاهر ڪري ڇڏيو آهي. —ادارو

# غزل

●

مون کي حاصل ٿـي، خزان مـان دولتِ صبر و قـرار،
چپ اي بلبل، نـه منهنجي زيست جـي خـامـوش تـار.

مـون وري وحـشـت ۾ ويھي، ذرا ذرا کيا رفـو،
جـو کمالِ هـوش ۾ ٿـي ويـو گـريبان تـار تـار.

هيت ٿيو خوابِ گران ۽ خـتـم هيت خـوابِ حـيات،
مـرحـبـا هئو وعـدهٔ شـب، مـرحبا هيي انـتـظـار.

منزلون سـپ نـزع جـون آسان، يکسر ٿـي ويـن،
تـون خـدا جي واسطي مون ڏي رکو مشکي نهار.

چـو نـه ٿئي منهنجي خزان ۾ موسمِ گل جـو مـزو،
منهنجي آهن جون هوائون، منهنجي اشکن جي بهار.

مدّعا محشر جـي شـايـد هيئن اچـي سـر روئـي کار،
هـو کري جـي اعـتـرافِ لـغـزشِ بـانـے وقـار.

ڏينهن ڏون آمـي حياتي، پـو ملي ٿئي يـا نصيب،
اچ تـه کـو دم ٻاڻ ۾ گڏجي کريون کي چار چار.

کـير پـيـو هـن ’احسن‘ آشفته ري، سـهـروا کـندو،
تنهنجي ابـروء جـي اشـاري تـان تصدّق وار وار.

●

رهيو آ تنهنجي ستـم تـي سدا غـرور مون کي،
خدا جو سونهن، ته نه رکجئين، غمن کان دور مون کي.

اي درد، طاقتِ بـرداشـت کـي تسلـّي ڏجئين،
جـو يار ٻاڻ بـه سمجهي ٿـو بي قصور مون کي.

شعور غـمـن ۾ نقشِ قـدم تـي سـجـدا کـير،
بـه کوئي غـيـر ولـي آيـو لاشعور مون کي.

پلي تـه کشمکشِ مـرگ و زندگي ٿـي طـويل،
اچا بـه ديدهٔ پُرنم سان کجھ تـه گهور مون کي.

کـير ٿـي رولي جي آزيون، سي ٻـاد اچ آيـو،
ڏنو آ موت جي هيڏکين، عجب سرور مون کي.

نه روڪ، مون کي نهارڻ کان، ناز وارن ڏي،
خدا ڏنو آ ڏسڻ لئه اکين ۾ نور مون کي.
غبار منزلِ جانان ۾ نور آهه 'احسن'،
نظر ۾ آهو درِ يار، ڪوهِ طور مون کي.



حسن ٿي جلوه گر، ڪٿي نه ڪٿي،
عشق جي ٿي خبر، ڪٿي نه ڪٿي.
يا هيٺ، يا هُتي، ڪنديون آخر، منهنجون آهون اثر، ڪٿي نه ڪٿي.
بخت جي رات ٿي ته ڇا ٿي پيو، ٿيندي سحر، ڪٿي نه ڪٿي.
ڇو ڪجي انتظار منزل جو، ختم ٿيندو سفر، ڪٿي نه ڪٿي.
راهه فانيءَ ۾ ڪر نه فڪرِ سراءِ، رات ٿيندي بسر، ڪٿي نه ڪٿي.
آهه عاصي، مگر بهشتن ۾، 'احسن' ايندو نظر، ڪٿي نه ڪٿي.

## قطعا

( ١ )

مون نه حُجَّت جو اختصار ڪيو، بس ڪٿي هن تي اعتبار ڪيو؛
هن جي صدقي ۾ اي قضا تنهنجو، مون سڄي رات انتظار ڪيو!

( ٢ )

شرحِ غم جو مون اختصار ڪيو، ڪجهه ته هلڪو غمن جو بار ڪيو؛
چاڪِ دامن لئه ٿيو ڪمالِ جنون، مون ٿيل دل کي تار تار ڪيو!

( ٣ )

ياد ٿم عهدِ وصل واري رات، مون ۽ قسمت ڪٿي ڇا ڪاري رات؛
آءٌ ته جاڳيس ٿي يار تنهنجي لئه، ياڳ منهنجي ستل هو ساري رات!

( ٤ )

پنهنجي وعدن سان همڪنار نه ڪر، هي تقاضائن بار بار نه ڪر؛
تنهنجي مرضي جڏهن ڪيئي اچجئين، مون کي پابندِ اعتبار نه ڪر!

( ٥ )

ڪير وعدن سان همڪنار ٿيو، ڪير ٿو جنهن تي اعتبار ٿيو؛
نزع جي وقت تورو ياد آئين، بس الهيءَ سهل انتظار ٿيو!

( ٦ )

علم ۾ ڏنگ، مفلسيءَ سان جنگ، دانشِ فن ڪمال، دل ٻي رنگ؛
ڪٿين رديفِ سخن مسلي جو آهه، پيٽ جي شاعريءَ جو قافيو تنگ.

( ٧ )

ڪمتري کي ذليل و خوار ڏٺم، دوشِ انسانيت تي بار ڏٺم؛
عشق جڏهين به بي نياز ٿيو، حسن مجبورِ انتظار ڏٺم.

( ٨ )

زندگي انسان لئه دشنام ٿي، موت آيو مژدهٔ آرام ٿي؛
قبر ۾ 'احسن' اڪيلا پون مليون، آءٌ ٿيس آزاد، زهرِ دام ٿي!

( ٩ )

ڪڏهن به پنهنجي پرائي جو فرق ڪو نه رکيم،
سڄي ڄمار گذاري سون قرب ڪيجي ٿي؛
فلڪ، نصيب، زمانو ۽ زندگي، 'احسن'،
رُهي سون راند سڀن سان، غمن جو پيچي ٿي!





# حافظ شاهه "ناطق" حسيني

سيد حافظ شاهه، تخلص "ناطق" حسيني، ٽکڙ جي مردم خيز ڳوٺ ۾، ٢٦-فيبروري ١٩٢٦ع تي ڄائو. علامه سيد اسدالله شاهه "فدا" ٽکڙائيءَ جو پوٽو ۽ مرحوم محمد حافظ شاهه جو ڏهٽو آهي. علمي ماحول ۽ ٽکڙ جي زمين جي اثر ڪري، سندس ننڍپڻ کان ئي شعر و ادب ڏانهن لاڙو رهيو. مرحوم حافظ هارون 'دلگير' ۽ مرحوم حافظ عبدالله 'بسمل' وٽ مڪتب ۾ ديني تعليم ورتي، حيدرآباد اچي، ١٩٤٥ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين. ڊي. جي سنڌ نئشنل ڪاليج حيدرآباد مان انٽر ڪري، ١٩٥٠ع ۾ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ مان وڪالت پاس ڪيائين، ۽ ١٩٥١ع ۾ سنڌ مدرسه آرٽس ڪاليج مان بي. اي ٿيو. حافظ شاهه مضمون نويسي ۽ افسانه نگاريءَ ۾ به چڱو جوهر ڏيکاريو. 'تباهي'، 'داستان غم'، 'آئين زندگي' ۽ 'چلولي' ڪتابن جو مصنف آهي. اداره سنڌي ادب ٽنڊي محمد خان جو گذريل پندرهن سالن کان صدر آهي. ١٩٥٣ع ۾ شاعري شروع ڪيائين. ڪجهه وقت "جمعيت الشعراء سنڌ" جو نائب صدر به رهي چڪو آهي. هن وقت ٽنڊي محمد خان ۾ وڪالت ڪري رهيو آهي. سندس ڪلام جو بيشتر حصو ڪرامي صاحب جي اصلاح جو مرهون منت آهي.

'ناطق' حسيني، ٽکڙ جي مردم خيز خطي سان وابستگيءَ ڪري، شعر و شاعريءَ جو پاڪيزه فن رکي ٿو. سندس عشقيه ڪلام ابتذال کان پاڪ آهي. نازڪ ۽ رنگين خيالات ۽ جذبات سندس شاعري جو روح آهي. غزل ۽ نظم جو شاعر آهي، ان ڪري سندس شاعريءَ جو دامن غزل جي رنگينيءَ ۽ ڪنايات جي پختگيءَ سان پربل آهي. اشاري ۽ ڪنايي ۾ اهو سڀڪجهه چئي وڃي ٿو، جو هوند طول طويل نظم ۾ مس ادا ڪري سگهجي. سندس غزل اگرچه ننڍين بحرن ۾ آهن، تاهم فني حيثيت سان دل ۾ چڀندڙ آهن. جذبات جي فراواني ۽

انداز بيان جي دلڪشي، سندس فن جو روح آهي. اميد ته مشق ۽ رياض سان سندس فن ان معيار تي پهچندو، جتي قادرالڪلام شاعر پهچي چڪا آهن. وڪالت جهڙي خشڪ ۽ دماغي ڌنڌي سان گڏ شاعريءَ جو ذوق سليم غنيمت آهي. ـــ ادارو

## بيت

( ١ )

الله کو هُجي، جو سنيهو ڏئي سڄڻين،
ايڏي کا اپوجهه سان، ڪنّهائي ڪجي،
جانب جدائي ۾، آب اکيان اچي،
لڇي ۽ پڇي، دلڙي درد فراق ۾!

( ٢ )

الله کو وڃي، سنيهو ڏئي سڄڻين،
مسڪين تي منڙا، چو پيرو چڏلي پچي،
درد چڏيو آ دل کي، پچاري جيان پچي،
منت مجيب مڃي، اگهه آ عجيب تون!

( ٣ )

الله شال کو، سنيهو ڏئي سڄڻين،
وساري والهيءَ کي، ويٺين وڃي ڇو،
ايڏي ڪئي تو، ڪنّهائي ڪميڻيءَ سان!

( ٤ )

اچا اٺي جٺن، مرين چو نه محبن لاءِ،
ڪاهو ڪاچ سلوٹا، مرڪيو مست ٹٹن،
منڙي جي مهر پڻ، لڳئي ڪوڻ هنئين،
وڏي هولد ڏئين، سر کي سڄڻ ڪاڻ تون.

( ٥ )

اچا توکي پاڻ، لالڻ جو لڳو ناءِ،
سورن ۽ سختين جي، توکي کهڙي ڄاڻ،
پهرين وڃائي پاڻ، پوءِ پڇج پريٺون.

( ٦ )

اچا تو کو پنڌ، ڪيو ڪونه پرين لاءِ،
ڏکن ڪان ڏکي هي، قابو رک مُ ڪنڌ،
وڻي پکو ڪيڻ ٽئي، پرت سندو پيوند،
ڳولهين هرهڪ هنڌ، حبيبن لڻ ڪوڻ ڪو؟

## گيت

وڇڙيو سون ڪان منهنجو ساجن،
آگ لڳي آهي سيني ۾ـ
جليو سندم آ سارو تن!

نيڻ نمن ٿا پلپل هائي، چين نه مون کي ڪنهن پل آهي؛
تو بن ساجن جيوڻ جاهي، دل کي ڏکويو ڏاڍو دردن:
وڇڙيو سون ڪان منهنجو ساجن.

تارن سان سان ڪريان ٻاتيون، تڙپان ڏڪان سڄيون راتيون،
گذريون اهڙيون ڪئين پرڀاتيون، ننڊ نه ڪٿي ڪڏهين پئي لنئن:
وڇڙيو سون ڪان منهنجو ساڄن.

جانب ويو تا دنيا اجڙي، تهندي تهندي قسمت بگڙي،
جنجل پنجي ونئي آ جندڙي، ماريو لوڪ جي طعنن تنڪين:
وڇڙيو سون ڪان منهنجو ساڄن.

## نظم

### ڪوه مري

فطرت جي راز تان هتي آهي ڪئيل نقاب،
هرسو نظر اچي ٿو پيو حسن لاجواب:
هر شئي ڪي دل ڦرڻ جو مليو ڍنگ آ عجيب،
مستي ۾ هرڪو جهومي پيو پي پٺي شراب!

اکڙ وسائيندو ٿو رهي پوند آسمان،
هر وقت آهه ڪيف ۾ راحت پيو حڪمران:
شوقِ نظر ٿو تيز ٿئي هر گهڙيءَ هتي،
اکڙين ۾ هرڪنهن جي محبت جو داستان.

جهڙ تڙ ۾ شوخ رنگ ٿا ڏاڍا لڳن عجيب،
دلڪش ڪي دور ڪان ٿا لڳن، ڪي سڀنهن قريب:
مکڙا گلاب والکيان ٿا ٽهڪندا رهن،
مدهوش جو نه ٿي وڃي سو آهه بدنصيب.

ڪا روڪ ناهي دعوتِ ديدار آهه عام،
هرسو وڇايو زلف سيه فام آهه دام:
آئي ۾ ڪو رهي سگهي ڪنهن کي مجال آ،
حملو ڪري ٿو حسن هتي روز، صبح و شام.

هر ڏينهن دلفريب ۽ هر رات دلپذير،
هر ڏينهن بي مثال ته هر رات بي نظير:
هڪ چنڊ آسمان تي روشن رهي سدا،
روشن ٿا هر قدم تي رهن چنڊ هت ڪثير.

قدرت سندو عجيب ترين آ هتي جو باغ،
ڌوپي ٿو درد دل سندو، چمڪي اٿي ٿو داغ:
گل ڦل گهڻا هتي ٿي مگر مثل گلعذار،
جن جي بدن جي بو ٿي معطر ڪري دماغ.

دڪڙا سڀئي ٿيا هيٺ هتي عرش جي قريب،
خوش ٿو رهي امير ۽ مسرور آ غريب:
فطرت سندا خزينا مي يڪسان ٿا سڀ لٽين،
اهڙو مثال ڪنهن نه ڏٺو هوندو ڪو عجيب.

قائم رهي اي 'ڪوه مري' تنهنجو شل شباب،
دل کي چڪيندو ٿو رهي تنهنجو هي آب و تاب:
تنهنجا ٻڌي نظارا ڪجن غم سڀئي پري،
'حافظ' هلي اچي اتي يارن سان همرڪاب.

## غزل



وقت ڏک جو طبيب سمجهان ٿو،
سک سندو هي نقيب سمجهان ٿو.

جا ٻه شئي ياد کان رکي غافل، تنهن کي پنهنجو رقيب سمجهان ٿو.
تنهنجي قدمن کان دور رهندي پي، توکي هردم قريب سمجهان ٿو.
پل ٻه هڪڙو پرين پري نه ٿين، پنهنجو ڪيڏو اصيب سمجهان ٿو.
بيقراري ۽ پيار جي دل ۾! هي تغير عجيب سمجهان ٿو.
شمع اميد آهه ٿي روشن، ڪاميابي قريب سمجهان ٿو.

غم نه ڪر، هجر يار ۾ 'حافظ'،
تنهنجو ايندو حبيب، سمجهان ٿو.

●

زندگي سان پيار ڪير ڪري،
عاقبت ڪي نثار ڪير ڪري؟

مون تہ رخت سفر بہ آه ٻڌو، سائين ڪي تيار ڪير ڪري.
وصل جي آرزو بہ ڪين رهي، چشم تر اشڪبار ڪير ڪري.
هڪ دفع التماس ڪي نہ مڃيون، التجا بار بار ڪير ڪري.
شوق مجنون ٿيڻ جو ڏاڍو پر، پيرهن تار تار ڪير ڪري.
هُن فراموش دل ڪئي يڪلخت، يار تي اعتبار ڪير ڪري.
سر وڃڻ جو جتي هجي خطرو، راه سا اختيار ڪير ڪري.

گل و بلبل ڪي ڳائجي ليڪن،
اجڙيل دل بهار ڪير ڪري.





# شبير "هاتف"

سنڌي ادب ۾ جي نوجوان شاعر ذوق جماليات جي ترجماني ڪن ٿا ۽ جن جي شاعري خالص عشقيه چئي وڃي ٿي، تن ۾ شبير 'هاتف' هڪ منفرد مقام حاصل ڪري چڪو آهي. سندس تغزل فني لحاظ سان پنهنجي معاصر نوجوان شاعرن ۾ جنهن بلندي تي پهتل آهي، ان جو داد وڏن وڏن قادرالڪلام استاد شاعرن به ڏنو آهي. سندس غزل عرياني ۽ فحاشي کان پاڪ آهي. تغزل جي زبان نهايت صاف آهي، ۽ اسلوب رنگين اٿس. نهايت نازڪ ۽ مغلق مضمونن کي رمز ۽ ڪنايي جي انداز ۾ بيان ڪرڻ تي دسترس حاصل اٿس. سندس فن کي ڏسڻ کان پوءِ اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته اگر فن تي رياض ۽ مشق سخن جاري رهيا ته پوءِ سندس فن دوامي شهرت جو مالڪ ثابت ٿيندو ۽ ٽکڙ جي عظمت رفته کي قائم رکي سگهندو.

شبير علي شاه "هاتف" ولد مرحوم سيد الله بخش شاه ٽکڙائي، ۴- اپريل ۱۹۴۰ع تي، ڳوٺ ٽکڙ ضلعي حيدرآباد ۾ تولد ٿيو.

تعليم: پرائمري تعليم حافظن جي مڪتب ٽکڙ ۽ قاضي عبدالقيوم سڪول حيدرآباد ۾ ورتائين، ۽ مئٽرڪ نورمحمد هاءِ سڪول حيدرآباد مان ۱۹۵۷ع ۾ پاس ڪيائين. ان کان پوءِ گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد مان ۱۹۶۰ع ۾ انٽر پاس ڪري، ۱۹۶۳ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان علم طبقات الارض (Geology) ۾ بي. ايس. سي. (آنرز) پاس ڪيائين.

مشغلو: ۱۹۶۳ع کان مغربي پاڪستان واپڊا ۾ جونئر جيالاجسٽ جي حيثيت سان شموليت ڪيائين، جتي سنڌ ۽ مغربي پاڪستان جي مختلف حصن ۾ زير زميني پاڻيءَ کي استعمال ڪرڻ ۽ سم ۽ ڪلر کي ختم ڪرڻ لاءِ تحقيق ۾ حصو وٺي رهيو آهي.

شاعري: ڪجھ پنھنجي ذوق، ڪجھ خانداني روايت، ۽ ڪجھ پنھنجي پياءُ ڊاڪٽر اسدالله شاھ ’بيخود‘ حسينيءَ جي ترغيب جي اثر ڪري، ۱۹۵۴ع ۾ شاعريءَ جي شروعات ڪيائين. ان نومشقي جي دؤر ۾ محمد خان ’غني‘ کي ڪلام ڏيکاريندو رهيو. ان کان پوءِ پختو ڪلام چوندي مولانا گرامي صاحب جي اصلاح ۽ تربيت ۾ رهيو. ان دؤر جي شاعريءَ کيس سنڌي ادب ۾ ممتاز جڳھ ڏني. اڳتي هلي جناب مخدوم محمد زمان ”طالب المولا“ جي مشورن سندس شاعريءَ کي بام عروج تي پهچايو. غزل، رباعي ۽ قطعا سندس پسنديده صنفون آهن. — ادارو.

* * *

## نظم

### هاڻ دير بون نہ ڪر

سون کي اهڙي سدا سهڻي محبوب جي هئي تلاش،
حسن جي عظمتن جو ڪو اعليٰ نمونو هجي؛
جنھن جي آغوش جون نرميون برگِ گل کان گداز،
جنھن جي نازڪ خراميءَ تي بادِ صبا کي بہ ناز؛
جنھن جي هڪڙي جھلڪ چشمِ فطرت کي تسڪين ڏئي:
توکي ڳولي لڌو منھنجي ذوقِ نظر — هاڻ دير بون نہ ڪر، هاڻ ديربون نہ ڪر!

آءُ هاڻي تہ آهن بهارون بہ سامانيون،
نرگس و لالہ و گل بہ جوبن جي نشي ۾ چور؛
تون جوان، مان جوان، تنھنجون منھنجون امنگون جوان،
آرزوئون تمنائون آسون اميدون جوان؛
پوءِ سهڻا سڄڻ! ڪيئن ٿو ابڙو رهين دور دور:
اچ ڪريون عهدِ رنگين کي رنگين تر — هاڻ دير بون نہ ڪر، هاڻ ديربون نہ ڪر!

اچ عجب شوخ شنگ آهي ڪلين جي دوشيزگي،
اچ سگن مست آهي نسيمِ سحر جو خرام؛
اچ هي ريحان، سوسن، سمن، نسترن، ياسمن،
ساري اهلِ چمن جنن خوشي ۾ نہ پيا ماپجن؛
اچ سندئي راھ ۾ بيٺا آهن بہ صد اهتمام:
رنگ و بو جا سوين قافلا منتظر — هاڻ ديربون نہ ڪر، هاڻ دير بون نہ ڪر!

هونئن تہ هن شهر ۾ حسن وارا ڪئين ئا رهن،
چنڊ جن تي ٿو مرڪي، الهن جي به ناهي ڪمي؛
جي گلابن جهي رعنائين جو سبب سي ڪهڙا،
ہر دلِ زار ڪمبخت کي ڇا ڪريان، تو سوا،
ڪنهن حسين مه جبين نازنين تي ٽڪي ٿي نٿي:
بس اسان سان به ڪي ٻرت جا ٻير پر — هاڻ دير يون نہ ڪر، هاڻ دير يون نہ ڪرا
اڄ، اچڻ جي اٿئي سُند، سُنداٿئي مينهن وانگي ٿي اڄ،
دل جي ٿر ٻر تي الفت محبّت جي پالوٽ ڪر؛
پاڻ سان اڻ ڪي زندگانيءَ جون شادابيون،
۽ مون کي منهنجي آغوش جون بخش آسودگيون؛
مون کان جاليا ئا ٿين فرقت جا شام و سحر:
هاڻ هيڏالهن به ٿئي ڪا ڪرم جي نظرا — هاڻ دير يون نہ ڪر، هاڻ دير يون نہ ڪرا
اڄ تہ جُڳ جُڳ ۾ ڪڏهي جيڻ جا ڪريون ويهي قول،
اڄ تہ ڪي ٻرت جا، پيار جا پيچ پختا وجهون؛
اڄ تہ دنيائے عشق و محبّت سنواريون سجڻ،
اڄ شبِ زندگي پاڪرن ۾ گذاريون سجڻ؛
توسان ڪرئيون اٿم قرب جون ڪئين ڳجهيون ڳالهيون:
۽ حياتيءَ جون گهڙيون بنهہ مختصر — هاڻ دير يون نہ ڪر، هاڻ دير يون نہ ڪرا

## غزل



تنهنجي يادن جون بهارون، تنهنجي غم جون لذّتون،
دل جي دنيا ۾ تہ آهن راحتون ئي راحتون.
ڪو تونگر منهنجي چشمِ نم سان مٽ ڪين ٿي سگهي،
ڪير لڙڪن جي خزانن جون لڳائي قيمتون.
ميڪدي جي در سوا ٻي پاڻ کي ڪاهي خبر،
اي حرم وارا! اوهين ڄاڻو، اوهان جون جنتون،
تنهنجي ديوانن جي قسمت ۾ ڪٿان آئي بهار؟
بس جيون پيا، ياد ڪريو ڪي سکن جون ساعتون.
تون اهو ساڳيو ئي بيگانن جيان هلندو اچين،
عشق ويچارو اجا ساري ٿو تو ۾ حجتون.

تنهنجو حسنِ دلنواز آمادهٔ مهرو ڪرم،
تنهنجي شوخين ۾ نگاهِ شوق لئه ڪئين دعوتون.
جيڪو جنهن چاهي ستائي، جيڪو جنهن چاهي ڪري،
هر ستم کي جاءِ ڏيندي، منهنجي دل جون وسعتون.
اي غمِ جانان، خدا بخشي حياتِ جاودان،
زندگي ڀر ياد رهنديون مون کي تنهنجون قربتون.
'هاتفِ' آشفته سر جيڪي ڪُهڻ چاهين سو ڪُهه،
مهربان ٿينديون وڃن ٿيون عاصين تي رحمتون.



جتي ناهه جبريل ياري جو وس، اتي عشق وارن جو روزانو ڪس.
نه قاصد جي قاصد نه قاصد چڙهيو، جيو رشڪِ گلشن بڻائي قفس.
وري ياهه نازڪ کي تڪليف ڇو، اوهان جي نه هئي موئي-جيئري جي بس.
اسين محب مرندا آهيون سُرڪ سان، هئي تير تلوار جو ڪهڙو وس؟
مونکي تنهنجي ملڻ چين جو نسر، جي هڪ پير وسُرڪي نهارين ته بَس!
مچائي هزارن غمن بزمِ دل، نه ٿيو تنهنجي غم ري رهائين ۾ رَس.
اي ساقي! رکو ست اکيون نه ڪڻ، چڏي ڪڏه ودير ايندا آوس.
سرِ راهه رهبر لٽيو قافلو، نه منزل نه راهي، نه بانگِ جرس.
نه شڪوو شڪايت نه آهه و فغان، رکيو يا دعائون ڏيون هر نفس.
ڏسان آه ڪهڙي نظر تيرڪش،
جو 'هاتف' کي ڦٽجڻ جي ايڏو هوس!



تنهنجي نيڻن ۾ طهورا جو شراب، پيار کو جام اٿئي ڪارِ ثواب!
ڪنهن جي مژگان تي عطارد ۽ شهاب، ڪنهن جي جهولي ۾ جهَلي پيو مهتاب.
تنهنجي عارض ۾ عجب رعنائي، تنهنجي عارض ۾ بهارن جو جواب.
تنهنجا هٿ دستِ صبا جهڙا هٿ، اورتي ڪر نه چمي دل جو گلاب.
حسن تي ايترو ناسور نه ڪريو، عشق حسن دور ۾ آهي ناياب.
شيخ يارا جي ويا جنت ۾، پو خدا ڪان نه گهري ونيو عذاب!

هٿ ۾ خنجر ۽ اکين ۾ پاڻي، تون نٿو ڄاڻين ستم جا آداب.
تنهنجو ڪم ناهي ڪُهڻ ڦٿڪائڻ، تنهنجي هٿ ۾ ٿا سونهن چنگ و رباب.
سچ چئون ٿا، ڪو مڃي يا نه مڃي، تنهنجو ٿيو آهي نه ٿيندو ڪو جواب.
'هاتف' خسته جي گستاخ نظر،
تنهنجي عارض کي چمڻ لءِ بيتاب.



هاءِ اهي رنگين بهاريون، تو جي سرڪي ياد ڏياريون
جهڙيون ميخاني جون راتيون، اکڙيون ڪاريون ۽ مَڌ واريون.
دل جو سودو ڪرڻو آهي، ڪنهن دل واري کي هوڪاريون.
منهنجي من ۾ تنهنجون سارون، ٻر ۾ لڳيون چڻ ٻازاريون.
مون کي ساري گل جئن ٻهڪين، منهنجون ياديون شوخ بهاريون.
دل ويچاري مس مس ريجهي، چنڊ وري تو ٻاهيون ٻاريون.
تنهنجي آئي من ۾ هوليون، تنهنجي وئي نيڻ ۾ ڏياريون.
زخمن جي سينن کي چيري، مسڪڙين کي سُرڪڻ سيکاريون.
تولئه سترَ سينگار ڪيائون، آسون جهڙيون ڳاڙهيون ڪنواريون.
تنهنجي ڳُڻن جون ڳالهيون ڳايو،
سُرڪيو سَرڪن ڪئين ويچاريون.

## قطعا

(۱)

تون حسينن ڪان حسن آهين، مگر توڪان حسين،
منهنجا محبوب! اٿئي منهنجي اميدن جي ڪنوار؛
ڪير ڄاڻي ته ڪهڙا ڏينهن سندس رهندو سهاڳ،
ڪير ڄاڻي ته ستان هيءَ به هُجي تنهنجو پيار!

(۲)

جي ڪلهه چمنِ زيست جو سينگار ڏٺاسون،
اڄ دوشِ خزان تي به آهي بار ڏٺاسون؛
ڪئين چنڊ کان موچارا، ستارن کان سونهارا،
گيسوئے شبِ غم ۾ گرفتار ڏٺاسون!

(۳)

تنهنجي عارض ۾ هجي شال بهارن جو رنگ،
دل جون ويرانيون آباد ٿين يا نہ ٿين؛
تنهنجي نيڻن جي مسيحائي مبارڪ توکي،
تنهنجي رندن جو ڪٿي پاڳ، جيئن يا نہ جيئن!

(۴)

اڄ اهلِ چمن ۾ ٿا هلن تنهنجا فسانا،
ڏسجن ٿيون گل و لالہ ۾ تنهنجون ئي نشانيون؛
مون کي بہ تہ ڏيکار اهو شوخ تبسم،
ٽڙيائي پئي جنهن سان بهارن جون جوانيون!

## رباعيون

(۱)

دوشيزه ۽ بدمست بهارن ٿي نچيو،
يا بحرِ شفق ۾ هو ڪو طوفان آئيو؛
حيران ٿي ڏنو رنگ ۽ بُو جو عالم،
اي منهنجا شهِ نازِ مستان تو مُرڪيو!

(۲)

مون صبحِ بهارن جو اڀرڻ بہ ڏنو،
امرت سان پريل جام جو ڇلڪڻ بہ ڏنو؛
تارن جو ڪيرڻ، ڏج جو ڪينوڻ، گل جو ٽڙڻ،
مون تنهنجو قسم، تنهنجو مُرڪڻ بہ ڏنو!

(۳)

چوليون ٿو هڻي تو ۾ امرت ساگر،
بيمار فضائن بہ جهٽيو تنهنجي پرَ؛
جيئن منهنجي نگاهن کي حياتي بخشي،
تيئن حسن جي عالم کي وري زنده ڪر!

(۴)

مخمور فضائون ۽ بهارون سرشار،
گردش ۾ هئا نور جا ساغر لمتار؛
مُرڪي مُرڪي ناز پر يا نيڻ کڻي،
مون پاتيو آڀري ٿو لکن جو ڏاتار!



# "محبوب" سروري

"محبوب" سروري، پنهنجو تعارف هن طرح لکيو آهي:

"ڪتاب زندگيءَ جو ٣٥ صفحو زير مطالع اٿم. ٨- جنوري ١٩٣٤ع، بروز خميس، ڳوٺ جاڙو پنوهر لڳ هوسڙي، تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ غريب هاريءَ محمد صديق پنوهر جي گهر تولد ٿيس. غربت جي گود ۾ محنت ۽ محبت جي تعليم ملي. محمد پچل ۽ محبوب علي، سنهنجي پن نالن مان پيو نالو فقط تخلص جي صورت ۾ رهجي ويو. نور محمد هاءِ سڪول مان ميٽرڪ سروري اسلاميه ڪاليج هالا مان انٽر آرٽس، سنڌ يونيورسٽيءَ مان بي. اي. آنرس ۽ ايم. اي. تائين تعليم حاصل ڪيم. هن وقت طالب المولى اورينٽل ڪاليج هالا جو پرنسيپال آهيان. زياده تر غزل گو آهيان. شاعريءَ ۾ استاد حضرت 'طالب المولى' سائين اٿم. ڪجهه وقت کان سنهنجي شاعريءَ جو رنگ قومي ۽ انقلابي آهي."

*　　　*　　　*

'محبوب' سروري جو فن اسم بامسمىٰ آهي. سندس فن حضرت طالب المولا سائينءَ جي فن ۽ شخصيت کان گهڻو استفادو ڪيو آهي.

'محبوب' زياده تر تغزل جو شاعر آهي. سندس غزل اشاريت ۽ معنويت جو تنقيدي عنصر رکي ٿو. هو ڪيلنڊي ڪيلنڊي چوٽ ڪرڻ جو ماهر آهي. سندس ڪلام پختگي ۽ برجستگي، رواني ۽ جذبات جي فراوانيءَ سان سرشار آهي. 'محبوب'، محاورات ۽ اصطلاحات کي پنهنجي ڪلام ۾ ائين ٿو جڙي، جيئن مُنڊيءَ تي ٽِڪا! فن جي رياض ۽ سخن جي مشق، تجربي ۽ مطالعه، مشاهدي ۽ صحبت ڪيس سنڌي زبان جي وڏن وڏن استاد شاعرن ۾

جڳھ ڏني آهي. 'محبوب' جو ڪلام حشو و زائد کان پاڪ آهي. بندش چست، ٻولي بامحاوره، خيال رنگين ۽ فڪر تنقيدي، محبوب جي ڪلام جون اهي خصوصيتون آهن، جي سندس ڪلام کي انفراديت بخشن ٿيون.

هڪ تيزفهم ۽ زيرڪ، باشعور ۽ منطقي هنڌ جي ڪري زندگيءَ جا مختلف پهلو ۽ انهن جا پنهنجي قدر چڱيءَ طرح ڏنا اٿس، پاڻ لکيو اٿس:

"خزان جي خسارن، بلبل جي پيار، گل جي بيرخي، باغبان جي پرورش، صياد ۽ گلچين جي بيمروتي، بادِصبا جي ٿڌن شوڪارن، وفا ۽ جفا جي مسئلن کي حقيقت شناس نظر سان ويهي ڏٺو اٿم ۽ مطالع ڪيو اٿم... ۽ غربت جي گود ۾ محبت ۽ محنت جي تعليم ملي اٿم. ڊائري لکڻ، شاعري ڪرڻ، مصوري ۽ مطالعه، منهنجا محبوب مشاغل آهن. پاليٽڪس، نفسيات، دينيات ۽ تاريخ، مطالعه جا خاص موضوع اٿم."

سندس لکڻ موجب سندس شاعريءَ ۾ به اهوئي اصلاحي ۽ تنقيدي رنگ نمايان آهي. منطقي موشگافيون، بامحاوره چوڻيون، اصلاحي تنقيدون ۽ حسن و جمال جون نيرنگيون، وفا ۽ جفا جون حڪايتون، محبوب جون عنايتون ۽ شڪايتون، 'محبوب' جي شاعريءَ جا اهم موضوع آهن. سندس اڃا تائين ڪوبه مجموعه ڪلام شايع نه ٿيو آهي. —ادارو

## غزل



فلڪ منهنجي طفيل آهي، مهِ ڪامل به مان آهيان،
مان جنهن منزل کي ڳوليان ٿو، اها منزل به مان آهيان!

مان آهيان بحرِ الفت، آبِ هستي، عشق جو طوفان،
قدم جنهن جا چُمن لهرون، اهو ساحل به مان آهيان!

مسلمان آهيان پر منهنجي سُهڻن سان به دل آهي،
ڪشش چنجي بُتن جي قرب جو قائل به مان آهيان.

محبّت جو پڙهي ڪلمو، پڳم ڪلفت جو پتخانو،
مان آهيان مظهرِ حق، دافعِ باطل به مان آهيان!

ڏنم سهڻن کي پنهنجي زندگي، مهر و وفا ڪارڻ،
محبّت جو سخي ۽ سونهن جو سائل به مان آهيان!

گلا منهنجي سان اڄ ڏاڍي ٿي پيڪي محفلِ ياران،
اگر محفل ۾ ناهيان، رونقِ محفل به مان آهيان.

جهان' ۾ پنهنجي موملِ، پنهنجو راڻو، هرڪو پاڻ آهي،
مان خود 'محبوب' پنهنجو عاشقِ بيدل به مان آهيان!

•

گريبان؛ چاڪ ٿيو، پر چاڪ دامان؛ ڪونہ ٿي سگھيو،
اجا منهنجي جنون جو پورو ارمان؛ ڪونہ ٿي سگھيو.

ڇڱو ٿيو منهنجو مشڪل ڪنهن کان آسان ڪونہ ٿي سگھيو،
ڪم از ڪم عشق ڪنهن جي زير احسان ڪونہ ٿي سگھيو!

شبِ فرقت جا سڀ تاريڪ لمحا شاهدي ڏيندا،
تہ روشن شمع و ڏاران شبستان ڪونہ ٿي سگھيو.

ڏني دربان؛ کي مون سان گڏ رقيبن اهڙي سازش ڪئي،
جو خود پرده‌نشين وٽ پيش دربان ڪونہ ٿي سگھيو.

حضورِ حُسن ۾ مهر و وفا جي ڪاڻ آيس پر،
عطا ٿيو درد اهڙو جنهن جو درمان ڪونہ ٿي سگھيو.

پريشان؛ حال منهنجي تي بظاهر حاليائي ٿيا،
ڪيو جيڪي رقيبن سو بہ توڪان ڪونہ ٿي سگھيو!

تون مُن کي زور يا زر سان نہ پنهنجي وس ڪري سگھندين،
ڪڏهن 'محبوب' ڪنهن جو قرب ڏاران ڪونہ ٿي سگھيو.

•

تنهنجا واسينگ مثل وار بہ سبحان الله!
تنهنجي گفتار ۽ رفتار بہ سبحان الله!

تنهنجي انڪار ۾ اقرار بہ سبحان الله،
تون دل آزار بہ دلدار بہ سبحان الله!

بيوفا آهين، وفادار بہ سبحان الله،
تنهنجي شوخي ۾ لڪل پيار بہ سبحان الله!

دلڪشي تنهنجي عجب، سرڪشي تنهنجي تہ غضب،
تون ڪڏهن گل تہ ڪڏهن خار بہ سبحان الله!

ڪنهن گھڙي راهون تڪين، ڪنهن گھڙي مون کان ٿو لڪين،
وصل جي توکي تڙپ، عار بہ سبحان الله!

تون ڪڏهن پن ٿو، ڪڏهن پيارين ٿو الفت جو شراب،
منهنجو ساقي بہ تون، ميخوار بہ سبحان الله!

تنهنجي فرقت ۾ عذاب آهي، محبت ۾ سرور،
منهنجي لئه غم به تون، غمخوار به— سبحان الله!
منهنجي نغمن تي فدا، سون ڪان اي 'محبوب' خفا،
سون لئه بهتاب ته بهزار به— سبحان الله!

## نظم

### غريبي

صرفي ۽ قناعت جي ڏسين راهه غريبي— اي واهه غريبي!
دولت جي ڪڍين ڪاڻ ٿي پرواهه غريبي— اي واهه غريبي!

تو وٽ ته فقط آهه محبت ئي محبت— بس پيار جي دولت:
ٿي قرب ڏيهو قيد ڪرين شاهه غريبي— اي واهه غريبي!

سينگار سڻوا ئي ٿي نهين پانمرادي— تون سهڻي ۽ سادي:
ظاهر جا نشي جائين تلها ٿاهه غريبي— اي واهه غريبي!

اخلاق ۽ اخلاص سان مائهن کي سدائين— پنهنجو ٿي بنائين!
ڪيني ۽ ڪُبت تي ٿي ڪرين ڪاهه غريبي— اي واهه غريبي!

تون ظلم سهي، نيٺ جڏهن جوش ٿي ڪائين— طوفان' ٿي مچائين:
ڏاڍن جا سُڪايو ٿي چڏين ساهه غريبي— اي واهه غريبي!

سيني ۾ صدف وانگي تون سانڍين ٿي گُهر کي— هڪ پيار جي دُر کي:
پوشيده رکين عشق جا آڙاهه غريبي— اي واهه غريبي!

سچ، تنهنجو اگر قدر ۽ قيمت کو سڃاڻي— الله ٿو ڄاڻي:
آن کي نه رهي ڪنهن جي به پرواهه غريبي— اي واهه غريبي!

جي ڪوهه سڙيو سارو ڪٽي پير ڏکاري— خوش ڏاڍو گذاري:
بي ساخته پو نعرا هڻي: 'واهه غريبي'— اي واهه غريبي!

غربت جي اڳيان نيٺ تونگر به جهڪي ٿو— تاج ٿي چڪي ٿو:
ٿا ٿوڪان ڏڄن شاهه شهنشاهه غريبي— اي واهه غريبي!

مسڪين جي هرڪا ٿي صدا عرش اڏامي— جلدي ٿي اڳهامي:
الله جي در جهٽ ٿي رسي آهه غريبي— اي واهه غريبي!

تڪليف ۾ ڏک ڊک ۾ خدا ياد اچي ٿو— ڪو راز رچي ٿو:
لا ديني جا ڇڏيا تو ڪيڏي لاهه غريبي— اي واهه غريبي!

سمجهو ته غريبن جو پيو ڪير به ناهي— الله ته آهي:
ٻي ڪنهن جي ڪيڏي موه چو پرواهه غريبي— اي واهه غريبي!

درويش، نبي، رهبر و عاشق تو نپايا— مقبول بنايا:
انڌا تو ڳهٽا راهه تي گمراهه غريبي— اي واهه غريبي!

دنيا ۾ ڇڳا چار جي آهن ڪي لڪا پيا— تو وٽ ٿي لين ٿا:
بس ڪهڙي ڪيان تنهنجي مان ساراهه غريبي— اي واهه غريبي!

ان ڪي ٿو حياتي جو مان سينگار ني پانهان— سيني سان لڳايان:
'محبوب' ڏني مون ڪي جا الله غريبي— اي واهه غريبي!

## قطعا

( ١ )

جو راز هجي، راز ڪي بس راز رهڻ ڏي،
همراز ڪي هر وقت نه همراز رهڻ ڏي؛
ماحول ۾ ماحول جي ڇڏ ڳالهه،
ناساز هو، ناساز آ، ناساز رهڻ ڏي!

( ٢ )

جنهن تي ڪا مشڪلات ڪالهه آهي،
تنهن ڪي ڪجهه حاصلات ڪالهه آهي؛
سرد سولائي سر سهائن ٿا،
جهڙي تهڙي جي بات ڪالهه آهي!

( ٣ )

ٿي ڪن جي دوستي ڪان ڪن جي وٽي عداوت،
ڪن جو ڪيلڻ به خواري، ڪن جو رُئڻ به راحت،
ڪهڙي طرح ملڻ ٿئي، افسوس، هاءِ قسمت،
هيت جيتري محبت، هت اوتري ٿي نفرت!

( ٤ )

پيو ته سڪجهه لٽني وئين دلبر،
صرف اکين ۾ آب رهجي ويو؛
يعني مجروح دل جو تنهنجي لاءِ،
هڪڙو هلڪو عتاب رهجي ويو!

( ٥ )

ترڪ الفت ڪرڻ ۾ سوچ سجڻ،
ايترو جلد فيصلو نه ڪجي؛
پنهنجو جورو جفا ته جاري رک،
پيار جو بند سلسلو نه ڪجي؛
پنهنجي نفرت ڪان مستفيض ته ڪر،
صرف الفت ڪي مشغلو نه ڪجي.

( ٦ )

رولي روئي، ڪيلي ڪيلي ڏسجي،
زندگي جو مزو وٺي ڏسجي؛
ڪيترو قرب ۾ پيا ليڪنداسين،
اڄ ته ميدان تي اچي ڏسجي؛
منهنجي دل ڪي فقط تون ڏوهه نه ڏي،
پنهنجي دل تي به هٿ رکي ڏسجي!

( ۷ )

شوخيون ۽ شرارتون آهن،
حسن وارن جون عادتون آهن؛
مان فدا جنهن تي، سو فدا ٻئي تي،
آفتن تي ٻه آفتون آهن!

( ۸ )

هر قدم جي نشان کي ڳوليان ٿو،
گم ٿيل ڪاروان کي ڳوليان ٿو؛
مون کان وڇڙي ويل، وَرو! ساٿيو!
اڄ ڏاڍو اوهان کي ڳوليان ٿو.

( ۹ )

ايتري بيرخي چڱي ناهي،
هئن ڪناره ڪشي چڱي ناهي؛
منهنجي غم جي به ڪجهه ملاوت ڪر،
توکي خالص خوشي چڱي ناهي،

( ۱۰ )

حسن کان بدگمان ساڻهن وٽ،
عشق وارن جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي؛
جي ڳّان جون به هيا ڪلائون ڪن،
تن سان خارن جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي.

( ۱۱ )

توکي دلبر وري ڏسجي،
تنهنجي صورت ڏسي ڏسجي؛
تنهنجي پوشيده پيار تان صدقي،
تنهنجي الفت عجيب ٿي ڏسجي.

( ۱۲ )

بهاري جو جلوو خزان ۾ به آهي،
خوشي ڪجهه سمايل فغان ۾ به آهي؛
رڳو بيوفائي نه سهڻن جي سمجهو،
مگر ڪا ڪچائي اسان ۾ به آهي.

( ۱۳ )

باغبان کان نه گل پني ونجي،
گلِ مقصود خود چني ونجي؛
صلح سازي مَن جي ملو نه ٿني،
چنڊ کان زوري چاندني ونجي،
سج جي ڳل تي هڪ چمات هڻي،
پنهنجي حصي جي روشني ونجي.





# "راز" بلڙائي

محترم "راز" هن طرح پنهنجي سوانح لکي آهي:

نالو: ابوالامين عبداللطيف "راز"، بلڙائي، والد جو نالو: عبدالستار، ذات: ڪوريجو.

جاءِ ولادت: درويش، ضلعو ٺٽو.

تاريخ ولادت: ١٢- ڊسمبر ١٩٢٣ع.

ملازمت: پوليس ڊپارٽمينٽ.

شاعري: شعر و شاعريءَ ۾ استاد الشعراء 'بسمل' ٽڪڙائي ۽ حضرت قبله مخدوم محمد زمان صاحب 'طالب المولا' جن جي شاگرديءَ جو شرف حاصل اٿم.

تاليفات: 'گناهه'، 'شرابي'، 'بڪ ۽ بيڪاري' ۽ 'گلبدن'.

"راز" صاحب ڪلام مختصر چيو آهي، پر فني لحاظ سان نهايت سليس ۽ رنگين شعر چوي ٿو. غزل جو شاعر آهي، پر ان سان گڏ نظم به لکي ٿو. سندس ڪو به شعري مجموعو شايع نه ٿيو آهي. — ادارو

* * *

## غزل

اڄ ته اڄ اي دل وري ڪي يار جون ڳالهيون ڪريون،
مه جبين محبوب ۽ مختار جون ڳالهيون ڪريون.

هر نگاهِ مست جنهن جي فتنهء خوابيده آهه،
تنهن سڄڻ جي گيسوئے خمدار جون ڳالهيون ڪريون!

هڪ نگه جي وار سان جنهن دل چـڏي زخمي ڪري
اڄ انهيءَ دلدار دل آزار جون ڳالهيون ڪريون!
وصف جنهن جي والضحیٰ واللّيل ۾ آهي عيان،
تنهن مٺي محبوب دلبر يار جون ڳالهيون ڪريون.
'راز' اهڙو رازدان ڪو هٿ ڪري ڳولي لهون،
جنهن سان ويهي عشق جي اسرار جون ڳالهيون ڪريون.



توسان ڳجهڙين ڳالهين جي مدّعا رکندو اچان،
جي ڏنا مون ڏک، اُنهن جي ماجرا رکندو اچان.

تنهنجو غم باقي رهي، غم جو اثر باقي رهي،
تنهنڪري پنهنجي تباهيءَ کي روا رکندو اچان.
ڪيئن ڪريان تنهنجي تمنّا جي ڀلا دعويٰ سجڻ،
پنهنجوئي سان پاڻ کي تو مبتلا رکندو اچان.
ڏس نه پوري ٿي ڪڏهن ٿئي حسرتِ فردا اي 'راز'،
زندگيءَ جي هر خوشي جنهن لئه جُدا رکندو اچان.



هر سزا ۽ هر جفا جو شڪريو،
دوست! پاداشِ وفا جو شڪريو!

مون ڪان وجهِ چاڪِ داماني نه پڇ، آن حسين' ڪافر ادا جو شڪريو.
بس هئن مان ٿي وڃي منهنجي نه دل، تُنهنجي اندازِ حيا جو شڪريو.
زندگي جهليو آ دامن موت جو، بس، مسيحا بس، دوا جو شڪريو.
سحر گه آ، 'راز' ميخانو کليو، ان نگاهِ نيم وا جو شڪريو.



هڪ ڏک جو ڏڏل، سڪين سڻل، آرام پرائي ڇا ڄاڻي؟
ڪنڊن ۾ گذارڻ وارو ڀلا، دامن کي بچائڻ ڇا ڄاڻي؟
جو عمر سموري آهه رهيو آغوشِ بحرِ آفت ۾،
طوفان سان پنهنجي ٻيڙيءَ کي سو پار لگائڻ ڇا ڄاڻي؟

تقدير جو دم هٿندي هٿندي، موت جي مُنهن ۾ ويندڙ کو،
تدبير سان پنهنجي مشڪل ڪي آسان بنائڻ چا ڄاڻي؟

بس جوشِ تڪلم لب تي ۽ سيلابِ تمنا اکين ۾،
سرشارِ محبت ديوانو احوال ٻڌائڻ ڇا ڄاڻي؟

هو ۽ ڪي تسليءَ جوڳ ڳالهيون، اي 'راز' ڪو ايندو ڪنهن کي يقين،
ڪيلندڙ کي رُئاڙڻ وارو پلا رُئندڙ کي ڪيلائڻ ڇا ڄاڻي؟



خدا ڄاڻي تہ دشمن ڇو ٿئين اي آسمان' منهنجو،
هزارين بار ٿاهيم ۽ جلايئي آشيان' منهنجو!

اميد و ياس حسرت سان وڃان ٿو ڪوڙي دلبر ڏي،
اٿم اي ۽ آسرو منزل تي رسندو ڪاروان' منهنجو.

خدا جي واسطي بس ڪر، فلڪ آفاتِ پيهر کان،
سهي صدما سگهي ٿو ڪين جگرِ ناتوان' منهنجو.

اسيرِ بينوا آهيان، لڪو همدم رهيو باقي،
اچي مشڪل نظر ۾ ڪين، ڪو آهي مهربان' منهنجو.

هتو سير، سو بہ مون صدقي ڪيو سهٽي سندي سير تان،
ٻڌائيج ڇا وڻمن ٿو آسمان تون امتحان' منهنجو؟

اٿم اميد جا دل ۾، خدايا! سا تون پوري ڪر،
اچي دلبر، وسن ويڙها، منوّر ٿئي مڪان' منهنجو.

رکيو مون 'راز' سيني ۾، بنائي تنهنجي الفت کي،
پين کي ڇو ٻڌايان، تون اچي ٻُڌ داستان' منهنجو.



ڇنو تہ اي واعظ مون کي بدڪار، عصيان کي ڏسي،
فيصلو ڪر پوءِ، ٻهرين فضلِ يزدان کي ڏسي!

منهنجي دلبر جي پلا ٻي وصف ڇا هن ڪان وڌيڪ،
چنڊ ٿو شرمائجي، جنهن رُوئي خندان' کي ڏسي.

هي زماني جا حوادث ڪين ڪندا مون کي اداس،
ٿي پريشان سان ٻس، زلفِ پريشان کي ڏسي.

شڪر لِلهُ! يار منهنجو ٿيو رفوگر آهه نيٺ،
چاڪِ دل، چاڪِ جگر، چاڪِ گريبان کي ڏسي!

تيغِ ابرو سان اڳيئي جي دليون آهن شهيد،
سي ڏچن ڪيئن اڄ ڀلا شمشير بـرّان کي ڏسي.

ڪشتيءِ مسلم جو آهي، ’راز‘، حافظ خود خدا،
ڇو ٿئين ٿو تون پريشان، ڪنهن به طوفان کي ڏسي!





# ”نشتر“ ناٿنشاهي

محترم غازي الدين ”نشتر“ ناٿنشاهي، پنهنجي ديس ۾ مشهور شاعر، لغاري بلوچ قوم جي ڪلياڻي خاندان سان آهي. ضلعي دادو، تعلقي خيرپور ناٿنشاهه جي ڳوٺڙي ڪهاري ۾ سندس مستقل رهائش آهي، جتي ڪيس ڪافي ملڪيت آهي. ۱۵- مارچ ۱۹۲۹ع تي تولد ٿيو ۽ انٽر آرٽس تائين تعليم ورتل اٿس. سندس طبيعت هميشه خوددار، سخاوت ڏانهن مائل ۽ خدا تي ڀروسو ڪندڙ رهي آهي. ﭘاڻ يارن سان وفادار رهڻ، دوستي ۾ نفعي-نقصان ڪي نه ڏسڻ، ۽ ڪنهن ڪاڻ ڪي پنهنجو شعار سمجهندو آهي.

شاعريءَ ۾ سندس استاد مشهور شاعر مولوي محمد عبدالله 'اثر' لاڙڪاڻوي آهي، جنهن جي عنايت سان غالباً ۱۹۴۸ع کان موزون شاعريءَ ۾ قدم رکيائين. انهيءَ کان اڳ لوڪ ادب سان چڱو واسطو رهيس. سندس ڪلام هر سنڌي رسالي، اخبار، توڙي مخزن ۾ نظر ايندو رهي ٿو. سندس خاص انس سماهي ”مهراڻ“ سان آهي.

”بزم طالب المولا“ شاخ خيرپور ناٿنشاهه جو روحِ روان ۽ خاص رڪن ۽ ڪافي وقت کان بزم جو سيڪريٽري رهندو ٿو اچي. سندس جدوجهد سان بزم نه صرف علمي ادبي ترقي ڪئي آهي، بلڪ ڪيترا نوان شاعر پڻ پيدا ڪيا آهن. ”جمعيت الشعراء سنڌ“ جو ڪافي وقت کان جوائنٽ سيڪريٽري رهندو ٿو اچي. —'شاهين' ناٿنشاهي

* • *

محترم ”نشتر“ ناٿنشاهي پنهنجي فن جي حيثيت سان ادبي دنيا ۾ سٺو مقام حاصل ڪيو آهي. سندس هيئت ۽ اسلوب اگرچه قديم فن سان پيدا ٿيل آهن، پر ان سان گڏ فن جي افاديت، زبان جي صحت، ۽ خيال جي ندرت، سندس فن کي جديد دور ۾ پسنديده مقام تي پهچايو آهي.

'اشتر' ٻہ هر صنف تي لکيو آهي: غزل، نظم، آزاد نظم، قطعا ۽ رباعيات سندس پسنديده اصناف آهن. سندس ذوق جي فراواني، مطالعه ۽ سخن جي مشق انشاءالله کيس تکميل فن جي ان مرحلي تي پهچائيندي، جتي قادرالڪلام شاعر پهچي چڪا آهن. —ادارو

# ڪافي

*

تنهنجي قرب مٿان قربان وڃان،
سَوَ سِرڙا هجن، ته ٻہ گهوري ڏيان!

توکي سخن جوڙي جاڻي سَخي، آڏو آهي فقيرن جهولي جهلي،
تنهنجي ديد سعيد جو خبر وٺي، مان شاد ٿيان، آباد ٿيان!

مون کان دمدم ٿيندي آهي خطا، توکان هردم ٿيندي آهي عطا،
هي ڪيڏو ڪرم آ مون تي مٺا، توکي پنهنجو ظل الله چوان!

تو لئہ شاهہ گدا ٿي پنجن ٿا، تنهنجا سڀئي نوڪر سڏجن ٿا،
خم سير تونگر ڏجن ٿا، تنهنجي در جو ڇا اعجاز چوان!

تنهنجي پيار جي 'اشتر' لاري لڳي، سهٽا بزم ۾ ويٺس هار هڻي،
اوچي ڪرَ سان پنهنجو ڳاٽ کڻي، شل جيڏن وٽ مان ناز ڪيان!

# گيت

## ننگي رکجان ننگ

ديس جا ساٿهو ڏاڍا ڏکيا، جن ۾ ناهي ڍنگ:
الا ڙي! ننگي رکجان ننگ!

ڳالهائن ٿا اهڙو، جهڙو ڏينهوء جو آ ڏنگ:
الا ڙي! ننگي رکجان ننگ!

پورا ٿا ڪارن تي ڪُرڪن، نيٺ تہ هرڪو انسان آ،
سونهن تہ قدرت جي آ هٿ ۾، مليو جيڪو رنگ:
الا ڙي! ننگي رکجان ننگ!

سڀکو پيو ٿو سير سڏائي، هاءِ ٻہ ڪنهن کي چئي تہ ڏسو،
ناهي ڪنهن سان ڪار ڪنهن جي، هرڪو آ اڙنگ:
الا ڙي! ننگي رکجان ننگ!

'جيڪو ڏاڍو، سوئي ڳاھو' وارو ٿو وهنوار هلي،
حيرت ۾ جذبات ڏسون ٿا، آهن چُپ اُمنگ:
الا ڙي! ننگي رکجان ننگ!

ٿورو ۽ ڏاڙيل زمين تي اوچي ڪَرَ سان ٿا ڏسجن،
ڌرتي ماتا پيي تہ شريفن لئہ ٿي آهي تنگ:
الا ڙي! ننگي رکجان ننگ!

ڪڏڙ، ڪڏڙ جي اوناڻ تي اوناڻيندو ضرور،
ليڪن ماڻهو، ماڻهوءَ سان آ جوٽيو ويئو جنگ:
الا ڙي! ننگي رکجان ننگ!

ڪنهن آ تيلي ٻاري، ڪنهن هٿ ٻاپ جي راند رچائي آ؟
ڏيٺي جي جا لاٽ آئي، تنهن ڪئيا ڪيئي پتنگ:
الا ڙي! ننگي رکجان ننگ!

ڪاريهر ڪان وڌ آ زهري اڄڪلھ جو انسان الا،
گهڙيءَ گهڙيءَ ۾ بدلي پيو ٿو خطري وارا رنگ:
الا ڙي! ننگي رکجان ننگ!

نفرت جو هر دل تي قبضو، قرب پيو مايوس رهي،
ڪلفت، الفت جي ٿي ويري، پيار وپو ٿي تنگ:
الا ڙي! ننگي رکجان ننگ!

دل سان آيو خون، ۽ نيڻن ڳوڙهن جي برسات ڪئي،
ڪو تہ آ دردي، درد منجهان جو چوري ويئو چنگ:
الا ڙي! ننگي رکجان ننگ!

ذات تي ناهي ذات، ادا ڙي! جيڪي وهندو، سوئي لهندو،
صحبت جو ٿيندو آ اثر ۽ سَنگ جو آ پرسنگ:
الا ڙي! ننگي رکجان ننگ!

'نشتر' حامي ساٿي پي جذبات جا دشمن ڏسجن ٿا،
ڏينهن اهو الله ڪري جو نانگا ٿيندا ليسنگ:
الا ڙي! ننگي رکجان ننگ!

# غزل



جي ڪمائڻ لئه ويا، نقصان ھائي موٽيا،
جھول ھيرن جا ڏئي، ڪوڏيون ڪمائي موٽيا!

سُود خاطر جي ويا، نذرِ زبان آيا نظر،
جيڪي ھٿ ۾ ھونِ، سو آلنو اڏائي موٽيا!

ٿي صراف اھن ويا ڪم ظرف يا محتاجِ نور،
سون کي سمجھي پيتل، سستو ڪپائي موٽيا!

ھي نظارِ بزم چنجي ساقيا! جو مئي پرست،
ويا مسرت لاءِ ليڪن غم پيرائي موٽيا!

ھاءِ ڙي تنگيءَ قسمت، ھاءِ ڙي دردِ چمن!
باغبان جيڪي ٻـ آيا، وڻ وڍائي موٽيا!

سادگي رَھرُو جي چنجي، ٻا دغائي رھنما!
جو نظر جي آڏو منزل کي وڃائي موٽيا!

بجلين جي خوف کان جن کي محافظ سمجھيو،
سي ني شاخ و آشيان، ھٿ سان جلائي موٽيا!

طعنه زن غيرت آھن جي بزدلي تي آھي، جي،
آبرو ڪوڏيءَ جي قيمت تي ڦرائي موٽيا!

جيڪي ھت فخرِ وفا جو دم ھڻي ويندا رھيا،
آرزو ھٿ سان سنيءَ ۾ ميلائي موٽيا!

سرپرستن پئي تہ قصرِ داد ۾ ھي آ ڪھو،
حق وٺڻ چيا؟ آئي ٻاقي حق ڪٽائي موٽيا!

غيرتن جن کي محافظ سمجھيو ٿي 'نشتر' اھي،
عصمتن جا ساٿ خود ھٿ سان لٽائي موٽيا!

# رباعيون

( ۱ )

هر ڪُفر کي ايمان، چئي ويٺا سين،
هر دور کي انسان، چئي ويٺا سين؛
۽ وقت جي طاغوت کي ٻڌ اي ’نشتر‘،
رحمان ۽ يزدان، چئي ويٺا سين!

( ۲ )

فرعون جي دنيا مان بغاوت آهي،
شداد جي جنّت کان شڪايت آهي؛
جنهن حُسن زليخا کي مَتايو ناهي،
ان صورتِ يوسف کان حقارت آهي!

( ۳ )

طوفان؟ مان لتّوڻ وارو سفينو آهيان،
هڪ شير سپاهيءَ جو سينو آهيان؛
والله! اچا پيي جي ٻچو ٿا مون کان،
مزدور سندو پاڪ پَسينو آهيان!

( ۴ )

سازش جي طريقي سان ڪهڙايا ويا سين،
ويهاري، ڪچهري ۾ آڻاريا ويا سين؛
ايڏو ته اچي ڀار ٿيا سين، ’نشتر‘،
جو ڏوهه نڪو ڏوهه، ٽڙايا ويا سين!





# "خادم" سروري

"خادم" سروري مشهور معروف ڳائڻو ۽ ريڊيو آرٽسٽ آهي. سندس سوز ۽ جذب وارو والهانه ۽ دلڪش آواز هزارن دلين کي ڪيف آور ۽ رنگين فضا ۾ آڻي ٿو. طبيعت ۾ سوز ۽ جذب، ڪيف ۽ ذوق جام اٿس. پاڻ نه فقط سٺو ڳائڻو آهي، پر ان سان گڏ سٺو شاعر پڻ آهي. سندس تخليقي فن جو اظهار سندس ڪافين ۽ واين ۾ موجود آهي. سندس شاعري هڪ دردمند دل جي وجدآور صدا آهي. سندس ڪلام ريڊيو تان نشر ٿئي ٿو، ۽ سندس ڪلام جا ڪيترا رڪارڊ پڻ پيل آهن. جنهن محفل ۾ سندس شرڪت ٿئي ٿي، اها رنگ ۽ آهنگ سان سرشار رهي ٿي.

پنهنجو مختصر تعارف هن طرح لکيو اٿس:

"نالو حسين بخش ولد پيربخش پنگر، ڳوٺ آراضي، تعلقو سيوهڻ، ضلعو دادو. پيدائش به آراضيءَ ۾ ٿي. مختصر تعليم به اتي ٿي. شاعريءَ جو دور سائين 'طالب المولي' جن جي صحبتن جي اثر هيٺ پيدا ٿيو. اول اول سندن ڪلام ڳائيو هو، ۽ محفلن ۽ مجلسن ۾ خوب رنگ جمندو هو. ان کان متاثر ٿي ڪافيون لکڻ شروع ڪيم، ۽ پوءِ محفلن ۾ ترنم سان، ڪڏهن سازن تي، ته ڪڏهن بنا سازن جي ڳائيندو هوس. سائين 'طالب المولا' جن منهنجا استاد ۽ مرشد آهن، جن جي تربيت، اصلاح ۽ نيڪ نظر هن 'خادم' کي ڪهڙو نوازيو آهي. عمر هينئر ٣٨ سال آهي. بيت، غزل، نظم، ڪافي ۽ وائي پسنديده صنفون آهن." - ادارو

* * *

## بيت

( ١ )

ويهه، وچ مَ منهنجا پرين! اي جاني جيءَ جيار،
ماڪيءَ مصريءَ کان مٺا، محب مندم مٺار،
’خادم‘ کي ڪيئن ٿو ڪري، دابر وڃين ڏار،
مون سان ڪري پيار، ھو ٿو وڃڻ جون واھون
ڪرين!

( ٢ )

ويهه، وچ مَ منهنجا پرين! تون وڃڻ نہ وار،
آئي ٻھر عجب آھ، ساجن تنهنجي سار،
سان وڃان پرڻين ٻار، ھو تون وڃڻ جون واھون
ڪجانءِ!

( ٣ )

ويهه، وچ مَ منهنجا پرين! رھہ تون ھڪڙي رات،
اڄا پوري ڪانہ ٿي، آ پرھہ واري ٻات،
’خادم‘ چوي رھہ تہ ڪريون مٺڙي ملاقات،
پرھہ ڦٽي پرڀات، ھو وڃڻ جون واھون ڪجانءِ!

( ٤ )

ويهه، وچ مَ منهنجا پرين! رھہ تہ ڪريون رهاڻ،
مون کي پنهنجي ھٿن سان، تون ميٺا ملڪ آماڻ،
پورا ٿين پرياڻ، ھو تون وڃڻ جون واھون ڪجانءِ!

( ٥ )

ويهه، وچ مَ منهنجا پرين! تون لالڻ وچ نہ لڏي،
ڇا جي ڪري مون کي ھيئي، ٿو وڃين ٻار ڇڏي،
مون کي مٺيءَ گڏي، ھو تون وڃڻ جون واھون ڪجانءِ!

( ٦ )

ويهه، وچ مَ منهنجا پرين! منهنجو تو ۾ ساھہ،
پورو ٿئي پَساھہ، ھو تون وڃڻ جون واھون ڪجانءِ!

( ٧ )

ويهه، وچ مَ منهنجا پرين! تون ڪھڙي پل ترس،
توکي آءٌ نہ ڇڏيان، جي ھلي منهنجو وس،
’خادم‘ چوي منهنجا پرين! پرھہ ڪيو پيوس،
ڪري ڪولي ڪس، ھو تون وڃڻ جون واھون ڪجانءِ!

( ٨ )

ويهه، وچ مَ منهنجا پرين! منهنجي ساعت ڪين سري،
رھہ ڪا رات ’خادم‘ وٽ، ڪامل قرب ڪري،
مٺان مٺي وري، ھو تون وڃڻ جون واھون ڪجانءِ!

## ڪافيون

*

ڪنيون نيڻ نازڪ جڏھن ٿو نهارين،
تہ ھلندا ھزارين ھَرن ۾ بيمارين!

عجب تن جي عادت ڪيان ڳالھہ ڪھڙي، مھماني اڳ مون ڏلي ڪانہ اھڙي:
جماريو ٿو مارين، ۽ ماري جيارين!

جي ڪنھن مھل سُھڻا ھو آڏري اچن ٿا، تہ دل جي ھڪڙي ڪي سي وَڻيو وڃن ٿا:
تون ھڪ مھل ھي بازڪيئن ٿو آڏارين؟

اصل کان ئي الڳ موٽ ٻي ٻير آهن،    خدا شل ڪري ڪين ڪنهن تي هو ڪاهن:
اهي خولي ڏاڙيل ڪهڻ ٿو ڏ تارين!
انهن ۾ وڏا ڪوڙ ۽ شور آهن،    ڪي ڏاڙي تي نڪتا، وڏا چور آهن:
ڏڪايو چڏن جي ٿو آبرو آلارين!
تون هڪڙو ٻه ڏک ڏين، آ سون لئه غنيمت،    مٺا منهنجي لئه بس اِهائي آ نعمت:
تون پنهنجي اڪين مان جي 'خادم' ڪي پيارين!

*

جاڳ مسافرا ويل وهائي،
سچ جو سودو سار سنيارا!

دم گهڙيءَ جو آهين مهمان،    ڪر سجاڳي، ٿيءُ نه نادان،
ڪر اٿي ڪا قرب جي ڪار،    چو سُتو آهين جاڳي وائي!
ڪوها ڪهر تي پيلو آهين،    عشق جي دريا ٻير نه پائين،
هڻ ٽبي تون لنگهه هن پار،    ساجن ٿينده سير ۾ سائي!
لنڊ ڦٽي ڪر پيار نپاڳي،    جانب ڪي ڏس جاڳي جاڳي،
دل جو دلبر دم نه وسار،    جانڻ ٿي، هن جاڻ ڪي جائي!
وات تان ورنديون خيال جون ڪوئيون،    محبت وارين ڪنڪي موتيون،
واڳون وحدت ڏي ئي وار،    محبت جي هن سوچ ڪي ماٿي.
'خادم' ٿي جن يار ڪي ڳوليو،    تن جي دل ۾ ڀڳڻ ٻوليو،
دل جو دلبر ناهي ڏار،    هر ستان ڪرين هالي هائي!

## غزل

●

ارادو آهه پختو، دوست! منزل سان اسان جو ٿيا،
فقط آ جستجوئے حق"، باطل سان اسان جو ٿيا؟
اگر زنده به هو آهي، مگر زنده به آ مُرده،
جا ذڪرِ يار کان خالي، انهيءَ دل سان اسان جو ٿيا؟
شهيدِ ابروئے جانانِ من آهيون هميشه ئي،
اسان جو ٿاهي مقتل سان، ۽ قاتل سان اسان جو ٿيا؟
ميءِ گلرنگ سان مون کي، ڪيو مخمور ساقيءَ آه،
شراب و ساغر و مينا سان محفل سان اسان جو ٿيا؟

چمون ٿا مصحفِ رخ کي، ڪيون ٿا دؤر روزاني،
رخِ تابان تسان صدقي، ساهه ڪامل سان اسان جو ڇا؟
نگاهِ تير سان زخمي ڪري ۽ پو نشو ماسين،
مان ٽڪان پيو، چئين ٿو تون ته بسمل سان اسان جو ڇا؟
تون مون کي ابروئي خنجر هڻي ٿو چئين ته ڪير آهي؟
اهوئي ڪاني آهي چئو ته گهائل سان اسان جو ڇا؟
هٿان مولا عليءَ جي ٿي وڃا آسان سڀ مشڪل،
اي 'خادم' خوش ٿي چئو تون هاڻ مشڪل سان اسان جو ڇا؟



اوهان سان حجّ ۽ هر هر مٺا وري نه ڪبي،
خطا معاف ٿئي، اهڙي خطا وري نه ڪبي.

مون تنهنجي پير تي هڪڙي ڇمي ڏني، تون وڙهئين،
جا ڳالهه توکي ڪري ٿي خفا، وري نه ڪبي.
اسين ته آهيون پيارا اوهان جي قرب ۾ مٺا،
مٺا تون چئه ته مٺي جي ڳلا وري نه ڪبي.
خدا جو شڪر جو آخر اوهان جي دل ته پئي،
اوهان زبان سان چئو ٿا، جفا وري نه ڪبي.
بنا ڪهڙائي اچي وياسون، ناگوار لڳي نه،
خطا ڪا اهڙي اي ساهِ لقا، وري نه ڪبي.
شهيدِ ناز ڪي ٻي گور ٻي ڪفن جو ڏنشمن،
خدا سان وعدو ڪيائين ادا وري نه ڪبي.
اسان جي روح تي سيلاب ٿو جهان ۾ اچي،
فراقِ يار ۾ آه و بڪا وري نه ڪبي.
حنا بجاءِ تون 'خادم' جو خون لاءِ پيرين!
تمنا پوري ٿئي، التجا وري نه ڪبي.



منهنجي حال جو محرم ڪوئي نه، مان بيمار جدا، بيزار جدا،
ڇو مون کان رقيبو ٿا منهنجو ڪيو، ديدار جدا، دلدار جدا.
هڪ درد الم بيو سوز ۽ غم، ٽيو آه و فغان، اٿو اکري در،
ٿي پنجون ويو مون کان هوت هٿين جو هار جدا، سنار جدا!

هي منهنجي غريبي آميري اٿو ۽ منهنجي اميري فقيري اٿو،
تنهنجا منهنجا سُطيع سپيشي ادا، نادار جدا، زردار جدا.
تو زلفِ سيه جو دام وجهي دل قيد ڪري ٿي ڏنگ هنيا،
پيو هڪڙي آڇل سان منهنجي ڳلي ۾، چار جدا، ۽ مار جدا.
چو دوُرِ خزان جو واءُ ورڻو، بستانَ سڄو ويران ٿيو،
هن حالت ڪي ڏسندي ٿي رنا، گُل خار جدا، گلزار جدا.
اي محب مٺا، الله ڪري شل واءُ نہ توکي ڪوسو لڳي،
تون ملڪ سڄي جو آهين سهي، سردار جدا، پڳدار جدا.
منهنجو قال نہ آهي حال آهي، منهنجي حال ۾ ڪوئي خيال آهي،
منهنجي مستيءَ ڪان مدهوش ٿيو، ميخوار جدا، سرشار جدا.
منهنجو صبر سمورو راز اٿئو، منهنجو راز سمورو ساز اٿئو،
منهنجي ساز ۾ ڪو آواز اٿئو، انڪار جدا، اقرار جدا.

•

بهار ۾ بہ گلشن کي مون بيقرار ڏٺو،
قرار ڪنهن کي نہ هو، هرڪو حالِ زار ڏٺو.

نسيمِ صبح پريشان، گلن ۾ درد و الم، چمن اداس ۽ هر گل کي تار تار ڏٺو.
سوا غرض جي ڪٿي دوستي رهي آهي، گهڻو مون وقت زماني کي بار بار ڏٺو.
اي دوست، هن جي لبن جي مان چاڪيان تعريف، مون بار لعلِ بدخشان بہ شرمسار ڏٺو.
نظر جو تير هڻي خوش ٿي بار بار کيلئين، اسان لاءِ سوت، اوهان ٿي صنم شڪار ڏٺو.
اسان کي عشق و محبت ملي ورثي ۾، اکيون کُليون تہ اسان بس رکوئي پيار ڏٺو.
اهو ڪٿي آهي جو دل ۾ راز کي سانڍي، اجا تہ هڪڙو بہ اهڙو نہ رازدار ڏٺو.
الاجي ڪهڙن پلا پنُلجي و بو غيروت 'خادم'، خدا جو شڪر جو ماحول سازگار ڏٺو.





# "جليل" سروري

معترم "جليل" سروري غزل ۽ ڪافي جو شاعر آهي. سندس غزل اڪثر ڪري "مهراڻ" رسالي ۾ شايع ٿي چڪا آهن. "جليل" ٻـ ننڍن بحرن ۾ لکڻ وارو شاعر آهي. شاعريءَ ۾ نڪته آفريني ڪندي، معمولي ۽ پائمال مضمون کي رنگين بنائي ڇڏي ٿو. پاڻ هن طرح تعارف لکيو اٿس:

"نالو: محمد يونس ولد راڻو ڀٽي، تخلص: "جليل" سروري.

عمر: چار کهٽ چاليهه.

شاعري: شاعريءَ ۾ استاد اعليٰ حضرت سائين 'طالب المولا' جن آهن. شاعريءَ ۾ ڪافي ۽ غزل منهنجي پسند جون صنفون آهن. شاعريءَ جي ديوي مون ڪان ڪهڻو ڪري رُٺل رهندي آهي (سندم نصيب جيئن). اگر ڪڏهن پرچاءَ ۾ ايندي آهي ته ٻـ-ٽي شعر نهي پوندا آهن. نهايت مشقت ۽ پريشانيءَ واري زندگيءَ جي باوجود ٿورو ڪهڻو مطالعه ڪندو آهيان. پيار، الفت، سڪون ۽ دولت، زندگيءَ لاءِ ڇا نٿو گهرجي!" - ادارو.

* * *

## ڪافيون

*

مارُوئڙا ۽ ملير - ساريو وٺي، سرتيون ماريان!

عمر ادا، جي ڏيان ڏيهن ها، پيش کي کين ٻو قيد کرين ها؛
حاڪم، آهيان حقير - ڏٻهن کهنگهر جا وٺي کهاريان!

عمر اڃا ھي ٽنھنجا ڪپڙا، سُور نہ سيري لوني جھڙا؛
ھوند ھجان نہ اسير - ٽنھنجي وڳن تان واري واريان!

ڪونہ ھي تيد ڪٽي سان، ونديس وري ولھارن ڏي سان؛
اٿم اھائي اڪير - پريت پونھارن سان ٿل پاريان!

جيءَ ۾ ’جليل‘ آھي جھوري جھانگين، ساھ تو ڏاڍو ساري سانگين؛
سلندو سارو سير - راھون جن جون روز نھاريان!

*

پرين پرديس وارا پِرپرا، توکي خدا آڻي،
دکويل منھنجي دل جا دلربا، توکي خدا آڻي!

جلي ٿي جان، جانِ آرزو تنھنجي جدائيءَ ۾،
ڪري ڪو قرب منھنجي ڪاڻ آ، توکي خدا آڻي!

وسيلا واھرو منھنجا، سوا تو ڇا وھيو دل تي،
سڻائين حال سربستو صفا، توکي خدا آڻي!

فراقن ڦٽ ڪيا دل تي، سُڪايو ساھ ڪي سورن،
جڳھي ٿي جان جھوري ۾ جدا، توکي خدا آڻي!

’جليل‘ آھن اکيون لايون، اوھان جي واٽ ۾ وارث،
وِھڻ واجب نہ ھاڻي وار ڪا، توکي خدا آڻي!

## غزل

●

تو سيکي ريت ھي وري ڪھڙي،
ھي ستائڻ، ھي خود سري ڪھڙي؟

ڏوھ ٿيا جي ڪريون ٿہ مالڪ جا، شيخ صاحب جي وِٺي پِتري ڪھڙي!
دل ۾ پيدا ڪري نہ سوز گداز، سا وري چنبي شاعري ڪھڙي!
ڪرڻو انڪار آ تہ صاف ڪجي، اي پرين! ھي وري وَري ڪھڙي!
غير پنھنجا ۽ پنھنجا غير ٿيا، دلربا! تنھنجي دلبري ڪھڙي!
سون ڇپو ڏي خبر، ڇپائين پس: تو پڇين يار سو وري ڪھڙي!
درد سان آئس، بيمار فرقت سان، دل ’جليل‘ آھ ٿي ڇري ڪھڙي!

---



# "ولي" سروري

محترم 'ولي' سروريءَ پنهنجو تعارف هن طرح ڪرايو آهي:

"سترهن ورهين ڪان ڏڏ ڀراڙين ۾ رهي، ٻار ٻاڙهي، بيروزگارن ۾ واڌ آڻيندو تو رهان. ڳوٺن وارا 'فاعلاتن فعولن' مان ڪونه ڄاڻن: سندن خيال موجب شاعر اهو آهي، جيڪو الفي ٻاڻي، ٻڪناري ڪڙتال تي ڳائي ۽ ڳوٺ ڳوٺ ۾ ٻڳت وڃي- تنهنڪري ڪن ٿورن سڄڻن ڪي خبر آهي تہ آءٌ پنهنجي منهن شاعر هجڻ جي دعويٰ ڪريان ٿو. ادبي محفلن ۾ وڃڻ لاءِ وسيلا ۽ والدڪاني ڪهرجي. آءٌ ٻنهي ڪان محروم آهيان. اخبارن يا رسالن ۾ لکي موڪلڻ مون ڪان بہ ڪونہ ٿو پڄي، جو سست آهيان. اهوئي سبب آهي جو پڙهندڙ منهنجي نالي ڪان بہ بيخبر آهن.

نالو ولي محمد ذات رونجهو، ڪنيت ابوطه'، تخلص 'ولي' سروري اٿم. (ڪجھ وقت اڳي 'ولي' سرشاري سڏبو هوس). ڀڳهار جو پنج سيڪڙو پابنديءَ سان ڪتابن تي خرچ ڪندو آهيان. افسانا، ادبي مضمون ۽ مزاحيہ ليک اڪل بہ ڪوڙبون ڪن لکي ڇڏيا اٿم. موزون شاعريءَ ۾ ذري گهٽ ديوان تيار آهي. ڪافيون بہ- ادائي ڊزن ڪن لکيل آهن، پر ڳائي هڪڙي بہ ڪونہ ڄاڻان، ڇو تہ بي سُرو آهيان.

عمر جي لحاظ ڪان هيستائين ٿيئيه. اهڙا لانگها لنگهيو آهيان، جن ۾ سياري جا سيڙات بہ هنا تہ اونهاري جو اهک بہ هو؛ سرءُ جي سستي بہ هئي تہ بهارن جو چنڪو بہ شامل هوا سنڌيءَ ڪان سواءِ فارسي، انگريزي، بلوچي ۽ مارواڙي (ٿري) ٻوليون سمجهي سگهندو آهيان. پوري دسترس مادري زبان سنڌيءَ تي بہ ڪانہ اٿم.

اديب يا شاعر هجڻ جي دعويٰ انجاڻن اڳيان ڪندو آهيان، پر ٻارڪن کي عرض ڪندس تہ ڪي ڪين آهيان- مڙني رت ڦڙي لائي شهيدن ۾ نالو لکايو اٿم."

* * *

## ڪافي

*

ڪيف ڪڪوريون، ڪن ٽيون ڪلور-ڪانهي جن کي ڪاڻ ڪجل جي!
تارا جن جا تکيون ترارييون، ڪاڻ ڪن ٽيون ڪنيڙيون ڪاريون،
شاه وجانن پنهنجا شعور-ڳاهه وسارن علم عمل جي!
وار مشان ڪن وار وري ٽيون، چهڪ ڏني ڪن دلڙي چري ٿيون،
سارن ساريءَ جي دستور-هرڪا ڪتاري پري بغل جي!
چنبن چٻر جي چمي چپيائي، سرد وڏا سهمير سوڳائي،
کهوٽ کماليا يار جي کهور-ريت نه چائن رنگ محل جي!
وير 'ولي' ڪنين وڃي وڏائون، ذات جماعت ڪين پڇائون،
وره ۾ ويڙا جي وهلور-ڪنئين سچيندا آڻ اجل جي!

## غزل

•

چو چوان، رنج و الم مليا هي بيڪالي وٽان،
بنده پرور، جو سريو سو تنهنجي ياراڻي وٽان.

لڙڪ آهون اوچنگارون يا دعائون ۽ ثنا، ڪير هي سگهندو ٽري بي سروساماني وٽان.
خشڪ زاهد پارسا کان ڪنهن به حاصل ڪيو نه ڪجهه، مان“ ميخوارن کي ملند و ڪجهڙو بي ماني وٽان.
عشق جو تير نظر تير قضا بنجي لڳيو، شمع جي لڙڪن مان ۽ پڻ روح پرواني وٽان.
ڪو عجب ناهي جو ڏسجن قيس و قاضي هم‌جليس، هو سگهڻ راهِ طلب آيو هو ديواني وٽان.
شيخ صاحب پنهنجو پيمانو ڪيو ڪوزه-وضو، چو ته مسجد ڏي وڃي ٿي واٽ ميخاني وٽان.
منهنجي آهن جو اثر شايد جلائي آشيان، هو لڳي ٿو برق وانگي منهنجي ڪاشاني وٽان.
ڪاڪِ جلوه ۾ پڌون ٿا آهه بيصبري گهڻي، ڪو لڳيو آشفته سر هوندو پريخاني وٽان.
چشم گلگون مان لهي ڪا شئي اچي ساغر ۾ پئي، رنگ پيمانو وٺي پيو ڏس ته پيماني وٽان.
مظهرِ حق هرجا آهي جلوه گر جلوه نما، سوني ڪعبي کان ڏسون ٿا سوني بتخاني وٽان.
قلب مجنون، عشق وامق کي ڪري پنهنجو امام، دل جو نقشو مستعار آندو ور ويراني وٽان.
يار يا اغيار ڪو شهرِ خموشان ڪين اچي، موت تو وانگي لڳي ٿو تنهنجي بيڪالي وٽان.
دل پڌن، ايمان ڪسن ۽ دين ڪان ڪن ٿا جدا، جي چڏيا واسنگ چوڙي چيڪ هن شاني وٽان.

آه واضح بيخبر دنيا ۾ اي جانِ 'ولي'،
حسن تنهنجي جي حقيقت منهنجي انساني وٽان!

# فرد

سجڻ کي تحفو ڏلر دل، مگر نہ ورتائين،
چيائين وہشنو آهيان، کباب کونہ کپي.

ہري کان وجي پيئون پيرين اکيون،
جهکي وئي جبين سنگِ در کان اڳي!

لڙک وهنجارين لاشو عشق جو،
سرنگون شل حسن جو پرچم هجي.

کم دربان کي سجدو ديد خاطر،
تمس مشرک فقط هک مدّعا ہو.

اکيون ٿيون فروزان شبِ انتظار،
وہو خونِ دل تيل بنجي ہري.

حضورِ يار آخر جان ہہ لب ہتس،
وڏي درجي وجي ادنيٰ نسب ہتس.

ہچين ٿو وحشتِ دل جا اگر شاهد،
تہ هي منهنجي جبين، هو سنگِ در شاهد.





# "مائل" سروري

مصري "مائل" سروري ولد محمد لائق، ڪاڪا، تاريخ ١٩ آگسٽ ١٩٣٧ع تي ڳوٺ پليڊُنڊ ڪاڪا تعلقي هالا ۾ تولد ٿيو. ١٩٥٠ع ۾ سنڌي فائينل پاس ڪيائين. سنڌ يونيورسٽيءَ مان ١٩٦٠ع ۾ اديب سنڌي ۽ ١٩٦٣ع ۾ اديب عالم سنڌي سيڪنڊ ڪلاس ۾ پاس ڪيائين. ازانسواءِ جناب قبلهٰ 'طالب المولىٰ' سائينءَ جي خدمت ۾ رهي، ڪافي ڪتابي ۽ صحبتي مطالعه حاصل ڪيو اٿس. سندس خوشخطي تعريف جي محتاج ناهي.

جيئن تہ ڪاڪا قوم جو سروري ساڻ مان قديمي تعلق آهي، تنهن ڪري حضرت 'طالب المولا' سائينءَ جي خدمت ۾ رهڻ سان مصري 'مائل' ڪافي ڪجهہ حاصل ڪيو آهي.

'ميخانہ منصوري' (محمد فقير کٿياڻ) جي ميلي تي، قبلهٰ 'طالب المولا' کيس 'مائل' تخلص عطا ڪيو. سندس شاعريءَ جو آغاز ١٩٥٦ع کان ٿيو: غزل، ڪافي ۽ بيت تي چڱي مهارت رکي ٿو. سندس آواز پڻ چڱو سريلو آهي، ۽ ڪافيون وغيره ترنم سان ڳائيندو آهي. حضرت 'طالب المولا' سندس مرشد ۽ استاد آهن. هن وقت ادبي ميدان ۾ "مرڪزي بزم طالب المولا" سنڌ جو جائنٽ سيڪريٽري پڻ آهي.

* * *

## بيت

( ١ )

'مائل' ماڻين محب جي، تہ خوب خوشبون ڪي ٿين،
اُسري ڳڱ تسي هيءَ، اکيون پوءِ عجيب سون!

( ٢ )

پرين تو پرديس ۾، ڏينهن وچي لاتا،
آڏايم اداس مان، خبر لڌي ڪيانتا،
ٻڌڻ لاءِ مون پورهيت جا، نيڻ آهن آتا،
دلبر لڳ داتا! وارج واڳ ورڻ جي!

( ٣ )

وڙ ۾ وساريج، سڄڻ سپاجها سپرين،
واحد لڳ ولهي ڏي، واڳ وصل واريج،
پرين اچي پيار مان، ڪي پيالا پياريج،
جانب جياريج، ’سائل‘ مون مهجور کي.

## ڪافيون

*

پنهنجي ور کي وچي مان ورائيندس،
حيلو هرڪو هڻن لئه ملائيندس!

اوهين پاڻ سدد هوند منهنجي ڪيو،   سو جانب ڪان مون کي چو ٿيون جهليو،
جي ٻلڻو اتو، وچي پاڻ ٻلهو،   آءٌ ته پنهنجي پنهل جي ڪاهيندس.
جي ور ڏي ويندي مان ويس مري،   ته ٻه سرتيون اها مون کي سوپ سري،
پر وات تان ايئن ٻس ڪين وري،   پنهنجي محبت نيٺ سلهائيندس.
هتي ڪين وهان توڙي چا به ڪيو،   مون کي نينهن ته هن جي نهوڙي ليو،
ڏک ڏولگر جا ڪئي ڪيڏا ڏسيو،   ڊچي تن ڪان نه پاڻ هٽائيندس.
سختيون سور سيني سر تي سهي،   ويندس ڪيچ ڏي هاٿي ترٿون ڪهي،
پنهنجي محب ڪي ’سائل‘ لوچي لهي،   ساري سور سڄڻ کي سڻائيندس.

*

تنهنجي پار وچوڙي ڪيس چري،
مل موٽي مٺا، نه ته ويندس مري!

دل ميڏي جدائي ڪين سهي،   جيڪا ڪلهجي توسان روز رهي،
جنهن کي ياد سنده هڪ پل نه لهي،   تنهن کي پاڻ پنائج پيارا وري.

ڀرين ٻيمار ڏني ٻو ڏار ٿيڻ،     اينهين واجب نـاهي توکي ڪرڻ،
سـون سٽـي ۾ نـاهي سـور سَهڻ،     آهـي تنهنجي فراق جي ڳالهه ڳري.

اڄ اڪـيليءَ جـا آڌار پـريـن!     هـن جـيءَ جـڏي جـا جـيار پرين!
رئـان آب اکين زارو زار پـريـن!     دل درد ڪـان دلـبـر آهه ڀري.

مون 'مائل' کان ايڏو رهڻ جدا،     وار واڳ ولـهـيءَ ڏي نـار خـدا،
رهـون هاڻ سڄڻ ٿـي ڀـاڻ ڪنا،     تنهنجي ڏار سري ٻـر مون نـه سري.

*

جاني! جدائي ٿي جهوري — هائي ڪريان ڪيئن توري!

دلـڙي آهـي درد ستائي، سـاس هـڏن جـو منڙا جـانـي:
ڪاتن جيئن ٿـو ڪوري!

تـون ٻـه جـدا ٿين ٻاڻ ٻـاني، ويتر دل جا سور وڌائي:
چـاڪ چريءَ جـا چوري.

قسمت مون سان ڪين رهايو، توسان سورهئون ڪين ملايو:
تنهن سان ٻوان ڪيئن پوري.

'مائل' تي تون مهر ڪٽي ڪر، پورل جنهن آ تنهنجي جهلي پر:
چن نـه ڪڏهن هي چوري!

## غزل

●

ايـا سـان رمزِ دلبر ڪـي سهي سمجهڻ نٿو چاٿان،
سبب ان کان ئـي اکين ۾ پرين ڀائڻ نٿو چاٿان.

يقيناً ذرّه ذرّه ۾ خـدا جـو نـور پـوشيده،
ڏسان جنهن سـان، اهالي سـان نظر ڀائڻ نٿو چاٿان.

ڏسان دل جي اکين سان جيئن توکي ٿـو حقيقت سا،
زبـان سان ڪنهن لمونـي ٻـي ڪري جاڻ نٿو جاٿان.

اـ آهي درد منهنجي جي حڪمن وٽ دوا دلبرا
اوهين سون تي شفا ڪريو خدا ڪارڻ، تو جانان.
اچي تي شامتِ اعمال ڪان تڪليف جيڪا ٿي،
خدا، رحمت سوا تنهنجي اها لاهڻ نٿو جانان!
ڪٿي ڪيڏي نصيحت تون ڪرين مون کي ڀلا واعظ،
نه ٿيندو ڪجهه، ڀلي جڏ تون تندون تاڻن نٿو جانان.
ڪم حملا هزارين ڀر ٿيا بيڪار، رَس هاڻي،
دلِ مغموم کي ڪنهن طرح ڀرچائڻ نٿو جانان.
سر تسليم خم آهي قبولڻ جي عنايت ٿئي،
انهي ڪان ٻيو خوشي ٻي ڪا مٿي پائڻ نٿو جانان.
ڪمالِ فن سلي وينڊو، سهاري 'طالب المولیٰ'،
اچا جي شعر قابل داد جي ٿاهڻ نٿو جانان.
جڏهن درياءِ دنيا ۾ سندم اميد جي ڪشتي،
رسائيج تنهن کي ساحل، ٻيا خدا، تارڻ نٿو جانان!
محبت ۾ ڪري 'مائل' ڏنا جي سور تو سيڪ ۾،
ڪرڻ سي آشنا ٻئي سان چڱا پائڻ نٿو جانان.



پرينءَ سان ٻيچ پائي ٻو نڀائي يار ٿو ڪوڪو،
محبت محب جي دل ۾ سمائي يار ٿو ڪوڪو.

ڏسي سيدان الفت ۾ سوين سختيون، پڳا سَڏ ڙيا،
قدم پختا انهي ٻڙ ۾ جمائي يار ٿو ڪوڪو.
امارو نفس ٿو جنهن دم وڪوڙي نفس نادان' کي،
وٺي همت ڪان ڪم ان کي چڏائي يار ٿو ڪوڪو.
محبت ۾ اچن وهم وگمان دل کي هزارين ٿا،
انهن ڪان ٻاڻ کي بلڪل ٻچائي يار ٿو ڪوڪو.
گهٽي لفظن جا مجموعي لکن ٻيا نظم اچ شاعر،
حقيقت فطرتِ انسان ٻڌائي يار ٿو ڪوڪو.

لڳي هر ڪنهن کي وڻي پنهنجي، ٻُڌي ٿو ڪو نڪو ڪنهنجي،
اذيت دل ڏکوئيل جي هڻائي يار ٿو ڪو ڪو.

پڙهن ٿا علم ڪئي استاد وٽ شاگرد مڪتب ۾،
عمل ان تي ڪري، ليڪي ڪرائي يار ٿو ڪو ڪو.

خواريون خلق جون آهن سهڻ ڏاڍيون ڏکيون سر تي،
مگر محبوب لءِ سر تي سهائي يار ٿو ڪو ڪو.

هڻن دعوا جو در 'مائل' محبت ۾ گهڻيئي ٿا،
مگر جند جان جانب لءِ جلائي يار ٿو ڪو ڪو.





# عبدالخالق ”شهيد“

”منهنجو نالو عبدالخالق ولد غلام محمد ذات سومرو، اصل وطن آراضي تعلقو سيوهڻ ضلعو دادو آهي. ۱۹۳۴ع ۾ پيدا ٿيس. ننڍي هوندي کان راڳ-آواز سان گهري دلچسپي هوندي هئي. پهرئين درجي کان فائينل تائين پنهنجي ڳوٺ ۾ ئي هوس. ۱۹۵۰ع ۾ حالتن ڦيرو کاڌو، جنهنڪري مجبور ٿي پنهنجو اباڻو وطن ڇڏڻو پيو. هن وقت ڳوٺ نانگو لائين ڪوٽڙي ۾ هميشه لاءِ مقيم آهيان. گذر معاش پرائمري ماستري آهي. ۱۹۵۳ع ۾ ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد ۾ ماستري سکيا لاءِ چونڊيو ويو، اتي جناب قبلہ استاد گرامي صاحب سان منهنجي ملاقات ٿي، جو هو صاحب اسان کي پارسي پڙهائيندو هو. مون کي ادبي دنيا ۾ آماده ڪرڻ ۾ وڏو هٿ استاد گرامي صاحب جو آهي. سندن نيڪ نصيحتن هر مشڪل ۾ آساني پيدا ڪئي آهي. سندن پدرانہ شفقت مون کي صحيح انسان بنايو. ابتدا ۾ ’جوڳي‘ ۽ هاڻي ’شهيد‘ تخلص ڪريان ٿو.“

## ڪافي

*

ڏيرن ڪئي ڄڻ وفا، هام الا!
سرتيون، سور ڏيئي ويا!

ننڍ نڌوريءَ نيٺ نهوڙيو، جاڳيس ڪين صفا:
هام الا! سرتيون، سور ڏيئي ويا!

اڍيون مون تہ اپوجهہ سان جتن ڪئي آ جفا:
هام الا! سرتيون، سور ڏيئي ويا!

جهنگ جبل ۽ ڏاڪـڙا، ٽيني هلنـ هيـا:
هاه الا! سرتيون، سور ڏيئي ويا!
آيل! نيٺ 'شهيد' سان، ڪامل قـرب ڪيا:
هاه الا! سرتيون، سور ڏيئي ويا!

●

گهٽئي عشق وارن تـي الـزام آيـا،
۽ سوري چڙهڻ جا به پيغام آيـا.

يا هو زهرِ قاتل يا هو آبِ زمـزم، ڪري نوش ويـاسون، جڏهن جام آيا.
نہ مايوس آهيان، ٻُڌي تن جون خبرون، صبح جـي نـہ آيـا، اِجهي شام آيا
انهن ڪان ٿي صدما رسيا دل کي يارو، وفا جـو ڪرڻ مون سان انجام آيا.
انهن کي تـہ ميخاني ۾ پـي ڏٺوسون، مسـٽي سان ٻڌي جيڪي احرام آيا.
'شهيد' آه ٿيو شڪر واجب تنين جو، پـري پـسرت وارا جـي اقـدام آيا.





# حامد علي ”انور“

حامد علي ”انور“ ايم. احمد زئي پنهنجو مختصر تعارف هن طرح لکيو آهي:

”منهنجو جنم ٻارهين آڪٽوبر ١٩٣٦ع ۾ ٽنڊي آغا حيدرآباد ۾ ٿيو. جيئن ته مان قبلہ والد صاحب جن جو سڀني کان ننڍو فرزند هوس، ان ڪري والد صاحب جن جو مون سان بي انتها پيار هو: ايتريقدر جو آفيس يا شهر وڃڻ وقت به مون کي پاڻ سان گڏ وٺي ويندا هئا، ۽ ان دوران مون کي نماز جا رڪن، قرآن مجيد جون آيتون، اردو، سنڌي، فارسي شعر خواهہ پهاڪا وغيره ياد ڪرائيندا هئا. ان تربيت ۽ تدريس جو مون تي اهو اثر ٿيو، جو مون ننڍيءَ عمر ۾ سوين بيت، نظم ۽ شعر وغيره ياد ڪري ڇڏيا. واضح هجي ته شام جو ستين بجي کان رات جو نوين بجي تائين قبلہ والد صاحب جن مون کان ياد ڪرايل شعر، نظم ۽ بيت وغيره پڇندا هئا، ۽ جيڪڏهين ڪو شعر مون کي ياد نہ ايندو هو ته ان جو پهريون لفظ مون کي ٻڌائيندا هئا، ۽ پوءِ مان جهٽ-پٽ اهو شعر يا بيت وغيره طوطي وانگر ٻڌائي ويندو هوس! منهنجي ٻالڪ اوستا ۾ جيڪا پهرين پهرين شعر جي ابتدا ان وقت ٿي، جڏهين مان ٽيون درجو سنڌي پڙهندو هوس. واضح هجي ته مان هر روز شام جو چئين بجي کان پنجين بجي تائين پنهنجي هم ڪلاسي شاگردن سان گڏجي اسڪول جا ڪم ڪندو هوس. ان ڏينهن به هميشه جي دستور مطابق پنهنجي هم ڪلاسي سيد مهتاب شاهہ سان گڏ اسڪول جا ڪم ڪري رهيو هوس تہ اوچتو آسمان ڪڪرن سان ڇانئجي ويو، ۽ تيز طوفان سان گڏ وڏڙو مينهن ڪڙڪات ڪري وسڻ لڳو! منهنجو توجهہ هڪدم طوفان ۾ مدغم ٿي ويو، ۽ قلب بي ساختہ زبان کي روانيءَ ۾ آڻي مون کي هن چوڻ تي مجبور ڪيو، جو ناظرين ڪرام جي مطالع لاءِ درج ڪجي ٿو:

ڏسو هي قدرت جو شان،
وهه وهه آيو اچ طوفان؛
مينهن به بند ۽ پڙهڻ به بند،
هل ته گهمون هالي دالان!

مون هي شعر چئي ختم ڪيو ته هڪدم وسري ويم، ۽ وري وري دهرائڻ شروع ڪيم: نمڻ ياد آيو، جو ڪتبن اکرن ۾ ڪاپيءَ تي درج ڪري ڇڏيم. ان بعد واقع مينهن بند ٿي ويو ۽ مان پڙهڻ بند ڪري پنهنجي هم ڪلاسي دوست سيد مهتاب شاهه سان گڏ دالان ۾ اچي ويٺس. جتي وچ جي چمڪات ۽ پورب جي پرمهڪ ۽ ڪيف پرور فضا ۾ مذڪوره شعر دهرائڻ شروع ڪيوسين؛ ايتريقدر جو بلڪل ياد ٿي ويو!

هي شعر پڙهن قبل والد صاحب جن پڙهڻ تڏهن پاڻ پنهنجي 'ڪشڪول' ۾ درج ڪري، ان تي لوٽ هنيائون ته "منهنجو هي فرزند شاعر ٿيندو، ان ڪري جو سندس طبع موزون آهي." ان ڪان پوءِ سڪول ۾ مشاعرا ٿيندا رهيا ۽ ويهه ويهه صدر چوندي مشاعرا ڪندا رهياسون.

ان طرح شعر وسخن منهنجي زندگي بنجي ويو. اڳتي هلي پنهنجي حقيقي ذوق يعني فن شاعري کي لازوال فروغ بخشڻ لاءِ سون "بزم انور" حيدرآباد ربجن جي نالي سان جماعت ٺاهي، جنهن ۾ ربجن جي ڪافي شاعرن، اديبن، عالمن خواهه استادن منهنجو ساٿ ڏنو. ادبي ميٽنگن، پندره روزه مشاعرن، ماهانه ادبي ڪلاسن، سالانه ادبي محفلن ۽ ڪانفرنسن ۽ مشاعرن وغيره جي علاوه جديد مشاعرا، مثلاً دريائي مشاعره، آفتابي مشاعره، ماهتابي مشاعره، انجمي مشاعره، آبري مشاعره، فجري مشاعره، گلستاني مشاعره ۽ پهاڙي مشاعره وغيره پڻ منعقد ڪيا ويا. منهنجي هن ادبي تحرڪ ۾ جن ادب نواز صاحبن هر ممڪن تعاون ۽ امداد ڪرڻ سان هر وقت منهنجي حوصلا افزائي فرمائي، تن ۾ عاليجناب حضرت مخدوم محمد زمان 'طالب المولىٰ'، جناب مولانا غلام محمد گرامي صاحب، محترم محمد بلال 'پرديسي' ۽ محترم عبدالله 'خواب' صاحب جا نالا قابل ذڪر آهن.

منهنجي هن وقت دلچسپ مصروفيات شعر چوڻ، ديني، اسلامي، طبي ۽ ادبي مضمون تحرير ڪرڻ، مشاعرا ۽ ادبي محفلون ۽ ميٽنگون منعقد ڪرڻ آهي."

* * *

## بيت

( ١ )

موت ۾ مرڻ جو، ڪامل ڪنهين ڪل،
مرندي مرندي هجر ۾، جيئڻ آهي ڪمال،
ٿي مرد مالامال، مرندي جي جهان ۾!

( ٢ )

ٻرت اندر ٻرڻ جي، رنج ڪر، م رفيق،
دمدم آه دقيق، ناز واري ليئهن ڏيو!

( ٣ )

اُگهاڙا عاشق، ٻرت ۾ ڪجهه ٻار،
اوچڻ اوڍيني عشق جو، لوڪان لڄ ٻه ڏار،
هيڻ م ٿي نروار، ننگ ڪي نانگا ڇڏي!

( ٤ )

متوالن معنيٰ، ٻيحد ٿيڻ ٻتال،
ڪينهن هيءَ ڪمال، مت وڃائڻ سوچ ۾!

( ٥ )

ڪرين جو هرروز، ان مان سبق سيک،
هيٺين مٿي ليک، گذريل هرحالات کي!

( ٦ )

آزمايل ڪير، هرهر آزماءِ،
منهن ۾ مِٺي م ٻاه، عقلمند انسان ٿي!

( ٧ )

ڪنهن کي شاديءَ شوق، ڪنهن کي ماري موت،
ڪنهن کي گذيو هوت، ڪو گذيو وڃي هوت سان!

( ٨ )

الهه چنو تون هڪ، وٺئي ٻي م وار،
اندر ۾ آثار، اڪر هڪ الله جو!

( ٩ )

ويو جو ويجهو، واحد سندي ٻار،
لاس ڪندڙ نار، ان عابد لئه گلزار ٿي

( ١٠ )

مورت ۾ ماڻهو، حيوانن ڪان پسڻ،
مرونءَ مثل مست، اگهاڙا پوشاڪ ۾!

( ١١ )

ماڻهپو سڱو، وڃ م ماڻهن کهر،
هڪبئي وٽ اچڻ، زماني جي هَر،
وڃي وري وَر، ماڻهن جي ميدان مان!

( ١٢ )

جي نه هجي ڪوڙ، جاڳجي ڪيڻ سچ،
مالڪ جي شناس لئه، خلقيو خالق ڪچ،
اهو جاڳي ٻچ، جاڳي آهر ڪوڙ ڪان!

( ١٣ )

سندرو ٻڌو سچ جو، جن سنڀاري ساري،
دلبر دل واري، وڏائي وِڪ وڙڪيا!

## ڪافيون

*

پرون پريس تنهنجا ٻُورا
دل کي نامي ٻيار بهاري.

ساجن تنهنجي ٻياد ستائي، دل تان دلبر ڪير ڀلائي؛
ٿي نه سچڻ هيڻ دور۔دوست اچي ڏي ڪا دلداري!

توکي دلبر دلڙي ساري، محب وڇوڙو مون کي ماري؛
ڇھکن ڪني دل چور-چور ڏس تو بن رات انڌاري!

ٻاھ برھ جي دلڙي ساڙي، آه عشق جي ڦٽڙن ڦاڙي،
محب ٿيس مجبور-ورد سندم آھي؛ آه و زاري!

پيارا پيارا منھنجا جاني، نازڪ نيارا ڇڏ ناداني؛
گھايو تنھنجي گھور-ڦيري ھر ھر نين ڪٽاري!

تنھنجي طامع وحدت و ڪثرت، منھنجا ٿي ويا حرص ۽ حسرت؛
لائي ڏس تون نور-ڪنھن ڪيا ھي نوري ناري!

ساھ صنم ٿو توکي ساري؛ قول ڪيل اچ پيارل پاري؛
نين لئور سرور-'انور' ناھي قلب قراري!

*

دلربائيءَ سان آءِ دلبر! دل کسڻ کنھن کان سکئين؟
سُرڪ سان موھي ورين! منھڙو مٽڻ ڪنھن کان سکئين؟

سونھن سان، سينگار سان، ۽ ناز خوش انداز سان،
ھيئن رمز سان ۽ راز سان، ڪورڻ ڪپڻ ڪنھن کان سکئين؟

پيار سان، گفتار سان، عاشق ڪُھڻ انڪار سان،
خوش ڪري ديدار سان، تيرچو تڪڻ ڪنھن کان سکئين؟

ڪار سان، اطوار سان، ٿيدي ڪري ڪردار سان،
سُرڪ واري مار سان، قاتل ڪُھڻ ڪنھن کان سکئين؟

ڪٿ الفت و ڪلفت ٿي تون، ڪٿ حرص ۽ حسرت ٿي تون،
ڇنو وحدت و ڪثرت ٿي تون، واري وَنگڻ ڪنھن کان سکئين؟

حسن وارن کان پڇين ٿو کو نہ خود کان سوال ڪر؛
ٿي نہ 'انور' بيخبر، سختيون سھڻ ڪنھن کان سکئين؟

*

تو بن ڪين سري ٿي منھنجي، لمحو لمحو گھائي يار!
جان جلي وئي دلبر آھي، ھيڄ ھرت جو ھائي ٻار!

آگ اندر ۾ عشق لڳائي، ھيوس ٻنھ ٻنائي ٻار.
دور رھي آءِ دلبر پيارا، وبتر ڪيم ستائي يار.

تو تہ وساريو مون کي دلبر، پنهنجو قدر وڌائي يار.
مل تون مون سان ورد اهو آهي، سُنهڙو ڪيم سنائي يار.
ڪوبہ سندم ڪو ساٿي ناهي، جيڪو محب ملائي يار.
حب سندني بيحال ڪيو آهي، [illegible] ڪيم [illegible] يار.
اُٿندي ويهندي، هلندي چلندي، ياد سندني تڙپائي يار.
تون مون سان ۽ آءٌ تو سان، واحد پاڻ چوائي يار.
تنهنجي وحدت ڪثرت ڪامل، پنجي ڪير ڪمائي يار.
'انور' آهي سراپا آهي، تنهن کي ڪيم جلائي يار.

## وائي

وحدت ڪثرت ڪيڙ، منصب موليٰ سائين خاطر:
وحدت ڪثرت ڪيڙا
فرض ادائي ۾ تي نانق، ساز صداقت چيڙ:
منصب موليٰ سائين خاطر!
احمد صلعم جو ٿي پيرو، من موليٰ سان سيڙ:
منصب موليٰ سائين خاطر!
'انور' وانگي قرب ڪتي تون، قلب قرآن سان ڪيڙ:
منصب موليٰ سائين خاطر!

## گيت

پکي لنئون ٿا لات، آئي ساجن! آئي آ پرڀات.
وحدت و ڪثرت جي قدرت سان، گويا، حرص هوس حسرت سان:
حق و مجاز هنڊائي، هيٺو ڪر هيهات!
رنگ برنگي گل ٽڙيل ڏس، سگرو، عبرو، خوب ڪڙيل ڏس:
تن سان من پرڀائي رنج والم ڪرمات!
هير لڳي ٿي پوند وسي ٿي، گوڙ ٿئي ٿي، ڪنوڻ کنوي ٿي،
ڪوئل ٿي ڪوڪائي، هاڻ آئي برسات!
واهٔ لڳو، ڏس ڪڪر هٿي ويا، عرش فرش تي رنگ ٿئي ويا:
جيون جوت جڳائي، پڪن ٿا ذرات!

توسان منهنجو پيار، اي پيارا!
توسان منهنجو پيار.

منهنجي ٻِنهن کي تنهنجي واحد، پل پل آهي ٻچار،
اي پيارا! توسان منهنجو پيار!

آ تہ ڪريون ڪي روح رهائيون، آهي فضا هموار:
اي پيارا! توسان منهنجو پيار:

مُرڪي عطا ڪر مُرڪ هي مٺي جو، خالص خاص [illegible]
اي پيارا! توسان منهنجو پيار!

وحدت ڪثرت 'انور' جيءَ ڪي، تنهنجي آهي تنوار:
اي پيارا! توسان منهنجو پيار:

## نظم

روح کي راحت رسائي تُو بهار،
غمزدن جا غم ميٽائي تُو بهار!

| | |
|---|---|
| گلستان سارا ويا چانداڻ ٿي، | جهنگلن کي جگمگائي تُو بهار! |
| صبح جي ٿڌڙي فضا ۾ چوطرف، | برگ ۽ گل، ٻي کيلائي تُو بهار! |
| ٻنهنجي جوبن سان جلائي اڄ خزان، | حُسن کي حيرت ونائي تُو بهار! |
| مُسڪرايو ٿي چوي نازڪ نگاهہ، | سونهن کي وبهتر سجائي تُو بهار! |
| ٻنهنجي اڄ ناز و ادا ۽ نياز سان، | نازنينن کي نيمائي تُو بهار! |
| اڄ انوکي ناز ۽ انداز سان، | مسڪراني هيچ ٻهائي تُو بهار! |
| طالب و مطلوب ۽ ٻڻ طلب ٿي، | عشق کي افضل بنائي تُو بهار! |
| سربسر حامد ٿي اڄ قدرت سندو، | ٻنهنجي ٻر ۾ گيت ڳائي تُو بهار! |
| وحدت و ڪثرت مان 'انور' جي مدار، | روحَ رنگي رنگ لائي تُو بهار! |
| مسڪراهٽ ۾ ڏمي اڄ اشڪ غم، | مثلِ 'انور' مُسڪرائي تُو بهار! |

## غزل

●

ڪنهن سان شڪوو ڪرڻ بہ ٿيو مشڪل!
ڏيل ۾ ڏک ڏرڻ بہ ٿيو مشڪل!

| | |
|---|---|
| قتل ڪثرت ٿي، قرب وحدت ۾؟ | ڳوڙهي ڳجهہ ۾ ڳرڻ بہ ٿيو مشڪل! |
| شعلہ درد درڪنار رهيو، | ٻنهنجي ٻڌَ ۾ ٻرڻ بہ ٿيو مشڪل! |
| صبر تي جبر ڏسندي چوٿو ٻمو، | اڄ تہ سُڏڪا ڀرڻ بہ ٿيو مشڪل! |
| زندگيءَ ۾ پيي جام موت و حيات، | نيمث 'انور' مرڻ بہ ٿيو مشڪل! |



# شيخ "اياز"

سنڌي زبان جي مشهور شاعر شيخ اياز جي شخصيت ۽ سندس تخليقي فن ڪنهن به رسمي تعارف جا محتاج ناهن. 'اياز' هن وقت سنڌ کان ٻاهر يورپ تائين متعارف ٿي چڪو آهي. اردو زبان ۾ لطيف جي رسالي جو سندس منظوم ترجمو اردو ادب ۾ شاهڪار اضافو ڪري تسليم ڪيو ويو آهي.

ولادت: ٢٣- مارچ ١٩٢٣ع تي شڪارپور ۾ ڄائو. والد جو اسم گرامي شيخ غلام حسين آهي، جو صاحب شڪارپور جي مشهور شيخ خاندان جو فرد هو.

تعليم: ابتدائي ۽ ثانوي تعليم شڪارپور ۾ حاصل ڪري، ميٽرڪ شڪارپور هاءِ اسڪول مان پاس ڪيائين. ان کان پوءِ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايل. ايل. بي. جي ڊگري ورتائين.

وڪالت: ١٩٥٠ع ۾ ڪراچيءَ ۾ وڪالت شروع ڪيائين. هن وقت سکر ۾ سڪونت پذير آهي.

ادارت ۽ تاليفات: اول سنڌي رسالي "اڳتي قدم" جو ايڊيٽر ٿيو. ١٩٤٦ع ۽ ١٩٥٤ع ۾ ننڍين آکاڻين جا دلڪش مجموعا شايع ڪيا اٿس.

شعر و شاعري: ننڍي عمر کان ئي سندس طبع جي رواني ۽ برجستگيءَ ڪيئي جواهر پارا پيدا ڪيا، جن کي ڏسي، قادرالڪلام استاد به حيرت زده رهجي ويا. سندس شعر جو پهريون مجموعو "ڀونر ڀري آڪاس"، پاڪستان رائٽرس گلڊ پاران، ١٩٦٢ع ۾ شايع ٿيو، جنهن ۾ بيت، دوها، نظم، آزاد نظم، قطعا ۽ غزل آهن؛ جو ١٩٦٤ع ۾ اولهه پاڪستان سرڪار پاران ضبط ڪيو ويو.

ان طرح، شعر جي سلسلي ۾ سندس ٻيو ڪتاب "ڪُلهي پاتم ڪينرو"، ڊسمبر ١٩٦٣ع ۾ ڇپيو، ۽ ١٩٦٨ع ۾ اولهه پاڪستان حڪومت ضبط ڪيو.

اردو: ان طرح، اردو شاعريءَ ۾ سندس ڪتاب 'بُوي گل نالهء دل' بهترين ڪلام تي مشتمل آهي. ان کان سواءِ، هن شاهه لطيف جي رسالي جو پڻ اردوءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. اهو ترجمو مرڪزي حڪومت پاڪستان جي وزارت تعليم جي هدايت تي، سنڌ يونيورسٽيءَ طرفان ۱۹۶۳ع ۾ شايع ٿيو آهي. هن، لطيف جي ميلي تي، جڏهن سابق صدر پاڪستان کي ترجمو پيش ڪيو، تڏهن صدر کيس مبارڪباد ڏني.

نثر: اياز نظم سان گڏ نثر مرصّع جو پڻ صاحبِ اسلوب ليکڪ آهي. ان سلسلي ۾ سندس خطبا ۽ تقريرون ادب ۾ وڏو مقام رکن ٿا. سندس انداز بيان ۾ تنقيدي شوخي ۽ برجستگي آهي. سندس نثر جي فن ۾ زياده تر حقيقت جي تلاش، ڪائنات ۽ حيات جي تخليق تي غور و فڪر، فطرت جي منظر نگاري ۽ ترجماني آهي. سندس علمي ۽ ادبي خطن جو مجموعو "جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي" جي نالي سان ڇپيو، جو ۱۹۶۸ع ۾ ضبط ڪيو ويو. خطبن جو مجموعو "ٻتول اياز" ڇپيل آهي.

تازو ڪلام: تازي ڪلام جي اشاعت جي سلسلي ۾ "روح رهاڻ" رسالي جا مجموعا- "جل جل مشعل جل جل" (اپريل ۱۹۶۷ع)؛ "هي گيت اڃايل سورن جا" (اپريل ۱۹۶۸ع)؛ ۽ "رُت آئي ڳاڙهن ٻيرن جي" (آگسٽ ۱۹۶۸ع)- شايع ٿي چڪا آهن. (جن مان اپريل ۱۹۶۸ع ضبط ٿيو آهي.) ان طرح سندس تازو ڪلام "آءُ جون ڦلڙيون- پيچ پني" ڪتابي صورت ۾ سگهو ئي ڇپجي رهيو آهي. انهن شاعرانه مجموعن ۾ سندس نقطه نظر، زياده تر حقيقت جي تلاش ۽ عالم جي بي ثباتي ۽ ڪائنات جي مسئلن جي عقده ڪشائي آهي.

"اياز" جي فني حيثيت لاءِ ايترو چوڻ ڪافي آهي ته زندگيءَ جون تلخ ۽ تيز، تند ۽ ڪيف آور وارداتون، حسن ۽ جمال جون نيرنگيون، هجر ۽ وصال جون مستيون ۽ ڪيفيتون، سندس فني تخليق ۾ بنيادي حصو رکن ٿيون بعض هنڌن تي سندس انفرادي فن، فن جي روايتن ۽ قدرن ۽ حد بندين سان هڪ اهڙو لطيف پيوند ٿو پيدا ڪري، جنهن ۾ عينيت ۽ غيريت جا سڀ اضافي قدر جمع ٿي ٿا وڃن.

سندس فن حسين جملن، خيالن ۽ محاورن جو جامع آهي. ان سان گڏ سندس زبان رنگين، پرجوش ۽ پرشڪوه آهي. سندس فن ۾ سوز و گداز به آهي. سندس اهو رنگ اگرچ خارجي آهي، پر سندس داخلي ڪيفيات سان اهڙو ته رلي ملي هڪ ٿي ويو آهي، جو چڻ ائين پيو معلوم ٿئي ته فن باڪمال شعور تائين پهتو آهي؛ جنهن ڪان داخلي ۽ خارجي اثر ۽ تاثير ۾ هم آهنگي ۽ يڪرنگي، جدّت ۽ ندرت پيدا ٿي آهي.

مختصر چئجي ته 'اياز' پنهنجي شاعرانه شعور جي حيثيت سان جديد ۽ قديم فن ۽ اسلوب جو سنگم آهي. — ادارو.

* * *

## بيت

( ١ )

آهه آها لَس-ليٽَ، جنهن تي چمڪي چاندني؛
آيران اوچي چنڊ ڏي، ڀوڙيان ڪيئي ڀيٽَ،
ساڳر کهڙي پيٽَ، تارن هيٺ تلاوَ سان!

( ٢ )

سَنڌيا ٽاڻي ڏيئڙا، تن ۾ منهنجي سولهَن؛
ڀي ڪا وِيرَ ورونهَن، آيري آڏري چنڊ ڏي!

( ٣ )

هيءَ نہ امرت اوتَ، وهَہ بہ وڻيءَ ۾ وينگسو!
ڀرَ جي چاهيو چسُ کي، ڪو نہ ڪيو ڪِنگوتَ؛
ماري ناهي موتَ، سُرڪيون جنهن کي ساهہ ۾.

( ٤ )

آڏيءَ رات اُجهار، ڪنهن کي کهرجي سوجهرو!
تنهنجو هوڙي واءَ ۾، کهڙو آهہ قيار!
کهڙي ويرَا وِسار، ڏيئا سنهنجيءَ ذات جا.

( ٥ )

ڏيئا منهنجيءَ ذات جا، ايڏو واءُ وَٺاءُ!
توتي ڪنهن بہ پتنگ جي، ڀرَ نہ ڪيو ڀڙلاءُ؛
آڏيءَ منجهہ آهاءُ، ڀو بہ آهوئيي ٿو ڪَرين!

( ٦ )

ڳوڙها ڳاڙي رَتُ جا، ڀملا ڳَلُ لڪاءِ؛
اُفُ انهن تي جي اچي، چَپُ ڪَٿي آچلاءِ؛
تين وٽ ووھ نہ واءِ، جن وٽ نمرا نينهن جا!

( ٧ )

وبجَ اسان جي وَڏُ کي، سُور نہ کهرجي سَڪُ؛
ڪَڪِ تہ پانهو ڪَڪُ، ڪَڙڪڙو ڪانَ گهڻي ڪَنيي!

(۸)

هيءَ نہ ڪنهونءَ ڪيڏ، سوچي آءُ آچاترا!
ڪهوٽ ڪهٽيني ڪوهر ۾، جن جا پڪا پيڏ؛
اوسيريءَ اڪ-ليڏ، ڪيئي مالجهي ماريا.

(۹)

پريت پڇاڙيا ڪيترا، ڏرتيي توتي ڏڱ؛
لوڏ جنهين جي لونءَ ۾، سي لُولا تن لڱ؛
جن ۾ آڪَ الاوَ ها، تن جا ڳوڙها ڳڱ؛
سوچي سوچي سڱ، ڪوهياري سان ڪو ڪَري!

(۱۰)

ڪالهہ ڏٺم ڪلوَنت جو، هاربل ريٺو رَتُ؛
اَڄُ آهو اَمرت، سڀ ڪي چَسُ چَريو ڪيو.

(۱۱)

ڪالهہ ڏٺم ڪلوَنت جو، ڪانيءَ مٿان ڪَنڌُ،
ڪوڪَن ساڻُ ڪلوُر جي، ساٿو هرهڪ سَنڌُ؛
اَڄُ آهو سوڳنڌ: ساڻُ سِنيءَ جو ايترو!

(۱۲)

ڪالهہ لنهوءَ ۾ لالُ، آيو ڪوني ڪاهڙي،
رَنگَ ڪري ٿو رَتَ جي، تن جو ناهہ مثال،
پانهہ آنهيءَ جو پالُ، ڪاڪِ ڪَڪوري ٿيي وٺي.

(۱۳)

مون جٺن اکڙيون ڪيتريون، جن جا لُڙڪ اٿاهہ؛
ڳوڙها وڄ دڙياهہ، ڪَنهُ جانان تن جي ڪندي!

(۱۴)

تو وٽ موتين ٿالُ، سِرُ ٿيريءَ تي مون ميان،
ڪيئن چوان ڪنهن آڇيو، آهہ مهانگو مال!
تو بہ پَلايو پالُ، جَرڪايو ٿيي جَنوءَ ڪي!

(۱۵)

ڪهڙو ٻنچي پيار جو، ماريءَ ناهہ سُنُوا!
جيڪو ڪونہ ڪُٺو، سو نہ اسان جي ڪُڙم مان(۱).

---

(۱) ڪسے ڪہ ڪشتہ نہ شد از قبيلہِ ما نيست (نظيري).

( ١٦ )

ائين نہ آن سان اوريءَ، مومل ڏاڍي ڏُکيئي!
آتُ، آتُ، ڪاڪ ڪَڪوريءَ، راڻا! پنهنجي رَتَ سان.

( ١٧ )

جيءَ جڏهن جنجار ۾، ماڻهَ تڏهن هيڪاند،
راڻا! هيءَ نہ راند، سُنڌ نہ سَوَلِيي ميندرا.

( ١٨ )

پَنهِ جهڙَيءَ ٿيو پنيورُ، سَسُئي ڊوڙي سَچُ ۾؛
ڪنهن ٿي چاتو، ڪيچ ۾، آ ڪهڙو چيتَ - چورُ!
سَڀِڪنهن هينئن هورُ، سَرندي سُنڌ آتاسيري.

( ١٩ )

لوڪَ ڪيا ٿي ٻوڪَ، سسئي وَچ نہ سَچُ ۾!
ها، ٻَرَ ڀَلي لوڪَ، ڪهڙو آريءَ آسرو!

( ٢٠ )

ڳالهيون ڀلي لوڪ ۾، مون ۾ تون ئي تون؛
ٻيرَ ٻولي - ترڪتا، ساري وات وِچون؛
تنهنجي ٻنڌَ ٻنهون! سيجَ وِڇائيي سَچُ ۾!

( ٢١ )

آري! واري جندڙي، ٻَهتَس ٻهتَس جانُ؛
کهوريان تنهنجيءَ ڪهَور تان، ٻنهون ٻنهنجو ٻالُ؛
تون تہ سدا مون سانُ، سمجهي لوڪُ آڪيلڙي!

( ٢٢ )

هونءَ حياتي چا ڪَبي، هيئن نہ اڙڪو موتُ؛
هَو جو منهنجو هوتُ، هَرَ هَرَ ڪولي ڪيچ مان!

( ٢٣ )

هينَ ڪهڙيءَ هينَ وِيرَ، هَلندي ڪائي هوت ڏِي!
ٻو نہ ٻنهونءَ جا ٻيرَ، لَهندءَ لهنڊِي سيجُ ۾.

( ٢٤ )

ڪارون راتيون، ڪَنبي، آتر اوتون ڏي؛
ساهڙ ٻو بہ سَڏي، سُهڻي! توکي سيرَ ۾.

( ٢٥ )

ترهو تون ئي تارَ ۾، کھوربان آءُ کھڙا؛
لارَ وِلهيءَ جي لونءِ ۾، تنهنجا چنگ چڙا؛
گوري رات، گِڙا، سارَ نہ سون کي سيءَ جي.

( ٢٦ )

توڙي سکهہَ نہ سيرَ جي، هانءُ نہ هاري هَٿُ؛
جا آهي سا وَٿُ، آرهي سَرهي جندڙي.

( ٢٧ )

موتُ نہ سپ جو ماڳ آ، سپ جو تنهن ڏي پَنڌُ؛
ڪاتيرَ آلڪو ڪَنڌُ، سورهيہَ سَنسو هار جو.

( ٢٨ )

هيٺيي وريٺيي ڪوڙَ جي، ڏِسي ڏِيلُ نہ ڏَرُ؛
اِيڏو ناهہ نيهرُ، سوبَ سدائين سَچُ جيّ.

( ٢٩ )

سَرها سُورهيہ سَچُ جا، آرهيي اوکَ نہ تن؛
دُکَ ـ ڏُهُ ڪان پنڌ ۾ وِرچيي واٽَ وَٽن؛
جهاڳيا جهونجهارَن، مُرڪي ڏولکر ڏيهہ جا.

( ٣٠ )

روز ڏٺا سون ماڻهُ، ڪارا ڪَنجرا موت جا؛
ويندي ڪنهن جو ڪَنُ تي، ڪونہ پيو ڀولاءُ؛
ڪنهن کي سانتِ سَماءُ! هَلُ هلاچو جندڙي.

( ٣١ )

پيلهہ آنهيءَ سان ڀڳُنيون، ڪارو آٿُ سُوارُ؛
ليَر ليَر ڏِٺا ڏيهہ ۾، اکِيي انڌُوڪار؛
ہر جي تو وٽ پيار، واڳَ نہ آن جي وَسُ ۾.

( ٣٢ )

تون ئي ياڳَ لياڳَ، ڏهلا! تون ئي ڏاکڙا؛
تون ئي سانگَ سُهاڳَ جو، تون ئي ڏيهہَ ڏهاڳَ،
جيءُ جنجهوڙي جاڳَ، آٿُ! ايهوڙي لنڊ کي.

( ٣٣ )

ڏ ر ڏ ر ديپڪ راڳ، گهر گهر آڳ آلاپ جيي،
آهي وِچ ۾ الاو مان، مارُوا! تنهنجو ماڳ؛
ويندو ڏيهه ڏهاڳ، ايندي ٻُند ملار جيي.

( ٣٤ )

ٻارا توتي ٻوهه جا، رانول! ڪُجهه نه رِچ؛
ڪانو ستي سِچ، آيو آڏ جتهان تي.

( ٣٥ )

اکڙيون سِج-آپار، آڏيء اڙيون آپ ۾،
ساجن منهنجا تو سوا، سونهي نه سنسار،
هيئون تنهنجو هار، ٻانهون ٻئي ڪي ڪٺن ٻرين!

( ٣٦ )

اکڙيون چنڊ-چڪور، آڏيء آڏريون آپ ۾،
آيا آڏو ڪيترا، ڪارا هانو ڪٺور،
هر هر توڙي هور، ور ور توکي وانسان.

( ٣٧ )

اکڙيون ڏِيل-ڏِيٺا، پرنديون رهنديون پاٽ ۾،
نيٺ نه ايندين اوچتو، وچڙيء وانيڙ پينا،
تنهنجي لاءِ ليينا، رهندا منهنجا رات ۾!

( ٣٨ )

اکڙيون منهنجون مشملون، اکيان جُڳ اجهار؛
ساپيا ويري سونهن جي، مون سهني جي سار؛
نوان سِج سلام، آيري ايندين اوچتو!

( ٣٩ )

ڪتهندي ڪاريء رات ۾، مارُوا! ٿيي نه ملور؛
آءُ ڏسان ٿو آپ ۾، نهريون لهريون نور؛
ڏور نه آهي سُور، سهنا توڪان ساپيا.

( ٤٠ )

ڪيڏو ڏور وڃا، سانگي جي سانيھ جا!
تن جي ڏيھہ ڏهاڳ ڪان، ڏونگر ناھہ ڏٻا،
هيءَ هيءَ هالوءَ هيا، ڪينن جاليئہ هن جوء ۾.

( ٤١ )

ٻاسي رهہ پڇتاوءَ ڪان، پنهنجي پيڙا ماڻ،
ڪهاڻي ۾ ڪهڙو هاڻ، تہ سڀائي سرهو ٿئين.

( ٤٢ )

آيو ڇا آڪاڙ؟ آڪڙيون ڇو هيئن آڪميون!
ٽڙ ٽڙ مون لئہ ڦاڙ، ٻرپ نہ تو ٻين ٻرپتا!

( ٤٣ )

هونئن بہ هرٽيءَ نيڻ، ڪهترا، هيئين ڪهاٽا،
ٻہ جي تين ۾ ويڻ، سارو جيءُ جنجهوڙجي.

( ٤٤ )

آهہ اسان جي آشين، ٻنا جيھرَ ٻانوَ،
سنجلَ، ساميءَ، شاهہ جا جهڙ ٽڙ جهڙا نانوَ،
ڪوڙي ڪاٺا هانوَ، آءُ تہ ٿاٺينڪو ٿئين.

( ٤٥ )

جاڳ بہ تنهنجي جيءَ سان، لنڊ بہ توسان نينهن،
تو ٻين مُند نہ مينهن، راس نہ آيون راتڙيون.

( ٤٦ )

ڪني ڪانگ لنوي وڃا، آتڻ ٻو بہ اداسُ،
آءُ آسارا اوڇتو، ساٿُ نہ ڏيندو ساسُ،
تولئہ سنهنجو ماسُ، آڏيءَ رات آياڪو.

( ٤٧ )

ڪنجهر وينجهر رات جو، لهريون هيري ڪنڍ،
ڇاٽ ڪري ڇنڍ ڇنڍ، تارا آيريا آپ ۾.

## وايون

(١)

هيءَ هيءَ ڪونج نه مار—اڙي آميڙي،
هيءَ هيءَ ڪونج نه مار!
تون ڀي ته ڪنهن جو سائي آهين، پنهنجي سينڌي سار،
اڙي آميڙي!
هيءَ هيءَ ڪونج نه مار!
هنهڙا ڳاٽ نه ڳول، آلا تون، ڪائي نورَ ته ٽار،
اڙي آميڙي!
هيءَ هيءَ ڪونج نه مار!
جي هيءَ توتي نورُ ته ان کي تاڙي مار، آڏار،
اڙي آميڙي!
هيءَ هيءَ ڪونج نه مار!
ڀر جي تو ۾ جاڙ ته ڀوءِ تون، جوڙي جوڙي مار،
اڙي آميڙي!

ڪهل ته ڪائي ڏار،
اڙي آميڙي!
هڪڙي ڪونج نه مار،
اڙي آميڙي!

(٢)

جهُول هوا ۾ جهُول، سوٽيا!
جهُول هوا ۾ جهُول!

منهنجي من ۾ ڪوني سهڻو،
توکان سُندر ڦول، سوٽيا!
جهُول هوا ۾ جهُول!

سُرهي سانت، اڪيلي آزجهڙ،
سيج! لئي ڪَنوَڏول، سوٽيا!
جهُول هوا ۾ جهُول!

ڀڄ ڀنيءَ جو ڀونئرا ايندا،
سُڱي نہ ويندا سول، سوٽيا!
جهُول هوا ۾ جهُول!

( ٣ )

ڪُهلَ ڏ ڪَٽڻ آڙي، نيڻ ٿا ليڏ ڪن!

ڪِتَ ڪَٽونجارجي واءُ سان ٿا وَرَن:
لِنَ ٿا لنڊ ڪن!

جِيءَ جا جهولڻا جهانءَ ۾ ٿا جهُلن:
نين ٿا لنڊ ڪن!

سانت جي سيرَ ۾ ٿا تنبورا تَرن:
نين ٿا لنڊ ڪن!

چنڊ جا لاڪنا لاوَ سان ٿا ڏِسن:
نين ٿا لنڊ ڪن!

ڀَٽَ ۾ جهڙا ڀربن ڀارَ ڪان ٿا آچن:
لِن ٿا لنڊ ڪن!

راتڙيون جاڳندي، جهَپ ۾ آئي نہ ٿن:
لِن ٿا لنڊ ڪن!

ڪُهلَ ڏ ڪَٽڻ آڙي، نين ٿا لنڊ ڪن!

( ٤ )

تَڙ تڙ تي طوفانُ، الوهان—
لاوَ هلي آ ڪيت ڪشي!

ونجهَہ نہ والجهي، سُوڙها مانجهي، سانجهي سرگردانُ، الوهان:
لاوَ هلي آ ڪيت ڪشي!

ڪهاتَ ٿان ڪهنڪور ڪهٽا ۾ اجڪاهہ جو انسانُ، الوهان:
لاوَ هلي آ ڪيت ڪشي!

ڪو ولچارو، اوتَ- آسارو لنهن ڪيو لادانُ، الوهان:
لاوَ هلي آ ڪيت ڪشي!

( ٥ )

سايا ۽ سڀني ۾ ويچا جو ٻـ مٺائي،
ٻول آنهيءَ جي ٻانهڙي آهيان!
سيٽ صدين جي سيٽ اندر ڪا جو ٻـ سمائي:
ٻول آنهيءَ جي ٻانهڙي آهيان!
دل درياهه، سمندر تانگها، ٿاهه ڀسائي:
ٻول آنهيءَ جي ٻانهڙي آهيان!
چا چا هين ٻنجيءَ جا ٻاچا، ۽ جي ڳائي!
ٻول آنهيءَ جي ٻانهڙي آهيان!

( ٦ )

دور اسان جو ديس الوميان، دل ڪان ٻو ٻـ نـ دور،
الوميان، ديس نـ دل ڪان دور!
ڪرها سرها ريتيءَ ترها، آسهتن نسيت آسور:
الوميان، ديس نـ دل ڪان دور!
سڄ سنوالي، ٽيڙو ٽير ٽير، سُنجهي نـ سونهون مور:
الوميان، ديس نـ دل ڪان دور!
ڳاڙها ڳاٽ، سڪهارا ڳيرو، ٻنڌ، ٻرٻنءَ جو ٻور:
الوميان، ديس نـ دل ڪان دور!
رم جهير رم جهير ديس نـ جنهن ۾ ڪاريءَ آس ڪنور:
الوميان، ديس نـ دل ڪان دور!

( ٧ )

لوري ڪيئن لڳي،
او آيل! آيل! لوري ڪيئن لڳي!
ماں تہ ٻنهونءَ جي ٻاچي ڪان تي روز ٻڳي:
او آيل! آيل! لوري ڪيئن لڳي!
ڪيجي آيا ڪاله، سڳيءَ جي سينڌ وڳي:
او آيل! آيل! لوري ڪيئن لڳي!
وس ولهيءَ جو ڪهڙو، سهندي هٿ سڳي:
او آيل! آيل! لوري ڪيئن لڳي!

( ٨ )

مَٺا سُهانگي، مَٺا مهانگو، سِر جو سَوُدو ڪيو ڪَتري!
سوکيي وهنيي مَتَ پَتري!
جي تو جيءَ جيابو گهُرجي، آءُ نه ڳاڙهي لاهه ڳَتري:
سوکيي وهنيي مَتَ پَتري!
ڀريِن امرت-اوت پياسَن، وِهُه جي تارونءَ ٽيڪ ٽَري!
سوکيي وهنيي مَتَ پَتري!
هر ڪنهن جو هي وَسُ نه آهي، ڪنهن ڪنهن ورتي چَسُ چَري:
سوکيي وهنيي مَتَ پَتري!
جاني نڪرو منهنجو مَتارو، مَري سوا جي ڪونه مَري:
سوکيي وهنيي مَتَ پَتري!

## غزل

●

جي پنهنجو نُور نروني ويا ۽ تُنهنجي جوت جلاني ويا،
سي لڙڪ منيءَ ۾ لوني ويا، پر ڇا ڇا موتي پاني ويا!

سي وڏ وڏ لوڏي واءُ ٿيا، سي ڀن ڀن ۾ ڀڙلاءُ ٿيا،
جي ڀن ڀن اين وڃاني ويا، جي ٽن من واري ڳاني ويا.

مون ڌرتي! تنهنجا ڏک ڏٺا، مون تن جا لوڀل لڱ ڏٺا،
جن وڙهندي وڙهندي جان ڏني، سي وارا وِير وڃاني ويا!

اڄ ڪوهه ڪِهيءَ ۾ ڳٽ نه آ، ڪو مڙس انهن جو مٽ نه آ،
جي سارا ڪوٽ آڏاني ويا، سي کوٽ اسان کي کاني ويا!

مون ويندي تن جا پير ڏٺا، مون ڇا ڇا مڙس مٺير ڏٺا،
جي ڪٺي سچ آڀاري ويا، جي ڪٺي سچ سماني ويا!

تو الا-ٿيئا انسان ڏٺا، تو سُوريءَ تي سُومان ڏٺا،
اي ڌرتي! ڇا ڇا ڪونڌر ها، جي پنهنجو ڪنڌ ڪپاني ويا.

مون ڪاتيءَ هيٺان ڪنڌ ڏٺا، مون ساڻا ساڻا سَنڌَ ڏٺا،
مون ڇا ڇا مانيءَ لال ڏٺا، جي لونيءَ لج ڀڃاني ويا!

سي جيءَ جيارا ماڻهو ها، سي سڀ ڪان پيارا ماڻهو ها،
چن ساهه ڏئي ويساهه ڏنو، جي دل ۾ درد ڏڪاني ويا.

ڪلهه رات مسافر آيا ها، جن پنهنجا جيءَ جلايا ها،
ٿي ڇا ڇا جرڪا جاڳ ڪري هو ڪيڏو مچ مچائي ويا.

ڇا ڇا نه وسيهر-ونگ هيا! پر نانگا پار نيسنگ هيا،
جي تنهنجا وار سنواري ويا، جي تنهنجي سينڌ سجائي ويا.

ڇا نمرا ها ڇا نينهن هيا! هُو مڙس هيا يا شينهن هيا،
جي ڏونگر ڏيل ڏڪائي ويا، ڪجڪوڙ ڪري ڪرسائي ويا.

آ ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهه مٺيا، پر مون کي اهڙا مڙس وڻيا،
جي سارو جڳ جرڪائي ويا، ۽ سر پنهنجو پاڻ پگلائي ويا.

جن هاسو ورتو ڪوڙ ڪنان، سي مڙس نه وڃندا مور منان،
جن واڪي واڪي وس ڪيا، جي سارو سچ پڌائي ويا.

هو بادل بادل آيا ها، جن جل ٿل پال پلايا ها،
اي ڪيت ڪڙو، او شال ٽڙو، هو پنهنجو مينهن وسائي ويا.

ويا پربت ڏيئي هو پاڻيارا، اڄ ڪينجهر تن جا ڪاڻيارا،
ڇا راڳ تن سان رڄ ڪيا، جي تنهنجي اُڄ اجهائي ويا.

هو پيار-پتنگا ڪامي ويا ۽ ڪيڏو دور اڏامي ويا!
پر تنهنجي منهنجي ڏيئي ۾، هو پنهنجي جوت سمائي ويا.

اڄ جوهه آنهن جا جوليءَ ۾، اڄ ٻول آنهن جا ٻوليءَ ۾،
اي ڌرتي! تنهنجي جهوليءَ ۾، جي سورهيه سيسُ چپائي ويا.

هيءَ چوليءَ چوليءَ تي مشعل، هي جهوليءَ جهوليءَ ۾ گل ڦل،
ويا ساٿول ڇا ڇا سڳڻ ڇڏي، ڇا چنڊڙيءَ کي جرڪائي ويا.

ڇا سمجهي نن کي جيءَ جڏي، آ تن جي ڳاڙهي ڳالهه وڏي،
ها ڇا ڇا ارڏا ڪنڌ، اڏي! جي توکي مينڌي لائي ويا.

هي پرهه ۾ ڪوئي پڙُ آهي، ڇا ڄاڻي اُن جي جڙ آهي،
مون ان ۾ ڪيڏا ڏار ڏٺا، جي جانوَ ڪري، من پائي ويا.

اي آري! تنهنجي آڍ هنئي، پر ڏونگر ڏاڍا ڏاڍ ڪيا،
هي تنهنجا پيارا پيرا ها، جي پنهنجو پنڌ پجائي ويا.

ڪِنِ تُوڪي ڪاري پاتَ مِهان! تي چِڻنگ ڪري چمڪاٽ اُهان،
آ لَرَلُر، لرلر لاٽ اُهان، جا جوڳي ڪالهہ جلائي ويا.
هيءَ جان تہ اڃي وِڃي آ، پر مات 'اياز' نہ مِڃي آ،
مون اهڙا سَوَ ساوَنَ ڏٺا، جي پنهنجو هَٿُ هلائي ويا.



هيءَ هُرڪُر رڻ-ٻَٻرن جي،
ٿي وينڌي ساکَ سَوَيرن جي.
جي واڳَ وڻين ها، ڏاکڻَن جي، ڇو ڪاڻ ڪڍين ها ڏيرن جي؟
او شال! عُقابن سان آنڪان، سان واهر ٿي واهرن جي!
آ رات لَٽڙي، هُو اڀڙو آ، تون ڇوڙ نہ پاتَل پيرن جي.
مون سُرڪي پنهنجو پاند ڏنو، رُت آئي ڳاڙهن پيرن جي
سِبهارَ ميلڻ جي ويلا آ، ڪر ڳالهہ کهڙن ۽ کهيرن جي.
ٿي ساري سنڌ 'اياز' لڇي، ڇا ڇَرَ ڇَرَ آنده، ڇيرن جي!



ڪڏهن نہ اهڙا، جهڙا هيل،
مون وٽ پاڪ-پنا رابيل!
آئي سِٽَ صفحي تي پيا، ٻوڙي ساوڻ-رُت ۾ ٻيلَ!
آءٌ وَنيمن ۾ منهنجي وِيهڻ، وري نہ اڃي آ هيءَ ويل!
هي ڪهَرَ تي ڪهَنڪهور گهٽا، در تي مَٽَ جا مَٽَ سَوِيلَ!
پيري پيري ڪوئل-ڪُوڪ! هيءَ هيءَ تنهنجي ڦَٽَ-آڪيلَ!
ٻرڪا ٻيني، هالي ڏس، ڦُلواريءَ جا ٿيل ڦَليلَ!
مارين ڦُو هن وقت 'اياز'! ڪهڙا ساڻهو، ڪهڙا ميل!



آءٌ تہ هان واريءَ تي وڻ،
تون بہ تہ پنهنجي ٻَنَ جو ٻَڻ!
ڏونگر جهڙو ڏيہ نہ ڏس، آءٌ، پنهونءَ جو پيرو ڪَڻَ.
آءٌ، ڪيچ جي مهان ڪَٽ، آءٌ آٿاهون آ آٿڻ.
ڌرتيءَ جا ڏاڙهُن ڏاڙ، ڌوڙ آڏاڻي نڪتو ڏَڻ.

اَئي تنهنجي مارَ ٻرين، ساري رات رُلو ساوَن.
کاھ نو جي کَلوَلت ڪٽا، تن لئہ تاتئہ اڄ آسَن.
لئون ٿلاري لاهہ 'اباز'، او ٿلواري، ڇَن، ڇَن، ڇَن!

## ناچ-ڏُن

ٻرٽ ٻرينءَ جي ٻاٻل ٻاٻل،
آٻل! آٻل!
کهاٻل کهاٻل
منهنجا ٻيرا!

جندڙي ڪوئي جهونو آهي،
۽ منهنجو من
واريءَ تي ٻوٽو آهي!
جندڙي سَر تي سانجهي آهي،
۽ منهنجو من
سانجهادي جو سالجهي آهي!
جندڙي ڪائي ڪولج ٻريان جي،
۽ منهنجو من
تو وٽ آهي ڪونج ٻرّيان جي!
جندڙي ڪائي چولي آهي،
۽ منهنجو من
ان چوليءَ جي ڏولي آهي!
جندڙيءَ ۾ آ اک آجل جي،
۽ منهنجو من
ان ۾ ڪاري ريکَ ڪجل جي!

گولدر کهاريان،
ٻڙ لہ ساريان؛
روز امائيان سڪ جا ٻالا،
تو لئہ آئيان ناچ لرالا؛
ترلدي ترلدي ڦيريون ٻاٻان،

ڌرتي ۽ آڪاش نهاپان؛
ڳوڙهاڻ ڳاپان،
ڳوڙهيان ڳاپان،
ڳجرا ڳجرا ڳمت ورهاپان،
ڇا ڇا ٻوڃان، ڇا ڇا ڀاپان!
کهر کهر ڳونجي، در در ڇمڪي،
آس آڃاپل،
واس نه آيل
منهنجي ڇيرا!

ٻريت ٻرينءَ جي ڀاپل ڀاپل،
آيل! آيل!
گهايل گهايل
منهنجا پيرا!





# عبدالڪريم "گدائي"

سنڌي ادب ۾ عبدالڪريم گدائي هڪ قادرالڪلام ۽ ڪهنه مشق شاعر جي حيثيت سان مشهور ۽ مقبول آهي. والد جو نالو بجارخان لاشاري بلوچ آهي. ڪريم آباد تعلقي ٺل ۾ ١- جنوري ١٩٠١ع تي ڄائو. هاڻ جيڪب آباد ۾ سڪونت پذير آهي. ٺل، جيڪب آباد ۽ سکر ۾ مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪيائين. ١٩١٨ع ۾ پوسٽ کاتي ۾ ملازم ٿيو، ۽ جلدئي استعفا ڏنائين. ١٩٢٢-٢٣ع ۾ ٺل جي خانصاحب بهادرخان کوسي جي فرزندن مير شاهل خان ۽ مير سڪندر خان جو ٽيوٽر مقرر ٿيو. انهيءَ زماني ۾، ٺل ۾، مرحوم لطف الله بدويءَ سان واقفيت پيدا ٿي، ۽ سندس صحبت ۾ "گدائيءَ" تخلص اختيار ڪري شعر لکڻ شروع ڪيائين. 'فرنٽيئر گزيٽ' جيڪب آباد، 'سنڌ زميندار' سکر، 'صداقت' شڪارپور ۽ 'سنڌو' شڪارپور ۾ سندس قومي نظم ڇپجڻ لڳا. ١٩٣٢ع ۾ نوڪري ڇڏي، تحريڪ آزاديءَ ۾ شامل ٿي، ٺل جي ڪانگريس ڪاميٽيءَ جو سيڪريٽري ٿيو. انگريزن جي خلاف خوب نظم لکيائين ۽ نهايت بيباڪيءَ سان هلچل ۾ ڀرپور ورتائين. ١٩٤٧ع بعد سنڌ هاري ڪميٽيءَ ۾ شامل ٿيو ۽ عوامي شعر لکيائين. ١٩٦٠ع ۾ سابق صدر مملڪت طرفان، شاعرن اديبن واري امدادي فنڊ مان کيس هڪ سؤ رپيا ماهانو وظيفو جاري ڪيو ويو، جو کيس ملندو اچي ٿو. ١٩٦٥ع ۾ سندس ڪلام جو مجموعو "سانيهه جا سور" شايع ٿيو، جنهن تي پاڪستان رائيٽرس گلڊ طرفان هڪ هزار رپيا انعام مليو. "پڪڙا ۽ پهنوار" سندس ٻيو مجموعو تيار آهي. جيڪب آباد ضلعي جي مختصر تاريخ "خانگڙهه کان جيڪب آباد تائين" سندس تاليف آهي. سندس ڪلام سنڌيءَ جي تقريباً سڀني اخبارن ۽ رسالن ۾ ڪافي انداز ۾ ڇپيل آهي. ٦٩ سالن جي عمر هوندي به جنهن ولولي ۽ خلوص سان سنڌي ادب جي خدمت ڪري رهيو آهي، سا قابل رشڪ آهي.

"سدائي" صاحب اگرچه عمر رسيده بزرگ آهي، تاهم جذبات ۽ خيالات جي لحاظ سان جوانن کان جوان آهي. سندس شاعريءَ ۾ جذبات جي فراواني آهي، ولوله انگيزي آهي، ۽ انسانيت سان بي پناه محبت آهي. سندس 'ون'، مٿس گذريل انقلاب انگيز تحريڪن جو رد عمل آهي، ان ڪري، سندس شاعري حوصلي وارن جوانن لاءِ تعميري انقلاب جي دعوت آهي. باوجود ان جي، سندس فن رس رهاڻ ۽ ذوق جماليات کان خالي ناهي. ٻولي سليس ۽ رنگين اٿس. پختگي ۽ برجستگي سندس ڪلام جو روح آهي. — ادارو.

## بيت

(۱)

سور سهن کي پانهنجو، پنهنجو پنهنجو پُور،
ڪن جو عشق الله سان، ڪي مجازي منصور،
ڪوڙين ڪوڙي ڏيک تي، ورنه ٿيا وهلور،
ڪوئي گهوليي رات جو، سجدن سنجهه سرور،
پنهونءَ ڪارڻ سسئي، ٿي رڙهن ۾ رنجور،
سانيهه تنهنجو سور، ڇمي چاڙهه چاهه سان.

(۲)

ڇمي چاڙهه چاهه سان، سنگهارن جو سُور،
الا شال مَ وسري، مارُن جو مذڪور،
سانگيئڙن جو ساهه ۾، سدا سانڍيان سور،
تنهن سچ سان اپري، تئون هڪ ناسور،
توئي آهن ڏور، ته به اوڏا پانيان سهرين.

(۳)

مون کان ماروئڙن سندي، وسري نه وائي،
ڪونن ڪڙولن ۾، پني سيڪان سدائي،
ڏاڍا ڏاڍ ڪري ويا، ڪل نه پئي ڪائي،
مارن جي ملير کان، هير ٿڌي آئي،
ٿيندي سڌائي، موٽي ويندس ماڳ تي.

(۴)

موٽي ويندس ماڳ تي، ڪيليو پيندس ڪير،
مٺا پنهنجي ملڪ جا، ڳاڙها ڳهم ڳنڍير،
عمر جام اسيرا ڪيو پنڊپاٽي پنڊ سان.

(۵)

ماڪيءَ کان به مٺڙو، پنهنجو ملڪ ملير،
سنگهارن جي سٿ ۾، ٿيندو ساهه سڌير،
راتيان ڏينهان روج ۾، نيڻ وهائن نير،
'ونحن اقرب' ويجهڙو، نه ٿي تون دلگير،
سچ جنين جو سير، تمر نه ڪسي تن جو.

## ڪافيون

*

اڄي عشق اماڙيون لاتيون، ويون وهم گمان جون باتيون.

آءٌ دلبر يار اوراڻيون،     ٿيون درد ۾ لڪرن دانهون،
ويون عرش کي چيري آهون،     پيون روج ۾ گذرن راتيون.

اڄ ٿانگر ٿار ٿلاريو،     وه واهه بسنت بهاريو،
ڇا ڇوج منجهان چونگاريو،     ٿيون جهرڪيون پائن جهاتيون.

جانگهه چُنبائي نشتر، تنهن زخم جگر کئي دلبر
پنهنجي دل جي خون سان اکثر، ٿا راتيان ڏينهان تاتيون.

اڄ تُرب منجهان کوهياري، سڀ گذريا وهم وساري،
گڏ گوڏي ساڻ وهاري، اونءِ لونءِ ۾ ميخان لاتيون.

اڄ سلڻ جي سوسر آئي، تنهنجي آهِ اڪير سوائي،
ڪري ياد ٿو يار 'گدائي'، تنهنجي قرب جون منڙيون ڪاتيون.

## گيت

### سک جو سنسار

سک جو ڪو سنسار بڻايون، سک جو ڪو سنسار!

گورا ڪارا سڀ خالق جا، جوڙ سڀئي هڪ مالڪ جا،
ڇاجي نفرت، فخر وڏايون، مذهب پنهنجو پيار:
بڻايون سک جو ڪو سنسار.

هڪٻئي لاءِ حقارت ڇاجي، انسانن کان نفرت ڇاجي؟
ڪينو ساڙ ڪدورت ڇاجي، ڇا جو هي تڪرار:
بڻايون سک جو ڪو سنسار.

ذاتيون پاتيون، فخر وڏايون، رنگ نسل جون سڀ اڙڏايون،
آهن جنگ فساد جو باعث، زهر سندو پرچار:
بڻايون سک جو ڪو سنسار.

جنگ وجدل آهي چوڌاري، انسانن جو رت آ جاري،
ساڙي آهي دنيا ساري، نفرت جي پرچار:
بڻايون سک جو ڪو سنسار.

رنگ و نسل سڀ ڊونگ اجايا، پيٽ ٻکئي ڇا سانگ بڻايا،
ڇا گوري ۾ ڇا ڪاري ۾، ساگيو آهه ستار:
بڻايون سک جو ڪو سنسار.

مذهب مسلڪ پيار 'گدائي'، هندو مسلم سک عيسائي،
جوڙ سڀئي هڪ مالڪ جي، سڀ ۾ ساڳيو پيار:
بڻايون سک جو ڪو سنسار.

## نظم

### ڳولا

جوانيءَ جي اچڻ سان دل ۾ جڏهن هيجان ٿيو پيدا،
ٿيون هڪ سور جاڳيو ۽ نئون ارمان ٿيو پيدا،
ڪنهن جي ديد جو دل ۾ ڇپيل پيڪان ٿيو پيدا،
عجب هڪ انتظاريءَ جو اچي سامان ٿيو پيدا،
ٽڪر دل جا تري آيا اکين ۾ يار جي خاطر،
وهايم خون جا ڳوڙها ڪنهن دلدار جي خاطر.

جبل جيڏيون ڏکيون راتيون گذاريم بيقراريءَ ۾،
ورهين جا ڏينهن هڪ هڪ ٿي لنگهي ويا انتظاريءَ ۾،
ڪتيون، ٿيڙو ڪئين ايري لهي ويا آه و زاريءَ ۾،
مزا مون درد جا ورتا اڪيلا رات ڪاريءَ ۾:
سٺم سيڪا مصيبت حسن جي سرڪار جي خاطر،
اجايو پر ڪيم اختر شماري يار جي خاطر.

نمازي ٿي ڪڏهن مون يار کي مسجد اندر ڳوليو،
ڪليسا جي اندر ڪڏهين وڃي مون آلتر ڳوليو،
ڪڏهن مندر شوالو ۽ ڪڏهن مون جهنگ جهر ڳوليو،
شهر جي هر ڪنڊيءَ ۾ دوست کي مون دربدر ڳوليو:
گدا ڪر ٿي پيس مان من-گهرٽي منٺار جي خاطر،
ڍڪي ڪفني فقيرن جان هليس دلدار جي خاطر.

پهاڙن ۾ ٻيلي تنهنجي تپشوي سون يار کي ڳوليو،
لڳين لائي پيوتي، مون ڪڏهن سرڪار کي ڳوليو،
ڪڏهن سپنن جي دنيا ۾ به مون دلدار کي ڳوليو،
غرض هر رنگ ۾ مون پنهنجي پالڻهار کي ڳوليو:
ملايو خاڪ ۾ مون پاڻ کي دلدار جي خاطر،
کيو ڇا ڇا نه مون هڪ دوست جي ديدار جي خاطر.

تڪبر کي ترڪي جو اصليت پنهنجي سڃاتي مون،
دوئيءَ کي دور اڇلي پاڻ ۾ جهاتي جو پاتي مون،

جڏهن دلدار جي ڏڍين وچي آخر نہ ڇانئي مون،
مثل دل جي اندر محسوس گويا ڪئي حياتي مون:
لڏي دل جي اندر آخر، وڃيس جنهن يار جي خاطر،
’گدائي‘ دربدر مون ڪئي عبث ديدار جي خاطر.
اڪيون ڪولي اندر جون مان جڏهن گردن جهڪايان ٿو،
يگاني يار کي دل جي اندر هر وقت پايان ٿو،
خوشيءَ جا گيت مستيءَ ۾ اچي تنهن وقت ڳايان ٿو،
هميشہ ناٿ سان مان نينهن جو ناتو نڀايان ٿو:
ڪٿي جي سر وڃي تہ بہ دوستو دلدار جي خاطر،
’گدائي‘ ساھ پنهنجو وقف آهي يار جي خاطر.

# غزل

●

هن عشق جي کھڙي ڳالھ ڪريان، آسان بہ آ دشوار بہ آ،
هيءَ واديءَ الفت آہ عجب، پرُخار بہ آ گلزار بہ آ.

هيءَ رات فراقِ جي رشڪِ قمر، ڪئي آہ سڄي مون اکين تي بسر،
تنهنجي هجر ۾ عاشقِ خستہ جگر، بيمار بہ آ بيدار بہ آ.

جنهن وقت سڄڻ سينگار ڪيئي، جڻ تير جگر کان پار ڪيئي،
وہ واہ جو دلبر وار ڪيئي، آزار بہ آ آذار بہ آ.

تنهنجي چشمِ سياہ جو ديوانو، تنهنجي مست نگاہ جو مستانو،
دنيا کان يگانو بيگانو، سرشار بہ آ هوشيار بہ آ.

ڪٿي ڪنهن سان يارو چاہ ڪجي، ڪٿي لاتي جو نمباہ ڪجي،
ڪٿي وعدي تي ويساہ ڪجي، اقرار بہ آ انڪار بہ آ.

جنت آبرن جي تلوار هلي، ۽ ناز جي ناوڪ ڏار هلي،
اتي کھڙو ’گدائي‘ چارو چلي، جت پيار بہ آ تڪرار بہ آ.





# حيدربخش ”حيدر“ جتوئي

حيدربخش ”حيدر“ جتوئيءَ جي شخصيت، پنهنجي فن ۽ ملڪي خدمت جي سلسلي ۾ ڪنهن بہ تعارف جي محتاج ناهي. ’حيدر‘ هڪ صاحب ڪردار ’بلوچ‘ آهي. هڪ بلوچ جا اوصاف ـ سادگي ۽ سنجيدگي، همت ۽ بيباڪي، بلند حوصلو ۽ جوانمردي، انسانيت سان محبت ۽ عوام جي خدمتگذاري ــــ سڀ سندس شخصيت ۾ موجود آهن.

’حيدر‘ ۱۰- آڪٽوبر ۱۹۰۱ع تي ڳوٺ بڪيديري تعلقي ڏوڪريءَ ۾ ڄائو. سندس والد الهداد خان جتوئي، پنهنجي راڄ جو ڀريو مڙس ۽ تَرَ جو مشهور زميندار هو.

<u>تعليم:</u> ۱۹۱۸ع ۾ سنڌي ورنيڪيولر فائنل امتحان لاڙڪاڻي مان پاس ڪيائين، ۽ سڄي سنڌ ۾ پهريون نمبر آيو. ۱۹۱۹ع ۾ لاڙڪاڻہ مدرسة الاسلام ۾ داخل ٿيو، ۽ ٻن سالن ۾ پنج درجا انگريزي پاس ڪيائين. ۱۹۲۳ع ۾ ميٽرڪ جي امتحان ۾، بمبئي يونيورسٽيءَ طرفان لاڙڪاڻہ سينٽر مان پهريون نمبر حاصل ڪيائين. ۱۹۲۷ع ۾ ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ مان بي. اي. آنرس ڪيائين.

<u>ملازمت:</u> ۱۹۲۷ع ۾ روينيو کاتي ۾ ملازمت شروع ڪيائين: ۱۹۳۱ع ۾ مُختيارڪار ٿيو، ۽ ۱۹۴۱ع ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر. ۱۹۴۵ع ۾ ملازمت تان استعفا ڏني، ملڪي ۽ قومي خدمت لاءِ پاڻ کي وقف ڪيائين.

<u>شعر و شاعري:</u> ’حيدر‘ پنهنجي ذوق سليم ۽ مطالعه جي حيثيت سان طبعاً شاعر آهي. سندس شاعري ڪاليج جي زماني ۾ شروع ٿي. شاعريءَ ۾ انگريزي، فارسي، اردو ۽ سنڌيءَ جي مشهور شاعرن جو ڪلام مطالعه ڪيو اٿس.

’حيدر‘ مختلف اصناف سخن مان غزل ۽ نظم تي استادانہ دسترس رکي ٿو. زياده تر قومي خيالات ۽ ملڪي اصلاح ئي سندس موضوع سخن رهندو آيو آهي. ’درياہ شاہ‘ سندس

شاهڪار نظم آهي، جا سنڌي ادب ۾ انفرادي مقام رکي ٿي. ١٩٣٠ع ۾ 'تحفهٔ سنڌ' نالي مجموعي ۾ هنهجو ڪلام شايع ڪيائين، جو انگريز سرڪار طرفان ضبط ڪيو ويو.

علامه دائود پوٽي مرحوم سندس فن لاءِ لکيو آهي:

"سندس فطري لاڙو شعر ۽ تفڪر ڏي آهي، ۽ نظم پختو ۽ سنجيدو لکي ٿو." (سرها گل)

ان کان پوءِ انگريزن جي خلاف پيدا ٿيل آزاديءَ جي تحريڪ ۾ عملي طرح سان حصو ورتائين، ۽ هڪ طويل نظم 'آزاديءَ قوم' نالي، ڪتابي صورت ۾ شايع ڪرايائين. اها نظم پڻ هڪ شاهڪار آهي، جنهن ۾ قومي ۽ ملڪي خيال ڪان آزادي ۽ ان جي اصولن، شرطن، عملي قدمن ۽ جدوجهد متعلق نهايت شاعرانه پختگيءَ ۽ برجستگيءَ سان خيالات جو اظهار ڪيو ويو آهي.

صحافت: ١٩٤٥ع ۾ استعفا ڏيڻ کان پوءِ سنت 'هاري تحريڪ' شروع ڪيائين، جنهن ۾ هارين جي حقن لاءِ اصلاحي ۽ ملڪي طرز تي جماعت‌بندي ڪيائين، ۽ ان جي ترجمالي لاءِ 'هاري حقدار' هفتيوار اخبار شروع ڪيائين، جنهن جو پاڻ ايڊيٽر ٿيو. اها اخبار سالن تائين هارين جي حقن جي حفاظت ۽ ان سان گڏ ملڪي ۽ سماجي اصلاح لاءِ ڪم ڪندي رهي.

تاليفات: حيدر، 'تحفهٔ سنڌ' (انگريزن جي دؤر ۾ ضبط ڪيل)، 'آزاديءَ قوم' ۽ 'هاري گيت'، جهڙن شاهڪار شعري مجموعن سان گڏ نثر ۾ 'هاري ڪهاڻيون' ۽ 'هاري انقلاب' ڪتاب شايع ڪيا آهن، جن ۾ هاري ۽ مزدور طبقي جي زندگيءَ جي ترجماني ڪئي وئي آهي.

'حيدر' جي شاعري بيپناهه جذبات ۽ روانيءَ تي مشتمل آهي. سندس زبان استادانه، پختي ۽ شسته آهي; انداز بيان عالمانه ۽ استادانه آهي. عربي ۽ فارسيءَ جا ثقيل ۽ مغلق لفظ ۽ محاورا ڏاڍي چابڪدستيءَ ۽ فنڪارانه استاديءَ سان استعمال ڪري سگهيو آهي. 'حب‌الوطن' سندس شاعريءَ جو مرڪز آهي. عشق ۽ محبت جي روايتي شاعريءَ کان گهڻي حد تائين سندس 'فن' بچيل آهي. سندس مطالعه وسيع آهي; خاص طرح سان سياست، سائنس ۽ فلسفي تي سندس نگاهه ناقدانه ۽ عالمانه آهي. مذهبي خيال کان آزاد مشرب آهي. انسانذات سان والهانه محبت، مظلومن جي اعانت، پسمانده طبقن جي ترجماني ئي سندس مذهب آهي، ۽ اهائي سندس عبادت آهي:

عبادت بجز خدمتِ خلق نيست،
به تسبيح، سجاده و دلق نيست.

ساري حياتي مسلسل جدوجهد ۽ خدمت خلق ۽ قومي اصلاح ۾ گذاري اٿس. ساده دل ۽ متواضع، نماڻو ۽ لهئو آهي. سائس جو جو ملي ٿو، اهو سندس شخصيت کان متاثر رهڻ کان رهي نٿو سگهي.



Scanned with CamScanner

ڪيس پنج لائق فرزند آهن: (١) مصطفيٰ حيدر- ايم . اي ، ايل . ايل . بي، (انفرميشن آفيسر مرڪز)؛ (٢) مظهر علي- بي . اي. (آنرس)، ايل . ايل . بي؛ (٣) الهداد خان (دادن)- اي . اي؛ (٤) حاتم علي- بي . ڊي . ايس؛ ۽ (٥) مرتضيٰ- پڙهي رهيو آهي.

هي باڪمال ۽ باشعور، مخلص ۽ قربانئو محب وطن شاعر حيدرآباد ۾ سڪونت پذير آهي.

-ادارو.

*　　*　　*

# نظم

## درياه شاه

آيا سنڌ جا ساهه فضلِ الله، آيا هند جا حسن زيور ۽ جاهه،
آيا فخر دنيا، خدا جي نگاهه، تونگر ۽ مسڪين جي پشت و پناهه،
توئي ابر رحمت، توئي رنگ شفقت،
سنڌم جان تو ۾، ۽ ايمان تو ۾:
چوي توکي دمدم محبت ۽ چاهه، ڀلي آئين جي آئين درياه شاه!

سنڌ ۾ پاڙ ساري جهان' جو آ تخت، جتي مينهن موتين سنڌو آهه سخت،
وهي ٿو هتان هر هميشه جو بخت، هي دنيا ۾ آهي بهشتي درخت،
جو چاهي لهي ٿو، ڪٿي پي رهي ٿو،
فرنگي ۽ هندي، جپاني ۽ سنڌي:
منجهان اهڙي سُندر سخي بارگاهه، ڀلي آئين جي آئين درياه شاه!

هتان پاڪ گنگا جو آغاز ٿئي، ۽ جمنا جو پڻ ناز انداز ٿئي،
ٿي بنگال برهما سان دمساز ٿئي، هتي ڪشف الله جو راز ٿئي،
زمين آسمان سان، عرب گلستان سان،
پيا هتڙي گڏجن، مخالف به سڏجن:
هتي فرق مغرب ۽ مشرق ۾ ناهه، ڀلي آئين جي آئين درياه شاه!

اچين مانسرور مان ڪشمير ۾، ۽ باغِ عدن واري تصوير ۾،
پرين تنهن ڪي خوشبوءِ اڪسير ۾، مفرح ڪٿي سنڌ لئه سير ۾،
ڏئين دل کي فرحت، ڏئين روح راحت،
۽ ڪيلاش پربت، منجهان شير شربت:
ٿو گلزار گلشن جا آئين آئاهه، ڀلي آئين جي آئين درياه شاه!

ٽڪر ڏاڪي ڀڄين ٿو ڀنڀاب ۾، وڃهي ٿوڪي پنجاب ٿو خواب ۾،
پربن ملڪ ڪي خوب ۾ آب ۾، وڄهين آب ڪي ڪين گرداب ۾،
وڀون لاهيون چاڙهيون، نيون واهه واهيون،
پڌي ڪوڙ ڪهسان، هلين ٿو مزي سان:
اي روحِ روان، صاحبِ عزّو جاه، پلي آئين جيي آئين درياه شاه!

ٿي راوي اچي تنهجي ديدار تي، ۽ ستلج ۽ جهلم نمسڪار تي،
ٿين مست ٿيون، تنهجي للڪار تي، ڪرن تنهجي قدمن جي اڏار تي،
ٿين توتان قربان، فنا پنهنجي ڪن جان،
ڏين ٻاڻ پنهنجو، لهن وصل تنهنجو:
جو سيلو سمايل فنا اندر آه، پلي آئين جيي آئين درياه شاه!

تون داخل ٿئين سنڌ ۾ ٿو آخير، جا آ عشق تنهنجي ۾ اصلا آسير،
سحر وقت، سنڌي، اچي ٿي حقير، ڪري تنهنجي پوڄا، مڃي توکي پير،
اي 'سنڌو' سدائي، تون ڪر 'سنڌ' سائي،
تون همنام سان رهه، وفا سان هميشه:
جو سنڌو سوا سنڌ ڀي ڪجهه نه ناه، پلي آئين جيي آئين درياه شاه!

ٿو آخر وڃين سمنڊ ۾ ڪم ٿئين، ٿو ٽڪرن ۽ جبلن ڪان ٻي غم ٿئين،
۽ ٻي انت ساگر سان همدم ٿئين، رموزِ خوديءَ جو تون محرم ٿئين،
ابد ذات تنهنجي، همه بات تنهنجي،
تون هر شيءِ جو سايو، سنڌ سڀ تي سايو:
تر ۽ خشڪ کي بخشين نئون رنگ ۽ ساه، پلي آئين جيي آئين درياه شاه!

هو اول ۾ تنهنجو سمندر ۾ گهر، تهِ ش عشق جي ٻر ڪرائي سفر،
گهمئين ملڪ سهڻين، ڏٺئي شهر و بر، عماليه تي ورتي تو شڪلِ گهرَ،
ٿيو پاڻي گوهر، پيو سمنڊ اندر،
سمندر مان جائين، وري تنهن ۾ آئين:
هي دنيا آ چرخي سندي چاڙهه لاه، پلي آئين جيي آئين درياه شاه!

ڏي سانوڻ ۾ توتي بهاري ٿئي، بهاريءَ ۾ خوش خلق ساري ٿئي،
ٿي ساري سان ڏرتي نه ڪاري ٿئي، ٿي هرڪا زمين ٻرڪ واري ٿئي،

ٻنهيون روح ڪائن، سکهو آن آهائن
پرن واهه ريلا، ڪري جهنگ ٻيلا:
ٿئي جهنگ جهر پاڻي ٿو چار ماهه، ڀلي آئين جيي آئين درياه شاه!

دم عيسيٰ ڦوڪين ٿو هر واهه ۾، ڪئي سڪا سهڪي ٻني چاهه ۾،
ڪشش آب حيوان اچي ڪاهه ۾، قدم خضر جو آهه هر راهه ۾،
ٿئي جهنگ گلشن ۽ هر باغ روشن،
ٿي هر ٻوٽي ٻهڪي، ٽڪي ٽنهن تي ٽهڪي:
ڏتاري ٿو اکين کي هر ڪاهه، گاهه، ڀلي آئين جيي آئين درياه شاه!

خوشيءَ مان نه ماپين ٿو اولهاري ۾، ڀڄي تنهنجو پاڪر ڪڇي ساري ۾،
ڪري تنگ تون ٻند کي گهاري ۾، اچي شل نه ڪو گهاري لهواري ۾،
ٿئي بحر ٻر سان، مڃي تنهنجو فرمان،
سڙن ٻوڪون ساٻون، ٿين غرق جاٻون:
تون بيحد خوشيءَ مان نه ماڻهن تي ڪاهه، ڀلي آئين جيي آئين درياه شاه!

ڀلا ڀيڙي تنهنجي چُمي آسمان، چڙهن مٿس 'حيدر' مثل اُس سان،
هي سچ نوح جي ڪشتي جي آستان، جنهين جي سيڙهن آ چشمو آسمان،
ڀلا اوج تنهنجي، ڀلا موج تنهنجي،
عجب تنهنجون ڇوليون، ڏين دل کي لوليون:
هي لوليون ٿيون پوليون ڪري نين ساهه، ڀلي آئين جيي آئين درياه شاه!

## غزل

•

ساقي! بهار جام جهان ٻين پري پري،
خود بين مشائخن کان ڀڄي ٿيس ٻري ٻري.

تقويٰ ۽ زهد مان نه ٿي اڄ تائين هڙ حصول،
شيخن ڏلو ٿي اهنج، اجايو ذري ذري.

ميخاني ۾ اچو ته ٿيون مست و بيخبر،
پير مغان جا پير چُمون، سر ڏري ڏري.

مُلو سڙي ٿو، بزم اسان جي ڏسي ڏسي،
سيني سندس ۾ ڪيني جي آتش ٻري ٻري.

فصلِ بهار آهه ۽ جنبش ۾ باغ آهه،
چَنُ چِڻُ سماع جي ڪنان هيئون ٽري ٽري.

وه وا، سماع جو ٿيو پيدا اثر عجيب،
هر مست پنهنجي نفس جي اندر مري مري.

ڪر واعظا، زبان ڏکي ۽ بلند بند،
بيهوش تي اثر نه نصيحت ڪري ڪري.

الله ڪا هنن کي هدايت نصيب ڪر،
تا قلب تن جو اصل سندن ڏي وري وري.

ناحق وڃائي دين ٿا دنيا خراب ڪن،
ڪاٿي ويو رياءُ، سندن جان، هري هري.

'حيدر' کي پهرين ڏينهن ملي نعمت عجيب،
هن بحر ۾ ٿو پيي پيي ٽٻي ۽ تري تري.



محبتّ آشنا ۾ سهنو ساهي، جنهن جو جيي چاهي،
بلائے عشق تي سورهيہ ٿي ڪاهي، جنهن جو جيي چاهي.

رهِ الفت ۾ سورنِ سان نباهي، جنهن جو جيي چاهي،
سڪون وصلِ صنم جون پوه لاهي، جنهن جو جيي چاهي.

تڪبر مان ۽ جادوءَ سان ٿي پنهان ٿو ڪري حيران،
اميدون سڀ سندس گولا ۾ لاهي، جنهن جو جيي چاهي.

صنم چاهي، ڪڏي زلفن سان چاهي چاهه ۾ لاهي،
چکي سڀ چاهه مان سر چاڙهي ڦاهي، جنهن جو جيي چاهي.

ڪنڊا ۽ ڏنگ زهري سمجهي آسان ماڪي، چوٽيءَ تان،
پره جي باهه جي دونهين سان لاهي، جنهن جو جيي چاهي.

بهاريءَ لئہ سدا تنڌ آهه جاري، ليڪ ٿي هاري،
ڏڻي پيلون ۽ ٽيلون، نار ڪاهي، جنهن جو جيي چاهي.

نمازيءَ جو آ ڪعبي رخ، اتر ڏي ۽ ڪڏهن اوڀر،
صفا ٿي جاڻي ڪاڻي قبلو ناهي، جنهن جو جيي چاهي.

بخيلن ۾ اميد قدرداني آهه ناداني،
ٿي خوشگو تن اڳيان ڪٿن جان باهي، جنهن جو جيءِ چاهي.
چڙي مس ڪاري يا ڳاڙهيءَ ڪي 'حيدر' ساڻ گڏ ميڪر،
اچي خونِ جگر سان شعر ٺاهي، جنهن جو جيءِ چاهي.

●

هر ڪنهن کي هلڻو آ هي فاني وطن ڇڏي،
دلدار دوست پيارا ۽ گلشن، چمن ڇڏي.

هن تختهءِ زمين کي هزارين وڃن ڇڏي،
هرڪو وڃائي وارو وڃي انجمن ڇڏي.

جڏهين تو روح پاڪ معطر بدن ڇڏي،
دنيا ۾ تنهن کي ڪونه گوڙي هڪڙي ڪن ڇڏي.

داخل هميشه لاءِ ٿئي خاڪ ۾ بدن،
ڪيئن سان همنشين ٿي اهل وطن ڇڏي.

باقي خدا جي ذات، پيو سڀ فنا فنا،
هرچيز اڄ سڀائي هي حسن ۽ سخن ڇڏي.

جمشيد ڪاخ سان ويو ڪٿي خاڪ ۾ سرير،
جاه ۽ جلال کي ڇڏي، رنگِ چمن ڇڏي.

چلپل جو چرچو آهه جهان' چار ڏينهن بس،
هرڪو عدم ڏو راهي ٿئي، جان و تن ڇڏي.

'حيدر' تون ڪر سفر، جي پتهر، جيئين شاد دل،
ڳائي غزل ٿي خوش هي، ڏکن جا سخن ڇڏي.





# ”تنوير“ عباسي

سنڌي ادب جي جديد دؤر ۾ جي بلند پايہ شاعر پيدا ٿيا آهن، تن ۾ جناب تنوير عباسي وڏو مقام رکي ٿو. جناب گل حسن عباسي رٽائرڊ ڪليڪٽر جو فرزند آهي. رياست خيرپور جي ڳوٺ سوڀي ديري ۾ ڄائو، ۽ اتي ئي ابتدائي تعليم حاصل ڪيائين. اعليٰ تعليم ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ ورتائين. حيدرآباد سنڌ جي لياقت ميڊيڪل ڪاليج ۾ ڊاڪٽري تعليم دوران، مقامي ادبي ڪچهرين ۽ علمي ماحول، تنوير جي شاعريءَ ۾ پختگي پيدا ڪئي ۽ اڄ ئي هلي جديد سنڌي شاعريءَ ۾، پنهنجي سياڻي ۽ سليس، سلوڻي ۽ سادي ٻوليءَ سان قدرلائق اضافا ڪري، وڏو مقام حاصل ڪيائين. سندس هٿان جديد سنڌي نظم ۾ وڏي وسعت پيدا ٿي آهي. نيٺ سنڌي لفظن جي حسين استعمال سان غزل کي پنهنجو بڻائي چڪو آهي. سندس وائي ۽ دوهن ۾ ميٺاج ۽ رس آهي. ”رڳون ٿيون رباب“ سندس شاعريءَ جو بهترين مرقع آهي. سندس ٻيو مجموعہ ڪلام زيرطبع آهي. اردوءَ ۾ سنڌي ادب جي هڪ مختصر تاريخ لکي اٿس، جا ابا شايع نہ ٿي آهي. هن وقت سندس رهائش خيرپور ميرس ۾ آهي، جتي پاڻ ۽ سندس اهليہ محترمہ ڊاڪٽر قمر عباسي، فول باغ نزديڪ ”سنڌ اسپتال“ نالي پنهنجي هڪ خانگي اسپتال هلائي رهيا آهن. تنوير عباسي پاڪستان رائيٽرس گلڊ جو ميمبر آهي.

ڊاڪٽر ”تنوير“ عباسي جو ’فن‘ زندگيءَ جو ترجمان آهي. لطيف ۽ نفيس پهلو، نهايت شستہ ۽ شائستہ، سليس ۽ ٻاجهاري ٻوليءَ ۾ ادا ڪرڻ تي ڪيس دسترس حاصل آهي. سندس تغزل ۾ ميٺاج ۽ دلڪشي آهي. غزل جهڙي دقيق ۽ مشڪل صنف ۾ بہ، تنوير عباسي، عربي ۽ فارسي لفظن ۽ ترڪيبن، بندشن ۽ لوازمات کان بچي نيٺ سنڌي لفظ ۽ ترڪيبون استعمال ڪري ٿو، اها سندس طبع جي معجزنمائي چئبي. ”تنوير“ پنهنجي فن ۽ شاعريءَ جي هر صنف کي حسين کان حسين بڻائڻ جي سلسلي ۾ جي فني تجربا ڪيا آهن، الهن ڪيس ادب ۾ وڏو

مقام ڏنو آهي. ان لحاظ سان، سنڌي ادب ۾ چوٽيءَ جي وڏن شاعرن ۾ ڪيس جڳهه ملي چڪي آهي. محبت، باهمي اخوت، انسانيت عامہ جو تصور ۽ حب الوطن سندس فن جا مکيہ عناصر آهن؛ اهي ئي قدر آهن، جن کي عالمي قدر چيو ويو آهي، جي سندس شاعريءَ جي جان آهن. ـ ادارو.

• * *

## نظم

### عشق جي بازار

اُٿڻ لڳي ٿو تہ سچي عشق جي بازار ٿڌي،
ڪو خريدار نہ آ جيڪو ڏئي واڪ وڏي!

او ديوانا! سنڌ عشق جي گرمي کھڙي،
جيڪا هيءَ وقت جو زنجير رجائي نہ سگهي؛
او مستانا! اها مستي پيلا ڪنهن کم جي،
جيڪا هر دل کي چُٺي مست بنائي نہ سگهي!

اولڙو چنڊ جو لھرن تي ڪري ھرزا ٿيو،
۽ تون پارن جان، ”ايا دل کي ٿو بھلائين پيو؛
دل ۾ اميد جو هڪ ننڍڙو ۽ ڪمزور ڏيئو،
پاري سمجھين ٿو تہ جڳ جڳ ۾ آجالو آهيو.

چنڊ چونڊيو نہ ڪڏهن هڪڙو اڱڻ، چمڪڻ لئہ،
۽ ڪڏهن سج ”... هڪ گهر ۾ نہ اڀريو آهي؛
نہ ڪڏهن هڪڙي محل تي آ ڪڪر ڇانوَ ڪئي،
۽ ڪڏهن مينهن نہ هڪ جاء تي برسيو آهي!

چنڊ اڀري ٿو تہ هرڪنهن جي اڱڻ چانڊوڪي،
سج ” نڪري ٿو تہ گهرگهر ئي وڃي ٿو روشن؛
جھڙ ٿين ٿا تہ ٿڌي ڇانوَ ٿئي هنڌين ماڳين،
مينهن پئي ٿو تہ سڀئي جهنگ ٿين ٿا گاشن!

پو، اي ديوانا! سنڌ عشق جي گرمي کھڙي،
جيڪا هڪ دل ۾ ئي محدود ۽ محبوس رهي؛

جيڪا ولڏي نہ وراهي، نہ وڏي ۽ نہ ڪَٽي،
تو سوا جيڪا ٻئي ڪنهن سان نہ مانوس رهي!
اهڙن لڳي ڏيو تہ اچا عشق جي بازار ٿڌي:
ڪو خريدار نہ آ، جيڪو ڏئي واڪ وڏي!

## غزل

•

اکيون مون سُڃاتيون، اکيون مون سُڃاتيون،
نيهارڻ کان ڇرڪن، نيهارڻ لئہ آتيون.

ڪنهن تيز خنجر جان ڪاٽي وڃن ٿيون، خيالن جي تارُن کي ڪوئل جون لاتيون.
فضائن ۾ ڪنهن جڻ تہ بندوق ڇوڙي، ٻکي سڀ ٿنهي ويا، لٽنوي ڪير لاتيون.
ڏسان ٿو پرين! دار جي هن طرف کان، اشارا ڪرين پيو، پيو پائين جهاتيون.
ڪلنگيون جني کي، نہ تن کي مون ليکيو، ڪٽن جون ۽ لوئين جون ڳالهيون مون ڳاتيون.
اسان کي جو ڇوڙيو هُيو، ڇني ويا سين، ڳهيلا، اوهان دل جون ڳالهيون نہ ڄاتيون.





# ”نياز“ همايوني

”نياز“ همايوني، سنڌ جي انهن قومي شاعرن مان آهي، جن ملڪ جي ورهاڱي کان اڳ آزاديءَ جي هلچل ۾ ڀرو ورتو. سندس جنم اپريل ۱۹۳۰ع ڌاري، سکر ضلعي جي هڪ ڳوٺ همايون، تعلقي شڪارپور ۾ هڪ هاريءَ جي گهر ۾ ٿيو. مختلف درسگاهن مان تعليم ۽ تربيت مڪمل ڪري علم طب ڏانهن رجوع ٿيو، جتان فارغ ٿيڻ کان پوءِ، هڪ-ٻن طبي ادارن ۾ استاد ٿي رهيو. هن وقت مرڪزي اردو بورڊ جي ريجنل آفيس حيدرآباد سان وابسته آهي. نياز جي شاعريءَ ۾ اها خصوصيت آهي ته ان ۾ اصليت جو عنصر گهڻو ملي ٿو. تنهن کان سواءِ، سالها سال مشق دوران، مختلف جديد تجربن ڪندي، ڪيترين ئي نين راهون پيدا ڪيون اٿس. موسيقيءَ سان به شغف رکي ٿو. سندس انقلابي ۽ قومي شاعريءَ ۾ وقت جي ڳالهه ۽ زندگيءَ جو درد ڌهرايل هوندو آهي؛ ان لحاظ سان هن کي سنڌ جي هر طبقي ۾ پوري دلچسپيءَ سان ٻڌو ۽ ساراهيو وڃي ٿو. نياز اسٽيج جو بهترين شاعر آهي، ۽ ڪشمور کان ڪيٽيءَ تائين لافاني شهرت حاصل ڪري چڪو آهي. سندس مترنم انداز پيشڪش انفرادي حيثيت رکي ٿو. سندس ڪلام سنڌ جي سيني رسالن ۽ اخبارن ۾ گهڻي تعداد ۾ ڇپيل آهي. پاڻ ڪجهه وقت اڳ پاڪستان رائيٽرس گلڊ (سنڌي ريجن) جو سيڪريٽري به رهي چڪو آهي. ”ڌرتيءَ جا گُل، منهنجا گيت“ سندس مجموعہ ڪلام آهي.

”نياز“ همايوني پنهنجي فن جي انفراديت، اسلوب جي جدّت ۽ خيالات جي ندرت جي حيثيت سان سنڌي ادب ۾ اهو مقام حاصل ڪيو آهي، جو رسمي تعارف جو محتاج ناهي.

”نياز“ نظم جو بادشاهه آهي: هيئت جي نون تجربن ڪندي پنهنجي معاصرين احباب کان ڪوئي سبقت کڻي چڪو آهي. سندس ڪلام ذوق جماليات جي لطيف ۽ نازڪ، مسرت انگيز



Scanned with CamScanner

۽ سکون بخش پهلو تي مشتمل آهي. لفظن جو انتخاب ڪرڻ سندس زباندانيءَ جو دليل آهي. حشو ۽ زائد ڪان بچندي، لفظن ۽ ترڪيبن کي اهڙي ته حسين ۽ دلڪش انداز ۾ ٿو آڻي، جڻ ته موتين جا هار پوئي ٿو ڇڏي. سندس طول طويل نظم ۾ ڪٿي به ابهام پيدا نٿو ٿئي. زبان شسته ۽ بيان شائسته سان گڏ بيپناه رواني سندس فن جو خصوصي پهلو آهي.

سندس فن سوز ۽ گداز، رقت ۽ محبت جي نازڪ ترين مسئلن ۽ زندگيءَ جي اهم ۽ دقت پسند معاملن کي رمز ۽ ڪنايي سان بيان ڪرڻ ۾ جي تجربا ڪري چڪو آهي، سي واضح ٿا ڪن ته سنڌي زبان ۾ اهڙي اهليت ۽ صلاحيت موجود آهي، جا اهڙا پسنديده قدر ۽ بنيادي معيار نباهي ٿي سگهي. سندس ڪلام سُريلو ۽ مترنم آهي، ان ڪري ترنم سان پڙهڻ ڪان پوءِ وجدانگيز ۽ روح پرور ڪيفيتون ٿو پيدا ڪري.

"نياز" جي دل وطن جي پيار سان سرشار آهي: اهوئي ڪارڻ آهي جو سندس هر شعر دلين ۾ گهاءُ ڪيو وڃي. جذبات جي فراواني هن عظيم شاعر جو ڏاج آهي. هر صنف تي قادرالڪلام فنڪار وانگر لکي ٿو. افسوس اهو آهي جو سندس ڪو به مجموعه ڪلام اڃا شايع نه ٿي سگهيو آهي. ـــ ادارو.

# گيت

## تنهنجي دنيا سپ رنگ، سانول

تنهنجي دنيا سپ رنگ، سانول،
سون وڻ روپ نڪو پهروپ آلا!

تنهنجي دنيا اِندرڪ ريکا،
منهنجي دنيا گدلا بادل...

تنهنجي دنيا سج جا پاچا،
منهنجي دنيا چنڊ جان گهايل...

تنهنجي دنيا لهريون لوڏا،
منهنجي دنيا اُجوڙيل ساحل...

تنهنجي دنيا چيٽ جا ميلا،
منهنجي دنيا هيڪل ـ باڪل...

تنهنجي دنيا سُندر سپنا،
منهنجي دنيا اکڙيون اوجاڳيل...
منهنجي دنيا مرگهه ترشنا،
تنهنجي دنيا رَسندا بادل...
سون وڻ روپ نڪو ٻهروپ، آلا!

## لوڪ گيت

### ڍوليا...!

ماهه کي ويا ائين سور وئي، جڻ چنڊ گرهڻ ڙي ڍوليا!
هام، اسان جي جندڙي ٿي وئي ونڊ ورهڻ ڙي ڍوليا!

ماڻ نه تنهنجو رهيو ته ڇا جي هيج ته ڇا جا هيڻا،
آس نه ڪائي هجي ته ڪنهن لئه در ۾ پايون ليڻا،
واس نه آهيو روح کي توري ڏيهه ڏسڻ ڙي ڍوليا!
هام، اسان جي جندڙي......!

ڪام الدر ۾ چپ تي موئي، حال جنين جا ههڙا،
ڏاڍ-ڏٺي ۾ توسان وِيهي سپنا ساهن ڪهڙا:
راهه گناهه چڏي ڏي تن سان هام هڻڻ ڙي ڍوليا!
هام، اسان جي جندڙي......!

شام جو ڪنهن ڪهر ڏيئو ٿي جرڪين، ڪنهن ڪهر ڪرين اونداهي،
ڪنهن لئه تو وٽ جيءَ ۾ جايون، ڪنهن لئه ڪونيل ڪاهي:
چاهه اهو ڪتراڳ ته سڪجهه پاپ ٻڻڻ ڙي ڍوليا!
هام، اسان جي جندڙي......!

ڪهُمين ته بادل ڪهور ٿئي توتان، کِلين ته بجلي چرڪ پري،
اچين ته سڀ جون اکيون ٺرن، جي وڃين ته سڀ جو هانءُ ڏري:
اسان مجبوري وهه واهه تنهنجا رُعب رکڻ ڙي ڍوليا!
هام، اسان جي جندڙي......!

جهمُڪين ته تاري ڏاڙهونءَ جي ڪَنر ڪٿي ته هرڻي هيرڪي،
تڪين ته تارا ٻاڻ لڪائن، لڪين ته مڪڙي ڪل ٿئي:
روح ٿيو رابيل، ڏسي هيءَ رانده رمڻ ڙي ڍوليا!
هام اسان جي جندڙي......!

ڪجل اکين ۾، مساڳ چپن تي، ميندي هٿن ۽ پيرن تي،
وار ڪُنڊ پريل ڇاتيءَ تي ۽ سُرمي جو تير ڳل تي:
ڪهڙي جادوگر ڪان سکئين سَو ڀيد ڪرڻ ڙي ڍوليا!

هام، اسان جي جندڙي...!

اسان ڇڏيا سي پنو ر جان پيرا، ڪوريڙي جان تاليون،
مٺيو مٺيو ڪري ڇني ڇڏيو نسين، ڳڻتين جون سڀ ڳاليون:
ڀاڻ ئي آهيون ماڳ تہ ڇا جا پنڌ پڇڻ ڙي ڍوليا!

هام، اسان جي جندڙي...!

# غزل

●

او راڳي! او ويراڳي! اٿ ڳاءِ، آهو ڳڻ وارو راڳ،
جنهن سان جاڳي روح جو رائو، ڪاڪَ رَمي ڪوهيارو راڳ!

منهنجي ڏرتي منهنجو گلشن، 'ڏرتيءَ جا گُل منهنجا گيت'
اَءُ ٿو ڳايان، ڳائيندس پيو جنم جنم هي پيارو راڳ!

جيسين باک بهاري لاهي، جيسين صبح سَوايو ناهي،
تيسين ڪنهي ڳائيندي ٿيني، ڳائيندي ڪيڏارو راڳ!

تنهنجي سُرت سُربلي مون کي نُوريءَ وانگ نهال ڪيو،
ڪينجهر ڪپ تي جڻ نہ تماچيءَ جهونڪاريو ريهارو راڳ!

منهنجا گيت رُڪاڻ پرَيل هئا، تنهنجي سُور سواد ڏنو،
تنهنجي سار جو آئي ٿي پيو ماکيءَ جو سانارو راڳ!

جوڳيءَ ويس ۾ جندڙي پنهنجي تولہ ٿي سنياس ڪري،
ليڪ تہ سمجهي ويندين، سائين، منهنجو هي موچارو راڳ!

اَءُ تہ چارڻ، چاتر وانگي، آپ ۾ اڏري جهنّو جهاڳيون،
هيانهينءَ ۾ سيسر سڙيوني، ڪڏلو ٿيندو سارو راڳ!

اڄ جي آهي آڄ" تہ چاهي، سَبان نہ ڪَرهي ٿيندي ڪَڄ"،
آخر پنهنجي پاس ورائي، ايندو بخت جو ڀارو راڳ!

هيل 'نياز' نہ مينهن وَٺا، نڪي پنهنجي پاسي ساڪ ٿي،
جيڪس سورن سانت هئي پا ڪين هيو سولهارو راڳ!

# نظم

## ڌرتيءَ جي دل ڌڙڪي ٿي!

آءٌ سمنڊ جي سيني مان ٿي نڪتس الڳين نروار آلا،
ڪنواري ڇوريءَ جي ڇاتيءَ مان جئن جوڀن جو اظهار آلا،
چنڊ ڪي مون سان پريت ٿي وئي، سچ ڪيو مون سان پيار آلا!

هيرن هيج مان هنج ۾ آئي، لوڏيم لال هندوري جان،
راتين رَمندي لولون ڏيئي تاتيم ٻار سدوري جان!
صبح جي ڪِرڻن سُرت ۾ آئي مست ٿيام پنڌوري جان!

منهنجي اوستا اوج تي آئي، جوڀن جي جنسار هلي،
اُرهه مستي ڪي آهر اڌاڻا، آڏمن جي آڌار هلي،
سنجريل سُونهن ڪنور جان مُرڪي، ڪِرڻن جي ڪونجَر هلي!

ماڻهونڙو هي ساس ٻـو ذرڙو، جيت جنان هو جنجل ۾،
ڪڏهن ٿي پنڪيو غارن اندر، ڪڏهن ٿي ٽڪيو جهنگل ۾،
هڪڙي آهنج مان اڃو ٿي وري قاتو تي ٻي ڪرڳل ۾!

منهنجي جسيءَ ڪي آئي جهپي سو ڏسندي ان کي آوليءَ ۾،
ماءُ جئان ڪٺي سهر ڪري ۽ آندم پنهنجي جهوليءَ ۾،
پاڻ سهي ڏک، ڏنم پئي سک، هن کي ڏڏ جي ڏوليءَ ۾!

مون کي چنڊ چتاءُ ڏنو ٿي 'ڇو ٿي سور سهائين پئي،
هن مان چڱائي ٿيڻي ناهي، ناحق عمر وڃائين پئي،
تنهنجي مَت کي ڇا ٿي ويو، ڇو ڪوڏ ۾ نانگ نپائين پئي؟'

مون نه ڏني ڪا چنڊ کي ورندي پنهنجي راهه تي هلندي رهيس،
منهنجي دل ۾ ساک هئي جا تنهن جي ساک پربندي رهيس،
آدم کي اسرار الاهي، فيض ۽ فضل جان ڏيندي رهيس!

هي جو آهو پنهنجي تي، هن مون کي کهاءُ جي کهات ڏني،
هرَ جي ڇنيءَ سان چير ڪري ۽ سختين جي سڪرات ڏني،
هن جنهن مون کي ڏلج ڏنا تنهن هن کي موڻ پئي ڏات ڏني!

هن جي لاءِ سون خوشبو خلقي وندر جي وستار ڪئي،
موتين وانگ اناج آهن، ميون جي پرمار ڪئي،
قدرت جي هر نعمت آئي هيڪاندي هيڪار ڪئي!

ساڳي هن جو قوت بڻي ۽ کير مکڻ خوراڪ ٿياس،
ڪپهه ۽ ريشم تند وڌائي وسن جهڙي پوشاڪ ٿياس،
اڄ هي ۾ آيو عيش ڪيائين، چوڪيري املاڪ ٿياس!

هن جي شڪل ٿي عيد ڏياري، هن جي سونهن سُڄاڻ ڪيا،
جهڙي انار جي مکڙي، تهڙا رت ۾ رنگ رچاءِ ڪيا،
ناز ۽ نخرا سڪي سچو ٿيو، سالڪ، سڄاڳ سياڻ ڪيا!

پوءِ سون هن کي قلم ڏني ۽ علم جي وات وڻائي ڇڏي،
عالم ٿي هن عقل جي آڏر اڳتي ڳالهه وڌائي ڇڏي،
ڪيتني وهم وجود ۾ آئي، اوڪي اون اهائي ڇڏي!

هن دنيا ۾ فلسفو آئي، مسلڪ جا سالڊاڻ ڪيا،
مذهب ڪي موجود ڪري ۽ ذاتين جا امڪان ڪيا،
طبقن جي تقسيم وسيلي راڄن جا ساندڻ ڪيا!

اتي سون هن کي هدايت ڪئي بس اڳتي ڪين وڌڻ جي ڪجانءِ،
جيڪي ٿيو سو ڪافي آهي، هاڻ نه ڪجهه به ڪرڻ جي ڪجانءِ،
هرڪو پنهنجي راڄ ۾ راضي رهي تون ڏيان ڏرڻ جي ڪجانءِ!

دنيا ۾ ڪو بکيو ڏکيو يا ڪنهن جو پي محتاج نه ٿئي،
سڪو پنهنجي آباديءَ ۾ مست رهي، تاراج نه ٿئي،
اهڙي وبا نه وکوڙي وڃي جو ان جو ڪوبه علاج نه ٿئي!

امن محبت خوشحالي ۽ آزاديءَ جو دؤر هجي،
انسانن جو انسانن جي لاءِ اهوئي طور هجي،
جنهن ۾ ڦير فساد نه ڪوئي ۽ نه جفا ۽ جور هجي!

اهڙو عالم پيدا ڪر جو هجي سدائين ساءِ پريو،
راتيون گيت رهاڻ جا ڳائن، ڏينهن نه ٿي ڏولاءَ پريو،
هرڪنهن سمجهه ۾ سهنج هجي، هرڪر هجي ڪهڪاءَ پريو!

گل جي خوشبو جئن آهي تئن سڀني ڪارڻ عام هجي،
پيار جي پرڀا جتان ڀـ اڀري، ان تي نـ ڪوئي دام هجي،
سونهن جي ويڪا رنگ ڪيڏي پر رنگ سين جو رام هجي!

وڻ جي ڇانوَ ۽ وهندڙ پاڻي، ڪنهن ۽ ٿـو جال وِشال ٿئي،
جنهن کي ڏسندي پار پيڙي جي ديھ ۽ دل ٿـي نهال ٿئي،
اهڙوئي ڪـو آهـاءُ کپي جـو پنهنجو پـاڻ نهال ٿئي!

مذهب پنهنجي جاءِ تـي بهتر، مذهب جو پـي ڍنـگ هجي،
ائين نـ ٿئي جـو ان جـي هستي انسان تـي تنگ هجي،
ظاهر مومن، باطن ڪافر، ڪيني وارو زنگ هجي!

ڪنهن پي مسلڪ ساڻ نہ ڪنهن پر ڪوئي بہ ڪنهن کي غلام ڪري،
پاڻ کي اعليٰ، ٻين کي ادنيٰ، سمجهڻ جو نہ ڪو نام ڪري،
آدم اشرف، خلق تـي ناحق، پاڻ کـي جـو بدنام ڪري!

ڪوبہ نہ ڪنهن جو اڱڻ اورانگهي، ڪنهن جو نہ ڪنهن سان وير هجي،
نيڪيءَ ڏي وک ويتر نيڪن، بديءَ جي پاس نہ پير هجي،
ڇاجي جنگ نہ ڇا جـو جهيڙو، اوڙي پـاڙي خـير هجي!

سـون تـہ کهٽيي لـيلايـو، پـر ماڻهو منهن مٽائي ويو،
منهنجون دانهون عرش پڏيون، مي پوڙن وانگ لنوائي ويو،
سـون کـي ائين محسوس ٿـيو جڻ ٻالڪ ٽيج ڦيٽائي ويو!

ٻالڪ ڏاڍا انـگ ڪـيا، وچـي عـالم جـو آستاد ٿيو،
هـن جـو پـاڻ پـتوڙيـو تنهن سـان انتر-پر ايجاد ٿيو،
انتـم ڇا ايـجاد ٿـيو جڻ خـانـوئـي بـرباد ٿيو!

هـن کـي پنهنجي هوَس هـئي، سو ان ۾ ئي غلطان رهيو،
مـلـڪ وٺـڻ ۽ مـاڻـهـو مـارڻ، ڪـيس اهـو خفقان رهيو،
خلقت خـوار خراب ٿئي تـي هن جو نـ اوڏانهن ڌيان رهيو!

ڀـک ڏک ۽ ڌمـڪاءَ ڌُڪارن، ڏائڻ وارا ڏلـد ڪيا،
انسانيت لڙڪ وهايا، سـوت رُڃـن جـا رنـد ڪيا،
۽ ماڻهو هـن ساءَ جـي دشمن بڇڙاين جا بـند ڪيا!

منهنجي سهاڳڻ ڇاتي جنهن تان جنت ٻي قربان هئي،
جنهن ۾ نُور سُرور هيو، جا فيض ۽ فضل جو شان هئي،
امن محبت جي آشا ۽ دردن جو درمان هئي!

ان ڇاتيءَ کي ڇيهه ڏئي هن ناسوَ لٺي کهرام کيا،
منهنجي ذات جو ويري بڻجي ٻانڻ جا قتلام کيا،
چنڊ ستارا شاهد آهن، هن جيڪي خونام کيا!

انهين خدائي ظلم جي آئي، دوزخ دنيا بڻجي وئي،
عشق يتيم ته سونهن ٿي بيوهه، لاش تمنا بڻجي وئي،
بوهه ۽ بوهه هي منهنجي هيئت 'هيروشيما' بڻجي وئي!

چنڊ تي ڪئي انسان چڙهائي-ڌرتيءَ جي دل ڌڙڪي ٿي،
ڌرتيءَ سان هن ڪانڌ رهائي-ڌرتيءَ جي دل ڌڙڪي ٿي،
هن سان ڇا ٿيندي ڪار اهائي-ڌرتيءَ جي دل ڌڙڪي ٿي!





# شمشير الحيدري

سنڌيءَ جو باڪمال شاعر، اديب ۽ مصوّر، جناب شمشيرالحيدري، حيدرآباد ضلعي جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ ڪڍڻ ۾، ١٥-سيپٽمبر ١٩٣٢ع تي ڄائو ۽ بدين ۾ پرورش ورتائين. ابتدائي تعليم بدين ۾ ورتي، ١٩٤٧ع ۾ ڪراچيءَ جي سنڌ مدرسي ۾ داخل ٿيو. حالتن جي ناسازگار هئڻ ڪري، تعليم ڇڏي ڳوٺ موٽي آيو. ڪجهه وقت پي. ڊبليو. ڊي. ۾ ملازمت ڪيائين، ۽ پوءِ ٽن سالن تائين بدين جي ڪوآپريٽو بئنڪ جو مئنيجر ٿي رهيو. وقت جي لهر کيس حيدرآباد رسايو. اتي پهرين روزاني ”هلال پاڪستان“ ۾ اسسٽنٽ ايڊيٽر ٿيو، ۽ پوءِ ١٩٥٦ع ۾ سماهي ”مهراڻ“ رسالي جو اسسٽنٽ ايڊيٽر مقرر ٿيو. مسٽر حيدري ”مهراڻ“ جي جيڪا مسلسل ٻارهن سال خدمت ڪئي آهي، اها سنڌي ادب ۾ يادگار جي حيثيت رکي ٿي. ١٩٦٣ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان سنڌي ادب ۾ ايم. اي. ڪرڻ وقت، ”آزاد نظم“ تي جيڪو مونوگراف لکيو اٿس، سا هڪ بهترين تحقيقي ۽ عالمانه تاليف آهي. ١٩٦٧ع کان پاڪستان پبليڪيشنس ڪراچيءَ جي ماهوار ”نئين زندگيءَ“ جو ايڊيٽر آهي. سندس شعرن جو مجموعو ”لاٽ“ ڇپيل آهي.

شمشيرالحيدريءَ جي بلند پايه شاعري، سنڌي ادب ۾ متنوع، رنگين، جاذب ۽ زندگي بخش مثال آهي. اگرچ سندس ڪلام گهڻو نه آهي، پر معنوي اعتبار سان ٺوس به آهي ۽ معياري به. سندس مختصر ڪلام، قديم ۽ جديد ادبي رجحانات، هيئت ۽ اسلوب جي جديد اقدار ۽ معيار تي مشتمل، صحتمند شاعرانه تجربو آهي.

حيدري پنهنجي فڪري ۽ شعوري مشاهدات ۽ ڪيفيات کي تلخ ۽ ترش لب لهجي ۾ بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، ڇا لاءِ ته زندگيءَ جا حقائق ۽ عوامل، قدر ۽

معيار، جيئن پوءِ تيئن تاخ ٿيندا ٿا وڃن. زندگيءَ جا سماجي عوامل، ماديءَ ۽ مذهبي، فڪري ۽ سائنسي اثرات کان متاثر ٿي، اڄ اهڙي مرحلي تي پهتا آهن، جت انساني شعور ۽ تنقيدي زاويہ نگاهہ صحتمند اصولن کي پرکي رهي آهي.

ادب ۽ شعر جي موجوده دؤر ۾ نہ فقط هيئت جي اعتبار سان، پر مواد ۽ انداز بيان جي لحاظ سان بہ وڏو انقلاب آيو آهي. اهو انقلاب قابل قدر بہ آهي، ۽ زندگي بخش بہ. شعورِ انساني جو اهو انقلاب آور معيار بتدريج ارتقا ڪندو آيو آهي. انسان جي ترقي پذير قدرن، فڪري اثرن، علمي لاڙن ۽ ادبي نتيجن ئي انسان جي نطق و بيان ۽ شعر و سخن کي نوان نوان اسلوب عطا ڪيا آهن.

حيدريءَ جي فن کي تنقيدي نقطہ نظر سان ڏسڻ کان پوءِ اسين ان راءِ تي پهتو آهيان تہ حيدريءَ جي تخليقي قوت، فڪري مطالعو ۽ نڪتہ آفرين افتاد طبع پنهنجي معاصر احباب ۾ منفرد آهي— مجازاً ۽ معناً. سچ پچ سندس مختصر ۽ جامع ڪلام هن دؤر جي شعوري رجحانات ۽ ارتقا پذير شعري قدرن سان ڪهڙي پاڳي هم آهنگ ٿي چڪو آهي. يقين آهي تہ هي شاعر، بتدريج تجربي، مشق ۽ رياضت فڪري کان پوءِ شايد جديد دؤر ۾ وڏو مقام حاصل ڪري سگهي. — ادارو.

## نظم

### ڪاڪ محل

زندگي ڪاڪ محل آهي ڪو رنگا رنگي،
جنهن ۾ مقصد تو سدا ناز ڪري موهل جان،
دُور کان دل کي لبائي، نہ اچي ڏئي ويجهو،
ڪير آهي جو لنگهي پار پوي مشڪل مان؟

جيڪو اڳتي ڏي وڌي، ڪائي اهو ڪيئي فريب،
جادونگريءَ سان بچي ڪير سگهي، ڪير ڀلا؟
ڪن کي نوميدي ڪيئي ڏند پئي ڏيجاري،
ڪن کي ڏائڻ جيان ڏڪائي ٿو پيو موت، الا!

روز اميد، ڪري هار ۽ سينگار نوان،
پاڻ کي خوب سجائي، ٿي لبائي دل کي،

عارضي سونهن تي هر کي، ڪٿين جوڙا ۽ جوان،
راهه پنهنجي ۽ وساري ٿا ڇڏن منزل ڪي.

ڪير منزل تي رسي؟ ڪير ٿو ماڻي مومل،
جان جادوءَ سان پيلا ڪوئي ڇڏائي ته سهي!
ڪوئي لاهوتي لنگهي اڳتي وڃي مقصد ڏانهن،
چال چورين جا ڏسي، ڪوئي لنوائي ته سهي!

ها، مگر ميندرا منزل ڪي رسي ئي رهندا،
جادونگريءَ جا طلسمات ٽٽي ئي رهندا،
عقل ۽ عزم جا راڻا وري اڳتي ڏوڪي،
پنهنجي حالات جي مومل کي ڦسي ئي رهندا؟

مال موهي نه سگهيو، ڪاڪ ڪان جهلجي نه سگهيا،
چال چورين جا لنگهي، ڪاڙي وڌندا ئي رهيا:
سون کي اڄ شاهه پٺائيءَ جي وري ياد آئي،
پنهنجي سومل سان ملڻ جي آ وري اڄ وائي.

## غزل

●

اڄ منهنجي اڳن منهنجا محبوب اچن شايد،
ورهين جي وڇوڙن جا سڀ سُور لهن شايد.

ماحول جي مستيءَ ۾ سُرڪن سان مليون سُرڪون،
روحن جا اهي ريلا چانڊاڻ ڪهُرن شايد.

هڪوار ته دل کولي عمر ڳالهه چئي ڇڏبي،
انصاف جي اکين مان ڳوڙها به ڳڙن شايد.

خالي به ڪريو جلدي انصاف جي مسند کي،
مظلوم اچي ويهنا، حقدار هجن شايد.

ڌرتيءَ جو دلاور اڄ تارن تي سوار آهي،
انسان جي عظمت جا اعلان ٿيڻ شايد.

ابليس کي ڇني ڇڏيو، سجدي جي تياري ڪر،
دنيا تي 'انا الحق' جا اسرار کُلڻ شايد.

سُوريءَ تي سڏڻ وارا! هڪ ڳالهه تہ سوچي ڇڏ،
مقتل ۾ اچڻ وارا منصور هجن شايد.

بلبل جي بيانن تي برهم نہ ٿين گهرجي،
آئينده بهاريءَ جا پيغام هجن شايد.

'شمشير' کي سڏ ڪريو، 'شمشير' ڪٿي آهي؟
محفل کي مچائيندو آن جو ئي سخن شايد.



راهبر پلجي ويا، اهلِ نظر پُلجي ويا،
شوقِ منزل ۾ سڀئي ڪارِ سفر پلجي ويا.

ڪنهن جي ڳولا ۾ هتا نڪتا سڏائي هوشمند،
واٽ جي وڪار ۾ پنهنجي خبر پلجي ويا.

رات جو سوچي سُتا منزل تي پهچڻ جا مزا،
صبح ٿيو، همراه منزل جو ئمر پلجي ويا.

رات جو پويون پهر، ۽ صبح جو پهريون پهر:
بن گهڙين جي فرق ۾ ڪوته نظر پلجي ويا.

مان پڪاريندو رهيس منزل جي هرهڪ موڙ تان،
رهبرن سڀڪجهه ٻڌو هوندو، مگر پلجي ويا.

هاءِ، تن گلڙن جي محروميءَ تي ڪو روئي سگهي،
جن جا مالهي باغبانيءَ جو هنر پلجي ويا.

جن گهري وري هئي دل، ياد جو تحفو ڪري،
سي بہ اڄ 'شمشير' جي خاطر خبر پلجي ويا.



مزدور جي محنت نظرانداز نہ آهي،
جمهور جو آهنگ بي آواز نہ آهي.

شب روز نئين دور جي تعمير ڪريون ٿا،
چالي ٿو زمانو بہ، اهو راز نہ آهي.

ڪنهن طرح اسين ظلم جا قائل نه ٿياسين،
زنجير ڪان وڌ پنهنجو ڪو دمساز نه آهي.

انصاف جي آئين جي فتوا ٿو ٻڌايان،
زردار کان زياده ڪو دغاباز نه آهي.

هر هر ٿيون اچن وقت جي سوريءَ جون صدائون،
افسوس، ’اناالحق‘ جو آواز له آهي.

دربار جي فنڪار کي ماحول ۾ آئيو،
فن چاهي، جي حالات جو غماز له آهي.

تون چئه ته اها حق جي حمايت به غلط هئي،
سچ آهي ته ’شمشير‘ سخن ساز له آهي.



اسين حالَ هيٺا، اوهان جي خُدائي — وڏي ڳالهه آهي،
هلي پئي اجا زندگيءَ جي لڙائي — وڏي ڳالهه آهي.

اندهيرن ۾ پنلجي ٻيئي روشنائي — وڏي ڳالهه آهي،
اجا وقت کي پيئي ڳولي سچائي — وڏي ڳالهه آهي.

اوهين حسن تي پنهنجي نظرن جا پهرا اجا تيز ڪريو،
ڪريون پيا اسين عشق جي رهنمائي — وڏي ڳالهه آهي.

اسان عشق وارن جا ارواح آزاد آهن ازل کان،
ابد تائين آهي اسان جي رسائي — وڏي ڳالهه آهي.

زماني جا منصور آهيون اسين، خوب مشهور آهيون،
اسان سُورين تي نه گردن جهڪائي — وڏي ڳالهه آهي.

اِتي ٿي هئي منهنجي خوابن جي جنت، ستارن جي ڌرتي،
وڏي وٺي عرشِ برين‘ جي اُچائي — وڏي ڳالهه آهي.

نگاهون کئي داد جي لاءِ سُرڪڻ جي کهڙي ضرورت،
اوهين آهيو سهٺا، اوهان جي اهائي — وڏي ڳالهه آهي.

•

فقط اشاري چڏيو تہ وہ وا!
مٺا جياري چڏيو تہ وہ وا!

اسين اوهان جي اکين ۾ آهيون، وري لهاري چڏيو تہ وہ وا!
اوهين تہ وسرڻ جا ڪين آهيو، اوهين وساري چڏيو تہ وہ وا!
نظر جا قيدي اگهي ٿي آهيون، ايا بہ ماري چڏيو تہ وہ وا!
اوهان جي هٿ ۾ بہ زهر هوندو، مگر پياري چڏيو تہ وہ وا!
اسان جي حسرت، اوهان جي مرضي، الين ٿي تاري چڏيو تہ وہ وا!
هي آب اکين جو آب آهي، اکين ۾ واري چڏيو تہ وہ وا!
لڙين لهر بيپناہ آهي، بحر بيهاري چڏيو تہ وہ وا!

کهڙي ٿو 'شمشير' حق جتڻ جو،
انهيءَ کي ماري چڏيو تہ وہ وا!

•

پڃڻ جا بهانا، پيارڻ جون ڳالهيون،
جٺين شال! ڪر ڪي جيارڻ جون ڳالهيون،
هليا، تيستائين دليون آزمايون،
اکين ڪي ڪرڻ ڏي نهارڻ جون ڳالهيون.
ارادن ڪي ملندو عمل جو سهارو،
چڱيون ٿينديون ڪڏهن گذارڻ جون ڳالهيون.
مٺان ياد ۾ ٿي نہ ڪر ٿي وڃين تون،
اهي ٿي تہ آهن وسارڻ جون ڳالهيون.
هڪل سان تہ پهتا مٺا يار پنهنجا،
وري ويا ڪري آگ ٺارڻ جون ڳالهيون.
گلستان ٿي شايد جلائي ڇڏيندا،
وڏي ويئون پوٽن ڪي پارڻ جون ڳالهيون.
ڪئي آهي 'شمشير'، جو چنگ چوري،
زمالو تہ پلجي ويو چارڻ جون ڳالهيون!

•

مٿيءَ تي موتين جي ورکا،
نيٺن جي ناداني، توبهه!

آئيني کان ٿيا شرمايو، ايڏي بي ايماني، توبهه!
دل جي خاطر دم ڏيئي ويو، مفلس جي قرباني، توبهه!
ساغر تائين جهڪندي ويئي، واعظ جي پيشاني، توبهه!
ڪوئي لاهي دل جو ضامن، سهڻن جي سلطاني، توبهه!

•

لٿا عرش تي زندگيءَ جا سفينا،
بدلجي ويا بندگيءَ جا قرينا.

بنايون ٿيا روشنيءَ جا مدينا، ڪٿي آهي موسيٰ، ڪٿي طُور سينا.
نه اُلجهو، اسان عاشقن سان نه الجهو، لٽاڙي ڇڏياسين ستارن جا سينا.
ورائن پيا وقت کي هوش وارا، گذاري ولو مستين جا مهينا.
نظارن جي بيتاب خاموشين ۾، پکڙجي پيا نُور جا آبگينا.

کُلي پئي اکرائين جي حقيقت،
لڪي ڇا ڪندا هاڻ سهڻن جا سينا.

•

سازِ فرقت تي بقدرِ ضربِ غم ڳائي ٿي دل،
يعني يادِ عشرتِ ماضي کي دهرائي ٿي دل.

بعدِ مدت اعتبارِ ضبط بدلائي ٿي دل،
اڄ وري حُسن شوخ جي محفل ۾ ڀڃائي ٿي دل.

ديدهءِ خاموش کان طرزِ ادا پائي ٿي دل،
خلوتِ تخئيل کي محفل ۾ بدلائي ٿي دل.

هاءِ هي عنوانِ الفت، هڪ ڪري ۽ ٻيو پري:
دل کي تڙپائي ٿو حُسُن، ۽ مون کي تڙپائي ٿي دل.

اي وچڻ وارا، ڏسي وڃ هي عروسِ زندگي،
آرزو کي حسرتن جو تاج پهرائي ٿي دل.

سچ ٻه ڇا هوندو شريڪِ فتنهاي آسمان؟
دل کي سمجهايان ٿو مان، ۽ مون کي سمجهائي ٿي دل.

•

چمن ۾ ڪنهن جو هي ڏسجي ٿو انتظار اڃا،
حيات لالہ و گل آهي اشڪبار اڃا.

نہ آيو آهي خزان جوئي اعتبار اڃا،
چمن پلي رهي بيگانہء بهار اڃا.

هزار بار ته ثابت ٿيو سراب، مگر،
اهي اسين، اهو منزل جو اعتبار اڃا.

خيال دنيا جو آهي، نہ خوف رسوائي،
دل آهي حسن تمنا جي پاسدار اڃا.

خيال توبهہ جو سون کي بہ آهي، اي ناصح،
ڪرڻ ڏي سون کي گناهن کي بيشمار اڃا.

نياز عشق ۾، شوق طلب ۾ آهي ڪمي،
نياز و شوق سان، اي دل، ذرا پڪار اڃا.

ڪڏهن جو خواب ۾ آيو، ويو، پر هاء ڙي عشق،
منٺن سڌرن ۾ وڃائي ٿو ڪو ستار اڃا.

هي ڪنهن جو نقش وفا آهي جاذب فطرت،
جهڪي ٿو جنهن تي، اي 'شميشر'، روزگار اڃا.

•

طوفان جي درميان نہ ڪنارن جي ڳالهہ ڪر،
مون سان نہ زندگي جي سهارن جي ڳالهہ ڪر.

آهن پسند مون کي خزان جون نوازشون،
اي همنشين، نہ مون سان بهارن جي ڳالهہ ڪر.

آئي نہ راس مهر و محبت جي زندگي،
چا ٿي پيو، تون چنڊ ۽ تارن جي ڳالهہ ڪر.

اي دوست، منهنجي تشنگيء ديد کي تہ ڏس،
دامن ڪش نگاہ نگارن جي ڳالهہ ڪر.

منهنجي اڳيان گلن جي وفا جو نہ ڪر بيان،
ها، بر سبيلِ تذڪره خارن جي ڳالھہ ڪر.
ميخانهء جهان ۾ لنڊائي شرابِ زيست،
اي دوست، زندگيء جي بهارن جي ڳالھہ ڪر.



همنشين، پڇ نہ حديثِ غمِ دوران مون کان،
زندگي آهي بهرحال گريزان مون کان.
مي ٿي تنگدستي ۾ بيگانا ويا ٿي، جن جي،
بزم هر لمحہ رهي خرّم و شادان مون کان.
مي چا ٻُڏلدا، جي توڪل سندي تُرهي تي چڙهيا،
چا عجب، ٿي ويو مغلوب جي طوفان مون کان.
پاڪبازي تي عبث ٿو رهي نادان مغرور،
مان ٻڌايان، ڪو ٻُڏي شيخ جو ايمان مون کان.



خامشي ۾ ٿي نهان طرز ادائي، جاني،
سازِ دل چاهي ٿو اڄ نغمہ سرائي، جاني!
چا ٻُڌايان اثرِ دردِ جدائي، جاني،
تون وٺين، تنهنجي فقط ياد ئي آئي، جاني!
منهنجي دل توتي جڏهن کان وٺي آئي، جاني،
تنهنجي تصوير ئي اکين ۾ سمائي، جاني!
شمعِ اميد مون هر بار جلائي، جاني،
شبِ فرقت جي مگر سحر نہ آئي، جاني!
تون وٺين، دل وٺي، تاريڪ ٿيو سارو جهان،
هاء، ڳوڙهن بہ نہ ڪئي راه نمائي، جاني!
شوقِ ديدار ۾ هر چشم تماشائي بني،
مون سرِ راه نظر پنهنجي وڇائي، جاني!
دير هئي تنهنجي ئي بس چشمِ ڪرم جي شايد،
سدڪمان پنجي وئي ساري خدائي، جاني!

داد ڏي مون کي سندر ذوق نظر جو پيارا،
مان ٿيس تنهنجو، فقط تنهنجو فدائي، جاني!

عيد آئي ته سڀ بزم جهان ۾، ليڪن،
منهنجي دنيا ۾ فقط تيرگي ڇائي، جاني!

عيد عاشق جي بجز ديد نه آهي هرگز،
ٿي وڃي اڄ ته ذرا جلوه نمائي، جاني!

تنهنجو ديوانو ڏيڻ عيد مبارڪ آيو،
تون ملائي ته اچي دست حنائي، جاني!

ترڪ عشق، ۽ نه غمِ دوست تي قدرت دل کي،
اهڙي مجبوري به 'شمشير' تي آئي، جاني!

---



# "امداد" حسيني

"امداد" حسيني جو فن، سنڌي ادب ۽ شاعريءَ جي دنيا ۾ جديد هيئت ۽ اسلوب جي انوکن ۽ دلڪش تجربن جي ڪري هڪ 'فني علامت' بڻجي چڪو آهي.

پنهنجي مختصر تعارف ۾ لکي ٿو:

"بنده جو نالو امداد علي شاه ۽ تخلص 'امداد' آهي. سنڌ جي مردم خيز خطي ٽکڙ ۾ ١٢- مارچ ١٩٤٠ع تي الحاج حافظ حڪيم مرحوم سيد اسد الله شاه 'فدا' جي ننڍي فرزند سيد فضل محمد شاه جي گهر ۾ تولد ٿيس. سنڌيءَ جا چار درجا ٽکڙ جي مشهور مڪتب ۾ مرحوم حافظ يوسف جي پوٽي مرحوم حافظ الهڏني جي زير نگراني حاصل ڪيم. ١٩٤٩ع ۾ سنڌي تعليم ختم ڪري انگريزي تعليم ڏانهن منهن موڙيم ۽ نور محمد هاءِ اسڪول ۾ داخلا ورتم. شاعري سون چوٿين درجي انگريزي کان شروع ڪئي."

"امداد" جي شاعريءَ جي ابتدا مولانا گرامي صاحب جي حوصله افزائيءَ ۽ تربيت ۽ اصلاح سان شروع ٿي. گرامي صاحب سندس تغزل جي انداز ۽ تخيل جي رنگيني ۽ انداز بيان جي پختگيءَ کي ڏسي، پيشنگوئي طور ڪيس ٻڌايو هو ته "'امداد' تون اڳتي هلي تمام جلدي سنڌي ادب ۾ چوٽيءَ جو شاعر ٿيندين!" ان طرح خط و ڪتابت جي ذريعي 'امداد' پنهنجي شاعرانه ذوق کي تڪميل تي پهچائڻ لاءِ جدوجهد ڪندو رهيو ۽ فن جي مطالعه ۽ رياض ۾ مشغول رهيو.

سندس شاعريءَ جي ذوق کي وڌائڻ ۾ "بزم طالب المولا" جو به وڏو دخل آهي. "بزم طالب المولا' جي انتظام هيٺ 'امداد' پنهنجن ٻين صاحب ذوق عزيزن ڊاڪٽر 'بيخود' حسيني، شبير 'هاتف'، حافظ شاه 'ناطق'، ۽ 'سوز' ٽکڙائي سان گڏجي باقاعده شرڪت ڪندو رهيو. اڳتي هلي "بزم طالب المولا' جو سيڪريٽري ٿيو. ان دور ۾ 'امداد' هڪ غزلگو شاعر جي حيثيت سان نمايان شهرت حاصل ڪئي.

ڇهن - ستن سالن جي ان مشق ۽ رياض کان پوءِ، وقت جي تقاضا 'امداد' کي جديد ادب جي قدرن ۽ معيارن جي قريب آندو ۽ نظم ۽ آزاد نظم لکڻ تي آماده ڪيو. 'امداد'

آزاد نظم تي بہ خوب رياض ڪيو آهي. سندس آزاد نظم ۽ ان ۾ هيئت جا جديد تجربا توڙي معنوي ۽ علامتي اشارا سندس فن کي حيات دوام بخشي چڪا آهن. ان سلسلي ۾ 'حملو'، 'گهر جي ياد'، 'بدبو'، 'وايسي'، 'انتظار'، 'جنگ'، 'طلوع'، 'شرط'، ۽ 'ماحول' وغيره شاهڪار جي حيثيت رکن ٿا. آزاد نظم توڙي غزل ۽ نظم ۾ سندس زبان نهايت سليس، ۽ رنگين رهي ٿي. سندس انداز بيان جي دلڪشي ۽ شيريني، سندس فن کي دو آتشہ ڪري ڇڏيو آهي. سندس اڪثر تجربن ۾ نغمگي ۽ ترنم جو وڏو دخل آهي. موسيقيت ۽ خيال آفريني 'امداد' جي فن جون اهي خصوصيتون آهن، جن سندس فن کي لازوال دوام عطا ڪيو آهي.

ان طرح 'امداد' حسيني پنهنجي 'فن' جي جدت ۽ ندرت جي حيثيت سان، 'فن' ۾ زندگيءَ جي تنقيدي پهلوءَ تي جي فني ۽ تنقيدي تجربا ڪيا آهن، تن سان واضح ٿئي ٿو تہ 'امداد جو مشاهدو زيادہ تر تلخ ۽ تجرباتي ڪشمڪش وارين ڪيفيتن تائين پهتل آهي. زندگيءَ ۽ انسان جي باهمي تعلقات جي سلسلي ۾ انساني تاثرات ۽ واردات ۾ جي ردعمل پيدا ٿين ٿا، انهن جي ترجماني هڪ باشعور شاعر ئي ڪري سگهيو آهي. ان حيثيت سان 'امداد' جو شاعرانہ شعور، ذوق جماليات جي تسڪين سان گڏ حقائق جي ترجماني بہ پيش ڪري چڪو آهي. زبان جي سلاست ۽ اندازبيان جي رنگيني، 'امداد' جي فن جون اهم علامتون ٿي چڪيون آهن. سندس آزاد نظم تي ڪيل تجربا سنڌي شاعريءَ ۾ فڪرانگيز بہ آهن، ۽ هيئت ۽ اسلوب جا نادر نمونا بہ چئي سگهجن ٿا. سندس نڪتہ سنجي ۽ دقيق شناسي بعض وقتن تي ڪجھ ابهام بہ پيدا ڪري ٿي، جو ابهام فني لحاظ سان تنقيدي معنويت جو حامل رهي ٿو. 'امداد' هن وقت ايم. اي (سنڌيءَ ۾) ڪري رهيو آهي. —ادارو.

* * *

## غزل

●

هتي بہ سچ کان سچي صاف پيار تي الزام،
هتي بہ چند کان معصوم صورتون بدنام!

اڪيئن اکيان تو تيري ڪونڌرن جو قتلِ عام،
وڌي نہ ڪو بہ هتي پيار ۽ خلوص جو نام!

سيئن اڪيئن ۾ حقارت، سيئن هٿن ۾ پٿر،
اي پرخلوص وفائيو! هي آهہ ڪهڙو سنگسار؟

اوهان جو صبح بہ سج، ۽ اوهان جي شام بہ چنڊ،
اسان جي رات بہ ويران، اسان جو صبح بہ شام!
اسان بہ توسان محبت ڪرڻ جو جرم ڪيو،
اسان جي سِر تي سوين تهمتون سوين الزام.
نہ اکڙين جا ڪنول، ۽ نہ ڪنهن بدن جو غزل،
جي زندگي اها آهي تہ زندگيءَ کي سلام.

●

هزارن ۾ هڪڙا هئاسين،
گهڻن جا پيارا هئاسين.

سفر لاءِ نڪتا هئاسين، سنڌ در تي ويٺا هئاسين،
اسان زهر جو جام پيتو، اهن ئي تہ دانا هئاسين.
اوهان ڏورو سُرڪي نهاريو، زماني ۾ رُسوا هئاسين.
وري اڄ رُنا ويٺا آهيو، اڃا ڪالهہ پَرتا هئاسين.
پلا ڪنهن کي سمجهائجي ڇا! اسين پاڻ اهڙا هئاسين.
سنڌ هيڏي ساري جهان ۾، ڏٺوسين تہ تنها هئاسين.

●

ها، اڳي تنهنجو انتظار تہ هو،
هاڻ ڪنهن جو بہ انتظار نہ آهہ!

هونئن تہ سڀ گل ٽِڙيا پيا آهن، تون نہ آهين تہ ڪا بهار نہ آهہ.
آءٌ هڪڙو تہ ناهيان دنيا ۾، ڪير آهي جو بيقرار نہ آهہ؟
تنهنجي وعدي تي اعتبار آهي، پر سڀاڻي تي اعتبار نہ آهہ.
پوءِ هي عذر معذرت ڇا لئہ، جيڪڏهن تنهنجو مون سان پيار نہ آهہ.

●

زندگي نظرن کي چورائي وئي،
سامهون آئي تہ شرمائي وئي.

رات جي اونداهہ ۾ تارن جي سانت، راڳ ڳائي روح ريجهائي وئي.
دل تونگر هئي جا هڪڙي داءَ ۾، اِن جهان کي بہ هارائي وئي.

روئي روئي صبح کي ڪالهوڪي رات، — ڳل ڳراٽي پائي پرچائي وئي.
فلسفا جنهن کي نہ سمجهائي سگهيا، — تنهنجي اک سو راز سمجهائي وئي.
رات ڪا مغرور ۽ بيرحم باد، — آئي ۽ تن من کي تڙپائي وئي.
ڏيان جي ٺهندڙ ۽ ڊهندڙ لهر تي، — زندگي جهومي غزل ڳائي وئي.

•

منهنجي توبهه، منهنجي زاري آهي،
تنهنجي ياري بہ ڪا ياري آهي!

هڪ طرف تنهنجي اچڻ جو وعدو، — ٻئي طرف زندگي ساري آهي.
تنهنجي نيڻن جي تبسم جو قسم، — رات سون روئي گذاري آهي.
هڪ طرف تنهنجي محبت آهي، — ٻئي طرف تخت هزاري آهي.
تنهنجي تارن سان ئي آهي آمد، — تنهنجي تارن سان سواري آهي.
زندگي آهي عزيزن کان عزيز، — تنهنجي صورت بہ تہ پياري آهي.
راهہ ۾ نيڻ وڇائيبا ڇين، — هن طرف ڪنهن جي سواري آهي.
چند جو روپ، هٿن ۾ ڪنگڻ، — زندگي ڪيڏي نہ پياري آهي.
جنهن کي حاصل هو ڪڏهن رتبهِ خاص، — اڄ اهو عشق بہ خواري آهي.
زندگيءَ سان ڪا شڪايت نہ ڪيم، — جئن بہ گذري، سون گذاري آهي.
حيف آهي جو اچيو رهجي وڃين، — اڄ تہ 'امداد' بهاري آهي!

•

اهڙي کهڙي ڳالهہ هئي،
چوندي چوندي روئي پئي!

هوءَ منهنجي اوسيڙي ۾، — هڪڙي هڪڙي وبئي هئي.
اکيون پور ۽ اکيون ٻٽ، — ساڳئي پل ۾ دنيا پئي.
ساغر کي چلڪائي ڇڏ، — منهنجي خاطر لڙڪ نہ پي.
تنهنجو ڏک سو منهنجو ڏک، — تنهنجي خوشي سا منهنجي خوشي.

سنسان ٻنَ-ٻنَ ۾ کهڙي، — آهي اڄ بندوق لڳي.
رات سڄي برسات پئي، — ٻن ٻن وبو آهي ڏوبي.
سانجهيءَ جو ڪارو ڪنجي، — چپ ٿي وبو روئي روئي.
سور سُئي کنهن رڙ ڪئي، — وڻ وڻ باهہ وکوڙي وئي.
روشن جهنگ ڪري وبئي، — ساڄن جي هڪڙي تيلي.

لهواري ڏي لڙهندي وئي، جيئن پيڙي ڪاغذ جي.
تنهنجي منهنجي چاهه ساڻ، سٽ ۾ بند نه ٿيو پاڻي.
لهر ڪناري ساڻ ٽڪري، ڇيهون ڇيهون ٿي ويئي.
ڏاهي چنڊ ۾ چمي چمي، واريءَ تي هڪ نانءُ لکي.
منهنجي هٿ کان ڇڏائي هٿ، سوچ ڀري نڪري ويئي.

عمر سڄي وسري نه سگهي، هڪ صورت سورت جهڙي.
اکڙين منجهه هنيا آنسو، دل ۾ ڪنهن جي ياد هئي.
پاڻ کي ياد رکون ڪهڙو، تون ته اسان کان وئين وسري.
جنن ملندين تشن ملنداسين، ڪهڙي پروا دنيا جي.
ڪيڏو ڏور هلي ويئي، منهنجي گهٽيءَ کان تنهنجي گهٽي.

رستي ساڻ رستو نڪري، پنهي رستي ۾ ويو ڪم ٿي.
رات وڻ لاسين ويئي پئي، ساڻ ۽ منهنجي تنهائي.
تنهنجي ۽ منهنجي جنڊڙي، ڪا ساعت هئي جڻ مائيلي.
سارا سپنا ڏوڙ هئا، پونئين رات ڏيهي ڏرتي.

•

بنهن لهرن ساڻ پيار ڪيو،
سو سون وانگي رُلندو ويو.

وقت مُڏيءَ ڪاتيءَ جهڙو، ڪير آهي جيڪو نه ڪٽيو.
مون جو منهن تي سچ چيو، هر ڪنهن هٿ ۾ پٿر هو.
هڪڙو هو جو ڪونهي ڪو، سڀڪجهه آهي ٺيڪو ٺيڪو.
آءٌ به توکي چاهيان ٿو، توکي اهو پتو نه پيو.
اگڻ اگڻ تي اڏيءَ جو، پيلو چنڊ وڏيڪ ٿيڏو.
خيال سندو روشن پاڇو، روپ وئي شل ڪوتا جو.
چانيءَ ۾ چا رکيو هو، جڪي هو سو رک ٿيو.
تنها تنها راتين جو، تو کو مون کي ياد ڪيو.
جسم وڪامي سگهجي ٿو، روح نه ڪنهن ناڻي نه ڳڏو.
سُند سيهوڳي آئي وئي، هيل به وڏ ڦڙو نه ولو.
ايئن پيا ڪانيون ڏينهن ڏکيا، ڪاٺ ٽُڪي جئن ڪاٺ ڪٽيو.
ماڻ ۽ اوهان کي پڌلس ابر، پوربن منهنجي ڳالهه پڌو.

راهه ڏهاڄ سڏايو هر، ڀرين سر جو دان ڏيو.
چنبَ ۾ چنڪَ وجهي چڙهڻ، اڏ ۾ ڪهنجي ويو سڏڪو.
رات ڪٽي ڪيڏي ٻي هٻ، آخر نيسٽ ته ڏينهن ٿيندو.
هڪڙي پيري دل ڪولي، جڪي چوڙو آتو سو چئو.
منهنجي پيار ڀلڻ وارا، پنهنجي دل تي هٿ رکو.
سيڻ ٻني ٻه وسامي وئي، هاڻي رويو ويٺو رو.
آهه ڪٿي 'امداد' اهو، جيڪو شعر ٻه چوندو هو!

●

اوڏيهه سڄ ستهٺ جو سال،(۱)
جهڙي ڪر ڪالهوڪي ڳال.

اکڙين ۾ لڙڪن جي لهر، پيارا! پنهنجو پاند سنڀال.
جيون-جوت جلي دائم، شاد رهي شل شهرِ خيال.
سڏ ٻڙاڏو ٿي سوليو، پت سان لڳي وري جڻ ٻال.
سيني سُور اٿيئن سانديئم، انب وجهي چڙجن جڻ ٻال.
اکين ۾ ٿي سمجهي وچ، چنبي لاهي هرڪا ڳال.

## نظم

### کاش، مان چنڊ هجان!

کاش، مان چنڊ هجان!

کاش، مان چنڊ هجان، تنهنجي اڱڻ تي اڀران،
ننڊ ۾ ڪيئن ٿي لڪين، نيڪ ڀڏي ڏسندو ئي رهان،
تنهنجي خاطر ئي ستارن ۾ ڪيڙان، رقص ڪريان،
تنهنجي خاطر ئي اڄهامان، تنهنجي ڪارڻ ئي جلان،
تنهنجا چپ، تنهنجون اکيون، تنهنجي ادائن کي چُمان،
اوٽ ڪڪرن جي وٺي، تو کي ڏسان پيار ڪريان،
جيستائين تون نه جاڳين، مان جلان ۽ جاڳان،
تنهنجي ڀرپور جوانيءَ جي مستان ڀرو ڏيان،
تنهنجي ٻارن مان انڌيري سان پيو الجهان الڪان،

---

(۱) هن سال منهنجي پاءُ مختيار وفات ڪئي. –'امداد'

پيار مان توکي ڀري ڪان ٿي ڳرهائي ٻاهان،
۽ وِهائي جي جڳهه ٻانهن سيري آڏي رکان،
رات جي ٻوڏين ڀر، تنهنجي ٿي وارن ۾ لهان،
شام جو تنهنجي ٿي ڇهري مان اکيون موٽي آٽان!

تنهنجي ڇهري جيان سنڌو جي مٿان مان چمڪان،
ڀوءِ لهرن ۾ لڙهان، لُڏان، لياڪا ٻاهان،
تنهنجي سورج کي ڀڄ لاءِ مان ٻن ٻن پٽکان،
ڪاش، مان چنڊ هجان!
ڪاش، مان چنڊ هجان!

## مختيار جي ياد ۾

سڄي ڳوٺ ۾ ڏيا ٻريا:
سنهنجي من ۾ اونداهي؛
چانڊوڪيءَ ۾ چيٽ سڙي،
منهنجا سڀئي دوست ٻري ويا!

آءٌ ڀڪاريندو رهجي ويس،
او همراهي او همراهي:
توکي ساريندو رهجي ويس،
راهه نهاريندو رهجي ويس.

توکي اڄ ناهه نڪو تون ايندين،
سنهنجون صدائون رنديون رنديون،
اونداهي خلا ۾ گم ٿي وينديون!

## تنهنجو وات گلاب

آءٌ برابر سنئي آهيان،
تنهنجو وات گلاب!
برابر تج آهيان،
تج به ناهيان!
ڪوري ڪاڳر تي هڪ ليڪ آهيان،
ليڪ به ناهيان!

ٻـڌو ٻـ الائـي ڇـا ڇـا آهيان؟
آهـيـان ٻـ الائـي نـاهيان!
لوٺا ڇـو ٿـو ڦيرائين؟
جيـڪا ڳـالهـ ڇـوڻ ٿـو چاهين،
منهنجي اکـڙن ۾ گهوري ڇـڏو!

## ذات نہ آهي ذات

ڪيترا سال اڳ ساڳي درياءَ جي هيٺان:
ڪئين شهزادا اچي دامنِ زرين کي جهلي،
جنهن ۾ هيرا ۽ جواهر هئا جڳمڳ جڳمڳ،
۽ سندن بخت جيان چمڪيا ٿي هيرا موتي،
صبح کان شام انهيءَ آس تي ويٺا هوندا!

تہ ٻـ-ڻي مرڪ جا گل تنهنجي چپن تي سرڪن،
تنهنجي ڇهري جـو اڀرهي چنڊ ستارا جرڪن:
۽ سنڌ سونهن جي ديدار جي خيرات ميـلي،
تنهنجي ليئن جي غزل جا ٻـ-ڻي اشعار پڙهن:
۽ سـنـڌ مشعلِ رخسار تـي پروانـہ وار،
ڳائيندا کلندا اٿين رقص ڪندا جلندا رهن،
رسن ۽ دار قد و زلف تي سَرکي سَرکي،
ساهہ سِر سرمد و منصور جيان سُرکي ڏين:
تون جتي پير رکين هي اتي دل رکندا وڃن،
تون ڪٿان گذرين تہ نيڻن کي وڇائيندا وڃن!

ڪيترا سال انهيءَ ساڳي درياءَ جي هيٺان،
ڪئين شهزادا انهيءَ آس تي ويٺا هوندا:
۽ پڇايو اهو هوندئون تہ: ”وٽن هيتري فوج،
هيترا گهوڙا ۽ هاٿي ۽ پيادا آهن،
هيتريون سهڻيون ڪنيزون ۽ تڪن ورتا غلام،
جن جي جانين جي هنن وٽ تہ ڪا قيمت ڪانهي:
۽ سندن در تي سيني ڏينهن سو انسان حقير،
هڪڙي مانيءَ جي سُڪل ڀور لئي ڦٿڪي ٿا مرن،

۽ سندن چيتا ۽ شبنهن اڪ ڪان اهي لاش حقير،
خوب ڪاڻي ۽ پري ٻيٽ کي واڇون ٽا اگهن!"

ڪيترا سال انهيءَ ساڳي درياءَ جي هيٺان:
ڪئين شهزادا انهيءَ آس تي ٻيٺا، ليڪن،
تو ڪڏهن مرڪي نهاريو نه درياءَ کي ڪوليو؛
نڪو وارن کي ورائي ۽ نڪو اڃڻ ڪنهئي؛
ڇهري جو چنڊ چڙهيو ۽ نڪو تارا چمڪيا!

اوچتو ڪالهه انهيءَ ساڳي درياءَ جي هيٺان:
ڪاسهءِ دل ڪٽي هڪ بي سَرو سامان مفلس،
جنهن جي جهولي ۾ وفائن جا هئا سورج گل؛
جنهن جي منهن مان ٿي ٽمڪيو پيار ۽ اخلاص جو نور،
هـا اچـي سڻن هنيائين ۽ جهليائين جهولي:
تو ڏنو ريشمي پردن کي هٽائڻ جو حڪم،
جي سنڌ سونهن جي سورج کي لڪائي نه سگهيا،
۽ ڪنول وانگي پيون مرڪي سپاجهيون اکڙيون،
جڻ تـه انگوري شرابن جـا بلورين ساغر!
نتولڪو هـار محبت جـو ڳـچـيءَ ۾ پائي،
۽ سندس جهول ۾ پاتو وجي تو پريت جو دان!





# "محسن" ڪڪڙائي

سيد نياز علي شاهه "محسن" ولد سيد احمد شاهه، ٨- جولاءِ ١٩٣٧ع تي ڄائو. اصل ڳوٺ ڪڪڙ اٿس. خيرپور ناٿنشاهه ۾ مستقل طور رهي ٿو. ٥٢-١٩٥١ع شعر لکڻ شروع ڪيائين. حافظ احسن ۽ احمد خان آصف کان ابتدائي اصلاح ورتائين. هن وقت، نوجوان شاعرن ۾ ڪلام جي پختگيءَ، دلڪشي ۽ سادگيءَ جي حيثيت سان وڏو مقام حاصل ڪري چڪو آهي. شعر جي سيني صنفن تي برجستگيءَ ۽ چابڪدستيءَ سان طبع آزمائي ڪئي اٿس، ان سندس شهرت کي بام عروج تي پهچائي ڇڏيو آهي. سندس مجموعهء ڪلام "امنگون" ڇپيل آهي. ١٩٦٤ع کان ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تان سندس ڪلام نشر ٿيندو رهي ٿو. رسالن ۽ اخبارن ۾ محسن صاحب جا مضمون ۽ ڪلام ڪافي انداز ۾ ڇپيل آهن. نثر ۾ "ليليٰ جا خط" ڪتاب شايع ٿيل آهي. ان طرح ١٠-٢٠ کن ڪتاب قلمي صورت ۾ اٿس. جنوري ١٩٦٨ع جي قومي نغمن واري مقابلي ۾، سنڌي زبان ۾ بهترين نظم تي ٻئين نمبر انعام ڪيس گورنر اولهه پاڪستان طرفان لاهور ۾ مليو. ان طرح ڊويزنل ڪمشنر خيرپور ميرس طرفان قومي نظمن جي مقابلي ۾ ٻه سؤ رپيا نقد انعام مليس. تازو سندس ڪلام جو ترجمو، ڀارت ۾ چوڏهن زبانن ۾ ڪيو ويو آهي. اهو ترجمو ڀارت جي مشهور ادبي اداره "ڀارتيه گيانپيٺ ساهتيه اڪاڊمي" طرفان ڪرايو ويو آهي. محسن صاحب پرائمري استاد آهي. "بزم طالب" خيرپور ناٿنشاهه جو جنرل سيڪريٽري ۽ "اداره فلاح و بهبود" خيرپور ناٿنشاهه جو باني آهي. آثم، وفا ۽ راز سندس قابل فخر شاگرد آهن. ان طرح افضل مصرپوري، مريد جوڻيجو، وقار ناٿنشاهي ۽ رضا شيخ به ڪانئس اصلاح وٺندا رهندا آهن. محسن صاحب نهايت قربائتو ماڻهو آهي ۽ سندس سلسلهء احباب نهايت وسيع آهي.

"محسن" جو فن، جذبات جي رنگيني، تاثرات جي تلخي ۽ مشاهدات جي شدت جي تخليق آهي. هر تاخ ۽ تيز مشاو ڪنهن رنگين اشاري ۾ بيان ڪرڻ سندس ڪمال آهي. 'محسن' پنهنجي معاصر نوجوان ۽ حوصله مند شاعرن ۾ انفرادي مقام حاصل ڪري چڪو آهي. لفظن جي صحت ۽ خيال جي ندرت سندس فن جو مخصوص معيار آهي. پائمال ۽ پراڻي خيال کي نئين ۽ دلاويز رنگ ۾ پيش ڪرڻ، سندس زرخيز طبع جو اهو ڪمال آهي، جو استادن کي به اچيا نصيب نه ٿيو آهي. اميد آهي ته مطالعه ۽ مشق سان هي شاعر سنڌي ادب جو بلند معيار شاعر ٿيندو. ـــ ادارو.

## بيت

(١)

ڪهڙو ڪثان ڪنڌ، تو ڏ رسائين سنڌ جا،
وڃن ساڻ وڏي وڏ ۾، سارو سات سپنڌ،
سينڌ ڙيءَ جو سوڳنڌ، ڏاڍو ڏاڻ آهيان.

(٢)

ابندن جي آڏو، وبندن وبلي ويسرو،
ڏکاهي چاتر ڪينڪي، ڪونڌر جو ڳاڏو،
متهن جو مهاڏو، آهي پنهنجو پاڻ سان.

(٣)

پاپائي بولي، پوڙي ويٺس پار ۾،
ستر ڪين سرير تي، ڳولو ٿي ڳولي
لجائي لولي، ڪنگهر ڪهاريندو وتان.

(٤)

ٿينڊ، وڏائي ٿانءِ، ٻلڻ پائي مون جهلي،
دلبر، تنهنجي ڏيہ جي، پونءِ نه پيئي پانءِ،
مون کي مولا لانءِ، سخي ڪا ساجاه ڏي.

(٥)

وڏو سوڙ سرير ۾، ڏاتر ڪري ڏت،
ساجهڻ منهنجو ست، چئوسي ويئي چاه سان.

(٦)

موڳن ڪي ميراڻ جو، چڏي ڪين چرو،
ساجهڻ ٿي سرو، ڪاني ويئي ڪوٺ ڪي.

(٧)

ڪنهن ڪي مليو ڪيترو، ڏاترا تنهنجو ڏانءُ،
آدم ۽ انسان، آهي ساڳيو سور ۾.

(٨)

اچي ذات ڪذات آڙي آ انسان ۾،
سمجهي سکهيا ڪينڪي پورا ڪنهن جي بات،
ڏاترا تنهنجي ذات، ڏکي آهي ڏيهه ۾.

(٩)

چري جهلي چيچرو، ڪاهل ڪائي ڪپ،
ساجهڻ پنجي سپ، ڏنگيندي شل ڏيهه کي.

(١٠)

تيرن متان تير، لڳا نازڪ نينهن جا،
سيهڻ سن موڳو ڪيو، قربن هنيا ڪير،
ساجهه وڏي سير، لڳي لچان ڪيترو.

(١١)

دانائيءَ ڪان ڏور، آهي سنڌ پريت جو،
ساجهڻ وڏو سور، سمجهي ڪو سيانو ٿئي.

(١٢)

جاڳي جاڳي جوت، سمهي جيتر سوچ جي،
تينهن ڪان اڳي اوت، چڪڙو ڪنهن جي چاه جو.

(١٣)

ڪنهن جي سات سيار، ڪنهنجي ڳالهه ڳرانڙي،
الا، هي اسرار، آيا ڪهڙن السان ۾.

(۱۴)

الا ڙي، افسوس، آدم جي اوصاف ۾،
ڪٿان آيو ڪوسُ، ڏُسيندو ڪو ڏيهہ مان؟

(۱۵)

پنجي ڪين پورَ، پيائي جي پاڻ ڪي،
اڄ اڄ منجا مورَ، ويهہ ته ونڊيون پاڻ ۾.

(۱۶)

وٺي وٺي پڻ، ڪنهن جي ذات ڏُ ڪي هٿي،
سرتا، جيڏا سيڻ، پيشُ نہ اڄ پريت جو.

(۱۷)

پنهنجو تاڏي پندُ، جاڏي جوت جمال جي،
ڪنهن پئي آڏو ڪندُ، جهُڪائي جهپير ڪو.

(۱۸)

ڪيڇي مون سان ڪَلهہ، جيڏيون جاڙ ڪري ويا،
ماري ويا سَلهہ، معذوريءَ ڪي مام سين.

(۱۹)

مون ۾ آئيي 'مون' تہ 'مون' ئي مون کي ماريو،
مون جو 'مون' کي ماريو تہ 'مون' مان ٿي پئين 'تون'
تون ئي آهين تون، 'محسن' لاهي ڪو پيو.

## نظم

### اعتراف

بجا آهي، تہ تون مفلس نہ آهين،     بجا آهي، تہ مان مسڪين آهيان.
غريبن جو تون رَتُ چُوسي وٺين ٿو،     مان پنهنجي خونَ سان توکي ٿو ناهيان.
انهيءَ هوندي بہ مان هر وقت خوش خوش،     انهيءَ هوندي بہ تون هر وقت نالان.
مان پنهنجي حال تي شاڪر رهان ٿو،     تون مستقبل جي فڪرن ۾ پريشان؟
مجال آهي، جو تُنهنجي ڪهُرج ڪهنجي،     مجال آهي، جو مان ڪهُرجون وڏايان.
تون پنهنجي عيش جو ماتم ڪندو رهہ،     مان اطمينان جا سهرا ٿو ڳايان.
تنهنجي تهذيب توکي ئي مبارڪ،     مگر لله مون کي ڏي معافي.
ضرورت ساديت جي ناهہ 'محسن!'     هتي روحانيت ئي آهہ ڪافي.
بجا آهي، تہ تون مفلس نہ آهين،     بجا آهي، تہ مان مسڪين آهيان.
غريبن جو تون رَتُ چوسي وٺين ٿو،     مان پنهنجي خونَ سان توکي ٿو ناهيان.

### مُرڪو تہ سهي!

توريءَ لي ڪهڙيءَ لاهہ خوشي، ۾ آئيو،     ليڪا تہ ڪندو آهہ فقط هٿ َ-وائيو،
بُومٽ تہ لهي، هانءَ تي چنڊو تہ پوي،     مُرڪو تہ سَهي شال جواني مائيو!
مُرڪو تہ سَهي......

مدت کان ڏسن ويٺا اوهان ڏي ڪلڙا، آيا نہ اجا ياد اوهان کي ڪلڙا،
اي جانِ بهاران، اي مسيح دوران! سرڪو تہ چمن ۾ بہ تيڙن کي ڪلڙا.
سرڪو تہ سهي......

شامن جو غضبناڪ وڃي اندارو، صبحن جي سويرن جو ڏسون نظارو،
زلفن جي اڏيرن مان ڪڍي روشن رخ، سرڪو تہ ڪري عيد زمانو سارو.
سرڪو تہ سهي......

هي روج، هي ماتم، هي غمن جو پرچار، هي ويڙهہ، هي سنهچل، هي دو طرفو تڪرار،
لحظي ۾ سڄو ڊونگ ٿي پوندو ڊيري، سرڪو تہ زماني جو هلي ڪاروبار.
سرڪو تہ سهي......

سرڪو تہ آئين جلهہ ڪري تدبيرون، سرڪو تہ اسان سان بہ ٿهن تقديرون،
سرڪو تہ ستمگر جون آڏايون ڏجيون، سرڪو تہ وطن لاءِ ڪڍون شمشيرون.
سرڪو تہ سهي......

## ٽي شعر

اءِ تہ جيءَ ۾ جاءِ ڏيانءِ، اڱڻ ڀل ڳالهہ ڪن وانگي.
ماڻهو، خواهہ ميرون، ميڻي لئي، چانڊوڏ نسين ٽالهين وانگي.
خوشبو پنهنجي پوڪيل آهي، 'محسن' يارن سالهين وانگي.

## چڙهندڙ سج

پنڇرڪو ٿيو، اڄهو ٿو سج اڀري، هار، هينئر سج ڪٿي ڪڍي آهي.
هن جي ڪرڻن ڦٽي ڦٽي جڳ ڪري، روشني جي خبر ڏني آهي.
زندگيءَ جون تمام پوڄائون، تيرون جي اکيان جهڪيل آهن.
نورڙائي ضمير هيونڊا جي، تيرُورن جي اکيان جهڪيا ناهن.
ٿاڪ منجهند ٿي سج وڃي پهتو، سطلبن جو جهان 'جوان' آهي.
آدميت جي هر تحرڪ سان، بندگيءَ جو جنون عيان' آهي.
سج لڙيو شام ٿي وئي آخر، سالهون ڏي پيون تمنائون.
هڪ نئين سج جون منتظر آهن، زندگيءَ جون تمام پوڄائون.

آن جي آهنڙ اڃا بہ ڪي آهن،
جيڪي هر سج جي آجيان نہ ڪندا.

## گونگي

ناهي ٻه ڪٿي، ٻوڙ ٻه اڪيلي آهي،
بي روح اشارا ۽ ڀيانڪ چيرڙات،
انسان آ، انسان جي گهر جائي آ،
ڪنهن وقت ته "جهونگر" به ڪندي رهندي آ،
جوڀن جي حدن ۾ ٿي اجهو پاتي پيرُ،
هن لاءِ اڃا ڪاڻ "ميڻي" آئي ناهي،
هن ڌيءُ جي بيواهه آمڙ جو نه پڇو،
قدرت جي تماشن کي تماشوئي سڏيو،
مجرم آ، خطا ڪار آ، ناپاڪ آهي؟
هن "گونگي ٻچي" جو به سبب ڪو ته هجي،
قدرت جي تماشي جي ڪهاڻي 'محسن'!
ٻڪ آ ته سڄي عمر ائين ئي رهندي،
قدرت جي تماشن کي تماشوئي سڏي،

هوءِ پنهنجي ئي "همدرد سهيلي" آهي،
جيڏڙي ٻه نه آهي، نڪا چيلي آهي.
هر وقت سندس مُنهن تي اداسائي آ،
جهونگر ۾ سندس، طنز ۽ ڪهڙائي آ.
ٻَر ٻوڙ به هن کي نه ميلي سگهندو ڏيرُ،
"ڳڳدام" مٿان ڪهل ڪندو آخر ڪيرُ!
هن پيٽ جي بي ٻهچ "آدن" تي نه لُڇو،
قدرت جي تماشن تي ڪڙهو، پر نه ڪڇو.
هوشيار آ، چالاڪ آ، بيباڪ آهي؟
يا، ايڏو بي انصاف خدا پاڪ آهي!؟
هيءَ پيٽ، هي مظلوم نماڻي محسن!
هيءَ قوم جي ڳڳدام نياڻي، محسن!
قدرت جي تماشن جو تماشائي ٿي.

### الزام

حُسن جي شوخ ادائن ڪان وٺي رعنايون،
گرم ساهن جي حرارت مان ڪٿي ڪجهه درجا،
جذبهٔ شوق کي تڪميل تي ٿا پهچايون.

جُملي جُملي ۾ ڀري ڪنهن جون پياريون سُرڪون،
دردمندن کي، گهڙي ڪن ئي، ڏيون ٿا راحت،
ان تي ڪو ڏيڍُ ٿو ڪُرڪي ته اسان ڇو ڪُرڪون!

اُن گهڙين کان ڪي جيئن شڪل ڏني ٿو واڍو،
ان طرح زيست جي هر موڙ تي پهچي ٿا وڃون،
وقت الزام ڏنو آ ته لڪون ٿا ڏاڍو.

## آزاد نظمون

### فيصلو

پنهنجي نيڻن ۾ جوانيءَ جا ڀري سڀ جذبا،
تون جڏهن مون ڏي نهارڻ ٿو لڳين،

دل چوي ٿي ته مان ان وقت ڀڪينڙا، توکي،
ساهه ۾ سانڍي ڇڏيان،
پر، مان مجبور ۽ بيوس آهيان،
مون کي ڪو چا به چوي، ڇا به ڪٿي سمجهي، پر،
تنهنجي دامن جي مٿان داغ لڳايا ويندا،
۽ اهي داغ مان برداشت ڪيان!
پوءِ به جيان!!
منهنجا محبوب! مون کي بزدل نه ته چئو،
منهنجا محبوب! مان مجبور ۽ بيوس آهيان،
منهنجا محبوب! مون کي تنهنجي محبّت ڪان پيي،
تنهنجو ناموس پيارو آهي.

## فرض

مان غريبن ۽ يتيمن جي وطن جو شاعر،
پنهنجي مظلوم آدن جو حامي،
چو ته مان پاڻ به مظلوم ۽ مفلس آهيان،
مان اميرن جو طرفدار ٿيان ڪيئن آخر؟
مان ستمگار جو حامي ٿي وڃان آخر ڇو!؟
هي به سچ آهه ته مان چند صدائن ڪان سواءِ،
تلخ ۽ تيز نيائي ڪان سواءِ،
(جنهن ۾ ڪجهه طنز جا نشتر ٿو پريان،
۽ حقائق کي ليڪائڻ ڪان سواءِ،
ساري دنيا جي اڳيان پيش ٿو ڪريان پيغام.)
پنهنجي مظلوم آدن لاءِ نٿو ڪجهه ڪريان،
مون کي يا منهنجي اکهاڙن ۽ پائُن کي،
ڪجهه ملي يا نه ملي، اُن مان نه آهي مطلب،
منهنجو فرض آهه ته هوريان ڏاڍيان،
وقت جي "اهم بتُن" کي به جهنجهوڙي ڇڏيان،
جي جهنجهوڙي نه سگهان ٿو ته پوءِ توڙي ڇڏيان.

## بغير عنوان

هڪڙو مسڪينُ، مگر سهڻو ساهُ،
ڪنڌُ لاڙي، جو اچي منهنجي اڳيان،
بيٺو هو —
مون انهيءَ وقت ائين سمجهيو هو:
ڄڻ تہ ڪو منهنجي ئي اکہ جو فرد،
پنري بازار ۾،
نالڪو ٿي اچي بيٺو آ!

# غزل

●

انصاف ائين ڪاٿي ٿو چوي، ناشادن کي ناشاد ڪجي،
انصاف اهو آهي تہ سڄڻ! ويرانن کي آباد ڪجي.

فرياد نہ ڪر، هر جيڪڏهين فرياد ڪرڻ تون چاهين ٿو،
پٿر جو جگر پاڻي ٿـي پوي، اي دوست! ائين فرياد ڪجي.

اي دوست! تقاضا آهہ محبّت جـي تہ سگهو ويچارُ ڪري،
جـا جور و جفا کـي شرمائي، اهـڙي ڪا وفا ايجاد ڪجي.

ڪجهہ ترب بہ آهن، ظلم بہ ڪجهہ، ٿورا بہ گهڻا، چوٽون بہ گهڻيون،
يارن جـو ستم گهڙو وسري، يارن جو ڪرم چا يـاد ڪجي.

’محسن‘ تہ اهوئي پڙهيو آهہ، هن عشق جي مڪتب مان يارو!
دل کي نہ صفا پابند ڪجي، دل کي نہ صفا آزاد ڪجي.

●

جـوڀـن ۾، شهرِ حسن ۾، فصلِ بهار ۾،
ڪيئن ٿـو چـوين تہ دل کـي رکون اختيار ۾!

حسنِ نظر سان ڪنهن جي نظر ٿا چمون پيا،
پنهنجي پـريـت آهہ سدائين خـمـار ۾.

هيڏڙي حسينُ حيات، مگر پوءِ بہ چند روز!
اهـڙو گمانُ ڪو نہ هو پـروردگـار ۾!

زاهد کي تنهنجي شوخ تبسّم جي چا خبر،
تفصيل گـولـڻـو ٿـو پـوي اختـصـار ۾.

’محسن‘ هي اضطراب، هي طوفانِ غم تہ ڏس،
نـادان! چـا رکيو آ، سڪون و قـرار ۾.



٥١،٦٠

•

زندگيءَ جا مزا وٺنو، يارو!
جيترو خوش رهو، رهو، يارو!

قرب جيڪو ڪري سگهو يارو! — ٻڏڙڪ، بيخطر ڪيو، يارو!
منهنجي مايوس نوجوانيءَ تي، — جيترو پي ڪيلو، کِلو، يارو!
ضبط ايڏو نه ٿي سگهي شايد، — ڪجهه ته انصاف سان هلو، يارو!
ٿي سگهي ٿو ته ڀوه ڀڄايو، — دوستيءَ جو نه دَم هڻو، يارو!
روشنيءَ سان لئي روشني ٿيندي، — ڪور- چشمي ڇڏي ڏيو، يارو!
ظلم 'محسن' سان ايترو ڇا لاءِ؟ — ڪجهه ته خوفِ خدا ڪيو، يارو!

•

سُرڪڻ به روڪيوسين، ڳوڙها به پي وياسين،
جيئن جيئن اوهان مڃايو، تيئن تيئن مڃي وياسين.

تنهنجي عنايتن جو زنده ثبوت آهيون، — ڪمياب ٿيندي ٿيندي، ناياب ٿي وياسين.
اشڪن جي پيشڪش تي سرڪار! خار ڇا جي؟ — جو ڪجهه اوهان ڏنو هو، سوئي ڏئي وياسين.

## قطعا

(١)

انصاف جو خون ڪرين ٿو ۽ انسان جي حجت، ڇا معنيٰ؟
پنهنجن کي نوازڻ سمجهين ٿو مخلوق جي خدمت، ڇا معنيٰ؟
الزام مڙني مسڪين تي، نهڪي ٿا اچن، ليڪن تنهنجو،
هي فخرِ حسب ۽ فرقِ نسب، تهذيب و شرافت، ڇا معنيٰ؟

(٢)

ڪيترو فياض، ڪيڏو مهربان" انسان آهه،
دلبريءَ جو تاج بخشي ٿو ڇڏي بيدرد کي.
۽ مير بيدرد تي هي تاج اهڙو ٿو لڳي،
ڄڻ ته 'ڪوڪاپند' هٿ ۾ آهه ڪنهن 'نامرد' کي.

(٣)

وري به پنهنجو ئي آواز ٿو لڳي مُنهن ۾،
قدم قدم تي صدائون ڏئي ڇُڪا آهيون.
اڃا به حرف اسان تي، اڃا به سُست اسان،
ڇوڻ جي ڳالهه ته يارو! ڇني ڇڪا آهيون.

( ٤ )

اسان ڪيليو تہ ڪهڙن جا پرون ويا ڇڪجي،
اسان رُنو تہ وري ڪيترن سڏيو بزدل.
هي آن ـ سهائي، هي يارن جو سانڍڪو معيار،
وڃن تہ ڪاڏي وڃن اهلِ دل ڇڏي محفل؟

( ٥ )

ڪجھ تہ پنهنجي پسند پهچايو،
ڪجھ دلِ دردمند پهچايو.
پاڻ کي پاڻ ئي اسان، افسوس،
آهہ ڏاڍو ڪزند پهچايو!

( ٦ )

تنگي و گردشِ حالات سان سُنهن ڏيندا سين،
چشمِ يارن جي اشارات سان منهن ڏيندا سين.
'ذڪرِ حق' تي بہ ڪوئي پُوٽ سُڃاڻي تہ پلي،
دار جي رسم و روايات سان منهن ڏيندا سين.

( ٧ )

جُرئتِ منصور، ضبطِ شمس تبريزي ڪٿي،
يا الاهي! حُسن کي ڪجھ ڇُوئي چنگيزي ڪٿي.
تون فقط ترياق يا آبِ حيات آهين، مگر،
منهنجي تلخيءَ کي تہ توري زهر جي تيزي ڪٿي.

( ٨ )

سڏيو ٿا جنهن کي مقدس سفر حياتيءَ جو،
انهيءَ سفر جي شروعات ٿي چُڪي آهي.
اڃا اڃو تہ ڪيون صبح نو جو استقبال،
اڃا بہ ختم 'سيه' رات ٿي چُڪي آهي.

( ٩ )

ڪو تعلق نہ واسطو توسان
پوءِ پي آنس ابتڙو توسان.
اجنبي! اجنبي لڳين ٿي لڳو،
جڻ اڳي ڪان ٿي ربط هو توسان.

(١٠)

تو ڪان ڳوڙها ڳڙي پيا هوندا،
سمجھ وارا سڙي پيا هوندا.
پنهنجي قسمت جي فيصلي ڪان اڳي،
لفظ سُنهن ۾ اڙي پيا هوندا.

## رباعيون

( ١ )

محفل ۾ حسينن جي وڃي ويناسين،
جلون جي خدائيءَ کي سڃي ويناسين؛
هر ڏوهہ ڏيڻ لاءِ پڌل آهيون شيخ!
روزو هو مگر اڄ تہ پڃي ويناسين.

(٢)

رُئندڙن سان رُئڻ ھاڻ سِکيائي ناھيون،
کِلندڙن سان کِلڻ ھاڻ سِکيائي ناھيون؛
ڪڏهن ويون ٿي ھن مڙيون ھو ٻيو اڃا،
انسان ٿيڻ ھاڻ سِکيائي ناھيون.

(٣)

الف جو وِنڊڻ لڳي تہ وِنون وڃا نانءَ،
شايد نہ ملي دل جو ڪُني خالي ٿانءَ؛
ٿورو يا گھڻو، هرڪوئي چاھيندو آھي،
پر، پيار ڪرڻ لاءِ ڪٻي هيڏو هانءَ!

(٤)

رنگين فضائن کان بچّي؟ مشڪل آھي،
بيباڪ آدائن کان بچّي؟ مشڪل آھي؛
آدم کي ڀلي نائبِ يزدان سمجھو،
آدم ۽ خطائن کان بچّي؟ مشڪل آھي.

(٥)

فطرت جو اصول آھي، ائين ٿيندو آھي،
قرآن بہ ھن ريت سبق ڏيندو آھي؛
جا قوم نِيبَل، سُست ۽ ڪاهل هوندي،
اُن قوم کي نابود ڪيو ويندو آھي.

(٦)

دنيا ۾ اڃا مرد ڀيا ناھن ڇا؟
ناھن تہ سھي، ليڪ پلا ناھن ڇا؟
بزدل کان پلانيءَ جي رکين ٿو اميد،
ٻُبرّن بہ ڪڏهن پير ڏنا آھن ڇا!

(٧)

گوڙهن سان پَرٻل نيڻ وِتي آياسين،
ڪيڏا نہ سَچن سپن وِتي آياسين؛
مِٺڻ ڏي وياسين تہ ملي مِيڪَ، ليڪن،
رهندا بہ وڏا وِيڙ وِتي آياسين.

(٨)

ڪمزور ۽ مجبور ڏِسي مُرڪين ٿو،
مظلوم جي زخمن تي نمڪ ٻُرڪين ٿو؛
جنهن وقت ٿو مظلوم ڪھُري حق پنهنجو،
اُن وقت ڇو سرڪار! پلا ڪُرڪين ٿو!؟

(٩)

مغموم ۽ معذور ۽ عريان آھي،
ماڻيءَ جي ڳِيي لاءِ پريشان آھي؛
ھوڏانهن ستارن تي وڃي ڪي پهتا،
فٽ ـ پاٽ تي رهندڙ ھي مسلمان آھي!

(١٠)

انڪار جي تاويل ٿئي ٿي ڏسجو!
جذبات جي تڪميل ٿئي ٿي، ڏِسجو!
افلاس، مصيبت ۽ پريشاني، غم،
فنڪار جي تشڪيل ٿئي ٿي، ڏِسجو!

(١١)

ناگاهہ اچي ذڪر ڇڙيو محفل ۾،
برپا ٿي ويو حشر دلِ قاتل ۾،
’محسن‘ لڳي حريفن جو اِھو رايو آھي،
ڪمبخت وڏو درد رکي ٿو دل ۾!



# "پروانو" ڀٽي

'پروانو' صاحب پنهنجي تعارف ۾ لکي ٿو:

"١٦- فيبروري ١٩٣٤ع جي ڳالهه آهي: اڄ کان پنجٽيهه سال اڳ مون هن دنيا ۾ اک کولي. اک ڇا کوليم، آزار ۾ پنهنجي وس! چون ٿا ته مان ٻارڙن وانگر روئندو آيو هوس ۽ اڄ تائين پنهنجي انهيءَ حرڪت تي روئندو رهيو آهيان!

شروع کان ئي عاشقانه طبيعت رهي آهي، ان ڪري تخلص جي دنيا ۾ ڦرندڙ گهرندڙ هئي. ڪڏهن 'جوهر' ته ڪڏهن نالي جي پٺيان 'سيول' ۽ ڪڏهن 'آزاد'. ١٩٥٠ع ڌاري آخر اچي پهچي 'پروانو' ٿي بيس، ۽ اها ڳالهه اڃا لڳي اچي. منهنجو پورو نالو ميوو خان آهي ۽ والد جو نالو گل محمد خان، جيڪو ١٩٦١ع ۾ ٽنڊي محمد خان ۾ وفات ڪري ويو. بابو سائين مرحوم، پوليس ۾ ملازم هو، ان ڪري ان سان گڏ حيدرآباد ضلعي جي خاڪ ڇاڻڻ ۾ پنجويهه سال پورا گذاريم. ڪيڏڻ، سيڪات، ٽنڊو ڄام، ڪوروواهه، هوسڙي، حيدرآباد جا ٿاڻا هئا ۽ انهن شهرن جي اسڪولن جون بينچون. ڪڏهن ڪڏهن موچڙا کائيندو هوس، نه ته عام طور تي مون کي استاد طرفان شاباس ملندي هئي.

١٩٤٩ع ۾ سنڌي فائنل امتحان پاس ڪري ماستري ۾ گهڙيس، ۽ ١٩٥٣ع ۾ ماستري ڇڏي ٽيپداري ڪاليج ۾ داخلا ورتيم. جتان امتحان پاس ڪرڻ بعد ٽيپداري ڪيم ۽ ٻارهن مهينن جي ڏکن کائڻ ۽ رشوت جي ٻن رپين جي اٽي وٽي کائڻ سان ٻه مهينا بخار کائڻ بعد ٽيپداري ڇڏي 'هلال پاڪستان' ماهوار ايڊيشن جو انچارج اچي مقرر ٿيس. شاعريءَ جو شوق ننڍپڻ کان هو، مون کي ياد آهي ته ١٤- آگسٽ ١٩٤٧ع تي مون پرائمري اسڪول ڪيڏڻ تعلقي بدين ۾ قومي نظم پيش ڪيو هو، ۽ ان وقت آءٌ پنجون درجو سنڌي پڙهندو هوس.

١٩٥٣ع ۾ حيدرآباد ۾ ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم 'خليل' جي جاءِ تي حاضري ڀرڻ لڳس، جتي سيد 'منظور' نقوي، سرورعلي 'سرور'، 'جوش' حيدرآبادي، 'خواب'، عبدالقيوم 'صائب' ۽ ٻيا دوست به روزانو ايندا هئا، ۽ اهي نشستون مون لاءِ تربيتگاهه جي حيثيت رکنديون هيون.

هلال پاڪستان ڪان پوءِ، 'عبرت' ماهوار ايڊيشن، ۽ هاڻي 'عبرت' روزاني اخبار ۾ ڪم ڪري رهيو آهيان. اديب عالم جو شاگرد آهيان، ۽ پنهنجن پارڙن جو ٻيءَ! "سنڌ سنگت" جو جائنٽ سيڪريٽري، بزم 'روح رهاڻ' سنڌ جو سيڪريٽري ۽ ٻيو بس!

چون جيڪي 'پروانو' شاعر نه آهه،

ليڪي گيت منهنجا ٿا ڳائن مڪرا!"

*　　　　*　　　　*

محترم 'پرواز' پٺي، هن دؤر جي نون شاعرن ۾ غزل، آزاد نظم ۽ قطعي جي دلاويز ۽ شوخ، رنگين ۽ شسته تجربي جي حيثيت سان، سنڌي ادب ۾ اضافو به ڪيو آهي، ۽ ان سان گڏ پنهنجو انفرادي مقام به پيدا ڪيو آهي.

هن دؤر جي جديد شاعرن ۾، 'پرواز' جو فن پنهنجي انفرادي خصوصيت جي ڪري، جنهن مقام تي پهتو آهي، اهو مقام وڏن وڏن قادرالڪلام شاعرن جي فن سان ڪلهو هڻيون بيٺو آهي. سندس هر شعر ۾ رنگينيءَ ۽ دلاويزيءَ سان گڏ، ذوق جماليات جي چاشني ۽ ان سان گڏ دل ۾ چڀندڙ شوخي موجود آهي. ان ڪري سندس فن اهڙن تجربن وقت دوآتشه ٿيو پوي.

'فن' جي ڪمال جو اهو به هڪ شرط آهي ته ان ۾ انفراديت ۽ اصليت سان گڏ، ڪا افاديت ضرور هجي. 'پرواز' جي فن ۾ جي افادي پهلو آهن، سي آهن: انسانذات سان بي لوث ۽ مخلصانه محبت ۽ پسمانده طبقن جي ترجماني، اخوت عامه جي تصوّر جي تبليغ ۽ وطن سان بيپناهه محبت.

افسوس اهو آهي ته هن باڪمال فنڪار کي به 'صحافت' جهڙي خشڪ، ٿڪائيندڙ ۽ ورچائيندڙ ماحول ۾ رهي ڪري معاش جي حصول سان گڏ، فن جي خدمت ڪرڻي پوي ٿي. آفرين آهي انهن باحوصله نوجوانن تي، جي ناپسنديده ۽ خلاف طبع دائري ۾ رهي به زنده رهن ٿا، ۽ پنهنجي شاعرانه ذوق کي محفوظ رکيو ٿا اچن، هڪ باڪمال انسان لاءِ اهي خصوصيتون طرهٔ امتياز آهن. —ادارو

## نظم

### اوهان جي شهر ۾!

اوهان جي شهر ۾ چاهي!

اوهان جي شهر کي مون پنهنجي ساري زندگي بخشي،
اوهان جي شهر ان جي بدلي ۾ مون کي ڏنو چاهي.
هتي انسان جي احساس تي پهرو رهي قائم،
هتي انسان جي جذبات جو وکرو ٿئي ظاهر،

هتي هر موڙ تي چهرا سڪل ڪن آجيان پنا،
هتي هر چونڪ تي ميندي رتا هٿ ٻيک لئه ٻاهر:
اوهان جي شهر ۾ ڇاهي.

هتي دولت جا ٻوڇاري صبح ۽ شام پنهنجيءَ ۾،
هتي ڪنهن کي خبر ناهي ڀلا انصاف ڇا آهي،
هتي جي اهڪ ڏيئا پيا ته ڀرين لڙڪ ٿي وئيا،
نه پڇندو ڪير 'پروانا' ته تنهنجو شان ڇاهي،
اوهان جي شهر ۾ ڇاهي.

## غزل

●

سمجهين ڪين تون سڪهندين مٺڙا مستان جي ٻولي،
ديوانن جي ٻولي آهي فرزانن جي ٻولي.

حورن ۽ پرين جي دنيا بيشڪ سهڻي آهي،
غور ڪندين ته اتي به ته ٻڌندين انسان جي ٻولي.

چپڙن تي تالا ۽ خيالن تي بندش ۽ پڻ ٻهراں
اهل جنون ويا سمجهي، آخر ارمان جي ٻولي.

هيڏي دل ۽ هيڏو جگر ڪهڙي ٿو سچ چوڻ جي لئه،
تون ته حقيقت ڪي به چوين ٿو افسان جي ٻولي.

سڪجهه ڳالهه اشارن اندر لمحن ۾ ٿي وئي،
شمع نه سمجهي ٿي هيت آخر 'پروانن' جي ٻولي.

## گيت

ڪير ڏجي ٿو، ڪير ڏجي ٿو.

قيد ۽ بند کان ڪنهن کي جهليندين،
ڪير ڏجي ٿو...!

منزل دور ته ناهي ليڪن، پند اڙانڪو بيشڪ آهي،
ڏپ هي آهي هلندي راهن ۾ گم ٿي ويندين،
ڪير ڏجي ٿو...!

ساٿ تہ توسان سرڻ گھڙي تائين آ منهنجا منڙا،
سان بہ جي ٽڪجي ويئس منزل تائين ڪنهن کي گڏ نيندين،
ڪير ٻڌجي ٿو...!
ڪوڙيون ڳالهيون چرپانپ جون، ڇا ٿيو توکي ’پروانہ‘،
نيٺ اهي تون همت سان پنهنجا لڙڪ اکين جا پي ويندين،
ڪير ٻڌجي ٿو...!

## قطعا

اي حوصلا مدد ڪر، اي عزم ساٿ ڏي تون،
اي دوستو دعا ٿئي مقتل طرف وڃان ٿو.
سيني کي آهي حيرت هي مرڪ آهي ڇاجي،
کلندو ۽ ٽهڪ ڏيندو منزل طرف وڃان ٿو.

تاڙين جو ٺهڪو بہ ڳالهہ،
چوڙين جو ڇنڪو بہ ڳالهہ.
محفل ۾ کلندي ئي کلندي،
دلبر جو دڙڪو بہ ڳالهہ.

اڄها رات گذري اڄهو صبح آيو،
انهيءَ آسري ۾ کٽا ڏينهن سهيو.
اسين پنهنجي گهر ۾ مسافر مسافر،
اگر آهي رهڻو تہ ٿي مڙس رهيو.



# ”بردو“ سنڌي

محمد رمضان ”بردو“ سنڌي، ولد خداڏنو لاشاري، سنڌي جديد شاعريءَ ۾ رسيلن گيتن سان ڪافي مشهور شخصيت جو مالڪ آهي. اصل ڳوٺ ماڪن ڪوري، تعلقو ميرپور ماٿيلو اٿس، مگر هاڻ مستقل طور نوابشاهه ۾ رهي ٿو. مارچ ١٩٢٢ع ۾ ڄائو، محترم بردي، پرائمري تعليم دوران شعر لکڻ جي ابتدا ڪئي، ۽ سندس استادن همت افزائي ڪئي. ابتدائي ڪلام، شعر و شاعريءَ کي منحوس تصور ڪندي ساڙي ڇڏيائين، پر ١٩٥٤ع ۾ ’نظر‘ سنڌي مرحوم جي صحبت ۾ دوباره شاعري شروع ڪيائين. سندس گيتن ۾ شيريني ۽ دلڪشي، رنگيني ۽ سادين تشبيهن جو استعمال عام آهي. ١٩٦١ع ۾ ”سنڌي ادبي سنگت“ نوابشاهه، سندس مجموعو ڪلام ”اکڙيون مينگهه ملهار“، شايع ڪيو، جنهن تي پاڪستان رائيٽرس گلڊ طوفان ڪيس هڪ هزار رپيا انعام ڏنو ويو. محترم بردي چند افسانا ۽ مضمون به لکيا آهن. ’رسالي مهراڻ‘ ’نئين زندگي‘ ۽ سنڌ جي ٻين ادبي رسالن ۾ سندس ڪلام، ڪافي انداز ۾ شايع ٿيل آهي.

برده سنڌي، اسم بامسمیٰ آهي، گيتن لکڻ جو بادشاهه، رنگين ۽ شيرين رسيلي ۽ سريلي ٻوليءَ جو باڪمال شاعر-سندس شاعريءَ جا تجربا، پيارا ۽ من موهيندڙ آهن. زبان سليس ۽ ڳوناڻي استعمال ڪرڻ تي وڏي مهارت رکي ٿو. سندس ’فن‘ جو هر نقش هن دور جي ڪنهن نڪتي، ۽ زنده مسئلي سان وابسته آهي، ڳوناڻي زندگيءَ جو هر حسين منظر، برده جي شاعرانه اک ڏٺو آهي، زندگيءَ جي هر زخم کي سندس دل سٺو آهي، اهوئي سبب آهي جو سندس هر تاثر ذاتي آهي، ۽ سندس هر فن-پارو، مشاهدي تي مشتمل آهي، حقيقي شاعر اهوئي آهي، جو پنهنجي مشاهدات ۽ تاثرات کي محسوس ۽ مشهود رنگ ۾ اول گرفت ۾ آڻي ۽ پوءِ پيرايه-بيان جي رنگين ۽ دلاويز لباس ۾ پيش ڪري سگهي.

برده سنڌي ۾ هڪ باڪمال ۽ رنگين شاعر جو روح آهي، جو هر وقت جذبات جي دنيا ۾ رقصان ۽ پيچان آهي! — ادارو

## بيت

(۱)

تنهنجي جهوري جهڙ جئن اکيون ابر اوت،
هنئين لڻهن هري پيو، نيڻن ۾ جئن جوت،
تو ريءَ دمدم موت، وره حياتيءَ ڏينهڙا.

(۲)

جي تو وايون وات، سي مون پانيان پوڳ،
جاتم ٻرڪ پيار جي، سهج نه ڏيندا سوڳ،
آئي گهڙي اوچتي، جيئڻ ٿيڙو جوڳ،
روح اندر سٿو روڳ، لڪين ڏنگ ڏهاڳ جا.

(۳)

ريءَ، اباڻن عيد، ڪين ملهائي مارئي،
سا نه چتائي چنڊ کي، ڏهس اباڻي ديد،
روئي اڏاري ڪانگڙا، رکي آس اميد،
مونجهي سدا ماڙ ۾، ڪري نه شور شنيد،
هاري آب اکين مان، ساري سات سعيد،
اوڏي آن اچا پئي، هاري واه! وعيد،
'بردا' بنهه بعيد، اباڻن ريءَ عيدون ڪجن!

## دوها

ماهي ڪير جتان او منڙا، سڪ تنهنجي سرڪيندو رهندس،
تون جنهن راه تان ايندين سائين، پيرا سي ٻرچيندو رهندس.

آن اريلي خواب تان گهوربان، هولڊ حياتيءَ جا سڀ هيچ!
جنهن سپني ۾ سير جا سائين، آچي آسر تنين ماڻين سيج!

تنهنجا گـل چـمان ۽ پيئان، چـپـڙن وارا ڪـيـر ڪٽورا،
لمحن جـي محتاج حيـاتـي، جيئڻ پيئڻ جـا ڏينهڙا ٿـورا.

چنڊ ڪـان سونهن سوائي تنهنجي، تـاڏل ۽ رنگيني تـو ۾،
جـا شئي چنڊ ۾ نـاهـي، سا آ، خوشبو پيني پيني تـو ۾.

خـوشبو پيني پيني اهـڙي، جـئن سـمـنـدر ۾ ڏوب ڏڪيل،
وک وک تـي وئي مشڪ چـڻـي، پـا ڪا هرڻي آ گهايل.

او جاني، او جـڳ جـا جالي، تنهنجا آهـن روپ هـزار،
تنهنجي هڪ ناز تان صدقو، 'بردي' جهڙا سؤ سؤ بار!

# ڪافيون

*

ناهي نيهَن نوبل، ٻڙ ڳُجهي ۽ ٻيچ ٻَرانا.
سار ٻچار سڄڻ جي دل کي، دمدم وِيلَ ڪُويلَ،
ٻور ٻرينءَ جا ساهه سياڻا!

جنجل ڏينهن وڇوڙي وارا، راتيون پانيان وَيل،
راهه تڪيندي ديپ اُجهاڻا!

سڪ جو ٻنڌڻُ اڻانگو سائين، سيني سانڍيم سيل،
عُمر وهائي سهندي ساڻا!

هي اڪڙيون تو ڪاڻ اجاريون، اچي پورل پيل،
دل جو ديس، او روح جا راڻا.

*

هُني هُني سُحبن ريءَ، ويندس مفت سري!

هِجُرَ حبيبن جي ڪيو حالُ هيڻو، ساريان جيئن سَجُڻ، ٿئي درد پيڻو،
ڪون دلاسو آيو، خبر ڪانه ڪَري!

روئان راتيون تولئ، ڪاڻ روز سهڻا، سَهان سِرَ تي ويڻي تنهنجا مورَ سيهڻا،
پاليجُ ديد دلبرَ، نازڪ ناز پَري!

ڇَرِيُون چشمان تنهنجون ميٺا مست ٻئي، موهي مُرڪ سان تو دل دست ڪئي،
تنهنجي سَتَ سُوهن! لڳا حُور ٻَري!

سوز سنايو تنهنجي، ٻره ڪيو ٻراڳي، ڪرڀلايون پورل، تون 'ٻردي' سان ساڳي،
پَري ٻيرَ ٻرين، اچ ويڙهه وري!

# گيت

دور وسي ٿي دور، الا ڪا، من ڌرتيءَ کان دور:
منهنجي من جي حور!

هُن جو آ، آڪاش تي ڊيرو، سُونهن سڄڻ جي جڻ تہ سويرو،
ٻورنماسي جهڙو مُکڙو، هاءِ! آساوس، ڪيس ڪَلُور،
دور وسي ٿي......

ڪنڪرن جهڙي ٽُور جي ساٿ، هٿ ۾ ڪنهن ڪاناڻي لوڏي،
نيري آڀَ جي ڀاچولي ۾، ڀيهو هن جو آ، جڻ طور،
دور وسي ٿي......

ميٺڙو ٻولي موتي رولي، مان نہ رکيو، جڳ، اولي کهولي،
هوي ڪنين ٻڙلاءُ نہ پوءِ ٿا، ڇاڪ ڇيڪن ۽ جاڳن سُور!
دور وسي ٿي......

مَن مندر جي در تي دستڪ، ڏيئي ڪوليم جوت جڳايم،
ڏٺم تہ جاڏي ڪاڏي هئي بس، تنهنجي سنڌڙي گهور!
دور وسي ٿي......

آءُ اڳڻِ خوابن جي راڻي، جاڻ اجوڪي رات وهائي،
ٻاڪ ڦٽي وئي جاڳي جاڳي، هڏ هڏ روڳي، لڳ لڳ چُور،
دور وسي ٿي......

تنهنجو مَرڪ تہ مُرڪڻ آهي، ۽ مان جاڻان ليرَ وهائي،
جي ڳل لائين عيد ملهائي، هي تن 'بردي' جو مهجُور!
دور وسي ٿي دور، الا ڪا، هن ڌرتيءَ کان دور،
منهنجي من جي حور!

## غزل

●

منهنجو ڪوئي ميت نہ يار،
جڳ جا ڏڪڙا ڳل جو هار.

پنهنجا پنهنجو ڪين چون، ڏاريُن تي ڪا ناهہ سيار:
روئڻ سان هيري ويا ليڻ، پل پل ڇم ڇم لُڙڪ هزار.
سهڻي ڪي وئي لنبُ ڪٽي، منهنجو من ٿيو ميهار.
راهہ تڪيندي رات ڪُٽي، پرهہ ڦُٽي وئي ڏسندي پار.
اڳڻ اسان جي ٻير پري، سهڻو سائين جيءَ جيار.
خوابن ۾ تون آءُ هلي، هڪڙي پل لئہ هينون ٺار.
تو بن روح آ ڪوهہ ڦٿل، ماهہ حياتي دل تي بار.

●

وڇوڙيل ياد ڀري جنهن دم،
چمڪي پلڪن تي شبنم.

ڏينهن جدائيءَ جو ٻرپٽ،    رات اونداهي ڪاري تم.
ساري وستي رڻ جو روپ،    آڏي آڏي جاڳي ڏم.
وک وک تي ٿو دام سُجهي،    قدم قدم تي کُهنجي دم.
رات ڪٽُني ونئي ٻرهه ڦٽُني،    گهر گهر ڏينا ٿيا مدهم.
’ٻردا‘ ياد ڪنهين جي ۾،    نيڻ سدائين آهن نم.

●

ٻرسيا رات وري بادل،
جاڙي ڪاڙي آ جل ٿل.

سرڪيو مَنُ ۽ ريڊو روحُ،    تو ڳل لاتو پنڙا ڳل.
مير جا سائين تنهنجا نيڻ،    سينئي منجهه ڪري ويا سَل.
تنهنجو جوڀن ٻرهه ٻرين،    جهڙو سوتيو ساڪَ پنل.
هلڪا هلڪا ٺهڪ ائين،    ڀڳ ڀڳ چمڪي ٿي ٻابل.
تنهنجي سيڪ جو آهي سدا،    اڱڻ اسان جي ڏوپ ڏکيل.
تو وٽ آهي روپ سروپ،    جوڀن واري مست مهل.
مون وٽ آهن گيت اِجهو،    ونئين تہ سنڙا جهولي جهل.

## قطعو

دنيا ۾ رنگ تنهنجو، دنيا جو رنگ تون آن،
جوڀن شباب رنگين، سنڙو آمنگ تون آن.

سَجَ، ڌَجَ، غماز، غمزو، انداز، ناز، عشوو،
قاتل ادا، ۽ نخرو، موهڻَ جو ڍنگ تون آن.

تون تانَ ۽ ترانو، تون آن عجب فسالو،
نغمو پيارَ پرِيو، ٻَربط ۽ چنگ تون آن.

آهين تون حُسن و زينت، تون آن مجاز الفت،
شرم و حيا بہ تون ۽، نانگو نيسنگ تون آن.

تون آن شراب و ساغر، ۽ تون حسين ساقي،
زلفن جا پيچ پيارا، وارن جو ولڱ تون آن•

لک ويسَ پار پهرين، رنگين ۽ عجائب،
هر رنگ ۾ پيارو بيچون بيرنگ تون آن.

تون آن سمايو سڀ ۾، تو ۾ سمائي دنيا،
محدود تون، ۽ لاحد، دنيا جو دنگ تون آن.

مجذوب، رندُ، راهب، آن شيخ ۽ برهمڻ،
راجا ۽ پرجا، ٻردو، مُلان، ملنگ تون آن.





# سروپچندر ”شاد“

سروپچندر ’شاد‘ جديد ادب ۽ جديد فن ۾، وڏو مقام حاصل ڪري چڪو آهي. سندس شعر ۽ شاعريءَ ۾، تخليق جو سهڻو مثال موجود آهي.

سن پيدائش: ٢-جنوري ١٩٣٧ع.

جاءِ پيدائش: مِٺي، ضلعو ٿرپارڪر.

تعليم: بي. اي (آنرس)؛ ايم. اي. انگريزي ادب.

ڌنڌو: ١٩٦٢ع کان وٺي انگريزي ادب جو ليڪچرار آهي، ۽ هن وقت گورنمنٽ ڪاليج سانگهڙ ۾ آهي.

شاعري: سندس شاعريءَ جي شروعات، هڪ نظم، قائدِاعظم سان ٿي، جا الوحيد ۾ شايع ٿي، ۽ اهل ذوق کي پسند آئي.

’شاد‘ جي شاعريءَ ۾ اصليت ۽ حقيقت سان گڏ، رواني ۽ برجستگي آهي، جنهن سندس فن کي چار چنڊ لڳايا آهن، زياده تر دوها، گيت، سانيٽ، ترائيل ۽ نظم تي طبع آزمائي ڪئي اٿس، دوهن جي سلسلي ۾ ڏانڪي دوها، نهايت رنگين آهن، جي سنڌي ترجمي سميت مهراڻ رسالي ۾ شايع ٿي چڪا آهن.

سندس ڪلام، سنڌي زبان جي سڀني علمي ۽ ادبي رسالن ۾ شايع ٿيندو رهيو آهي سروپچندر ’شاد‘ هن دور جي جديد فنڪارن ۽ شاعرن ۾ اهو باڪمال شاعر آهي، جنهن پنهنجي فن کي تخليق جي اعليٰ مقام تي پهچائي، پاڻ کي ۽ پنهنجي فن کي امر ڪري ڇڏيو آهي.

سندس بيت، دوها، سورٺا، سنڌيءَ ۾ ٿوري ڏانڪيءَ ۾ فن جا اعليٰ مثال آهن. ٻوليءَ جي سلاست جو اهڙو مثال گهٽ نظر اچي ٿو. سندس ڪلام، رنگينيءَ ۽ دلاويزيءَ جو هڪ اهو مرقع آهي، جنهن ۾ ذوق جماليات جا قدر آهن ۽ جن ۾ زندگيءَ جي اهم مسئلن ۽ معاملن جي ترجماني ڪئي وئي آهي. سندس اندازِ بيان ۾، اصليت ۽ صداقت جا نمانا ۽ سڀاجها عناصر موجود آهن، جي پڙهندڙ کي متاثر ڪرڻ ۾ دير نٿا ڪن. سندس ڪلام ۾ جا بيپناه سادگي آهي، تنهن سندس فن کي دلاويز ڪري ڇڏيو آهي.

سندس فن جي اها خوبي به تحسين جوڳي آهي، ته سندس فن بلند آهنگ دعوائن سان وابسته نه آهي، پر ان ۾ افاديت آهي جا پڙهندڙ کي کنهن نه کنهن دائمي قدر سان شناسائي ڪري ٿي فن جو اهو معيار تمام ٿورن فنڪارن کي هٿ اچي ٿو. سروپچندر ان سلسلي ۾ خوش نصيب شاعر ۽ فنڪار آهي. اميد ته سندس فن سنڌي ادب جي تاريخ ۾ امر رهندو، ۽ هر دؤر ۾ پسند ڪيو ويندو. اها دائميت ئي فن جو معراج آهي. — ادارو

## گيت

### ساوڻ آيو سانگ ڪري

ساوڻ آيو سانگ ڪري،
تنهنجي ديد بنان دلبر،
ڪٿي نه هاءِ دم نڪري،
منهنجي اڱڻ اڄ قرب ڪري۔

ڪر ڪنيون اُڀن ڪڪر لڏن ٿا، جهومن پيا جڻ نانگ هزار،
وار سڪائي جڻ ڪا نار،
ڪڪرن ـ چانيل آپ آهي، يا ڪجلي اکڙين جي سرڪار،
يا ونواهه ۾ وينل ڪنوار:
وچ چمڪي اڀن، جڻ ڪا پوري گهونگهٽ لاهي ذري ذري۔
ساوڻ آيو سانگ ڪري...

ڦڙ ڦڙ ڦڙ مينهن وسن ابن، چيريون پيون جڻ چمڪن،
مکڙين تي جڻ پنور پيرن،
تنهنجيون ڳالهيون سپنا بڻجي اکڙين ۾ ايئن ٿيون چمڪن،
آڀ ۾ تارا جيئن ٽمڪن:
تنهنجي ياد اچي سندر ۾، ديپڪ پيو جڻ ٻري ٻري۔
ساوڻ آيو سانگ ڪري...

ساوڻ جا مينهن، ساوڻ جا نينهن آيا سڌ جا مٽ پري،
تو ري ءِ ساعت ٿي سري،
ٺڪي ٺڪي، سڌڪي سڌڪي ڏينهن ڏکن ۾ ايئن گذري،
ڏينيو جو جيئن ڏنگ ڪري:
تن من ۾ ٿي جوالا پڙڪي، رات ٿي جئن جئن ٺري ٺري۔
ساوڻ آيو سانگ ڪري...

جيوَن تي آهي ڪهڙو پرولو؟ جيون آهه ڇايا جو ڇل،
جيوَن آهه آڏنڊو ٻادل،
ڪير ٿو ڄاڻي پوءِ ايندا ساوڻ جا ڪي پيارا پل،
ڪنهن کي ناهي ڪائي ڪل:
منهنجي اڱڻ آ ڪلندو پوڙهو، اوپر مان جيئن سج نڪري-
ساوڻ آيو سانگ ڪري...

## وائي

جندڙي جهڙو جنڊ، اڙي، ڪو سُک ڏري، ڪو ڏُک ڏري-
ڪن جا ڪوجها منهن مهانڊا، ڪن جا ٻاڇا چنڊ، اڙي،
ڪو سُک ڏري، ڪو ڏُک ڏري-

ڪن جي چاهت، ڪتّ ڪسارو، ڪن جو ڪامڻ ڪنڊ، اڙي،
ڪو سُک ڏري، ڪو ڏُک ڏري-

ڪن جون آچلون، ورن وڏايون، ڪن جي ڏکشي ڏنڊ، اڙي،
ڪو سُک ڏري، ڪو ڏُک ڏري-

ڪن جو جيئڻ ڏينهوءِ ڏنگ جيئن، ڪن جو موت به منڊ، اڙي،
ڪو سُک ڏري، ڪو ڏُک ڏري-

ڪن جا ٻاپ به جاپ لڳن پيا، ڪن جا هُسج ٻاڪنڊ، اڙي،
ڪو سُک ڏري، ڪو ڏُک ڏري-

جندڙي جهڙي جنڊ، اڙي،
ڪو سُک ڏري، ڪو ڏُک ڏري.

## نظم

حسين عليہ سلام

هيرن جهڙو هيو 'حُسين'،
جڳ سارو جرڪائي ويو.

سچ کي جيئن جيئدان ملي،
ڪوندر ڪنڌ ڪپائي ويو.

ڪنڌ ڪيريو ۽ نسريو نُور،
جڳمڳ جوت جلائي ويو.
رت وهيو، رابيل تڙپيا،
ٻر ۾ باغ لڳائي ويو.
سچ تان گهوري سُرهو ساهه،
پيني جهانُ ٻهڪائي ويو.
رت ڦڙن جو ڏيئي دان،
مٽيءَ کي مُرڪائي ويو.
ڪلندي ڪلندي جانِ ڏيئي،
موت جو مانُ وڌائي ويو.
هيرن جهڙو هيو 'حسين'،
جڳ سارو جرڪائي ويو.

## غزل

سُک کٽي، ڏي سون کي سُور،
پنهنجو پاڻ سينگاريان، هوءِ.
مُرڪ وٺي، ڏي لڙک سون کي،
جندڙي، جڳ آجاريان، هوءِ.
آپ تي چيت جا چيت ڏسي،
سهڻا توکي ساريان، هوءِ.
تنهنجا پدم جان پيارا پير،
پٽ ۾ پلڪ پٿاريان، هوءِ.
توکي لڳي نه ٽيڙڪو تاءُ،
اکڙين منجهه ويهاريان، هوءِ.
تنهنجو سڪڙو، جن مندر،
درشن سان دل ٺاريان، هوءِ.
ڪوي ڪلپنا تنهنجا ليڙ،
تن مَن تين تان واريان، هوءِ.
تنهنجو مُرڪڻ آهه سڪتي،
پيو در ڪين نهاريان، هوءِ.

# ترائيل

## آرزو

آءٌ، آهيان هڪ پيارو پيارو ۽ اڻڳاڻل گيت،
منهنجي حسرت آهي چپن تي مون کي ڪوئي رکي.
منهنجي نس نس منجهان ٿي ڦٽندو سُرهو سُرهو سنگيت،
آءٌ آهيان هڪ پيارو پيارو ۽ اڻڳاڻل گيت.

آءٌ، امر ٿي ويندس جڳ ۾، ٿيندي منهنجي جيت،
ٽڙندو رهندو، سُرڪن سان هوءَ پنهنجو مُنهن مکي.
آءٌ آهيان هڪ پيارو پيارو ۽ اڻڳاڻل گيت،
منهنجي حسرت آهي چپن تي مون کي ڪوئي رکي.





# ”سرويچ“ سڄاولي

محمد صديق ولد خميسو خان تارڙو، شاعريءَ جي دنيا ۾ سرويچ سڄاوليءَ جي نالي سان مشهور، سنڌ جي لاڙ ايراضيءَ سان تعلق رکي ٿو. ۱۴- مارچ ۱۹۳۷ع تي ڳوٺ ابراهيم تارڙي لڳ سڄاول ضلعي ٺٽي ۾ پيدا ٿيو. سندس تعليم فقط چار درجا سنڌي آهي.

سرويچ صاحب جي مائٽن جا بدين شهر جي پرسان ڪن ماڻهن سان، جن ۾ سندس ناناڻڪو ڪڙم به اچي وڃي ٿو، بلڪل پراڻا ۽ گهاٽا لاڳاپا آهن، جتي سندن عام جام اچڻ-وڃڻ ٿيندو آهي. سندس چوڻ موجب هو اتي سنڌ جي مشهور شاعر مولوي احمد ملاح جي شعر کان روحاني طرح متاثر ٿيو ۽ پاڻ به شعرگوئيءَ ۾ قدم رکي ۱۹۵۹ع کان شعر چوڻ شروع ڪيائين.

سرويچ سڄاولي، هن وقت پوري سنڌ ۾ عموماً ۽ لاڙ ايراضيءَ جو خصوصاً هڪ بهترين شاعر شمار ڪيو وڃي ٿو. سنڌ جي تقريباً سڀني رسالن، جريدن ۽ روزنامن ۾ سندس شعر ڪنهن نه ڪنهن موقعي تي شايع ٿي چڪو آهي.

سرويچ سڄاولي جي شعر جي سڀ کان وڏي خوبي هيءَ آهي جو سندس شعر بلڪل سادي، سولي ۽ پهراڙيءَ جي زندگيءَ سان تعلق رکندڙ لفظن ۾ چيل هوندو آهي.

سرويچ جا شعر، شاعري جي هر صنف تي چيل آهن، جهڙوڪ: نظم، غزل، گيت، ڪافي، وائي، بيت، رباعي ۽ مثنوي وغيره. سندس شعرن جو مجموعو هڪ غير ترتيب شده ديوان جي صورت ۾ موجود آهي ۽ تازو سندن گهر ڪي لڳل اوچتي باهه سبب ڪجهه دفتر سڙي ويو.

سرويچ صاحب جا هيٺين عنوانن وارا نظم مشهور آهن، جن کي پڙهڻ لاءِ مٿس هر محفل ۽ مشاعري ۾ زور پريو ويندو آهي: لطيف سائين، پوهه جو مهينو، ٻيهن واري پيڻ، نيل مقال،

نيڻ وڃائي ويٺيون نينگر، مٺيادار لطيف، مظلوم نياڻيون، ڏيهن جا تارا ديس ۾، دل ۾ نہ ڪڄ، الغياث، عظمت سنڌ، سورن جون خبرون سنڌ ڙي، ڪرمي ۽ غريب وغيره.

سنڌي ادب ۽ سنڌي ٻوليءَ سان سندس حد ِ جنون تائين محبت آهي، هر ممڪن ڪوشش سان ادبي محفلن ۽ مشاعرن ۾ شرڪت ڪرڻ سندس ڀرين دلچسپي رهي آهي- علي محمد ميمڻ.

سرويچ سجاولي، هڪ اهو باڪمال شاعر آهي، جنهن ڳوٺاڻي زندگيءَ جي سچي پچي تصوير، نظم ۾ پيش ڪئي آهي. سندس انداز بيان ۾ هڪ طرف سيلاب بيپناهہ واري رواني ۽ اٿل آهي، تہ ٻئي طرف من موهيندڙ لفظن ۽ دلڪش ترڪيبن جو جادو سمايل آهي. 'سرويچ' ڏکويل ۽ زخم خورده نياڻين جو شاعر آهي. 'سرويچ' جو هر فن-پارو، ڪنهن نہ ڪنهن ڏکن ڏٺيءَ، نماڻيءَ ۽ سپاجهيءَ، لياڻيءَ جي جذبات ۽ حالات، پست حاليءَ ۽ خستہ حاليءَ جي ترجماني ڪري ٿو. سندس شاعريءَ ۾ تڪلف ۽ تصنع نہ آهي، پر سراسر مشاهدو ۽ محسوسات آهي. اهو معيار هڪ قادرالڪلام ۽ مشاهده نگار شاعر جو آهي. افسوس اهو آهي، جو اڄ تائين سندس ڪوبہ مجموعو شايع ٿي نہ سگهيو آهي. سندس هر لفظ، هڪ زنده منظر آهي، پر آهي الميہ ۽ زخم خورده شاعر جي صدا! -ادارو

* * *

## دوها

سانڍا سالڍا، آپرا آپرا، سانا سانا، سيڻ سنڌام!
ورهن ڪان ڪنهن ويل وهانيا، وانگيڙا جي هي وربام!

هيٺا هيٺا، جهيٺا جهيٺا، ٻارڻ تن تي ٻيسٺا ڙي،
لوڪ سڄي ۾ لڱجن لرزن، ليڪ ليڪ ۾ لاڪيٺا ڙي!

سانگيڙا هي، سانپيڙا هي، سارو ڏينهن ڏک سور چرن،
ڳتين ڳوهيل ڳوٺاڻا ٿا، ڳارالي ۾ روز ڳرن!

راتيون جاڳن رٽيون جاڳن، رت وِلوڙن روزيءَ لئي،
ٻو بہ نہ ٻوري پيٽ پيٺپي جي، ٻو رهيو اهڙو ڪڏ ۾ ٻئي!

جهنگن ۾ ٿا سنگ پچائن، سوني سهڻي رنگ ڏسو،
ٻوه بہ هٺي هي ڏيهہ تن ڪي، ڏيهاڻي ٻو ڏنگ ڏسو!

ڀاڻ ڪي ساڙي، نانگ لتاڙي، اُنن جا انبار ڏلئون،
ڏاڍن جي هن ڏيهه ۾ تن کي، ائو ٻه ڏاڍي مار ڏنئون!

سرديون گرميون سر تي سهندي، ڪيڏا ڪيهه جا ڍير ڪيئون،
ٻر واهه وڏيرن جو هي ’وڙ‘، جو تن سان ويتر وير وڌئون!

ڪوڏاريون ۽ ڪيڙون هڻندي، ڪُلها جگر ۽ ڪنڌ ڇنان،
سرديءَ جي سيءَ ساڙيا سانگي، سينا سير ۽ سنڌ سنان!

ٻيگارن جي ٻاهه ۾ سڙندي، پيٽ ۾ ٻنجي ويان ٻنّا،
سائين! سنهنجن سانگين سچ پچ سهسين آهن سور سنّا!

ڇاجون عيدون؟ ڇاجا ميلا؟ سارو ساليءَ لئه مجبور،
”ڏوڙ ٻوني ڙي دليا“ تنهنجو دردن ڀريو آ دستور.

ڇاجون خوشيون؟ ڇاجون شاديون؟ ڇاجا هي ٻرّ دهل دمام،
مارونڙن جي منهن ۾ بس، متو رهي ٿو ٻيو ماتام!

چندن ڪينوٽين جهڙيون تن جون، زالون ليڙن منجهه لڄي،
”يا تہ ڀنيور کي ٻاهه ڏجي“ يا سٽيون ڀيڙي وڃن ڀڄي!

ٻيارا ٻيارا ٻتڙا تن جا ٻلپل ٻورن منجهه ٻڄن،
هوڏي زردارن جي محفل ۾ ٽيون نازيون روز نچن!

نرمل نرمل نياڻيون تن جون، ٻونيءَ هڪ لئه ٻارڪين،
هوڏانهن زردارن جون زالون هيرن جا ٽيون هار وجهن!

هيڏو هي ڏس تنهنجي دنيا ۾ ويسو مچي انڌير آلا،
رهندو اهڙي راج ۾ آخر تون ٿي ٻڌائج ڪير ڀلا!

”زردارن جون زالون، آهن مسڪينن جون سائون ڙي،
مسڪينن جون زالون زردارن جون محبوبائون ڙي!“

ٻهنوارن جا ٻنڙا ڏيئون، علم کنان محروم ٿيا،
مائهن جي هن ميڙ ۾ هو، معصوم ڏسو مظلوم ٿيا!

رئيس اسان جا راجا مائهو، رڇن ڪتن جا خفتي ڙي،
قوم جيي ڪاروٻار ڪُن ۾، ڪيرائي تن ڪشتي ڙي!

شاهه اهان جا شيل شڪارن جا تہ وڏا شوقين ٿيا،
قوم جو آونو آلڪو ناهن، نالي تي نابين ٿيا!

ميرَ اهان جا ميخانن ۾، مستيءَ ۾ مدهوش ڏسون،
قوم سندي ڪم ڪار ڪنان سي، راٺا ٿا روپوش ڏسون!

وڍيرَ وڏيرا قوم وطن جا، ويري، ويري، ويري ڙي،
مارو ٽڙن ڏي نيٽ تن جي، ميري، ميري، ميري ڙي.

ڪامورا هن ڏيهہ سندا ٿا، ڏينهوءَ وانگر ڏنگ هڻن،
قوم جوُ ڪنڌو هيڪاري سي، ڪاٺا ويٺا روز ڪٽن!

واپارين جو وارو آهي، خوب ملاوت آڪهڻ وڏا،
هيٺن مائهن جا هي ڪاٺي وِنڙا رت چوس، مابن هڏا!

مُلان مُنلن، جيٺرن جي هٿ پيڙي ويٺو پوڙي ڙي،
ڦيٺن ڏاڍن سان ڏس، سانگين جون پيو سيرون چوڙي ڙي!

خوب خوشامدڙيا ڪي شاعر، قوم جي پيڙي پوڙڻ ۾،
ڪوڙ جي ڪوڏين خاطر آهن، پورا بڻلن ٽوڪڻ ۾.

ايڊيٽر ڪي قوم جي اکين ۾ پيا وِجهن ڏس ڌوڙ ميان،
سچ ڪي سوريءَ چاڙهڻ خاطر ڪوڙين چاهن ڪوڙ ميان.

هيڏو سارو دوکو دليا ۾ ڪيئن سانگي ساهہ کڻن،
هي سڀ مائهو گڏجي مارن ڪَي تا هاڃي منجهہ هڻن.

سچ جا شاعر صدين تائين سڏبا پيا 'سرويچ' هيتي،
دوها هي دکَ پرپا تنهنجا پڙهبا پيا 'سرويچ' هيتي!

## ڪافي

*

ڏني ڏينهن ٿي ويا آبائن آلا ڙي!
تيم حال هيٺا هتي لڙڪ لاڙي!

ڏسندي وطن ڏي ستيون منهن ميرون،
ڪيون اج آبائن اچن ۾ آويرون،
هٿني جار پيرون، پنن ۾ پڪا ڙي!

لهن ڪين جي ليڪَ سنڌ ۾ سُور سن تان،
وڏا تو وڇوڙا عمر ڇو؟ انهن ڪان،
سيڻيءَ ساهه جن سان، سگهن ۾ سلهاڙي!

گهرن پاس ڪڏهيو کهٽمن ٽيون گهگهيريون،
پٽن پر پنارين ڪي چارن پٽليريون،
ٽيون ڪانن ڪٽيرهون، ڇيڙ نت ڇباڙي!

وڃي ڇانگ ڇيلن ڇڏيان هوند ڇوڙي،
آڏيان اوڏا ڀڪڙا اڄ جيڏين سان جوڙي،
وطن جي وڇوڙي، ڇڏيم ساهه ساڙي!

وساريا نه 'سرويچ' سانيه سونهارو،
پيارو پنهه کان وطن پاڪ پيارو،
سنڌ جيءَ جيارو، ٿي ساريان سدا ڙي!

## نظم

### سرديءَ ۽ سقيم

پوهه جو مهينو، رات ۽ پوئين، پوتي هڪڙي، ڪنج ۾ پار،
ڇانپ آتر ۾ ڇڙيل ڇتيرا، جسم هلائي نازڪ نار،
ميءَ ۾ ٽڙڪن ڏند ۽ ڄاڙون، واهُ تو ڏوئي هرهڪ وار،
هاهه! ڏسو ڙي! ساٿي سنگتي، پيٽ ڪرائي ڪهڙي ڪار!

پوهه جو مهينو، رات ۽ پوئين، چلهه جي پر ۾ پُڏڙي زال،
پال وڇائي ويٺي پٽ تي، وڙهي هڪڙو ڪپڙي وال،
ڪانيون سيريو سيڪي هڏڙا، ڪاٿي اڻين ٿي سارو سال،
هاهه ڏسو ڙي! ساٿي پنهنجن، سانگين جو هي هيٺون حال.

پوهه جو مهينو، رات ۽ پوئين، پٽ ۾ ليٽيل ننڍڙا ٻار،
ڪارا ڪوجها، ڪلهڙا پچڙا، ڪين سمهن؟ منجهه سرديءَ نار،
آيل تن کي اولاڻا ڏي، هيءَ ٽيماڻي نيڻن نار،
هيءَ به جيئن ٽيو جهنم جهڙو، هيءَ به حياتي ڳوڙهو بار.

ڀُوهہ جو مهينو، رات ٻہ پوئين، ڀُولڪي پرسان ڀوري پيڻ،
نيلسي اپ ۾ آس اڙايو، ويئي واهي نرمل نيڻ،
هير آتر جي هڪلون ڪَريو، وَرو رسان ڏي تنهن کي ويڻ،
ساٿيڙا ڙي! سوچيو سوچيو، سردي سارينا ڪهڙا سيڻ.

ڀُوهہ جو مهينو، رات ٻہ پوئين، در پڳل وَٽ سهٽي ڏيءِ،
سينهي وانگر سوڙهي ڪني، ڏِس ساڙي ڪين نہ آهي سيءِ،
ڪاش! ڏسي ڪا دردوندي دل، حالت هنڙي هيڪر هيءِ،
ڇا لہ ڪيو آ چورين سان، هن سبز وطن ۾ سورن سيءِ.

ڀُوهہ جو مهينو، رات ٻہ پوئين، جهوپي اڳيان هڪڙي جوهہ،
ڳنجهہ اندر جون ڳالهيون ڳڻيو، ڳاڙها ڳوڙها ويئي روهہ،
”لج ڏيئي ڪر لوئي وٺان، ہرلوڪ وجهندم بلڪل لوهہ“،
ساڙ ڙي ماريا سيءِ! مگر هيءِ سيل نہ وڪڻي سنڌي جوهہ؛

پوهہ جو مهينو، سينهن ۽ پارو، گهر ڊٺل تي واءُ جو وار،
ٻَٺپ اڳيان ٻيهو ٻري، ٻري ۾ ٻُيڏڙو ويچارو بيمار،
رکي رکي کو ڏيهو تمڪي، ٿهر جي اوندهہ ڪارونيار،
منظر اهڙو ڏسندي سائين! لُڙڪ ڳڙن ٿا زاروزار.

پوهہ جو مهينو، سينهن ۽ پارو، رات انڌاري ڪاري ٻاٽ،
ويڙهہ وطن جا وانگي ويٺا، پنهنجو وجائي وَڙ ۽ واٽ،
ڪالهہ هتا جي ڪونڌر ڪَرڙا، جن جا اوچا هنڙا ڳاٽ،
اٿو اٿو، اي سائي! سنبري، واچوڙن ۾ پاريون لاٽ.

## ڪهاڻي هڪ ڀيڻ جي

ها، ڏي تون خبر اي ڀيڻ پياري! نير وهائين ڇو ٿي آدي؟
هي نيمڻ سندہ اٿن، ٻَلڻي پيا جڻ نهر ٽُٽي ڪا پيئي ندي،
توکي ڪوہ ٿيو ۽ ڪير وڙهيو؟ تون ڳالهہ ٻُڌائي صاف سڄي،
هي حال ڏسي تنهنجو تہ مٺي، مَن منهنجو ڦِٽو دل جان جَلي،
تنهنجي درد وِڏم دلگير ڪري، تنهنجي سَرض وڌو ٿم ساري چري!
تون صاف سيکهي کر ٻات آدي! ڇو؟ تنهنجو ويو آ ڏيل ڏَري!

ڇا، حال ٻڌي تون منهنجو ڪندين هن درد سندي تو وٽ نه دوا،
هي راڄ رڳوني روڳ بڻيو ٿيو روز روئڻ بس! آهي روا،
هن ڀُونءِ مٿي اي پاڪ مِنا! ڀيٽي نه سندم ڪا آهي ڀنوا،
هي ديس سڄو دُک درد ڀريو، ڪو سيڻ نه آهي سُور سَوا،
هن حال ڪنان ٿي موت مڱان، جيئڻ به ٿيو ٿم بوجهه ڀري!
ڇا، دانهن ٻڌي تون داد ڪندين؟ وَڃ منهنجي هليو تون واٽ وري!

هڪ سُور مُنجي جو توکي ڪٿي اي پاڪ! ٻُڌايان بات ڪري،
ٿو جور جَبر جو مينهن وسي ۽ باهه ستم جي زور ٻري،
ڏِس ڀاپ مٿي ڪان نار وَهي، انسان ٿيو ري موت مري،
۽ هيٺن جي هيت عصمت ٿي: هي عيش ڪري هُو عيش ڪري،
هي ڏيهه ٻنهو بيداد نگر ٿيو داد ٻُڪارڻ آهه غلط!
هت ڏينهن سڄي ۾ ڏنگ لڳن ۽ رات گذارڻ آهه غلط!

هڪوار مري هر ڪوئي مگر، هربار اسين ٿيون روز مرون،
ننگ، پيٽ، ٻچن جي ڳالهه ڪٿي، ڪِچ روز ڳرون منجهه باهه ٻرون،
جي ڏينهن ٿيي ته به ساهه سڙي، جي سِيءُ ٿيي ته به خوب ٺرون،
جي مينهن اسان لئه موت ٿيو، جي واءُ وري ته به ڪيهه ڪريون،
هڪ پاڪ اٿي جي لاءِ پنون، هڪ آئي ڪارڻ بيک مڱيون!
هن جاڙ جيئڻ ڪان جلد اسان ڪي زهر پيئڻ ئي آهه چڱون!

هي پيٽ ٻُڪيو ۽ آرهه آگهاڙو سينڌ نه سنيري تيل ڦٽي،
۽ چيڙهه ٿيو ٿم چوٽيءَ ۾ ويا ڪارا ڪُنڊڙا وار ڇٽي،
ٿيا ليڙ لٽا، هر انگ عيان، ست سيل سندم ٻرزا ۽ ڦٽي،
ٿي پيٽي ٻانيءَ ڪاڻ پنان هرهڪ جي اڳيان ڏس نيڻ ڪٽي،
ڪو ڪجهه نه ڏئي، ڪو ڇڙٻ ڏئي، ڪو عشق سندا ايلاز ڪري!
ڪو عاشق مست مزاج اچي ٿو پيار وَفا جي هام ڀري!

هر روز پيا ڪئين ڳڙگ ڳڙن، ڇم ماس ٽٽي ڇڳهه چير ورجهن،
هر روز ڏسو سون جهڙيون لڪيون، مجبور اٿاپو ننگ ورهن،
فرياد فغان ڪو ڪو نه ٻڌي، انسان جنن سي ڪئين جنن،

هر جرم وڏي ٿو جوان ٿئي، انصاف انڌو معذور چئون،
ڪو آهي اوهان ۾ اهڙو اڏو؟ جو دانهن ٻُڌي ڪو داد ڪري!
مظلوم نيائين جي تہ اچي اُک هُور اندر امداد ڪري!

هر روز هميرن جي تہ هلان، هر روز عمر کي عيش ڪٽبي،
هر روز ڏسو هڪڙو نہ ٻيو ماروئي کي ستان ٻيو ڪوهہ جهٽبي،
هر روز سنگهارين جي تہ سِرن تي باهہ ستم جي تيز ٿبي،
هر روز ٻيو زردار ڪُڏي ۽ ڪنڌ شريفن جا ٿو ڪٽبي،
هر رات وڏيرو عيش ڪري، هر رات اسان لئہ درد جنمن!
هر روز ٻيا سون جيڏين جهڙين جا تہ ڪکر جيئن نين ٿيمن!

هر روز هيئتي ٻُت ٻيءَ ٻيڻان اڄ آهہ جٽن آسان ٿيو،
هي منهنجي ٿڻن تي ٻيڪو ٻچو آن جو ٻہ آٻو شيطان ٿيو،
مون تي ٻہ اهو ڪنهن آهہ اوهان جهڙي جو وڏو احسان ٿيو،
افسوس! اچا نَي ٻيا ڙي اوهين، انسان جيئنو انسان جيئنو،
'مرويچ' ادا! ان حال مٿي رَت روز روئڻ مون فرض ٿيو!
جو مون تي وَهي، سُو پيڻ ٿيائيءَ تنهنجي اڳيان آ عرض ڪيو!

## بيهن واري پيڻ

بيهن واري پيڻ سنڌبني درد وڏا ٿم دل تي دام!
ماريو مون کي مات ڪري ٿي مانيٽي هيءَ تنهنجي سام!

ويلَ وهائيءَ وڻين هني تون ٻانهون ڳچيءَ ۾ ٻابو ٻنئي،
سيءَ ۾ ٺرندي، ڏڪندي ڏڪندي نڪرّا نڪرّا وجهندي وام!

تار مٿي ڪان نربل بانيءَ، تنهن ۾ ٽيهون هٿندي هٿندي،
ڪٽريءَ ڪٽريءَ ني ٿوٽا ڏيهندي ڏيندي توڪي ٿي وني شام!

سيءَ سڪاڻ، سورن ساڙيئہ، سوڻهن وجائڻ سوڏي پيڻ،
ٻٽ ٻيئي لئہ نيڻ نچويئہ، جيءَ ولوڙيئہ جهجل جام!

ٻرهہ ڦٽيءَ جو وڻين اني ۽ ستان وچينءَ جي ويل لڙي،
پورَ نہ پوري ڪئي ڪاڏهہ، ڪورن آنڌن ۾ ڪُهرام!

ٻار مٺي ني، وار پيل ۽ پڄندي پڄندي نيز آڇين،
ٻنهي نه ٿي بازار وڃي جيئن، محنت ساري ٿئي ناڪام!

سوچ ڳرو ۽ ٻنهي ڀر ڀرو، ڪنهن ڏکندڙ سان ڪٿين جو،
سو ته ڪري ٿو تنهنجو هرهڪ قدم اسان کي اڄ قتلام!

ٻيٺ ٻدن ۾، ٻار سبب وٽا تنهنجي پنجي خوب ٻنا،
ڇٽور ڇڙڻ کان، ڇمڙي ڇيربل نيڻن جي ٿو ننڊ حرام!

دور ٿيري کان ايندو توکي ڏسندي 'ننڍڙن' هيئن چيو:
امڙ اڄي وٺي، هاڻي ڏيندي، ٿرت رڌي ڪجھه تازو طعام!

هيڏي هلاڪت سان جو آندئين، سال آنهيءَ جو مڻهه وري،
آئي-ٻن ٿو سر وڪامي، ويل ڏسو ڙي هي وريام!

سو به وڪيو ڪجھه ڪين وڪيو، ڪجھه اوڌر ٿيو ڪجھه مفت ويو،
هاڻ ٻڌايو ڪيئن ٻچن کي، ٻاري نازڪ نار سُدام!

پير اگهڻ ۾ پاتل جنهن دم، دانهن پچن ڪئي، "مانيءَ پور"،
لفظ ٻُڌي هي لُڙڪ لڙيا تو، ماءُ مُنيءَ سان ٿيو ماتام!

ڪين لنگهين هت ڪنهن جي اڳيان تون، پنهنجيءَ محنت تي مسرور،
ڏيءَ سنڌياڻي! آهه اسان جو تنهنجيءَ 'همت کي ته سلام'!

ڏيل ڏرئين ٿي، پنهنڻ پڙهين ٿي پوءِ به جيئين ٿي جڳ ۾ هام،
سور چٽرين ٿي، ڪين ڪُڇين ٿي "ڳهوڙا ڙي، او تون ڳڳدام"!

سست نه ٿيو اي منهنجا سائيو! سيکهه ڪريو 'سرويچ' ٿيو،
سيئن تان سڀ لاهيون ليڪ ۾، سُور اندورا ۽ آلام!

## غزل

سرڪ هڪ سان ساهرو جن" ساڪ ميڙ ساري ڇڏيو!
ڪيل خوشيءَ ۾ خوبرو، ڪنهن خاندان ڪاري ڇڏيو!

حُسن ۽ هڪار تنهنجيءَ جو هليو هُل هر جڳهه،
حرف هڪ سان هر طرف هيرا لڪين هاري ڇڏيو!

رُخ مثان جنهن رات رانا! تو ڪيو پردو پري،
رب تو جاني تہ رالجهن! "راج رونـاري ڇڏيئہ"!

منهن مصحف، نيڻ نرگس، نُور چمڪي منجهہ لراڙ،
قد و قامت ۾ سروُ کي سوز سيڪاري ڇڏيئہ!

رُوءِ تنهنجيءَ کان رَسيو آ، رشڪ روشن روز کي،
مُوءِ سان چڻ مُلڪ سڀ ۾ مُشڪ ڇٽڪاري ڇڏيئہ!

ڏور ڪان آبرو ڏنگا ٿا ڏنگ ڏيهاڻي هڻن،
ڏيهہ ساري جا اي ڏاها! ڏيل ڏس ڏاري ڇڏيئہ!

وارَ ويڙهيني واهرو، جنهن ويل وهي وِلهہ مٿي،
واس وڻ وڻ کي ميليو، هر واٽ هٻڪاري ڇڏيئہ!

گس وٺي گوهر جڏهن گلفام گلرو ٿي گهمين،
گلبدن گفتار سان سڀ غم الم ٽاري ڇڏيئہ!

دلبرا ديدار ڏيئي دم اندر ۾ دائما،
درد وارن جون سدا دلبر دلهون ٺاري ڇڏيئہ!

سور ساڙي، سوز صدمن کان تہ اي 'سرپچ'! سچ،
منجهہ صفت ساجن سندي هي شعر سينگاري ڇڏيئہ!





# عبدالڪريم ”ڪريم“ پلي

عبدالڪريم ’ڪريم‘ پلي هن دؤر جي نوجوان شاعرن ۾ پنهنجي پرسوز ۽ پياري انداز بيان جي ڪري، وڏو مقام حاصل ڪيو آهي، سندس فن ۾ جديد ۽ قديم فن جو امتزاج آهي. ڪيس غزل، بيت، ڪافيءَ ۽ وائيءَ تي استادانه دسترس حاصل آهي. سندس ڪلام رنگين ۽ دلنشين آهي. هجر و وصال جو مضمون، سندس پسند يده مضمون آهي. سندس ڪافي ڪلام جو وڏو حصو، ننڍن بحرن ۾ ٿيل آهي، ان ڪري، ان جا ننڍا فقرا نهايت چست ۽ دل ۾ جاءِ ڪرڻ وارا ٿين ٿا. سندس ڪلام ڪيئي ڳائڻا، محفلن ۾ ڳائين ٿا، ۽ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تان نشر ٿيل آهي. سندس خود لوشت حيات هن طرح آهي:

”نالو: عبدالڪريم ولد خانصاحب عطامحمد پلي، ڳوٺ خانصاحب عطامحمد پلي، تعلقه عمرڪوٽ.

ولادت: ۱۲- آگسٽ ۱۹۴۰ع تي پنهنجي ڳوٺ ۾ ڄائس، جدا جدا مرحلن ۾، سنڌي ۾ اديب فاضل ۽ انگريزيءَ ۾ ميٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪري سگهيس.

علمي ۽ ادبي رسالن جي مطالعه ۽ اديب دوستن جي صحبت مان، شعر و شاعريءَ جو شوق پيدا ٿيو. شروعات ۾ انهيءَ ذوق جي تڪميل لاءِ ڪافي فراغت هوندي هئي، ان ڪري لکيو به تمام گهڻو هو. ليڪن هن وقت ڪاروباري مصروفيتون حد کان وڌيڪ وڌيل آهن، انهيءَ ڪري تمام گهٽ لکجي ٿو، ان هوندي به ادب ۽ فن سان اهائي ٿوري گهڻي وابستگي رهندي اچي. جا به غنيمت آهي.“

فن: ڪريم جو فن، پنهنجي سادي ۽ سليس، جاذب ۽ دلڪش اسلوب ۾ رنگينيءَ ۽ رعنائيءَ جي نڪته آفرين دنيا رکي ٿو. مختصر بحرن ۾، مختصر ترڪيبن ۾، مختصر خيالن ۾، ۽ مختصر لفظن ۾، هڪ معنوي آفرين، تنقيدي ۽ دل ۾ چڀندڙ احساس، ڪريم جي فن جو خصوصي

معيار آهي. جماليات جي ترجماني ۽ جذبات جي عڪاسيءَ، تاثرات جي تلخيءَ ۽ مشاهدي جي حقيقت آفرينيءَ سان واضح ٿئي ٿو ته هن شاعر ۾ هڪ باڪمال شاعر جو روح آهي. 'ڪريم' پنهنجي مختصر نويسيءَ ۾، لفظن جي صحت ۽ خيالن جي ندرت، بيان جي رنگيني ۽ جذبي جي ترجماني ڪي ان معيار ۽ مقام تي پهچايو آهي، جتي پراڻو ۽ پائمال مضمون به نئون ۽ دلاويز پيو محسوس ٿئي.

'ڪريم' جي فن ۾ محض روايت نه آهي، پر ان سان گڏ اصالت به آهي ۽ افاديت به آهي، سندس هر خيال، زندگيءَ جي ڪنهن نه ڪنهن مسئلي جي ترجماني ڪري ٿو. ونس هجر و وصال جا افسانا ۽ زلف و ابرو جا داستان به ملندا ته ان سان گڏ طبقاتي ڪشمڪش به ملي ٿي ۽ ترقي پذير فڪر جي باغيانه علامت به ملي ٿي. جن ڪي ڏسي، پيشنگوئي ڪري سگهجي ٿي ته مشق، رياض، مطالعه ۽ اصلاح سان، ڪڏهن هي شاعر، چوٽيءَ جي شاعرن ۾ مقام حاصل ڪندو. زميندايءَ جي بي ذوق ۽ بي لذت ڪاروبار ۾ رهندي، شعر و شاعريءَ جي پاڪيزه ذوق کي محفوظ رکڻ ۽ ان ۾ نئون تجربن سان اضافو ڪرڻ، مسرت انگيز حقيقت آهي.

ڪريم، ڪافي ۽ وائيءَ کي جنهن پياري ۽ دل موهيندڙ انداز ۾ پيش ڪيو آهي، اهو پڌائي ٿو ته فنڪار جي دل، جذبات جي متلاطم ۽ موج افزا دنيا ۾، پنهنجي زخم خوردگيءَ ۽ شڪستگيءَ جو احساس رکي ٿي.

هڪ باڪمال شاعر جون اهي ئي فني خصوصيتون ٿين ٿيون. — ادارو.

* * *

## وائي

ويس وڻن جا پهري پيئيون، چاهه جون ماربل چريون اڪڙيون!
چاهه جون ماربل چريون اڪڙيون!
راهن تان نه هٽن ٿيون هرگز، هڪ پل گهوڙهن پريون اڪڙيون!
چاهه جون ماربل چريون اڪڙيون!
ڪنهن جي پيار ۾ پوئن وڃيون، لڙڪن جون جهالڙيون اڪڙيون!
چاهه جون ماربل چريون اڪڙيون!
روئندي روئندي، ڪهڙيون گهارن، صبر نه چاهن، ٻريون اڪڙيون!
چاهه جون ماربل چريون اڪڙيون!
اٿس نه 'ڪريم' رنڻ ڪان ڪن ٿيون، ڪنهن ڀر زورآوريون اڪڙيون!
چاهه جون ماربل چريون اڪڙيون!

( ٢ )

ڪهڙي آس لڳائي ويٺين — ڪهڙي آس لڳائي ويٺين ؟

ڏاڍيءَ ڏُر سان ڪهڙي ڏي ٿي، پنهنجو پاند اڙائي ويٺين ؟
ڪهڙي آس لڳائي ويٺين؟

اڃڻو وڃڻو ڪوبہ نہ آهي، ڪنهن لئہ نيڻ وڇائي ويٺين ؟
ڪهڙي آس لڳائي ويٺين:

ڪهڙو سُور سمائي مَن ۾، هڙ هڙ حال ٻڌائي ويٺين:
ڪهڙي آس لڳائي ويٺين؟

سِڪ جو وارو ورندو آخر، دل کي ڪيئن سمجهائي ويٺين !
ڪهڙي آس لڳائي ويٺين ؟

( ٣ )

ڪنهن سان دلڙي واڳي ڙي — ڪنهن سان دلڙي واڳي ڙي؟

ڪنهن جي سونهن سوا ڏسجي ٿو، سارو ڏيهہ ڏهاڳي ڙي؟
ڪنهن سان دلڙي واڳي ڙي ؟

سورن هاڻي جڳ ۾ سنڀران، ساعت ڪانہ سياڳي ڙي ؟
ڪنهن سان دلڙي واڳي ڙي؟

ڪنهن جا پور پچائي ويٺو، بلبل سن ويراڳي ڙي ؟
ڪنهن سان دلڙي واڳي ڙي ؟

اڄ بہ 'ڪريم' اکين ۾ ڦري ٿي، صورت ڪنهن جي ساڳي ڙي ؟
ڪنهن سان دلڙي واڳي ڙي ؟

## ڪافيون

*

دُودَن دل آزاري سائين،
ڪرڪا سونَن واري سائين.

ٻره اندر ۾ باهہ لڳائي، وره وڪوڙي نيٺ وڃائي،
سرت سياڻپ ساري سائين.

نالون ٻائي، ڪانگ آڏاري، بلبل تنهنجي راهہ نهاري،
ايئن ٿڪا دل هاري سائين.

صبح ستائي، شام ستائي، ڏينهن ڏکوئي، رات رلجائي،
هر هر هڪ لاچاري سائين.

آهہ اڏارو ڏيهہ سڄوئي، توريءَ ناهي 'ڪريم' جو ڪوئي،
ڪير ڏئي دلداري سائين.

*

وري آ او جاني، جُدائي ٿي ماري،
ڏسان راهه تُنهنجي، هنجون روز هاري!

اچي جنگ سورن، جنڊي جيءَ سان جوٽي،
وٺين جيئن تہ ڪَل ڪا لَٽڻ ڪان موٽي،
ٽڪس ڪانگ تواڻہ آڏاري آڏاري!

نئين سج، نوان ھُور تنھنجا ھوَن ٿا،
ڪُٺن ٿي نشا ڏينهن ڏکيا ڏکن جا،
عجب آھہ ويھي رھئين ڪيئن وساري!

سدا تات ۽ تار تُنھنجي ٿي آھي،
سوا تنھنجي ھيو ڪجھہ رھيو ياد ناھي،
اٿي ھَھر، دل 'تون ٿي تون' ٿي تنواري!

پري پرت سان ھير ايندين ڪڏھن تون،
اچي جيءَ ۾ جايون اڏيندين ڪڏھن تون،
'ڪريم' آري ۾ ھيو ڏينھن گھاري!

*

مُحب ڪري سوچاري، وي،
آءُ، اچي لهہ سار سگھيري!

تُنهنجي جدائي يار وچاني، سُرت سيائپ ساري، وي،
سُور سَٽي هر سَنڌ سُڪايو، درد ڏکي دل ڏاري، وي،
آءُ، اچي لهہ سار سگھيري!

تير نہ وٺي ٿي جانب جاني، توبن سُنڌ سلاري، وي،
ساهہ کي سانول آھہ سدائين، تنھنجي طلب ۽ تاري، وي،
آءُ، اچي لهہ سار سگھيري!

لُڙڪ اکين مان لالڙ تولڙ، جال رھن ٿا جاري، وي،
حال ڏسي ھي ھيٺا منھنجا، ساجن ڪر سرداري، وي،
آءُ، اچي لهہ سار سگھيري!

ڪالہ ھنَاي ٿي توسان سھٹا، وات ڪا حُجّت واري، وي،
روز 'ڪريم' ڪري ٿو دلبر، تو در توبہ زاري، وي،
آءُ، اچي لهہ سار سگھيري!

*

اڙانگي جاءِ تي اکڙين، وجي جهٽ لينهڙو لاتو،
پنهنجي پورڙين ڏاڍو، ڏکيو ڪو پيچڙو پاتو!

سڪڻ ساڙو، ٻڇڻ ٻرڻ، جهڄڻ جهوري پلڻ پوندا،
اهو احوال سربستو، آڙيءَن شايد نه اڳ ڄاتو!

آڙڻ اٽڪڻ سان اکڙين جو ورق وريو ڪو اهڙو جو،
سڪڻ منهنڙو سٽايو ۽ ڪٽليو سُورن سندو ڪاتو!

رُئڻ راڙي ڪان اڳ ۾ ٿي نه آهن وار هڪ وانديون،
وري سوٽي پيو ڪهڙو ڏيهان ڏکين ڪي پاراتو!

لڳڻ ڪي هڪڙي ساعت ۾، صفا سؤلو لڳي ويو، پر،
'ڪريم' اوکو ٿي پيو آهي، نباهڻ هاڻ هي ناتو!

## غزل

●

هجر ۾ ايڏو زار زار، نه رو،
روئي ڍؤ ڪر ۽ باربار، نه رو!

دور هڪڙو سدا نه رهندو آهه، نيٺ ايندي وري بهار، نه رو!
آرزوي وصالِ جانان تان، جان سؤ مرتبا نثار، نه رو!
چند گهڙين جو کيل هو ۽ ويو، ڪهڙي الفت ۽ ڪهڙو پيار، نه رو!
آهي باقي قدم ٻه ٽي منزل، راهرو! حوصلو نه هار، نه رو!
موت کان اڳ 'ڪريم' دنيا ۾، ناهه ملندو ڪڏهن قرار، نه رو!

●

خير هجي شل طوفانن جو،
عزم نه گهٽيو ديوانن جو!

پاڇي ناهه ڇڏي ڪا پنهنجن، ذڪر ڪجي ڇا بيگانن جو!
رفته رفته ٻڌجي ويني، دلڙي مدفن ارمانن جو!
هن بستيءَ جي حال تي اکڙ، گذري شبه ٿو ويرانن جو!
جور و جفا کان وڌ ڇا ڏيندو، بدلو ڪوئي احسانن جو!
دار سوا اي 'ڪريم' جهان ۾، محرم آ ڪو ديوانن جو!

●

زندگي بي سُرور ڇو آهي؟
غم ئي غم جو ظهور ڇو آهي؟

ڇا نه ايندي ڪڏهن سحر موٽي، — روشنيءَ دُور دُور ڇو آهي؟
حق جو ڪلمو چوڻ زماني ۾، — يا الاهي! قصور ڇو آهي؟
حُسن وارن کي، حُسن ڦاليءَ تي، — ناز ڇو ۽ غرور ڇو آهي؟
برسرِ اقتدار اچي جيڪو، — سو ئي بس باشعور ڇو آهي؟
مضطرب ايترو 'ڪريم' اڄڪلهه، — هي دلِ ناصبور ڇو آهي؟

●

دير سان ئي سهي، مگر ٿيندي،
جستجو اِمٽ بارور ٿيندي!

بخت وارو وري ورائيندو، — زندگاني حسين تر ٿيندي!
زور آهي اڃا ته ظلمت جو، — ڪير ڄاڻي ڪڏهن سحر ٿيندي!
ڪنهن کي شڪ هو ته ايترو جلدي، — بدگمان ڪنهن جي هيئن نظر ٿيندي!
موت جيئن اچي اچي، تيئن، — يا خدا! عمر ڪيئن بسر ٿيندي!
ڪو سبب ئي 'ڪريم' ڪونهي ڪو، — آهه ڇالاءِ بي اثر ٿيندي!

## گيت

اکڙيون اڃايون - ڏڪڙا وهائن!

جهڙيون نه جهلجن،
پلڪيون نه پلجن،
اوڪا اوهڙا، نيت پيچ پائن:
اکڙيون اڃايون - ڏڪڙا وهائن!

ڏاڍن سان اڙيون،
سُورن ۾ سڙيون:
موتين جون لڙهيون، لُٽيو لُٽائن،
اکڙيون اڃايون - ڏڪڙا وهائن!

هڪ پل لءِ سرهيون،
ھر ويل آرهيون،
ربتون سڪڻ جون، ڀوريون ڀڄائين،
اکڙيون اپائيون - ڏکڙا وِهائن!

جهوريءَ ۾ جهڄندي،
جلندي ۽ ڀڄندي،
راهون تڪيندي، گهڙيون لنگهائن،
اکڙيون اپائيون - ڏکڙا وِهائن!

ماهيا

( ١ )

ڇا داغ لڳايو سون،
سڀ خوشيون ڪري صدقي:
هڪ درد پرايو سون!

( ٢ )

لاحق نہ مري شل ڪو،
بيدرد زماني ۾:
الفت نہ ڪري شل ڪو!

( ٣ )

ڪنجي نہ سگهي دوري،
سانوڻ پہ ويو گذري:
ڪا آس نہ ٿي پوري!

( ٤ )

نيت زهر پيڻ کهڙو؟
دلدار سوا جڳ ۾:
فرقت جو جيڻ کهڙو؟

( ٥ )

غم دور ڪڏهن ٿيندو؟
سک ساڻ سان آئيندو،
سو صبح ڪڏهن ايندو!





# فتاح ملڪ

فتاح مـَلڪ، سنڌي شاعريءَ ۾ نئون اڀرندڙ شاعر آهي، جنهن جي فن، جديد ادب ۾ وڏو مقام حاصل ڪيو آهي. سندس تخليقي فن، جديد دؤر جي حالات ۽ مقتضيات جي ڀرپور ترجماني ڪئي آهي.

پنهنجي خود نوشت سوانحعمري ۾ لکي ٿو:

”منهنجو جنم سکر ضلعي جي ننڍي عاقل شهر ۾، ٣- مارچ ١٩٣٩ع تي ٿيو، منهنجو پيءُ روينيو ڊپارٽمينٽ مان هيڊمنشي ٿي رٽائرڊ ڪري چڪو آهي. پنهنجي ڳوٺ ۾ اوائلي تعليم حاصل ڪري، ميٽرڪ جو امتحان ١٩٥٨ع ۾ خيرپور ناز هاءِ اسڪول ۾ پاس ڪيم. بي. اي. ١٩٦١ع ۾ اسلاميه ڪاليج سکر ۾ پاس ڪري، حيدرآباد لا- ڪاليج مان ١٩٦٣ع ۾ ايل. ايل. بي. پاس ڪيم. هاڻ سکر ۾ وڪالت پيو ڪريان.

ننڍپڻ ۾ علم ۽ ادب جو ڪهڙو شوق نه هو، پر خيرپور اچڻ کان پوءِ، شاعريءَ سان دلچسپي پيدا ٿي، ۽ لکچوريءَ پنهنجي منهن پيو شعر لکندو هوس. ڪڏهن ڪڏهن ڳوٺ جي ننڍڙن مشاعرن ۾ شعر پڙهي داد حاصل ڪندو هوس، حالانڪ ان دؤر جا شعر ڪچا- پڪا ئي هئا.

ان کان پوءِ، حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ جي ماحول منهنجي شاعريءَ جي جذبي کي بيدار ڪيو. سڀ کان اول، پسمانده طبقي جي سقيم حالت جي ترجمانيءَ ڏانهن توجهه ڏيو. جو ڪجهه به لکيو اٿم، اهو ان هڪ ئي جذبي هيٺ.“

فتاح ملڪ، دلي جذبات ۽ رنگين خيالات جو شاعر آهي، سندس سوچ ۽ فڪر جي تيزي ۽ خيال جي گهرائي، سندس فن جو خاص معيار آهي، سندس نظم ”سنڌڙيءَ جا سينگار اچا پيي ساڳيا ڙي“ بهترين تخليق آهي. آزاد نظم ۾ سندس فن تمام ڪهڻ خيالن ۽ مطالبن جي ڪشمڪش ۾ اچي، دلاويزي ۽ خوش اسلوبيءَ کي جنهن مقام تي آندو آهي، سو به مقام انفرادي آهي، تاهم اچا

گهڻي مشق ۽ رياض جي ضرورت آهي. سندس سارو ڪلام لذيذ، پرمعني، ڪشش انگيز ۽ جاذب نگاه آهي. 'فتاح' جهڙي ضعيف ۽ نحيف بدن ۾، فن جو جڻ شينهن ويٺو آهي، جو شاعريءَ جي زبان ۾ پيو گجي ۽ گجگوڙون ڪري. هڪ باڪمال ۽ باشعور فنڪار جي حيثيت ۾، 'فتاح' پنهنجي معاصرين ۾ وڏو مقام رکي ٿو. اميد ته ذوق سليم ۽ فن جي تحصيل ۽ مشق ڪان پوءِ هي شاعر، سنڌي ادب جو باڪمال شاعر ٿيندو. —ادارو

* * *

## گيت

ولر ڪان جدا ٿي پکيڙي پڪاريو:
ڪٿي آهيو سائي، ڪٿي آهيو آهيو؟

خوشيءَ سان لهرون ڪنارن لڳن ٿيون،
۽ سينا ملائي، چهڙا چمن ٿيون:
اجابل امنگن اوهان لئه نهاريو!

اَلا! ڏينهن گذريو، ۽ سانجهي لڙي آ،
لڳي ٿو، شفق ڪي ڪا ڪاني لڳي آ:
اچو، جو اميدن اجهو هاڻ هاريو!

اجهو چنڊ پنکهي ۾ سمهي پيو آ،
اجهو چنڊ، تارن سان گڏجي مليو آ:
سمهي ساري دنيا، اسان ديپ ٻاريو!

ازل ڪان اوهان سان اسان نينهن لاتو،
اچا دل ٿي ڌڙڪي، اچا عشق آتو:
اسان قول پاريا، اوهان پي ڪي پاريو!

اوهان پي ويا، جڻ وري ڪونه ايندا،
اڪيلا اڏائڻ، ڪٿي پوءِ ويندا:
اسان لئه ته هائي سچو ڏيهه ڌاريو!

## اچا ڪجهه گهڙي ٿو.

هر ٿيءَ جهڙو سَن—اچا ڪجهه گهولي ٿو!
هر سيو ٿوڙي ٻَن—اچا ڪجهه گهولي ٿو.
ساري ساري رات وئو هو،
ساوڻ هو پي ڪنهن نه ڏنو هو،

جل ٿل ٻـا جـوين-ايا ڪجهه ڳولي ٿو!
هـر هـنـنـڊ ڏاڍا ڦوڪ ڦلاريا،
ڳـاڙهـا ڳـاڙهـا نـيـرا سـاوا،
واءُ چئو ڪـو ٻَن-ايـا ڪجهه ڳولي ٿو!
ٻانڊيڻن مان ڪنهن تـہ چيو هو،
ٻـير ٻرپـنءِ جـو واءُ لڳيو هو،
ايهه، گهڙي پل ڪن-ايا ڪجهه ڳولي ٿو!
ڪانپائيءِ سـان ڦـمـري اڇليو،
ڪير چوي ٻو ڪٿ هو ڏوليو،
ويراڳيءِ جـا سَنءُ-ايا ڪجهه ڳولي ٿو!

## ڏاڍي منزل دور

ڏاڍي منزل دور، او سائين-ڏاڍي منزل دور!
او سائين، ڏاڍي منزل دور!

ڏينهن ٿڪو ۽ سانجهي رات ٻـ آخر روئي پئي،
هلندي هلندي هرڪ آشا آخر هتڙا ڌوئي پئي،
ساڪ ڦـڙي جـا سڏڪا ساري، آئـي ننڊ اکور:
او سائين، ڏاڍي منزل دور!

ڪيئي لڳ لاڳاپا ها جي ٻَر ۾ ٻيهي ڪين سگهيا،
ڪيئي سـاٿـي سـاڻ هليا ۽ آخـر ٻوٿين پير پيا،
هيڪل هاٺي، ترڙي ٿاٺي، منهنجي مَن جـو سُور:
او سائين، ڏاڍي منزل دور!

ڪوجها ڪنڊا، ڪوسي واري، پير اگهاڙا ڪيئن هلن،
ڪوڙا سپنا، ڪوٺيون سوچون، هنڙي ٻاڇا ڪونہ اچن،
هـاءِ حياتي، پلپل تنهنجو ڪـوڙنـو ڪوڙو پُور:
او سائين، ڏاڍي منزل دور!

راتو ڏاڍي، رڃ ٻـہ ڏاڍي، رڃ جا رستا ڏاڍا اوکا،
ساعت ساعت سڏڪي جهڙي دل ٿي دل جا دل سان دوکا،
ٻـر ۾ ڪوئي جـنّ ٿـو وڄنجهي تـار سوا طنبُور:
او سائين، منزل ڏاڍي دور!

هيڪر چاهي، اڳتي هلجي، ٻيهر چاهي ڪانگ اڏائي،
هاڻ تنوارِ نيٺ ته ٽرندو، وارياسي ۾ ٻُور ٻجائي،
ڪنهن ۾ پنهنجي مَن کي ماري، ڪنهن ۾ آ وهلور:
او سائين، منزل ڏاڍي دور!

سائين! هاڻي آهي ڪو جو پره ڦٽي ڪان آٿي اوري،
اونده اونيو آڪيرو جو، تنهن جي تيلي تيلي پوري،
سِر جو سانگو ڪوني لاهي، سوچي پيو منصور:
او سائين، منزل ڏاڍي دور!

# غزل

●

گل گلابيءَ جهڙو ڳهاءُ،
ساڳيو دشمن، ساڳيو واءُ!

پنهنجو خون ڪٽوريءَ جهڙو، جيئن چُنيءَ تي ڇيٽ-ڇناءُ!
ڪاري ڪانَ اَڇايل آهن، سورهيه سائي، اوري ائُ.
ڳالهه ڪلهوڪي وسري ويندئي، سهڻو تنهنجو سهج-سڀاءُ!
تون ئي ڄاڻين، هو ئي ڄاڻي، هاڻي ڪرڻ ڪهڙو تاءُ.
ڏرتي پنهنجي سر تي آهي، توکان ڪهڙو لڪ لڪاءُ.

سوري سيج اسان جي آهي،
سُرڪي لائيج سيندي، ماءُ!

آس

●

پنهنجو پيار ٻڪيٽڙي جهڙو،
پره ڦٽيءَ جو ڦڙڪيون ساري!

آزاديءَ سان آڏري آڏري، ڪنيڙا ڪوهي، ڳهر ڏي ڳهاري!
جسم تڏهن ئي سهڪي سهڪي، سنجها آئي سوچ وهاري.
هيءُ به پنهنجي ٻاڙي اوڙي، ٽڪي ٽڪي سات سنباري.
ٻر جي ڪنون جو ڪانَ لڳو هو، هيڪل ويهي رات گذاري.
ترسي ته ڙهي ڳوڙها ڳاڙي، ساک ٽٽي ۽ سڏڪا ساري.
سائي جيڪر ايندو هوندو، ٻن ڪڙڪي ۽ ٻور ٻجاري.

ٻه وري جي جوڀن ماڻي، آڪاشن ۾ دور نهاري.
تنهن ۾ ڏاڍيان ڏاڍيان ڳائي، آپ کي ڏاري، ٻريت ٻڪاري.
واهيرن سان رات لڙي جي، ٻوءِ ڪجهه سوچي، ٻاڻ آڏاري.
ڄاريون ڳولي، ڪانَ ٻڃائي، ساڳ وري ۽ سور سنڀاري.
پنجي سوچي سوچي پنجي، ساڻي وڃڻو ساڳ وساري.
جيءَ جياپو نيسٽ تہ ايندو، اڪ ٿي ڦڙڪي، ايندو آري.

هام اميدون ڪنهن ٻ نہ ٻرڪيون،
ساڻي ڪونہ سور سنڀاري!





# ”ذوالفقار“ راشدي

ذوالفقار راشدي، سنڌ جي مشهور راشديہ خاندان جو نوجوان شاعر ۽ اديب آهي. ١٠- مارچ ١٩٣٨ع تي پيرڳوٺ (شاهہ جو ڳوٺ)، تعلقي رتيديري ۾ ڄائو. سندس ڏاڏو عبدالحي شاهہ وڏو عالم بزرگ هو. هيئر سندس والد سيد محمد امام شاهہ، پنهنجي گهراڻي جو ستون پڳدار آهي. راشدي صاحب علمي ۽ ادبي ماحول ۾ ڄائو، پڙهيو ۽ وڏو ٿيو آهي. ١٩٤٩ع کان شعر لکڻ شروع ڪيائين. ١٩٥٢ع ۾ پهريون دفعو سندس غزل 'اسان جي منزل' (دادو) ۾ ڇپيو. مطالعہ جو شوق، داستانن جي پڙهڻ سان شروع ٿيو. سنڌي زبان ۾ پنهنجي انفرادي ڪلام، افسانن ۽ مضمونن سان قدر لائق اضافو ڪيو اٿس، ۽ مصروف لکندڙ آهي. ١٩٥٣-٥٤ع ۾، هفتيوار 'ماري' لاڙڪاڻي، ڪجهہ وقت لاءِ ايڊٽ ڪيائين. ١٩٦٠ع ۾، لاڙڪاڻي مان هفتيوار رسالو ”مذهب، انسانيت“ جاري ڪيائين، جو اڳتي هلي بند ڪرڻو پيس. ”مهراڻ“ رسالي ۾ ابتدا کان وٺي، سندس علمي، ادبي، تحقيقي ۽ تاريخي مقالا، ۽ اصلاحي ۽ فڪرانگيز افسانا ۽ تُوڙي شعر و شاعريءَ جا شاهڪار شايع ٿيندا اچن ٿا. سندس ڪلام ۾ رواني ۽ شوخي، دلڪشي ۽ شيريني آهي. جديد شاعريءَ ۾ ڪافي بهترين تجربا ڪيا اٿس.

راشدي صاحب، جديد دؤر جي انهن باڪمال شاعرن ۾ شمار ٿئي ٿو، جن جو 'فن' جامع الاصناف آهي، راشدي جي خيال ۽ حال جي دنيا، زرخيز آهي. پائمال ۾ پائمال خيال کي رنگين لباس پهرائڻ ۾ کيس ڪمال حاصل آهي، هر صنف تي، سندس تجربا، تخليقي ۽

جدت پسند آهن. هن دؤر ۾ راشديءَ پنهنجي انفراديت پسند، فن جي حيثيت سان چوٽيءَ جي شاعرن ۾ شمار ٿئي ٿو. سندس ڪلام ۾ زبان جي صحت ۽ محاوري جي برجستگي موجود آهي. زبان شسته ۽ صاف لکي ٿو. سندس خيالات جي دنيا ۾، عاشقانه ۽ فلسفيانه رنگ جو امتزاج موجود آهي. غزل، نظم، آزاد نظم ۽ گيت تي استادانه قدرت حاصل اٿس. هن دؤر ۾ سندس فن، سنڌي شاعريءَ لاءِ فخر جي قابل به آهي ۽ قابل ستائش اضافو به آهي. هڪ پير ۽ زميندار کان ذوق فن جي تحصيل ۽ خدمت، ڪرامت کان گهٽ نه آهي. — ادارو.

*　　　*　　　*

## غزل



اونداهيءَ جي بند ۾ باندي ننڊ نهوڙيو اوڙو پاڙو،
تڏهين آءٌ اڏيان ٿو ويهي پنهنجي وهمن جو ست ماڙو.

ماندو، موڳو، سڪتو، ڏڪتو، هيڪل هيڪل هرڪو ماڻهو،
آءٌ ته هڪڙو ناهيان تنها ڪوئي جڳ ۾ ناهي جاڙو.

مايوسيءَ ۾ والجهيل آهي اميدن کان هرڪو سينو،
ڪوئي ظاهر ڪين ڪري ٿو دل جو ڪهاڻي خيالن لاڙو.

نيهريءَ جي مهل چوڻ تا پرني ٿڙني ڪنهن کهر ڪي کهيري،
ڏاڍو ساڻهو هشندو آهي، آسودن ساڻهن ڪي ڏاڙو.

آءٌ جڏهن ڀي گيت رچيان ٿو، راڳنهاڻا خواب ڏسان ٿو،
نغمن کي هيسائي لهه ڀهه ٿو پس منظر جو روڄ ۽ راڙو.

مومل - راڻي جهڙا ماڻهو ڪاڪ ڪنارن ڇونڊ پندا پيا،
سانهه ڏين ۽ صديون جهڳن لئي ورهين ۾ هڪڙو ئي ڏهاڙو.



چمڪي چمڪي ويني وسامي هڪڙو پيرو لاٽ،
پنڪي پنڪي پيهي رهندين وري نه ملندءِ واٽ.

پان - مهل جا پهلي پٽاري تنهن جو ڪهڙو خير،
سالجهڙيءَ سان تيز ڇاڻه نه ٿي، جا پنهي نه پو ڪهرڪهاٽ.

اڄ سوڌو خيالن تي آهي آڪريل ڪا تصوير،
صبح سويرو نيڻ نشي ۾، ڏيک ڏين چمڪاٽ.

هيءَ ڀاڻي زهريلو ڳڙلو، ناهي جوڻي شير،
ڪهڙ ڪري وٽي فرهادن جي روحن منجهه آسٽ.

ڪهڙي ندي سانيڍي مانده اوڀر اندر جا؟
ڪهڙي ڪنڌي زور جهليندي ٽٽا جڏهن ڪي ڦاٽ؟

هيءَ سانتيڪي رڃ ٿڪيءَ جي، هوءَ هرڻن جي لوڙجهه،
ڏيا ڏيانئون اکيون آياريون، سا منهن ڪاري ڀٽ.

ڀٽ ڏني، سومل جي ماڙي ڀاتي هڪ پلانگهه،
من اوڪي ڀر ٿيوري پنڌ ۾ ڪرندا ڪين ڪنوات.

اوڙ ۾ انڌير اسان ڪي روڪيندو هڪ وار،
ليڪن پنڌ تہ جاري رهندو وڃ" ڏسيندي وات.



ڪو ازلي محبوب لڪيو منجهه سويري ۾،
آدم جي آڪاڻي جهوني ڪاغذ نيري ۾.
رڻن ڀڳن جو رول نہ، سنبري ساندهه صديون ڪان،
دريا پئو تي مڪ جي ساعت ڪنهن پي ويري ۾.
سورڻ، سيج جا سهج، سڳڻن ۾ ساٿ اڃايا ٿيا،
اڄ بہ سهاڳڻ ڏاڍ چڙهي تي، چرڪي جيري ۾.
ماڀا تي ماٿوءَ جو سودو، ساڳيو راڄا نند ڪري،
ڪاڪ ڪنڌيءَ تي سونهن وڪامي هر ڪنهن ڦيري ۾.
راتين جي چانڊوڪي اکتي سوچون ۾ سوداءُ ڏني،
ڀُرڪي وينئي لوڻ بدن جي ڀيري ڀيرت ۾.
هي السائي احساس جي آگ هميشه لئي،
روشن رکندي لاٽ لکن جي دل جي ديري ۾.
مس ڪيڙيءَ جو زهر چڙهي ويو زنده شاعر تي،
ڪيڪ بہ ڀڄي ڪانءُ ڪهڙي وٽي منهنجي جيري ۾.

سوچ سچ پچ ايئن وٺي، سرتا، سري،
پيند پاھڻ ٿي پوي جيئن ڪا ٻري.

ساھ ڪنڌي ساھ ۾ ڇنڪي پئي، سا سڄي جا جيءَ اندر جيڏا ڪوري،
اڄ اماوس رات جي اندڪار ۾، لات ڪهڙي روح منهنجي ۾ ٻري!
ساھ جي پنهنجي جيان پڙڪي پون، جي ملي مارن ڪي ذهن جي ذري.
ڏيهه ڏاڏاڻي مان نيڪالي ملي، ساھ وينڌو جسم ڏارينءَ ۾ سري.
ڪيئن جيئان، ڪهڙا، سڏون سهنا رڪان، سوچ ۾ چارئي پهر نيوڙيل سري!

●

جيءَ ڇڏيو جهورائي جهوري، ساھ ڪيڏيو تنهائي،
ورهن کان پوءِ مٿس مٿس توکي ياد اسان جي آئي.

سالن کان پوءِ سهڻ سان ھيٺن ڇرڪ پرايئه جا لٺه،
ساڻي ساٿي ساھه سنبل تي چنگ اوھان آچلائي.
ريهه ڪرايئه روح کي، سنڌڙي ساھ کي سڏڪا ڏيارئه،
ڪيڏي ظالم ياد آ تنهنجي رڳ رڳ جنهن تڙپائي.
توسان گڏجڻ جي سڌ هاڻي خام خيالي جنجي،
ڏينهن ٿيا جو توکي ذهن جي اکڙين آس وڃائي.
ڪنهن نه اسان جي سور کي سمجهيو، ڪنهن نه اسان کي چاتو،
ھاڻ سهائي اسان اجائي سانت ۽ سک سرھائي.
روح اوھان جو، راز اوھان جو، پيار، جمال، جواني،
تات اوھان جي، ياد اوھان جي، هرڪا چيز پرائي.
ڳالھ اسان جي، حال اسان جو، ميٺ مڻاج کان خالي،
وقت ڪٽي آ جاڙ اسان سان قسمت ڪٽي ارڏائي.

●

قصو ته عاشقيءَ جو آ مگر وري به ڏٻان سان،
ڪريان ٿو پيش پنهنجي دل کي ذهن جي زبان سان.
اڃا به سوچ جو سڳو ته ساھ سنئون ڳنڍيو اچي،
حنوط هوش ڪين ٿيو حسين داستان سان.

’نه نانءُ آ نباهه جو، نه ڇهڻو آ چاهه جو‘،
ته ڇنڊ ڪهڙي خيال سان رهي ٿو آسمان سان.

اداس روح جو جهان، اُجاڙ دل جون واديون،
سُڃهي ٿو ڪوئي سوجهرو نه ڏيان سان نه گيان سان.

دلين جي واردات کي ڏسو پَسو نه دوستو!
نباهيو، جيئن به ٿي سگهي مگر وري به شان سان.

وڃي ٿو ساهه سانت ۾ ڪَڇُو پُڇو ته سائيو!
مٺان مٺا به جي ٻون، ٻهار جي ٻيان سان!

## نظم

### ورجاءُ

وڃي وڃي، ڏسندي ڀڙندي اندر سان اوهاڪ اڇن ٿا،
جڏهين تنهنجو نانءُ ڪٿي ۽ ماڻهو منهنجو نانءُ وٺن ٿا.

ٻالا ڀولا ماڻهو ڪيڏيون جهونيون ڳالهيون دُهرائن پيا،
هاءِ آهي ويچارا ماڻهو ڏاڍا ڪي معصوم ٿين ٿا!

ٻاجهاريون ۽ پياريون نظرون مون ڏي روز تڪينديون آهن،
سهڻا ماڻهو ڪنهن سهڻيءَ جو سمجهي ڪو همراز ڏسن ٿا.

بس هڪ لنڊڙي آڪاڻي هئي، روحن جي ڪا ڳَڍجاڻي هئي،
چار گهڙيون ڪو دل وندرائي ماڻهو تنهن کي عشق سڏن ٿا.

هي ڪا تازي ڳالهه نه آهي، هاڻي هن ۾ ساءُ نه آهي،
توکان پَهي جا وسري وئي ماڻهو چالڪ ياد رکن ٿا.

ڪاڻي اڄڪلهه اهڙا ماڻهو هن ڌرتيءَ تي جيئرا رهندا،
جن کي ڳڏريل پريت-گهڙين جا ورهن تائين ٻور پون ٿا.

رات جو هرڪو خواب ڏسي ٿو، ڌڙڪي سان ڀاڄي به وڃي ٿو،
ورهه-پراڻي خواب کي ماڻهو هاڻي ڪاٿي ياد رکن ٿا.

منهنجي ڳالهه نه پئي آ مون وٽ ياد يون آهن پيو ڪجهه ناهي،
منهنجو روح رنجائيندڙ پي، مون کي هلپل ياد پون ٿا.

ليڪن ڪوئي سمجهو ماڻهو منهنجي ڪا تقليد ڪندو ڇا؟
منهنجو رستو اوکو آهي، سياڻا سڙڪي لاهه سِکن ٿا.

هونداسين ڪي سودائي پر سارو جڳ سودائي ناهي،
مون پارن لئه چوندا آهن: ’سوداون مان شعر لکن ٿا‘.

سو مان ڪوئي قيس نه آهيان، تون پڻ ڪائي ليليٰ ناهين،
پنهنجي ڪائي صحرا ڪاهي، ماڻهو ڪوڙا قصا گهڙن ٿا.
هاهه آهي ويچارا ماڻهو ڏاڍا ڪي معصوم ٿين ٿا!

## قطعا

(۱)

چشمي ساهي پٿر پٿر، پٿر پٿر ساهه ڏسي،
تڏهين آيس تنهنجي در تي گهر اندر وڻراهه ڏسي.
تون ئي آخر آهين سهارو، اي منهنجا آزاد ضمير؛
توکي ٻاڏايان ٿو، ٻاجهي، سڙ سڙ ڪنڊا ساهه ڏسي.

(۲)

۷ ساقي آهي بصارت اڄ پڻ، آدمخور، جنهين،
پردن جي پويان پڻ تنهنجو ساهي روپ ڏٺو.
دوزخ جهڙي جنت تنهنجي مون کي نامنظور؛
آسائش ۽ عيش کان منهنجو باغي روح رُٺو.

(۳)

ڪشالن جو بدلو، عوض خون جو،
مليو ڇا، مليو ڇا اسان کي وري.
هتي ياد ڪنهن کي نه هئي، خواب ۾؛
هي دنيا، ضميرن جي سوداگري.

(۴)

پُتلو آهي بي سمجهه، انجاڻ طوطو،
ته هڪوار هين جي مٺيءَ لات ۾.
ومارپندو انسان هين دؤر جو؛
ته ڇا فرق آ ڏينهن ۽ رات ۾.

( ٥ )

جڏهن پي کو سينو تاڻي ساهه ڏيڻ لئه سنبري آيو،
قاتل تنهنجو ڪات مُڏو ۽ ٿيو حيرت جهڙي ڳالهه ته چئبي!
خنجر کي ڪڙڪائي ستمگر عاشق جيئڙن کي للڪاري،
روئي روئي ڪنڌ جهڪائڻ غيرت جهڙي ڳالهه ته چئبي!

( ٦ )

جاڻو- هي معصوم فرشتا ڪنپ ٻڪاڻي ويهي رهندا،
ماڻهو مات ۾ رهندي پنهنجي چال ڦراڻي ويهي رهندا.
آوازن تي مهرون ليڪن تڙپڻ ۾ پابند نه آهيو،
پاڻئون چاڻئون ساڪت رهندي ڀاڻ لڄاڻي ويهي رهندا.

( ٧ )

ڪذاريم پرپم - سندر ۾ حياتي،
پرايم پيار آدمذات جي لئي؛
ڦُلبي پنڪي نه آئي ڪولچ ڪاني،
اسان جي ذات ٻاڙي لات جي لئي.

( ٨ )

گونگو پاڻي نه ڳاڙ ليڪن مان،
ڪنهن جي ڪهٽني نه هينئن اڪيلائي؛
چوطرف هي صليب جون سختيون،
مان ڪيئن ڪندي مسيحائي؟





# شيخ عبدالحليم ”جوش“

شيخ عبدالحليم ”جوش“، ١-مارچ ١٩٣٢ع تي ڄائو. سنڌيءَ جي ڪهنه مشق شاعر شيخ عبدالله ’عبد‘ جو فرزند آهي. ادبي ذوق ورثي ۾ مليس. نو آباد ڪراچيءَ جي سنڌي اسڪول ۾ هميشه علمي ادبي سرگرمين رهندو هيس. اسڪول جي تعليم دوران شاعريءَ سان سندس دلچسپي پيدا ٿي. جوش صاحب انهيءَ ماحول ۾ ننڍپڻ ۾ ئي مشاعرا ڏٺا، جن ۾ مخلص، خادم، نياز، مسافر، حقير، احسن، انجم، ڪاظم، نظامي، بيوس ۽ ضيا اڪثر شرڪت ڪندا هئا. انهن علمي ڪچهرين ۾ شاعريءَ تي تنقيد به ڪئي ويندي هئي. ١٩٤٧ع ۾، ڀرپور خاص ۾ پڙهن ڪان پوءِ، ١٩٤٨ع ڌاري ڪراچي موٽي آيو، ۽ سنڌ مسلم سائنس ڪاليج ۾ داخلا ورتائين. ان وقت ’بزم ادب نظامي‘ ۽ ’محفل احباب‘ جي طرحي مشاعرن ۾ باقاعده شعر پڙهڻ شروع ڪيائين. تخيل جي بلنديءَ ۽ استاد شاعرن جي همت افزائيءَ سندس طبيعت کي پوريءَ طرح شاعريءَ ڏي رجوع ڪيو. ان ڪان متاثر ٿي پاڻ سائنس ڇڏي آرٽس پڙهڻ لڳو. شروعات ۾ پنهنجي والد محترم ڪان اصلاح وٺندو رهيو. مضمون نگاريءَ جي ابتدا هفتيوار ’ناخدا‘ ڪان ڪيائين. ان طرح ”نئين زندگيءَ“ ۾ سندس فن ۽ تنقيد جي مختلف مسئلن تي ڪيترائي مضمون ڇپيل آهن. ’جوش‘، بنيادي طور ’غزل‘ جو شاعر آهي. شاعريءَ جي ميدان ۾ نون تجربن ڪي پسنديدگي جي نگاه سان ڏسندو آهي. گذريل ١٦ سالن ڪان شعر لکندو آيو آهي. سندس فن ۾ قلندرانه بيباڪي آهي، سندس تغزل ۾ غزل جا تمام لطيف قدر ۽ معيار سمايل آهن، جن ڪيس سنڌي ادب ۾ نمايان مقام عطا ڪيو آهي. ماحول ۽ زندگيءَ جي مسئلن جي ترجماني، سندس اشاريت ۽ رمزيت ۾ سمايل آهي. جنهن مان سندس فني پختگيءَ ۽ قادرالڪلاميءَ جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. هن وقت محڪمه اطلاعات ڪراچيءَ ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر آهي. ــــ ادارو

# غزل



هي گردش روز و شب جي تنهنجو اندازِ نظر آهي،
خفا آهين تہ شام آهي، جي مرڪين ٿو سحر آهي.
اثر جي آہ سان آهي عداوت، غم نہ ڪر اي دل،
نہ آهن ۾ اثر هو ۽ نہ آهن ۾ اثر آهي.
حقارت سان نہ ڏس انسان ٿي انسان کي هرگز،
پلي مفلس هجي عزت جي لائق هر بشر آهي.
ڪمالِ بندگي ڪان مرتبو اهڙو سليو مون کي،
جتي سجدو ڪريان ٿو بس اتي ئي سنگِ در آهي.
طبيعت مضطرب، دل داغ داغ ۽ چشم خون افشان،
اسان جي حال جي هُن بيخبر کي ڪا خبر آهي.
اسان جي راه ۾ مشڪل مقام آيو تہ ظاهر ٿيو،
ڪهڙي همسفر هئا، پر نہ ڪوئي همسفر آهي.
خدا جو فضل آهي 'جوش' جي احباب سان هرهڪ،
سخنور، صاحب نقد و نظر، اهل هنر آهي.



اسان کي پنهنجي جنون تي جي اعتبار هجي،
خرد تہ پاڻ خطائن تي شرمسار هجي.
دعا گهرو نہ اسان جي ڏکي حياتيءَ لاءِ،
اها جمار بہ ڪهڙي جا مستعار هجي.
ستم نہ ڪر جسو ٿئي آہ ۾ بہ ٿو طوفان،
نہ دل ڏکوءِ ستان لڙڪ ۾ شرار هجي.
خودي وڃائي ڪيو جنهن بہ پاڻ کي هلڪو،
وجود ان جو لڳاهن تي چو نہ بار هجي.
هتي نہ آهي جهنم، هتي نہ آهي بهشت،
پلي تہ ڪنهن کي قيامت جو انتظار هجي.
مشاعري ۾ نہ ٿيو 'جوش' جنهن تي داد نصيب،
اهو غزل ئي ستان منهنجو شاهڪار هجي.

●

حوصلو پنهنجو ايڏو وڏايو اٿم،
تنهنجي رحمت کي ٺٺي آزمايو اٿم.
لڙڪ مان سرڪ پيدا ڪري ٿو سگهان،
پاڻ روئي ٻين کي کلايو اٿم.
صبح لو جو تسم ٿور ڦهلائيندو،
دار تي جيڪو نغمو ڳڏايو اٿم.
آرزو دفن ٿي هر خوشي ختم ٿي،
تنهنجو غم هو سو ان کي بچايو اٿم.
وقت جي جام ۾ حادثا پيي وبس،
ساقيءَ دهر کي آزمايو اٿم.
دل ۾ ٻاريم وري حسرتن جا ڏيا،
هو قتل شهر جنهن کي وسايو اٿم.
ٿي نہ تسڪين ذوق سفر جي اجا،
پاڻ سان رهبرن کي رلايو اٿم.
دشمنن سان بہ اي 'جوش' ٺرڪي مليس،
ڪو خزانو هو جنهن کي لٽايو اٿم.

●

اهو جو دل ۾ خوشيءَ جا ڏيا جلائي ٿو،
سو پاڻ پنهنجي هٿان ٿي فريب کائي ٿو.
نہ گل لڙيا ۽ نہ مکڙين جي منهن تي سرهاڻي،
الائي پاڻ کي ڇو باغبان پڏائي ٿو.
پره ڦٽي تہ ڏٺي سون خدا جي فياضي،
جي هڪ ڏيو ٿو جلائي لکين وسائي ٿو.
خزان، بهار، شفق، صبح، شام، چانڊوڪي،
فريب آهي پيا ڪو صورتون مٽائي ٿو.
اهيءَ جي عشق ۾ سوريءَ کي سيج ٿو سمجهان،
اجا جو سنهنجي وفائن کي آزمائي ٿو.
وفا جي واٽ تي اهنڙو مقام آهي جتي،
غم حبيب تہ وبتر خوشي وڌائي ٿو.

ٿئي ٿي چڻ تہ ڪا راز و نياز جي محفل،
جڏهن هو منهنجي نظر سان نظر ملائي ٿو.
اوهان جي شهر ۾ اهڙو بہ آهي ديوانو،
حليم آهي مگر 'جوش' پڻ سڏائي ٿو.



ڪافر جي ڳالھ ڪر نہ مسلمان جي ڳالھ ڪر،
انسان جو ذڪر، عظمتِ انسان جي ڳالھ ڪر.
مون کي خوشيءَ جي عيش جي راحت جي ڇا خبر،
مون سان الم جي درد جي هجران جي ڳالھ ڪر.
فصلِ بهار ۾ تہ ڪجي ٿو چمن جو سير،
دورِ خزان ۾ ڪا تہ گلستان جي ڳالھ ڪر.
دل کي سڪون مليو تہ مليو روح کي قرار،
مون سان وري تہ زلفِ پريشان جي ڳالھ ڪر.
اهلِ جنون تي طنز ڪرڻ کان اڳي اي دوست،
اهلِ خرد جي تنگيءَ دامان جي ڳالھ ڪر.
منهنجي خراب حال تي ٿي ڪين خنده زن،
مون تي کلي نہ منهنجي گريبان جي ڳالھ ڪر.
اي 'جوش' ناهي منهنجي گناهن جو ڪو شمار،
مون سان وري تہ رحمتِ يزدان جي ڳالھ ڪر.



جذبءِ دل جي تقاضا وڪ وڌائيندا هلو،
پاڻ کي منزل بمنزل آزمائيندا هلو.
وقت منصف آهہ بڌرا ٿو اچا ڪارا ڪري،
شام کي پل صبح جو همسر بڻائيندا هلو.
سوچ تي پهرو، زبان تي ايڏي پابندي هجي،
اهڙي محفل جي چراغن کي وسائيندا هلو.
بيخبر آهي حياتِ نو جي منزل کان اڃا،
خضر کي پڻ همسفر پنهنجو بڻائيندا هلو.
درد سان ئي زندگيءَ ۾ لطف آهي دوستو،
غم ڏئي مون کي خوشي منهنجي وڌائيندا هلو.

ڇو هجي ميخاني جو پابند ذوقِ ميڪشي،
خون کي مئي دل کي پيمانو بڻائيندا هلو.
’جوش‘ کي تصوير جو هڪ رخ نه ڏيکاريو اوهين،
داد جي ڏيو ٿا ته خاميون پڻ پڌائيندا هلو.

●

ستم، ڪيستائين جفا ڪيستائين، | اسان کان به ٿيندي وفا ڪيستائين.
اسين دار کي پنهنجي منزل ٿا سمجهون، | هلي ٿو ڏسون رهنما ڪيستائين.
گلن کي ڏسان مکڙين ڏي نهاريان، | چمن جا اهي ڇهچٽا ڪيستائين.
ملي مرڪ مون کي تڏهن هوش آيو، | غمن جا هئا سلسلا ڪيستائين.
هلڻ سان ٿي وڌيو، وڌڻ سان ٿي رسيو، | اهي پند ۽ پيچرا ڪيستائين.
ڪٿي جام پيو حادثن کي پڪاريان، | وڌي ٿا وڃن حوصلا ڪيستائين.
ٿيو ’جوش‘ ڏرتيءَ تي دوزخ جو منظر، | اجا ساڻ رهندو خدا ڪيستائين.

●

ڪاٿي، طور له آهي هي آهي ميخانو،
هتي ته رند خدا سان ٿو همڪلام ٿئي.
نه سور عشق ۾ باقي له حسن ۾ شوخي،
نظامِ شام و سحر ڇو نه بينظام ٿئي.
اسين خزان ۾ الهيءَ لاءِ باغ ڏي ٿا وڃون،
سڪل پنن ۾ به قدرت جو ٿو پيام ٿئي.
نقاب رخ تان کڄي ٿو وري ڪري ٿو پوي،
ڪڏهن ٿو صبح ٿئي ۽ ڪڏهن ٿي شام ٿئي.
جهڪي نه وقت جي آڏو، ڏکي له ڏاڍ کان جو،
اهوئي پنهنجي زماني جو ٿو امام ٿئي.
لکي لکي ڇو اوهين پنهنجا سور ساريو ٿا،
غمِ حيات جو احساس پل ته عام ٿئي.
پڻ جي لاءِ ڦٽائي جو انڌ پنهنجي ’جوش‘،
نصيب ان کي ستارن جو ٿو مقام ٿئي.

●

درد کي لادوا ڪري ته ڏسان، | عشق جي انتها ڪري ته ڏسان.
ڇو هلان رهنما جي مرضي تي، | پاڻ کي رهنما ڪري ته ڏسان.

تنهنجي بخشش جي مون پڏي تعريف، — مان به ڪائي خطا ڪري ته ڏسان.
زندگي ۽ سڪون جي ڳولا! — تجربو ٿيندو، ها، ڪري ته ڏسان.
منهنجي تعريف تي ٿئي ٿو هو رنج، — پاڻ پنهنجي ڪلا ڪري ته ڏسان.
دل ۾ حسرت ته اضطراب ۾ دل، — دل ڪي بي مدعا ڪري ته ڏسان.
ڪو ته هوندو ضرور منهنجو به دوست، — ڪنهن ڪي درد آشنا ڪري ته ڏسان.
منهنجا ساٿي سمهي پيا شايد، — ڪا نوا ڪا صدا ڪري ته ڏسان.
ميڪدي ۾ پيا ڏهر ۾ هوندو، — 'جوش' جي ڪا پڇا ڪري ته ڏسان.

•

هي عجب شهر جتي ناهي ڪو هڪ ديوانو،
ڪو تماشوئي سرِدار نه آهي يارو.
ڏرتي آهي ته پوءِ چاهي هلو منزل ڏي،
زندگي سايهء ديوار نه آهي يارو.
ڪُوڙ جي ڏوڙ ۾ ڪائي جا ٿُڪر پيا ڳولن،
مالڪن جو ڪو طلبگار نه آهي يارو.
جو سلي سور پٽي ڪي به پريشان ڪجي،
مون ڪي ڪو شڪوهء غمخوار نه آهي يارو.
ابر، ساقي، مي ء گلرنگ، بهاري، مطرب،
اهڙي عالم ۾ ڪو ميخوار نه آهي يارو.
'جوش' جي لاءِ دعائون ٿا گهرون بخشش جون،
هو نه ڪو اهڙو گنهگار نه آهي يارو.

## نظم

(علامہ آء. آء. قاضي جي ياد ۾)

علم جو آفتاب هو، حلم جو ماهتاب هو،
فرد نه پر هو انجمن، باب نه پر ڪتاب هو.
فڪر و نظر جي شهر ۾، هي جنهن جي دم سان زندگي،
روشن خيال پارکو، روشن ضمير فلسفي.
شاه جو نڪته دان هو، شاه جو رازدار هو،
جو هُن تي آشڪار هو، سو هن تي آشڪار هو.

مطلب پرست دور ۾ هو حق پرست ٿي رهيو،
گوشه نشين ڪين هو محوالست ٿي رهيو.

جنهن جو متاع زندگي لوح و قلم جي آبرو،
حُسن بيان جي آرزو، ذوقِ نظر جي جستجو.

اهڙو حڪيم ويو رُسي، اهڙو خطيب ويو لڏي،
جنهن جي وطن کي گهرج هئي، اهڙو اديب ويو لڏي.

وڃڻو هو نيٺ ويو مگر، دلين تي نقش ويو ڇڏي،
ڪيڏي نہ حب سان هو، جامع سنڌ ويو اڏي.

## قطعا

( ١ )

معرفت جو مقام ڏي ساقي،
غيب کان ڪو پيام ڏي ساقي.
بيخوديءَ ۾ خدا سان ڳالهيون ڪريان؛
اڄ تہ ڪو اهڙو جام ڏي ساقي.

( ٢ )

چنگ چَوري نڪو پيچل هاٿي،
اهڙو ڪو ڪونهي جو سير دان ڪري.
حوصلو اهڙو نہ آهي ڪنهن ۾؛
پنهنجي قاتل کي جو مهمان ڪري.

( ٣ )

آسمان تي جو ستارا چمڪيا،
سان تہ الله جو قائل ٿي ويس.
ظلم ٿيندو ڏسي ڌرتيءَ تي اي 'جوش'؛
سان وري ڪفر ڏي مائل ٿي ويس.

( ٤ )

مُرڪ ٽڪريءَ جي ڪسڻ تو چاهين،
گل کان خوشبو بہ جهٽڻ تو چاهين.
ظلم ايڏو تہ نہ ڪر دستِ خزان؛
نرم پوتا بہ پٽڻ تو چاهين.

( ٥ )

تنهنجي هڪ مُرڪ مسيحائي ڪئي،
'قم' چوڻ جي بہ ضرورت نہ رهي.
تو نهاري نشين دنيا بخشي؛
'ڪُن' چوڻ جي تہ ڪا حاجت نہ رهي.

( ٦ )

نفرت پوکي نفرت لُڻندو،
الفت پوکي الفت لُڻندو.
زاهد وٽ ڪو جادو آهي؛
سجدا پوکي جنت لُڻندو!

( ٧ )

پٿر ۾ بُت آهي سمايل،
ساز ۾ نغمو آهي لِڪل.
نقش قلم ۾ آهي ساڻي؛
هر حسرت ۾ آهي غزل.

(٨)

سون جي ڪوٺ مليل تولي تي،
تو تہ انصاف کي نيلام ڪيو.
مفلسيءَ کي تہ سزا ملڻي هئي؛
تو صداقت کي بہ بدنام ڪيو.

(٩)

ڪفر تو جنت تي پهچي زاهد،
تنهنجو ايمان ڪٿي پهتو آهہ!
توکي حيرت تہ ٿئي ڪيئن ٿا اڏن؛
ڏس تہ انسان ڪٿي پهتو آهہ!

(١٠)

ٽڪ کي سهڻن سان اوسائين،
سُنهن جي ڪوجهائي ڪا ويندي.
سُنهن کي ايڏو صاف ڪرين تو؛
مَن جي گدلائي ڪا ويندي!

(١١)

آهي سون لاءِ مقدس تثليث،
شام، ساقي، سٺي گلفام جو جام.
تون ڪڏهن منهنجي ڪليسا ۾ بہ اچ؛
وقت جا پوپ ڪليسا جا امام!

(١٢)

پوک پڄي وڃي تارن جي،
پرهہ ڦٽيءَ لاهارو پيو.
سج وڏيري جان آيو؛
رات جو حق کڙڪائي ويو.

## رباعي

ظاهر نہ ٿيو ڪنهن تي آهو راز آهيان،
پهتو نہ ڪنن تائين سو آواز آهيان،
نغما ٿا لڇن جنهن جي ٽُٽل تارن ۾؛
اي دوست پڇين ٿو تہ اهو ساز آهيان.



# علي محمد "مجروح"

مجروح صاحب هن طرح پنهنجي فن جو تعارف لکيو آهي:

"منهنجي عمر ٿي چاهي جو سوانح لکان، سوانح لکڻ لاءِ ته زندگيءَ جي وسيع تجربن ۽ مشاهدن جو ڪُوڙ جو اپياس ۽ نچوڙ کپرجي، سو ان وٽ ته اهڙي ڪا دوررس نظر به ڪانهي. البته ڪن دوستن کي قريب کان ڏٺو اٿم. سندن خلوص کي آزمائي ڪڏهن فخر مان ڪنڌ اوچو ٿي ويو آهي ته ڪڏهن احساس ندامت کان عرق عرق ٿي ويو آهيان. اهو آهي منهنجو تجربو ۽ اهو آهي منهنجو مشاهدو.

زندگي بي ثبات ۽ عارضي هجڻ سان گڏ غم انگيز به آهي، پر ان جي باوجود عزيز آهي. ڪنهن محبوب جي مرڪ وانگر موهيندڙ ۽ صبح جي اڀرندڙ سج جي پاڪيزه ڪرڻن وانگر اميد ۽ آرزوءَ جي نُور سان پرپور، انهيءَ ڪري زنده به آهيان. بهرحال زندگي هڪ ذريعو آهي، هڪ جذبو آهي، جهڙيءَ طرح جذبي کان سواءِ زندگي مجروح آهي، بلڪل اهڙيءَ طرح زندگيءَ کان سواءِ جذبو غير مجسم ۽ غير محسوس. زندگي ۽ جذبي ٻنهي جي يڪجائي ۽ ميلاپ جو نالو آهي شعر و ادب. انهيءَ ڪري شعر و ادب کي ئي سرمايو سمجهيو اٿم، جي جيترو رهيس ته انهيءَ ۾ وس آهر اضافو ٿيندو رهندو، پر جي مري ويس ته به غم ڪونهي- ادبي پورڊ ته موجود آهي. منهنجي ڪلام جو ضرور تحفظ ڪندو. ان بعد به جي اڇ آمر نه ٿي سگهيس ته نه سهي، گهٽ ۾ گهٽ ڪن دوستن جي الماڙين ۾ ته محفوظ ٿي ويندس. هن کان ڪجهه سال اڳ "مهراڻ جا مالڪ" لاءِ لکيل پنهنجي خاڪي ۾ ڪي تاثرات بيان ڪندي لکيو هئم ته "نئين سنڌ" ۾ سب ايڊيٽريءَ وارو دؤر منهنجي ادبي زندگيءَ جو اهم

ڏؤر هو، پر هاڻي ان ۾ اها ترميم ڪندس ته حيدرآباد ۾ انفرميشن کاتي جي ملازمت جا ڇهه سال منهنجي ادبي زندگيءَ ۾ هڪ خاص مقام رکن ٿا. انهيءَ دوران نون دوستن سان متعارف ٿيڻ سان گڏ، پراڻن رفيقن جي قرب ۽ خلوص جو سزاوار بڻ ٿيس، اڄ به انهن قرب پرين ڪچهرين جي ياد منهنجي زندگيءَ جو عزيز ترين سرمايو آهي.

حيدرآباد وارو زمانو منهنجي شاعريءَ جو بهترين زمانو هو، منهنجو غزل هتي ئي مهراڻ جي مست موجن ۽ ان جي زندگي پرور فضائن سان روشناس ٿيو.

شاعريءَ ۾ غزل منهنجي محبوب صنفِ سخن آهي. ان ڪري ته غزل جي زبان جذبي جي زبان آهي، غزل حسن ۽ عشق جي لطيف جذبن جي ترجمانيءَ سان گڏ دنيا جي هر ڏک ۽ هر غم کي پاڻ ۾ سموئي سگهي ٿو. غزل داخليت ۽ خارجيت جو آئينه دار آهي، غزل ۾ اها وسعت بڻ آهي ته هو هر بدلجندڙ دؤر جو ساٿ ڏئي سگهي، غزل مون کي ان ڪري به عزيز آهي، جو ان ۾ تغزل ۽ ترنم جو دلڪش امتزاج موجود آهي.

هاڻي اهو به عرض ڪرڻو پوندو ته آءٌ ڪير آهيان، ڪنهن جو پٽ آهيان، نه ته هن خاڪي جو پورائو نه ٿي سگهندو. بهرحال منهنجو نالو علي محمد (مجروح) ۽ والد مرحوم جو نالو خير محمد آهي. ذات جو پهنور آهيان. ڪراچيءَ ۾ ڪيئن اچي اڙيس اهو قصو پراڻو به آهي ۽ طويل به. وڏن کان ٻڌو اٿم ته اسان جو ڀڙڏاڏو حاجي دائود ۽ سندس وڏو پاٽ حاجي رمضان روزگار سانگي، سيهڙ سان ڪهي ڪراچيءَ ۾ اچي آباد ٿيا ۽ اتي ئي جنت مڪاني ٿيا. شروع شروع ۾ اسان جي وڏن جو ڪجهه سالن تائين سيهڙ ۾ رهندڙ مائٽن وٽ اچڻ-وڃڻ رهيو، پر پوءِ امتداد زمانه سبب لڳ لاڳاپا ختم ٿيندا ويا ۽ اڄ ته بلڪل معدوم ٿي چڪا آهن، نه آهي اسان کي نه اسان انهن کي سڃاڻون. هن وقت ڪراچي جي سنڌ انڊسٽريل ٽريڊنگ ايسٽيٽس (S. I. T. E) ۾ ملازم آهيان. زندگيءَ جا ٽيتاليهه سال گذري چڪا آهن. باقي مانده حياتي خدا ڄاڻي ڪيئن گذرندي.“ —علي محمد ’مجروح‘

## غزل



اسان قرب جا قول پاري ڇڏيا،
اسان زلف تنهنجا سنواري ڇڏيا.

اوهان دردمندن کان بيزار ٿي، ڪرم جا قربنا وساري ڇڏيا.
اسان غم جي طوفان جي باوجود، ڏيا آرزوئن جا ٻاري ڇڏيا.

اوهان هڪ نظر سان سرانجمن، ڪي ساري چڏيا ڪي جياري چڏيا.
ڪجي ڪهڙو افسوس 'مجروح' جو، زماني ڪئي سهر ماري چڏيا.

●

ها جڏهن سوري سڏبندي دوستو،
عاشقن جي عيد ٿيندي دوستو.

ياس جي ويران راهن تان وري، زندگي مُرڪي سنهندي دوستو.
رات ڪاري قهر واري ئي سهي، رات آهي نيٺ وهندي دوستو.
جي وڄو مشڪل ۾ سڀ اکيون مٽي، سون کي حيرت ڪاڻ ٿيندي دوستو.
هاڻ آهون روڪيو ڪوڙها آکهو، زندگي الزام ڏيندي دوستو.
اڄ ته ڏاڍا وچ پنهنجي واڪا ڪري، ليڪ ڪنهن جو گهر اڏيندي دوستو.

سڀ پيا 'مجروح' کي چريو چون،
اهڙي ڪا بيداد ٿيندي دوستو.

●

هي لڙڪ جي اکين سان پٽي آب وهن ٿا.
هڪ آگ لڳائن ٿا اگر دل ۾ رهن ٿا.

سي گردشِ تقدير کان بيگانا رهن ٿا، جي تنهنجي جفائن جا ستم روز سهن ٿا.
جي تنهنجي محبت ۾ مرن ٿا نه جئن ٿا، هن شهر ۾ ڪي اهڙا به ديوانا رهن ٿا.
پيغام جڏهن تنهنجي نگاهن جا اچن ٿا، ديوانا وڏي دار جو سهنگار ٿين ٿا.
طوفانِ بلا خيز جو نظارو نه ڏس تون، موجن جي آڳل ۾ ته ڪنارا به ٻڏن ٿا.
ڪي سال ٿيا، زخم تنهنجي غم جا چٽي ويا، ير داغ اڃا تائين منهنجي دل جا ڏکن ٿا.

'مجروح' جي برباديءَ جا افسانا ڇڏي ڏي،
تون زنده رهين، اهڙا ستم روز ٿين ٿا.

●

قدم قدم تي نئون روز حادثو آهي،
جني ۾ شاد رهي ڪنهن جو حوصلو آهي.
زمانو جام پيئي، مان جگر جو خون پيان،
عجيب پير مغان جو هي فيصلو آهي.
ڪڏهن ڪڏهن جو نهاري تو ناز مان مُرڪي،
اهو ئي پنهنجي جياپي جو آسرو آهي.

غزل ۾ تنهنجي جوانيءَ جو شوخ رنگ سهي،
مگر هي دل جي حقيقت جو تذڪرو آهي.
اجهو ٿا پهچون ذرا حوصلو رکو يارو،
ديارِ دوست ۾ ٿوروئي فاصلو آهي.
اسان کي ظلمتِ شامِ قفس جو خوف ڪٿي،
اڃا ته انجمنِ دل ۾ سوجهرو آهي.
ستاءِ جيڏو ستائي سگهين ٿو پيرِ فلڪ،
مگر هي ياد رهي سون سان واسطو آهي.
نه سرڪ آهي لبن تي نه لڙڪ اکين ۾،
الائي منهنجي طبيعت کي ڇا ٿيو آهي.
شراب ناهي ته 'مجروح' دل جو خون سهي،
اسان کي گردشِ ساغر سان واسطو آهي.



ستم جيڪي دل تي ٿيا دوستو،
اسان کان ته وسري ويا دوستو.

هي واعظ، هي ناصح، هي شيخِ حرم، سڀئي سرڪجي پيا دوستو.
اگر قصرِ سلطان ۾ ڪو ٻٽ پڪو، اشارا اسان ڏي ٿيا دوستو.
هئا دشتِ غربت ۾ جي همسفر، خدا ڄاڻي ڪيڏانهن ويا دوستو.
سڏيو پل حوادث جي طوفان کي، اڃا کي پرن ٿا ڏيا دوستو.
اسان جي نگاهن سان ٽڪرائجي، ڪي پيمانا ڇلڪي پيا دوستو.
سرِدار پهچي نه پويان ڏسو، وسيلا وڇڙجي ويا دوستو.
زماني سان اکيون ملائي هلو، زمانا بدلجن پيا دوستو.

## قطعا

( ۱ )

گل کان شوخي، ڪليءَ کان سرڪ وٺي،
هڪڙو رنگين غزل تيار ڪيم.
تنهنجي مخمور اکڙين جو قسم؛
تنهنجو نعم البدل تيار ڪيم.

( ٢ )

تنهنجي غم کي وسارڻو ٿو پئي،
گردشن ۾ نهارڻو ٿو پئي.
زندگي خود بخود نٿي گذري؛
زندگي کي گذارڻو ٿو پئي.

( ٣ )

زندگي جي ٻيهر ۽ آهي ڪم،
عشق جي سرمستين جو قافلو.
هڪ قدم توکان رڳو پلئي هٿ؛
اڄ آهو سالن جو آهي فاصلو.

( ٤ )

ڪنهن جي حسرت ۾ مرون ڪنهن جي تمنا ۾ جيون،
ڪو هجي عشق جو انعام ته رسوا ٿيون.
اهلِ دل ڪو ته هجي دادِ وفا جنهن کان وٺي؛
دار تي رقص ڪريون، زهر جو پيمانو پيون.

( ٥ )

ڪهڙي منزل جا اسين آهيون مسافر يارو،
نڪو رهبر نڪو همدم نڪو سامانِ سفر.
دور ٿا دور اميدن جو ٿو چمڪي تارو؛
پر سنان هي پ هجي پنهنجوئي ڪو داغِ جگر.

( ٦ )

هر ڪو فرعون هتي ٻاڻ کي موسيٰ ٿو سڏي،
هر ڪو جلاد هتي دم ٿو مسيحائي جو.
هر ڪو نمرود ٿيو وارثِ گلزار خليل؛
وقت پهتو اچي اي زندگي، رسوائي جو.



# ”تاج“ بلوچ

’تاج‘ بلوچ، هڪ باحوصلہ ۽ جذب انگيز فن جو مالڪ آهي، سندس تخليق ۾ اهي سڀ معيار موجود آهن، جي هڪ بهترين نغزگو شاعر لاءِ لازم چئي سگهجن ٿا. سندس انداز بيان ۾ شوخي، دلبري، بيباڪي، پختگي ۽ برجستگي آهي، جنهن ڪيس وڏي مقام تي پهچايو آهي. سندس ڪلام، هر علمي جريدي ۾ ممتاز جڳهہ حاصل ڪئي آهي. سندس ڪلام جو اجا تائين ڪوبہ مجموعو شايع نہ ٿيو آهي.

پاڻ مختصر تعارف هن طرح اماڻيو اٿس:

”نالو: تاج محمد، جتوئي بلوچ.

تخلص: ’تاج‘ بلوچ.

تعلم: بي. اي.

جنم جي تاريخ: ٦، ٤– ١٩٣٨ع سرڪاري رڪارڊ موجب.

درست: ٢٥- مئي ١٩٤٠ع.

پيدائش: ڪوٽ-سردار محمد مراد خان، بلو، بلوچ، تعلقو ٺروعاقل، ضلعو سکر سنڌ.

ملازمت: سرڪاري ملازمت جي سلسلي ۾ ڪراچيءَ ۾ سڪونت پذير.“ ’تاج‘ فني نقط نگاهہ کان جماليات ۽ خمريات جو شاعر آهي. سندس فن ۾ قديم ۽ جديد خيالات ۽ فن جي آميزش آهي. اردو ادب ۾ ’عدم‘ جي شاعري خمريات ۽ رنگينيءَ جو اڳر شاهڪار آهي تہ پوءِ، سنڌي ادب ۾ ’تاج‘ جو فن ان سلسلي ۾ قابل تحسين اضافو چئي سگهجي ٿو. ننڍن ننڍن بحرن ۾، سندس دل ۾ چپنڊڙ شعر عجيب لطف پيدا ڪن ٿا.

سندس چوڻ موجب:

’تاج‘ پکيڙيا، موتي گوهر! —ادارو

* * *

# گيت

## آئي مند ملهار

ساوڻ آيو برکا برسي،
وڄ بل برتا مرکي مرکي،
ٻهڪيو ٻهڪيو سڀ سنسار،
-آئي مند ملهار.

مڌڪا مڌڪا ٽهڪ ٻڌي ٿيا،
آهون آهون نغما ٿي ٿيا،
هرسو گيتن جي گولجار،
-آئي مند ملهار.

هرڪو سڪڙو مهڪي مهڪي،
ٽانگر وانگيان هردل ٽهڪي،
باتيون، لانيون، ساڪيءِ لار،
-آئي مند ملهار.

سرها سرها غنچا نکريا،
تازا ٿي ٿيا دل جا جذبا،
آئي جواني آئي بهار،
-آئي مند ملهار.

چشمني ٿامي سائي ڌرتي،
مرڪي ٻيٺي دل جي ڀتي،
ٻنهجي مستي مور لڏ سار،
-آئي مند ملهار.

مکڙيون مکڙيون گل گل ٿي ٿيا،
جن جا چهرا شبنم ڌوتا،
وک وک خوشبوءِ جو وهنوار،
-آئي مند ملهار.

# نظم

## مداوا

هيترا شعر لکئي تاج بلوچ!
جن کي شهڪار سخن، سمجهين ٿو.

تنهنجي اشعار طرحدار مگر،     درد ڪنهن جي جو مداوا بہ ڪيو؟
ڪوئي بيمار شفاياب ٿيو،     ڀوري مزدور کي مزدوري ملي؟
فاقہ مستن کي مليو ساني ڳيو،     ڪائي عريان جواني بہ ڍڪي؟
ڪنهن بہ فوٽ-پاٿ جي رهواسيءَ کي،     ڪو رهڻ لاءِ سليو آهہ آجهو؟
رات ڪاري ۾ جي پلجن ٿا گناهہ،     ڇو ڀلا تن کي ٻُنجو آهيو ڪو؟
چئو، ڇڏيو آهہ وڍڻ تنهنجي سماج!     ڪنهن جوان سال تمنا جو گلو.
ڏاڍ جي هانءِ ۾ اڙچي بہ لڳي،     خون جي باهہ تي پاڻي بہ پيو؟
هيترا شعر لکيئي دوست مگر!     درد ڪنهن جي جو مداوا بہ ٿيا؟

# آزاد نظم

## ارادو

جنهن مسيحا جون تڪيندي راهون،
زخم دل جا جي چٽي ويا آهن،
تن کي سوچيان ٿو اڌيڙي ڇڏيان،
پاڻ کي وقفِ مصيبت ڪريان،
پنهنجي اظهار عقيدت خاطر،
هڪ دفعو خوب وري سان تڙپان،
ڇو تہ ورهين کان وريو هُو آهي،
خوش ٿي مون کي هو موٽي نہ وڃي،
هي بہ آهي جو وري ڪين وري،
ڪنهن بہ ڪنهن ريت اهي زخم چٽي ٿي پوندا
هو مسيحا ڪٿي موٽي نہ وڃي،
زخم دل جا جي چٽي ويا آهن،
تن کي سوچيان ٿو اڌيڙي ڇڏيان.

# غزل

●

تاج توکي سدائين ياد ڪري،
تنهنجي رسوائي کان ٿو ڏهل ڏري.

طعن زن آهہ خانہ ويراني،     آءُ هيڪر ڀرين کي ڀير ڀري.
تنهنجو هي درد پڻ عنايت آ،     ڪير اهڙو ڀلا ٿو قرب ڪري.
توکي ڪنهن سان بہ ناهہ ڪا نسبت،     ڀل تہ ڪوئي هزار ڀار مري.

تنهنجي نسرت ۾ ايئن جياهو آ، تيز طوفان ۾ جيئن چراغ ٻري.
وقتِ غربت، عجيب دور آهي، ٿي وڃن ٿا عزيز و يار ٻري.

•

• تنهائي ۾ رنگين منظر،
دل ۾ چبن ٿا غم جا نشتر،

ڪنهن جي مست نظر جو جادو، ڪيئي ڏسان ٿو گهر ڪان ٻي گهر.
رسوائي ۽ ديوانائي، عشق جو منصب، حسن جو مظهر.
گهنڊڙي ڪاڪل، ڪنڊڙي اکيون، سڀ ڪان سُهڻو منهنجو دلبر.
تنهنجي ٿي بدنامي ساري، ورلي ڏسين هيت ٻرپا محشر.
هاڻ ڪرو ٿيو، نيٺ ٻرن ٿا، ڪاڻي آهن سُنهنجا سيهر.
اهلِ سخن، هيئن فرمائن ٿا: "تاج پکيڙيا موتي گوهر."

•

جوت جلي پروانا جاڳيا،
ناز پريا نذرانا جاڳيا.

جيندڙي منهنجي زهر ٿي ٻني، ماضيءَ جا افسانا جاڳيا.
خوشمن جي خاموش آ بستي، دردن جا ويرانا جاڳيا.
ٻرزا ٻرزا ٿيون زنجيرون، رُت بدلي ديوانا جاڳيا.
ياد ڪري سخمور نگاهون، ڪرَ موڙي پيمانا جاڳيا.
ڪڪرن ڪارونڀار ڪي ڏسندي، مستيءَ جا ميخانا جاڳيا.
'تاج' ڪري ويو ايڏا سجدا، بت جاڳيا بتخانا جاڳيا.

## قطعا

### تخليق

ڪيئن ليکان چند ستارن جون ڪهاڻيون،
ڪيئن ليکان مَست بهارن جون ڪهاڻيون.
اڄ جو انسان ڪيي لاءِ تو تڙهي ٿڪي؛
ڪيئن ليکان، ڪيئن نظارن جون ڪهاڻيون.

## عيش

شدّتِ درد کان تڙپان ٿو پيو شام و سحر،
ياد ڪنهن جي ۾ اکين مان پيو ارتو اوتيان.
شل رهي عشق سندءِ پيڙي سدائين ساٿي؛
تُنهنجي صدقي ۾ جوانيءَ جا مزا ٿو ماڻيان.

## خوشطبع

ٽهڪ ڏيئي ٿو کلان، سڀ کي کلايان ويٺو،
مُون محفل جو، ۽ خوشطبع پيو ٿو سڏجان.
دل ۾ جو درد جو آڙاهه ٻري ٿو ٻارو؛
تنهن جو احوال ٻڌايو ته ڀلا ڪنهن کي ڏيان.





# غلام احمد ”بيدم“

بيدم صاحب پنهنجي سوانحعمري ۾ لکي ٿو:

نالو: غلام احمد پٽ امام ڏنو ذات خواجو تخلص 'بيدم'.

ڳوٺ: تلهار تعلقو بدين.

ولادت: سال ۱۹۲۳ع جي وچ ڌاري جائس.

۱۹۲۹ع ۾ سنڌي اسڪول تلهار ۾ پڙهڻ ويٺس. جتان ۱۹۳۷ع ۾ سنڌي ورنيڪيولر فائينل امتحان پاس ڪيم. جيئن ته فائينل جي نصاب ۾ علم عروض جا ڪي سبق جهڙوڪ: بحر، وزن ۽ تقطيع رکيل هئا، انهيءَ ڪري آن ئي سال شعر چوڻ شروع ڪيم.

۱۹۳۸ع ۾ ٽيچاري جي چونڊ ۾ چونڊيس، پر ميڊيڪل سرٽيفڪيٽ ۾ عمر ننڍي ٿي پيئي. خير، ان ۾ به ڪا ڀلائي هئي. ان وقت حيدرآباد ضلعي جي اسڪولن جو ائڊمنسٽريٽو آفيسر جناب فتح محمد صاحب قريشي، بابا مرحوم جو دوست هو. ان جي زور پرڻ تي پنهنجي ننڍي ڀاءُ قلب عليءَ سان گڏجي ۱۹۳۸ع ۾ ٽنڊي باگي جي مير غلام محمد هاءِ اسڪول ۽ مدرسي ۾ داخلا وٺي انگريزي پڙهڻ ويٺس. جتان به ۱۹۴۵ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪيم. ٽنڊي باگي ۾ رهڻ ڪري مرحوم محمد صديق 'مسافر' کان شعر و شاعريءَ ۾ اصلاح وٺندو رهيس. منهنجو پهريون شعر هڪ مسدس بعنوان ”هاريءَ جي زندگي“ ٽنڊي باگي مان نڪرندڙ هفتيوار اخبار ”ڳوٺ سڌار“ جي ۵-جنوري ۱۹۴۰ع واري پرچي ۾ شايع ٿيو. اهو ساڳيو شعر هفتيوار ”چوڏس“ ڪراچيءَ ۾ به ڇپيو هو.

”هاريءَ جي زندگي“ واري مسدس ڇپجڻ تي منهنجا استاد ڏاڍو خوش ٿيا ۽ مون کي پائڻ لڳا. ان کان پوءِ رسالي ”سنڌوءَ“ کي هر مهيني هڪ نظم موڪلڻ لڳس. انهن ڏينهن ۾ سنڌي ادب لاءِ ”مرڪزي صلاحڪار بورڊ“ ڪراچي پاران ”مهراڻ“ ۽ ”جمعيت الشعراءِ سنڌ“

لاڙڪاڻي پاران ”اديب سنڌ“ رسالا لکرڻ شروع ٿيا هئا. اُتي منهنجا شعر انهن ٻنهي رسالن کي موڪليندو هئس. ’مهراڻ‘ جو ان وقت ايڊيٽر مسٽر لالچند امرڏنو مل هو.

ان طرح مولانا سيتائي صاحب ”الوحيد جو هفتيوار ادبي پرچو“ ڪڍڻ شروع ڪيو، ۽ ڪجهه وقت پوءِ حيدرآباد مان ”هلال پاڪستان“ وارن ماهوار ادبي ايڊيشن ڪڍڻ شروع ڪيو. منهنجا شعر ۽ مضمون ٻنهي ۾ شايع ٿيندا هئا.

ان طرح ’ملا مخزن‘ ۽ ’تعليم اخبار‘ ۾ ٻه سالن تائين منهنجو ڪلام شايع ٿيندو رهيو. بهرحال ۱۹۴۰ع کان ۱۹۴۷ع تائين ڪافي شعر لکيم. جنهن ۾ غزل، قصيده، مناقب، مسدس، مخمس، نظم، قطعه، رباعي ۽ مثنوي سڀ اچي وڃن ٿا. ڪجهه اردو شعر سنڌيءَ ۾ ترجمو به ڪيو اٿم. جو ٻه اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيل آهي.“

## نظم

### تون ۽ مان

توکي خدا آهي اعليٰ بنايو،
مون کي خدا آهي ادنيٰ بنايو.
رحمت سان توکي دولت عطا ٿي،
حڪمت سان مون کي غربت عطا ٿي.
ليڪن نه سمجهيو تو راز ان جو،
ڏس هُن جي قدرت اک کول دل جي،
انسان تون پئي انسان مان پئي.

### هاريءَ جي زندگي

اڄ حال هاريءَ جي تي چند لڙڪ ٿو وهايان،
پنهنجي جگر جو درد ۽ ڪجهه سوز ٿو ٻڌايان.
تصوير غمزده جي ساري ٿو اڄ پسايان،
هاري غريب جو هت سڀ حال ٿو سڻايان.

جنهن جي پگهر تي چرخو دنيا سندو هلي ٿو،
تنهن جي ڏسو ته گهر جو ڪر ڪار ڪين چلي ٿو.
صدري پيل بدن تي، ڪوڏر ڪلهي تي آهي،
ڪوڏر هٿي ٻنيءَ ۾ ٻنڙا پيو جو لاهي.

ڏي ٻيت ٻيو سڄي سان ۽ ٻيو ٻگهر وهائي،
کھڙو نه ھو ھنيء کي دلچسپ ٻيو بنائي.
مالي ٻنس جا آندي ڪاڙهي تنيء جو ڪهر ڪان،
ڪنائي ٻيو لسيء سان ٻيا سرج ۽ ٻصر سان.

ٻتو ڪونهي

دل آزاري ھتي دستور ڇو آهي؟ ٻتو ڪونهي.
محبت ڪان هر انسان دور ڇو آهي؟ ٻتو ڪونهي.
زبانن تي حديثون ۽ جبين تي آهن محرابون،
دلين ۾ خبث جو ناسور ڇو آهي؟ ٻتو ڪونهي.
ضرورتمند بي تهذيب، بيشڪ بيوقوف آهن،
مگر ڪرسي نشين مغرور ڇو آهي؟ ٻتو ڪونهي.

سنڌي عورت

ڪٿن ٿا سُڻهن فرشتا ٻي سنڌ عصمت شرافت جو،
۽ ڪن سجدو سنڌ ھوتيء تي اهڙي پارسا آهين.
سنڌ جا سادگي، قربان جنهن تان زيب و زينت سڀ،
شرافت جو لمواو، پيڪر صدق و صفا آهين.
هي بحر زندگي، ڪڙڪا ڪُنن جا ۽ بلائون جت،
آتي ٻيڙي ٻڏي جيڪا، آنهيء جي ناخدا آهين.

## غزل

محفل ۾ خمارن مست ڪيو آت تنهنجو تصور آيو تري،
ماضيء جو زمانو ياد پيو مان لُڇندو رهيس هو لِيڙندي رهيا.
جي وِڇڙي ويا مي ڪٿن نه رئن؟ بيدرد دلين کي ڪهڙي خبر؟
چشمن سان وَهائي لهر گرم، مان رُئندو رهيس هو کِلندي رهيا.
تون سون ڪان جدا مان توڪان الڳ، ڪشتيء ڪان ڪنارو دور ٿيو،
ڪڏو نه ڪري وئين سون تي ستم، مان رڙندو رهيس هو ڏسندي رهيا.

---



# "استاد" بخاري

سيد احمد شاهه 'استاد' بخاري ولد سيد حاجن شاهه، ١٦- جنوري ١٩٣٠ع تي ڳوٺ غلام چانڊيه، ضلعي دادو ۾ ڄائو. سندس وڏا اُچ شريف مان هجرت ڪري سنڌ ۾ سڪونت پذير ٿيا هئا. ١٩٤٤ع ۾ سنڌي فائنل امتحان پاس ڪري ١٩٤٧ع ۾ ملازمت اختيار ڪيائين. ١٩٥٠-٥١ع ۾، مٽياري ٽيچرس ٽريننگ اسڪول ۾ تربيت دوران کيس علمي، ادبي ۽ تعليمي سرگرمين ۾ زور شور سان ڀاڱي وٺڻ جو موقعو مليو. ١٩٦١-٦٢-٦٣ع ۾ مئٽرڪ، انٽر ۽ بي. اي. ڪري ورتائين، ان سان گڏ اديب سنڌي، اديب عالم ۽ اديب فاضل جا امتحان به پاس ڪيائين. ١٩٦٤-٦٥ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان سنڌي ادب ۾ ايم. اي. ٿيو. ١٩٦٧ع ۾ لاڙڪاڻي ڪاليج ۾ سنڌي ليڪچرار مقرر ٿيو. هن وقت گورنمينٽ ڪاليج سانگهڙ ۾ ليڪچرار آهي. "استاد" بخاري، پنهنجي همعصر شاعرن ۾ ٿوري ئي عرصي ۾ وڏو مقام پيدا ڪيو آهي. مختلف اصناف تي، نهايت پختگيءَ ۽ استادانه انداز ۾ طبع آزمائي ڪري، استادن کان داد حاصل ڪري چڪو آهي. پنهنجيون چيل ڪافيون، پاڻ جهونگاريندو به آهي. سندس باقاعده شاعري، ١٩٥٠ع ۾، دادوءَ ۾، انجمن آفتاب ادب جي مشاعرن ۾ شرڪت سان ٿي. انجمن آفتاب ادب، 'بزم طالب المولا' ۽ 'سنڌي ادبي سنگت' ۾ حصي وٺڻ جا موقعا مليا اٿس.

مولانا گرامي صاحب 'مهراڻ'، وسيلي سندس اصلاح ۽ تربيت ۽ ڪلام جي اشاعت ۾ ڪافي حوصله افزائي ڪئي آهي، 'استاد' جو 'فن' سندس خيالات ۽ جذبات جي منتشر دنيا کي سهيڙڻ ۽ سمو هڻ جو هڪ عمدو ذريعو آهي. 'استاد' جي شاعريءَ ۾، هڪ عجيب انفراديت اها آهي

ھنن جا خيال رنگين ۽ اصلاحي آھن. ڪلام تمام گھڻو چيو اٿس، پر اڃا ڪو مجموعو شايع نہ ڪيو اٿس. اميد آھي، تہ مطالعہ ۽ رياض کي جاري رکندو ۽ شاعريءَ کي، شاعريءَ جي فن موجب، تڪميل تي پھچائيندو. اھائي اميد آھي. — ادارو.

## بيت

( ١ )

چانڊوڪي، چاھت، آھن راحت روح جي،
اونداھي، آفت، پيئي پوست ھانوَ تي.

( ٢ )

ٽانڊاٽو ٿي آڳ، اڇين جي ميدان ۾،
شعلو ٻاري شوق جو، پروانو ٿي پڃ،
سن ۾ ٻارج سڃ، ٻا مچن تي مستان ٿي.

( ٣ )

سُوري چاڙھي سَچ، ھاٿي ٿو ھٿڙا ھٿين،
ڪوني متان ڪَچ، ٻيلو ٿوڪي آڳريون.

( ٤ )

گڏ ٿيوڙي غمگين، غمخواري پنھنجي ڪريون،
خوشيون جن وٽ ڪوڙ، سي ڪنھن کي ڏيندا ڪين،
ڪمزورن کي قرباڙو، ڏاڍا ڏين نہ ڏرين،
پنھنجا پور آھين، پين جي پھڪڻ ڪان ٻڌا.

( ٥ )

ڏاڍون وانگر ڏاڍ، مستي ۾ پيپ پيپ ڪرين.
واڪا ٿيندا واڍ، ونگيندو سانءُ وار سان.

( ٦ )

پيڪين تي پيڪيون، ڏين ٿو ڏاڍھا ڏاڍ تون،
ڪڏي ھر ھر ڪاڪڙو، ڊ بچارين ٿو مون،
ھندو سانءُ حق جون، ھيڪر ھڏڙيون،
نيون ناڪيايون، آئيندس انصاف جون.

( ٧ )

ڏڪٽي آھي ڏاڍ کي، ڪاٺل آھن ڪوڙ،
ڪنبٽي آھي قيد کي، قيدي قيد ڪروڙ،
محبت لوھ - مروڙ، ڪانھي ڪا پٽر ملڪ ۾.

( ٨ )

ھوڏي ڪيلڪو ڪنڊ، ھيڏي سڏڪا سنڪيو،
ھوڏي ھلڪيون زندگيون، ھيڏي جنسي جنڊ،
ھوڏي برڪت بخشيون، ھيڏي ڏھ ڏھ ڏنڊ،
ھوڏي سُرڪڻ منڊ، ھيڏي سڪڻ، سوريون.

( ٩ )

ھوڏي باغ بھار، ھيڏي اجڙيل آشيان،
ھوڏي ٽھڪن ٽاريون، ھيڏي ڏمڪن ڏار،
ھوڏي راڳ رباب تي، ھيڏي پيڙ پڪار،
ھوڏي سُرھي سيج ۽ ھيڏي ڪنڊ - ڪنار،
ھوڏي ڪيپ خمار، ھيڏي اڪيون آڳ ۾.

(١٠)

نيند ڪندي نابود ٿيون، جاڳون ٿا جھلجون،
ھلندي رھندو ھيسجون، وڏندي ٿا وڍجون،
چيچرجون ٿا چُپ ڪٽي، ڪُچندي ٿا ڪُسجون،
اڙجو ٿا اڙجون، ھين ڪاريءَ ڪاڏي ڪاڪ ۾.

(١١)

ڏڪيا ڏو ھيڙا، ڏيندي ڏيندي ڏينھن ٿيو،
مارن ٿا ماحول جا، ڪارا ڪو ھيڙا،
پھر - سَوا پيڙا، ھو سُڪ جو ٿيندو سوجھرو.

(١٢)

ڪڪر ڪاروڻيار ٿي، آيا اوسيڙا،
وسندو آ جيئن وڏ ڦڙو، تيئن ٻلٽي پيڙا،
'استاد' اوچيڙا، اڄ نہ ٿيا، ٿيندا سُپان.

(١٣)

ڪيھڙن تي آھن ڪنجون، ريھڙن تي آ روڪ،
سُرڪڻ تي سيھڙا سان، ٽھڪڻ متان ٽوڪ،
آڏو نيزي نوڪ، پويان پالا پڙچيون.

(١٤)

پيتن کي ! اڪ، سالن ڪان ڪنھن سمجھ جي،
ڪوڪو قدر ڪرين ٿو، ڪانہ پري تن ڪُڪ،
جنھن کي ٽني ڪا جُڪ، سو سانڍي تن کي ساھ ۾.

## دوها

شُڪر، ملِيسين روهه - رَلي ۽ توڙ- تَنِي تقدير،
ساٿ ٿيسين، سوچ پِري ۽ پڙهه ڪي تدبير.

غم نہ هجي ها، ڪير ٿئي ها، غمخوار ۽ غمتار،
جي نہ جاون ها، ڪنهن کي چئون ها، دلدار ۽ مٺار.

بانس ڪري ٿو بينل پاڻي، دنيا آ درياءُ،
چوليون ڏيندا، ايندا رهندا، فڪر لوان تازا.

ناصح تنهنجا نڪتا، گفتا، جڻ هيرا آهن،
جن کي ڪانڻ لڌ ڪجهه ڪنهن، ڏين ذري ڪائين.

بازارن ۾ ميڪو سورهيه، تلوارن ۾ ڪو،
توڙي آبتو، توڙي سُبتو، دودو آ دودو.

ماضيءَ جي ڏينن کي ڏسجي هيئان آ اونداهُه،
مستقبل جي بجلي ۾ آ انتم جو آڙاهُه.

ڪو ٻوڙي پيو، ڪو ڦٽڪي پيو، ڪو پيئو سهڪي،
وه ڙي وا ناڻي جا ٽاڪ، ڪو وينو ٿهڪي.

جسم ۽ روح جي جهنجهٽ ۾ آ ساهه سڄو سوگهو،
هيڏهن دنيا، هوڏهن عقبيٰ، ڪونهي ڪو لوگهو.

ڪنهن بہ طريقي، ڪنهن بہ سليقي، انسان ٿئي انسان،
پنهنجو هي اسلام ٿي آهي، پنهنجو هي ايمان.

## وائي

لڙڪ لڙي پيا هين،
لڙڪ لڙي پيا هين.

شاعر! سوچ، تصوُّر، سپنا، - رات لڙي هوندي!
لڙڪ لڙي پيا هين.

ڪنهن نہ شڪاريءَ، ڪا نہ ٻُڪاري، - ڪونج ڪڙي هوندي!
لڙڪ لڙي پيا هين.

ڪنهن ڪونيءَ ۾ ڪنهن جهُوپي جي، - سام سَڙي هوندي!
لڙڪ لڙي پيا هين.

کنهن ٻاهيءَ جي ٻيرن ٻوندي، - راهَ رڙي هوندي!
لڙڪ لڙي پيا هين.
کنهن جي در تي داتا دانا، - ڏمُ ڏڙي هوندي!
لڙڪ لڙي پيا هين.
کنهن هيڻي جي کنهن ڏاڍي ۾، - آس اڙي هوندي!
لڙڪ لڙي پيا هين.
کنهن جي محنت، کنهن جي محبت، - ڏوهه ڏڙي هوندي!
لڙڪ لڙي پيا هين.
کنهن ڳاسون جي پيالي ۾ ٻنيءَ، - زهر ڳڙي هوندي!
لڙڪ لڙي پيا هين.
کنهن چاري تي چُونگاريندي، - چاهه چڙي هولدي!
لڙڪ لڙي پيا هين.
کهڙي جاءِ تہ کنهن گهايل لنئي، - موت گهڙي هوندي!
لڙڪ لڙي پيا هين.
کنهن ديسيءَ جي پرديسيءَ سان، - جان جڙي هولدي!
لڙڪ لڙي پيا هين.
کنهن جي قسمت ’استاد‘ اهڙي، - توڙ تڙي هوندي!
لڙڪ لڙي پيا هين.

## ڪافي

*

تنهنجي ديد هُجي، مون لئہ عيد هُجي،
اهڙي منهنجي ڪشتي، تقدير ميئا.
تنهنجي واڳ وري، منهنجو ڀاڳ وري،
اهڙي ڪير ڪري، تدبير ميئا.

تنوان جيڪو ڪيم، واهار صنم،
تنهنجي سير جو قسم، تنهن ۾ خوب ڪنيم.
پنهنجو ساهہ ڏنم، توکان ساءُ سليم،
مون کي جڙ تہ ميلي، جاگير ميئا.

توسان رمز رکڻ، تنهنجو چاهه چکڻ،
آهي جن تي سجڻ، ساڪيءَ سان سکڻ،
تنهنجي اک هڻ-کڻ، تنهنجي منهن ۾ من،
تنهنجي صحبت چڻ، اڪسير مٺا.

تنهنجو پيار مٺو، تنهنجو ٻيار مٺو،
چپا سينگار مٺو، ديدار مٺو،
ڏاڍو پيار مٺو، تارون تار مٺو،
اهڙو ناهه مٺو، ڪنهن ڪير مٺا.

ڪنين سوز-سڙيا، 'اُستاد' اڙيا،
تنهنجي ترب ڪڙيا، ڪٿي ڪين لڙيا،
تنهنجي راهه رڙيا، ڪٿين پير پڙهيا،
تنهنجي ايش ايا، مهمير مٺا.

## گيت

گج گج-گج گج گوڙ، او بادل، گج گج-گج گج گوڙ!

پيج پٽاڻي، پيج قلندر، جوڙيو سنڌ جي جوڙ، او بادل،
گج گج-گج گج گوڙ.

لاڙ، سري، وچ، ڪاڇي تي وس، ٿر ۾ ڪوڏي-ڀوڙ، او بادل،
گج گج-گج گج گوڙ.

توکي سارن ماڇي، مهاڻا، رند، پُنا، رانوڙ، او بادل،
گج گج-گج گج گوڙ.

سچ ٿو سازي، ڌرتي ٿامون، لٺن لٺن تنهنجي لوڙ، او بادل،
گج گج-گج گج گوڙ.

ڍهڙي گهُٽ ۾ ٻوسٽ ۾ ٿيا، ننڍڙا وڏڙا نوڙ، او بادل،
گج گج-گج گج گوڙ.

هي جو هوا ۾ خاموشي آهه، سا ته ٽهڪي ٽوڙ، او بادل،
گج گج-گج گج گوڙ.

ساوڪ، ساهين کي سڪرائون، تڪڙو تڪڙو ڊوڙ، او بادل،
ڪج ڪج - ڪج ڪج ڪوڙ.

ڪڪري ڪڪري، ٻڌاءِ ٻڌاءِ، ڪڏهن ٿيندؤ ڪوڙ، او بادل،
ڪج ڪج - ڪج ڪج ڪوڙ.

ڪوڙون ڪهڙيون پيشڪويون، پهچندي ٻنڌ اروڙ، او بادل،
ڪج ڪج - ڪج ڪج ڪوڙ.

بيشڪ هي 'استاد بخاري'، ٿاهينڌ ڪيت پلوڙ، او بادل،
ڪج ڪج - ڪج ڪج ڪوڙ.

## نظم

ڪا سون - ورني، مه جبين، جيڏي جوان تيڏي حسين،
ڳل ڳاڙهڙا، اک سُرمگين، جڻ حور آئي بر زمين،
هر ڳالهه وڻندڙ، دلنشين، هر وصف وه وا، بهترين:
ڪٿ پي ڪٿي ايندي نظر، ڪجهه پي هجي وڻندي مگر.
سنهڙي، سنئين، ٿاهوڪڙي، ٿلهندي اچي جڻ ڊيلڙي،
ڪرڪي ته جڻ ڪا ڪونجڙي، مطلب ته بس معصومڙي:
ڪٿ پي ڪٿي ايندي نظر، ڪجهه پي هجي وڻندي مگر.
وڻندي به آ اهڙي طرح، بس هوبهو جهڙي طرح،
ساوڻ جو سچ اپرڻ مهل.

ساوڻ جو سچ اپرڻ مهل: جڻ انب ٽپڪي جو ڦڪل،
يا ٿارلڪي آپ ۾ ڪتل، يا ڪنهن جو هٿ مينديءَ رتل،
يا ڪنوار پينگهي ۾ ستل، يا کهوٽ ڪو ريتو پتل،
يا نور ۾ چهرو ٻڏل، يا مظهر نور ازل:
وڻندي به آ اهڙي طرح، بس هوبهو جهڙي طرح.
ساوڻ جو سچ اپرڻ مهل.

ساوڻ جو سچ اپرڻ مهل: سُنهن هورڙي ڪيندو وڃي،
محجوب جانءِ ڏسندو وڃي، جذبات ڪان ڏڪندو وڃي،

تڪميل ڏي وڌندو وڃي، اهڙو تہ بس وڌندو وڃي،
جو هاڻ ۾ وهندو وڃي: وڌندي بہ آ اهڙي طرح،
بس هوبهو جهڙي طرح،
سانوڻ جو سچ" ايرڻ مهل.

هي سون-ورني، مہ جبين، جيڏي جوان تيڏي حسين،
آ قوم جي نئين زندگي. هي قوم جي نئين زندگي:
عزم ۽ يقين جي روشني، علم ۽ عمل جي رهبري،
شاهہ ۽ گدا جي بهتري، دنيا سڄي جي دوستي،
امن ۽ امان، آسودگي، محنت، محبت ۽ خوشي،
هي قوم جي نئين زندگي: وڌندي بہ آ اهڙيءَ طرح،
بس هوبهو جهڙي طرح،
سانوڻ جو سچ" ايرڻ مهل.

## غزل

•

صُحبت تنهنجي ڪنهن ۽ ڪير،
توتان صدقي ساهہ سرير.

توسان ڪڏ چاندوڪي چاندي، توريءَ ڪِرڻو ڪِرڻو تير.
پيارا ماڻهو پيرَ اسان جا، تون پيرن جو آهين پيرُ.
پنهنجي سر جو تون ئي سائين، پاڻ نہ ڄاڻون ٽير مٽير.
پياسي دل کي پياريون ويڻا، پنهنجي نيڻن وارو نير.
ڪَٿَ، جان' توکي ڦُريو رهبو، تون تہ قطب جان' ٿانءِ ڪير.
رات رهي ڪر روح رهاڻ، ڳالهين جو هان مان بہ ڳهير.
پاڻ حقير، فقير ئي آهيون، 'استاد'، آهي عشق امير.

•

ڪالهہ ڪٿيسين هيتناڪ،
اڄ بہ وڃائي ڇڏيا واڪ.
آهي سرهم جي اميد، يا تہ 'سپائي' ڇڪندا چاڪ.
پل پل ڪوڙيون: گهڙيون-گهڙيون، فڪر، تخيل-بني رولاڪ:

ماڻهو مٽيءَ جو پتلو پر، ڪا ڪا خوشبو واري خاڪ.
شفق جهڙا پيئندا جام، صبح ۽ سانجهيءَ جا هيراڪ.
ڇو ٿو روئين بادل يار! بجلي تو وٽ آ بيباڪ.
منهنجي جذبن کي نه نه ڇيڙ، جاڳن جي چنا چيڙاڪ!
غاصب ٿيندا رهندا غرق، ٽُر جا ونڊا ساڳيا ٽاڪ.
شملو آهي شاعر، شعر، باقي 'استاد' آهي ساڪ.



ڪير ٻڌي پنهنجا پيغام!
ڪير پئي امرت جا جام!

ڪير ڪري هڪ سوري پاس، ڪير وٺي سڀ جڳ انعام!
ڪير ڪري موُن سان پرواز! ڪير ڇني وهمن جا دام!
ڪير مٽيندو زنده نام! موت هٿان ٿو توسان هام!
عشق ڪڏهن مرندو ناهي، حسن ڪري ويندو انجام.
وقت جي پار کي ڇا ماپيندا، ٿو ويا ٻئي صبح ۽ شام.
ڪوڙ دلاور ٿي ويا ڏوڙ، ڏوڙ، ڏمان-ڏم ساڳي ڏام!
دور بشر جي منزل آهي، چنڊ اچا آ پهرين گام.
فڪر، تخيّل: عرش عظيم، شعر ٿئين 'استاد' الهام.

## قطعا

(١)

پٽون تپي پڙڪا ڏئي،
آسمان ڏي ٿو ڏسان.
آسمان دڙڪا ڏئي؛
ٿو وري ڌرتي تڪيان.

(٢)

ڪوششون بيزار ٿين،
قسمتن ڏي ٿو ڏسان.
قسمتون بيڪار ٿين؛
ٿو وري ڪوشش ڪريان.

(٣)

آدمي ڏک ٿا ڏين،
ٿو فرشتن ڏي ڏسان.
پر فرشتا چپ رهن؛
ٿو وري انسان سڏيان.

(٤)

رات آئي قبر تي،
ڏينهن ڏي نظرون کڻان.
ڏينهن آيو حشر تي؛
يا الاهي، الامان!

( ٥ )

جهل جي اونداهه کي،
ڏينهن ٿي ڏسڻو هيو.
ظلم جي آڙاهه کي؛
ميڻهن ٿي ميلڻو هيو.

( ٦ )

زهر تي وٺي زندگي،
نيڪ آ، ترياق ٿيو!
بس جي وٺي دنيا کري؛
صاحبِ اخلاق ٿيو!

( ٧ )

روشني جي واسطي،
راه تي ٻهڪي ٻرو!
زندگيءَ جي واسطي؛
دار تي ٽهڪي مرو!

( ٨ )

جي ستمگر، آسمان،
عزم پنهنجو عرش آهه.
جي شفيق ۽ مهربان؛
ديد پنهنجي فرش آهه.





# "انور" هالائي

محمد شفيع ولد احمد خان ابڙو، المعروف 'انور' هالائي، تاريخ ١١- ڊسمبر ١٩٢٥ع تي هالا ضلعي حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. پنهنجي گهراڻي جي علمي، ادبي ماحول سبب ننڍپڻ کان ئي منجهس سخن ۽ ادب جو شوق هوندو هو. شاهه عبداللطيف ڀٽائي جو همعصر شاعر، ميون عيسو هالائي، 'انور' هالائي جو جد امجد هو. ١٤ ورهين جي عمر ۾ ڪچو-ڦڪو شعر چوڻ لڳو. ان وقت هالا ۾ انجمن علم و ادب طرفان ادبي سرگرمين جي ڪري، 'انور' جي ذوق ۾ اضافو ٿيندو رهيو. لاڙڪاڻي مان نڪرندڙ ماهوار رسالي "اديب سنڌ" جي مطالعه پڻ کيس گهڻي قدر مدد ڏني، ۽ رسالي جي طرحي مشاعرن ۾ مڪمل طور حصو وٺندو رهيو. سندس پهريون نظم بعنوان "شاعر" فيبروري ١٩٤٢ع ۾، رسالي "اديب سنڌ" ۾ شايع ٿيو. سال ١٩٤٥ع کان 'انجمن علم و ادب' جو سيڪريٽري مقرر ٿيو، ۽ انجمن جي زير اهتمام، هڪ "آل سنڌ ادبي ڪانفرنس" ١٩٤٦ع ۾ هالا ۾ منعقد ڪرائڻ ۾، حضرت 'طالب المولیٰ' جي سرپرستيءَ ۾، 'انور' هالائي وڏو حصو ورتو. هالا جي تاريخ ۾ سنڌي ادبي ڪانفرنس ڪوٺائڻ جو اهو پهريون مثال ٿيو. هالا جي پختہ قلم ۽ استادالشعراء مرحوم 'اختر' هالائيءَ جي شاگرديءَ ۾ سندس شاعرانہ رنگ نمايان ٿيڻ لڳو. 'انور' هالائي جي ڪوشش سان، حضرت طالب المولیٰ جي سرپرستي هيٺ هالا مان ماهنامہ "فردوس" رسالو نومبر ١٩٥٠ع کان جاري ٿيو. "فردوس" دوران، سنڌ جي اڄوڪن مشهور شاعرن جو تعارف ڪرايو ويو هو.

١٩٥٣ع ۾ 'انور' هالائي جو هڪ سماجي ناول "آواره"، فيروز پبليڪيشنس هالا طرفان شايع ٿيو، جنهن جي مقبوليت جو اندازو ان مان ئي لڳائي سگهجي ٿو، جو هڪ سال کان به گهٽ عرصي اندر اهو ناول ختم ٿي ويو، ۽ اڄ به "آواره" نادر ترين ڪتابن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو. ١٩٥٠ع کان ١٩٦٠ع وارو دؤر 'انور' هالائيءَ جي غزليات واري شاعريءَ

جو هو. جنهن ۾ مختلف صنفن تحت غزل ۾ نوان نوان تجربا ڪيائين ۽ ساڳئي وقت چڱا موچارا افسانا ۽ ادبي مضامين پڻ لکڻ لڳو. سال ۱۹۵۴ع کان 'انور' هالائي، رفيق ويلفيئر ائسوسئيشن، جو ميمبر ٿيو. سال ۱۹۶۰ع ۾ پروفيسر محبوب علي چنا، پرنسپال سروري اسلامي ڪاليج هالا، کيس 'انجمن فروغِ ادب' جو معاون ڪري کنيو. ساڳين انجمن نون ذهنن تي مشتمل آهي جا اڄ هالا جي ادبي جماعتن ۾ نهايت سڌي ۽ سرگرم جماعت آهي. ۱۹۶۴ع کان انور هالائي جي رٿا مطابق، هڪ نئين اداره "الخالق ادبي اداره" جو بنياد پيو جو اڄ تائين قائم آهي.

انور هالائي، طالب المولي اورينٽل ڪاليج هالا ۾ سال ۱۹۶۵-۶۶ع ۾ ليڪچرار پڻ رهي چڪو آهي. سندس شاعرانه فڪر ۾ قديم ۽ جديد نظريات جو امتزاج آهي. هن جي راءِ آهي ته ترقي ڏانهن قدم وڌائڻ لاءِ مشڪلاتن جا پهاڙ فتح ڪرڻ ضروري آهن. "سنياسي ادبي سنگت هالا" سان سندس تعاون سال ۱۹۶۳ع کان اڄ تائين رهندو اچي ٿو. تازو سال ۱۹۶۸ع ۾ محترم سوز ابڙي جي تعاون سان هڪ تنقيدي ڪتاب "پرچن شال پنوار" لکيو اٿس جو لطيفي ادب جي سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي. هالا شهر خواه آسپاس جي ڪيترن ئي سنن سٺن شاعرن وقتاً فوقتاً ڪانئس اصلاح ورتي آهي. هو روزانه 'لواءِ سنڌ' جي ادبي صفحي جو انچارج رهي چڪو آهي. هن وقت "عزيز نيوز ايجنسي ۽ بوڪ سيلر هالا" جو مالڪ آهي.

سندس ڪيترائي اشعار ۽ مضامين سنڌ جي مشهور رسالن ماهي مهراڻ، نئين زندگي، روح رهاڻ ۽ بادل کان سواءِ روزانه عبرت، لواءِ سنڌ ۽ مهراڻ ۾ شايع ٿيندا رهن ٿا. سندس ڪيترائي نظم ۽ افسانا، حيدرآباد جي اردو رسالي "نئين قدرين" ۾ ترجمو ٿي چڪا آهن.

— غلام هالائي

## غزل



اي زاهدِ شب خيز تون ميخوار ٿين ڏي،
ساقيءَ جي هڪ ئي سرڪ سان سرشار ٿين ڏي.

بي رنج و مشقت لهه ملي گنجِ مسرّت،
اي سوزِ درون غم جو خريدار ٿين ڏي.

جنهن عشق جي تلوار سان غيرن جو ٿئي قتل،
اي قوّتِ تقدير سا تلوار ٿين ڏي.

قاصد جا پڄا آئي سکهي تنهنجي ادب کي،
اي عشق تون خود قوّتِ گفتار ٿين ڏي.

اي بختِ زبون تنهنجي عداوت جيئي نه پروا،
من! يار جي دربار ۾ بيمار ٿيڻ ڏي.

اندازِ تصوّر ۾ اٿم يار جو انجام،
ظلمت ڪدهٔ دل کي پُر 'انوار' ٿين ڏي.

•

هاءِ حياتي! درد جي بجلي غم جا بادل ڏک جا ڇاپا،
تن من جي سون بازي لڳائي، آشا وڇڙي آئي نراشا.

گلشن گلشن صحرا صحرا ڦٽڪي ڦٽڪي چين نه پاتم،
وچڙيل ان جنن واءُ ۾ ونجي، نيٺ ٿئي تون خاڪ جا ذرڙا.

پيار اجايو ساهه سڪائي، لوساتي تو جسم جوالي،
ٿڪي ٿڪي سور سهايم اف نه چيم جنهن دکڙا آيا.

ولڙ جي گل جان ڀاڻ وڃائي پيار جو نالو روشن ڪريان،
ڪيئن پلڪ پئي آس اندر جي نيٺ ٿئي پيا دل جا ڏاڍا.

دشمن بنجي پنهنجا آيا جوت جي اڳني آهه اجهائي،
سون لڪ آهي رات اڌاري ڪٿ ٿيا چمڪن چند ستارا.

تنهنجي خاطر ’انور‘ آخر پوڄاري آ تنهنجو پيو،
ماٺ ڪرين، چو ڪين ڪڇين تو ڪا نه سخا ڪر دل جا داتا.

## قطعا

(١)

هي مقتلگاهه هي گردن اوهان جي لطف جا طالب،
پياسو دستِ جانان خنجرِ قاتل اداس آهي.
سخيءَ جي ايرخي اڄ انتها درجي تي پهتي آ؛
درِ داتا تي هي منت ڪش سائل اداس آهي.

(٢)

خودي هي سنهنجي نه منصور جئن ٿي مات سگهي،
متائي پاڻ کي دارو رسن سان پيار ڪيم.
ڪمال منهنجي وفا جو ته ڏس خدا جو قسم؛
جفا شعار جي آهن، انهن سان پيار ڪيم.

(٣)

سڪون مون کي ملي ها جي نه بتخاني جي پوڄا ۾،
خدا سمجهي بتِ بي پير کي ڪٿي سر جهڪايان ها.
گريبان جون ڏسي ليڙون چو آيو رحم اڄ تو کي؛
اڃا ديوانگي پنهنجي چڏين ها آزمايان ها.

(۴)

مون بتخاني ۾ جنهن دم ٻير ٻاتو اي بت ڪافر،
سندم ايمان ان دم ئي ويو ايمان سان لٽجي.
خزان جو خوف ڪريان مان ڀلا ڪهڙو بهارِ دل؛
بهارن ۾ ئي منهنجو آ جڏهن ويو آشيان لٽجي.

(۵)

ڪين ڏي دڙڪا جدائيءَ جا محبت ۾ صنم،
بيمار ۾ هي دل اڃا آ لوگرفتارن منجهان.
زندگي شام و سحر جي فڪر ۾ گذري ٿي؛
پر نه مون اميد لاٿي زلف و رخسارن منجهان.

(٦)

صبر جي چهري تي غيرت جو جلال،
ڪين آهي جو ڪُڇي ڪافر ٿئي.
موت سٺو زندگي سهڻي ڏٺم؛
بخت ڪنهن جو هٿن لا شل بدتر ٿئي.

(٧)

صبح جي ڳاڙهي ڪڪر جو ڏوڪي سنهن،
سنهنجي اوجاڳيل اکين ۾ تون نهار.
صبر جي ٿي ماندگي ڪانهن اچي؛
قلب جي بيچارگي ۾ اضطرار.

(٨)

تڏهن دشمن به ڪليا اچ، ۽ پنهنجن پڻ هنيا طعنا،
جڏهن ديدار لئه دل کي تماشائي ڪري ويٺس.
مون پٿر کي خدا سمجهي رکيو سر پنهنجو سجدي ۾؛
اجايو غير اڳيان پنهنجي کهتائي ڪري ويٺس.

(٩)

همت وڃائي پنهنجي نه بدنام ڪر وفا،
هل بيقرار جاده منزل قريب آ.
ڪوشش ڪيان ٿو ڪيڏي مگر ڪامياب ناهه؛
مشڪل اهو نه آهه جو مشڪل قريب آهه.

---

# ”نديم“ انصاري

نديم انصاري، پنهنجي خود نوشت سوانح هن طرح بيان ڪئي آهي.

نالو: ولي محمد، والد صاحب جو اسم شريف محمد بچل انصاري.

ساڪن: ڳوٺ موري، ضلعو خيرپور.

ولادت: اسڪول جي رڪارڊ موجب ٨- ڊسمبر ١٩٢٧ع. ڪلام مجيد جي تعليم پنهنجي والده محترمه کان حاصل ڪيم. ان بعد ڳوٺ جي پرائمري اسڪول ۾ ولي صفت ۽ فرشته سيرت استاد مرحوم شمس الدين مهر جي زيرسايه ابتدائي پرائمري تعليم حاصل ڪيم. ان کان پوءِ ١٩٣٩ع ۾ ناز هاءِ اسڪول ۾ انگريزي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ خيرپور ويس. والد صاحب جي وفات جي سبب تعليم اڌ ۾ ڇڏي گهرو ذميواريون سنڀاليم. ٻارهن سال زماني جي گردش جي چڪيءَ ۾ پيسبو رهيس ۽ مزوريءَ جي ذريعي پنهنجي ۽ عيال جي ضروريات زندگيءَ لاءِ پيچ-ڊڪ ڪندو رهيس. ١٩٥٤ع کان وري نئين سر تعليمي مشغلو جاري ڪيم. هن وقت بفضله تعاليٰ ايم. اي. ۽ ايم. ايڊ. تائين تعليم حاصل ڪئي اٿم ۽ هاءِ اسڪول ٻريالوءَ ۾ معلمي جون خدمتون انجام ڏيئي رهيو آهيان.

شاعريءَ جو شوق مون کي گويا ورثي ۾ مليل آهي. منهنجو والد محترم هڪ ٻرڪو ڪافي گو شاعر هو، ۽ منهنجو وڏو ڀاءُ ۽ واحد بخش به هڪ سٺو شاعر هو. تنهنڪري مون کي به سن شعور کان شعر پڙهڻ ۽ سمجهڻ جو شوق هوندو هو. منهنجي باقاعدي شاعري حضرت سليم ڳاڙهوي جي نظر عنايت ۽ پرائثر مجلسن ۽ مشورن جو نتيجو آهي ۽ اهيءَ کان ئي اصلاح وٺندي موجوده ڪنچي-ڦڪي شعر لکڻ جو استعداد حاصل ڪيو اٿم، انهيءَ جي زيرنظر ۽ سرپرستيءَ هيٺ ’بزم سليم‘ جو بنياد موريءَ ۾ رکيو ويو، جتي ماهوار باقاعدي مشاعرا ٿيندا رهيا ۽ انهن مشاعرن ڪيترا ڀيا شاعر به پيدا ڪيا. جناب ’خادم‘ رفيقوي،

جناب مہر سوانگي، جناب حليم کوٽ ميرمحمد ۽ جناب حباب الصاريءَ به ان مجلس ۾ وڏي شاعري جي گنج مان حصا ورتا.

ان سان گڏ اڄ جناب گرامي صاحب جن جو احسانمند آهيان، جن وقت بوقت ڪلام جي مفيد اصلاح ڪئي آهي ۽ ڪيئي ادبي مشورا ڏيئي پنهنجي تجربيڪار قلم سان منهنجي شعر جي تزئين مزيد پڻ ڪئي آهي.

اڄ شعر بالڪل ٿورو لکندو آهيان، مگر قريب قريب هر صنف ۾ خيال آرائي ڪئي اٿم. غزل، گيت ۽ نظم منهنجا پسنديده اصناف آهن."

## غـزل



هڪڙي جـان، هـزار آفات،
تنهنجو ورِه الذيبري رات.

پيشانيءَ تـي بـونـدون، گـويـا، گل تـي مـاڪ وسي پـرڀـات.
آئين يـاد تـه نيـڻ نمي ڀـيـا، بـادل بـادل تـنـهـنـجـي ذات.
سلجهي زلف وري الجهي پـيـا، بـڇـجـي، بـگـڙي ويـا حـالات.
هـاءِ! اداسـائـي نـظـرن جـي، سـانـدي سـاري مـوجـودات.
دل پـهـلـو ۾ آهـي، شايـد، سـون وٽ هـو ايـنـدو اڄ رات.
ڏينـهـن ڏسان ٿـو تنهنجا چـارا، تـنـهـنـجـي راه تڪيان ٿـو رات.
اميدن جـي چـانـدوڪيءَ ۾، شـعـر لـکـيـا سـون سـاري رات.
تنهنجون پياريون پياريون ڳالهيون، سـنـهـنـجـي پـاڙي پـاڙي بـات.
ڏاڍي شيريـن تنهنجي شوخـي، سـور بـه تـنـهـنـجـو آ سـوغـات.
چـنـڊ ڪڪر مـان نڪري آيـو، شـايـد بـهـتـر ٿـيـا حـالات.
توکي يـاد 'نذير' نـه هوندو، هـن ڪـي پـر آ تنهنجي تـات.

## نظم

### اي وطن

اي وطن تنهنجا چمن ٿـل پيا وسن،
گل ٽڙن پونئرا مڙن ميلا مچن.

ٿـر پٽسن ٿـڏڙا ٿين سبزا چمن، سانگين جا سـپ لهن رنج و محن.
چيلڙن چانگون ڪيدن پوتا گهمن، خوش رهن مارن سندا ويڙها وسن.

ھر ھان ٻيجا لڳن ٻوڪون ٻچن، آن اچن، انبار ٿين، ساڳي ڪلن.
باغ و بن، ميوا مان، اولا لھن، ڏک وڃن سڪڙا اچن سوڌي سرن.
سر ٿين، سرها رهن، ڪوھا ڪُڏن، دشمنن تي ٻجلين وانگر ڪرن.
ديس جي داٿن اڳيان ڇا آڙن، سوتين جا سيڙ ڍيريون سانڪن.
دوستن تان جان و تن قربان ڪن، پاڪزاد آھن، اھا عادت اٿن.
انجمن جي رونق ڪي اي 'نذير' ٿا ڏين ٻوھ ختن تنھنجا سخن.

## رسمِ شبيري

اڄو اڄو تہ زماني تي آشڪار ڪريون،
اسان ۾ زندہ اڃا آھ رسمِ شبيري.

سحر اڃا بہ اسان جي اذان سان جاڳي ٿي،
اسان جي خون جي سرخي شفق جي رنگ ۾ آھ؛
سڀني حجاز جو نقشو اڃا سلامت آھ،
خمار ڪلمہ طيب بہ انگ انگ ۾ آھ:
اڄو اڄو تہ زماني تي آشڪار ڪريون،
اسان ۾ زندہ اڃا آھ رسمِ شبيري.

اسان جو عزم هميشه جوان ٿي رهندو،
ڪراڙي گردش ليل و نهار ٿئي تہ ٿئي؛
قدم اسان جو هٽي، هي ڪڏهن بہ ممڪن ناھ،
پلي تہ جان بہ ھزا ھزار ٿئي تہ ٿئي:
اڄو اڄو تہ زماني تي آشڪار ڪريون،
اسان ۾ زندہ اڃا آھ رسمِ شبيري.

اسان جو نام آ: 'رحماءُ بينهم' لاريب،
اسان جي لاءِ اشداءُ جو خطاب آيو؛
اگرچہ صلح اسان جو جهان ۾ آ مشهور،
اسان کي جوش جي آيو تہ بيحساب آيو:
اڄو اڄو تہ زماني تي آشڪار ڪريون،
اسان ۾ زندہ اڃا آھ رسمِ شبيري.

نشين نہ آهہ اسان کي رهہ جهانباني،
اسان کان ناهہ ڳجهي طرز گلشن آرائي؛
روش روش تي دل و جان کي ٿا نثار ڪريون،
ڪريون ٿا خون سان هرگل ۾ رنگ آميزي:
اڃو اڃو تہ زماني تي آشڪار ڪريون،
اسان ۾ زنده اڃا آهہ رسم شبيري.

مزاج حق سر پيڪار آهہ باطل سان،
جهان ۾ امن و امان جي اهائي آ تدبير؛
جتي جتي بہ نشانِ يزيديت ملندو،
مقابلي ۾ اتي هوندي جرئتِ شبير:
اڃو اڃو تہ زماني تي آشڪار ڪريون،
اسان ۾ زنده اڃا آهہ رسم شبيري.

اسان جي راه عمل مختصر نہ آ هرگز،
اسان جو ذوقِ نظر رنگ و بو ۾ قيد نہ آهہ؛
اسان جي زنده تمنا رضاي مولا آهہ،
اسان جو عزم ڪڏهن مصلحت جوصيد نہ آهہ:
اڃو اڃو تہ زماني تي آشڪار ڪريون،
اسان ۾ زنده اڃا آهہ رسم شبيري.

جڏهن جڏهن بہ زماني اسان کي للڪاريو،
اسان اٿياسين تہ طوفان ٿيجي آياسين؛
جتي جتي بہ اسان نقش گمرهيءَ جو ڏٺو،
الهيءَ جي سر جي مٿان وڏ ڦڙا ٿي وناسين:
اڃو اڃو تہ زماني تي آشڪار ڪريون،
اسان ۾ زنده اڃا آهہ رسم شبيري.





# شفيع محمد "اوج" علوي

شفيع احمد ولد درمحمد "اوج" علوي (ولادت ١٤- آڪٽوبر ١٩٢١ع) شڪارپور جي مشهور علوي خاندان مان آهي، جنهن جو مورث اعليٰ حاجي فقيرالله رحه، نورمحمد ڪلهوڙي جي زماني ۾ جلال آباد افغانستان مان هجرت ڪري سنڌ ۾ آيو. ڪجهه وقت ٺٽي ۾ رهڻ ڪان پوءِ شڪارپور ۾ هميشه لاءِ اقامت اختيار ڪيائون. حاجي صاحب پنهنجي زماني جو وڏو عالم، شاعر، عارف ۽ ڪامل انسان هو ۽ شڪارپور جي ادبي ۽ روحاني زندگيءَ جو باني هو ۽ ٻاهرين شاگردن به ڪانئس گهڻو فيض پرايو. حاجي صاحب عربي ۽ فارسي زبانن ۽ دينيات جو جيّد عالم، صاف دل صوفي ۽ قادرالڪلام شاعر هو. ڪانئس پوءِ سندس خاندان ۾ علمي ۽ شعر و سخن جو ذوق هليو پيو اچي. سندس اولاد مان ميان حفظ الله، مير فخرالدين، عليٰنواز علوي، حامد الحق، مير عبدالاحد، محمد اسلم "اسلم"، امان الله "امان"، فيض محمد "فيض"، غلام محمد، صفي الله "فدا"، محمد اشرف "اشرف" ۽ ٻيا بلند پايه شاعر ٿي گذريا آهن. "اوج" کي شاعرانه طبع ورثي ۾ ملي، جنهن جي پرورش خانداني ماحول ۾ ٿي. مرحوم محمد اسلم "اسلم" جي فرزند حاجي محمد اشرف "اشرف" جي شاگردي اختيار ڪيائين. اسلم پنهنجي وقت جو وڏو حڪيم، مصنف ۽ بلند پايه شاعر هو، جنهن جي شاعري جو اعتراف آخوند محمد قاسم هالائيءَ ڪيو آهي ۽ سندس سائس شاعرانه نوڪ جهوڪ رهندي هئي. سندس شاگرد ۽ داماد مير صفي الله "فدا" به سنڌي ۽ سرائڪي جو شاعر هو ۽ سندس سنڌي شعر سنڌ سڌار اخبار، تعليم اخبار، ملامخزن ۽ ٻين ادبي رسالن ۾ ڇپبو هو. سندس ڪلام پوٽس پروفيسر امين الله وٽ قلمي صورت ۾ محفوظ آهي. جڏهن "فدا" ١٩٣٨ع ڌاري پينشن وٺي وطن آيو، تڏهن "اوج" ڪانئس به استفادو ڪيو ۽ اصلاح ورتي. هو مارچ ١٩٤١ع ۾ وفات ڪري ويو. ان کان سواءِ "اوج" تي سندس

وڏي ڀاءُ ميان علي محمد علوي ثاني جو بہ اثر آهي، جو ادب ۽ سنڌي اردو زبانن جو بلند پايہ شاعر آهي. موصوف جي شاعرانہ پرورش ڪراچي، ميرپورخاص ۽ جيڪب آباد جي ادبي ماحول ۾ ٿي ۽ مخاص، سرور مغل سنڌي شاعرن سان ۽ اردو شعراء مان فياض شاهجهانپوري، محمد عمر اخگر جو همدم ۽ رفيق هو.

مرحوم تاج محمد منگي جي ياد ۾ هڪ اردو مرثيہ، غزل، مزاحيہ شعر ۽ ٻيو ڪلام يادگار آهي. فارسي، اردو ۽ سنڌي شاعرن جا هزارين شعر ياد اٿس، جي مھل ۽ موقعي تي استعمال ڪندو آهي. اڄڪلھ پينشن وٺي وطن شڪارپور ۾ خاموش زندگي گهاري رهيو آهي. شل خداوند ڪريم کيس صحت، عافيت ۽ حقيقي مسرت عطا ڪري. اميد تہ هو فرصت ۾ پنهنجا ادبي آثار مرتب ڪندو.

”اوج“ ڪاليج واري زماني ۾ لاڙڪاڻي مان نڪرندڙ هفتيوار ادبي اخبار الحقيقت، ۽ سکر جي اخبار سنڌ زميندار کي شعر موڪليندو هو ۽ بعد ۾ الوحيد، نواءِ سنڌ، روزنامہ مهراڻ اخبار، نئين زندگي ۽ ٽہ ماهي مهراڻ ۾ سندس ڪلام ڇپيو هو. سندس مرغوب صنف غزل آهي. سال ۱۹۴۰-۴۱ع ۾ جڏهن سنڌ جي هندن، ڄيٺمل پرسرام ۽ پروفيسر ڀوڄراج ناگراڻي جي اڳوائيءَ هيٺ سنڌيءَ ۾ اعرابن سڌارڻ ڪري علامہ دائود پوٽي جي خلاف خود غرضي سان مخالفت جو طوفان ڪڙو ڪيو، تڏهن ”اوج“ ٻين دوستن سان شڪارپور ۾ مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد جي شاخ برپا ڪئي، جنهن علامہ دائود پوٽي جي حمايت ڪئي ۽ عاليشان مشاعرا منعقد ڪيا جن ۾ مقامي ۽ ٻيروني شاعرن شرڪت ڪئي. ٻاهريان سنڌي شاعر بہ ڪلام موڪليندا هئا.

۱۹۴۱ع ۾ شڪارپور کان ڪراچي وڃڻ سان شيام شيواڪنج هاسٽل ۾ سنڌي ادبي مجلس برپا ڪئي، جنهن جي سهاري هيٺ مشاعرا ٿيندا هئا، جن ۾ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، غلام احمد نظامي، ڏني بخش ناقص، پرسرام ضيا، ۽ ڪڏهن محمد خان غني ۽ هري دلگير درياني بہ شرڪت ڪندا هئا. انهن ۾ ”اوج“ بہ پنهنجي ادبي تسڪين خاطر شريڪ ٿيندو هو. ڪاليج کان پوءِ اٽڪل ڏهہ سال ”اوج“ جي ادبي سڪوت يا خاموشيءَ جو زمانو آهي. وري نئون شاعرانہ آمنگ منجهس الهہ بخش سرشار عقيليءَ جي قائم ڪيل بزم ”محفل احباب ڪراچي“ جاڳايو. ڪراچي واري زماني ۾ ”اوج“ محفل احباب جو جنرل سيڪريٽري رهي چڪو ۽ بزم محراب ادب جي باني مان آهي. انهن ادبي انجمنن کان سواءِ بزم نظامي، بزم طالب المولیٰ ۽ بزم اصغر جي مشاعرن ۾ شرڪت ڪري داد حاصل ڪندو هو. ”اوج“ حيدرآباد، ملتان، لاهور ۽ لاڙڪاڻي جي اقامت جي دوران ڪيترين ادبي انجمنن سان منسلڪ رهيو. هو پاڪستان رائيٽرس گلڊ جو سرگرم رڪن آهي. نظم ۽ نثر ۾ سندس تحريرون آهن، جن اڃا ڪا مستقل ڪتابي صورت اختيار نہ ڪئي آهي. دعا آهي تہ هو پنهنجي ادبي ڪاوش سان سنڌي علم و ادب جي خدمت ڪندو رهي، جنهن جي کيس آرزو آهي. —ادارو

* * *

# غزل



نڪو گناهہ ڪِهي ۽ نڪو ثواب ڪِهي،
ٿو زندگي ۾ فقط حسن لاجواب ڪِهي.

حسين چهرو ۽ دلبر تو ماهتاب ڪهي،
ته ماهتاب مگر مثل آفتاب ڪهي.
سڪون نه دل کي، نڪو قلب کي قرار اَهو،
دل و دماغ کي دلبر جو اضطراب ڪهي.
ملي جي دولتِ هردو جهان ته ڇا حاصل،
اسان کي يار جي نظرن جو انتخاب ڪهي.
پسند آهه ته هرڪنهن کي پنهنجي پنهنجي جدا،
نماز شيخ کي ۽ رند کي شراب ڪهي.
ملاءِ اک، ته ملايون نظر نظر سان اچ،
صنم کي ڪوئي ٿو عاشق ڪنان حجاب ڪهي.
لکيو هي بزمِ ادب جي طرح تي 'اوج' غزل،
جواب ان جي غزل جو ڪو لاجواب ڪهي.



حُسن وارن جي ناز و ادا دوستو،
شيوه و رسم آهي بجا دوستو.
جيڪي آهن ستم ڪيا اوهان دوستو،
سي ته وسري اسان کان ويا دوستو.
هي ڪرم سڀ ٿيا اهلِ وفا دوستو،
ڪي نه دشمن ڪا اهڙي جفا دوستو.
چرخِ گردان تي فتنا نه سڀ ختم ٿيا،
فڪرِ بت ۾ اچا پي پيا دوستو.
رهبرن پي جڏهن ستوَ لٽيا قافلا،
رهزنن جي ڪريان ڇا گلا دوستو.
سچ تون چئو 'اوج'، ڪر خوف ڪنهن جو نه هت،
پل ٿيئن اهلِ محفل خفا دوستو.

خبر ڏي قاصد ڪا يار مون يگاني جي،
نہ وصل جي ڪا خبر، ہر سندس بهاني جي.
مموري آهہ حيقت عيان تہ عنوان سان،
بڌايان شرح ۽ تفصيل ڇا فساني جي.
تباهہ برق ۽ طوفان ڪان چمن ٿي ويو،
بچي هي تيلي فقط آهي آشياني جي.
نشين زماني ۾ ٿي طرز شاعريءَ جي نئين،
هوا بدلجي وئي آهہ اڄ زماني جي.
فضا تي رنج و الم، جو سڪوت آ طاري،
خبر نہ آهہ ڪنهن اهلِ وفا روانگي جي.
هي سنڌي ٻولي جنهين جا مٺا آهن ماڻهو،
عجيب ڪيف ۽ لذت سندس ترانی جي.
جو آيو آهہ جهان ۾، اوس سو ويندو آهہ،
هي ريت 'اوج' زماني جي ڪارخاني جي.

## نعت

### فرد

کهڙي وصفِ حبيبِ خدا دوستو،
بس خدا ناهہ، پيو سڀ روا دوستو.

*　　　*

وفا جي راهہ ۾ ڪيڏا نہ قافلا اُٿيا،
جي راهزن هئا، رهبر جي ويس ۾ مليا.

*　　　*

اي برقِ تپان ڇو جلائين ٿي گلشن،
خطا ڪهڙي سرزد ٿي اهلِ چمن کان.

*　　　*

هن کان وڌ جنت جو منظر پيو نہ ڪو ٿي تو سگهي،
تون هجين ۽ مان هجان ۽ عيد جي محفل هجي.

*　　　*

اڄ وري يار ڪُهڻ ياد آيا،
سنهنجي سانگين جا سخن ياد آيا.

فن جي ڄاڻن جو قدر ڄاڻن فقط اهل هُنر،
جوهري کي ٿي رهي هر وقت جوهر جي تلاش.

* *

هي دنيا رهگذر آهي نہ ايندو مال زر ڪنهن ڪم،
حياتِ ڄاودان جي واسطي سامان پيدا ڪر.

## قطعا

( ١ )

ڏينهن ڪيڏا ويا جي گذري اڄ،
حُسن وارا ويا نہ وسري اڄ.
هي بہ آهي، اوهان جو لطف و ڪرم،
عهد ماضيءَ جي ياد، مصري اڄ.
اڄ، وڃڻ وارا، موٽي آئي بهار،
ڪنڪ جو فصل، ويو آ نِسري اڄ.

( ٢ )

شڪارپور ۾ زماني کان هوءَ ٿيو گذر،
وطن ۾ مثل مسافر جڏهن ٿيوم سفر.
لنگهي ويا، ويهہ ۽ ٻہ سال، ها، جڏهن آيس،
بہ ياس، حسرت و ارمان، الم ۽ ديده تر.





# "مصطفيٰ" حيدر جتوئي

مصطفيٰ حيدر جتوئي پنهنجي تعارف ۾ لکي ٿو:

"مان ٢٦- مئي سن ١٩٣٤ع تي ضلعي ٿرپارڪر جي ڏگهڙي شهر ۾ ڄائس، ان وقت منهنجو والد محترم تعلقي ڏگهڙي ۾ مختيارڪار هو. مون کي ننڍي هوندي کان ئي ادب ڏانهن لاڙو هو، ابتري تائين جو اٽڪل ٻارهن- تيرهن ورهين جي ڄمار ۾ مضمون لکڻ شروع ڪيم. ۽ ان کان ڪجهه وقت پوءِ ڪچا- پڪا شعر به چوڻ لڳس شاعريءَ ۾ مون تي پنهنجي والد جو ڪافي اثر آهي.

جڏهن کان صحافتي دنيا سان واسطو پيو آهي ۽ ان کي اٽڪل ڏهه- ڏهه سال ٿيا هوندا جو شاعريءَ کان ڪجهه ڪناره ڪش ٿي ويو آهيان، پر سمجهان ٿو ته ذوق پنهنجي جاءِ تي قائم آهي. هيئنر به ڪڏهن ڪڏهن طبيعت سوزون ٿيندي آهي ۽ ڪجهه نه ڪجهه سپردِ قلم ڪندو رهندو آهيان.

جيتوڻيڪ مان پنهنجي والد بزرگ محترم حيدربخش جتوئيءَ جي ڪلام کان گهڻو مستفيد ٿيو آهيان، تاهم اها منهنجي بدبختي آهي، جو مان ڪانئس ڪڏهن به پنهنجي شعر ۾ اصلاح نه وٺي سگهيو آهيان. اول ته هن مون کي پنهنجو پٽ سمجهي شاعريءَ جي شايد لائق نه سمجهيو، ۽ بعد ۾ جڏهن منهنجو شعر پڙهائون ته ڪو خاص داد نه ڏنائون. هن ڏس ۾ منهنجي امداد محترم مولانا غلام محمد 'گرامي'، جناب محمد خان 'غني' ۽ ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم 'خليل' جن ڪئي.

ٻارهين سنڌي ادبي ڪانفرنس، جيڪا هوم اسٽيڊ هال حيدرآباد ۾، مخدوم محمد زمان صاحب 'طالب المولىٰ' جن جي صدارت ۾ ڪوٺائي وئي هئي، ان ۾ پهريون دفعو مون ذيل طرح مصرع "قصهء منصور ٿي يا طور جو افسانو ٿي" تي هڪ نظم پڙهي هئي. ان بعد ڪيترن مشاعرن ۾ حيدرآباد ۽ سنڌ جي ٻين شهرن ۾ شعر پڙهيا اٿم. راولپنڊي اچڻ کان اڳ سن ١٩٦٦ع جي

شروع ٿي، جي. الانا (ڪراچي) جي گهر هڪ مشاعري ۾ آزاد نظم پڙهي هيم، جيڪا گهڻو پسند ڪئي وئي هئي. ان موقعي تي انگريزي، اردو، بنگالي، گجراتي ۽ سنڌي زبان جي سرڪرده شاعرن پنهنجو پنهنجو ڪلام پيش ڪيو هو.

هن وقت سان سرڪاري ملازمت جي سلسلي ۾، راولپنڊيءَ ۾ مرڪزي حڪومت جي اسسٽنٽ انفرميشن آفيسر جي حيثيت سان ڪم ڪري رهيو آهيان. پنهنجي ڪلام جو ڪجهه نمونو هيٺ پيش خدمت آهي.

پنهنجي شاعري ذوق جي ابتدا ۾ مون پنهنجو تخلص 'آتش' ڪيو، ليڪن بعد ۾ اڄ سوڌو 'مصطفيٰ' استعمال ڪندو رهان ٿو."

•　　　*　　　*

## غزل

•

يار جي نيڻ ڏي اڄ ڪوئي نهاري ته سهي،
دلِ ناشاد جي الفت ڪي وساري ته سهي.

ظلمتِ شب ۾ ستارن ڪي نه هو منهنجو خيال،
اهڙي تنهائي ۾ ڪو مون ڪي پڪاري ته سهي.

مون فقط ھُن جي ئي محفل ۾ گذاريون راتيون،
آهي ڪو يار سان هڪ رات گذاري ته سهي.

هر طرف آهي نراسائي، خموشي ۽ جمود،
جانِ مُردن ۾ وجهي ڪوئي آثاري ته سهي.

هڪ زماني ۾ هئي ھُن سان ملاقات مگر،
آن کي ساري ته سهي، دل کي ھُو ماري ته سهي.

دل اسان جي ته جلي ٿي غمِ دوران ۾ مگر،
شمع وانگر ڪو پري رات گذاري ته سهي.

ڪجهه اچا درد ڏي مون کي فلڪِ ناانصاف!
رنج و غم ۾ ڪوئي مجبور پڪاري ته سهي.

ڪجهه ته دل حبِ وطن سان اسين سرشار ڪريون،
'مصطفيٰ' پنهنجو ڪو اڄ حال سنواري ته سهي.

●

برسات جي موسم هجي ۽ مون سان هجين تون!
ممڪن نه آ ان وقت هميشه جيان رُسين تون!

ساغر ٻه هجن جام ۽ دريا جو ڪنارو!
مان تو ۾ هجان يار، جگر جان' ۾ هجين تون!

دلدار ميٺي درد، دفع دل جا وڃن ٿي،
هيڪر جي سڄڻ وعده وفا مون سان ڪرين تون!

هر برگ تي پئي ٻوند ائين آهي جئن شبنم،
هر ٻوند ۾ هر وقت نظر پيو ٿو اچين تون.

نادان نه ٿي، سوچ ته ڪر، ساز کڻي ڇيڙ،
لهرون ٻه جيئن رقصان هجن گيت چوين تون.

●

زندگي ۾ قرار پيدا ڪر،
آه ۾ پڻ شرار پيدا ڪر.

هي جهان آهي هڪڙو انسانو، زيست جو اعتبار پيدا ڪر.
تنگدستي نظر جتي نه اچي، ڪو ته اهڙو ديار پيدا ڪر.
ظلم جو پردو چاڪ ڪري، امن جو افتخار پيدا ڪر.
عمر توڙي قفس ۾ گذري پر، تون خزان ۾ بهار پيدا ڪر.
هڪ نئون سج طلوع ٿيڻو آهي، آس رک، انتظار پيدا ڪر





# عبدالفتاح "عبد" ٻٺوراڻي

عبدالفتاح 'عبد' ٻٺوراڻي، هڪ زنده دل، حوصلہ مند ۽ پرخلوص نوجوان آهي. سندس شاعري ۽ فن سندس جذبات جي ترجماني ڪن ٿا. سندس عشقيه شاعريءَ ۾ والهانه رنگيني آهي، ڪلام جي پختگي ۽ زبان جي سلاست، سندس ڪلام لاءِ طرهٔ امتياز آهن.

سندس مختصر تعارف هن ريت آهي:

نالو: عبدالفتاح

پيدائش: ١٩- مارچ ١٩٣٣ع ميرپور ٻٺورو.

تخلص: 'عبد'.

تعليم: ايم. اي. پوليٽيڪل سائينس ۽ سنڌ لا-ڪاليج ۾ ايل. ايل. بي. پڙهي رهيو آهي.

شاعري: ١٩٥٠ع کان کيس ادبي ذوق پيدا ٿيو ۽ قادرالڪلام شاعرن جي شعر کان متاثر ٿي، شاعريءَ جي، شروعات ڪيائين. سندس مضمون ۽ ڪلام گهڻو ڪري سنڌي ادب جي سڀني مشهور رسالن ۾ ڇپيا آهن.

صحافت: ٻن سالن لاءِ مشهور 'اخبار تعليم' جو سب ايڊيٽر رهيو.

پسنديده شاعر: کيس اهي اديب ۽ شاعر پسند آهن، جي زندگيءَ جا ترجمان آهن. شاعريءَ جي فن ۾، ۽ سنڌي ٻوليءَ جي سهڻائيءَ لاءِ حضرت مولانا احمد ملاح کي مستند سمجهي ٿو.

# ڪافيون

*

آهي تَنُدَ تَنُدَ ۾ لڳي تار تانگھي،
جدائيءَ ۾ جيئري جلائي ويا جھانگي.
نهاريان ٻچاريان ٿي سانگين کي ساريان،
اي سائين سلائين سڀاجھو ڪو سانگي.
ڪيم سوز سان سڌ اندر آڌ ٿيو آ،
الا ڙي وريو ڪونه واهي ڪو وانگي!
ازل کان اهائن سان اڙيوم انگ الڳ،
ڇڏي ننگ نالا ٿيس لينهن نانگي.
سنگھارن جي سورن ڪيم سند سائا،
پروڙيم نه هيءَ سار، سحبت سهانگي.

*

روني ٿي دل دانهون ڪري،
اڄ ٿي وڇوڙي جي اري.
قربان جن تان جان من،
وڇڙيو سي مون کان ٿا وڃن،
لکيو ازل جو ٿو پري،
روني ٿي دل دانهون ڪري.
هني هني هليا سن ٿو منجھي،
کھوڙا وڇوڙو ٿو ڪجھي،
۽ ڏيل سنهنجو ٿو ڏري،
روني ٿي دل دانهون ڪري.
توري نه گھاريان ڪا گھڙي،
وينديس سري ڪامي سڙي،
ٿو ڪيم پل توکان سري،
روني ٿي دل دانهون ڪري.
هي ڇا ڪيئي منهنجا خدا،
ٿيا يار يارن کان جدا،
هو 'عبد' جن جي آسري،
روني ٿي دل دانهون ڪري.

# گيت

تنهنجي ياد ستائي ساجن، تنهنجي ياد ستائي.

هردي ۾ ڪو پيارو پيارو،
درد ٿو چُنڪيون پائي: تنهنجي ياد ستائي.

اڄ آڪاڳو هيڪل وياڪل،
وينڙي ورونهن ورائي: تنهنجي ياد ستائي.

تو بن ساوڻ رُت ٿي ماري،
برکا باهه لڳائي: تنهنجي ياد ستائي.

جنم جنم کان آهي آتما،
پريتم پياس وسائي: تنهنجي ياد ستائي.

انب انکوريا ڪوئل ڪوڪي،
انگ انگ سان لائي: تنهنجي ياد ستائي.

تنهنجي روپ انوپ جي آشا،
دلبر درس ڪرائي: تنهنجي ياد ستائي.

رات وئي پرڀات پڌاري،
پريت جي ريت نڀائي: تنهنجي ياد ستائي.

# غزل

●

ڪنياتي ڪني خبر ايندا، اهو دلبر رڳو دوکو،
اچي سيجون سجائيندا، اهو دلبر رڳو دوکو.

سدائين سان آجايل موٽيس سخائي جي در تان،
اهو پيالو پيئاريندا، اهو دلبر رڳو دوکو.

وريون من تي وئيون غم جون جنين جي سوز فرقت ۾،
اهي غم کان ڇڏائيندا، اهو دلبر رڳو دوکو.

ازل کان 'عبد' اوسيئڙو رهيو هي روح پرين لئي،
اهي منهنڙو پسائيندا، اهو دلبر رڳو دوکو.

دنيا ۾ ڪجاڙو ڪجاڙو لذيذ،     غمِ يار ۾ روح راڙو لذيذ.
هجي ڳـر حقيقي طلب تـات تو،     شبِ هـجـر ۾ سوز ساڙو لذيذ.
نه دليا نه دليا جون رنـگينيون،     لـڳي محب ڏي ٿي مهاڙو لذيذ.
نه مندر نه مسجد نه ڪعبي سان ڪم،     مون کي آهي لاان ڏي لاڙو لذيذ.
حڪايت، شڪايت نه طعن ۽ گلا،     سندم دل تي دلبر جو ڏاڙو لذيذ.
وٺي قيد ڪاڪل سندو 'عبد' کي،     سدائين سڄڻ سان ستاڙو لذيذ.

## نظم

### انقلاب

اي وطن جا نوجوانؔ، انقلاب انقلاب.

زنـدگـي آ بـي شـرار،     جـان و دل پيٺي فگار،
ٿـي حـيـات تـار تـار،     هـوشـيـار هـوشـيـار،
تـابـڪـے! هي التهاب ـ     انـقــلاب انـقـلاب.
حياتِ نؤ جـو پـڌ پيام،     ڏس تـہ گردشِ ايـام،
روان دوان آ صبح و شام،     ره عمل تـي تـون مدام،
شـاد ڪام ڪـامـيـاب ـ     انــقــلاب انـقـلاب.
حياتِ نؤ جـو سـاز پـڌ،     فـنـا بـقـا جـو راز پـڌ،
فـغـان جـگـر گـداز پـڌ،     عـمـل آ ڪـارسـاز پـڌ،
عـمـل آ اوّلـيـن بـاب ـ     انــقــلاب انـقـلاب.
هي ڪاهلي سڄي عذاب،     هي حسن و عشق هي شباب،
هي راڳ و رنگ ۽ رباب،     هي باغ راغ سڀ سراب،
موت زندگيء جو تاب ـ     انــقــلاب انـقـلاب.

### اي وطن

اي وطن، منهنجا وطن، اي جان کان پيارا وطن.
مٽ نـہ تنهنجو ملڪ آ ڪو خاڪ تنهنجي پاڪ آ،
ٿي وٺي ولڪار تنهنجي، مشڪ کان وڌ خاڪ آ،
رشڪِ جنت! عظمتن جـي هرجڳهه تـي هاڪ آ،
گيت تنهنجا ٿـا هزارين ديس هـر هنڌ ڳائجن:
اي وطن منهنجا وطن.

واديون تنهنجيون ڏسي، ٿي روح کي راحت اچي،
موج مستيءَ ۾ اچي، دل سرور وانگر ٿي نچي،
رات ڏينهن تو ۾ نئون هڪ رنگ سهڻو ٿو رچي،
ڪر ڪٺيو ڪڪريون اچن ۽ خوب ڪنوڻيون ٿيون کنون:
اي وطن منهنجا وطن.

هير تنهنجي صبح جي پيغام ڏئي ٿي پيار جا،
خوب دل کي ٿا وڻن، منظر سنڌ ڪهسار جا،
گهاٽجن تو ۾ سدا راڳي، پنهون، مهار جا،
تو مٿان دائم رهي ابر ڪرم سايه فگن:
اي وطن منهنجا وطن.

سالڪن جو ديس آهين، صوفين جو تون مڪان،
تو جهان کي ڏنو درس امان صدين کنان،
قرب جو جاري ازل کان، بحر تو ۾ بيڪران،
ديس! ابد و ڪين کي تو ۾ ڪڏهن رنج و محن:
اي وطن منهنجا وطن.

ديس منهنجا! شهر تنهنجا، کيت تنهنجا سپ وڻن،
ريگزارن ۾ به تنهنجي حسن جا جلوا ٻکن،
روز و شب جون رونقون سچ چنڊ سج سهڻا لڳن،
شال تنهنجا ڪاڇي، ڪُڙمي ڪَمي جهومن نچن:
اي وطن منهنجا وطن.





# قيوم "طراز"

"نالو: ڊاڪٽر عبدالقيوم شيخ، تخلص "طراز".

جنم: سيپٽمبر ١٩٣٥ع ۾ شڪارپور ۾ ٿيو.

ٻاڻ شيخ آهيان، ۽ فخر اٿم تہ ان خاندان جو فرد آهيان، جنهن سنڌي ادب کي شيخ 'اياز' جهڙو سپوت ڏنو آهي.

تعليم: انٽر-سائنس تائين شڪارپور ۾ تعليم حاصل ڪيم، ۽ ١٩٥٥ع ۾ لياقت ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا ورتم، ۽ ١٩٦٠ع ۾ گرئجوئيشن ڪري نوڪريءَ ۾ گهڙيس. نوڪريءَ ۾ سنڌ ۽ اپر سنڌ، ٿر ۽ بر لتاڙيا اٿم، ۽ پانت پانت جي ماڻهن ۽ ٻولين سان واسطو پيو آهي. هينئر مان رورل هيلٿ سينٽر ٽري ميرواه ۾ ميڊيڪل آفيسر آهيان.

شاعري: غيرموزون تہ ننڍپڻ کان هئي، پر موزون شاعري ڪاليج جي وقت کان شروع ٿي آهي. گيتن لکڻ ڏانهن وڌيڪ لاڙو اٿم. غزل، وائي ۽ دوها پڻ لکندو آهيان. هن وقت تائين ڪلام ماهي 'مهراڻ'، 'سهڻي'، 'نئين زندگي' ۽ 'روح رهاڻ' ۾ ڇپبو رهيو آهي. ان کان اڳ 'مارئي' ۽ 'هلال پاڪستان' رسالي ۾ پڻ ڇپبو هو.

شاعريءَ ۾ اعتدال پسند آهيان.

پنهنجي شاعري بابت: (ان ڏس ۾ اوهان پنهنجي راءِ لکندا. اِها حرفِ آخر هوندي).

—قيوم 'طراز'

قيوم 'طراز' جي شاعري، جديد ۽ قديم رنگ جو سنگم آهي. هن نوجوان شاعر جا جذبات نهايت لطيف ۽ معنيٰ‌خيز ڪناين تي مشتمل آهن. 'مهراڻ' سندس ڪلام کي وقت بہ وقت شايع ڪري، سندس تربيت ۾ وڏو حصو ورتو آهي. —ادارو

# وائي

ڇانئي وانئي ڪنڊ ڪبانئي، ملڪ کھٽري منصور، او سائين،
ساڃهه سان سؤ سور.

وهه جون وٽيون ڇانئي وهسن، مست ٿيون مسرور، او سائين،
ساڃهه سان سؤ سور.

سر آڏيءَ ني آئي سورهيه، سرڪن ٿا مغرور، او سائين،
ساڃهه سان سؤ سور.

سڀ ڪي تاب نظر ۾ ساڳيو، کھاني ڪنهن جي کهور، او سائين،
ساڃهه سان سؤ سور.

هوش هٽي بيهوش بڻائي، مٽي ٻنا مخمور، او سائين،
ساڃهه سان سؤ سور.

# گيت

ڳوڙها آگهه تون پنهنجي ڳل تان،
يار اسان جا ڀاڳ اِهي ٿي،
سڄڻ اسان جا ڀاڳ اِهي ٿي!

جيون ناهي سيج سکن جي،
ڏک جا سک تي داءَ —
آشائن جا پير به زخمي،
گهرا ڏل کي کهاءَ —
چنڊ کي ايا چهڪ ڏکن جا
ڪارا ڪارا داڳ اِهي ٿي،
يار اسان جا ڀاڳ اِهي ٿي.

نير وهائي آس وڃائي،
نسرن ٿا ناسور —
وڇڙائن جي وسٽي دنيا،

پاڻ ٻن اڄ ٻور—
پنهنجا آهنجا پريت پراڻي،
رُنندا رُنندا راڳ اِهي ٿي،
يار اسان جا ڀاڳ اِهي ٿي.

ڪيسين آڏو اونده هوندي،
آخر چڙهندو چنڊ—
چانڊوڪيءَ سان جرڪي پوندو،
اونداهين جو ڪنڊ—
نيٺ ته ڏک جو انت به ايندو،
ٽنندا ٽنندا سانگ اِهي ٿي،
يار اسان جا ڀاڳ اِهي ٿي.



ڏينهن ويو ۽ رات پئي،
کِل کِل آهه چنڊ چڙهيو؛
اڄ ٻرين، تون سرچ، آلا ٻَرَ،
رات رُسڻ جي ناهي.
چنڊ جي ٻوڙي، روپو درياهه،
عشق جون لهرون چڙهن اٿاهه،
سونا چِٽَ هر وڻ جهولاني،
ناهه ساڻ ٻه هرج، آلا ٻَرَ.
رات رُسڻ جي ناهي.
هير ٽنڊيري جهُولا جهُولي،
خاموشي ٿي ٻوليون ٻولي،
قدرت لوڏي هٿ هندورا،
ماڻ ڪٿي جيئڻ هنج، آلا ٻَرَ،
رات رُسڻ جي ناهي.
يار وساري ڳالهيون ڇڏ،
سڪ سنجهان تون مون کي سڏ،
نينهه ناهي عمر هميشه،
سڪ ۾ ڪهڙو خرچ، آلا ٻَرَ،
رات رُسڻ جي ناهي.

# غزل

●

دل پريشان جي هجي ٻوء ڇا ڪجي،
تنگ انسان جي هجي پوء ڇا ڪجي.

مون تي حسرت جو ٻه رشتو ٽوڙيو، — اڄ ٻه ارمان جي هجي ٻوء ڇا ڪجي.
محفلِ اغيار ۾ ويٺس وڃي، — يار نادان جي هجي ٻوء ڇا ڪجي.
اڄ گلابي رنگ آهه فرطِ حيا، — هو پشيمان جي هجي ٻوء ڇا ڪجي.
هُن قسم کاڌو اسان جي پيار جو، — رسمِ جانان جي هجي ٻوء ڇا ڪجي.
عقل جي تابع هجي پل عشق ۾، — هوش حيران جي هجي ٻوء ڇا ڪجي.
ٿي هلي ياري سدا مقصد بنا، — طمع پنهان جي هجي ٻوء ڇا ڪجي.
مون گهڻي ڪوشش ڪئي خوش ٿي رهان، — ڏک جو سامان جي هجي ٻوء ڇا ڪجي.
درد جو آواز ڇا لکري 'طراز'، — سوزِ دوران جي هجي ٻوء ڇا ڪجي.



# قمر ”شهباز“

قمر شهباز پنهنجي مختصر سوانح ۾ لکي ٿو.

نالو:- قمرالدين محمد مقبول پڳهيو.

پيدائش:- ١٣ اپريل ١٩٣٨ع نواب شاهه.

تعليم:- ابتدائي ۽ ثانوي، نواب شاهه.

ايم. اي (انگريزي ادب) ڪراچي يونيورسٽي ١٩٦٢ع

نوڪري:- ١٩٦٢ع کان ١٩٦٣ع ليڪچرار گورنمينٽ ڪاليج ميرپور خاص.

١٩٦٤ع —— 〃 〃 〃 نواب شاهه.

١٩٦٥ع-١٩٦٤ع 〃 〃 〃 شڪارپور.

١٩٦٥ع —— پرنسپال ڊگري ڪاليج ڪنڊڪوٽ. (تا حال)

مشغلو: ادب، ڊراما، ڪرڪيٽ وغيره.

ادب ۾ پسنديده موضوع:- شاعري ۽ افسانا.

نواب شاهه مان ١٩٥٥ع-١٩٥٤ع ۾ رسالو ”ادا“ ڪڍيم، جو ٻه سال ادب جي خدمت ڪندو رهيو ۽ پوءِ ذاتي سببن جي ڪري بند ٿي ويو.

في الحال سنڌي عوام جي خدمت، تعليم پکيڙڻ ذريعي ڪري رهيو آهيان. اهو ئي سبب آهي جو اهو دور دراز علائقو وسايو اٿم. ڪنڊڪوٽ جهڙي ننڍڙي شهر ۾ هڪ ڊگري ڪاليج ۽ هڪ ڪي. جي. اسڪول کوليو اٿم، ڇو ته ان ۾ ايمان اٿم ته پنهنجي قوم جو ڇوٽڪارو صرف تعليم ۾ ئي آهي.

ڪجهه افسانا ۽ شعر سنڌ جي مکيه رسالن ۾ ڇپجي چڪا آهن.“

قمر شهباز، هن جديد دور ۾، فن جي جدت جي سلسلي ۾ چڱا تجربا ڪيا آهن. جديد فن جي تقاضائن ۽ اصولن موجب، پنهنجي خيالات ۽ جذبات کي رواني ۽ خوش اسلوبيءَ سان بيان ڪرڻ اڄڪلهہ ڪجهه ڪهٺ تو لظر اچي؛ تاهم قمر شهباز ان ڏس ۾ به سٺيون شيون لکيون آهن. سندس فن ۽ خيالات تي ڪن چوٽيءَ جي معاصرين شاعرن جو اثر آهي. جدت فن ۽ جدت افڪار جي دنيا ۾ ان قسم جي اثر پذيري عيب ناهي، تاهم پنهنجي فن لاءِ مستقل طرح سان هيئت ۽ اسلوب جو منفرد ۽ مستقل نظام پيدا ڪرڻ ضروري آهي. اميد ته قمر شهباز اڳتي هلي پنهنجو قابل ستائش مقام حاصل ڪندو، جنهن جون صلاحيتون سندس شعر ۾ موجود آهن.

## بيت

( ١ )

چٽريو آهي چنگ، پڙڪي اٿي باهہ،
ساٿي ڪرهو ڪاهہ، ڪانهي ويل وهڻ جي.

( ٢ )

اکڙين جي آلاڻ سان، ڌوئي ڇڏ تون داغ،
چريا هي چراغ، ڪيسين جلنده جيءَ ۾.

( ٣ )

توڙي ڪاري ہات، توڙي اوکو ساڳ،
ہارينداسين ساٿيو، آنڌيءَ ۾ ہي لاٽ،
ملي ويندي واٽ، ستان پٽر ماندا ٿيو.

( ٤ )

جڳمڳ جليا ديپ، جرڪيو آهہ جهانُ،
جاڳيو آ انسان، سهسين ٿيندا سوجهرا.

( ٥ )

رڳي ڇڏينہ رت سان، ڪوڙ، ڪڙا ۽ ڪيرَ،
ظلمت جا زنجير، روڪيندا ڇا روح کي.

( ٦ )

ڳپن ڪاڏڙ ڪوڏ، واريءَ هاٿا وار،
توڙي هيٺا ہار، ته به ڍاهينداسون ڍوهہ کي.

( ٧ )

جيون آهي جوت، ہل ڪن لئہ مهمان،
اوت، متا تون اوت، متان وسامي وڃي.

( ٨ )

تون ئي منهنجو گيت، تون گيتن جو ہڙلاءُ،
سائين، هي سنگيت، توريءَ سڄو ہانيان.

( ٩ )

گهورن جو گهائل، گهائل منهنجو جيءُ،
سائين هي سائل، سائل تنهنجي سونهن جو.

( ١٠ )

تڪا تڪا ليڻ، سڪا سڪا ساهَ،
رکي رکي روح سان، آڏامي ٿي آهَ،
آجها او الله، سگهو آئج سوجهرو.

( ١١ )

منزل نڪو ساڳ، اسين آديسيڙا،
ہري ہنڌ اجهاڳ، آکيرا آڪاس ۾.

( ١٢ )

تارن ۾ تارا وجهي، تڪيم راتي راهہ،
ستا سيڻي ساهہ، نيڻهن ويري ننڊ جو.

( ١٣ )

وکڙيل منهنجا وار، گهاٽا منهنجا گهاءَ،
سالن جا سوداءَ، ڪيلي ہيا ڪن ۾.

( ١٤ )

الڏارو آڪاس، ساٿو منهنجو ساهہ،
ہاڳل منهنجي ہريتڙي، چريو منهنجو چاهہ،
ہويون آ ہساهہ، سگهو ہهچ او ہرين!

( ١٥ )

سڏڪي ہيا سنگيت، آسون اجهائيون،
رائيون ويڳائيون، راٺا، تو ريءَ روح جون.

# وائي

( ١ )

چنڊ رهين ٿو دور، تون ڌرتيءَ جا درد نه ڄاڻين!

هت هر آشا بالدي آهي، بيوس ۽ مجبور-
چنڊ رهين ٿو دور!

هر مکڙي جڻ گهائل آهي، هر گل ۾ ناسور-
چنڊ رهين ٿو دور!

صدين کان ڪو ساهه ڪايل، چاهت ۾ آ چور-
چنڊ رهين ٿو دور!

ساعت ساعت سوري پاڻي، منهنجو من منصور-
چنڊ رهين ٿو دور!

هاءِ! نه ماڻيم، چنڊ اياڳا، ڪنهن جو پيارو پور-
چنڊ رهين ٿو دور!

چنڊ رهين ٿو دور، تون ڌرتيءَ جا درد نه ڄاڻين!

( ٢ )

وَس وَس منهنجي ويراني تي،
اڄ ته ڪٿي تون وس-او يار!

ڪنهن نه رُنو، او ڪنهن نه رُلو، آ ڳوڙهن جي افساني تي:
اڄ ته ڪٿي تون وس-او يار!

ڪين سڙي، تون آءُ وري، مهر ڪري مستاني تي:
اڄ ته ڪٿي تون وس-او يار!

رات پني، پر ڪانه رُني، پل پل لئه پرواني تي:
اڄ ته ڪٿي تون وس-او يار!

# گيت

پريتم! اوري آءُ — الا!

آءُ گهڙي پل ويهه ته منجن گهرا گهرا گهاءَ،
پَهَر پَهَر ڪي پنهنجا ڏکڙا، پلڪن کي پچتاءَ — الا!
پريتم! اوري آءُ.

دل جي ويرانين ۾ ڦهليا، ٻادن جا ڦهلاءَ،
مومل جي مستانن جا هت پهتا ڪين ٻرلاءِ ـــ الا!
ٻرپتر! اوري آءُ.
الفت ڪي ڇا روڪي سگهندا، اندير انياءَ،
ليڪ نه ٻنجهي سوني ايندا، ٿيندا شل ٻرپاءِ ـــ الا!
ٻرپتر! اوري آءُ.

# آزاد نظم

## نئون ليابو

تنهنجي چاهت ڇڪيا آهي،
سورٺ آءُ سينگار ڪري،
پنهت پنهت باهه ٻري!
سُرڪ ٻنان ڪين سرمد رهندا،
ٻئي وارا مرڪي پيئندا،
منصورن ڪي متوالن ڪي،
زهر ٻه ڏين جي پري پري:
پنهت پنهت باهه ٻري،
سورٺ آءُ سينگار ڪري!
ڪانڌن ڪي ڇا ڪرڻ جهلپندا،
ڪونڌر آخر ڪُسندا رهندا،
پروانن جي، مستانن جي،
سوري ريءَ ڪين سري سري:
پنهت پنهت باهه ٻري،
سورٺ آءُ سينگار ڪري!
مانجهي کهڙا ماڳ ٻچين ٿو،
پنهنجي منزل دور گهڻو ئي،
چاڻ اڏاڻا، پاڻ اسان جا،
تارن ڪان پي ٻري ٻري:
پنهت پنهت باهه ٻري،
سورٺ آءُ سينگار ڪري!

## اوهان جي ٻچاڻا

اوهان جي ٻچاڻا،
نه بلبل ئي چهڪي، نه مکڙي ئي مهڪي.
نه بادل ئي برسيا،
نه ورسيا وٺاڻا ـ اوهان جي ٻچاڻا.
اوهان جي ٻچاڻا،
اسان روح ڪي چڻ نچوڙي ڇڪاسين،
اداسي نگاهن ۾ تشنه لبن سان،
هر ڪام،
هر شام توکي ٻڪاري ٿڪاسين:
مگر تون نه آئين،
نه آواز آيو،
ٻهارون نه موٽيون.
۽ ڪونجن جون وڇڙيل قطارون نه موٽيون:
گلن جا زخم ڪين پريا،
نه پريا،
ويا دور وڇڙي سي ساٿي نه وريا،
ساقي سمهي پيا، ۽ مقتل وساڻا،
اوهان جي ٻچاڻا.

# غزل

رات اسان کان پيارا وڇڙيا، چانڊوڪيءَ کان چارا وڇڙيا،
ساڻوڻ کهڙي ڪارڻ ايندو، دل کان جو دل وارا وڇڙيا.

ڪنهن سونهن ڏني، ڪنهن ساهُ ڏنو، ڪنهن دردن جو درياءُ ڏنو،
ڪهڙا ڪهڙا ساٿي آيا، ڪهڙا جيءَ جيارا وڇڙيا.

خوابن جي ايوانن ۾ سان تنها تنها ڇو آهيان،
جن جوت ڏني، سي موت ويا، هئي! تاريڪيءَ ۾ تارا وڇڙيا.

تون گيت هئين، سنگيت هئين، يا منهنجي من جو ميت هئين،
اڄ گيتن کان گونجار وئي، اڄ دريائن کان ڌارا وڇڙيا.

ڪي ڏينهن ٿيا جو مينهن پيا، جن پيار ڪيو سي ڌار ٿيا،
تون ڇا وڇڙين، دنيا وڇڙي، مون کان ساٿي سارا وڇڙيا.





# عبدالجبار ”شام“ جوڻيجو

مسٽر عبدالجبار ”شام“ جوڻيجو پنهنجي علمي خدمتن جي ڪري سنڌي ادب ۾ ڪافي شهرت حاصل ڪري چڪو آهي.

سندس ولادت ٢٦- نومبر ١٩٣٥ع تي، ڳوٺ پير فتح محمد شاهه، تعلقي بدين، ضلعي حيدرآباد ۾ ٿي. ابتدائي تعليم بدين، ٽنڊي باگي، نوابشاهه ۽ حيدرآباد ۾ حاصل ڪيائين. ان کان پوءِ ١٩٦٢ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم. اي. جو امتحان اعزاز سان پاس ڪري، اول درجي ۾ ڪامياب ٿيو ۽ چانسلر جو سونو ميڊل حاصل ڪيائين.

١٩٦٥-٦٦ع ۾، چيني زبان ۾، پيڪنگ (عوامي جمهوريه چين) مان ڊپلوما حاصل ڪيائين، جنهن ۾ به پهريون نمبر ڪنيائين ۽ ان لاءِ امتيازي سَنَد حاصل ڪيائين.

١٩٦٢ع کان وٺي، سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي ۾، محنتي استاد جي حيثيت سان ڪم ڪري رهيو آهي.

١٩٥٢ع کان وٺي شاعريءَ سان دلچسپي پيدا ٿيس ۽ ”شام“ تخلص استعمال ڪندو آهي.

شعر و شاعريءَ جي اصناف ۾ دوها، بيت، وايون ۽ نظم چيا اٿس. سندس انداز بيان ۾ نمائاڻي ۽ ذوق جماليات جو عنصر آهي.

سندس هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن:

١- سوڳڙي: بيتن ۽ افسانن جو مجموعو (١٩٥٦ع)

٢- اڪيلو گهر: افسانن جو مجموعو (١٩٥٨ع)

٣- ڪنزاللطيف: لطيف جي شارحن بابت (١٩٦١ع)

٤- سوري آ سينگار: ناول (١٩٦٣ع)

ان کان سواءِ 'غزلن جو غنچو' (١٩٦٣ع) بي. اي. جي ڪورس لاءِ، جناب علينواز جتوئي (هيڊ سنڌي شعبو، سنڌ يونيورسٽي) جي رفاقت ۾ مرتب ڪيو اٿس. ان طرح پنهنجي ڏاڏي، حيدرخان جا ملفوظات "دانشمندي" جي نالي ۾ ١٩٥٨ع ۾ ترتيب ڏئي، شايع ڪيا اٿس. سنڌس ٻه - ٽي ناول ۽ ڪلام جو مجموعو اڃا اڻڇپيل آهن. — ادارو.

* * *

## دوها

ساوا وڻ سُڪي ويا پيارا، برف ڍڪي آ وادي،
ڪڏهن الا اونهارو ايندو، ساوڪ جي آزادي.

منهنجو ساهه سڪي ٿو چاڪي، آءُ اهو جي جاڻان،
بندو آهي بيوس جڳ ۾ چئي ويا سچ سياڻا.

گل جو آهي جوڀن تنهنجو، هرڻيءَ جي آهه چال،
ڌرتيءَ تي جو قدم رکين تون، اچي ٿو ڀونچال.

منگوليا جون سرد هوائون، يا هجي چؤماسو،
وڻ وڻ، گل گل، شاخ شاخ ۾ تنهنجو آهي واسو.
(چين ۾ لکيل)

من جي ڳالهه سٺي جي سهيلي، هار ڪيڏي ويهي روئي،
مون برهه تي جيڪي گذريو، پيو ناچائي ڪوئي.

ٻلبل ٻلبل گهات گهڙي ٿو، ٺاهي ٿو محلات،
ڪَنَ ۾ اوچو ڳات ڪري ۽ ڪَنَ ۾ ڪائي مات.

ٽولشٽ طعنا ٽُنڪا مليا، ميهڻن جا جنجال،
سهندي سهندي سال لنگهي ويا، پورا پندرهن سال.

پريت جي ويرين ڪان گذجي، ڪو ويري وئون اڄ ناهي،
جوڙ اسان جو سهٽا سائين، سنڌ سڄيءَ ۾ ناهي.

آءُ سمجهان ٿي، سون پرهه جي اگهن هلي تون ايندين،
چارين جي چُغلين تي پيارا، مون کي ڪين ڇڏيندين.

تو بن ميٺڙا مَن نه مرچي، مَن کي ڪين پرچايان،
ميٺڙا ميٺڙا پيا به ته آهن، پر هرجائي ناهيان.

عرش ۽ فرش جي وچ ۾ ساجن، اهڙو محل اڏايون،
هن ڪٿرت ۾ کهڙو ويهي، پنهنجو پاڻ پڏايون.
سرتيون مون کي ساجن پنهنجو، ڏيئي ويو رومال،
هاڻ ته اُن سان هر هر دل جو اوريان ٿي احوال.
باب ٻرهه جي مون کي سرتيون، ٿيئي ڏنا بس ٿول،
ماڻ ميلي، پيو شعر سليو، ۽ ٿيون ايمن انمول.
ڪير ٻه ڪنهن جو نوڪر ناهي، ڪير نه ڪنهن جو واهي،
هرڪو هاڻي هوش ڪري نه ته ٿيندس حال تواهي.

## بيت

کهڙو ۽ کهيڙ، صورت سڀ ساهڙ جي،
جي اِت ڪائن ٿيڙ، ساهڙ ملنديون ڪينڪي.
ڪٿ وڃي ٿو وڻاڻ، ڪٿي ڪارون ڪماچ جون،
منهنجي مَن ساندڻ، جانب وڏو جيڏيون.
ويهي ڪر ويچار، کهڙا پرينديءَ ڪيترا،
آهي ڪو اسرار، سڀي هِن مهراڻ ۾.

## وائي

هينئڙا چڏ تون چيڙ ٻچار، سُور اجايا ڪين ٻچاءِ.
سُنو ڪنهن جو سُور نه کهُر تون، سڀ جا پيڙا ٻار.
سَڄڻ ۽ ويري تو ۾ آهن، پنهنجو پاڻ آچار.
ويرين جون چڏ سُور مقالون، سڄڻ ويهي سنوار.
’عبدالجبار‘ چئي عشق وارن وٽ، غافل ٿي نه گذار.

## نظم

### چينَ جي راڻي

پيڪنگ ۾ هئي چين جي راڻي، سڀ ڪان سهڻي، راڄ ڏجاڻي،
جنڊيا جنهن جا سادا سادا، ڪم ۾ سا مشغول هميشه.
پنهنجا زلف چنڊيندي هئي تان، شهر سڄو هو لرزي ويندو.
اهڙي هئي سا چين جي راڻي، سڀ ڪان سهڻي، راڄ ڏجاڻي.

## سَٽَ سَٽَ سِنڌُ پيو

( ١ )

ڪي ڪي ماڻهو مَن جا ڪونا، شان رکن ٿا شاهي وو.
ليڪ ٻه ڪونا، ٻيڪ ٻه ڪونا، مڪٽي آڏَ وڏائي وو.
آپتا سُپتا نعرا ڄاڻن، وَهُ وَهُ جا وسڪارا وو.
ڪونا پستڪ، پوٿيون ڪوٺيون، حاشيا ۽ واڌارا وو.
راتيان ڏينهان ناهه نڳيءَ جا، ڪوڙي ڪن ڪمائي وو.
ڪي ڪي ماڻهو مَن جا ڪونا، شان رکن ٿا شاهي وو.

( ٢ )

ڪي ڪي ماڻهو دل جا درياهه، ٻوڙي جن پياني وو.
سچ جو سودو آهي تن وٽ، ناهي ڪوڙ ڪتّچاني وو.
اول سڀ جو خير گهُرن ٿا، ڪوڙ ڪُپت کان آجا وو.
مُنهن تي مٺ مٺ ڪين سي ڄاڻن، سؤ تي سؤ سڀاجها وو.
اهڙا ماڻهو مَن جا موتي، عالم منجهه آڇاڻي وو.
ڪي ڪي ماڻهو دل جا درياهه، ٻوڙي جن پياني وو.

( ٣ )

ڪي ڪي ماڻهو ڪنبَ جا ڪيلا، تيل جي جهڙي سيڻائي وو.
حال، حقيقت، ڪفر، ڪرامت، سُڌَ رکن نه ڪائي وو.
مڪٽي ڪُنيءَ وانگ آپاسن، اهڙا نالها ناتا وو.
ڪهڙو چنجي حال تنين، بس ڳڏهه، پتّن ۽ ٻاڻا وو.
قدم قدم تي کيل تماشو، ساري خلق کِلائي وو.
ڪي ڪي ماڻهو ڪنبَ جا ڪيلا، تيل جي جهڙي سيڻائي وو.





# محمدعلي "جوهر"

محمد علي 'جوهر' پنهنجي مزاج ۽ طبع جي حيثيت سان هڪ مجلسي ۽ تحريڪي شخصيت جو مالڪ آهي. علمي ۽ ادبي مجلسون ۽ ڪانفرنسون ڪرڻ ۽ انهن کي ڪامياب ڪرڻ، سندس ادنيٰ ڪرشمو آهي. ان سان گڏ ادب ۽ فن جو پاڪيزه جذبو پڻ رکي ٿو. سندس شاعري زياده تر اصلاحي، قومي ۽ عشقيه آهي. عشقيه انداز به سندس لذيذ ۽ لطيف آهي. زبان سليس ئي، پر علمي، ۽ بعض موقعن تي عربي ۽ فارسي لفظن سان پربل استعمال ڪري ٿو. صحافتي زندگي ۾ سندس معرڪ آرا رهي آهي. پنهنجو مختصر تعارف هن طرح لکيو اٿس:

نالو: محمد علي، تخلص 'جوهر'، قوميت لاشاري بلوچ.

پيدائش: ١٩٣١ع، شهدادڪوٽ، ضلعو لاڙڪاڻو.

تعليم: ديني تعليم شهدادڪوٽ جي مشهور درويش صفت جيد عالم حضرت مولانا قمرالدين صاحب مهيسر رحه وٽ شروع ٿي، ۽ وڌيڪ جامعه عربيه حيدرآباد ۾ ورتي ويئي. سوشل ۽ سماجي ڪارڪن رهڻ پسند ٿو ڪريان.

شغل: شروعات ۾ صحافت، هفتيوار 'پيام نو' ۽ 'آواز' لاڙڪاڻي مان ڪڍيم. ادبي محفلون ۽ مشاعرا ۽ وڏيون ڪانفرنسون ڪوٺائڻ هڪ ادبي فرض سمجهان ٿو. "جمعيت الشعراء سنڌ" جو پنجن سالن کان جنرل سيڪريٽري آهيان.

شاعري: اوائل ۾ مولانا قمرالدين مهيسر کان ۽ وڌيڪ اڄ تائين استفاده حضرت گرامي صاحب کان."

## ڪافي

*

وڇوڙو ٿو تنهنجو، مٺا محب ماري،
جدائيءَ ۾ ڳڻتين چڙهيو ساهه ڳاري.

وٺي وسري سون ڪان سڄڻ هيءَ خدائي،
سوا تنهنجي ساجن، نه ڀيو ڀاليائي،
قسم تنهنجي سر جو لڳس تنهنجي لاري،

ڪهڙي هڪ نه غافل ٿي توکان گذاريان،
پنهل يار توکي ٿي پلپل پڪاريان،
سدا توکي سهڻا، سندم ساهه ساري.

ڪري ياد توکي، مان جاڳان جيان ٿي،
پري زهر جا ڍڪ، سان ڍولڻ پيان ٿي،
نه آ منهنجي وس ۾ ته ويهان وساري.

اٿم ٻڪ جنازي تي 'جوهر' جي ايندين،
ڏسي منهن، ڪري دانهن، سڏڪا ڀريندين،
وسائيندين پارش، مٺا لڙڪ هاري.

## نظم

### قوم

مستِ مئي پندار آ جنهن قوم جو هر فرد،
سرگشتهء ادبار آ جنهن قوم جو هر فرد،
تصوير بديوار آ جنهن قوم جو هر فرد:
سا قوم، سزاوارِ بقا ٿي نه سگهي ٿي.

جا بادهٔ اخلاص ڪان سرشار نه آهي،
جا وحدتِ قوميءَ جي پرستار نه آهي،
جنهن قوم ۾ يڪجهتيءَ افڪار نه آهي:
سا قيد غلامي سان رها ٿي نه سگهي ٿي.

حق ڳالهه جي اظهار جي، جنهن ۾ نه آ توت،
بيباڪيءَ گفتار جي، جنهن ۾ نه آ همت،
هڪ آه شرر بار جي جنهن ۾ نه حرارت:
سا لاشرِ فرمانِ خدا ٿي نه سگهي ٿي.

دلدادهٔ هر رند طلسمات جا قوم آهه،
زندانيِ اربابِ خرافات جا قوم آهه،
وابستهٔ پيرانِ خرابات جا قوم آهه:
سو درد آ، هت جنهن جي دوا ٿي نه سگهي ٿي.

باقي نه جنهين قوم ۾ اسلاف جا 'جوهر'،
هر فرد آ جنهن قوم جو خود ساخته رهبر،
جنهن قوم جو هر فرد گناهن سندو پيڪر:
ميراثِ شرف ان کي عطا ٿي نه سگهي ٿي.

## غزل

●

حريمِ نازِ سندو آستان نه آ معلوم،
نه آهه نقشِ کفِ پانشان نه آ معلوم.

لنگهي ويو آ ڪڏهن ڪاروان نه آ معلوم،
ٻڌان ٿو بانگِ جرسِ ڪاروان نه آ معلوم.

اگرچه هستيِ گيتي ڪان مان مٿي لنگهيس،
وليڪ شمس و قمر، ڪهڪشان نه آ معلوم.

مان تنهنجو دست حنائي ڏسي ٿيس حيران،
شفق جو رنگ، گلِ بوستان نه آ معلوم.

مون ماورائے غم و عيش آ لڌو مسڪن،
بهارِ عيش ڪجا ۽ خزان نه آ معلوم.

هي آهه ڪهڙو پسِ پرده، صاحبِ طناز،
نهان ڪڏهن آ، ڪڏهن آ عيان نه آ معلوم.

تميز ظلمت وضو جي وئي آ ضايع ٿي،
ڇا گل، ڇا خار مغيلان، ميان! نه آ معلوم.

غنودگيءَ ۾ نبِ گوش جو هيو آواز،
اَنديرا ھتاءَ اھو داستان نہ آ معلوم.
شگفتگي دلِ ويران ۾ جنهن ڪان پيدا ٿئي،
اهو ڪلام، ڪليمي، بيان نہ آ معلوم.
سڙي ويا جتي شهباز فڪر جا 'جوهر'،
اهو الاهي، زمان و مڪان نہ آ معلوم.



نہ فرات و دجلہ تي ناز ڪر، نہ فريبِ گنگ و جمن ۾ آ،
آ جهانؔ تنهنجو سچو وطن، سگهو پيوطن تون وطن ۾ آ.
توکان حسنِ نرگس و نسترن، ڪلي توکان رونقِ ياسمن،
تنهنجا منتظر ٿيا گل و سمن، تون بهار بڻجي چمن ۾ آ.
سرِ خم نہ رهہ تون اي محترم، جو وطن بہ آهہ بڻيو صنم،
تنهنجو قدر ٿيندو اي جانِ من، تون حريمِ دل جي عدن ۾ آ.
هي بهار دهر جون محفلون، تنهنجي خلوتن تان نثار ٿيون،
تنهنجو ڪم نہ غنچہ و گل سان آ، تون چمن چڏي ڏي ۽ بن ۾ آ.
رہ و رسم عشق تي رک نظر، ٿي جهانِ لو جو پيامبر،
نہ تون عهدِ ماضي کي ياد ڪر، نہ فريبِ چرخِ ڪهن ۾ آ.
رهي پيوطن چوان ڪئن سخن، هان، سخن لئہ گهرجي ٿو علم و فن،
چيو آ مگر مون کي دوستن، تہ اي يار، "بزمِ سخن ۾ آ.



فريبِ جلوہِ رنگين ۾ مبتلا آهيان،
حدودِ شوق جي دنيا جي انتها آهيان.
هزار رنگِ حقيقت کان آشنا آهيان،
مگر هي علم نہ آهي تہ ڇا ۽ ڇا آهيان.
زمانو جنهن کي پڏي ڪين، سا صدا آهيان،
اثر نصيب نہ آ جنهن کي، سا دعا آهيان.
پڌائي ٿو پيو، اندازِ وعدہِ فردا،
جا هر قدم تي ٿي زائل، سا مدعا آهيان.

فريب زيست نہ ڏي، اعتبار زيست مون کي،
طلسمِ عالمِ هستيءَ کان آشنا آهيان.
توهمات جو ڪوڙو بيان ڪيان 'جوهر'،
خدا ٿيان ها! مگر بندهِ خدا آهيان.

●

فضاي دهر کي ناسازگار سمجهان ٿو،
خصومتِ فلڪِ فتنہ بار سمجهان ٿو.
عجيب ڪشمڪشِ زيست هر نفس ۾ آهي،
حيات، موت سان ڄڻ همڪنار سمجهان ٿو.
مہ و نجوم ڇا، ارض و سما ٿيا ناساز،
عجب مخالفتِ روزگار سمجهان ٿو.
ذرا معاف ڪريو، سچ چوڻ ڏيو، يارو،
دماغ جي بہ رکي، دل ۾ بار سمجهان ٿو.
دل و دماغ، لظر خواه فکر آ ٻاٻند،
قدم قدم تي چو بندش هزار سمجهان ٿو.
وڃان وٺي مان ڪٿي، هيءَ دلِ پراگنده،
دماغ ۾ بہ تہ چڪر، هزار سمجهان ٿو.
ڪٿي پڌام، توں راهِ نجات، اي همدم،
سفر هي پنهنجو ڏکيو ڏاڍو يار سمجهان ٿو.
ڏسان خزان ٿو تہ بربادين جي فکر ۾ آ،
۽ اشڪبار اکين سان بهار سمجهان ٿو.
سدائين وقت نہ ڪنهن ساڻ ساٿ ڏيندو آهي،
هميشه وقت کي بي اعتبار سمجهان ٿو.
فريد فرد تہ آهيان، مان 'جوهرِ' خستہ،
هتي تہ بزم سڄي دلفگار سمجهان ٿو.





# احمد خان ”آصف“

احمد خان ’آصف‘ ولد محمد اسماعيل ولد امام بخش ولد لعل بخش ولد محمد اسماعيل ولد محمد اسحاق مصرائي، ويٺل ڳوٺ ٽنو ٻير، تعلقو خيرپور ناٿنشاهه، ضلعو دادو.

ولادت، اسڪولي داخلا موجب ٨- جولاءِ ١٩٢٢ع/١٣- ذوالقعد ١٣٤٠هه. اسڪول ڪاڻيا ۾، داخلا پرائمري ڪلاس ۾ ٧- سيپٽمبر ١٩٢٧ع. ان اسڪول ۾ ئي ورنيڪيولر فائينل پاس ڪري انڪل ٽنو-ڏهه سال رهي ١٦- آڪٽوبر ١٩٣٦ع ۾ نڪتو. ١٩٣٦ع ۾ سنڌي فائينل پاس ڪرڻ کان پوءِ، سال ١٩٣٩ع تائين محمد يوسف صاحب چانڊيي ۽ حافظ جمال الدين ٻرهمائي وٽ قرآن شريف، ڪجهه عربي، اردو ۽ پارسي پڙهيو. سيپٽمبر ١٩٣٩ع ۾ جناب پير الاهي بخش صاحب ان وقت جي تعليمي وزير سنڌ جي تعليم بالغان ۾ سينٽر احمدخان رودناڻي ۾ پرائمري ٽيچر ٿيو ۽ اڄ تائين تعليم کاتي ۾ پرائمري ٽيچر آهي.

تعليمي لياقت: سنڌي فائينل سال ١٩٣٦ع.

پهريون سال ڪاليج ١٩٤٢-١٩٤٣ع ٽريننگ ڪاليج فار مين حيدرآباد.

ٻيو سال ڪاليج ١٩٤٨-١٩٤٩ع ٽريننگ اسڪول لاڙڪاڻو.

اديب سنڌي ١٩٥٤-١٩٥٥ع سنڌ يونيورسٽي.

اديب عالم ١٩٥٥ع سنڌ يونيورسٽي.

اديب فاضل ١٩٥٩ع سنڌ يونيورسٽي.

فائنل اردو ١٩٦٢ع ميهڙ سينٽر.

انسروس ڪورس ١٩٦٨ع حيدرآباد.

ادبي حالات: شاعري ١٩٣٧ع ۾ شروع ڪيائين. علم عروض جا سبق جناب حافظ محمد احسن ۽ مرحوم جمعي خان ’غريب‘ وٽان ورتائين. مضامين جناب حاجي محمود ’خادم‘ لاڙڪاڻوي جي اثر هيٺ لکيائين. سندس اشعار و مضامين شروعات ۾ ”اديب سنڌ“ رسالي ۾ شايع ٿيا. مختلف ادبي انجمنن، جهڙوڪ: انجمن آفتاب ادب دادو، جمعيت الشعراء سنڌ، سنڌي سدار سوسائٽي ڪڪڙ،

۽ "بزم طالب المولیٰ" وغيره ۾ سرگرمي سان حصو ورتائين. سنڌي ادبي بورڊ جي لوڪ ادب اسڪيم ۾ فيبروري ١٩٥٧ع کان سيپٽمبر ١٩٥٨ع تائين ڪم ڪندو رهيو، ۽ سندس خدمات ڪي لوڪ ادب اسڪيم جي ڊائريڪٽر ڊاڪٽر جناب بلوچ صاحب وقتاً فوقتاً گهڻو ساراهيو آهي.

سندس تصنيفات ۽ تاليفات هن طرح آهن:

ڇپيل ڪتاب: گلزار چنبيلي ٻه حصا، همايون نامو، سيرت زيب النساء، شڪسته حال شهزاديون، سيرت حضرت بلال، سيرت خواجه اويس قرني، قصص الانبياء، روميءَ جون رهاڻيون، ارمغان آصف، جاگرافي ضلعو دادو (انعام يافته)، جاگرافي ضلعو دادو بطرز سوال جواب، جاگرافي تعلقو خيرپور ناٿنشاه ۽ سنڌي ٽنين درسي ڪتاب لاءِ نظم، جي اسڪولن ۾ پاڙهيا وڃن ٿا.

اڻڇپيل ڪتاب: خانخانان جون خوبيون، تزڪ بابري، زرين اقوال، املهه ماڻڪ وغيره وغيره.

هن وقت تعليمي ڪاميٽي پولين ڪڪڙ جو چيئرمن ۽ بزم طالب المولیٰ شاخ رڪيل پير ريلائي جو جنرل سيڪريٽري آهي. —'اظهر' ريلائي

* * *

'آصف' صاحب جو فن ڳوٺاڻي زندگيءَ جو ترجمان آهي. سندس انداز بيان سليس، سلوڻو، دلڪش ۽ لذيذ آهي. هر صنف تي سندس ڪلام موجود آهي. ڪافي، غزل، نظم، بيت، وائي ۽ تاريخي قطعي لکڻ تي کيس دسترس حاصل آهي. 'آصف' صاحب جي فن جي هيئت زياده تر ڪلاسيڪي آهي، تاهم ڪيئي نوان تجربا سندس تخليقي فن ۾ موجود آهن، جي ڏاڍا سهڻا ۽ دلڪش چئي سگهجن ٿا. افسوس جو سندس ڪوبه مجموعو ڪلام اڃا شايع نه ٿي سگهيو آهي.
— ادارو

## بيت

( ١ )

ٻرين ويا پرڏيهه، اچن تان آرام ٿئي،
اُبر ڏاڍي ڏيل کي، ڦوڙائي جي ڦيهه،
جيهن اندر ڇيهه، سرتيون سور ڏئي ويا.

( ٢ )

هوت ٻنا هيٺي، آهه جڏي هيءَ جيندڙي،
جيڏيون منهنجي جان تي، جهوريءَ ۾ جهيٺي،
'آصف' هيءَ عايل آهه، وارث وهيٺي،
ڀڳڻ شل ٻيٺي، ٻُڪي ڏيندو ٻاجهه جي.

( ٣ )

ٻيهيءَ ۾ ٻيهي، سڄڻ ايندم سرتيون،
اچي وهندم اوڏڙا، ٻرين پرڏيهي،
دلبر سان دُک دل جا، ونڊيندس ويهي،
جيهي ۽ تيهي، 'آصف' ان جي آهيان.

( ٤ )

راڻا منهنجي راڙ، ڪانڌ سُٽي اچ ڪاڪ تي،
ڪرهو ڪاهي ڪوڏ مان، لالن مون ڏي لاڙ،
وَڃن وسارج ڪينڪي، پيرنَ سيڻي پاڙ،
سوڍا منهنجو سترتي، عيبن کي نه اگهاڙ،
ڏسج منهنجي ڏيل ۾، ڦوڙائي جا ڦاڙ،
ٻانگ ٻراڻا تي چڪا، سُڃي ٿي ست-ماڙ،
ڪرڻ ڪين نرار ڏئي، ڀڳڻ تنهنجي ٻاڙ،
توڏي حرف نه هڪڙو، مون ڏي ڪل مُهاڙ،
مون تي ڪري ماڙ، ڊولڻ ڊڪ ڊلائيون.

( ١ )

كانگل ڪَهِج قريب سان، منهنجو حال مزيد،
ڪُهِي وڏو آهه قرب سان، دلبر تنهنجي ديد،
زوڏون ذوق ضعيف ڪيو، مون کي شوق شهيد،
اُٿ ته ٿيندي عيد، 'مصرائيءَ' مسڪين لئه.

( ٢ )

كانگل ڪَهِج قريب سان، وڃي حال وڏيڪ،
سُڌ سنائج سُور جي، ان کي نه به ٺيڪ،
نُڪتا ڏسجان نينهن جا، بلڪل جي باريڪ،
اُٿ اچي ره اوڏڙو، نازڪ ٿيءُ نزديڪ،
جالب سجهان جِڳَ کي، توريءَ مان تاريڪ،
شامل ٿي شريڪ، ته ٿئي نظارو نُور جو.

( ٣ )

كانگل ڪَهِج قريب سان، حال وڃي هن ريت،
سڪ اچي سوڙهو ڪيئيو، ڪيو ٻاهه پريت،
جان جسي ۾ جيت، سُرو سورن جو لڳو.

( ٤ )

كانگل ڪَهِج قريب کي، کولي زود زبان،
"الفراق اشد من الموت"، ڪَل ٻوي ٿي ڪان،
ڦوڙائي ڦيهي وڏو، حُبَ ڪيو حيران،
دردن منهنجي دل ۾، کوليا دُرس دڪان،
مَن ۾ اڄ موجود ٿيا، سورن جا سامان،
دوست ڏري ڪو ڏيان، سڌ لهي وڃي سور جي.

( ٥ )

كانگل ٻاس قريب جي، زودون وڃ تون زاغ،
جانب منهنجي جيءَ ۾، ٻره ٻنايا باغ،
تُنهنجي سِڪَ سُرها ڪيا، منهنجا دل دماغ،
پرين تنهنجي ٻار جو، ڏنم سور سراغ،
دلبر موڃ داغ، ملي 'مصرائيءَ' سان.

( ٦ )

كانگل وڃ قريب ڏي، ڏاهو ٿيءُ ڏاهن،
چنجان: چاه ڏيکاريا، لاڻا ... ڏاهن،
تُنهنجي ٻيار ٻياريا، وه وا جو واهن،
تُنهنجي عشق عليل ڪيو، شوق ڏنم شاهن،
ڪري سانباهن، سڄڻ اڄ تون سيڪهه ۾.

( ٧ )

كانگل وڃ قريب ڏي، خوش ٿي اچ ڪيانتا،
دردن کوليا دل ۾، ڪنڊيون ۽ ڪاتا،
مون سان ٻاڪ پريت جا، ٻيڇ پرينءَ ٻاتا،
ڦاٻو ڪڙي قرب ۾، لاڻ ڏينهن لاتا،
عاجز ۽ آتا، آهيون هت عجيب ريءَ.

( ٨ )

كانگل ڪاهِ قريب ڏي، 'لڪا' ٿيءُ لڪي،
ڦاٻو ڪڙي قرب ۾، ٻهڪڻ دل ٻڪي،
آئج سان عجيب کي، ڏاڍي رمز رکي،
تُنهنجا نير ٻکي، چهي چشمن تي ڏربان.

( ٩ )

كانگل ڪهج قريب کي، حال سڄو سارو،
ته ڏکن منهنجي ڏيل ۾، جانب ڪيو جارو،
مَن جي ماڙيءَ کي لڳو، گولڊر جو گارو،
محبت جو مارو، محب مٿي مرمت ڪري.

( ١٠ )

كانگل ڪَهِج قريب کي، حال وڃي تون هاڻ،
ويهي ان کي ويجهڙو، کر ڪا وت وراڻ،
منهنجو هيءُ مذڪور تون، پيش پرينءَ جي آڻ،
ساڄن آئج ساڻ، ته 'آصف' لئه ڪا عيد ٿئي.

( ١١ )

كانگل ڪاهه ڪَهِي، ملي ٻو محب سان،
آنديين خبرون خير جون، سالم ... سهي،
ويندا ٻيئي سورڙا، لحظي منجهه لهي،
جانب ايندو ڄاڻي، وڏي ... 
بوليندو کي ... ساڻ، ...
راتيون روز رهي، ڏٺي ...

# ڪافيون

*

قيد عمر جي ساھ سڪايو، ڀوس آهيان ٻاندي سان،
ماڙين محلن ۾ ڇا سنهنجو، قسمت آهيان آندي سان.

روز اڏايان ڪانگ ڪبوتر، روز پڇايان پانڌي سان،
اڄ تڇ آلڪي اوسيڙي ڪان، ويل نہ آهيان واندي سان.

ماڙين منجھ ملول رهان ٿي، مارواڙن ڪاڻ ماندي سان،
ڪين قبوليان زيور زربون، سونُ جواهر چاندي سان.

جيئري جهانگيڙن سان ٿيان سَن، 'آصف' هَٿ ميڪاندي مان،
هَر جي هيٺ مران لنجان شل، پڪن جي پيراندي مان.

..

ساھ ڪيو سُڪ سوکهو سوڊل، راڻل رمزن ساڻ اديون،
ڪانَ هنيان پيڪان پرت جا، ڀهڪڻ ڀڻا ٻاڻ اديون.
ڪاڪ لنگهيو چالاڪ چناني، ڀتو پرتون پاڻ اديون،
هارَ ڏني هوشيار سون کي جو، آهي متجي سون اڄ اديون.
اڳ ۾ آڪڙ ۾ چچندي هيس، هيٺي آهيان هاڻ اديون.
سيڻ، سهيليون ويڻ ڏيڻ ٿا، آيس ڪيڏني ڪاڻ اديون.
مومل جي ميني ۾ ڪينو، ڪوٽ سندي ڪا ڪاڻ اديون،
'آصف' اُن جي انڪبازي، ويل ڪيو سون ڪان اديون.

## گيت

آڪلاني جي مند آئي، وهيا واهہ نيان:
ڍولڻ تون بہ هلي اچ هاڻ.

رَهيو کهيو لوسڻ لٿيو،
جهولا ڪُهليا، سگر چٽيو،
هارين هاڻي چنڊ تي چڙيا، کي تا ڍوئن پاڻ:
ڍولڻ تون بہ هلي اچ هاڻ.

'کهڙ کهٽ' جاتي ڪاٿي جاري،
'وَسهن' ڏني آ هرهڪ هاري،
اٿلائي جا هر هاڻي ويا، رونبا پوندا جاڻ:
ڍولڻ تون بہ هلي اچ هاڻ.

وَنيون ٿي تہ وَرن سان شامل،
روئبا ڪن ٿي راهل ماهيل،
آءٌ اڪيلي، نار ڏهيلي، سونهان ڏي تو سانڻ:
ڍولڻ تون بہ هلي آچ هاڻ.

’آصف‘ آخر ہوڪون پچنديون،
ساهيليون سڀ خوش ٿي ڪلنديون،
آءٌ اياڻي اٺندي وهندي، رئنديس تنهنجي ڪاڻ:
ڍولڻ تون بہ هلي اچ هاڻ.

## غزل

●

محبّت جون ڪهاڻيون ياد رهنديون،
ڪهاڻيون تہ رب هاڻيون ياد رهنديون.

وصال و هجر ٿيا معيارِ الفت،
رُساما ۽ رهائيون ياد رهنديون.

اکين احوالِ دل اوريو اکين سان،
اهي نظرون نمائيون ياد رهنديون.

نراليون نينهن جون ڳالهيون اي ’آصف‘،
نيون تو ڙي پرائيون ياد رهنديون.

●

نشو و نما چمن جي نظارن جڏي ڏنو،
بدلي فضا تہ حسن بهارن جڏي ڏنو.

گل جي جڳہ تي خار ۽ خاشاڪ و خس ڏسو،
بدلي فضا تہ حسن بهارن جڏي ڏنو.

پنهنجا بہ ڪن انهن جو پراوا بہ ڪن لٽا،
افسوس اج بيمار بيمارن جڏي ڏنو.

رهبر لٽي ٿو ڪاروان؟ رهزن جو ڪهڙو ڏوهہ،
منزل جو شوق راهگذارن جڏي ڏنو.

آه و فغان ٿيو مشغلو هجرِ حبيب ۾،
دل کي شڪيب و صبر نزارن جڏي ڏنو.

’آصف‘، سهارو پنهنجن جو تو کي ڪافي آهہ،
ڪجهہ غم نہ آهہ تو ڙي سهارن جڏي ڏنو.

---



# احمد خان "اختر"

محترم احمد خان 'اختر' پنھنجي خود نوشت سوانح ھن طرح لکي آھي:

"نالو اٿم احمد خان، تخلص "اختر". سيد قوم مان ھڪ ناماري خاندان جو چشم و چراغ آھيان. منھنجو جنم ٢٣-اپريل ١٩١٥ع آھي. مرحوم و مغفور حاجي حامد جو ڏوھٽو، ۽ مرحوم و مغفور محمد ھاشم "مخلص" جو پاٽيجو آھيان. والد بزرگ جن جو اسم گرامي عبدالرحيم آھي.

تعليم بلڪل معمولي اٿم: يعني قرآن شريف، مختصر انگريزي ۽ سنڌيءَ ۾ فقط ورنيڪيولر فائنل ۽ ٽيپداري امتحان پاس ڪيل اٿم.

شاعريءَ جو شرف محمد خان "غني" جن سان نيازمنديءَ مان حاصل ٿيم، ۽ مرحوم و مغفور جناب استاديم حافظ عبدالله "بسمل" ٽکڙائيءَ جن جون پڻ مھربانيون مٿم موجود آھن. منھنجي شاعري ماه اپريل ١٩٣٠ع کان شروع ٿي. ٢٤-جنوري ١٩٣٩ع تي سنڌم پھريون شعر: "اچا مون ڪان پڇو ٿا ڇو ٿيو رنجيده آھين مان!" غزل جي صورت ۾ "مسلمان اخبار" حيدرآباد ۾ شايع ٿيو. ان بعد 'دعوت' ھفتيوار سکر، 'ھلال پاڪستان' حيدرآباد، 'نئين زندگي' ۽ 'الوحيد' ڪراچي، 'روح-ادب' حيدرآباد وغيره ۾ منھنجي شعر کي شايع ٿيڻ جو شرف حاصل ٿيو. "مھراڻ" سماھيءَ ۾ منھنجو ڪافي ڪلام شايع ٿيل آھي. ١٩٥٦ع کان ريڊيو پاڪستان ڪراچي ۽ پوءِ حيدرآباد تان منھنجيون ڪافيون نشر ٿينديون رھن ٿيون.

ٽيپداري امتحان پاس ڪرڻ بعد ١-جولاءِ ١٩٣٦ع کان روينيو ۾ ملازمت ڪندي ٧-جولاءِ ١٩٦٤ع کان سپروائيزري عھدي تان رٽائر ڪيم.

منھنجو نانائو ڪُٽُنب ”نِگڙاڻي“ ۽ ڏاڏائو ”ٿوريڪا“ سڏجي ٿو. منھنجو جنم ٻهراڙيءَ جي هڪ ڳوٺڙي، ڳوٺ بولاخان ٿورو تعلقي حيدرآباد ۾ ٿيو. هن وقت آءٌ ٽنڊي محمد خان شهر ۾ رهندڙ آهيان ۽ سندم ذريعهءِ معاش جيتوڻيڪ اسٽامپ وينڊري، درخواستون ۽ اپيلون لکڻ آهي، تاهم شاعريءَ سان پڻ روح جي ونڊر ملندڙ آهي.

سن ١٩٣٠ع کان اچ تائين منھنجي ڪيل شاعريءَ جو ڪو به حصو ڪتابي صورت ۾ مالي مشڪلاتن سبب ڇپائي نه سگهيو آهيان.

سندم شاعري بيت، ڏور، ڏوهيڙا، دوها، هنر، وائي، ڪافي، مدح، خطبه، نظم، مثنوي، مولود، قطعا، رباعي، غزل تي مشتمل آهي. گيت ۽ لوڪ گيت پڻ تيار ڪيل آهن. هن وقت نظم ۽ نثر جا مختلف ٢٤ ڪتاب لکيل آهن، جن جا نالا هي آهن:

(١) سن سڏڙا سڪڙياتن. (٢) واڪا ولهيءَ وس. (٣) سڪ، سسئي ۽ سور. (٤) گلشن ’اختر‘. (٥) مارئيءَ جو مامرو. (٦) وهلو وارث ور. (٧) نوراني نُور. (٨) ڏلم ڏکن ڏس. (٩) هيڻن هوت حمايتي. (١٠) انعام، عورت، ڏور- بيت ۽ نظم صرف عورت تي. (١١) ڪبهون ۽ ڪارون. (١٢) الحمد اچ آئيام. (١٣) ڀاڻي ڀال ڀلائيا. (١٤) اوڪتي بحر. (١٥) اوناڻيائون اوڏڙو. (١٦) ھتم ٻيهي ٻڪڙين. (١٧) نيهيءَ نينهن نيائيو، (١٩) جيجل جي جهوري. مٿيان ڪتاب سڀئي نظم ۾ آهن.

(١) حق جي ھرڪ. (٢) چرچن جي ڇهر. (٣) ساهڙ جي سڪ. (٤) اوري اچ آءٌ اوريان. (٥) وڇوڙي جا وڍ. (٦) سنڌ جي صحبت، نثر ۾ موجود آهن.

حياتي بخير، قدرت ڪرم نوازي ڪئي ته انشاءالله ڇپائي منظر عام تي آندا ويندا.“

* * *

’اختر‘ سليس، صاف، رامه وره، سنڌي اصطلاحات سان ڀريل، شسته ۽ لذيذ ڪلام چئي ٿو. سندس فن اگرچ ڪلاسڪي هيئت ڪي اختيار ڪري چڪو آهي، تاهم معنوي انداز سان زندگيءَ جا ڪيئي نوان تجربا ۽ مسئلا بيان ڪيا اٿس. سندس ڪلام، اڃا ڪتابي صورت ۾ نه آيو آهي. ڪافي ۽ بيت استادانه رنگ ۾ چئي ٿو. — ادارو

## بيت

سامونڊي

(١)

هلڻ هارا هو ٿيا، رونندي ڪين رهن،
منٺ مڇن ڪينڪي، ارين ٿا ٻرجهن،
ماءُ! مون موءِ، هنن جي، هو سفر ٿا سنبهن،
’اختر‘ ريءَ انهن، ڪيئن جيئان آءٌ جڳ ۾!

(١)

هلڻ هارا هو ٿيا، رهن رونندي ڪين،
آئيل! الدر آڏمان، مارن مون مسڪين،

نَسُبْحٰنَ الَّذِيْ بِيَدِهٖ مَلَكُوتُ كُلِّ شَيْءٍ، امر ان امين،
'اختر' روءِ زمين، پسان ڪين پرينءَ جيئو!

( ٣ )

هليا هاءِ! هتي مان، پيلي پيئي! پنهور،
وار واسينگئون وڏ ٿيا، جيءَ ۾ جن جهاڳور،
اکيون ڪنڊيون، ڪاريون، جاڙا پرون پور،
'اختر' هينئڙي هور، حورون حيرت ۾ رهيون!

( ٤ )

جن کي الدر آکير، سي رنڊيون ڪين رهن،
سون ڪسيئون ڪيتريون، رڙهيو ايئن رسن،
'اختر' عجبين، اوليون آءُ نه آوتڙين!

سهڻي

( ١ )

ڏنم منهن ميهار، جو جنهن بهاني سان،
'اختر' آنهيءَ تان آديون، ڪنديس پرزا پاڻ،
گهوري گهوريان سيرڙو، مٿان چڪيءَ چڪاڻ،
محبت جي ماندڻ، مدامي مون من ۾!

( ٢ )

ڏنم منهن ميهار جو، سرتيون! جنهن سبب،
چڪي چڪندي ٿي چري، ڀسم عيب عجيب،
لَامَقْصُودَ فِي الدَّارَيْنِ اِلَّا مَحْبُوبِهٖ، نهاريوم نسب،
'اختر' اديون رب، ملائيم ميهار سان!

( ٣ )

جُڪي پيئي چريو ڪري، ڪيڏو مون چت چور،
ڏڪي ڏيکاريءَ ڏم ڪان، وڃان ٿي وهلور،
سرتيون! ساهڙ جام جو، 'اختر' پيوند پور،
نگهو نوراني نُور، مون نماڻيءَ نُور ۾!

( ٤ )

جنهن ميه ڏٺو مون، مٺو محب ميهار،
اندر آندم آن جي ٿي، پرت پرهيان تار،
وڃو قلب قرار، 'اختر' ساهڙ سونهن تي!

( ٥ )

'اختر' منهن ميهار جو، جيڏيون! جيئن پسيوم،
لَقَدْ خَلَقْنَا الْاِنْسَانَ، پرتئون پروڙيوم،
اَلْعِشْقُ نَارُ اللّٰهِ مُوْقَدَةٌ، سڪ ني سهسايوم،
سبب اِن ٿيوم، ميڙاڻو ميهار سان!

سسئي

( ١ )

ڏٺي جيڪي ڏاج ۾، سو سوتاڻي ڪڻ ساءُ،
هنيين مون لئي هوت جو، ڪاڻي گهورن گهاءُ!
جيئن واچ، ميئڻ، ۽ واءُ، تيئن 'اختر' وينديس آن ڏي.

( ٢ )

سور مون لئي سڪ، 'اختر' آريءَ جام جي،
ڪيئن وساري آءٌ وڃان، هن هنيين هڪ،
چڏي ليڪ و ليڪ، پُرنديس آءٌ پنهل ڏي!

( ٣ )

رجن ساڻ رڃاڻ، ۽ وندر مون ونڪار،
جبل سان جيءَ جوتيئون، آريءَ جي آڌار،
'اختر' آءٌ پٽ پرهي، پوڇان پنهل پار،
هوت هنيين جو هار، ڇولينڊم نه ڇيرين!

( ٤ )

شڪر، جڏ ڏير ڏمرياس، تڏهن سبق سڪ سکيس،
پڇي پير پنهل جو، پرتئون پنيءَ پياس،
'اختر' آريءَ جام جي، اوڏي آءٌ آئياس،
آني نينهن نياس، جيت جت مليو، جدا نه ٿيو!

## ڪافي

*

ڪرم ڪمائينم ڪوهه!
ويڙهم وڃڙي وهاو وڳهر جو.
ڏکن ڏکيءَ کي ڏيچ ڏنائون،
راز جون رمزون روح رکيائون،
ٻارڻ ٻيو ٻاٻوهه-آٻل! مون لئي آيو امر جو.

قلم قضا جي اهڙا لکائينم،
ويسلپائيءَ وار وڃائينم،
سَن ۾ محبت موهه-سات نه سائنم آهه سڳر جو.

سورن سرتيون! سبق سيکاريم،
لکئي لوح ۾ ڏينهن ڏيکاريم،
رُلندي رُڃ ۾ روهه-ٻاڻ وهائيم ماڻ ٻکهر جو.

'اختر' ٻڪ ملندو مون آري،
ڪين ڇڏيندو موت! جا ماري،
ڏيرن ڏيان ڪين ڏوهه-ٿيڙو نماڻو نصيب نسدر جو.

## وائي

ڪڏ قيد پائي قيد مان،
لاهه هي ظلم زنجير!
حاڪم ٿي هيٺيءَ مٿان، حملا ڪر مَ حمير!
جوڙ نه تنهنجي جيس ڪا، آهيان عمر اسير!
ڇڏ ته ڇالڪون ڇوڙيان، سونسي، مُلڪ ملير!
'اختر' پَت پَرهي ٿيان، ڪيت مان شل ڪنڌ-ڪير!

## وارڙي

اڄ تمن، ڪين ڪڇن، ياد رهن!
محب موچارا مون سيرين!
جيءَ ۾ جانب، جيڏيون!
ٻلبل ٻور ٻون، ڪين ورن! محب...

ڪيئڙم ڪيهون ڪيتريون!
ٿي شل ساٿ سڄن، آءُ اچن! محب ...
ڏي هٿي هوت هليا ويا!
هينئڙس هور هڻن، چاڪ چڪن! محب ...
'اختر' آهي آپاڻ سون!
سنڌڙا محب سلن، وهلو ورن! محب ...

## غزل



عزيزن، مٽن، مائٽن کي سلام!
ڀنوارن، ٻڪن ۽ ٻڌن کي سلام!

پٽن پٽن پيڙيون پري پينرون،
آهن ٿاڪ، ٿاٽن، ٿرن کي سلام!

چڙيل چالڪين چيان، موهر مالڙن،
ڏٿولين، ڏنارن، ڏٿن کي سلام!

سُنگهن، سُرت، ميهن، سڳر، ساوڙين،
لٺر، لٺب، لائن، لنگهن کي سلام!

پکي سُرڪي سَڪ، مون ۽ ماروءَ جيتي،
تنهين کهيڙ، کهاٽن کهٽن کي سلام!

ٻوڻ، ٻٽن ۾، ٻَن، ٻڪيڙي، ٻکن،
آهن ترب وارن ڪکن کي سلام!

ڪٿيريون جي ڪاهُڙ ۾ 'اختر' ڪيڙن،
ڏجان ڪالنگ ساري سين کي سلام!





# محمد عثمان ”ناطق“

’ناطق‘ خود نوشت سوانح هن ريت لکي آهي:

ٻنڌي کي حڪم ڪيو ويو آهي ته پنهنجي حالات زندگي لکي موڪليان. زندگي متعلق ڇا لکجي ۽ ڇا نه لکجي؟ منهنجو آبائي ڳوٺ حيدرآباد کان ڏهه-ٻارهن ميل پري چنبڙ جو ڳوٺ آهي. منهنجو جنم سال ١٩٢٨ع ماه جون ۾ ٿيو. مائٽن جو پهريون پٽ هوس، جنهنڪري ڏاڍيون خوشيون ڪيائون. وقت گذرندو رهيو ۽ اچي پڙهڻ جي عمر جو ٿيس، جيئن ته اسان جو گهر مذهبي آهي ۽ والدصاحب پنهنجي تر ۾ انهيءَ ڄاڻ جي ڪري چڱي عزت وارو هوندو هو، ۽ والد صاحب اسان پنهي ڀائرن-سون ۽ ’ڪاشف‘- کي پڙهڻ لاءِ مڪتب ۾ ويهاريو ته جيئن پهريائين قرآن شريف جي تعليم پوري ڪرڻ بعد دنيوي تعليم حاصل ڪجي. ۽ سال ١٩٣٦ع ۾ چنبڙ جي پرائمري اسڪول ۾ داخلا ورتيم ۽ سنڌي فائينل پاس ڪيم. سال ١٩٤٤ع ۾ پرائمري ماستر ٿيس. انهيءَ زماني ۾ انگريزي تعليم عام ڪانه هئي، ۽ غريب جي پهچ کان ٻاهر هئي ۽ نه وري انگريزي اسڪول ويجها هئا، جنهنڪري فائينل کي ڪافي سمجهيو ويندو هو. سال ١٩٤٦ع ۾ ٽريننگ ڪاليج ۾ ويس ۽ ١٩٤٧ع ۾ پهريون سال پاس ڪيم ۽ ٻيو سال ١٩٤٩ع ۾ پاس ڪيم. ان کان علاوه اديب سنڌي ۽ اديب عالم سنڌي سيڪنڊ ڊويزن ۾ پاس ڪيم. ۽ ڪوشش ڪري سال ١٩٦٨ع ۾ بي. اي. پارٽ ون پاس ڪيو اٿم، ۽ بي. اي. فائنل ۾ داخلا ورتي اٿم. ادب سان وابستگي جو آغاز ١٩٤٦ع کان ٿيو. جو اهو دؤر آزاديءَ جي هلچل جو هو، هرطرف آزاديءَ جو غلغلو هو. انهيءَ وقت حيدرآباد مان روزانه ’هلال پاڪستان‘ جو اجراء ٿيو ۽ اخبار کي ڪامياب بڻائڻ لاءِ مضامين جو سلسلو شروع ڪيو ويو. پهريون دفعو مون به مضمون لکڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ مضمون زناني تعليم تي هو، جو انهيءَ مقابلي ۾ منهنجي مضمون کي ٽيون نمبر مليو ۽ اخبار هلال پاڪستان تي مون لاءِ ٻنڌي جي نالي جاري ٿي. باقي پهريون ۽ ٻيو نمبر مسٽر الهه بخش

ٽالپر صاحب ۽ ٻين صاحب جو نالو ياد نه آهي، جن کي مليو. اها منهنجي ٻهرين ڪاوش هئي، ۽ ٻهرين ڪاميابي هئي. انهيءَ ڪاميابي ادب سان وڌيڪ دلچسپي پيدا ڪئي ۽ لکڻ جو شوق جاڳايو. ان بعد روزانه 'هلال پاڪستان'، ماهنامه 'هلال پاڪستان'، 'هاري حقدار' هفتيوار، 'ماسٽر' هفتيوار، 'مهراڻ' روزانه وغيره اخبارن ۾ ڪاهي بگاهي لکندو رهندو هوس. تماهي 'مهراڻ' ۾ افسانا لکندو رهندو آهيان.

سال ۱۹۵۱ع ۾ برادرم 'ڪاشف' ٽريننگ ڪاليج ۾ چوانڊجي ويو ۽ اتي قبله گرامي صاحب سان ڏيٺ ٿي. سندس فيض صحبت ڏاڍو اثر ڪيو. شاعريءَ ۾ سندن ترغيب ۽ تعليم، سخن سنجيءَ تي آماده ڪيو، پر افسانه نگاري پسنديده ميدان آهي. ڪڏهن ڪڏهن مضمون به لکندو آهيان. محترمي گرامي صاحب جي محبت، علم و ادب سان پاڻ وڌيڪ واسطو پيدا ڪيو ۽ سندن فيضانِ محبت هن هيچمدان کي انهيءَ قابل بڻايو آهي.

* * *

'ناطق' شاعريءَ کان وڌيڪ افسانه نگاريءَ سان دلچسپي رکي ٿو. سندس اخلاقي قدرن ۾ ايمان آهي. هو چاهي ٿو ته هن دؤر جا مسلمان، ترون اوليا وارن مسلمانن وارو ايمان ۽ اخلاق پيدا ڪن. سندس ڪلام زياده تر اصلاحي ۽ اخلاقي آهي. —ادارو

## غزل

رهيو درويش هو جڏ واقفِ رازِ خودِ آگاهي،
تڏهن هي سرنگون، پائي فقيري تي شهنشاهي.

مقيد ان کي چاتو، ڪم نظر زاهد تو ڪعبي ۾،
تجلي ريز آ جنهن جي ضيا، از ماهه تا ماهي.

مصلي سان ڪڏ خنجر به ڪن او بيعمل صوفي،
جو ٿيندي جلد متصادم فقيريءَ سان شهنشاهي.

شجاعت جي تلاش ۽ هن دغابازن جي دنيا ۾،
هي ميدان آهه سو جنهن ۾ ڪري ٿو شير، روباهي.

نه چاڻان منهنجو احساسِ تمنا، ڪيئن گم رهندو،
تنهنجي ضو جي همه گيري، منهنجي نظرن جي ڪوتاهي.

لڙائي ڪفر و ايمان جي نه ٿي آ ختم خيبر ۾،
اجا لڙندي مرحبي سان، حيدر جي بدالاهي.

سان آواره ڦران ٿو، بس تلاش مرد ڪامل ۾،
جناب خضر تائين شل نيئي ڪي مون کي گمراهي.

غلامي آ نبوءِ منهنجو ڪلاهه فقر پسي سير تان،
اي 'ناطق' جنهن کان هو ارزان' سدا تاج شهنشاهي.

## نظم

### دعوت

متاع اهل هنر، لاإله الاالله.
عروج علم و هنر، لاإله الاالله.
دعائي شام و سحر، لاإله الاالله.
دواي درد جگر، لاإله الاالله.
نه آهه شمس و قمر، لاإله الاالله.
نه باد بحر و شجر، لاإله الاالله.
ڪمال قلب و نظر، لاإله الاالله.
جمال فهم و بصر، لاإله الاالله.

آ تنگ تيغ بڪف، ٿي وڃان سان ميدان ۾،
سنان سيف و تبر، لاإله الاالله.

طريق عشق ۾ سالڪ جو آهه زاد سفر،
متاع اهل گذر، لاإله الاالله.

اڙان ٿو قيصر و ڪسريٰ جي تاب شاهي سان،
نه خوف آهه خطر، لاإله الاالله.

اگرچ سامهون آهن، سنان و توب و تبر،
قدم نه پوئتي ڌر، لاإله الاالله.

خزان بهار، ربيع و خريف ڇاڻ عبث،
وسار شام و سحر، لاإله الاالله.

جهان دولت زر، ۽ متاع لعل و گهر،
فريب عقل و نظر، لاإله الاالله.



# محمد حسين "ڪاشف"

محمد حسين "ڪاشف" پنهنجي سوانح هن طرح لکي آهي:

"١٩٣٠ع جي ١-٥ واري مهيني جي چنڊ جي رات هن عالم خاڪي جي پيرهن ۾ پير پاتم. بقول سنڌي روايت جي 'اما ٿل جوڙا جڻين' جي موجب والدين کي ٻيو نمبر فرزند ڄائو هوس. بانگ ڏيئي محمد حسين نالو رکيائون. اسان جا وڏا ڪٿان آيا، اها تاريخ وقت جي ورقن ۾ ويڙهيل آهي: تنهن هوندي به اسان جي قومي 'پاڻ' جنهن وٽ ڪنهار قوم جا مختلف ذاتين ۽ نکن تي مشتمل آهي، انهن جو شجرو ۽ حسب نسب آهي. ان سان ۽ وڏن جي زباني روايت موجب اسان جي وڏي ڏاڏي جو نالو ميان ڪنهور، ننگ ميگ، نوم سومرو ۽ پيشو ڪنهار، جو ٺٽي ۾ مقيم هو ۽ ڪلهوڙن حاڪمن وٽ ڪنهن عهدي تي فائز هو. وقتي تبديلين ۽ ڪن سببن ڪري اهو بزرگ ڪڇ-ڀڄ ڏانهن روانو ٿي ويو، ۽ اتي سڪونت اختيار ڪيائين، جتان سندس پوٽو حاجي عمر، جو اسان جو ڏاڏو ٿئي، جنهن محمد هاشم ميمڻ گرناري جي گهران شادي ڪئي، ان ڳوٺ چنبڙ تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ اچي سڪونت اختيار ڪئي، جو اڃا تائين قائم آهي.

راقم جي والد حافظ محمد عمر (خدا جنت نصيب ڪريس) جو ديني تعليم سان تمام گهڻو شغف هو، ان ڪري اسان کي اول مڪتب ۾ قرآن شريف پڙهڻ لاءِ ويهاريائون. ان بعد پرائمري اسڪول ۾ ويٺس. سنڌي فائنل جو امتحان ١٩٤٤ع ۾ ڇهين ڪلاس سان پاس ڪيم ۽ اڳتي تعليم جاري رکي نه سگهيس. ڪجهه وقت لاءِ خياطي سکڻ جي ڪوشش ڪيم، پر ان کي تڪميل تي پهچائي نه سگهيس.

ڪتابي ۽ مجلسي شوق کي مدنظر رکندي ١٩٤٦ع ۾ ماستري نوڪري ورتم، جا اڃا تائين آهي. ڪاليج جو پهريون سال ١٩٥١ع ۾ ٻيو نمبر، ۽ ١٩٥٢ع ۾ ٻيو نمبر ٽريننگ

ڪاليج فارمين مان حاصل ڪيم، ۽ يونيورسٽيءَ مان اديب توڙي اديب عالم جا امتحان سيڪنڊ ڪلاس ۾ پاس ڪيم.

لکڻ جي ابتدا ١٩٤٨ع ۾ ڪيم. راقم جو پهريون مضمون "اي قوم جا پاسبان" هو، جو ان وقت جي 'الوحيد' اخبار ۾ شايع ٿيو هو. ڪاليج ۾ اچڻ سان محترم عزيزي گرامي صاحب جن سان ڏيٺ ٿي. سندن علمي تبحر، شاعرانه شعور، فلسفيانه خيالات ۽ فڪري بلندي ذهن کي ڪافي متاثر ڪيو ۽ ان وقت پنهنجي ذهن جي ناپختگي محسوس ٿيڻ لڳي. شاعريءَ ۾ ڪين استاد ورتم. نه صرف شاعريءَ ۾ پر ذهني طور راقم جي مطالعه ۽ فڪري ماخذات ۾ سندن بلند پايي ۽ محبوب شخصيت جو ڪافي هٿ آهي. پاڻ جيڪڏهين مطالعه توڙي ادبي بحث و نظر طرف اها رهنمائي نه ڪن ها، ته اڄ 'ڪاشف' گوشه گمنامي ۾ هجي ها. در اصل هي سندن دوستي، صحبت، محبت ۽ شفقت جوئي ڪرشمو آهي.

ادبي دنيا ۾ جڏهن قدم رکيم ته اهو دؤر سياسي، سماجي ۽ ادبي لحاظ کان مختلف هو. پاڪ و هند جي تقسيم ۽ ان مان پيدا ٿيندڙ حالتن حساس طبيعتن کي ڪافي جهنجهوڙيو، جنهن کان ذهني فرار هڪ اديب جي حيثيت ۾ مون لاءِ ناممڪن هو. بحيثيت 'انسان' جي اديب انهن اضافي ڳالهين کان گهڻو متي آهي. هو خالق نه آهي. هو سماجي ۽ قلبي واردات جو مصوّر ۽ سماجي روح جي آواز جو پيغامبر آهي. هت ايترو لکڻ ضروري آهي ته اهو دؤر ادب جي "ترقي پسند تحريڪ" جو هو، جنهن نه صرف پاڪ و هند پر دنياي ادب تي پنهنجو اثر ڪيو، ۽ هر ذهين فرد کي متاثر ڪيو. مون پنهنجي ادبي ۽ علمي زندگيءَ ۾ نه صرف شعر پر افسانا ۽ تنقيدي مضامين به لکيا آهن. هن وقت قلم جو زور تنقيد ۽ بحث و نظر جي طرف آهي. هونئن ته ڪيترائي مقالا ۽ مضمون لکيا اٿم، جي شايع ٿيل آهن، جن مان ڪن جا عنوان لکڻ مناسب ٿو سمجهان، جي هڪ ادبي يادگيري آهن.

(١) 'ادب براءِ ادب' يا 'ادب براءِ زندگي'، (٢) شاهه جي شاعريءَ جو صوفيانه انداز، (٣) افڪار و مسائل، (٤) متحده ادبي محاذ جي ضرورت، (٥) شاهه ۽ انسان، (٦) ادب ۽ آرٽ، (٧) انساني ارتقا ۽ قرآن، (٨) شاهه جو چنڊ، (٩) سنڌي شاعريءَ جو نئون موڙ، (١٠) شاعر ۽ سگهڙ، (١١) ادب ۽ نظريه، (١٢) وتائي فقير رح جي شعور جي بلندي، (١٣) پاڪستان ۾ سنڌي زبان جو مسئلو، (١٤) ادب ۽ عوام، (١٥) ترقي پسند ادب، (١٦) بانگ وطن (الوحيد جو صحافتي ڪردار)، (١٧) نوٽبڪ جا ڪي ورق وغيره.

راقم کي پنهنجي ذاتي لئبرري آهي، جنهن ۾ اٽائي هزار کن ڪتاب ۽ رسالا آهن. خاص ذوق ادب، تنقيد، فلسفه، اسلاميات، تاريخ، تصوف، نفسيات، اجتماعيات ۽ شاعري سان آهي، ۽ ڪتبخاني ۾ مختلف موضوعن تي ڪتاب پڻ آهن."

* • *

ڪاشف هن جديد دؤر جي پيداوار آهي، تاهم سندس ڪلام جي هيئت ۽ اسلوب، انداز بيان ۽ طرز ڪلام ۾ تغزل جو قديمي رنگ ڍنگ موجود آهي. سندس طبيعت نظم ڪان زياده نثر ڏانهن مائل آهي، تاهم سندس شاعريءَ ۾ غزل جا معيار موجود آهن. اخلاقي ۽ اصلاحي شاعري ڪري ٿو ۽ هن دؤر جي مسلمانن جي خسته حالي ۽ اخلاقي پستيءَ تي فڪر انگيز نمونى ۾ تنقيد ڪري ٿو. — ادارو.

# غزل



ايوانِ محافل ۾ نه رهي، مرد سپاهي،
سامانِ حضر ڇا ڪنديون، اي بندهٔ راهي.

اي عشق، سرِ دار رکيو مون ڪي جهان آهه،
مان عقل جو باغي آهيان، دنيا جو گناهي.

هان، تمتمهٔ برق ڪان ٿيون خيره نگاهون،
هر دل جي نظر ۾ آ فقط ڪور نگاهي.

سنگينيءَ دوران جو گهڻو خوف مون کي آهه،
اي شيشهءِ حلبي، فقط الله آ واهي.

اي مردِ خدا، برسرِ ميدان آ 'ڪاشف'،
ڪيسن رهي، محجوبِ ميان، تيغ الاهي.



رهيو نه بزمِ جهان ۾، نشانِ امن و سلام،
خدا ڪري تہ ٿئي غرق هي خرد جو نظام.

سندم نيام ۾ موجود آهه تيغِ يقين،
سنده دماغ تي قابض، رموزِ علمِ ڪلام.

زوالِ آدمِ خاڪي تي خنده زن آهن،
ستاره، ماه، ڪهڪشان ۽ چرخ نيلي فام.

جتي آ غيرت و ايمان جو موجزن درياء،
سا وادي منهنجي نظر ۾ اچا نه ٿي آ غلام.

حوادثات جي آمد آ زندگي جو نشان،
غروبِ مهر آ، اصلِ فروغِ ماهِ تمام.

بہ وجه نقشِ طلب، يار تون نٿو سمجهين،
وگرنه طور ڀي آ تشنهِ کليم و ڪلام.

سندم نوا ۽ نظر تي اثر ڪيو نه غريب،
خرد جي دعوتِ مستي کي دور کان آ سلام.

خودي آ ظاهر و باطن جي فرق کان محروم،
سنده نگاه جو معيار، جامهء احرام.

خوديءَ جي سوز کان 'کاشف' مدا رموزِ حيات،
خوديءَ جي ساز ۾ آ نغمه ثبات و دوام.





# عبدالغفور "عابد"

عبدالغفور "عابد" ولد مولوي عبدالله جوڻيجو، بدين جو رهاڪو آهي. ٢٥- نومبر ١٩٤٢ع تي ڳوٺ مير حسن نظاماڻي ۾ تولد ٿيو، ۽ ابتدائي تعليم بدين ۾ حاصل ڪيائين. نوابشاه ۽ حيدرآباد ۾ پڙهندي بي. اي. ڪيائين. اول صحافت ۾ ڪڙيو ۽ عامل صحافيءَ جي حيثيت سان حيدرآباد جي 'عبرت' ۽ 'نواءِ سنڌ' روزنامن ۾ سالها سال نيوز ايڊيٽر ٿي ڪم ڪيائين. ان طرح سنڌ يونيورسٽي ۾ ٻن سالن به وابسته رهيو. ١٩٦٨ع ۾ سي. ايس. ايس. ۽ ايس. سي. ايس. جا اعليٰ امتحان امتيازي حيثيت سان پاس ڪيائين. ساڳئي سال، سينٽرل انفرميشن سروس جي امتحان ۾، سڄي پاڪستان ۾ ٻيون نمبر آيو. هن وقت لاهور ۾ انڪم ٽئڪس آفيسر (زير تربيت) آهي. شاعريءَ سان شغف ١٩٦٠ع کان اٿس. لکيو ڪافي اٿس، پر اشاعت کان پرهيز ڪندڙ آهي. سندس شعرن ۾ سادگي ۽ سلاست، ماحول جي عڪاسي ۽ وقت جي ترجماني آهي. مولانا حاجي احمد ملاح جي عوامي شاعريءَ کان بيحد متاثر آهي. هن دؤر ۾ مولانا گرامي صاحب کان پنهنجي فن متعلق اصلاح وٺي رهيو آهي. — ادارو.

* * *

## نظم

### دور، گهڻو دور

هو گلن جهڙو نرم ۽ نازڪ حسن،
عشق جان سوز جي ستم کان دور؛

محو، خود بيني ۽ خود آرائي،
منتظر چشم جي الم کان دور.

پاڻ ۾ مست، پاڻ ۾ ئي غرق،
خوه آمادهء ڪرم کان دور.

ـه.اٺ

عشرتِ شب ۾ تا سحر مست هوش،
شارِ عاشق جي کرب و غم کان دور.
رسمِ مهر و وفا کان نا آگاهه،
راهِ الفت جي پيچ و خم کان دور.
هوش ۾ ايندو اوچتو اُن وقت،
هوندو "عابد" جڏهن عدم کان دور.

## غزل

آهائي محبت، آهائي رقابت،
آهائي اسان جي تہ مجبور حالت.

آهائي اوهان جي تغافل جي عادت، آهائي اسان جي حڪايت شڪايت.
آهي ٿي وفائون، آهائي ندامت، آهائي اڃا آرزو، پنهنجي قسمت.
اڃا روز گذري ٿي دل تي قيامت، اڃا سنگدل تنهنجي ساڳي روايت.
اوهان سان ملي آ لہ هلندي ڪا حجت، اسان جي اڳيان آ اسان جي شرافت.
نہ الفت، نہ قربت، عنايت نہ چاهت، رهو شل سلامت، رهو شل سلامت.

زلفِ پيچان سندي زنجير پڌو،
دلربا! تو سان هو تقدير پڌو.

بي گنهہ تنهنجو ٿي دلگير پڌو، سرِسرِ راهہ، دار و گير پڌو.
حسنِ خوبان سندي تاثير پڌو، خوابِ الفت سندي تعبير پڌو.
چا عجب، حسن جي تدبير پڌو، ٿي چيئون 'عابدِ' بي پير پڌو.

ياد تنهنجي جڏهن جڏهن آئي،
پئي ڪبو غرقِ بادهء پيمائي.

ٿي تصوّر ۾ بزم آرائي، خود تماشو، ۽ خود تماشائي.
ختم ٿي حرمتِ مسيحائي، تو جڏهن دلبري نہ فرمائي.
ڪاش! ڪڏهن ڏسين، او هرجائي، پنهنجو برباد حال شيدائي.
جا دلِ زار مان صدا آئي، سا پئي طرزِ نغمہ پيرائي.
حسن هر وقت محوِ خود رائي، عشق 'عابد' مدام سودائي.



# ”آثم“ ناٿنشاهي

”آثم“ ناٿنشاهيءَ جو سچو نالو غلام رسول ولد الله بخش سولنگي آهي. سندس جنم ڳوٺ ڪاٺڙي، تعلقي خيرپور ناٿنشاهه ۾ ٿيو. ننڍپڻ کان ئي شاعراڻي طبعيت اٿس. ١٩٦٢ع ۾ سيد محسن ڪڪڙائيءَ سان خيرپور ناٿنشاهه ۾ ملاقات ٿيس، جنهن دوستاڻا اصلاح سان سندس فن کي چمڪايو. ان طرح ”بزم طالب المولي“ شاخ خيرپور ناٿنشاهه سان وابسته ٿي، علمي ادبي سرگرمين قائم ڪرڻ ۾ قابل قدر ڪم ڪيائين. ”بزم طالب“ سندس ئي ڪوشش ۽ دوستن جي تعاون سان قائم ٿي. بزم طرفان ’درسِ ادب‘ شعبو قائم ڪري شاعريءَ سان شوق رکندڙ نوجوان طبقي کي سکيا ڏيڻ جو بندوبست ڪيو ويو، ۽ پاڻ سيڪريٽري مقرر ٿيو. خيرپور ناٿنشاهه ۾ علم و ادب ۾ اهڙن چرچن کان متاثر ٿي ڪيئي نوآموز ۽ نو مشق شاعر اچي وٽس اصلاح وٺڻ لڳا. ١٩٦٣ع جي آخر ۾، محسن ۽ پاڻ ”اداره فلاح و بهبود خيرپور ناٿنشاهه“ قائم ڪري، هڪ لئبرري کوليائون، جنهن مان عوام ڪافي فائدو حاصل ڪري رهيو آهي. ’آثم‘ جديد سنڌي شاعريءَ ۾ قابل قدر تجربا ڪيا آهن. هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي اٿس. ”مهراڻ“، ”نئين زندگي“، ”روح رهاڻ“ ۽ ٻين سنڌي رسالن ۾ سندس بهترين ڪلام آيل آهي. ”ڪنين ڪنر موڙيا“ پنهنجي ڪلام جو مجموعو تيار رکيو اٿس. ”تاريخ جو مطالعو“، ”مظلوم ڪربلا“، ”هڙتال“ ۽ ”بہ روپ“ اڻڇپيل ڪتاب اٿس. مصروف لکندڙ آهي. خيرپور ناٿنشاهه ۾ خانگي ملازمت سندس معاش جو ذريعو آهي.

فني خيال کان ’آثم‘ جو فن سدا شاهوڪار ۽ زرخيز آهي. مختلف اصناف سخن تي نهايت رنگين ۽ دلاويز تجربا ڪيا اٿس. نظم، آزاد نظم ۽ غزل تي استاداڻا دسترس اٿس. سندس پختگي ۽ برجستگي کي ڏسي، استادانِ سخن ب تحسين ڪرڻ کان رهي نٿا سگهن. هيئت جي

ٻرائڻ قالبن ۾ نئين رنگ ڀرڻ ۽ پراڻي مضمون کي نئون لباس پهرائڻ 'آثم' جي رنگين فن جو هڪ ڪرشمو چئي سگهجي ٿو. اميد ته مطالعه ۽ رياض ڪان پوءِ هي شاعر هن زبان جو عظيم شاعر ٿي پوندو، اها توقع آهي ۽ اها دعا آهي. ---ادارو.

## دوها

وينگس، جيٺ چنيءَ تي چوڪا، سنهن تي سرڪن موڙ،
اهڙا ڄاڻ وبس ته ڀڪُن! تنهنجا پيلي ڪوڙ.

وينگس، واسينگن جان ورور گوپيل تنهنجي ڳُت،
ونگجي-ڏنگجي ماڻهو ڪيئي، ڀنجي پوندا ٻُت.

وينگس، ڳاڙهي ڳِل تي هڪڙو ڪارو تير،
ڀنو آهه آڏاسي چڻ ڪو چنڊ مٿي ڪانر.

الڙ ناري، ٿوهه جواني، من ۾ اهڙو موهه،
آتو جهڙيءَ ريت ڏيئي لڻ سينهن سُوا جو اوهه.

الڙ ناري، اپريل سينو، گذري اهڙيءَ ڪامَ،
پانهه ته باغ ۾ جهومي بيٺي ڏاڙهن تنبريل ٿامَ.

الڙ ناري، سنهڙو چولو، مٿس مٽين جي اوجَ،
ڪپڙا ڄاڻي آني آ ڪنهن شاعر جي جڻ سوچ.

سوچي 'ها' 'نٿهن' ڪجان اگهئي آهيون ڄاڻ ڀروڻ،
ويتر جانِ جنجهوڙي وجهندي تنهنجي ڪنڌ جي ڏوڻ.

شاعر! جي تون شعر ڪڏهن ٻي لکين ته اهڙو ليڪ،
پڙ جو ٻُت پڌي ته ان جي مغز مان نڪري سيڪ.

شاعر! جي تون شعر ڪڏهن ٻي ليکين ته اهڙو ليڪ،
جنهن ۾ ورج جي تڙپ هجي ۽ طوفانن جو تيڪ.

ڳائين ڪوئي گيت ته وڃو ڳاهه، ائين او يارَ!
دريا اُٿو وَهڻ لڳي ۽ ٻاهه چڙهي ڏئي تاءُ.

مالها ٻوئي سڄاري! اهڙي، ميڙي لفظ آسُلُ،
ڏسندي ڏمريل ڪنڌ جهڪن ۽ ريجهي پون رُتلُ.



Scanned with CamScanner

## نظم

### ٻارانو

مون کي محسوس ٿئي ٿو ته هميشه وانگر،
اڄ به مون ڏانهن، تون اي دوست، نهاريو ٿي؛
گرچ ظاهر ۾ زبان بند هئي تنهنجي، پر،
تون نگاهن جي زبان سان پڪاريو ٿي؛
تنهنجي اکڙين جي ڪٽورن ۾ ڀري آب حيات،
تون اشارن ئي اشارن ۾ پياريو ٿي!

پر انهيءَ اڄ ڪيل آب سان، منهنجا محبوب!
تنهنجي اکين کي مون هڪ ڍُڪ به پيارڻ نه ڏنو،
تنهنجي ناڪام وڃڻ کان پوءِ، ندامت ۽ خلش،
مون کي سُک سان سڄو ڏينهن گذارڻ نه ڏنو؛
منهنجي محجوب طبيعت جو پڇجي شل ڪاٿو،
جنهن مون کي تو ڏي نظر-ڀر به نهارڻ نه ڏنو!

## غزل



ميڪدي جو عجيب آ دستور،
وچ ته سالم ۽ اڄ ته چڪناچور.

عشق سنت خدا جي آ واعظ، عشق کان ايترو نه وڃ وهلور.
تير ڏيڏي نظر جو ڇا لڳندو؟ سامهون وار ڪر تکي ڀرپور.
سڏ نه مون کي تون قيس ۽ فرهاد، مان نه آهيان چريو، نڪو مزدور.
حسن، حسن آهه جي رهي محفوظ، ويندو اڏري جي ڪولبو ڪانور.
ٿاهه 'اثر' مان تنهنجو مشڪل آ، تون به مغرور، مان به ڪجهه مغرور.



توکان مرعوب ڪٿ ٿيا آهيون،
احتراماً جهڪي پيا آهيون.
عشق تنهنجي کي دل ۾ ساڻيوسين، هاڻ ڪجهه زور ٿي ويا آهيون.

روشني جڳ کي ڀيا ڏسا ٻهچايون، ظلمتن جا امان ڏيا آهيون.
قدر ڄاڻون ڏسا زندگانيءَ جو، ڪوڙ ڀيرا مري-جيا آهيون.
آهيون حرف غزل ڪڏهن ’اثر‘، ۽ ڪڏهن چند مرثيا آهيون.

•

غم مٺاڻ پيو ٻه غم، غنيمت آ،
مون تي ايڏو ڪرم، غنيمت آ!

تنهنجو غصو به منهنجي لڏ سائين، تنهنجي ميڙ جيو قسم، غنيمت آ!
تنهنجي طرفان مليو تہ بسم الله، مون لڏ رانج و الم، غنيمت آ!
منهنجي حصي ۾ آيو آ يارو، هڪ ستمگر صنم، غنيمت آ!
ڪوڙي دولت اسان آهه اي ’اثر‘ منهنجي هٿ ۾ قلم، غنيمت آ!

•

سرهي سيج، گهڙيءَ ۾ ٻڪ،
مون سان ڪڏ هو رات آلڪ.

منهنجي رنڊ تي مُرڪڻ وارا، اک ۾ شال ٻُوني ڪو ڪڪ.
ڏوڙ اڏامي چمنڊ منهن ڪي، ڊوليا! ٻٽ تي ڀير نہ رک.
جنهن ٻہ تياڳي آهي دنيا، آن جهڙو ڪو ٻيو سورڪ؟
ڏاغ سوين پل هجنس ’اثر‘، چنڊ ڪي لڳي ناهي چڪ.

## رباعيون

( ١ )

بي انت سمنڊن ڪي سُڪايو تہ مڃان،
هر هڪڙي همالہ کي جهڪايو تہ مڃان؛
طبقات جي چڪتاڻ ۾ آلجهيل ذهنوا
هي جهڳڙو هميشه لڏ سُڪايو تہ مڃان.

( ٢ )

سُرندي جي اچا تند نہ مون ٽوڙي آ،
منزل ڪان اڳي واڳ بہ ڪنهن موڙي آ؛
واڪا تہ وڏا اڄ بہ ڪيان ويٺو، مَرَ،
شايد تہ سنڌ ٻاجهہ ٻنهہ ٻوڙي آ!

( ٣ )

جذبات ڪان دل تنهنجي صفا خالي آ،
ٻنبٽن جو ٻُسڻ، ڪُوڙ آ، نقالي آ؛
تون ٻاجهہ جي آلاپ جا آلاپين ٿو،
سا راڳڻي بيوقت آ، بي تالي آ!

( ٤ )

هُت روز لڏان تنهنجا ٻهانا آهن،
هِت درد ڪيا دل جا دِ ڻهانا آهن؛
او ننڊ خوبان، هي دلاسا تنهنجا،
جن جاڳندي ۾ خواب سُهانا آهن!

( ٥ )

جي سوزُ نٿا ڏيو ته پلا سازُ نه ڏيو،
افڪار کي ڪا طاقتِ پرواز نه ڏيو؛
ويچهو نه جي 'آثر' جي اچو ٿا ٻاروا
نادانُ کي ٻري ڪان ٻي ڪو آواز نه ڏيو!

## قطعا

( ١ )

ذهن ۾ شعر ته هيڪاندا ڦرن پيا، ليڪن،
نانَ جي نوڙَ ڪان نيڙ گهٽ ۾ آڙي پيا آهن؛
گردشِ دهر جي پيڙا ڪان قلم منهنجي مان؛
۽ ڦڙا مسُ جا هي ڪاغذ تي ڳڙي پيا آهن!

( ٢ )

اي دوست! رُنڻ وارا، اهي پنهنجا لُڙڪ،
ڏي، هِڪَ ۾ مون کي ڏي، مان پيڻ ٿو چاهيان؛
رُئندن کي ڪيائي جيسين وٺي ڏيان واپس،
تيسين مان زماني ۾ جيئڻ ٿو چاهيان.

( ٣ )

التجائن سان پنري ايسن نهارڻ وارا،
پانئجي ٿو ته تون ڪجهه مون کي ڏيڻ ٿو چاهين؛
تنهنجي هين آسَ ۽ ايثار تان صدقي صدقي،
منهنجي لئه مَلڪ ۾ بدنام ٿيڻ ٿو چاهين!

( ٤ )

آنڌَ! چــڏي ڏي ايــڏو الــڌُ،
هيءُ نــه تنهنجي هــوڏ جــو هنــڌُ؛
وَڏيــو تــه پوه بــه آڏنــدو وينــدو؛
هيــٺ اـه ڪيرنــدو آرڏو ڪنــڌُ!





# ”وفا“ نائنشاهي

’وفا‘ نائنشاهي، سنڌيءَ جي جديد شاعرن ۾ پنهنجي جدت پسند طبع ۽ خيالن جي ڪري چڱو نالو ڪڍيو آهي. ١٥- مئي ١٩٤٤ع تي، امرتسر ضلعي جي شهر ٻنڊيالا ۾ خيرات علي قريشيءَ جي گهر پيدا ٿيو. ورهاڱي کان پوءِ، سندس والدين سنڌ ۾ اچي ڳوٺ گوزي ۾ سڪونت پذير ٿيا. هاڻي خيرپور ناٿنشاهه ۾ مستقل طور رهي ٿو. اسڪولي تعليم دوران سندس طبع شعر و شاعريءَ ڏي آماده ٿي. نئين ۾ فلمي گانن جي طرزن تي سنڌي گيت لکي شوق جي تڪميل ڪندو رهيو. اسڪولي ڊرامن ۾ ڪردار ادا ڪرڻ سان گڏ گيتن جون ڌنون تيار ڪندو هو. سندس شاعريءَ جو باقاعدي آغاز ١٩٦٢ع کان ٿيو. ’محسن‘ ڪڪڙائي سندس ڪلام جي اصلاح ڪندو آهي. سنڌي شاعريءَ ۾ غزل، نظم، قطعه، رباعيءَ ۾ سهڻا تجربا ڪيا اٿس ۽ ڪافي رسالن ۾ سندس ڪلام ڇپيل آهي.

’وفا‘ اصل ته پنجاب جي سرزمين جي پيداوار آهي، پر اڄڪلهه جسم ۽ روح جي نسبت سان خالص ۽ نيٺ سنڌي زبان ۽ ادب ۾ غرق ٿي ويو آهي. سندس ڪلام اهل زبان کان ڪنهن به حيثيت ۾ گهٽ نه آهي. سندس انداز بيان ڏاڍو رنگين ۽ پيارو آهي. ذوق جماليات جو عنصر به سندس ڪلام ۾ جام آهي. ان کي اگر معتدل ۽ محتاط انداز ۾ نه رکيو ته پوءِ فن کان متجاوز ٿي ويندو، ۽ ممڪن آهي ته اهو ناقابل برداشت حد تائين پهچي وڃي.

هر صنف تي ’وفا‘ جا تجربا موجود آهن: غزل، نظم، آزاد نظم، رباعي، قطعي وغيره ۾ سندس خيال آفريني پسنديده حد تائين موجود آهي. مشق ۽ رياض سان اميد آهي ته اڳتي هلي هن جي ڪلام ۾ صحت ۽ فن پيدا ٿيندو. —ادارو

* * *

## دوها

ڪوڙا تنهنجا وعدا نڪتا، ڪوڙو تنهنجو پيار،
دوکن جي ھنجوڙ ۾ ڦاسي، ڪير اچي ھربار.

تنهنجو منهن ڇا ڦريو مون ڪان، ڦري وئي تقدير،
ڏسندي ڏسندي لٽجي ويئي، خوشين جي جاگير.

پريت جو ڪنهن سان ٺٺ اڙايون، ڪنهن سان ڪريون پيار،
قدم قدم تي ڪَنڊي ڪيل آ، ڌوکن جي ديوار.

ڪنهن جي لاءِ تي سُڏڪين ويٺي، او چاندوڪي رات!
مون والڪر ڪا تو ٻي ڪاڏي آ ڇا ٻيار ۾ مات.

گذري ويئي رات سڄي، ٻَو سمهي هاڻي ڦنڪار،
ٻتَر ڪي ڇا ٻڙهي ٻڌائيندين ٻنهنجا شهڪار.

ڪجليون اکيون، مشڪين ڙلفون، نُور ڀريو سَنڌ سَنڌ،
تنهنجي حسن جهڪائي ڇڏيو آهي منهنجو ڪنڌ.

قدرت ٻي اڄ رقص ڪرڻ لئه ڏسجي ٿي تيار،
ڪيڏي دلڪش آهي تنهنجي پايل جي جهنڪار.

جيئن جيئن ويجهو ايندا، تنهنجي جي تيرن جا آواز،
تيئن تيئن اوچا اڏندا منهنجي فڪرن جا شهباز.

## وايون

( ١ )

تون خوشين ڪان ٻي ڪٻانين،
ڪُرڪي آءُ ونان سو سور:
هر ڪو فطرت ڪان مجبور!

مان اٿيهين ۽ سوتي ڳوليان،
تون چوڏهين ۽ ٻي اسي نُور:
هرڪو فطرت کان مجبور!

تنهنجي جنگ خدا سان جوتيل،
مان شيطان اڳيان معذور:
هرڪو فطرت کان مجبور!

گل گل ڪومايل، مرجهايل،
ٽڙيل گهاءُ، ڪڙيل ناسور:
هرڪو فطرت کان مجبور!

ڪنهن جي سوچ آئن جا پيرا،
ڪنهن جي سوچ سنئي جا ٻور:
هرڪو فطرت کان مجبور!

( ۲ )

ٻيهر ٻشون، انڄاتل منزل، وِڪ وِڪ تي چُوواٽا ووءِ،
جاڏهون ڪاڏهون گهاٽا ووءِ!

هوڏي هيڪل وياڪل سوربون، هيڏي ڏرڪيل ڳاٽا ووءِ،
جاڏهون ڪاڏهون گهاٽا ووءِ!

انڌا ويڄ، زبانون ڪيل، زهر ملايل چاٽا ووءِ،
جاڏهون ڪاڏهون گهاٽا ووءِ!

مون ڏي تير نه پهچي سگهيا، توڏي ٻس نه ڦاٽا ووءِ،
جاڏهون ڪاڏهون گهاٽا ووءِ!

رب سهانگي، مانهو سستو، ڪُتن ڪي اُڙاٽا ووءِ،
جاڏهون ڪاڏهون گهاٽا ووءِ!

اوڇڻ چمڙي، بستر لوڙها، سڪ جا سپنا ڪاٽا ووءِ،
جاڏهون ڪڏهون گهاٽا و.ءِ!

ڪاٽ نڙيون، چَپُ چَپُ سوڀاري، سامهون خالي ٻاٽا ووءِ،
جاڏهون ڪاڏهون گهاٽا ووءِ!

# غزل

●

پيلو چوٽا، ڪاهه ته ناهيان،
نرم سهي، بيساهه ته ناهيان.

ايڏو چوٽا چيرڪو مون ڪان، مان دوزخ جي باهه ته ناهيان.
نيٺ خطا ٿي ويندي مون ڪان، آدم هان، الله ته ناهيان.
قيد ٿيان سوني پڃري ۾، وائيءَ جو ويساهه ته ناهيان.
چوٽا مون کي ڦاسي چاڙهيو، ايڏو حق آگاهه ته ناهيان.

●

ولج و غم شناس آهي، درد آشنا آهي،
منهنجي نوجوانيءَ کي حسن جي دعا آهي.

دوستن جي محفل ۾ تو ٿني ائين معلوم،
جڻ اسان غريبن جو ڪوئي ٻيو خدا آهي
ڪيڏو خوش نصيب آهيان، ڪيڏو سخت جان آهيان،
ڏار غم زماني جو، تنهنجو غم جدا آهي.
هيڏي ساري دنيا ۾ ڪيئن ٿو ڇني سگهجي،
ڪير قربدار آهي، ڪير بيوفا آهي.
رزق جي خدا وارن ڪلهه ڪئي هئي خيرات،
منهنجو هٿ ته خالي آ، تنهنجي هٿ ۾ ڇا آهي.
شهر شهر ۾ ماتم، ڳوٺ ڳوٺ ۾ نوحا،
وِک وِک تي آڪربل، نقشِ ڪربلا آهي.
ڏس ته ڪاٿي پهتي آ ارتقاءِ انساني،
جبر پيش پيش آهي، عدل بينوا آهي.
سم بڪف انهن بيٺو آهي چاره گر هرهڪ،
جڻ اسان جي دردن جي زهر ئي دوا آهي.
موت جي اندرين ۾ ڪير ڪنهن کي ڳوليندو،
هڪٻئي کان جيڏري ئي هرڪوئي خفا آهي.

# قطعا

( ١ )

تنهنجي ساز جي صدا گونجي،
تنهنجي چوڙين جا جلترنگ وڄيا؛
مسڪراهٽ، امنگ، اُڃ، يقين،
سڀ منهنجي ڪئي چار چنڊ لڳا.

( ٢ )

زهر جو جام پيئڻ ڏيو يارو،
ڪي گهڙيون مون کي جيئڻ ڏيو يارو؛
وقت جي منهن تي ڪو ليڪو يا ڪجهه،
جي ٿئي ٿو ته ٿيڻ ڏيو يارو.

( ٣ )

ڪوٽ ٿيشي سندو ٿئجي اڳيان،
منهنجي آواز ۾ اٽڪ ٿو وڃهين؛
اي غم روزگار! ڏاهو ٿي،
منهنجي پرواز ۾ اٽڪ ٿو وڃهين.

( ٤ )

تنهنجي مُرڪڻ جو ڇا جواب ڏجي،
خاڪ اڏري ٿي گلستانن ۾؛
شل سلامت رهن اکيون تنهنجون،
ڪير ويندو شرابخانن ۾.

# رباعيون

( ١ )

بي ٻهج صدائن جا زمانا آهن،
مسموم هوائن جا زمانا آهن؛
احساس جي پرپور شڪستن جو ٿيو،
سنگين خطائن جا زمانا آهن.

( ٢ )

آسمون آ زمين، حشر پيا آشايد،
هي روز جزا، دور فنا آ شايد؛
جنت ٿو ڏئي ڪنهن کي، جهنم ڪنهن کي،
هن دور جو زردار خدا آ شايد.

( ٣ )

احساس ڇا، ڇا عهد وفا ياد رهي،
ڪنهن مهر و مروّت جي ادا ياد رهي؛
جنهن دور جو انسان ئي معبود هجي،
تنهن دور کي ڪاٿي ٿو خدا ياد رهي.

( ٤ )

هاڻي نه ٿيا صبر جي صد چاڪ ٿئي،
هڪ انگ ٿو ٻئي انگ جي پوشاڪ ٿئي؛
رزاق سندي رزق جي حاجت ڪهڙي،
انسان ٿو انسان جي خوراڪ ٿئي.

( ٥ )

تسبيح و نمازن ۾ اڙيا پيا آهن،
۽ ورد وظيفن ۾ سڙهيا پيا آهن؛
دنيا جا ٻيئي جهل، سمورا زندان،
الله جي ٻندن سان پريا پيا آهن.

( ٦ )

ظلمت جي رقيبن جو ڇڏيو ذڪر ڇڏيو،
سورج جي نقيبن جو ڇڏيو ذڪر ڇڏيو؛
جيڪو ٻه سري جنهن کان، اچر ڪرڙ هڻون،
سورين جو صليبن جو ڇڏيو ذڪر ڇڏيو.

( ٧ )

ظاهر ۾ ٿا جبر جي تائيد ڪيون،
دل ۾ ٿا مڪر تڙپون ۽ ترديد ڪيون؛
پوتار جي محفل ۾ ائين ٿا مرڪون،
جڻ ماهِ محرم ۾ پيا عيد ڪيون.

( ٨ )

ظلمت تي هيئنر نُور جي ورکا نه ٿئي،
پوري ڪا هيئنر ڪوڙ جي آشا نه ٿئي؛
تيرن ڪي سندس منهن تي هٿو موٽائي،
نمرود ڪي دل جاءِ ٿئي پيا نه ٿئي.

( ٩ )

انڌن ۾ زر و سيم نه تقسيم ٿئي،
احساس ۽ انصاف جي تعظيم ٿئي؛
غارن جو تم، مولا! اجا هڪ پيرو،
انسان سنڌي ذهن ۾ ترميم ٿئي.





# ”راز“ ناٿنشاهي

علي شير ولد نورمحمد ميرائي، ادبي دنيا ۾ ’راز‘ ناٿنشاهي جي نالي سان متعارف، ٧- آگسٽ ١٩٤٧ع تي ضلعي دادو جي مشهور شهر خيرپور ناٿنشاهه ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم خيرپور ناٿنشاهه کان سواءِ خيرپور ميرس جي ناز هاءِ اسڪول ۾ پڻ حاصل ڪيائين. ڪيس ادب سان لڳاءُ پنهنجي ناني مرحوم محمد اعظم ’اعظم‘ ميرائيءَ کان ورثي ۾ مليو. ’راز‘ ناٿنشاهي ادبي دنيا ۾ هڪ ڪهاڻي نويس جي حيثيت سان آيو. پاڻ پهريان ’علي شير‘ ۽ ’عين-شين‘ جي نالن سان ڪهاڻيون لکندو هو. سندس ڪهاڻيون سنڌي روزانن، هفتيوار اخبارن ۽ مختلف ماهوار رسالن ۾ شايع ٿينديون رهيون آهن. هڪ سال ڪهاڻيون لکڻ کان پوءِ سندس لاڙو شاعريءَ ڏانهن ٿيو، جنهن بعد ٿي هن شعر جي مختلف صنفن تي لکڻ شروع ڪيو. وقت جي تقاضا موجب ۽ طبيعت جي رجحان سبب ابتدا کان ئي جديد شاعر آهي. سندس شعر سنڌي زبان جي سڀني مشهور رسالن ۾ ڇپبا رهيا آهن. سندس نظمن مان ’فنڪار‘، ’قرباني‘، ’پردو‘، ’الوداع‘، ’فرياد‘، ’همسفر‘، ’فيصلو‘ ۽ ’وقت جي هنج‘ خاص پسند ڪيا ويا.

پاڻ شاعر هئڻ سان گڏ هڪ بهترين ڪرڪيٽ پليئر، اسٽيج فنڪار ۽ عمدو مصوّر پڻ آهي.

’راز‘ هڪ رندانه طبع جو شاعر، خاص طرح خمريات پسند فنڪار آهي. هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي اٿس. مجموعي خيال کان سندس ڪلام ذوق جماليات کان گهڻو بخرو لڌو آهي. ان معيار کي اگر حدن اندر نہ رکيو ويو تہ پوءِ ممڪن آهي تہ محتاط ۽ معتدل راهہ قائم رهي نہ سگهي. خيال جي رنگيني ۽ زبان جي پختگي مان ظاهر آهي تہ اڳتي هلي ’راز‘ هڪ باڪمال شاعر جو مقام حاصل ڪري وٺي، اها ئي اميد آهي. —— ادارو

* * *

## دوها

نُور پريا ۽ چنڊ لهي اچ، دل جي مون سان اور،
تنهنجي پيءُ من ۾ آ ڦاٽل ڪنهن جي پيار جي ڏور.
ڪنهن جي ياد ۾ تنهنجي سيني تي آ ڪارو داغ،
ڪنهن لئه در در خاڪ ٿو ڇاڻين ڪنهن لئه ڄاڇين ڀاڳ.
چنڊ چريا او چنڊ چريا! تنهنجي مومل آ ڪهڙي؟
اهڙي هوندي سهڻيءَ جهڙي يا هوندي راڌا جهڙي.
اهڙي هوندي جهڙي هي ڏس منهنجي پياري آهي،
تون ڀي شرمائين، هو جيڪر گهونگهٽ پنهنجو لاهي.

## وائي

تنهنجا نين سنڌوءَ جو سينو،
منهنجا گيت اڇايل — او.

تنهنجي لاءِ اکين ۾ اچ، پــرجــي آيا بـادل — او.
خوشيون روئن، نوحا ڳائن، گل گل ڀي ڪومايل — او.
اونڌا ساز ڇپن تي مهرون، ٻڌڪي پايل پايل — او.
منظر ويران چانڊوڪيءَ جا، تارا سارا گهايل — او.
منهنجا گيت اڇايل — او.

## گيت

ڪـوئـي گـيـت ٻـڌاءِ،
بانورا! ڪوئي گيت ٻڌاءِ ...

خاموشي پـي ڳائي مرڪي،
اونداهيءَ جو چهرو جرڪي،
دنيا ڪـي جهوساءِ:

بانورا! ڪوئي گيت ٻڌاءِ ...
اڄ اڄ ۾ آ شور ڏنو مون،
اڄ اڄ منهنجي پلڪن ۾ تون،
جڳ ڏسڻي ڇا لاءِ:
بانورا! ڪوئي گيت ٻڌاءِ ...

# نظم

## جوت

وري ڪانئي سُوري پڪاري ٻڪاري،
وري ڪونئي ڪهڻو ٻيو ٿو نهاري.

اَيا ڪات روهي، صابن جا ٻاچا،
نئون سوت ڇاڇا ٻيو کهوٽ ساري.

نه ڄاڻان ائين ڪنهن ڪيو آهه لوڪو!
قيامت جو هوڪو ڇڏيو آ ڏياري.

صحيفن جا سينا ڪيون ٻاڪ وينا،
ورق در ورق هي نئون خون هاري.

اجايو ٿا ٽڙڪو، نه واڪو نه ڪڙڪو،
وجو زهر هڪ وقت سون کي ٻياري.

هي تيز جرڪي ستارن جان چمڪي،
ٻڏايو، ڇڏيان اهڙي واري وساري.

ڏيو ڪو پٽن تي وري نيرِ ڳاڙي،
اسان ڏي نهاري ٻيو جوت ٻاري.

## منهنجو قلم

زندگي ٿي زندگي شامِ الم،
وقت جي هر موڙ تي مرڪي ٿو غم.

زهر جا ساغر پريل فوٽ-پاٿ تي،
شهر جي هر چوڪ تي ظلم و ستم.

شاهراهِ امن تي ڪاوا آيا،
دوستو، هوشيار ٿي کڻجو قدم.

ڪيترو تاريڪ ٿي ماحول ويو،
جڏ ته ڦاٽو آهه ڪٿ راڪيٽ و بم.

وقت جي تاريخ جي صفحن مٿان،
ڪيترو اڄ تيز ٿو ڊوڙي قلم.
منهنجو قلم، نازڪ قلم.

## آزاد نظم

مون ڏٺو،
مرڪي ڏٺو تو،
تو ڏٺو، روئي پيس مان.
منهنجي اکين جي اڳيان،
پوءِ اچي ويا،
نامڪمل پيار جا اونداها ڏک.

## غزل

•

تون مومل، مان تنهنجو راڻو،
تنهنجي الفت سوٽيءَ داڻو.

تنهنجي اکين جي ڇرڪن تي، نرگس گل پڻ آ ڪوماڻو.
ڪاڪ ڏهي ٿي، ڏور هلون ٿا، ڪهڙي ڳڻتيءَ جو ڳاراڻو.
ڏس ڏس بجليءَ جا هي چمڪا، جنت جو ڪو ڏيپ اجهاڻو.
خوف نه ڪر تون، آ ڳڏجي هل، وقت اجهوئي ٿيندو ساڻو.
مان تنهنجي سيني جو ساجن، تون منهنجي ئي دل جو ماڻو.

•

تنهنجو جوڀن رنگ رتول،
ساڪيءَ جهڙا منهنجا ٻول.

رات سموري چپ چپات، ٽوروئي، هر واٽان ٻول.
هي جڳ ڳڌري ٻي دليا ٻه، تنهنجا منهنجا ساڳيا ٽول.
تارن ويري ڪارو اڀ، ڌرتيءَ ٿي مون جهليو جهول.
تون ٻي جهولڪارين ٿو يار، منهنجا شعر اهي انمول.
ڪهڙو 'راز' مٿان ويساهه، منزل منزل جو آ رول.

# رباعيون

( ١ )

ڪيڏي نہ فضا تي آ خموشي طاري،
هر پاسي وئي ڇانئجي اونده ڪاري؛
ڪجهہ تون بہ تہ ڳالهاءِ، نٿو صبح ٿئي،
اي جانِ جهان، رات ڀِني آ ساري.

( ٢ )

سردي ۾ ڀڳو شهر سمورو ٿڙڪي،
جهونڪي سان ٻني جهوپڙي هر ڪا ڪڙڪي؛
آ ريشمي وارن سان اچي ويڙهہ مون ڪي،
سيني ۾ ڪائي باهہ، ڪو شعلو ڀڙڪي.

# قطعا

( ١ )

چنڊ جي صورت آهہ اداس،
چانڊوڪيءَ ۾ تنهنجو ساهہُ؛
ڏس ڏس سوٽ، متان آئلي،
منهنجي نظرن جو درياهہُ.

( ٢ )

اکين ۾ ڳوڙهن جا ديپ،
جهول ۾ ٽڪرا تاج محل؛
تنهنجون سوغاتون گويا،
سيني ۾ ڪي تير ڪُتل.

( ٣ )

هر چوڪ ۾ سوريءَ تي ڪو لٽڪي ٿو پيو،
هر راهہ جي سيني تي ڪو تڙپي ٿو پيو؛
هر موڙ تي هن وقت جو ڪارو چهرو،
فنڪار جي رت سان ٿي چمڪي ٿو پيو.

( ٤ )

هر نئين دؤر ۾ اي دوست پيا ٿا مٽجن،
تو لاءِ ۽ مون لاءِ محبت جا اصول؛
زهر جو جام سرِ راهہ پيو ٿو مرڪي؛
وقت جلاد جو انعام ڪٿي ڪر هي قبول.



# راڄ محمد ”جمال“ ٻلي

راڄ محمد ”جمال“ ٻلي، ٿرپارڪر جي مشهور ٻلي خاندان جي معروف شخصيت خانصاحب عطا محمد ٻلي مرحوم جو فرزند آهي. سندس ولادت، ڳوٺ پنهنجي ۾ ٢٧- آگسٽ ١٩١٤ع تي ٿي، ۽ هن وقت اٽڪل ٥٢ سالن جي عمر ۾ آهي. ننڍپڻ ۾ ڪجهه سنڌي ۽ معمولي انگريزي پڙهڻ کان پوءِ حالتن جي ناسازگاري سبب تعليم ۾ تعطل پيدا ٿي پيو، جنهن جو سندس والد مرحوم کي نهايت افسوس رهيو. ’من طلب شيءَ جد وجد‘ تي عمل ڪندي، سنڌ اورينٽل ڪاليج حيدرآباد ۾ رهي، اديب جو ڪورس مڪمل ڪيو اٿس.

راڄ محمد وڏي مطالعه جو صاحب آهي. وٽس بهترين ڪتبخانو موجود آهي. تاريخ ۽ تصوف سندس مطالعه جا دلپسند موضوع آهن. صوفي ”صديق“ فقير جي سوانح ۽ ڪلام تي راڄ محمد عالمانه ۽ محققانه ڪم ڪيو آهي. اهو مقالو ٻن قسطن ۾، ”مهراڻ“ جي ١-٢/١٩٦٥ع ۽ ١-٢/١٩٦٦ع جي پرچن ۾ ڇپيل آهي. ان طرح مشهور فقير راڄڙ جي سوانح ۽ فن تي لکيل سندس بهترين مقالو به ”مهراڻ“ ۾ اشاعت شده آهي. ”ٿرپارڪر ضلعي جا شاعر“ سندس اڻڇپيل مقالو آهي. محترمي مولانا غلام محمد گرامي صاحب سان سندس پرخلوص، علمي ۽ ادبي تعلقات آهن، جي سندس علمي ۽ ادبي يادگار جي حيثيت رکن ٿا.

–مظهرعلي جتوئي.

* * *

سندس ڪلام تمام مختصر آهي، تاهم معنوي انداز سان منجهس اخلاقي نصب العين جي ترجماني موجود آهي. سندس جذبات ۽ خيالات، تصوف جي مطالعه کان متاثر ٿيا آهن. تصوف ۽ اخلاق سندس ڪلام جو روح آهن. سندس شاعريءَ ۾ ڪافيءَ کي وڏي اهميت حاصل آهي، ٻولي سليس، مٺي ۽ صاف لکي ٿو، جنهنڪري سندس صوفيانه رمزيت وارو ڪلام دلڪش ٿي پيو آهي. افسوس اهو آهي جو سندس توجه زياده تر نثر ڏانهن آهي. سندس ذوق سليم مان اميد آهي ته هو شعر و شاعريءَ ۾ اڃا به نوان تجربا ڪندو. —ادارو.

## ڪافيون

*

جاڳي جاڳي جاڳ – جاڳي ڪر تون دور جُدايون!

پردا حجابي سڀ هٽائي، پاڻ کي ڏس تون پاڻ ۾ ڳاهي،

منجهني مدامي ساڳ، جانب جوڙيون آهن تو ۾ جايون!

عمر سچي تو سڀ وڃائي، جاڳي تو نا جوت جلائي،
سڀڻ ناهي سهاڳ، ويهي ڳاءِ تون واحد جون وايون!

اُنسي ٻهر اندر ۾ اوري، ڪس قلب جي سيني ڪوري،
دل تان دوئي جا لاهي داغ، ميٽ تون من تان مڙئي مدايون!

بن ڄاڻ جين ’جمال‘ اجايو، سستيءَ ڪنهن نه ٻر بن ٻرايو،
اورڻ ڏاران سڀ اياڳ، ورِيل ويرون ڪنهن نه ورايون!

*

هن دادلي دريا اندر، دلبر سندو ديدار اٿئي،
دانهه مرين ديدار کي، ورهان ملي اڄ وار اٿئي!

ڪوهيون چڙي ڪهڙ تار ۾، ٻاڻان تون ٻنهي پاتار ۾،
جهيڙو اهو تون جهار ۾، هيڪڻ هنن بيڪار اٿئي!

ڪهوربس ڪيو جيڪي ڪهڙن، ويرون نه واڳون تن وڙهن،
سانگر ٻه مانجهن ڪان مڙن، اونهي ۾ سڀ ابصار اٿئي!

’سوتوا قبل‘ ماني تون مرُ، ورچي وچان تون ڪيم ور،
سانڍي مَ رکُ سورهه تون سر، جي دولهه ٽيڻ درڪار اٿئي!

هي تار ڙي، تارو تون تر، جهاڳي تون وڃ اي ’جمال‘ جتر،
ساري تون ڪڻ سياڻا ثمر، اڳيان ڪيل اقرار اٿئي!





# ولي محمد "وفا"

ولي محمد "وفا" پنهنجي غزليه شاعريءَ جي حيثيت سان نهايت پسنديده شاعر بڻجي چڪو آهي. سندس غزل نهايت رنگين ۽ جذبات سان سرشار آهي. "وفا"، خانصاحب عطا محمد ٻلي مرحوم جو چوٿون نمبر فرزند آهي. ٧- ڊسمبر ١٩٤٤ع تي پنهنجي ڳوٺ ۾ ڄائو. تعليم ست درجا سنڌي، اردو ۽ انگريزي آهي. رسالن ۽ ڪتابن جو مطالعه سندس ذوق سان وابسته هڪ لازمي مشغلو آهي.

شاعريءَ جي شروعات ٦٠-١٩٦١ع کان ٿي آهي. غزل، گيت، وايون، نظم ۽ قطعا وغيره سندس پسنديده صنفون آهن، جن ۾ ڪافي تخليقي تجربا ڪري چڪو آهي. سندس شعر جو هڪ مجموعو "لڙ لڙ منجهه لغار" شايع ٿي چڪو آهي. — راڄ محمد ٻلي

* *

"وفا" جو فن زياده تر عشقيه آهي. ذوق جماليات کان سرشار شاعر آهي. سندس ڪلام جي رنگينيءَ ۾ 'خمريات' جي فني آميزش آهي؛ هي اهو مقام آهي جتي ٿوري بي احتياطيءَ ۽ بيتوجهيءَ سبب، فن، افاديت ۽ اخلاقي حدن کان ڪري پوي ٿو ۽ ان ۾ ابتذال پيدا ٿي وڃي ٿو. سندس غزل ۾ والهانه جذبات جي فراواني آهي، جنهن سان واضح ٿو ٿئي ته جيستائين شاعر، عشق ۽ محبت جي واردات ۽ ڪيفيات سان دوچار نٿو ٿئي، تيستائين سندس ڪلام ۾ سوز ۽ ساز، رنگيني ۽ اثر پذيريءَ جو پيدا ٿيڻ مشڪل آهي. "وفا" جي غزل ۾ رواني ۽ نغمه ريزي آهي ۽ خيال، جدت ۽ شوخي آهي. سندس محبت آفرين جذبات، زخم خورده دل سان پيدا ٿين ٿا ۽ پڙهندڙ شرط ٻڌي جي دل تي اثر ڪن ٿا. خالص عشقيه شاعريءَ ۾ "وفا" جا فني تجربا نهايت دلڪش چئي سگهجن ٿا. مطالعه ۽ مشق سان "وفا" هڪ ڏينهن چوٽيءَ جي شاعرن ۾ شمار ڪيو ويندو. — ادارو

# غزل

●

هو اکڙيون شرابي، هو عارض شهابي،
نه وسري سگهي ٿو رخِ ماهتابي!

نمازِ محبت لئه محرابِ ابرو، تلاوت لئه موزون چهرو ڪتابي!
پريشان ڪاڪل ۽ ويران نظرون، ڏين ٿيون سراغِ شبِ نيمخوابي!
سندم خوابِ الفت جو تعبير آهن، هي رخسار، گيسو ۽ لبڙا گلابي!
ڪريان ناز پنهنجي 'وفا' بخت تي ڪي، حضورِ صنم ۾ ٿئي باريابي!

●

اشڪ هاريندي رات گذري ٿي،
ڪنهن کي ساريندي رات گذري ٿي!

دل ۾ اميدِ وصلِ جانان جي، شمع ٻاريندي رات گذري ٿي!
آهي ويران رهگذر، هو پي، ڪجهه نهاريندي رات گذري ٿي!
رات چانڊوڪي، تنهنجي ياد پرين، پان ڳاريندي رات گذري ٿي!
مان وساري سگهان ته ڇا گهرجي، هُن کي ساريندي رات گذري ٿي!
هُن 'وفا' ناشناس کي يارو، هيت پڪاريندي رات گذري ٿي!

●

آرزوئي قرار ڇا ڪريان؟
اي دلِ بيقرار ڇا ڪريان؟

تا قيامت نه يار اچڻو آ، مان عبث انتظار ڇا ڪريان؟
زخم آهي مثالِ غنچهِ نو، اعتبارِ بهار ڇا ڪريان؟
ڪوڙ وعدو سنده ٿيو پورو، بيوفا، اعتبار ڇا ڪريان؟
هي خزان آهي يا بهار آهي، ڪو ڇوي آشڪار ڇا ڪريان؟
هن شهر ۾ 'وفا' نه آهي ڪو، تنهنجو همدرد و يار ڇا ڪريان؟

●

مثلِ موجِ بهار ايندو آ،
پيار بي اختيار ايندو آ!

چانڊاڻء جو حسين وڳو پهري، صحن منهنجي ۾ يار، ايندو آ!
زندگيء جا حسين ساٿيڙا، تُنهنجي آئي بهار ايندو آ!
تُنهنجي ڪُوچي ۾ جهانڙيون پائڻ، ڪو ته ديوانه وار ايندو آ!
ذڪر ڪنهن جي سان اي 'وفا' دل کي، چند لمحا قرار ايندو آ!

•

جي ذهن دل ۾ يادن جي بارات ايندي،
تہ تاريڪيءَ شب درخشان ٿي ويندي!

معطّر ڪرڻ آئي آهي تنفس کي،
صبا ڪنهن جي زلفن جي خوشبو جهٽيندي!

اوهين بدگمان آهيو لاحق اسان کان،
اسين جي ڪُڇون ٿا تہ هيهات ٿيندي!

تمنائون ماتم ڪنديون، مُرنديون رهنديون،
مگر ڪي ڪسي ڪونہ دامن ڇڏيندي!

پلا ڇو اداس آهين، ايڏو 'وفا' تون،
شبِ هجر آخر تہ گذري ئي ويندي!

•

ڪهڙي جو ذڪر، مانيءَ جو ڪيو،
انسان ڪهري ڀي، پيو چا ٿو.

بيداد سماج جا بُت ٿاهيو، انصاف سندو نالو نہ ورتو.
عريان جوانيون ڍڪ ٿيون ڪهڻ، جذبن جو حسينؔ کو لباس سبو.
دولت جا پرستارو، پاپي، ڪجهہ دير سهي، هيڏي بہ ڏسو.
تاريخ ۾ انين لکجي ٿو پيو، چاندي جي سڪن انسان مٽو.
غمخواريءَ ۾ ڪيڏو آ مزو، هڪٻي جا ورهائي درد ڏسو.

•

زندگيءَ جون عنايتون ڪهڙيون،
درد آهن، پيون راحتون ڪهڙيون.

ترکِ الفت جو ڇا ڪجي ماتم، ٿي ويون برباد الفتون ڪهڙيون.
درد و غم جو آ دوست مجموعو، عشق ۾ هونديون لذّتون ڪهڙيون.
دوستن جون نوازشون آهن، دشمنن سان شڪايتون ڪهڙيون.
تنگدليءَ جو ستان کو ڏني طعنو، دل ۾ پاتيونسين وسعتون ڪهڙيون.
ذهن ۾ قيد ٿي ويون آهن، اي 'وفا' اڄ هي صورتون ڪهڙيون.

•

تنهنجا هٿ گلاس کان خالي،
منهنجو مَن پياس کان خالي.

ڪاغذ جا گل، پٿر جي دل، خوشبوءِ ۽ احساس کان خالي.
ڪنهن جي نينهن جو شينهن ڪهي ٿو، ڪنهن ٻي خوف هراس کان خالي.
منهنجي اک سدائين آلي، تنهنجو مَن وسواس کان خالي.
مان ٻي ڄڻ ڪو پٿر آهيان، پيارا! آس نراس کان خالي.
ويڙها، واٽون ساڳيا ليڪن، وڻجاري جي واس کان خالي.





# ”نظير“ ٽڪڙائي

نظير ٽڪڙائيءَ هن طرح پنهنجو تعارف لکيو آهي:

”منهنجو اصل نالو محمد اچر ولد جمال الدين آهي، مگر دنيا مون کي ’نظير‘ ٽڪڙائي جي نالي سان سڏي ٿي. منهنجي ذات ٻلاولي آهي. ٽڪڙائي ان سبب سڏجان ٿو، جو ٽڪڙ منهنجو محبوب وطن آهي، جتي مون سال ۱۹۳۰ع جي اپريل مهيني جي ٻهرين تاريخ جنم ورتو. هي ٽڪڙ جو ڳوٺ ادبي نقط نگاهه کان هر ذي فهم سنڌي فرد کي ياد هوندو، جنهن جي خاڪ پاڪ مان ڪيترا برگزيده عالم، اديب ۽ شاعر پيدا ٿيا آهن. اڄ تائين به موجوده شاعرن جي قطار ۾ جيترا شاعر ٽڪڙ ۾ ملندا، اوترا ٻئي ڪنهن ڳوٺ ۾ شايد نه ملن. حقيقت ۾ آءٌ شاعر نه آهيان، ۽ نڪي منهنجو موروثي حق آهي. آءٌ نه هڪ پرائمري ماستر آهيان، يعني خلق جو خدمتگار. مگر آءٌ جڏهن ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد ۾ ٻن سالن جي ٽريننگ لاءِ ۱۹۵۰ع ۾ چونڊجي ويس، تڏهن اتي جي آزاد ماحول جي اثر ۾ رهي، جناب گرامي صاحب جن جي رهبري ۽ همتائڻ تي شعر ناهڻ جي شروعات ڪرڻ لڳس، ۽ اڳتي هلي دنيوي مجبورين سبب شاعري تان دست بردار ٿيس؛ مگر زماني جي اثر ماٺ ڪري ويهڻ نه ڏنو؛ لاچار هاڻي ٿوري عرصي کان دلسوز حالات کان متاثر ٿي اڏا اپٽا شعر لکندو آهيان، شال ماڻهن کي وڻن!“

## بيت

(۱)

اهو عيب اکين جو، اڙڪ وڃائن وترا،
ڪڇن اڃن ڪينڪي، سوريءَ سڏ نه ڪن،
ڇپو ليش نيڻن، ڏسي مٺ مهابرو.

(۲)

پيلا پيل نه ڪر، متان نه پئين مامري،
ٻوڪي ٻوڪ پريتي، وڙ م وڃائي وڙ،
تو جو پانيو سڙ، سو سپيان ٿيندو سامهون.

( ٣ )

نڌر ۽ نائو، نسورو ٿي ننڍ پريو،
هن کي سوري ساهہ ۾، هو ڳِل ڳِل ويڳائو،
انڌو ۽ ڪائو، ٿِي سنيها ساڄرَ ين.

( ٤ )

سو زهيہ ساموابين، وڪر وهايو وير جو،
لهي چنڊ اڳيرو، چوڏهين چيتارين،
ناناريون نوائڻ ۾، نيئي لت ناڙين،
ڪاميون ڪل ڪلاچ ڏي، ڪاهاري ڪارين،
سڙه لہ سنوارين، جيسين سورج سامهون.

( ٥ )

آسن هائيون هُرتڙيون، ڪيئن ٿيون ڪهر ڪهارين،
آڏيو انگ آچاندرا، ٿيون ڏيهہ ڪي ڏيکارين،
ڪولي ڪهنبا ڪيچ مان، هو هلن هاڪارين،
وَرَ وَرَ وِلها وات ٿي، وِيَنا ويچارين،
سيکنهن هُڙِڪ هنئين ۾، ٻڙڪَ نہ ٻاڪارين،
جيڏانهن ڪَرَ ڪارين، تيڏانهن سوٽڻ ماسرو.

( ٦ )

آئي ڳولهہ 'نظير'، پنهنجو ٻاڻ ٻرينءَ ۾،
نڪري نفسي نار کان، ٿي فائق فيض فقير،
اَگو تنهنجي اڳ ۾، پيچ پَنڌ نہ پير،
اها سڙڪ سڌير، رسائيندءِ راهہ تي.

( ٧ )

ناجهو ٿي ناز سان، نڪري ٿيس نروار،
لاهوتي لالڻ جي، لنوَ لنوَ ۾ للڪار،
ٿي استاد اندر ۾، آيو عشق عطار،
بوءِ وڌائين ٻرہ جي، پڙ پڙ بارو بار،
عشق جو آزار، سَنهي سَهان ڪيترو.

# ڪافي

*

پلي ڪر ڪُهڻ جي تياري مٺا،
اٿم سر هي حاضر هزاري مٺا!

ڏکن ۾ ٿيا ڏينهن سارا گذر، وهايم ويهي راتيون سربسر،
تڪيندي ٿي واٽون سيئي پُرخطر، وڃي ختم ٿي عمر ساري مٺا!

پلي ناز جي تون ڪٽاري اُلار، سري منهنجي ڌڙ کان ڪريو ڌار ڌار،
نڪو دم جيئڻ جو رهي انتظار، مِٽايو سندم بيقراري مٺا!

پراون سان ڪڏ تون هلين هيچ مان، ڏ ڪاري تو پنهنجن کي ڇڏيو ڏ ران،
انهيءَ چال تنهنجي کي مان ڇا چوان، لڳ تو ڳالهہ پي ڪا نهاري مٺا!

'نظير' آهہ نوڪر سندءِ در مدام، نہ جنهن کي سوا تو ٻيو خيال خام،
فقط ورد اهنجي اٿس صبح وشام، کهڙي ڪا ٻري شل نہ ڪهاري مٺا!

# وايون

## ( ١ )

ٺهنجي مٺهنجي منزل ساڳي، واٽون لک هزار، الو ميان:
واٽون لک هزار!

ڦاٽل ڪونڌل ڀانڊ ڀراٽا، پيرين ڦلڪا ڏار، الو ميان:
واٽون لک هزار!

جوڳي ڀنجي ٻن ٻن واسي، هلنداسون هٿن ڀار، الو ميان:
واٽون لک هزار!

سڀ جڳ جيئرو موت نہ جڳ ۾، وک وک تي ويچار، الو ميان:
واٽون لک هزار!

ڇولي هلڪي هٿڙا اڳرا، سمنڊ نہ وڃو وار، الو ميان:
واٽون لک هزار!

## ( ٢ )

آۀ سومل ڪاڪ محل ۾، ڪاڪ سڄي ويران، الو ميان:
ڪاڪ سڄي ويران!

چاڙهي چاڙهي سير سير اکنڊي، آهي منجهہ ارمان، الو ميان:
ڪاڪ سڄي ويران!

تو ٻن راڻو ڪاڪ ڪکوريو، ايندو ڪيئن سلطان، الو ميان:
ڪاڪ سڄي ويران!

ساڳي اڄ مانداڻ منڍي ڪر ڏڙ مٿي دکران، الو ميان:
ڪاڪ سڄي ويران!

# گيت

مکڙي مُرڪي، پونئر آڏاٺو، خوشبوءِ خوشبوءِ نشون راڳ لاتو،
گيت رسيلا ڳائي شبنم، هير کهُلي ۽ جوڀن آتو!

رم جهم رم جهم، برسي برسي، جوت جلي، ڪاراڻ ککوري،
سپنن جاڳي، پردي ڪاري مان ليلايو نوري ناتو.

صبح سوڀري ترڪي ترڪي، ڪرڻا اٿيا آرس سوڙي،
چوڙي ۽ چوڙي ۽ ٻانهين چمڪي، گهاگهر چِٽکي ساز سڄاتو.

بلبل پنهنجا نغما ڇيڙيا، پونئر ٻہ پنهنجا چنگ وڄايا،
پوپٽ گل تي جهمر يون پائي، مک کي آهہ ڏنو پاراتو.

# غزل

●

سندر نگاه جا سجدا به ولولي ۾ پيا،
جهُڪي ته ناز جي قدمن جي فيصلي ۾ پيا!

جبين جي چنڊ سنواري ڇڏي ۽ رات جي سينڌ، نظر نظر جا ستارا به زلزلي ۾ پيا.
اهوئي زهر ته جي زلفن جي آبياري ڪئي، وري سي مار سيڻ تي تبادلي ۾ پيا.
خيال دل جا ادائن جي تيغ ۾ اڙڪي، هزار وار سهي، پست حوصلي ۾ پيا.
اداس چهرا تبسم جي چاندني ۾ ڇپي، وهائي لُڙڪ نشانن جي سلسلي ۾ پيا.
جيئُون ته ڪنهن لئه جيئُون ۽ مرون ته ڪنهن لئه مرون، مري مري به مثل روح غلغلي ۾ پيا!

●

ڪهڙي پڇين ٿو ڳالهه دلِ بيقرار ڪان،
وڇڙي نه شال ڪوئي وڃي پنهنجي پيار ڪان!

اي چنڊ! اچ چڙهي ته ڪريون سُور سامهان،
تنهنجي ۽ منهنجي زندگي خالي ٿي پيار ڪان.
مُکڙين جو قتل قتل ۽ غنچن جو خونِ خون،
اهلِ چمن ڪي ڇا مليو فصلِ بهار ڪان.
تارن جي روشني به اندهيرن ۾ گم هئي،
پُڇجي ويو راهي آهه شبِ رهگذار ڪان.
راهن ڪان بند تون ۽ نگاهن ڪان بند سان،
اهوس پيون ٿا لُڙڪ انهيءَ انتظار ڪان.
لُٽجن پيا راهه راهه تي سندر پيار جا،
شيشا پڇي ٿيا پور، ڳان جي نيڪار ڪان.





# نثار "بزمي"

قلندربخش خان المعروف "نثار بزمي"، تعلقي ڳڙهي ياسين جي جوڻيجا خاندان سان آهي. سندس جنم تاريخ ۱۳- جون ۱۹۲۴ع ۾ مرزاپور ڳوٺ ۾ ٿيو. هي ڳوٺ الهداداڻي ريلوي اسٽيشن کان اتر طرف هڪ ميل جي فاصلي تي آهي. بزمي صاحب ڍاڪو ورهيه کن پرائمري ماستر ۽ ڪجهه عرصو روينيو تپيدار ٿي رهيو، مگر اهڙي گهٽيل ۽ پوسائيل ماحول ۾ ڪيس قرار ڪونه آيو، ۽ هو پنهنجي اباڻي آجڻي ۾ موٽي آيو، جتي اڄ تائين پيو پنهنجي ذوق ادب جي تڪميل ڪري.

بزمي صاحب پوري اولهه پاڪستان جو سير و سفر ڪري چڪو آهي. علم موسيقيءَ سان گهاٽو سنبنڌ رکي ٿو. سيد منورعلي شاهه معصومي ۽ الهڏني نوناريءَ جي صحبتن کيس هن راه تي گامزن ڪيو. شعر و شاعريءَ جو شوق ته کيس ڇاڻي ڄم کان ملي چڪو هو. ٻارهن ورهين جي عمر ۾ هن هڪ گيت لکيو، جنهن جا ٻول هئا:

ڪارا ڪارا بادل آيا،

جاڏي تاڏي گوڙ: ملهار ٻڌو آ موڙا!

هي شاعر پنهنجي اندر نرالو مزاج رکي ٿو. غزل تيار ٿي ويندو: هارمونيم ڳائي پوندي، طبلي جي ٿاڦ تي ترنم ۽ تغزل جي هم آهنگي ٿي ويندي! ڪلاسيڪل شاعريءَ سان گڏوگڏ هن شاعر جا عوامي گيت پڻ گهڻو مشهور آهن. هر راڳ-رنگ جي محفل ۾ بزمي صاحب جو ڪلام ڳايو وڃي ٿو.

بزمي صاحب فقيرائي ٽولن سان به وابسته رهندو پئي آيو آهي. عمر دل فقير، فقير ابسرداس، فقير غلام علي مسرور ۽ صوفي ساوڻمل جهڙن ساڌن ۽ سباجهڙن سان صحبتون ٿينديون ته لوري ڪيئن نه لڳندي!

سرِ دست هي شاعر هڪئي وقت مضمون به لکي ته ڊراما ۽ افسانا به، گيت به لکي ته وائي به، آزاد نظم به ته هائيڪو به، سهرو به ته مولود به: ساڳئي وقت ڳائي به ته وڄائي به! گويا موسيقيءَ ۽ شاعريءَ جون پئي ديويون هڪ ئي گهر ۾ پيئون ناچن!

اڄڪلهه قومي شاعريءَ کي وڌيڪ ترجيح ڏيندي، هڪ قلمي ڪتاب "جنهن ديس ۾ ڪونجون لنوَنِ" مڪمل ڪري چڪو آهي.

## دوها

ناٿيءَ جهڙيون ڪڙيون ڳالهيون، ڪوڙ وڻن ٿيون ڪونَ،
سٺر جهڙا پختا مون کي ٻولَ ٻڌائين چونَ؟

پنهنجي پنهنجي قسمت آهي، پنهنجا پنهنجا ڀاڳ،
ڌرتيءَ تي ڪي ڏڪجن، ڪنهن جا مکڻ جهڙا ساڳ!

چوڙو چارو، چانهه نيمَن جي، ٽهڪي تن جو ٻور،
پنجي وڃو ڪنهن پانڊيڙي کي پرت پڙيو ڪو ٻور.

نارِ نمائي ٽڙ تي وينئي، پنهنجا وڙهي وارَ،
الگ انگ مان آيرن پيا ٿا، جوڀن جا جنسار.

آدجگاد کان منهنجي من تي جرڪي وينو جوش،
عقلمنديءَ مان چاهي ٽيٺو، ڪهڙي ڪم جو هوش.

پانياري ڪا پيرَ جي خاطر، ويٺي ڪاڙي گهات،
جاڏي تاڏي اکين جي آ روشن ڳاڙهي لاٽ.

هيٺي هنڌَ جي ڪهڙي آهي خون نئين سان پيت،
سونُ به سهٺو ٿي ويندو جي وجهس ٿوري قيمت.

منهنجي دل جا درد نرالا، ڪهڙي ڪنهن کي ڄاڻ،
جيڪي پي ڪجهه آهيان 'بزمي'، سڀ ڪجهه آهيان پاڻ.

# نظم

## مزدور کي خطاب

مرڪ مر محلات جي تنهنجي مٿان گهوري چڙهيا،
وس پڄي سنهنجو تہ توکي سون ۾ توري چڙهيان؛
دم قدم تنهنجي سان دنيا ٿي رهي هيءَ دائما،
چو نہ تنهنجي نام کي مان ساهہ ڏي سوري چڙهيان!

رائگان ويندیون نہ اي مزدور! تنهنجون محنتون،
توئي دنيا ۾ تہ آنديون لذتون ۽ فرحتون؛
تنهنجي باعث ٿا اميرن جا اڱڻ آجرا رهن،
تو بنا جيڪر زماني تي هجن ها زحمتون.

خون تنهنجي مان انسان کي روشنائي ٿي ملي،
سچ پڄين تنهنجي بدولت رهنمائي ٿي ملي؛
پاڪ سان پرپور دنيا ۾ آهي تنهنجو وجود،
ذات تنهنجيءَ کان زماني کي ڀلائي ٿي ملي.

# غزل



زندگي آ آجاڙ، ٻني وانگر،
دل جي احساس جي ٽڪن وانگر!

دل جي ناڪام حسرتن جو قسم، مان آهيان لاش بي ڪفن وانگر.
پنهنجي قسمت سنوارجي نہ سگهي، يار جي زلف پرشڪن وانگر.
هي بہ احسان آهي ڪرمن جو، مان رُلان سرءُ جي پنن وانگر.
ڦٽجي سنهنجو ضمير ويو سارو، سُڻهن بہ سڄي ٿيو ڦٽن وانگر.
نارنگيءَ جي تہ ڦار ڏس ڳاڙهي، آهي محبوب جي لبن وانگر.
سنهنجي اکين جا جام ٿا ڇلڪن، آذرندي ڪانگ جي ٻرن وانگر.
چو ٿيو آهين تون ميان 'بزمي'، جو رڙي يار جي لڱن وانگر.

•

دل پنهنجي ۾ ڀرت ڀرائي،
ڇا ته اِها ڪنهن ريت ٻڌائي.

عشق اسانجو اصلي اصلي،
ڳڻ نه ڳڻي تو ڪنهن جي ڪاڻي.

ڏوهه اکين جو ۽ لوڙي دل،
هڪ جي تهمت ٻئي تي آئي.

هيرن ڪان سنهن موڙيو هڪڙن،
چشمن تي ڪن ڏوڙ ٻه ڇاڻي.

محلن ۾ ڪي مُرڪن ويٺي،
ويراني ڪن ڀاڻ وساڻي.

روح ۾ گذري ورهيه وڃن ٿا،
مُرڪڻ جا بس ڏينهن آڻاڻي.

جيئڻ پئي جنجال ته آهي،
ان ۾ ڪهڙي آهي پلاڻي.

ٻره ٻيگاڙڻ وارا ڪيئي،
بگڙي ڪنهن جي ڪنهن نه ٻڻائي.

قدرت جو هي ڪيل نرالو،
’بزمي‘ صاحب بس ڪر پاڻي!

•

خدا ڪري ته صنم! خوش هجين، بهار هجين،
اسان جا ڀاڳ اسان سان، تون برقرار هجين.

لڳو ڪوئي واءُ لڳيني، هجين تون موجن ۾،
نه شال هڪڙي ٻه ساعت تون سوگوار هجين.

اسان جي رخ تي اداسيءَ جا تهه هجن ته هجن،
اي بي‌نياز! تون دنيا ۾ گل آثار هجين.

اسين ته روئي پيئي نيٺ بس ٿي ويندا سين،
نه پڇ ڀري آهه، ڪندو گهر تون اعتبار هجين.

اسين جلي ٻه دعائون ئي توکي ڏيندا سين،
سدائين شال تون شنه زور شعله بار هجين.

اسان جا عيب هزارن ۾ ٿا ٿين ظاهر،
اسان جي آس اها، تون نه داغدار هجين.

اسان جي نام ڪان نفرت اچي ٿي هرڪنهن کي،
خدا ڪري ته تون عالم ۾ آشڪار هجين.

اسان کي سرڪ نه ساقي! ملي ته ڇا ٿي پيو،
پرين! تون شال زماني ۾ پرخمار هجين.

وري نه تنهنجي ملڻ لاءِ واجهه ڪي وجهبا،
نه ڪجبو ’بزمي‘ تون ڪنهن جو به توڙي يار هجين.

فضا بدلي تہ غنچا خود گلستان کي رولي ويا،
بتن جا حوصلا بدليا، تہ بتخانن کي رولي ويا!
ڪري جت شور شهنائي، اُتي ماتم بہ هوندو آ،
خوشيءَ جا ٽڪڙا سالن جي افسانن کي رولي ويا.
محبت جو ٿيو آغاز پوري جوش جذبي سان،
مگر اڳتي هلي دلدار ديوانن کي رولي ويا.
ڏيئي ويو ميڪدي جو رنگ هڪڙي ئي تہ جهٽڪي سان،
ڪري توبہ، پيئڻ وارا بہ پيمانن کي رولي ويا.
پڇيون ڪنهن کي پلا ويهي پا پاراتا ڏيون ڪهڙا،
ڏئي هڪ ڏينهن جي مستي، ہو مستانن کي رولي ويا.
زماني ۾ پلائي ڪير ٿو ڪنهن جي پلا چاهي،
ملي اهڙا ويا جي هاء ارمانن کي رولي ويا.
ٿين چمڪات ٿا جاني، تہ عاشق انگيا تاتي،
اهي چمڪات هڪڙي ڏينهن پروانن کي رولي ويا.
اسان هر حڪم جي تعميل پنهنجو فرض ٿي ڄاتو،
ڏٺوسين ہو تہ خود پنهنجي ئي فرمانن کي رولي ويا.
ڏسي طوفان کي متيون منجهي پيون ناخدائن جون،
پريشانيءَ جي عالم ۾ هو پتوارن کي رولي ويا.
ٻڌي ايمان ڪُلي آخر دوائن کسي ہو پيٺو،
مگر اڄ ۾ ڇڏي حاذق بہ بيمارن کي رولي ويا.
ڇڏي سارو جهان 'بزمي' ٿياسين ڪنهن جي لئہ قربان،
ڪُهي انصاف کي ليڪن، هو ايمان کي رولي ويا.





# "ساجد" سرشاري

جناب 'ساجد' سرشاري پنهنجي مختصر سوانحعمريءَ ۾ لکي ٿو:

"پنهنجي هادي مرشد حضرت فقير نصير محمد صوفي القادري عليه الرحمت جن جي امر پٽاند ر سنڌي زبان جي جذبي ماتحت شاعري شروع ڪيم، ۽ الحاج الله بخش صاحب 'سرشار' عقيلي جن جي خدمت ۾ گردن ادب خم ڪيم. درگاه عاليه جهوڪ شريف جي جوڏن جي سعيد صحبت ۾ رهي، محبت ۽ هڪجهڙائيءَ جو سبق سکيس.

حقير جو نالو دوست محمد ۽ والد صاحب جو اسم گرامي ولي محمد آهي. ذات جو سمون آهيان. تخلص 'ساجد' اٿم ۽ 'سرشار' صاحب جي نسبت ڪري 'سرشاري' سڏبو آهيان. جهوڪ شريف جي صوفي سردارن جو غلام ڏسي، استاد 'سرشار' صاحب جن اهڙيءَ ڪنهن مهٽيءَ ۽ سڳوريءَ ساعت ۾ 'صوفي' سڏبو، جو هاڻ ڪهڻ صاحبن کي منهنجو نالو به ڪونه ايندو آهي. عمر وڏن وت ته وڏي، پر سرڪار ۾ ٻائيتال آهي.

سنڌي ادب جي خدمت نهايت محبت سان ڪرڻ جو جذبو رکان ٿو. پنهنجي مشهوريءَ کان پاسيرو رهي، مون کان جيترو به ٿي سگهيو آهي، خدمت جي فرض کي ادا ڪندو ٿو رهان. سنڌي ادبي دنيا جي هر لکندڙ سان محبت رکان ٿو، پر آنهن لاءِ دل وڌيڪ ٿي تانگهي، جن جي دل ۾ پاڻ لاءِ محبت جو هڪ ماسو به محسوس ڪندو آهيان.

آزاديءَ جي هلچل ۾ ساڍا ڇهه مهينا جيل ياترا به ڀيني اٿم. هاڻي پنهنجي پاڻ گهٽي واڪاڻ ڪيم، بس-مهرباني. آءٌ ڪوشش ڪندو آهيان ته زندگي محبت ۽ خدمت ڪندي گذاريان."

* * *

# نظم

## مهراڻ

وه واديءِ سنڌ آهي ٿي سبزه زار، "مهراڻ" تنهنجي دم سان،
۽ باغِ علم و ادب ۾ ايندي بهار، "مهراڻ" تنهنجي دم سان!
اسان جي عزت، اسان جي دولت، اسان جي ناموس جو سبب تون،
جهان ۾ حاصل ٿيو اسان کي وقار، "مهراڻ" تنهنجي دم سان.
ڀڳهاڙ، لاڙو، ڀچاري، جمڙانو، ميرواه، ڪيرٿر، ڦليلي،
وهن ٿا هيت واه اهڙا ڪئي بيشمار، "مهراڻ" تنهنجي دم سان.
هو پاڪ چوٽيون همالي جون ڳري رهن ٿيون جي سنڌ تائين،
سو پاڪ پاڻي، اسين ٿا پيون آبدار، "مهراڻ" تنهنجي دم سان.
جهان ۾ جي ٿو ته سنڌ آهي جهان ۾ بيشڪ سُکي ستابي،
ٿيو آب وارو وطن سندم آبيار، "مهراڻ" تنهنجي دم سان.
ڏسڻ جي چاهي، ڏسي وڃي ڪو، ته مُنڍ جمڙانو جا نظارا،
هي سنڌ ۾ ٿيو بهار اندر بهار، "مهراڻ" تنهنجي دم سان.
قدم قدم تي هزارين ٻيلا، هزارين ٻوڪون، هزارين غنچا،
ٿيو گلشنِ سنڌ سارونئي لالـ زار، "مهراڻ" تنهنجي دم سان.
انهيءَ چوڻ ۾ وڏائي تير جو ڪڏهن به 'ساجد' ڪيو نه آهي،
اسان جو سرسبز شاد آهي ديار، "مهراڻ" تنهنجي دم سان.

# غزل

دل اهوئي خدا جو گهر آهي،
جنهن ۾ همدرديءَ بشر آهي.

ڇا صداقت سان واسطو ان جو، جنهن جي لب تي اگر مڪر آهي.
غير ٿيو آن لڳي تباه ٿين، پوه مون تي ڇو ڏک ڏسر آهي.
ٿيندا ڪيئن سربلند سي، جن جي، سَر جهڪائڻ لئه سنگِ در آهي.
آدميت لئه جو جيئي ۽ مري، آدمي سوئي مُفتخر آهي.
آدميءَ لاءِ ڪسوٽي ۽ پرک، جذبهءِ خدمتِ بشر آهي.
عالمي امن جي تباهي لئه، ڪاهي پيو سامراجي شر آهي.
هرسو جوين تي آهي صبحِ بهار، هيت خزان جي ايجا سحر آهي.
قوم 'ساجد' آ مُردہ، مُرده لئه، جهڙو گهر آهي، تهڙو بَر آهي!

ٻي زبان ڇاڻ نہ مون کي، سان زبان پئي ٿو رکان.

شير جي دل ٿو رکان، عزمِ جوان پئي ٿو رکان،
ٻر جوان؟ عزم سان ڪڏ تاب و توان پئي ٿو رکان.

باغبان! تنهنجي هرهڪ فتني کان واقف آهيان،
عقل و هوش اهڙو اي جانِ جهان پئي ٿو رکان.

ٻرزه ٻرزه ٿي وڃن جنهن سان بُتانِ آذر،
اهڙو سان جوشِ براهيمي اذان پئي ٿو رکان.

حسنِ گلشن کي ڪيو دشمنِ گلشن تـو تباه،
تو ۾ شڪ اهڙو شبه، اهڙو گمان پئي ٿو رکان.

دشمن جيي جي ٻنون ـ ست ٿا چنيو ڇاتي ڇڏين،
مان سخن جا سي تکا تير و ڪمان پئي ٿو رکان.

عصمتِ گل جو قسم، فرقتِ گل ۾ 'ساجد'،
دردِ دل، دردِ جگر، دردِ نهان پئي ٿو رکان!

## قطعا

( ۱ )

وصيت ۽ وارث بـنـا دوستـو!
مري ٿو جي ٻگدار ڪنهن قوم جو.
اچـي راڄ ۾ ٿـو آهـو زلـزلـو؛
د جنهن ۾ ٻوي ٿو ڪو ٻڪ جو ٻتو.

( ۲ )

خدائي جي جڏهن دعويٰ ڪري ٿو،
تڏهن شيطان جـو سائي ٿئي ٿو.
جڏهن معصوم ٻارن کي ڪُهي ٿو،
تڏهن فرعون لئہ موسيٰ اچي ٿو!



مهراڻ



# ”تاج“ صحرائي

محترم تاج محمد صحرائي هڪ جفاڪش ۽ محنتي، باحوصلہ ۽ باشعور، اهل قلم ۽ شاعر جي حيثيت سان ڪافي متعارف آهي. ’تاج‘ شڪارپور ۾ ۱۴- سيپٽمبر ۱۹۲۱ع تي ڄائو. سندس والد محترم جو نالو نورمحمد آهي ۽ ميمڻ خاندان سان آهي. تعليمي خيال کان بي. اي ۽ بي. ٽي آهي.

سندس اوائلي زندگي تعليم حاصل ڪرڻ، مطالعہ ڪرڻ، سير و سفر ۽ صحافت سان وابستہ رهي. صحافت ۾ سندس هفتيوار اخبار ”آواز“ نهايت رنگين ۽ دلڪش مضمونن ۽ ادب لطيف تي مشتمل رهندي آئي آهي. اها ڪافي وقت دادوءَ ۾ هلائي ويئي. سندس صحافي زندگي ۱۹۴۸ع کان شروع ٿي ۽ ۱۹۵۲ع ۾ پوري ٿي. ان کان پوءِ تعليم ڏانهن توجهہ ڏيندي دادوءَ ۾ ”طالب المولا هاءِ اسڪول“ قائم ڪيائين، جنهن جو سرپرست خود حضرت مخدوم محمد زمان صاحب ”طالب المولا“ آهي.

سندس تصنيفات ۾ ”تصوير درد“، ”سرسار لگ“ ۽ مقالات وغيره قدر جي لائق آهن. ’تاج‘ صاحب نذرالاسلام، خليل جبران ۽ ٽيگور جي ادب لطيف کان گهڻو متاثر آهي. سندس شاعريءَ ۾ جوش ۽ جذبو موجود آهي. — ادارو

* * *

## نظم

### نوجوان کي خطاب

حادثن جي خوف کان غمگين نہ ٿي تون نوجوان،
ياس حرمان سان اٽڻ آ تنهنجي فطرت نوجوان.

هن پهاڙن کان پري، هن آسمان کان آ پري،
لامڪان کان پڻ پري تنهنجي ولايت نوجوان.

مرد ٿي حاصل ڪيو تو زندگيءَ جي راز کي،
روز شب آهي نشين تنهنجي فراست او جوان.

تون امام انقلاب آهين زماني جو مدام،
قابل تسليم آهي تنهنجي همت نوجوان.

حال ماضي آهه پيداوار تنهنجي فڪر جي،
آ عيان هر راهه ۾ تنهنجي حڪايت لوجوان.

تون سراغ زندگانيءَ ۾ خودي پنهنجي سڃاڻ،
تون حقيقت کان سٺي آهين حقيقت لوجوان.

پيشرو ۽ راهبر تون 'تاج' آهين قوم جو،
غم سهڻ ۽ ڏک ڏڻ هين تنهنجي دولت نوجوان..

## پيغام

نه ڏي زحمت صراحي کي، نه ساغر کي نه ساقي کي،
نه سازن کي ترانن کي، نه رقاصه ملاقي کي؛
گهٽائن کي فضائن کي، نه قالي کي نه باقي کي:
توکي فرصت ڪٿي آهي- مون کي مهلت ڪٿي آهي؟

سحر آئي، اذان آئي، پهاڙن تان صدا آئي،
هزارن گرم لڙڪن سان ضيا گُل تي قضا آئي؛
حياتي جي فضائن سان اها هرهر ندا آئي:
توکي فرصت ڪٿي آهي- مون کي مهلت ڪٿي آهي؟

اڃا تقدير جو ماتم، اڃا زندان باقي آ،
اڃا فطرت نه بدلي آ، اڃا ارمان باقي آ؛
سفينن سان ٿو ٽڪرائي، اڃا طوفان باقي آ:
توکي فرصت ڪٿي آهي- مون کي مهلت ڪٿي آهي؟

وسارج ڪينکي اي دوست، انساني ڪٿالن کي،
سپاهين جي سنگينن کي، شهيدن جي پيامن کي؛
اميدن کي امنگن کي، اشارن کي ارادن کي:
توکي فرصت ڪٿي آهي- مون کي مهلت ڪٿي آهي؟

شبِ تاريڪ جي ڪارَنهن ڪھنائيندين، ستائيندس،
جهان جي ذرّي ذرّي کي آپاريندين، سنواريندس؛
متاعِ علم و دانش کي وڌائيندين، ورهائيندس؛
توکي فرصت ملي ويندي- مون کي مهلت ملي ويندي!

## غزل



وري سينگاريو ايوان کي آزاديءَ جي پروانن،
مگر معلوم آ دل کي ته پروانن ني ڇا گذريو.

عبادت گهر تي ڇا گذريو، صنمخاني تي ڇا گذريو،
مقدّس نانءُ تي معصوم انسانن تي ڇا گذريو.

فريبِ جنتِ فردا جهڪايو سر سندءِ در تي،
هي پيشانيءَ جرن رَهڙون ڏس ته مستانن تي ڇا گذريو.

ڪشالن مان سندءِ نازڪ هٿن تي مون جينا لاتي،
ڪنهين بدبخت جي برباد ارمانن تي ڇا گذريو.

جڏهن مدهوش ٿي ساقي سڄي محفل کئي برخواست،
ته ميخاني تي ڇا گذريو، ۽ پيمانن تي ڇا گذريو.

نگاهِ حُسن جي معصوم نظرن بجليون ڪيريون،
خيردمندن تي ڇا گذريو ۽ ديوانن تي ڇا گذريو.

فقط ڪي سرد آهون ئي ٿَڪل سازن مان لڪرن ٿيون.
دلِ زنده سنده پرسور ارمانن تي ڇا گذريو.



سفر منهنجو اڻانگو آ، پهاڙن تان بيابان مان،
نشانِ راهِ منزل کان نه واقف ڪاروان منهنجو.

تلاشِ يار ۾ گهولي لڌم غم کي فقط ساٿي،
ڪڏهن مان ميزبان غم جو، ڪڏهن غم ميزبان منهنجو.

جڏهن آدم خطا کان ڪين جنّت مان ٻجي نڪتو،
تڏهن حرص پري دنيا ۾ ڪهڙو امتحان منهنجو.

حياتيءَ جو مزو آهي جڏهن ڪا ڪشمڪش آهي،
هزارين وار ٻجليءَ جا، اڪيلو آشيان منهنجو.
حريمِ ناز ۾ منهنجي نمازِ عشق آ ساقي!
جبينِ شوق سان وڙهڻ سجدو آ گران منهنجو.
شهيدِ ناز جي تربت مٿان مرمر نه آ همدم،
عدو حاسد فلڪ آهي ۽ دشمن آ جهان منهنجو.
ربابِ شوق کي هٿ ۾ کڻي جوشِ محبت سان،
زماني کي ٻُڌائج مطرب بس داستان منهنجو.
جنونِ زندگانيءَ کان ملي ڇو 'تاج' کي فرصت،
اڃا ڪي منزلون شايد ڏسي هي ڪاروان منهنجو.

## قطعا

(۱)

زندگيءَ جي دراز پٽڪن تي،
حادثن جو غبار ايندو آ.
همسفر تيزگام ٿي اڳيان؛
ميڪدي ۾ قرار ايندو آ،

(۲)

زندگي ناتمام ڪوشش آ،
زندگي هار جو مزو آهي.
زندگي بيقرار رهندي آ؛
زندگي جيت جو نشو آهي!

(۳)

نامرادي اسڪيم جو قتل آ،
ڪاميابي جنون جو ورثو.
جوت سان جوت زندگي ٻاري؛
ننڊ آ موت جو ننڍو عرصو.

(۴)

شوخ نظرن ۽ سرخ ساغر سان،
سُرڪ پڻ سازباز ٿيندي آ.
گُلرخن جي حسين دامن ۾؛
زندگي ڏس، دراز ٿيندي آ.

(۵)

زندگي هڪ فريب ڪهنه آ،
مسڪرائي فريب کا ساقي!
آ ٻري اعتبار فردا جو؛
حال بلڪل قريب آ ساقي!

---



# مقبول احمد پنهور "دانش"

مقبول احمد "دانش" ولد محمد موسيٰ "راز" پنهور سنڌي ادبي محفلن ۽ حيدرآباد جي ڪچهرين ۾ ۱۹۵۰ع کان، ۲۳ سالن جي عمر ۾، پنهنجي شاعريءَ جي شروعات ڪئي. هڪ اديب، مصنف، مضمون نگار ۽ صحافيءَ جي حيثيت سان ڄاتل سڃاتل هئڻ جي باوجود مقبول "دانش" شاعرن جي دنيا ۾ گهڻو معروف انهيءَ ڪري آهي، جو هو فقط ڪن خاص موقعن يا طرحي مصرعن تي طبع آزمائي ڪندو رهيو آهي. پنهنجي ڪم آميزيءَ جي باوجود هو هيل تائين ڪافي نظم، غزل، بيت، گيت ۽ قطعا لکي چڪو آهي.

۵- جنوري ۱۹۲۷ع تي هڪ غريب خاندان ۾ اک پٽيائين. چار درجا سنڌي پنهنجي ناناڻي ڳوٺ نصرپور ۾ پاس ڪري حيدرآباد آيو، جتي پنهنجي والد ميان محمد موسيٰ "راز" ۽ سيد حافظ محمد حيات شاه جي صحبت ۾ عربي، فارسي ۽ اردو سکيو. ساڳئي وقت قاضي عبدالقيوم پرائمري اسڪول ۽ نور محمد هاءِ اسڪول مان سنڌي ۽ انگريزي پڙهي، ۱۹۴۵ع ۾ ورنيڪيولر فائنل ۽ ۱۹۴۶ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان مئٽرڪ جو امتحان امتياز سان پاس ڪيائين. ۱۹۵۱ع ۾ بي-اي (آنرز) پاس ڪري، صحافت ۽ طباعت جي دنيا ۾ پير پاتائين. ڪافي عرصو روزنامه "هلال پاڪستان" (حيدرآباد)، روزنامه "الوحيد" (ڪراچي)، روزنامه "قرباني" (ڪراچي)، روزنامه "ڪاروان" (حيدرآباد) ۽ روزنامه "غازي" حيدرآباد ۾ مختلف حيثيتن سان ڪم ڪندو رهيو. ساڳئي دور ۾، مختلف وقتن تي، سنڌ يونيورسٽي پريس، ڪوآپريٽو پرنٽنگ پريس ۽ پاڪولر پرنٽنگ پريس جو مئنيجر پڻ ٿي رهيو. انهيءَ عرصي ۾ معياري سنڌي ڪتابن جي اشاعت ۽ تجارت لاءِ "سنڌي ڪتاب گهر" نالي هڪ ادارو قائم ڪيائين. ٻارن لاءِ ماهنامه "گلستان" ۽ هفته وار "وطن" اخبار جي اجراء جو سهرو پڻ سندس سر تي آهي. ۱۹۶۱ع ۾ سنڌيءَ ۾ ايم-اي جو امتحان فرسٽ ڪلاس فرسٽ ۾ پاس ڪري وائيس چانسيلر ميڊل کٽيائين. هن خاندان ۾ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ وارو هي

ڀرپور نئي نوجوان هو. ڪيس سچل سرمست آرٽس ڪاليج ۾ ڀرين ليڪچرار، ۽ پوءِ صدر شعبه سنڌي مقرر ڪيو ويو.

١٩٦٦ع ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز جو انچارج مقرر ٿيو ۽ حيدرآباد شهر مان لڏي ڀلائي وڃي شاهه جي ڀلاري ڀٽ ڀرڙو ٿيو. حڪومت طرفان امدادي گرانٽ کنهجي وڃڻ ڪري اهو عهدو اچانڪ بند ڪري ڇڏيو ويو. هن وقت روزانه "هلال پاڪستان" سان وابسته آهي. ـ ادارو.

## نظم

ادیبو، عزيزو ۽ دلبند يارو،
زماني جا دانشورو، درد وارو!

توهان جون امنگون، توهان جا ارادا، نئين نسل جي مشعلِ راهه ٿيندا.
توهان جي ئي خون سان وطن جو بهارون، توهان جو ڀڪر ڪڻڪ، ڦٽيون ۽ ساريون.
وطن جي مقدّس امانت اوهان وٽ، ۽ ايتري ڪان وڌ قلمي قوّت اوهان وٽ.
خدايا! هي گلڙا ٻهاريءَ ۾ ڦٽڪن، چمن ۾ چوهر طرف ڀاهيون ٿيون ڀڙڪن.
بچايو گلستان کي ماليءَ کان يارو، ٻهاريءَ ۾ لڳي ٿو هي باغ سارو.
بشرطيڪ مس خون پنهنجي سان ناهيون، ۽ ذهنن کي ٻاري ڪا مشعل جلايون.
امنگن، ارادن ۽ مقصد جي مشعل، اجاري ڇڏي زندگيءَ جي جا منزل.
توهان ئي ته آهيو ڪنّل جون صدائون، ۽ وائي ڪان وانجهل جا ڪن ۽ زبانون.
هي ئي ٻاک نغما ۽ آزاد نعرا، پلي دشمن کي اکين گهاءَ گهرا.

اچو ساز سنڌيءَ تي ٻرياني ڳايون،
۽ سرُلهه ۾ سُتلن کي گڏجي جڳايون.

## سچ

سچ کي اڄ شهر جي در تي وري آندو ويو.
شهر جو قاضي به فتوائن تي اڄ آيو لهي؛
ڪوڙ جي هن ڪوٽ ۾ سچ سهڻ جي طاقت ڪٿي،
دوکي جي ديوار سان جي مڙهل هوندي ڍهي!

روشنيءَ کي ناهي طاقت جو اجا ظاهر ٿئي،
آهه اوندهه جي اڃا دعوا ته منهنجو راڄ آهه؛
رات جي ڪارڻ ڪيسين ٿانئين رهندي دوستو،
هي اڌ پرو بس صبح جي سوجهري جو ڪاڄ آهه.

سج کي اڀرڻ کان روڪڻ ڪنهن جي وس جي ڳالهه ناهي،
پل ترِيءَ هيڏان لڪائڻ جي اوهين ڪوشش ڪريو؛
روشني ڦهلائڻ پنهنجي ذات سان پاڻهي ڪندي،
ونڊو کڻيو پاڇو پاڻهي وڃي، جيئن جيئن سج چڙهيو.

جسم کي زنجير سان جڪڙي ڀلي قابو ڪريو،
باغ تي پهرو رکو، ڪنڊن سان جهولي ڀل ڀريو.
گل تي بندش ڀل وجهو، سرهاڻ پنهنجو تاج آهه،
ذهن جي آزاد کي انسانيت جو ڏاج آهه!

## گيت

ڇيڙ ڪا اهڙي تار، او ساٿي—
ڇيڙ ڪا اهڙي تار!

جا جذبن کي جاڳائي، جا پنڪيل کي دڳ لائي ڇڏي،
۽ پانڌيڙن کي منزل جي جا هٽي هڪل هوشيار—او ساٿي!

جا هٽي هڪل هوشيار ڪري، ۽ سٽلن کي بيدار ڪري،
تنبند نوجاڳي ۽ آرس کي ڪيڏي ڪري جا ڌار—او ساٿي!

عيش ۽ تن آساني ڀڃن ڏئي، جان جي بازي آهي جن لئي،
تن جي تن ۽ من کي تپائي تيز ڪري جا ڌار—او ساٿي!

همت سان ڪجهه ڪري ڏيکاريون، هارئي ڪير تي هنجون نه هاريون،
ساڪ ٻه تنهنجو سال ٻه تنهنجو، ساڻ ني پوتو پار—او ساٿي!

ساز پراڻا سڀ بدلايون، گيت نوان جهونڪاريون ڳايون،
دؤر نئون ۽ نئون زمانو، نئين لئي ۽ تار—او ساٿي!

جيئن باک ڦٽي ۽ ساهه سري، کهنڊڻين جي جهنڪار ٻري،
ڀات اونداهيءَ ۾ جرڪي، لاٽن جي ڪا لار—او ساٿي!

## غزل

●

ٻلي ڪري اچ آيا پنهنجا، ٻوٽ جا ٻانڊي، سڪ سرواڻ،
جن جي مٽيءَ ۾ مشڪ جي ٻُو ۽ دم دم ۾ سرهاڻ.

ڦاهيءَ جي تختي تي ٻڻ وهسن واڙيءَ ڦل جيان،
ڏات جو جن کي ڏنگ لڳو ۽ ماريا جن پنهنجي ٿي جاڻ.

رات ڪسي جن آ رات ڇيو ۽ صبح سچي جي لاٽ لٺي،
سنگت جا سر سوڙ سدائين توڙ نباهيندڙ اڳواڻ.

صبح جي آهي ٻاڪ ڦٽي، رات جي ساري تات وڃي،
سونهن صداقت صلح جي سج کي ڪوڙي داد جي ڪهڙي ڪاڻ؟

ڀال ڀلائي، ٿورا لائي، آيا ٻيهي قرب ڏٺي،
قرب سدائين قائم رهندو، هوندي هميشه روح رهاڻ!





# نواب جان علي خان "جان" لغاري

نواب جان علي خان "جان" لغاري بلوچ، تاجپور جي لغاري نوابن مان باذوق ۽ وضعدار شخصيت جو مالڪ آهي. باڻ نواب ولي محمد خان لغاري وزيراعظم سنڌ جي ٻئي نمبر فرزند نواب حاجي محمد خان جي شاخ مان هن طرح آهي: نواب جان علي خان 'جان' بن نواب علي احمد خان بن نواب حاجي فتح محمد خان بن نواب حاجي محمد خان. اهو نواب صاحب، نواب ولي محمد خان جو ٻيو نمبر فرزند آهي.

نواب سردار احمد خان، وزيراعظم جي ٽيهرئين فرزند، ۱۸۴۳ع ۾ سنڌ جي فتح ٿي وڃڻ کان پوءِ جڏهن گوشه نشيني اختيار ڪئي، تڏهن راڄداريءَ جي پڳ ۽ قوم جي سرداري سندس ننڍي ڀاءُ نواب حاجي محمد خان کي ملي. نواب حاجي محمد خان ڊپٽي ڪليڪٽر به رهيو ۽ ٿوري وقت لاءِ سنڌ جو ڪمشنر پڻ ٿيو.

<u>ولادت ۽ تعليم:</u> نواب جان علي خان "جان" ۱۹۱۷ع ۾ تاجپور ۾ ڄائو. پاڻ نواب علي احمد خان جو ٽيون نمبر فرزند آهي. پنهنجي خانداني دستور موجب، سندس تعليم ۽ تربيت سندس والد ماجد نواب علي احمد خان جي نگراني ۾ پنهنجي گهر ۾ شروع ٿي. پنهنجي والد کان ست درجا سنڌي، ست درجا اردو، فارسي گلستان و بوستان تائين ۽ انگريزي پنج درجا پڙهيو. ان کان پوءِ ذاتي مطالعه سان مختلف علمي ۽ ادبي، تاريخي ۽ مذهبي ڪتاب پڙهي ادب ۽ دينيات ۾ چڱو استعداد حاصل ڪيائين. نواب علي احمد خان جي وفات (۱۹۳۹ع-۱۹۴۰ع) کان پوءِ پنهنجي زميني ڪم ۾ مشغول آهي.

<u>بيعت:</u> قادري صوفي طريقي ۾ پنهنجي والد ماجد وٽ بيعت ورتائين ۽ ذڪر ۽ شغل ۾ مشغول رهيو. اهوئي سبب آهي جو اهل علم ۽ عالمن جو وڏو قدرشناس آهي. عالمن جي خدمت ڪرڻ ۽ ادبين سان رهاڻ ڪرڻ سندس ذوق جي چيز آهي. هن وقت تائين ٽي حج ڪيا اٿس.

<u>مشغلا:</u> نواب صاحب جي پسنديده شغلن ۾ راڳ ٻڌڻ ۽ ناياب علمي ڪتابن کي گڏ ڪرڻ ۽ ڪچهري ۽ رهاڻ کي ترجيح حاصل آهي.

<u>شعر و شاعري:</u> شعر و شاعري جو شغل ۲۰-۲۲ سالن جي عمر ۾ شروع ڪيائين. سندس ڪلام تصوف جي چاشني سان لبريز آهي. بيت، ڪافي ۽ غزل سندس پسنديده صنف آهن.

عشقيہ شاعري ۾ ڪئي اٿس. اصلاح سخن مولانا گرامي صاحب سان وابستہ آهي. سندس ڪلام ۾ بيت، ڪافيون، غزل (سنڌي، هندي ۽ اردوء) ۾ آهن. هن وقت ٻنهنجي ڪلام جو مجموعو ترتيب ڏئي رهيو آهي. — رياض (تاجپور)

## بيت

(١)
وحده لاشريڪ له، هوڪو حقاني،
دوئيء کي دور ڪر، ڇڏ شرڪ شيطاني،
پري ايماني، ٿو ڏينده جام جنت جا.

(٢)
لاإله الا الله، جان تو چئين صاف،
مدايون تو معاف، قادر ڪندو ڪرم سان.

(٣)
لاإله الا الله، جان تو چئين جيءَ،
چوندئي پري پيءَ، پيالا تون پريم جا.

(٤)
لاإلا الا الله، چوڻ نہ سولو ڪم،
ڇڏي وهم ۽ غم، تهان پو ڪلمو ڪهج!

(٥)
لاإله الا الله، چوڻ سورهيہ سچ،
محبت جا من ۾، ٻاري وڃج مچ،
ڳاري ڳچين ڳچ، تهان پو ڪلمو ڪهج.

(٦)
لاإله الا الله، چيو جن ازل،
تن ميجو محمد مصطفيٰ، نور نبي نرمل،
سي ڪامل ٿيا اڪمل، ايماني عرفان ۾.

(٧)
لاإله الا الله، چئي روزالست،
ميجي محمد مصطفيٰ، مالجهي ٿيا مست،
سي رهيا دست بدست، عاشق احمد جام سان!

(٨)
لاإله الا الله، چيو جن قلبن،
"لاخوف" "لاتحزن"، آيو شان سندن،
سي مومن سر مرڪن، جن ميجو محمد ڪارڻي.

(٩)
سو پاڻي، سو ڦوٽو، سوئي آهي آب،
لاهي هڙ حجاب، پرينءَ کي ڏس پڌرو.

(١٠)
سو واهڙ، سو واهہ، سا واهي، سو درياءُ،
سو چشم، سو پاڻي، ساڳيہ سندن آ ماءُ،
عاشق اٿي آءُ، ڪر مشاهدو محبوب جو.

(١١)
ڪعبو چا قبلو، چا مينا، چا عرفات،
تنهنجي ذات صفات، ڳوليندي لڄ مران.

(١٢)
ڪعبو چا، قبلو چا، چا هن شش جهات،
تنهنجي ذات صفات، ڳوليندي لڄ مران.

(١٣)
روڙيم شش جهات، ڪعبو قبلو ڪوه ٿيا،
تنهنجي ذات صفات، مون ڪان لڌي ڪينڪي.

(١٤)
'پيهي جان پاڻ ۾ ڪيم، روح رهاڻ'،
تہ سڄڻ آهين ساڻ، ساهان اوڏو سپرين!

# ڪافيون

*

• ٻاهر ڪين ڪڍن ٿا ٻاڦ، دل ۾ دود دکائن ٿا،
دل ۾ دود دکائن ٿا، سي من ۾ مچ مچائن ٿا!

دم دم ۾ ڪن ذڪر الاهي، هُو هُو حق حق، وات ۾ واڻي،
سينا تن جا ٿيڙا صاف، قرب ۾ ڪنڌ ڪپائن ٿا.

جوش ۾ وينا جيءُ جلائن، پريم ۾ پيهي پاڻ پچائن،
ڪين هڻن ٿا لاف گزاف، پريم جو پيالو پيارن ٿا.

مرشد جي رک من ۾ مورت، سرت سان ڪر نيڻن ۾ صورت،
سنجهه صبح ڪر تن طواف، رمز سان رنگ رچائن ٿا.

تن طنبور بڻايو جن آ، هڏ چم جسم جلايو جن آ،
’جان علي‘ سڀ تن تان معاف، من ۾ اسم اچارن ٿا.

*

• ڏاڍا دل تي دورنگي رنگ رکيا،
سي ته نقش رنگي ڪٿن لاهيان لاهيان!

عبد جي اولي، ڪير تو ٻولي،
ڳجهه الهيءَ کي ڪير تو کولي،
خلق ڀلائي آهي ڀولي — نه ته آءٌ اهوئي آهيان آهيان.

’ولنحن اقرب‘ ماڳ وجودي،
هر شئي جو اهو آ مسجودي،
هو حق، هو حق، حق موجودي — ناهيان دے وچ آهيان آهيان.

چوڙ وي ملا قلم ڪتابان،
هوت نہ ملسي، هنر حسابان،
علم و عقل دے توڙ حجابان — قرب دے اندر ڪاهيان ڪاهيان.

عشق جي منزل آهه اڻانگي،
اينهن ڪري ناڱن کي ناڱي،
’جان علي‘ ٿيو عشق اسامي — سينو ڪهڙو ساهيان، ساهيان.

ڏسو عشق جا انصاف، وڃي سر گهوري گهوري.

نينهن نهائينءَ جئن رک نيهي، پاهر پول نه پاڻ،
چپن کي چوري چوري.

بات بره جي اوکي اهنجي، آهي ڪشالو ڪاف،
لهي جو ڏوري ڏوري.

ڏنڊا ڏوڙا، سکيا سهنجا، لڄ هئين ڻا لاف،
مگر پنڌ اوري اوري.

سر سوريءَ تي سڪ ٿي سهاڻي، سو تئون آهي معاف،
ڪين ڪنڌ ڪوري ڪوري.

'جان' ڪي گهورج سؤ سؤ گهمرا، سينا جن جا صاف،
هلن جي هوري هوري.

*

· آ عشق پڙهايو ڪتاب، ميان -
جنهن ۾ سبق سورن جو سرس سمايو.

عشق جي ابدي ازلي مستي،
عقل جي نقلي ظلي هستي،

عقل ٿيو عين عذاب، ميان - آدم کي جنهن رُلڻي آ رلايو.

عشق ۾ هردم حق جي حضوري،
عقل ۾ دوري ۽ مهجوري،

عقل آ عين حجاب، ميان - جنهن حق کي آدم کان لڪايو.

عشق جو مشرب، حق جو پيڙو،
عقل جو مذهب، جهڳڙو جهيڙو،

نه جنهن ۾ سوال جواب، ميان - جنهن کي صوفين صاف سڃاتو.

'ڪُنْ' کان اڳي کي رنگ ڏناسين،
رنگ اندر بي رنگ رهياسين،

ايي شوق جو شاهي شراب، ميان - جنهن اناالحق آواز اٿاريو.

'جان علي'، جي مرد قلندر،
ڪين ٿا جاڻن، مسجد و مندر،

نه ڪو تن لئي ڏوهه و ثواب، ميان - بهشت دوزخ جو ناهه منجهارو.

# غزل

●

يار کي هر طرف عيان ڏٺم،
جلوه ذات لامڪان ڏٺم.

معرفت جي نظر جڏهن ٿي ڪُلي، جان ۾ جلوه نهان ڏٺم.
عرش اعليٰ کان فرش تائين ڪل، ذات بيچون ۽ بي نشان ڏٺم.
ڪٿي حيرت ۾ ان جي لئي گل آهه، ڪٿي بلبل کي نغمه خوان ڏٺم.
ذرّي ذرّي ۾، قطري قطري ۾، ذات واحد سندو نشان ڏٺم.
بيحد بيحساب ڪثرت ۾، حسن باري کي بيگمان ڏٺم.
’جان‘ کان جو قريب تر آهي، حسن و خوبي ۾ بي بيان ڏٺم.

●

دل جوش ۽ جذبي جي جاگير نظر آئي،
هڪ سوز ۽ سورن لئه لخچير نظر آئي.

هر جا ٿو ڀڄهين جانان، هرهنڌ ٿو ڀَسائين پڻ،
هر جا تي سڄڻ تنهنجي تصوير نظر آئي.

پنهنجن به ڇڏيو پاسو، ڏاريا ته ٿيا ڏاريا،
هن رنگ جفا تي دل، دلگير نظر آئي.

عاشق کي طبيبا ڇو، آڇين ٿو دوائون پيو،
ڪنهن پاڪ ته پيرن جي اڪسير نظر آئي.

دامانِ عليؑ ۾ هٿ، اي ’جان علي‘ هولڊو،
قرآن ۾ جنهن جي لئه تطهير نظر آئي.

ڪر ’جان‘ فدا پنهنجي، خاموش مدامي رهه،
تقدير نظر آئي، نه تدبير نظر آئي.





# شيخ محمد سومار

محمد سومار شيخ، ١٩٣٥ع ۾ پنهنجي اباڻي ڳوٺ پير ڪرهيل پانڌاريءَ، تعلقي بدين ۾ ڄائو. هن خاندان ۾ سومرن جي ڏينهن ۾ ”مائي مرڪان“ مشهور شاعره ٿي گذري آهي، ان جا ”ڳيچ“ يا ”ڳيچ“ اڄ به لاڙ ۾ مشهور آهن. محمد سومار جو والد بزرگوار، جنهن ١٩٦٢ع ۾ وصال ڪيو، سو پڻ سٺو شاعر هو. سندس ڪلام کي ”ڪليات شيخ الھ بچايو“ جي نالي سان هاڻ ترتيب ڏنو اٿس. محمد سومار جي حياتيءَ جو وڏو عرصو پنهنجي والد اڳيان گذريو، تنهنڪري پاڻ پيتن، ڏوهيڙن ۽ سورٺن جو خاص ملڪو حاصل ڪري ويو، ڇو ته سندس والد پيڙهيو شاعر هو، جنهن جو منش اثر پيو.

محمد سومار، عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم ڳوٺ ڪولي منڌري ۾ ميان جي حاجي هاشم، ميان جي عارف ۽ ميان جي يعقوب وٽ ورتي. اتان بالغ ٿيڻ جي وچهيءَ اوستا ۾ پرائمري سنڌي تعليم وٺڻ لاءِ ڳوٺ دينارخان ٽالپر ۾ ١٩٤٩ع کان وڃڻ لڳو. آتي پاڻ مُلان جي حيثيت سان پڙهائيندو به هو. ڊبل پروموشن سبب ١٩٥٢ع ۾ ڳوٺ غلام علي جماليءَ (لڳ تلهار) مان استاد غلام محمد جماليءَ جي رهبريءَ هيٺ فائينل ڏنائين، جنهن ۾ پاس ٿيو ۽ ساڳئي سال سنڌي استاد مقرر ٿيو. ١٩٥٩ع ۾ ايس. ويءَ جو ۽ ١٩٦٧ع ۾ اديب فاضل جو امتحان اول درجي ۾ پاس ڪيائين.

ڊاڪٽر نذير حسين خواجه ۽ شمشيرالحيدريءَ جي صحبت ۾ رهڻ ڪري ادبي ذوق حاصل ڪيائين. ١٩٥٢ع کان لکڻ شروع ڪيائين. سندس همتائيندڙن ۾ جناب پير عاليشاه جيلاني، جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، خواجه غلام علي الانا، مير حاجي محمد بخش خان ٽالپور ۽ محمد عثمان ڏيپلائي شامل آهن.

ڪيس پنهنجي وسيع لئبرري آهي، جنهن جو نالو پنهنجي بزرگ ۽ مرشد ”پير ڪرهيل پانڌاري“ جي نالي آهي. انهيءَ لئبرريءَ ۾ لسانيات ۽ تاريخ تي ڪتابن جو تمام وڏو انداز موجود آهي.

پاڻ هيستائين زبان، شاعري، لغت ۽ تاريخ تي ١٧٨ ڪتاب لکي چڪو آهي، جن مان ١٦ ننڍا ڪتاب شايع ٿيا آهن، باقي ننڍا وڏا ڪتاب قلمي صورت ۾ وٽس موجود آهن. – ادارو

## بيت

( ١ )

وڻ ڇڏي ويا مون ھرڻ، سڄڻ پَسان شال،
جانب ٻنا جيڏيون، ھيٺا منھنجا حال،
وٺي ڪي مثال، ٻڌايان ڇا ٻار ٽي.

( ٢ )

گڏي ويا گرندرين، سوريءَ ڪيم سات،
البت ھئي عشق جي، ازل ڪان اوسات،
ويٺي تڪيان وات، ڪڏھن ايندم ڪاھڙي.

( ٣ )

گڏي ويا گوندرين، مري اڳي ڪان موت،
ھو حياتيءَ حب ۾، آءُ فڪر ڪيس فوت،
ور سونھارا ھوت، آءُ اوھان جي آسري.

( ٤ )

ويا ويچارا نڪري، ساڄن ساري رات،
توڪل ڪري تات، ھيا پيادا پنڌ ۾.

( ٥ )

ويا ويچارا نڪرى، ڇڏي ٻھڪڻ ٻول،
وساري ڪُل قول، ھيٺا ٽي ڄو ھليا.

( ٦ )

مات ماري ھليا، ڏکي ڇڏي ڏڏ،
آئي ھي آسُر جو، ڪنھن کي ڪندي سڌ،
گوندر ڏيئي گڏ، ٻڌاريا ٻرڏيھ کي.

( ٧ )

ستيءَ رکيج سَتُ، سھٺا رب ستار،
ڪونجن جي قطار، آھي ڌارئين ديس ۾.

( ٨ )

سونَ نہ سوالي مڱئو، ھيي سونو سوالي،
ھٿن آھي خالي، تہ ٻہ سيرن سير ھيي.

( ٩ )

الله ڇو ويا آڪري، آڏي آڏي اوڏ،
لک لھندڙ لوڏ، وساري ڪيٿ ويئڙا.

## دوھا

پنھنجي سوڙي خيالن واري، ليڪن منجھہ لڪايان.
جھان سڄي کان ھڪڙي ھاي، ليڪا ڍاھيان ناھيان.

مصري تنھنجي ملڪ مٺي ۾، لوڻ نہ آھي کارو،
ڇا تو پيار جي ھڪ ڏٺي ان کي آھي ڪيو ميٺارو.

اوسيڙي ۾ اھڙي طاقت، حال ٽٺي ٽو ساضي،
اسين تہ آھيون ڪڏھن نہ قاضي، حال منجھانرا راضي.

اوسيڙي ۾ رھندي رھندي، گذري ويا ڪئين سال،
اسان جي ليکي ھليو نہ آھي، ساڳيو آھي حال.

جيڪو گذريو ۽ ويو وسري، سو تہ برابر ماضي،
پر ناوسري جيڪو دل تان، سو ماضي ناھي قاضي.

منهنجي اکيان رهندي رهندي، سون کان آهين دور،
ساجن سون کان ڪڏهن نہ ٿيو، ايڏو سارو سور.

منهنجي من ۾ باهہ ٻري ٿي، تون بہ تہ جلندو هوندين،
ٻرهہ جي باهہ ۾ سون جيئن پيارا، ڪلندو، رُئندو هوندين.

ڪوڙ ۽ سچ آ چئبو ڪنهن کي، ڪر پيار ۾ ان کان ھاسو،
جيڪو گذري، وقت چڱي سير، آهي سوئي خاصو.

هاريو، هاريو، عمر سڄي سون، سڄي عمر مون هاريو،
تڏهن بہ منهنجا ڍولڻ توکي، وري وري سون ساريو.

مينڙا سدا نہ مينڙا رهندا، اهي بہ کارا ٿيندا،
زهر جو ڏنگ سي ڪڏهن نہ ڪڏهن هٿي نيٺ چڏيندا.

ڪنهن کي پنهنجو ڪري نہ جاڃج، سڀني ڏاريان ساز،
وچڻ جي وبلي، سيڪو پنهنجو، ٿئو آلاهي آواز.

## سورٺا

بدليو برات، عيد نہ منهنجي اوءِ ٿي،
راتيون مٿان رات، سون کي پٺي جيڏيون.

سمجهن ٿا سڀ هاڻ، ڪوئروءِ جي ڪرت کي،
پر وچارا اڃاڻ، ليلان جئن ويا لوڏجي.

ميرو مُنهن ٿيوم، ڏيکاريان ڪيئن ڏيهہ کي،
اهو ڪم ڪيوم، جو ڪميڻيءَ کان ڪين ٿئي.

پرين سندا پٽَ، چيٽَن جي چوپول ۾،
ڪجهہ تہ اڃي ڪٽِ، هاڃي مان منهنجون هنيون.

لُڙڪ ڪيرئم اتي، سارو ڏسي ملڪ جـا،
تون ٿو سمجهين وسَ، اهو آب اکين جو.

مون سان اڄ مجاز، ڳالهہ ڪئي کا ڳجهہ جي،
ٻڌي چنڊ سڀ ساز، تہ ساجن سريڪو ٿئين.



# غلام حسين رنگريز

غلام حسين رنگريز هن جديد دؤر ۾ نهايت پختو ۽ رنگين ڪلام چوي ٿو. سندس ان تي جديد اثرات نمايان آهن.

گيت، غزل، نظم، آزاد نظم ۽ ڪافي سندس پسنديده صنفون آهن. سندس ڪلام، سنڌي زبان جي سيني علمي ۽ ادبي رسالن ۾ سالن کان شايع ٿيندو رهي ٿو.

پاڻ مختصر تعارف هن طرح ڪرايو اٿس:

"نالو: غلام حسين، ذات: رنگريز، ڳوٺ: ميرپور بٺورو.

تعليم: ايم. اي. پوليٽيڪل سائنس (فائنل).

مشغلو: تعليم کاتي ۾ ملازمت.

عمر: ٢٣ سال.

اسڪول جي زماني کان وٺي ادبي ڪتابن جي پڙهڻ، مضمونن ۽ شعرن لکڻ سان خاص دلچسپي رهندي آئي آهي. تنقيد، شاعري ۽ فلسفو، علم ۽ فن ۾ پسنديده موضوع آهن. منهنجا مقالا سنڌي زبان جي سيني اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن."

## ڪافي

١

آئي آئي اڄ جي ساري، هاڻي هاڻي هوڙسي جيئن؛
تيئن ڙي منهنجو من ماندو.

ٿر جي واري آپ ڏانهن آڇلي پانهون پکڙي ڪري جيئن؛
تيئن ڙي منهنجو من ماندو.

ساهي ساريءَ جاري سنجهه، تڙپي ڦٿڪي پيئي جيئن؛
تيئن ڙي منهنجو من ماندو.

ڏُڪندڙ ڪڪري ڪاري ڪي، تاڙو تاڙي ويئو جيئن؛
تيئن ڙي منهنجو من ماندو.

## آزاد نظم

وقت جي بحر ۾،
زندگي جا ڀنوَر،
ٻيڙيون اسان جون،
۽ ٻڏندڙن جون دانهون،
تيز هلندڙ هوا ۾ —
ٿي تحليل ويون!

وقت جي تيز طوفان ۾،
زندگي ڏُوڙ جيئن؛
۽ اسان تنهن ۾ تنڪن جيان،
کهليا پيا وڃون؛
اڄ هيٺ ۽ سڀاڻي مٿي،
کهلجڻ ۽ اڏامڻ مقدر اسان جو!

وقت جي دشت ۾،
زندگي ٿڪيل قافلو؛
۽ اسان،
تشنه لب جان بلب،
پيا تڙپون! ٿڪون —

وقت جي وسعتن ۾،
زندگي هڪ گهڙيءَ جيئن؛
۽ اسان،
تنهن گهڙي جا غلام،
بس غلامي بهرحال، پنهنجو مقدر!

## نظم

### دل ٿي چاهي

بادل ٻنجي پرجي گرجي گهر گهر وسي” وسندو رهان،
ساريءَ پُونءَ تي پال ڪري، ڪر ور ور ڏيئي ورندو رهان؛
نهرن وانگي ورڙا ڪائي، لوٽ زمين تي وهندو رهان،
واهڻ واهڻ واهه ٻنجي، چپي چپي چمندو رهان؛
هانو ڙي سائين! سچ پچ دلڙي ائين ٿي چاهي.
ٽڙي ٽڙي هير جيان مان گل گل رنگ پريندو رهان،
پاندن ۾ مان پرت ڪٿي، ڪر در در ڏيئي رمندو رهان؛
پن پن ڦولن ڦوهه ۽ سولهن سرهاڻيون ڏيندو رهان،
ڏيندو ڏيندو جهولا جهلائي لوليون هرڪنهن ڏيندو رهان؛
هانو ڙي سائين! سچ پچ دلڙي ائين ٿي چاهي.
جڳ جڳ جيڪي جاڙون ڪيڙون سور سيني سلندو رهان،
دل دل جا مان درد ڪٺي، ڪر دنيا اڳيان ڪلندو رهان؛
سينا سيڙي پادون سيڙي، ماليها ويٺو پوئيندو رهان،
ڪولي ڦولي ڦٽ سيئي، وايون ڪافيون لکندو رهان؛
هانو ڙي سائين! سچ پچ دلڙي ائين ٿي چاهي.

جهونڪو جهونڪو ٻنجي تنهنجن زلفن کي مان ڇُهندو رهان،
ڇوريءَ ڇوريءَ ڇيڙن کي مان وَر وَر ڏيني چمندو رهان؛
جوين جي هن جهرني مان ڪر ٻُڪ ڀري مان پيئندو رهان،
ٿل نہ لڳني ڪو ڪوسو واءُ، ڪڪري ٻنجي پيهندو رهان:
هانو ڙي سائين! سچ پچ داڙي ائين ٿي چاهي.

اگرن جهڙي اوندہ ۾ مان نيڙو ٻنجي ڪڙندو رهان،
ٻيا او سائي! سات جي لاءِ چنڊ ٿي آپ تي چڙهندو رهان؛
سانيان سائيان هرڪنهن من ۾ محبت من پريندو رهان،
ڌرتي ساري سون ڪري مان ڪوڙ ۽ ڪچ ڪٽيندو رهان:
هانو ڙي سائين! سچ پچ دلڙي ائين ٿي چاهي.

## ٻنهنجو حال

آن وٺ جيهو ٻنهنجو حال اٿئي آن جيهو ٻنهنجو آهي قصو،
ڏرندا جنهن جا ڏار وجن ۽ ٿي ويا جنهن جا پيلا پَن؛
هلڪو جهونڪو هيڪ‍ُ هَوا جو ڏُوٺي ڏٺي دم ڪڍي،
حال هي ڏسندي هَجندا رهن ٿا سُڪڙين سَن.

آلڪا آلڪا اوسيڙا ۽ آهون هرڪنهن هانءُ،
من جي سُوڙي ملڪيت آهن دردن جا هي ڏن؛
اڳ نہ اهڙو حال هئو ۽ جيءَ لا ڪي جنجال،
ڪالهہ رُتا ٻي مور الا او باهي وڪوڙيا ٻَن.

ڏينهن ٿپن پيا ڏينهون ڏينهن ۽ راتيون روز ڪرم،
ٻَتُ پرايا ٿي ويا ٻر هي ڇجندا هائي جَن؛
ٻربان ٻربان ڏُنتہ ۾ ڪاني، ڪڇ ۾ ٻار ڪٽيو،
رُئندي رهي ٿي لُڙڪ وَهايو وچاري ڪا رَن.

سائيو سنگتيو شاعر! هي تہ ڏسو ڙي چٽيل ٻَن،
پيڙا تن ۾ ٻُورين آهي، جهڙا مرجهل مَن؛
دُور انڌاري ڪُوهہ مان آ آپريو ڪو آواز،
ڪنهن او ڪُنل جي ڪُوڪ ٿي ڏبو ڙي ٻنهنجا ڪَن.

# غزل

●

اڀندڙ سج ۽ چڙهندڙ ڪار،
رات ڀڪيڙيا ڪارا وار.

سڏڪي سڏڪي مَس سُتا، جذبا منهنجي جيءَ جا يار.
سرهي سج سجي ڪيئي ڪو، ٻارن ڪان پيي آهين ٻار.
ٻڪ ٻڪ ٻيڙا ٻائيندين ٽُون، ڪني جي ڪنهن سان نظرون چار.
ڪوڙ ۽ ڪچ آ قاتل زهر، سچ آ ساٿي ساڪ ۽ لار.
لينهن جو ناتو نازڪ اٿئي، سوچي سمجهي هلجان يار.
ڏانيا ٿيندا ڏوليا جي ٻـ، ٽٽندا آخر سي ئي ڏار.

●

سج تي چانيل ڪوهيڙي جار،
مهاريءَ ۾ ڪو نيڏڙو ٻار.

تنهنجو جوين جهرٽي جيئن، ساوا ساحل ٻاٽي تار.
انڊلٺ جهڙا تنهنجا انگ، آڪم جهڙا تنهنجا آر.
سوچي سمجهي هلجان هت، ٻڪ ٻڪ پکڙيل آهن ٻار.
ڏرتي دم ۾ آهي اڄ، شايد طوفان هلندو يار.
چوٽو ڪوهين ٻنجيءَ ڪنب، چوٽو ڪرنين هيڏي ڪار.
ڪس ڪس گهتيل دانهن ۽ چيخ، هر ڪنهن چاتيءَ هيڏو ٻار!
ڳايو ڳايو بک ۽ ٻاک، گهر گهر گيتن جي گونجار.
اڳ ٻـ انڌارو هو ٻر اڄ، هاڻ تي ڏاري ڪاري ڪار.
ايندا نڪري اڳتي جي ٻـ، ٻوندا تن ڪي ٿولن هار.





# حيدر علي ٽالپر

حيدر علي ٽالپر، ١١-مئي ١٩٤٤ع تي، ٿرپارڪر ضلعي جي شهر ٽنڊي جان محمد جي ڀرسان ڳوٺ مير يار محمد ٽالپر ۾ پيدا ٿيو. سندس خاندان جو تعلق سنڌ جي رستماڻي ٽالپرن سان آهي. ابتدائي تعليم مير حاجي قادربخش گورنمينٽ هاءِ اسڪول ٽنڊي جان محمد ۾ ورتائين، جتان ١٩٦١ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين. ١٩٦١ع کان ١٩٦٣ع تائين گورنمنٽ ڪاليج حيدرآباد ۾ تعليم ورتائين، جتان ١٩٦٣ع ۾ انٽرسائنس پاس ڪري لياقت ميڊيڪل ڪاليج ڄامشورو ۾ داخل ٿيو ۽ هن وقت آئي ايم. بي. بي. ايس. جي آخري سال ۾ پڙهندو آهي.

سندس شاعريءَ جو دؤر مئٽرڪ کان شروع ٿيو. سندس پهريان شعر، گورنمينٽ ڪاليج مخزن ”ڦليلي“ ۾ ڇپيا ۽ پوءِ ”مهراڻ“ رسالي ۾. آنهيءَ کان پوءِ سندس شعر مختلف سنڌي رسالن ۾ ڇپيا آهن. گهڻو ڪري شعر جي هرصنف تي طبع آزمائي ڪئي اٿس. —ادارو.

## بيت

( ١ )

هيڏا ڪيس ڪلور ٿيا، ته به مارو رهيا مات،
هوتن هيڻو حال ڏسي، مارئي ڪاڏي مات،
ڪنڌ وهايو ڪات، جيئن اوٺي لڄ رهي اڃي.

( ٢ )

مارئي ۽ ملير، وجودان ويا،
نوڪ ڦلاربا ڪيترا، ختم ڪيت ٿيا،
ڏاڏائي سان ڏيهه ۾، عمر اڃي پيا،
آئي ڪنڌ ڪپاهه، جيئن موئي ملير مائٽين.

( ٣ )

ترهي پئي ترار، سورن سٽيو ننڊ ۾،
ڪير وهائي وار، عمر آرڏايون ڪري.

( ٤ )

انڪهي پئي آماس، ننگر سجو ننڊ ۾،
وهائو جي وات لئي، آرهي چڏيم آس،
اڌي رات آڪاس، پيچ پنيءَ جو آسرو.

( ٥ )

لڙيءَ اڌي رات، صُبح سُهانو پڌرو،
پري ناهه پرڀات، آمارو آڪاس ۾.

## دوها

پريتم! تنهنجي پريم نظر ڪيو ڪيڏو ڪهرو ڪهاڻ،
تون نٿي چئو، ڏِس آيو ڪيڏو سون ڪٿي تو مان ساڻ.

تنهنجي سونهن جي صدقي ساجن، نيربا نوان انڪور،
ساوڻ آيو، سرلو ساري، سيرڪي آيا سُور.

ڪُولِي ڪان ود ڪومل آهي پيارا سائين! پريت،
تو بن دنيا اوسيڙو آ، آج تہ سلون او ميت.

پڪلي ٺين تون پوري اٿن، جيئن ساوڻ جي ڪا چَنڊ،
رُڪي رُڪي جن راتاهي ۾ نڪري پيو آ چنڊ.

سَت جهلي ڪين هُٺين سيتا! راوڻ رهن هزار،
ٻڌجي آهي هر دل خاطر، تنهنجو منهنجو پيار.

## غزل

•

نہ ڪوني لڳهہ آ نہ بادل پڇن،
آتر آس لائي سنگهاريون سِڪن:

سُڪي ٺوٺ ڌرتي، ڇتو آسمان،     سيون جي سُڪي جون ٻنار ڪيئن ٻن؟
پيئون، ڏهر، پاٺا سيئي سوڪ ۾،     پاڙيون پٽاريون ڪٽر ٿي ڪِرن.
وري آهُ وڪار، ٺر ٺٺي ٺڏو،     مهليون سيئي سُڪائون ڏين.
وبني آهه ڪذري سڄي ساوڻي،     ڪِڪر ڪونہ آيا، ڏُڪر ڏاڍ ڪن.
وري منڊ موتي ۽ پوڪون ڪيون،     سنگهاريون وري سوڪ لڌ سانگ ڪن.
ٻُڪن ۽ ڏڪن جي ٻُري حال ۾،     ڏريچائيون ٺر ڪي ڇڏيو پيون اڇن.
خدا جي خدائي کان ڪو خوف ناهه،     وري چنڊ چهرا ٿا ڪومائجن.
گهٽا ڪيت ڪانٽي ويا هار اڄ،     سدائين ٻيا ڦوڪ ڦولارجن.
ٿيون ٻند ڪوٺن ۾ ڪنين مارويون،     سِڪن جي سهاري عمر ڏاڍ ڪن.
امن آهہ نڪري ويو اڄ هتان،     متر جا وري پيا چِٽ ڇانئہ ڪن.

ٻيا ٻر ۾ آهن سوين سيڪڙو، ڇڙن ڇپ تي زنجير جهنڪار ڪن.
سدا ڇاڻ ڪي جڙ لڳي آهه ٻر، جهالت ۾ جهانگي اڃا پيا جين.
ميٺي ۾ ملائي مڇل سڀ ضمير، جواني جا جذبا وري ڳانجن.
ٻرانا اپوڳا هي جهونا نظار، آ ڪوڙي قيتاني نوان ناهجن.
نه ڪوئي وڏو آهه، نڪا اوچ نيچ، سڀن جي ڪمائي، سڀن جو وطن.

کهلي هير 'حيدر' آ آزاد ڪئي،
ڪڙا، ڪوٽ، زندان سارا ٽٽن!





# ”غازي“ ٽکڙائي

غازي ٽکڙائي پنهنجو تعارف هن طرح موڪليو آهي:

”منهنجو نالو عثمان علي، تخلص ’غازي‘، ذات سمون، ڳوٺ ٽکڙ، تعلقو ٽنڊو محمد خان. جنم جي تاريخ ٣- آگسٽ ١٩٣٤ع آهي. ٽکڙ جي پرائمري اسڪول ۾ ١٩٤٨ع ۾ فائنل امتحان پاس ڪيم. ١٩٥٠ع ۾ ماستري نوڪري ملي. ميڪينڪل جي شوق زياده هئڻ ڪري ماستري هڪ سال کان وڌيڪ نه ڪري سگهيس. ١٩٥١ع جي آخر ۾ ميڪينڪل ۾ پير پاتم. ١٩٥٤ع ۾ ڊرائيونگ لائسنس وٺي ڊرائيونگ اختيار ڪيم ۽ ١٩٦٣ع تائين ڊرائيور رهيس. ڊرائيونگ جي وقت ۾ ٻي هڪ لڱون شوق جاڳيو، اهو شوق هو ريڊيو ميڪينڪ جو، جيڪو مون ڊرائيونگ جي عرصي ۾ ئي پرائيويٽ طرح سکي مڪمل ڪيو. ١٩٦٣ع ۾ ڪن سببن جي ڪري ڊرائيونگ کي خيرباد چئي، ريڊيو ميڪينڪ جو ڌنڌو اختيار ڪيم، جو اڄ تائين هلندو اچي. ادب جي شوق هئڻ ۽ جناب ’سعيد‘ ٽکڙائي ۽ جناب امداد حسيني جي امداد ۽ مهربانين سان ١٩٦٦ع کان شاعري شروع ڪيم.“

*　　　*　　　*

## غزل

●

صرف محفل ۾ رهيو آهي هي خالي ساغر،
مئي جي بدلي ٿا پيون خونِ جگر، اي يارو.

جام مئي جو ڏي پيري ناز و ادا سان ساقي،
جام ٿي جام هجي شام و سحر، اي يارو.

حرم ۽ دير سڀني رات ڳڙيا پيا هوندا،
ميڪدي جو نه وجهي بند ٿي در، اي يارو
مست ميخاني ۾ ٿيون دوست، پيون خوب شراب،
رهي پنهنجي نڪا دنيا جي خبر، اي يارو.

●

اکڙين جي ڀنبٽين سان سون راهه ٿي ٻهاري،
ورن ڪي ڪولي هاڻي، ويٺي وساڻان ٻاري!

دل جي انڌيري نگري روشن رکيو اڄان ٿي،
هڪ شمع ٿي وساڻي، ٻي شمع مون ٿي ٻاري.

هر گيت هت ڪُٺل هو، هر رات هت رُٺل هئي،
گهر گهر ۾ شادمانيون، سون اڄ قيام ڪاري!

سون ڀان ڪي گرهاڻي ڀاڻي چڙهيو سهاري،
ڪنهن کي خبر نه پيئي، مون رات ڪيئن گذاري.

ڇا تنهنجي بيوفائي، ڇا منهنجي جانثاري،
ڇا تنهنجي شهنشاهي، ڇا منهنجي خاڪساري.

ڪن جي اکين ۾ شبنم، ڪن جي چپن تي ٽانڊا،
'ڪن جو روئڻ به راحت، ڪن جو کلڻ به خواري'.

دل داغ ٿي لڳائي، هيءَ زندگيءَ جي بازي،
تو هاري جيتي، مون جيتي هاري.

'غازي' ڇڏي نه سگهندو پلپل گناهگاري،
دير و حرم اوهان لئه، هن لاءِ ميگساري.





# قلب علي "قلب"

خواجا 'قلب' پنهنجي سوانح هن طرح لکي آهي:

"٢١- نومبر ١٩٢٦ع تي تلهار ۾ تولد ٿيس. ٽنڍي ٻاگي ۾ مير غلام محمد هاءِ اسڪول ۾ پڙهڻ جي دوران شاعريءَ جو اوائلي شوق جاڳيو. مرحوم "مسافر" جي استاديءَ هيٺ حوصلو ۽ ذوق وڌڻ لڳو. هندن جي لڏ پلاڻ بعد سنڌي رسالن جي کوٽ محسوس ڪندي، محترم عنايت الله عباسي سان گڏجي حيدرآباد مان سنڌي ماهوار رسالي "فنڪار" جي اشاعت ڪيم، ۽ انهيءَ ۾ "مسٽر ٽڪلو. بي. اي، بار. ايٽ. لنڊن" جي فرضي نالي سان مزاحيه شاعري جو سلسلو شروع ڪيم.

گورنمينٽ ٽرانسپورٽ سروس ۾ ملازمت دوران، روزانه "نواءِ سنڌ" ۾ ساڳئين فرضي نالي سان طنزيه شعر لکڻ لڳس. عجب اهو جو منهنجن ڪيترن واقفڪارن کي به اهو معلوم ڪونه هوندو هو ته اهو 'ٽڪلو. بي. اي.' ڪو آءٌ آهيان. تقريباً ڇهن سالن کان، نوڪري ختم ٿيڻ بعد شاعريءَ جو رنگ بدلجڻ لڳو آهي. يقيناً ماحول جو اثر ٿيل ٿو ڏسجي. هن وقت 'خواجا قلب' جي نالي سان غزل لکندو آهيان."

* * *

## غزل

●

فرقت ۾ زندگي ٿي سندم اضطراب ۾،
گذري ويو وقت سارو صنم، پيچ و تاب ۾.
آهي خمار سرڪ ۾ محبوب جي ڪهڙو، ناهي نشو ڪو ايترو ساقي شراب ۾.

اي ماهرو! ڏسي تنهنجو رخسار لالہ فام، ماتم ويو مچي اڄ موتئي گلاب ۾.
ڏس شرمسار ٿي ويا، ڇوري ڪان گل سيئي، گلشن ۾ وڃ ڀلي تون، مگر وڃ نقاب ۾.
هت انتظار ۾ تو ٿي دم سندم تمام، خاموش ويٺو آهيان، سڄڻ تون حجاب ۾.
آهي جنون سر ۾، خلش 'قلب' ۾ رهي، ايڏي تپش نہ هوندي، ڪڏهن آفتاب ۾.

●

ويل وصل جي آئي، ويئي،
اڄ اهائي، اس آئي ٿي.

سهنئڊ مٿان جڻ هوئي سرڪي، دريا ۾ جڻ شبنم پيئي.
جڻ ڪو سورهيہ سوريءَ چڙهيو، ڀڙڪ نہ نڪتي، ڪڙڪ نہ پيئي.
تو تان جانب! ميرڙو گهوريان، شال نہ ڪوسو واءُ لڳيئي.
چپ ترڙيا پر ڳالهہ نہ نڪتي، وقت ٽري ويو ڳيتون ڏيئي.

●

اسان عمر آندي وفائون ڪندي،
ٽڪا ڪين هو پر جفائون ڪندي.

ڪٻاڙ ڪو سر ڪي اسان کان سکي، چڙهون دار تي ٿا دعائون ڪندي.
اسان رهبرن کي ڇڏيو راه ۾، پيا پڇنداسون پڇائون ڪندي.
بچايون اسان بزم جون عظمتون، آئياسون آجا پر سخائون ڪندي.
اوهان ڇو اجايو پڌايو پيا، اسان سر وڃايو سکائون ڪندي.





# رشيد ڀٽي

رشيد ڀٽي بنيادي طور افسانہ نگار آهي، ۽ سندس مزاحيہ افسانا سنڌي ادب ۾ دائمي حيثيت حاصل ڪري چڪا آهن. اصل ڳوٺ اروڙ اٿس. ڄائو ٦-جولاءِ ١٩٣٣ع تي سکر ۾ ڄائو. سکر، خيرپور، حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ پڙهيو. بي. اي ۽ ايل. ايل. بي. ڪان پوءِ هن وقت سکر جو مشهور وڪيل آهي. صحافت سان به ڪجهہ وقت وابستہ رهيو. ١٩٥٠ع کان لکندڙ آهي. سنڌ جي ادبي ۽ قومي تحريڪن جو سرگرم ڪارڪن آهي. سندس ڪيترائي افسانا ايشيائي ۽ يورپي ٻولين ۾ ترجمو ٿيل آهن. هڪ زنده دل ۽ باذوق اهل قلم ۽ شاعر آهي. سندس طبع ۾ مزاح ۽ ظرافت جو دلچسپ عنصر آهي، جنهن سندس فن، خاص طرح سان شاعريءَ کي نمڪين ۽ رنگين بنائي ڇڏيو آهي. ٻين شاعرن جي سنجيده ڪلام تي سندس طنزيہ ۽ مزاحيہ ڪلام پيروڊي طور لکيل آهي، جنهن ۾ لطافت ۽ ظرافت آهي.

<u>تصنيفات:</u> (١) "ڪهڙيءَ ڪهڙيءَ هڪ ڳالهہ" (افسانن جو مجموعو — ڪلڊ ڪان انعام يافتہ — ١٩٦٣ع)؛ (٢) "آڏي ڏال ۾ ڏار" (چونڊ قومي ۽ رزميہ شاعريءَ جي ترتيب)؛ (٣) "دنيا جا عظيم افسانا" — (ترجمو)؛ (٤) "رياست ۽ آزادي" — (ترجمو)؛ (٥) "عاشق زهر پياڪ" — (ڊرامو).

ان طرح "ڀاپ ۽ ڀڙا" (ناول)؛ "سياري جي رات" (افسانن جو ٻيو مجموعو)؛ "باغي" (نذرالاسلام جو سنڌي ترجمو)؛ ۽ "چترليکا" (ناول) سندس اڻڇپيل ڪتاب آهن.

— ادارو

## غزل

اڃا منزل ڪيئي ويجهو، آ وڻي گم راهہ تي يارو،
ڀلا هاڻي وڃي ڪاڏي، اسان جي زندگي يارو!
هتا ارمان ڪوڙا ۽ هٿ پيو آ اسان ڪي ڇيا،
ڪري ويو راهہ ۾ رهبر اسان سان رهزني يارو!

گلن تـي آ آداـي ۽ چمن تـي مـُرد گـي چانيل،
اهـا ڪهڙي بهار آهـي، ٻڌائي ڪو اچـي يارو!
ڏـي آڏو ٻه منزل کي، پڇي ٻهچون نٿا تنهن کي،
اـان جـي ٻوـي يـارو، اـان جي ٻيـي يارو!
چڏي فرزانگيءَ کي ـيٖ وٺون دامن جنون جي کي،
هتي فـرزانگي کـي ٿـا چـون ديـوانگي يارو!
پيانڪ رات جـا شمشان پومي‌ءَ تـي رهـي وحشت،
انهيءَ وحشت جيان آهـي اـن جـي زندگي يارو!



هليا ساقي هتان ويندا تـه ميخانن جـو چا ٿيندو،
جـي ٿيندا بند ميخانـا تـه مستان جو چا ٿيندو؟
اسان جـي آرزو آهـي، چمن کـي گهر بنائڻ جي،
خـزان ٿيچي بهار آيـو، تـه ارمان جو چا ٿيندو؟
هزارين داستان هن دل جي گهرائيءَ ۾ مون سانڍيا،
جي منهنجي دلشڪستہ ٿي تہ افسانن جو چا ٿيندو؟
جي هوندي سوز ساماني تہ محفل رنگ لائيندي،
وسامي شمع جي ويئي تـه پروانن جو چا ٿيندو؟

## پير و ڏيون

مزاحيه

(۱)

وري يـاد آيـا ڀـهالا اوهان جا،
هي ماما اوهان جا، هي نانا اوهان جا.
مون ڏاڙهي چڏي ۽ کنئي ساڻ تسبيح،
ڏسـي نـاز هـي ڪافـرانـا اوهان جا.
اسان جـي حياتي تـه ٽيڙهي، ٻه عيدن،
هي لنڊن، هي پئرس، هي ويانا اوهان جا.
اسان لاءِ تمثيءَ جي ٺڪري ۽ ڪافـي،
هي ڪلبون ۽ هـي جيمخانا اوهان جا.

اسان اهيون هڪڙي ٽڪي جا گداگر،
رهيا، آڏيون ٻڌيون ۽ آنا اوهان جا.

اسان ٻوڪي پڪ تي ڪيون گذارو،
اوهان جا سيو، ٻاده خانا اوهان جا.

ابوجهل جو روح تڙفي اٿي ٿو،
پڏي شعر هي جاهلانا اوهان جا.

( ٢ )

تنهنجي دنيا زيبا ريشم،
مون وٽ ٻوٽ نڪو ڦل سوٽ الا.

منهنجي دنيا خيران ساران، تنهنجي دنيا نيلو شبنم،
مون وٽ ٻوٽ نڪو ڦل سوٽ الا.

تنهنجي دنيا ڳاڙها ڪيلا، منهنجي دنيا ڪوهي شلغم،
مون وٽ ٻوٽ نڪو ڦل سوٽ الا.

تنهنجي دنيا راڻيون باشا، منهنجي دنيا ڊڪي دم دم،
مون وٽ ٻوٽ نڪو ڦل سوٽ الا.

تنهنجي دنيا ڦيرڦير سونا، منهنجي دنيا اڪڙم تڪڙم،
مون وٽ ٻوٽ نڪو ڦل سوٽ الا.

تنهنجي دنيا علي بابا، منهنجي دنيا 'ڪل جا سم سم'،
مون وٽ ٻوٽ نڪو ڦل سوٽ الا.

تنهنجي دنيا پيچ ته پچان مان، منهنجي دنيا 'اڄا بالم'،
مون وٽ ٻوٽ نڪو ڦل سوٽ الا.





# دوست محمد چانڊيو

”دوست“ پنهنجو تعارف هن طرح لکيو آهي:

”نالو دوست محمد ولد علي حسن چانڊيو. ١٩٣٨ع ۾ لاڙڪاڻي ضلعي جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ ڳاهي خان چانڊيي ۾ پيدا ٿيس. شاعرن جي اسٽ ۾ ”دوست“ لکندا آهن. اٽڪل هڪ سال ٿيندو جو شعر لکڻ شروع ڪيم. شروع ۾ ’احقر‘ جمالي کان سکندو هوس. بعد ۾ نظام الدين گوپانگ ۽ مولوي نورالدين ’نور‘ سان تعارف ٿيو، جن کان ڪجهه شعر اصلاح ڪرايم. پهريائين عشق محبت جا شعر لکندو هوس، پر هينئر گهڻو ڪري نظم لکندو آهيان. هينئر سنڌ يونيورسٽي انجنيئرنگ ڪاليج ۾ انجنيئري جو پهريون سال پڙهندو آهيان.“

## آزاد نظم

### شعور

منهنجي جذبن سان جيڏا ڪري رانديون،
منهنجي احساس کي تون ٿو ٺوڪر هڻين!
مون کي شاعر ڏسي،
هڪڙو پرڪيف، پرسوز، طبعِ رسا،
منهنجي نازڪ لفاست پسند ذهن کي،
تون ٿو ڪچلي ڇڏين!
منهنجي غيرت تي تون ٿو ڪرين اڄ مذاق،
منهنجي خاموشين جو نہ وٺ امتحان:
منهنجي دل ۾ هزارين ئا جذبا آٿن،
منهنجي دل شعلہ افزا نظارن جو مرڪز-
منهنجي هرهڪ نظر خونچڪان پيش منظر کي گهوري چڪي،
منهنجي دل ۽ دماغ آهہ آماجگاهہ،
تن جي چٽني طرف،
خونچڪان داستان:
تنهنجي ماحول جا ڪئين هزارين لکين:
تن کي جئن ٿو پڏان،
تن کي جئن ٿو ڏسان،

سڀ ٿو لکندو رهان واقعا حادثا؛
انهن ٿو جوڙيان سان نظم،
انهن لکان ٿو غزل۔

دلفگارن جي لئه،
پنهنجي پيارن جي لئه،
صبحِ خندان جي لئه ۽ بهارن جي لئه؛
انهن ٿو جوڙيان سان نظم،
انهن لکان ٿو غزل،

چو تہ احساس جي چشم آهي ٿي تر،
چو تہ ذهنِ رسا ۾ اٿم اضطراب:
چو تہ جذبن سان پرپور آ منهنجي دل،
سان ڏسان ٿو پيو،
سان ٻڌان ٿو پيو،
جيڪو ماحول ۾ پيو وهي واپري!

سان بيان ٿو ڪيان پنهنجي طرزِ بيان ۾:
انهيءَ ۾ تہ منهنجو ڪو ناهي قصور،
سان جذبن اڳيان پاڻ مجبور آهيان،
سان مجبور ڇا پاڻ معذور آهيان،
عقل، احساس جو!
اهو منهنجو مذهب، اهو منهنجو مشرب:
اهو دين آهي، اهو منهنجو ايمان،
سان مجبور آهيان ۽ معذور آهيان.

سان چوندو ئي رهندس۔ سان لکندو ئي رهندس،
سان ناچيز سچ جو پرستار آهيان،
سندم سر بلند آ، تخيل بلند؛
مون کي شاعر ڏسي،
پنهنجي جذبن سان رانديون ڪري،
منهنجي جذبن تي تون ٿو ڪرين اڄ مذاق!

# غزل

•

ياد تُنهنجي ٿي ستائي، ڇا ڪريان،
چشم ٿي ڳوڙها وهائي، ڇا ڪريان.

مون سنيون ڳاريون ڳيلائون، دلربا! — تون بہ ونين سُنهنڙو ستائي، ڇا ڪريان.
دل ڏلم توکي، ڏنو مون نقد جان، — هيٺ ڇڏيم سڪجهہ لُٽائي، ڇا ڪريان.
تون جڏهن ڪان آن رُٺو، سڀڪو رُٺو، — ٿو فلڪ پي آزمائي، ڇا ڪريان.
دل سندو واهس اچڻ چڻ موت آ، — دل ڏنل واهس ورائي، ڇا ڪريان.
'دوست' کي لالچ نہ آ، ڀر آرزو، — سا نہ جي مولي پُڄائي، ڇا ڪريان.

# گيت

نسيڙا سنڙا ٻار— هوري هوري هل،
رستي تي ٿي خار— هوري هوري هل!

منزل تنهنجي ويجهو ٻاڪل،
هوند برابر آهه مشڪل،
مشڪل کي ڪر پار — هوري هوري هل.

قدم قدم کي ڏاهي تون کڻ،
حشمت سان چڙ ڏاري وڻ وڻ،
اڳتي ٿي ڦرمار — هوري هوري هل.

ليلي مجنون، مومل راڻا،
گل ۽ بلبل ٿي ويا پراڻا،
وقت جي ڏس رفتار — هوري هوري هل.

جيڪو وطن جو ويري ٿيندو،
انشاءالله ڍيري ٿيندو،
ٿي ويندو في النّار — هوري هوري هل.





# مير غلام الله ٽالپر ”امير“

مير غلام الله خان ٽالپر ولد مير حاجي احمد خان ٽالپر، اپريل ۱۹۴۸ع ۾ ڳوٺ هزهائينس مير شير محمد خان ٽالپر لڳ ميرپورخاص ۾ تولد ٿيو. تعليم انٽرميڊيٽ اٿس. شاعري جي ابتدا ۱۹۶۵ع کان ٿي. تخلص ”امير“ اٿس. اصلاح ڪرامي صاحب کان وٺي ٿو. شاعري، افسانہ نگاري، مصوري، گهوڙيسواري ۽ سپ ڪان وڏيڪ راڳ ۽ روح رهاڻ سندس مشغوليون آهن. —ادارو

* * •

## غزل

يار سان ٿيندي ملاقات، ڪڪر آيا هين،
آئي خوشين سندي بارات، ڪڪر آيا هين.

آئي ڪنگهور گهٽا، چانڊجي آڪاس ويو،
تو ڪري تازو طلب تات، ڪڪر آيا هين.

نذرِ جانان سون ڪيا دل، جگر ۽ پيار، خلوص،
وجي ڀيٽي اتي سوغات، ڪڪر آيا هين.

رات ساري وئي تارن کي ڳڻيندي، اي دل،
سوڻ سولي تي ٿي پرڀات، ڪڪر آيا هين.

غنچهٔ دل آ کليو، آندو صبا آ پيغام،
هر ڪڪي ٻولي مٿي لات، ڪڪر آيا هين.
ٿي چيو بلبلِ شيدا ڪي گلن هيٺن مُرڪي،
آهي غم خيز فقط رات، ڪڪر آيا هين.
چارسو حسنِ بهاران سندو رنگين منظر،
هاه! هٿي! عالمِ جذبات، ڪڪر آيا هين.
تنهنجي آئي ٿي مچڻ عيد ايامن کان پوءِ،
ويا ٽري غم سندا حالات، ڪڪر آيا هين.
ڏي ڀري جام مٿي هوش فڪن، اي ساقي،
ڏس ته هر سو آهي هيهات، ڪڪر آيا هين.
شاعري جذبِ نهان" جي آهي تصوير 'امير'،
آهي ڏاتر هي ڏني ذات، ڪڪر آيا هين.



بربط آ مون کنيو، ته پو نغمو ته تون ٻـ ڳاءِ،
دورِ خزان ۾ يارَ، بهارن کي ڪجهه نهاءِ.
چُپ ٿي ليڪي نه رو، دلِ نادان، نه ڪر فغان،
غمخوار ڳولي، تن ۾، غمن کي ڪٿي ورهاءِ.
مَنَ! دل جو داستان نه ٻين کي هٿي ٻڌاءِ،
جن کي نه پنهنجي ڳڻتي، جن کي نه سُڌ سماءِ.
پنهنجي غزل ۾ پنهنجي ٿي تصوير آ، 'امير'،
ڪجهه ڳاءِ، ڪجهه هنڊاءِ، ۽ محفل کي رنگ لاءِ.





# محمد يعقوب "آرزو"

محمد يعقوب ولد حاجي عثمان، ڳيل ڪوڪر، ٨-اپريل ١٩٤٨ع تي ڳوٺ پنهنجي لڳ ٽنڊي الهيار ۾ ڄائو. هن وقت مسلم ڪاليج حيدرآباد ۾ انٽر سائنس پڙهي رهيو آهي.

١٩٦٨ع ۾ سنڌي رسالن جي مطالعه دوران کيس شاعريءَ جو شوق جاڳيو. "آرزو" تخلص سان ڪافي ڪلام لکيو اٿس. جناب مولانا گرامي صاحب کان اصلاح وٺي ٿو. راڳ رهاڻ، مطالعه ۽ ورزش سان شوق اٿس. افسانه نگاري ۽ ڊرامه نگاري سان به شغف رکي ٿو. "پنهنجي ڪرٽي پرٽي آ" ڊرامو ڪتابي صورت ۾ ڇپيل اٿس. —ادارو.

## غزل

وري دل رُني، هُو وري ياد آيا،
وري منهنجي نيڻن کي سينهڙا وسايا.

مٺا، تنهنجي معصوم مائن آ ماريو، سڄي ڪير ورنه هستي ويڻ وايا.
اها دل ئي کهڙي، ڏکن جا ڏنگي ناهه، نه پاڄي سُکن جت ڪڏهن رنگ لايا.

اچا توکي ساريو، رُئان پيو، جيان پيو،
ڏکن ڏيل ۾ تنهجا ديرا بنايا.

•

آءُ تہ ساقي! اورون، اوريون،
چاهت جو چنگ چوريون چوريون.

هي دنيا نہ رهڻ جي لائق، ڏيهہ ٿين ڏي ڏوريون، ڏوريون.

لاٽ جلائي سوز ۾ سيڪ جي،        وتِ ڪي ويهي سوريون، سوريون.

سن جي محفل سوج متنل آ،
اۀ تہ ڪڏجي کهورون، کهوريون.

آپ ڪان اڳتي ڇا ڇا آهي؟
آهي ڪو جو ڪوچ لڳائي.

ڏرتي تسوڪسي پيارا! پرتي،        اسين وچون ٿا آپ ڏي ڪاهي.
ساٿي! هردم هوش ۾ رهجو،        ڏسو مستان ڪو لاٽ اجهائي.
اهڙو ڪو سُر ساز سلائڻ ج،        دل ۾ جو پنيٽ پڙڪائي.
اهڙا ڪنڊ ڪُلهن تي سونهن،        جن کي زور سگهي نہ جهڪائي.
پنڪيل پنڪيل آ هر ماڻهو،        ڪن کو ڪنهن کي اڄ دگ لائي.

درويشن جي درس ڏنا ها،
دليا مي سب چڏيا پَلائي.





# پرڪاش ”ديپ“

پرڪاش ’ديپ‘ ولد سخاوترام ڪٽواڻي، ٤- مارچ ١٩٤٩ع تي وتيديري ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو، ۽ اتي ئي پرائمري ۽ مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪيائين. گورنمينٽ ڪاليج لاڙڪاڻي ۾ انٽرسائنس ڪرڻ کان پوءِ لياقت ميڊيڪل ڪاليج حيدرآباد ۾ داخلا ورتائين، ۽ هينئر ڄامشوري ۾ ڊاڪٽريءَ جو ٽيون سال پڙهي ٿو.

١٩٦٥ع کان شعر و شاعريءَ سان دلچسپي پيدا ٿيس. وائي، نظم ۽ غزل تي طبع آزمائي ڪندو رهي ٿو. نومشق شاعر آهي، ۽ مولانا گرامي صاحب کان پنهنجي ڪلام جي اصلاح وٺي ٿو. سندس ڪلام ۽ افسانا ڪيترن سنڌي رسالن ۾ شايع ٿيندا رهن ٿا. — ادارو

* * *

## وائي

رات انڌيري، تو بن پيارا، ڪائي ڳالهه نه ڀائي:
تنهنجي ياد ستائي!
ساوڻ جي ڇاتيءَ سان چنبڙي، ڪوئي نير وهائي:
تنهنجي ياد ستائي!
چپ تي سڏڪا، اک ۾ ڳوڙها، دل وڃڻ تڙپائي:
تنهنجي ياد ستائي!
مرڪون خوشيون، آس اميدون، سڪ جهه. وس پرائي:
تنهنجي ياد ستائي!
اڌ يءَ رات ڪسٽي هٿ پيئي، توکي ڪو پاڏائي:
تنهنجي ياد ستائي.

# گيت

( ۱ )

منهنجي دل درياه، او پيارا، منهنجي دل درياه!

منهنجي لبن تي تنهنجو لالو، تو وٽ لاهي چاه - او پيارا!
منهنجي دل درياه!

مان سيني کي پنهنجو سمجهان، مون تي سين جي ڪاه - او پيارا!
منهنجي دل درياه!

مون وٽ تو لئه هار گلن جا، تو وٽ مون لئه ڦاه - او پيارا!
منهنجي دل درياه!

منهنجي سوچ نه پوڙي سگهندا، دنيا، تنهنجا واه - او پيارا!
منهنجي دل درياه!

تو مسجد ۾ مندر ڳوليا، مون ڳوليو الله - او پيارا!
منهنجي دل درياه!

( ۲ )

روئي رات گذار، او سائي!
سحر اسان جي آخر ٿيندي.

دل جا وهم وسار، او سائي!
سحر اسان جي آخر ٿيندي.

ڇو مغموم رهي دل تنهنجي،
منزل نيٺ ته ايندي پنهنجي،
همت ڪين تون هار، او سائي!
سحر اسان جي آخر ٿيندي.

طوفان جي رخ ڪي ڦيري،
ساگر جي سيني کي چيري،
ٻيڙي ٿيندي پار، او سائي!
سحر اسان جي آخر ٿيندي.

# آزاد نظم

## انسان

مون کي تون خاموش ڏسي،
لڳاءِ نه غلط ڪو اندازو؛
مان توسان وڙهي به سگهان ٿو،
وڙهندي وڙهندي مري به سگهان ٿو؛
توکي ڪُهُو ڪجهه چئي به سگهان ٿو،
پر، مان ائين نٿو چاهيان:
ڪنهن جو مان ويري ناهيان،
رهزن ناهيان، قاتل ناهيان،
پيار جي مان پيدائش آهيان،
چو ته مان هڪ انسان آهيان!

## ياد

ڪوئي اهڙو وقت به ايندو—
تون به نه هوندين،
مان به نه هوندس؛
تنهنجو منهنجو پيار نه هوندو،
دنيا جو وهنوار نه هوندو؛
پر جي ڪا شئي هوندي، رهندي،
تنهنجي منهنجي يادني رهندي.

## فرق

هماليه جبل جي چوٽيءَ تان،
وهنديون رهن ٽيون ٻه نديون:
هڪ کي چون سنڌو ندي،
ٻيءَ جو نالو ماتا گنگا!
ٻنهي ۾ آهي ساڳيو پاڻي،
ٻنهي جي آهي ساڳي منزل:
گنگا ماتا پاپ ٿي لاهي؟
پاڻين کي ٿي سرگ ڏيکاري!
چو ته گنگا پوتر آهي!
ڇا سنڌو پوتر نه آهي؟

## غزل

●

وڏيل آ زبان؟ منهنجي، مان فرياد ڪيان ڪيئن؟
جا ڳالهه اٿم دل ۾، ڏسيان جي ته ڏسيان ڪيئن؟

رسوا به ڪيئه، ڏنيپ ڏنئه، دل به ڏکايئه،
سنسار! اچا توکي سڏيان دوست، ميان ڪيئن؟

جلوو ٿو رهي تنهنجو سدا منهنجي اکين ۾،
ڪنهن ڏي جي ڪٿي اک، ڏسان پي ته ڏسان ڪيئن؟

هو ڪين اچي ٿو، نسٽو اميد به لاهيان،
جيئان ته جيان ڪيئن، مران جي ته مران ڪيئن؟

'ديپ' آهيان، مگر وقت جي طوفان کان ڊجان ٿو،
ظلمات جي ڇاتي تي ٻران جي ته ٻران ڪيئن؟



# علي بخش "رضا"

ميان علي بخش "رضا" ولد محمد يوسف احمد زئي اڄ کان تقريباً ٥٨ سال اڳ حيدرآباد ۾ تولد ٿيو.

١٣-١٤ سالن جي عمر ۾ پرائمري تعليم دوران هُنر طرف سندس طبيعت جو لاڙو ٿيو، ۽ پڙهائيءَ کان ڪناره ڪشي اختيار ڪئي ويٺو. انگريزي تعليم جاري هئس، مگر انگريزن لاءِ سخت نفرت سبب آها به ترڪ ڪئي ويٺو. ان زماني ۾ خلافت جي هلچل زور وٺي چڪي هئي، ۽ ميان صاحب ننڍي عمر ۾ ئي قومي ڪارڪن طور مخلصانه ڪم ڪرڻ شروع ڪيو.

١٩٢٣ع کان پريس لائن سان تعلق پيدا ٿيس. طباعت جي مختلف فنن جي سکيا سان ڪيس مثالي تجربو حاصل آهي. ١٩٣٩ع ۾ آفتاب پريس جو مئنيجر مقرر ٿيو ۽ ساڳئي سال کان خاڪسار تحريڪ سان وابستگي پيدا ٿي. انهيءَ عرصي ۾ تحريڪ جي اخبار "باب الاسلام" (هفتيوار) جي ايڊيٽريءَ جا فرائض ڪجھ وقت بخوبي ادا ڪندو رهيو.

سنڌي ادبي بورڊ جڏهن حيدرآباد ۾ پنهنجو ڇاپخانو قائم ڪيو. تڏهن ان جي انتظام لاءِ سندس خدمتون حاصل ڪيون ويون. ١٩٥٢ع کان اڄ تائين ميان صاحب پريس جو مئنيجر رهندو اچي ٿو. بورڊ جي ڪتابن ۽ "مهراڻ" جي معياري ۽ ديده زيب ڇپائي، دلڪش سرورق ۽ گيٽ اپ وغيره، سندس وسيع طباعتي تجربي جو نتيجو آهن.

١٩٣١-٣٢ع ۾ شعر و شاعريءَ ڏي سندس طبع جو رجحان ٿيو. ان وقت کان وٺي سندس ڪافيون ۽ غزل لکيل آهن. "مهراڻ" ۾ سندس گھڻو ڪلام ڇپيل آهي.

'رضا' صاحب هڪ جهانديده، وضعدار، ڪم گو، مخلص، محنتي ۽ تنهائي پسند بزرگ آهي. پريس لائن سان سڄي عمر وابسته رهڻ ڪري مطالعه به وسيع اٿس ۽ هن وقت به هزار ڪن ڪتاب وٽس موجود آهن. — پروفيسر محبوب علي چنا.

# ڪافيون

*

تنهنجي سڄڻ ڳهورن ڳاٽي آهيان،
دانهن درد جي ڪنهن کي ڏيان!

لينهن لهوڙيو لڦت ليڏر ڪئي، ايڇ پرت واري، نوائي آهيان:
جوش انهيءَ ڪان جي جيان.

سورسڙيءَ ڏي، ڏس او ساجن، فڪر فراق ڪئي فنائي آهيان:
سور سڄڻ جا سوين سهان.

نيٺ 'رضا' تي راضي ٿيندا، "ونحن اَقرب" ڏس ڏنائي آهيان:
ڏَڏُ اهو ٿم راتو ڏينهان.

*

ڪل اي ٻيڙم ڪيچين جي الا، هوت پنهون ڪنهن ويل وٺي ويا!
ويندين، رهي هت آءٌ ڇا ڪريان، ٿيندين ڪولي جتن جي الا،
جيري مون سان جاڙ ڪري ويا.

جتن ڏاران ڪشن وران، جهڙي تهڙي آهيان تن جي الا،
ڏورڻ مون کي پنڌ اهي پيا.

جبل تڏهن ٿو جاڙون ڪرين ميان، جڏهن ميار مُٺن جي الا،
ڪيچي مُئيءَ سان قهر ڪري ويا.

راتيان ڏينهان آءٌ رڙان ٿي، لڙون ت لڳي ٿم، لالن جي الا،
'رضا' کي رڙندي سال لنگهي ويا.

*

سدا سک مان سڄڻ، ساريان سنڀاريان،
هنجون هوتن ٻنا هاريان، لهاريان.

وڇوڙي ڪيون وڏيون مُئيءَ سان ڏلگايون،
ٻنا جاب، ڳنگهر ڳهاريان، ڳذاريان...

ڪڏهن ايندا، سي ڪمچي قرب وارا،
جنين جي ڪاڻ هيئن ڪاريان، پڪاريان...

مڪرم امر اعظم پار تنهنجو،
ڪريو تنهن ورد، ٻئي واريان، وراڻان...

ٻروڙچ، آھ ڦالي کل ٻارو،
سبق سڄڻ سندو ٻاڙھيان، پڙھايان...
ڪريو جيڏيون دعا، جيئن جيان مان،
ٻرين جي ٻرت شل ٻاريان، ٻچايان...
سنڌ سڪ ۾ سدائين يار پيارا،
لڏيون، نارا، لرت واھيان، وھايان...
هنيون هردم تو توکي چانئي هردم،
ٻڌي ٻانھون ٿو ڪنڌ ٿايان، لمايان...
قسم سر تنهنجي جو آهي 'رضا' کي،
سدا چاڪر سچو چايان، چوايان...

*

هوت ٻاروچي جي ڪاڻ، آهيان آءٌ حيران،
لينهن لبيرو نہ ڪري، ڪري.
لکني لوح قلم جي، تهري وهايم ڪان،
ٻرين ملي، دل ٺري ٺري.
ٻڪ نہ ڇڏيندس ٻر جو، جيئن اٿم جسد جان،
ٻرت ٻرين سان ٻري ٻري.
من مولا موں ڪري، محبتن وٽ مهمان،
هوت پنهون شل وري وري.
'رضا' سر صدقو ڪيان، جن آئي لٿا ارمان،
سڄڻ اسا لئي سري سري.

*

ڪيچي ويڙم ڏور، ڏک ڏکيءَ کي ڏني ڏني.
اوني ويڙم اوچتا، ولهي ڪري وهلور.
جيءَ اندر ۾ جيڏيون، جانب سرجما سور.
آءٌ الهن جي آهيان، گولي، گهايل-گهور.
هن جمڻ ڪان جيڏيون، مرڻ ڪيم منظور.
جيسين جيندس سرتيون، تيسين آهو مذڪور.
'رضا' کي اين سڪندي،
سورن ڪيا ناسور.

راتيان ڪارڻ رب، سارلهج سون سپرين،
سوٽ مران ٿي مينڌرا.
راتيان ڏينهان روح ۾، آهم تات طلب،
ڪانگ اڏايان ڪيترا.
راتيان جاڳان ڪينڪي، رُتين ڪهڙي سبب،
پرت پسايا پچرا.
آسروندي آهيان، ڪري شال ادب،
لنهن ليايان ڏينهڙا.
’رضا‘ ساري سپرين، جن جو عشق عجب،
پرت پرايا پيرڙا.

*

چوري چاڪ سڄڻ، دل چور ڪيئي،
ڏئي درد، ڏکي چو دور ڪيئي.

هڪ سک، پيو رنڻ، ٿيون نيڻ نمڻ، اهو سور سندا دستور ڪيم؛
سدا ياد رهن، هنئين منجهه هرن، ڏاڍي سار ڏئي، مذڪور ڪيئي.

هلي وات وندر جي مان وڙينديس، اهو سور سفر جو منظور ڪيم؛
سر ساه سڄڻ تان هي گهوريندس، ڏئي وره سنا، وهلور ڪيئي.

جيري شال ملان، آهي آس ايان، اچي پيش پوان، جي تصور ڪيم؛
ملي محبن سان، ’رضا‘ خوش ٿي کلان، رکي رمز سڄڻ، گهائي گهور ڪيئي.

*

الائي ڇو وينا وساري اباڻا،
ڪيم ڏوه ڪهڙو، اهو ڪين ڄاڻا.

ٿيس قيد ڪوٽن ۾ باندي بنديائي،
اڪيلي اباڻن سوا هت ويڳائي،
ڪٽي سنهنجا سارو، ڪريان جن سان ساڻا...

ظلم، زور، وڙتو عمر! تنهنجو آهي،
وڃڙيچن تان مولا، ڏسر ڏک لاهي،
قيامت ۾ تهري چا ڏيندين، او راڻا...

وڻن کين هرگز تنهنجا محل ماڙيون،
وڃي ٻن ٻر تن کي ڏني ٻاهه ساڙيون،
وسايون وڙهيچن سان ٻکڙا ٻراڻا...

پڇي کوٽ ٻاهي، کنده ڏينگو ڏيري،
ڦرن چوطرف ٿيا پهريدار پيري،
عمر! عاجزن جا عرض سڀ اگهاڻا...

'رضا' شال ڏاتر اهو ڏينهن ڏيکاري،
کٿيان قيد ٿاهو، گنگهر ٻر گذاري،
ڏسان شال ڏوٿي، سي سانگي سياڻا...

## غزل



اکيون ٻيوس وڃي اڙيون، چڪيءَ جا سڀ ويا چارا،
کٿي تو نرگسي ٻئي ليڻ، کٿي دل آه دوٻارا.

ڪري قابو سندم دل، ڀيچ ٻاتا ٻرت جا ٻياري،
وري واري تي ٻنهنجي ڏس، ولهيءَ کي ڪيا وره وارا.

امالڪ هي وڃي ڦاٿو، بکايل مرغ داڻي تي،
کٿاڻون تيغ ابروءَ سان، وڃي تنهن کي ڳچيءَ ڳارا.

ڏسو صنعان جهڙو مرد، کنهن ٻر عشق کيو ابتر،
بلاشڪ ٻره جي بازي، ڪري ٻيوس ٿي وس وارا.

لهج دلدار، دلبر يار، منهنجي سار تون جيري،
پيس مان سار تنهنجي، تون اچا تسوڙي رکين ڪارا.

ڏکن مون کي ڪيو بي سرت، سهٽا سار لهه سپرين،
خدا لڳ هي کهج کانگل، سنيهو سون، پرينءَ پارا،

چئي ڏس 'شاهه مصريءَ' وَه! 'رضا' مصرع مٿي آهي،
"اکيون ازخود وڃي اڙيون، ڪري سامان سڪ وارا."

●

سچا عاشق اهي، جي سور سوريتمن سان لائيندا،
وچائي نينهن جي نوبت، سره کي پل پلائيندا.

اسان جئن درد وارا، درد جا دونهان دکائيندا،
محبت جي کڏي ميدان ۾ سي سچ مچائيندا.

محبت ۾ کڏهن کن ماٺ، يا کن قرب کان کيهون،
عجب رنگن سان مٺا رمز ريت جي رهائيندا.

ڏکن ڏاڍيون کيون مون سان ڏنگايون، ڏوجرا، جيڏيون،
وهن جي وصل جا طالب، سي ڏاڍا وس هلائيندا.

سياڻا يار سي سمجهون، جي رانجهن سان رهائن رَس،
رکي دم ۾ دلاسي تي جڏو جيڙو جيارينداء

دلارا، دام دانائيءَ جو ڀاتو آ، 'رضا' کي پيچ،
لڳو جن نينهن جو ناتو، نباهيو پيا نباهيندا.

●

عشق جي آئي، ڪيو آرام رم،
بيقراريءَ ات اچي ڪوڙيو عَلم.

ننگ ۽ ناموس ان هنڌ ڇا رهي، جت رسي ٿو عشق دلبر جو قدم.
ماڻ مشفق مهربان، مهرون ڪري، هيءَ اميد الله ۾ هردم اتم.
وٺج وڻجارا، وئي وٺ وره جو، آه هيءَ دنيا دورنگي، هڪڙو دم.
ڪونه ڪو عاشق رکي، هيءَ آرزو، ڏک بنا حاصل ٿئي وصل صنم.
سور سيرَ تي ڪي 'رضا' آيا ته ڇا، غم نه ڪر، تنهنجي سهد شاهِ امم.

●

سڪ دلدار جي سهڻ نه ڏنو،
وره واري، وري، وهڻ نه ڏنو.

هوالا ووڙيان هان واٽ وندر سندي،
مون کي باري ٻره ٻهڻ نه ڏنو.

زلف زلجير، دام ٿيم دمدم،
عذر مون کي انهيءَ اچڻ نه ڏنو.

قرب مان ربت، سان ڪري ڪمزور،
ناز وارن اڳيان ايمن نه ڏنو.

اڄ ته دلبر مستان ٿيان ها فدا،
پر رقيبن جي سر رسڻ نه ڏنو.

خوبرون، عجيب خوئن وٽ،
چنو ته ڪنهن قيد ٿي، پوڻ نه ڏنو.

تنهنجي نازن سان، منهنجي نيازن کي،
قدر وارن ته مَٿهُ ٿيڻ نه ڏنو.

عشق جي آرزو، ڪري عاشق،
بوالهوس کي ته سِڪ سڪڻ نه ڏنو.

دوستي دردمند دوست سان ٿيم،
مون کي ڏانوڻ جي تند ڇنڻ نه ڏنو.

سڪ 'رضا' کي آ دردمند ڪيو،
جنهن کي لڄ لوڪ ڪان لِڪڻ نه ڏنو.



دليون دلبر دلاسو ڏي، ڏکيءَ کي دوست دل لائي.
سدا ساجن، سچ هي عرض، پاڻهي پني پاڏائي.

وره جي ويڙ ڪان ورچي نه وهنديس، اي ونهيان وارث،
هئيون هوتن جي حب ۾ پيو هميشه ويڙ واجهائي.

وڇوڙي ڏس ڪيون ڪيڏيون، نذر سان جان من جاڙون،
فنا فڪرن ڪيو دل کي، ڦٽيو فرقت جي ڦوڙائي.

خدا ڪارڻ مٺو منهنجي هي آزي، دلربا دلبر،
محبت جي مريضن کي نه ڇڏ محبوب مونائي.

ڪري ناصح نصيحت ڪين ٿي مون کي اثر تنهنجي،
ويا سپ وس واهيءَ جا هاڻ، لالن ساڻ لنؤ لائي.

رهي ٿي آرزو هر دم، 'رضا' جي دل اندر جانان،
ڳِراٽي ڳَل ڳچي ڪريان، پرين ڪنهن پر ۾ پرچائي.

جان کان مون کي سڄڻ جي آ پياري ياري،
ياد ان جي ۾ مون دليا آ وساري ساري.

ميڪ گهٽي آهه سڄڻ، ڪانه رکان تو ڀي سنڌ،
روح ۾ تنهنجي نه الفت آ، آذاري ذاري.

ڪوڙي دنيا جي هوس، منهنجو ڪيو حال اپسر،
ڪين وارث تون ڇڏج پنهنجي نيڪاري ڪاري.

هن حوادث سندي طوفان ۾ ٻيڙي آ لڏيل،
پار ڪر ڪشتي، جيئن نوح آناري تاري.

ڪر مدد منهنجي خدا، يار ٻرين ڪهڙي 'رضا'،
جا رسي ڪين سگهي، آه وبچاري، چاري.





# مددعلي ”سانگي“

مددعلي ولد الله بخش قريشي، ١٢- آڪٽوبر ١٩٥١ع تي حيدرآباد ۾ ڄائو. اصل ڳوٺ سيوهڻ اٿس. هن وقت سچل آرٽس ڪاليج ۾ انٽر پڙهي رهيو آهي.

١٩٦٣ع ۾ هڪ حسين حادثي جو شڪار ٿيڻ بعد طبيعت ۾ عجيب ڪيفيت رونما ٿيس. ردعمل طور سندس ذهن شاعريءَ طرف موڙ ڪاڌو. ڪافي ڪلام لکيو اٿس، جو اصلاح طلب آهي. سندس شعرن ۾ سوز و گداز ۽ زنده دلي موجود آهي. ١٩٦٨ع کان ’سانگي‘ تخلص اختيار ڪيل اٿس.

راڳ ۽ موسيقيءَ سان بيحد دلچسپي سبب باقاعده سکيا وٺي رهيو آهي. ڪوهياري، آسا ۽ راڻو سندس پسنديده سُر آهن. ڪلاسيڪي راڳ ’مالڪوس‘ سان سندس روح جا رابطا قائم ٿيل آهن. ٻُڌڻ شرط مٿس محويت جي ڪيفيت طاري ٿيندي آهي. صوفين وانگر صافدل ۽ فقيرتن جوان آهي. زنده دلي ۽ وفاشعاري زندگيءَ جا آدرش بنايا اٿس. —”ناشاد“

* * *

## گيت

منزل ناهي دور — او ساٿي،

متان وڃين وهلور!

مومل جهڙا سارڱ، رڻ جي راتين کان ڪين رُسندا،

وڪ جي ٻنهنجي ڪڇندي رهندي، نيٺ ته رستا ڪٽندا؛

سانجهيءَ کان پوءِ رات ٿئي ٿي، تنهن کان پوءِ اسوُر —

او ساٿي! منزل ناهي دور.

عزم جي آڏو مشڪل هرڪا ٿيندي آ آسان،
جل ٿل سارا وجهي جهُڪائي، اٿـي جي هي انسان:
ليڪ تہ هي مجبور سمورا ٿـي ويندا مسرور-
او ساٿي! منزل ناهي دور.

منزل ماڻي ميلا مچندا، جهرمر ۽ جهنڪار،
سونهري سـو سُک جـو دوُرو ڏسنداسين پهار:
'سانگي' هرڪو ماڳ پُڄي ٿو، دنيا جو دستور-
او ساٿي! منزل ناهي دور.

## نظم

### آهُ، پيارا، آهُ

آهُ پيارا آهُ، ڏاڍو وياڪل ٿيو ڪهاريان،
ساري رات تڪيندي تارا، توکي ٿيو ساربان.

آهُ پيارا آهُ، تن ۾ تنهنجي آهي تات،
ڪين وئي ٿي مون کي ڪائي دين دنيا جي بات.

آهُ پيارا آهُ، جدائي تنهنجي ڏاڍي ساري،
ساعت ساعت دلڙي روئي، توکي ساري ساري.

آهُ پيارا آهُ، تہ پهر نئون ڪجي ڪو لينهن،
ساڻون چا چا ساوڪ ڪئي آ، موتي آيا مينهن.

آهُ پيارا آهُ، ٻڌايان ڳجهڙيون ڪي ڳالهيون،
تنهنجي خاطر سيني ۾ مون صدين ڪان سانڍيون.

آهُ پيارا آهُ، اچي ٻڌ، منهنجا سنڙا ميت،
تنهنجي ورونهن لئہ سکيو آهيان چا چا سُر سنگيت!

آهُ پيارا آهُ، ٻڌايان ڪاڻيون ڪئي وايون،
تنهنجي جُدائيءَ ۾ اي جاني! روئي جي مون ناهيون.

آهُ پيارا آهُ، ٻڌايان توکي شعر سمورا،
تن ۾ ڪوبہ وڌاءُ نہ آهي، تنهنجي پيار تي پورا.

---



# امتياز "خيام"

امتياز حسين قاضي، سنڌيءَ جو ننڍو عمر شاعر، مرحوم قاضي سچيڏني (رٽائرڊ ايڊيشنل ڪمشنر) جو هونهار فرزند ارجمند آهي. هي بلوچ 'هوت' خاندان سان آهن. ڳوٺ لقمان لڳ خيرپور ميرس ۾ رهندڙ انهن هوت بلوچن سان عالمن کي ٽالپرن جي دؤر ۾ فتويٰ ۽ قضا جي خدمت ڪري "قاضي" جو لقب مليو. سندس ولادت ۲-جنوري ۱۹۵۳ع تي جيڪب آباد ۾ ٿي. لنڊيڻ ۾ سکر، خيرپور ۽ حيدرآباد ۾ پڙهيو. هن وقت باقاعده حيدرآباد ۾ رهي ٿو ۽ گورنمينٽ ڦليلي ڪاليج ۾ انٽر سائنس (بائلاجي) پڙهي رهيو آهي. مطالعه سان شغف ۽ علمي ادبي ذوق ورثي ۾ مليا اٿس. زنده دلي ۽ وفا شعاري سندس طرهٔ امتياز آهي. شاعريءَ سان بيحد چاهه اٿس ۽ پنج سالن کان "خيام" تخلص سان لکندڙ آهي. سندس شعرن ۾ سادگي ۽ پاڪيزگي، سلاست ۽ رنگيني موجود آهي. مشق سخن جاري رهي ته مستقبل ۾ سٺو مقام حاصل ڪري سگهي ٿو.

— "ناشاد"

## آزاد نظم

ڪاغذ جا گل،
رنگبرنگي؛
اهڙا سهڻا،
جن لئه ڪا تشبيهه نه آهي؛
اهڙا سندر،
من کي هردم مست بنائن؛
گلدانن ۾ خوب سجايل:

دل ٿي چاهي، ڏسندو رهجي-
هرهڪ لمحي!

ڪاش! سون کي معلوم هجي ها، پڙين پڙين،
ڪاغذ جا گل-
روح کي ڪڏهين واس نه ڏيندا،
خوشبو جو احساس نه ڏيندا!

# غزل

●

دل جي دنيا هر طرف ويران، ڇو آهي، اي پرين!
چشمِ فطرت چوطرف حيران، ڇو آهي، اي پرين!

هر نگاهِ ناز سان بسمل ڪرين ٿو هر گهڙي،
زندگي تنهنجي اڳيان ارزان، ڇو آهي، اي پرين!

هت ته روئڻ تي به بندش ۽ کلڻ تي ضابطو،
زندگي ساري اٿي زندان، ڇو آهي، اي پرين!

لالهه گون مئي ناب جي ساقي سخا ڏيکار اڄ،
بزم ۾ "خيام" ٿيو مهمان، ڇو آهي، اي پرين!

●

منهنجي دل جو ساغر خالي،
تنهنجي هٿ ۾ پٽر خالي!

ڊارو آيو هر هر خالي، دل جو داءُ به آخر خالي!
آهوءَ جي اکين جي آڏو، ٻنهي جڳن جو ساگر خالي!
ڪهڙي ڏيهه وٺي تون آئين، شهر سڄو ۽ بازار خالي!
سارا شيخ سڄهي ٻيا آهن، مسجد خالي، منبر خالي!
ميڪش سارا جنت داخل، زاهد جي لئه محشر خالي!
ساقي ٻنجي سڀن هنئي مون، سان ڇا ڇاڻان، تو گهر خالي!

●

ڇا لئه ٻيو جهونڪارين، راڳي!
پنهنجو ٻاڻ ڪي ساريين، راڳي!

ٽن ٽن ٽنڪين، جهر جهنگ جهاڳين، ڳوليهين، ڦوليهين، ساريين، راڳي!
ڦول ڪنول جهڙي هيءَ جندڙي، ڳارائي ٻيو ڳاريين، راڳي!
ڇپي ڇپي تي ڇڙوائو آه، ڪهڙي وات نهارين، راڳي!
لهر لهر ٿيا گيت هوا ۾، گيتن کي ٻيو وارين، راڳي!
پنهنجي ني آلاپ سان ويڙن، سُر کي ٻوڙين، تارين، راڳي!





# ”ناشاد“

ٻريو ”ناشاد“، ١٠- نومبر ١٩٤٧ع تي ريگستان جي ڳوٺ ڇيلهار تعلقي ڇاڇري ۾ ڄائو. مشهور اهل قلم ۽ ”تاريخ ريگستان“ جي مصنف سرڳواسي رائچند جو هونهار فرزند آهي. سندس والد جي علمي لئبرري هڪ ننڍڙي دماغ جي سڪون لاءِ عجيب ڪشش جو باعث بڻي: پنهنجي والد محترم کي مسلسل تصنيف و تاليف ۾ مشغول ڏسندي، لنڊهڻ ۾ سندس طبيعت ادب ڏي لاشعوري طور رجوع ڪري چڪي هئي. اسڪول ۽ ان جي لازمي راند مان لڳاتار، گسائڻ سبب اهو وقت نہ سمجهہ ۾ ايندڙ ٿلهن ۽ ڳرن سنڌي ڪتابن کي گهر ۾ اٿلائڻ پٿلائڻ ۾ صرف ڪندو رهيو. سڻ اکرن لکڻ ۽ ڊرائنگ ڏي سندس طبع جو خصوصي لاڙو هو، ان ڪري رسالن ۽ ڪتابن مان تصويرون ڦاڙڻ سندس معمول بڻجي چڪو هو. اسڪول سان سندس دل نہ لڳي، اڪو حسابي ڪمن ۽ نصابي ڪتابن مان دلچسپي پيدا ڪري سگهيو. سندس طبعي رجحان کي پرکيندي، سندس والد، سندس ذهني پرورش لاءِ ”گلستان“ رسالو گهرائڻ شروع ڪيو، جنهن جي مطالعه کيس خوب ڇنڊ ڏني. انسان جي ذهني ارتقا جي سلسلي ۾، لاشعوري دؤر ۾ بہ جمالياتي عنصر کان متاثر ٿيڻ هڪ لازمي امر آهي. ماهي ”مهراڻ“ (١٩٥٥ع) شايع ٿيو تہ ان جي هڪ ديده زيب ۽ دلڪش ۽ رنگين ڪاپي جڏهن سندس والد وٽ پهتي، تڏهن ننڍڙي نينگر جيئن ئي رسالو اٿلايو پٿلايو، تيئن کيس عجيب ذهني ۽ روحاني سڪون محسوس ٿيو. شعر پڙهڻ کان پوءِ پاڻ انڌا منڌا شعر لکڻ شروع ڪيائين. سندس والد جي ڀرپور ادبي همت افزائي، ننڍڙي نينگر جي دل درياهہ ڪري وڌي. مطالعه لاءِ ڪهاڻين ۽ افسانن ۽ روزانہ اخبارن جو ڪافي انداز ميسر ٿيس، جن کي پڙهندو رهيو. ڳوٺ جي غير ادبي، خشڪ ۽ جهالت واري ماحول ۾، ١٩٦٣ع ۾ مئٽرڪ ڏيئي، وڌيڪ تعليم لاءِ حيدرآباد آيو. ذهني آج اجهائڻ لاءِ ”خادم وطن“ روزانہ ۾ ”ٻالڪن جي ٻاريءَ“ تي ٽي- چار مهينا ڪم ڪري صحافي دنيا مان ڪجهہ نہ ڪجهہ تجربو حاصل ڪيائين.

ڊسمبر ۱۹۶۳ع ۾، هڪ ڏينهن مولانا غلام محمد "گرامي" صاحب ايڊيٽر "مهراڻ" جي نظر ڪيميا اثر مٿس پيئي. هڪ ادب شناس ناقد ۽ تجربيڪار انسان سندس علمي ۽ ادبي ذوق ۽ فني صلاحيت کي ڀرپور نظر سان پرکي ورتو. بروقت کيس "مهراڻ" رسالي جي آفيس ۾ ملازمت ڏني ويئي. بورڊ جي علمي ۽ ادبي ماحول ۽ "مهراڻ" جي فڪرانگيز مواد کيس باقاعده شاعريءَ ڏانهن آندو. اوائل ۾ سندس ٻن-ٽن ڪچن-پڪن ڪلامن جي اصلاح محترم شمشيرالحيدري ڪئي. سندس اهو ڪلام به مشاعرن ۾ پسند ڪيو ويو. ڊسمبر ۱۹۶۴ع جي "روح رهاڻ" ۾ سندس پهريون غزل ڇپيو. ۱۹۶۵ع کان جناب گرامي صاحب سندس ڪلام جي باقاعده اصلاح ڪندو آهي. پڙهائي جاري اٿس ۽ هن وقت سنڌي ادب ۾ ايم.اي. ڪري رهيو آهي. اپريل ۱۹۶۴ع کان "مهراڻ" رسالي سان وابسته آهي. سندس ڪلام پسنديدگيءَ جي نظرن سان ڏٺو وڃي ٿو. غزل، آزاد نظم، نظم ۽ وائي تي دلڪش تجربا ڪيا اٿس. رواني، شوخي، دلڪشي ۽ رنگيني سندس ڪلام جي اهم خصوصيت آهي. "مهراڻ" جي علمي ۽ ادبي معيار ۽ سنڌي ادب جي خدمت جي سلسلي ۾ سندس مخلصاڻا خدمتون تحسين جوڳيون آهن. اولهه جرمنيءَ جي پروفيسر ڊاڪٽر گرڊ ليوڪي، سنڌي شاعريءَ جي جرمن زبان ۾ ترجمن واري ڪتاب ۾ سندس هڪ نظم جو ترجمو پڻ ڏنو آهي. ان کان علاوه سندس چند نظمن جا ترجما برمين، اٽلي ۽ چيڪوسلواڪيه ريڊيو اسٽيشنن تان پڻ نشر ٿيا آهن. تخلص "ناشاد" اٿس، مگر هميشه خوش گذاريندو آهي. تنهن ۾ باراڻي خيال سان رکيل اهو تخلص هاڻي کيس ٻنهه نٿو وٽي، پر ڇڏي ڏيڻ سندس لاءِ مشڪل آهي ۽ ناممڪن به. — امتياز حسين قاضي "خيام"

* * *

"ناشاد" جو فن جديد دور جي فني قدرن ۽ معيارن جو حامل آهي. سندس فن ۾ بي پناهه شوخي، پختگي، رواني ۽ دلڪشي پيدا ٿي چڪي آهي. جذبي ۽ خيال جي ادائگي جنهن انوکي ۽ سهڻي نموني ۾ "ناشاد" ڪري سگهيو آهي، ان کيس معاصر نوجوان شاعرن ۾ وڏو مقام ڏنو آهي. سندس هر فني ۽ تخليقي شه پارو، پنهنجي معنوي ۽ اشاراتي انداز ۾، جديد فڪر ۽ ماحول جي تقاضائن کي سمجهڻ ۽ سهيڙڻ ۾ هڪ اهڙي هيئت اختيار ٿو ڪري، جا جديد به آهي ۽ دلڪش به آهي. زندگيءَ جي گرم سرد مسئلن جي چند چاڻ ۽ تجزيي ڪندي، "ناشاد" جي نگاهه نهايت قريبي ۽ معمولي واردات کي به جذبي ۽ خيال جي لباس ۾ پيش ڪري جا ڪاميابي حاصل ڪئي آهي، ان کي ڏسي چئي ٿو سگهجي ته شاعر نه فقط هن دور جو ترجمان آهي، پر ان سان گڏ سندس فن جو مستقبل پڻ روشن آهي. آزاد نظم ۽ غزل، نظم ۽ وائي لکندي جي شاهڪار پيدا ڪيا اٿس، انهن جي افادي ۽ فني حيثيت سنڌي ادب جي تاريخ ۾ امر رهندي. ٻولي شيرين ۽ پختي ۽ انداز بيان شوخ ۽ دلنشين اٿس. اميد آهي ته هي نڪار ترقي ڪندي، اڳتي هلي جديد ادب جي قابل ستائش باب ۾ اهم مقام حاصل ڪندو. —ادارو

# نظم

## سچ

هيءَ نينهن جي نرمل نهر آهي،
جت روح ٿو وهنجي هر ويلي؛
من مست ٿئي ٿو سوچن ۾،
جهومي ۽ نچي ٿو هر لمحي!

هي ڏينهن خوشين جي شوخين جا،
هي ڏينهن لڪيل ها ڀاڳن ۾؛
هي ڏينهن وصال ۽ الفت جا،
هي ڏينهن ورونهن جي ماڳن ۾!

هيءَ نهر سنڌوءَ جان نيري آ،
هن نهر ۾ نيارا رنگ ٻسان؛
هيءَ نهر سنڌوءَ جان جاري آ،
هن لهر ۾ راتو ڏينهن تَران!

ميڙيان ٿو محبّت جا موتي،
هن ساگر جي هر چوليءَ مان؛
۽ ڪيئي گيت ٻُڌان ٿو مان،
هر لهر جي مٺڙي لوليءَ مان!

هيءَ لهر ڏني مون جڏهين ڪان،
مان غائب آهيان هستيءَ مان؛
ٿو تيڙڳان تنهن ۾ شام و سحر،
من موج ڪري ٿو مستيءَ مان!

شل پيار جو دريا سوجن ۾،
ٻارهوني هجي، پُر شور هجي؛
۽ روح تنهين جي ريلي سان،
اڳتي ني هجي، مَر اور هجي!

# آزاد نظم

## فرق

تون ٻي شاعر،
مان ٻي شاعر!

خوابن جي واديءَ ۾ جڏهين،
سرو سمن، ريحان ڏسين ٿو-
لاله ۽ شهلا کي ٽڙندي ڏسين ٿو؛
ڪومل ڪومل مکڙيون، گل ڦل،
ڪوئل، قمري، ڀونرو، بلبل؛
۽ پڻ ساقي، جام، صراحي-
ميخاني جي موج ڏسين ٿو، تڏهين شايد:
شعر لکين ٿو-
خوب لکين ٿو!

منهنجا سائي!
فرق وڏو آ تو ۾، مون ۾:
رستي هلندي ٻار ڏسان ٿو پنندا پنندا؛
لانڍين ۾ معصوم ڏسان ٿو بکيا سهندا؛
جنگ و جدل جي باهه ڏسان ٿو شعلا شعلا؛
ظلم و ستم جا منچ ڏسان ٿو دکندا دکندا-
تڏهين منهنجو روح رڙي ٿو:
شعر لکان ٿو،
رت رنان ٿو!

## احساس

آءٌ اڻاش هوس،
روز تصوير ڏاهڻ هو منهنجو عمل:
اوچتو اوچتو،
فن،
منهنجي هٿن پيو ڪيري،
پرزا پرزا ٿي وئي-
منهنجي صورتگري؛
دل جي ٻالڪ کي پرچايو مون،
ان کي شعرن جو رانديڪو ڏنو!

منهنجي ماحول ۾،
منهنجي چئني طرف:
واقعا، حادثا ظلم انڌير جا، ۽ تعصب جي آگ؛
منهنجي افڪار جي وادين جي لٽ،
مون چونڊيو جڏهن:
ڪنهن جي افلاس کي،
ان جي احساس کي،
روح تڙپي اٿيو، دل جلي رک ٿي:
۽ قلم کي کڻي جنهن ڪيم شاعري،
هڪڙو پنجي ويو،
اندوهگين داستان-
جنهن کان لرزان رهي غمگسارن جي دل،
نامرادن جي دل، بي‌سهارن جي دل؛
خسته حالن جي دل،
بيقرارن جي دل!
آءٌ شاعر آهيان:
منهنجي گيتن ۾ شعلا لهان،
منهنجي بيتن ۾ شبنم جوان!
منهنجي ماحول ۾،
منهنجي چئني طرف:
عيش جا واقعا، حادثا-
عشرتن جون هزارين سي رنگينيون؛
منهنجي اکين ڏٺا محل-محلات اڻ،

۽ انهن جا سجايل فلڪ بوس ديوار ۽ در،
جنن درين جي هوندي، مون ڄاتو ليئو، جو ڏٺو،
ڪجهه انسان هئا-
عيش و عشرت ۽ مستيءَ وچان هئي ٽپيا،
جن جا ظاهر جدا، جن جا باطن الڳ؛
مون انهن جي بناوت جون رنگينيون،
پنهنجي فن لئه جڏهن چونڊيون،
سي مڙئي ڪامي رڪ ٿي ويون،
منهنجو آڪ احساس هو؛
روح تڙپي اٿيو، دل جلي رڪ ٿي!
۽ قلم ڪي ڪٿي جنن ڪيو شاعري،
سي رنگينيون، عيش جون مستيون،
پنهنجي ويون سي به دک درد جو داستان،
مفلسن جي ڪهاڻين ڪان پڻ بيڪران-

آءٌ شاعر آهيان!
منهنجي ماحول ۾،
منهنجي چئني طرف،
واقعا، حادثا:
'ظلم' جا، 'عيش' جا!

## وعدو

چمن ۾ سدا چنڊ ڪڙندو ئي رهندو،
سدا رات جو روح رڙندو ئي رهندو؛
ستارن جون سيجون سجايل ئي رهنديون،
۽ مکڙيون سدا مسڪرايل ئي رهنديون.

ڏکن جي ٿڌي هير گهلندي ئي رهندي،
گلابن جا گل خوب ٽڙندا ئي رهندا؛
سدا باغ ۾ پوڙ ميڙندائي رهندا:
۽ خوشبوءِ هن ريت رلندي ئي رهندي.

صراحي ۽ ساغر جي راهن ۾ پلجي-
مسرت سان لبريز سينن جون لهرون،
شرابن جي پٽر سان ٽڪرائجي،
ٽڪي ۽ ٽٽي، ساٿيون ٿي جمي،
نيٺ قطبن ڪنان سرد ٿي وينديون!

سر راه ڪئين يار ملندائي رهندا،
صدين جا سماچار ڪڇاندائي رهندا؛
ائين روز ديدار ڏيندا ئي رهندا،
ملي ۽ ڪيلي نيٺ ويندا ئي رهندا!

اڱڻ ۾ بهارن جو دعوت بنا خوب ڏيندو اچڻ،
مگر منهنجي دل ۾ خزان آهه مهمان بنيل:
بهارن جي ڪئن آجيان مان ڪندس؟
بهارن سان ناتو نباهي نه سگهندس!

مان ڄاڻان ٿو دنيا جو دستور ڇاهي،
خزائن جي دنيا، بهارن جي دنيا،
پوترن جي دنيا، گلابن جي دنيا،
۽ خوشبو ۽ ساغر ۽ لهرن جي دنيا!
مگر مان ڪريان ٿو پڪو واعدو-
هي آزرده رنجيده برباد دل،
صدين کان وٺي منهنجي 'ناشاد' دل،
ٿي گوتم جيان شانتيءَ جو صنم:
ائين ئي صدين تائين خاموش رهندي!

## دستور

هن شهر ۾ ڪئي جلاد رهن،
هن شهر ۾ ڪئي صياد رهن،
هي شهر الا—
هي شهر غضب،
هي شهر عجب!

وک وک تي چمڪن ڪات تکا،
هر موڙ تي ڪيئي دام ڪڙا؛
هر رهگذر، ڪنڊا ۽ ڏنگهر،
هر چونڪ سجايل دار و رسن!

هي بستي آ حيرت جو مڪان،
هن شهر ۾ ڪو آزاد نہ آ؛
هر ماڻهو جو آ ذهن، زبان، احساس غلام:
هن شهر جي ماڻهن جي چپڙن تي ڪلف لڳل،
فرياد نہ ٿئي،
ڪو داد نہ آ!

هي شهر الا ساڳيو ئي نگر:
هر موڙ تي قاتل ۽ خنجر،
هر چونڪ تي وِهُه جا جام ڀريل،
هر وک تي ڪيئي ڪرت آڏيل،
هر رهگذر ڪاتن جون قطارون اڻ ڳڻيندڙ!

دستور سدائين پابند آ،
پنهنجي ئي عمل تي صديون کان:
باعزم جوان انسان پيا وڏن۔
لعرا پيا لڳن،
مان پيو ٿو ڏسان؛
وڌندو پيو اچي،
کِلندو پيو اچي،
نِلندو پيو اچي،
هن شهر ڏي ڏوڪيندو پيو اچي،
نئون ذهن، جمالو ڳائيندو!

## خواب

رات رات!
اف!
انڌيري، ڀاٽ، اونداهيءَ جي رات:
چار-ئي خاموشي، هيبت ۽ هراس،
آسمانِ شهر ۾ سرگوشيون۔
چنڊ ۽ تارن ۾ خاموشيءَ جو راڄ.
مون نهاريو، جاچيو، ڏسندو ئي رهيس!

آسمان جا سڀ سُتل تارا ائين جاڳيا پيا،
چنڊ جي چانڊاڻ ۾ مانداڻ هيو،
۽ خموشي شهر جي ٽٽندي وئي۔
هرڪو پاسن کي ورائي ٿي اٿيو،
هرڪنهين ڪَرَ موڙي ٿي جاڳي ڏٺو،
منهن لٿل، گهبرائيل، ڀوسائيل،
جڻ تہ اونداهيءَ غفا مان سُنهن ڪڍيو راڪاس هو!

رات اونداهيءَ جي پردي ۾ لڪل،
اوچتو ڪيئي هلاڪوءَ جڻن گهڙيا۔
لرزه برالدام هو سارو شهر:
گريہ زاري ۾ ڏڪيو بغداد ٿي،
ويا لُٽي بغداد جي هر سونهن کي،
ٿي وُنو حسنِ ازل!
جاڳ چوڪيدار ۾ پيدا نہ ٿي،
شهر لُٽبو ئي رهيو، سڙندو رهيو، سَچ ٿي وئي،
دجلہ ساري خاڪ ٿي وهندي رهي!
چنڊ رُئندو ئي رهيو،
تارا ڏسندا ئي رهيا۔
رات رات!

## ماروئي

وقت سدائين ساڳيو آهي:
سج سدائين تائہ ۽ تيک جو پچ چڙهي ٿو؛
چنڊ جي منڊ ۾ ڦيرو ناهي؛
واءُ سرءُ ۾ ڀن چڻن تا ڪڻ ڪڻ ٿيندا؛

هير آسر جي روز کهنّاي ٿي؛
روز اسان سان کس ٿي هر هر کنهن جي وڇڙيل
ياد ملي ٿي.

صدين کان آ ساگر کارو؛
صدين کان سنڌوءَ جو ڇوهو-
قائم آهن:
وقت- اڄ ۽ ڪالهه، صبحاڻي- دائم آهن!

ڪوٽ عمر اڄ عرش چڙهي ٿو:
(۽ ٻڪ آهي اڃا ته ٻوندو)،
ماروئڙن جي سيل ۽ سَت جي منهڪ بڻائي
مست عمر کي،
ٻانهيءَ جي ٻجري ۾ مقيد اڄ ڀي آهي؛
ها ٻر،

لونءِ لونءِ لوري آزاديءَ جي،
هٿ پنهنجي، ست رچيون سب ٿُج ٻرابر!
وقت سدائين ساڳيو آهي:
مارئي اڄ ڀي هنجون هاري،
مارُن کي ٿي ساري ساري،
روئي روئي نير وهائي،
حب وطن جي دل ۾ هردم دود دُکائي،
آزاديءَ جي منزل ڪارڻ ساعت ساعت سينو ساهي؛
ڪوٽ عمر ۾ قوت ٿي هوندا،
ڌاڙين ۾ ٻرڙوت ٿي هوندا—
پيار ٻکن ۾ موتي ايندو،
سچ هميشه کهوٽ ٿي ٿيندو!

## وايون

( ۱ )

سپنا منهنجا سيڻ،

او ڍوليا- سپنا منهنجا سيڻ!
جاني ڪڏهين جاڙ نه جاڻن، هردم اَيڙا نيڻ:
او ڍوليا- سپنا منهنجا سيڻ!
برهه ڦٽيءَ جو ٻري ٻلڪ ڪان ڪڏهن نه ڏيندا وِيڻ:
او ڍوليا- سپنا منهنجا سيڻ!
پيارا پيارا ٻوهت جهڙا، نازڪ نازڪ سيڻ:
او ڍوليا- سپنا منهنجا سيڻ!

( ۲ )

روح ڏنو ٿم ريلو، يار-

گيت مٺي ٻو گيت سڻايان!
ميکندي کيني سال لنگهي ويا، محبن سان ٿيو ميلو، يار:
گيت مٺي ٻو گيت سڻايان!

ڀرهه ڦٽي، پرديسي آئيسن، وڻندڙ ٿيڙو وياو، يار:
گيت مٺي پيو گيت سڻايان!

سان راڳي ويراڳي آهيان، ساجن! آءٌ سويلو، يار:
گيت مٺي پيو گيت سڻايان!

رمز عجب 'ناشاد' سڄڻ جي، آهه آجهل اربيلو، يار:
گيت مٺي پيو گيت سڻايان!

## غزل

●

هڪ عشق ني جا شعلہ نشان منهنجي غزل ۾،
پنهان ٿيا رموزِ دو جهان منهنجي غزل ۾!

تعمير جا پهلو ٿيا اهان منهنجي غزل ۾،
تخريب جو آهي نہ نشان منهنجي غزل ۾!

کولي کو ڏسي ديدهٔ ادراڪ يقين سان،
هر منظرِ فطرت آ جوان منهنجي غزل ۾!

سنڌي کي نہ اندازِ بيان جي آ ضرورت،
موجود سو اندازِ بيان منهنجي غزل ۾!

هر شعر آ مجموعہِ احساس و صداقت،
هر لفظ آ نشتر جي زبان منهنجي غزل ۾!

محدود نہ آ دائرهٔ رنگِ تغزّل،
هر شعبهء هستي آ نهان منهنجي غزل ۾!

محبوب جي صورت تي نظر منهنجي سُخَن جي،
مظلوم جي آهُن جي نغان منهنجي غزل ۾!

ڪجهہ سلسلہِ چنگ و دف و بربط و مضراب،
ڪجهہ تذڪرهٔ تيغ و سنان منهنجي غزل ۾!

آهي نہ مناسب، جوان 'ناشاد' تہ اي يار،
جذبات جا دريا ٿيا روان منهنجي غزل ۾!

●

دل تي ٻٽڙ ٿو هڏان سان، دوستو!
گرچه آئينو سان آهيان، دوستو!

زلف جا زنجير ٽوڙي ٿو ڇڏيان،
ٻيو ٻڌڪاري مون کي زندان، دوستو!

جي ڏسو هڪوار، حيران ٿي وڃو،
روءِ تاباں، حسنِ خوبان، دوستو!

ٻي ڪنهين سان ناهه پنهنجي دوستي،
پنهنجو سَر ۽ ڪَوڙي جانان، دوستو!

ياد ڇو ’ناشاد‘ کي محفل نہ ڪيو،
هي اوهان جو آهي احسان، دوستو!

●

فضا ٿي لامڪان، تائين معطّر،
ڪنهن جي در جي خاکِ عنبرين سان!

ملي جنهن کي ٿي ساقيءَ جي لبن مان،
تنهن جو ڇا هي شير و انگبين سان؟

سلامت منهنجو فردوسِ تصوّر،
جو رنگين آهه حسنِ همنشين سان!

ڪهڙي آهي دوامِ بيخودي لئہ،
ملي وئي جا نگاهہِ اوّلين سان!

ڪم سجدا جو آن جي آستان تي،
ڳهڙ آيا مُڙه جي آستين سان!

ٿيا ڪون و مڪان رقصان ۽ پيچان،
محبّت جي شرابِ آتشين سان!

ڳهَري ’ناشاد‘ ٿي دل، عمر ساري،
رهان ديوانہءِ صحرا نشين سان!

# شاعرن جو فرض

پروفيسر ڊاڪٽر گرڊ ليُوپڪي — اولهه جرمني
(Prof: Dr: H. C. Gerd Lupke- West Germany)

خدا جو حُڪم آهي شاعرن کي:
ته خلقت جي دلين تان بار لاهيو؛
ميٽائي درد ۽ ڏُک آدمين جا،
خدا جي حُسن جو جلوو ڏسايو؛
گناهن جي به ملندي ڪين معافي،
رکو تخت محبّت وٽ رَسايو!

ڏٺا ٿيندي انهن ٺي شاعرن جي،
ته ڪنهن جي سرس آهي فرض ادائي؛
ٻُڌايو، عشق جي گرمي سان ڪهڙن،
ٿڌي دنيا، محبّت سان رِجائي؛
۽ ڪهڙن شاعرن جي فڪر وفن سان،
وَڌي انسان ۾ آهي چڱائي؟

بهرصورت، هي لازم شاعرن تي،
مقام روح ماڻهن کي ڏسائن؛
رهن جنهن جاء تي روحاني رهبر،
اُتي جي راه ماڻهن کي ٻڌائن؛
جنين ماڻهو ڪٽيي تي ٿي پشيمان؟،
سَرم کان ڪند پنهنجو سي جهُڪائن!

جڏهن پنهنجي ٻُري سوچيندا حالت،
تڏهن ملندا سيئي راه الفت!
[منظوم ترجمو]





# غلام محمّد "گرامي"

گرامي صاحب، سنڌي ادب جي تاريخ ۾ پنهنجي علمي ۽ ادبي خدمت ۽ فڪر و نظر جي تنوع جي حيثيت سان خاص مقام حاصل ڪيو آهي. پير علي محمد راشدي جي لفظن ۾:

"جنهن ٻوليءَ ۾ هن قسم جو قلم آهي، اها ٻولي نه مرندي!"

مون ڪوشش ڪئي ته سندس حالات ۽ علمي-ادبي تحريرن، مقالن ۽ تقريرن، گذارشن ۽ تبصرن، ڪتابن ۽ مقدمن ۽ تقريظن تي ڪو سير حاصل مقالو لکان؛ سندس اسلوب بيان ۽ طرز تحرير تي فني نموني ۾ بحث لکان؛ پر افسوس جو ائين ڪري نه سگهيس. ان متعلق جواب ڏنائين:

"زندگيءَ ۾ ڪنهن زنده لاءِ لکڻ درست ناهي: زندگيءَ ۾ اهي پهلو پيش ڪيا وڃن ٿا، جي ظاهر ڪرڻ نه گهرجن؛ گهڻو ڪري اجائي تعريف ۽ خوشامد ڪئي آهي، ۽ سڱي ڪان پوءِ اهي پهلو پيش ڪجن ٿا، جي زندگيءَ ۾ پيش ڪرڻ جهڙا ٿين ٿا."

سندس تحريرن جو دفتر ايڏو ته منتشر آهي جو ڪير سهيڙي ۽ ڪير پڙهي؟ فڪر و نظر جي حيثيت سان فڪرانگيز ۽ انقلابي نظريات جو حامل، ۽ جديد کان جديد ترين خيالات جو عالم ۽ مبلغ. علم ۽ فن جي هر موضوع سان وابسته، ۽ دينيات، تصوف، فلسفي، سياست، تنقيد، ادب، تاريخ ۽ شاعريءَ کان وٺندي راڳ تائين سندس ناقدانه نگاهه. خيالات ۽ نظريات جو تنوع ۽ همه گيري ان حد تائين، جو:

زاهد تنگ نظر نے مجھے کافر جانا،
اور کافر یہ سمجھتا ہے مسلمان ہوں میں!

جو مصداق. سندس انقلاب آفرين تحريرن سان اختلاف ڪندي نه فقط ڪتابن جا ڪتاب لکيا ويا آهن، پر مضمونن جا سلسلا هلايا ويا آهن، ۽ سوين قسطون لکيون ويون آهن. ان کان سواءِ ڪيس ’فتوائن‘ سان به نوازيو ويو آهي — پر پاڻ پنهنجي نصب العين ۽ فڪر و نظر تان ذرو جيترو به نه هٽيو آهي. سندس چوڻ آهي ته ”مقصد، تحقيق ۽ تصديق جي اهڙي مقام تي پهچڻ گهرجي، جتي مخالف هٿي سگهي ته پلي هٽي، باقي پنهنجي عقيدي ۾ ڪوبه فرق نه اچڻ گهرجي.“

سنڌي ادب ۾ سندس اسلوب تحرير ۽ انداز بيان، پنهنجي حسن ۽ زيبائش جي سببان انفرادي مقام پيدا ڪيو آهي. انداز بيان جي ندرت ۽ انفراديت ايتري ته نمايان آهي، جو سندس تحرير تي پلي سندس نالو نه هجي، ان هوندي به هرڪو پڙهندڙ سمجهي ويندو ته هيءَ تحرير ڪنهن جي آهي.

سندس طرز نگارش ۾ صوري ۽ معنوي حسن ۽ لطافت آهي. ائين چوڻ ۾ ڪوبه مبالغو نه آهي ته سندس طرز نگارش شاعرانه آهي. گرامي صاحب نثر ۾ شاعري ڪري ٿو. سندس تحريرن ۾ خوبصورت ۽ حسين تشبيهون، حسين ۽ دلنشين استعارا، لطيف ۽ معنيٰ خيز ڪنايا، بي ساخته ۽ پخته ترڪيبون، برجسته ۽ روح پرور جملا ملن ٿا؛ جي هوند شاعريءَ لاءِ استعمال ڪري سگهجن. سندس تحرير ۾ توازن ۽ تسلسل رهي ٿو، جنهن ۾ نظم جي رواني ۽ غزل جي ترنم ريزي محسوس ٿئي ٿي. گرامي صاحب ’مهراڻ‘ لاءِ جي گذارشون لکيون آهن، اهي ’ادب عاليه‘ جو اعليٰ مثال آهن. علم ۽ فن جي گهڻو ڪري هر مسئلي تي بحث ڪيو اٿس. انداز بيان ۽ اسلوب تحرير اهڙو حسين ۽ دلنشين، ولوله انگيز ۽ جاذب نگاهه ٿئي ٿو، جو افساني ۽ ڊرامي، ناول ۽ ڪهاڻيءَ کان به وڌيڪ دلڪش ۽ روح آفرين ٿو محسوس ٿئي. سندس تحرير ۾ فڪرانگيز خيال به آهي، صوري تناسب به آهي، منطقي توازن به آهي، دليل جي پختگي به آهي، نتيجي جي صحت به آهي، ۽ بيپناهه رواني ۽ برجستگي به آهي. سندس تحرير جي خصوصيت، جا پڙهندڙ کي متوجه ٿي ڪري، سا استعارات ۽ تشبيهات، اشارات ۽ ڪنايات، تلميحات ۽ تمثيلات جي ڪثرت ۽ فراواني ۽ ان جي ظاهري حسن سان گڏ معنوي حسن به آهي؛ جنهن ۾ دلبري ۽ دلاويزي، دلڪشي ۽ دلفريبي موجود آهي. سندس نظريات ۽ خيالات سان اختلاف رکندڙ به سندس حسن بيان کان متاثر ٿيڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهي.

پيو ته سندس تحرير جذبات انگيز لفاظيءَ توڙي لفظن جي طلسم انگيزيءَ تي مشتمل نه نظر ايندي. پڙهندڙ هڪ معنوي روح محسوس ڪندو، جو لفظن جي حسن ۽ تناسب جي لباس ۾ نظر ايندو. اسان وٽ اردوءَ ۾ مولانا ’آزاد‘ جي نثر ان معيار جو موجود آهي، جنهن اڳيان شاعري به هيچ آهي. بقول حسرت موهاني:

جب سے ديکهي ابوالکلام کي نثر،
نظم حسرت مين کچه مزه نه رها.

خيالات جي تنوع ۽ رنگينيءَ ۾ مقصد ڏانهن جا دعوت آهي، اها سندس وسيع مطالعه ۽ تجربي جي پيداوار آهي. جالاه ته سندس نظر ۾ زندگي ظاهري به آهي ۽ معنوي به آهي، مذهبي به آهي ۽ روحاني به آهي. ذڪر ۽ فڪر سان گڏ سوز ۽ ساز سندس خيال انگيز دنيا کي رنگين به بنايو آهي ۽ حسين به. سندس خيالات ۾ روميءَ جو سوز و ساز به آهي ۽ رازيءَ جو پيچ و تاب به آهي؛ لطيف جي وجد انگيزي به آهي ۽ سچل جي سرمستي به آهي بهرحال، سندس شاعري نظم ۽ غزل کان وڌيڪ 'فڪر ۽ خيال' جي آهي — اها نثر ۾ موجود آهي. سندس عبارت ۾ لفظ جو تسلسل ۽ بندش ۽ غزل جو ترنم آهي. جملي ڪان پوءِ ايند جملو ائين معلوم ٿيندو، جيئن آبشار جو صاف ۽ شفاف پاڻي پنهنجي خوش رفتاريءَ سان روان ۽ دوان هجي. اها آهي سندس "شاعري"! باقي رهي سوانح حيات، اها مختصر هن ريت آهي:

نالو: غلام محمد 'گرامي' بلوچ، والد جو نالو جاڙوخان بلوچ. ولادت: ميهڙ ۾ ٣٠- ڊسمبر ١٩٢٠ع. تعليم: ڪنهن به اسڪول، ڪاليج ۽ يونيورسٽيءَ ۾ تعليم نه ورتل. جو ڪجهه به وٽس آهي اهو ذاتي مطالعه، تجسّس، تلاش، مشاهدي ۽ تجربي ۽ صحبت سان پيدا ٿيل آهي.

سندس وڏن مان خاندان جو پريو مڙس، برادي خان اول، شورڻ- چوٽي، ديري غازي خان مان آيو، ۽ ١٨٤٠ع ڌاري ميرن جي ڏنل جاگير ڏڳهه بالا (علمي دادو) ۾ رهيو، ۽ اتي جي لغارين سان متي مائٽي ڪيائين. ممڪن آهي ته اها جاگير سانڪائي ميرن وٽان مليل هجي، جي به ڏڳهه بالا ۾ رهندا هئا ۽ پوءِ ميرپورخاص ڏي آيا. خانہ جنگيءَ ڪري اهو سارو خاندان منتشر ٿي ويو، ۽ لاڙڪاڻي، ميهڙ ۽ قنبر تائين وڃي نڪتا. اڄ انهن زمينن تي سندس ڪي عزيز ۽ ٽَر جا مشهور زميندار قابض آهن.

سندس وڏن جو ڪُتب هن طرح آهي: جاڙوخان بن ماهي خان بن شهداد خان بن مراد خان بن برادي خان اول.

ماهي خان کي هي اولاد ٿيو: لونگ خان ۽ جاڙوخان ۽ ٽي نياڻيون. وڏي نياڻي پنهنجي خاندان ۾ پريل خان لغاريءَ کي ڏني وئي؛ ٻي نياڻي پٽ ميراڻ (ميهڙ) ۾ بخاري سادات ۾ ڏنل هئي؛ ۽ ٽين نياڻي به ساڳئي شهر ۾ قريشي خاندان ۾ ڏنل هئي. تنهي جو اولاد موجود آهي.

هن خاندان جا باقي ماندہ عزيز هن وقت جوهي، ڏڳهه بالا، پٽ گل محمد، هيروخان جمالي، ميهڙ، قنبر ۽ لاڙڪاڻي ۾ رهن ٿا. ڏڳهه بالا مان اُبل هڪ شاخ جهڏي (ٿرپارڪر) جي پرسان آباد آهي، سي اثناعشري شيعا آهن ۽ پنهنجا ڳوٺ اٿن.

شادي: سندس شادي ١٩٣٦ع ۾ سندس استاد بزرگن استادالعلماء حضرت مولانا عبدالڪريم ديروي رحه ۽ جناب سيد حاجي علي اڪبرشاه صاحب، ۽ رئيس ڪالي خان لغاري، رئيس غلام علي لغاري، حاجي عبدالمجيد جتوئي ايم. ايل. اي. مرحوم ۽ رئيس ضياءُالدين ايس. 'بابل' مرحوم جي ڪوششن سان پٽن ميراڻ جي قريشين مان سندس پڦاٽ سان ٿي.

٥٠ اڻ

نڪاح خود شاه صاحب پڙهايو ۽ ميهڙ شهر جي سڀني عالمن ۽ دلبندارن، دوستن ۽ عزيزن شرڪت ڪئي.

اولاد: امان الله قريشي اڪيچانو فرزند، جنهن جي والد علي محمد مرحوم جي وفات تي چارسال عمر هئي، ان جي پرورش ڪيائين. ڪاليج ۾ پڙهي ٿو ۽ روزانه "هلال پاڪستان" ۾ ڪم ڪري ٿو. پوٽا محمد شبير اٿس ۽ ٻه نياڻيون رضيه ۽ ممتاز اٿس. محمد شبير ۽ رضيه ڪاليج ۾ پڙهن ٿا. ممتاز ستين ڪلاس ۾ آهي.

ناناڻا: سندس ناناڻا ٻلي پوٽا خاندان مان آهن. ان خاندان مان مشهور درويش رحيم فقير ٻلي پوٽي (ماڙي تعلقو ميهڙ) جي نياڻي (وفات ۱۹٦۷ع) مان گرامي صاحب پيدا ٿيو. ڪيس پيا ڀائر ۽ ڀينر هنريت آهن: علي محمد ۽ غلام رسول زنده آهن. غلام حسين، مائي ٻصران ۽ مائي عائشه وفات ڪري چڪا آهن.

حيدرآباد ۾ اچڻ: گرامي صاحب حيدرآباد ۾ ۱۹۴۳ع ۾ جامع عربيه تحريڪ ۾ آيو. ان ڪان پوءِ هت هميشه لاءِ رهيو. ۱۹۵۱ع ڪان ۱۹۵۴ع تائين ٽريننگ ڪاليج فارمين ۾ فارسي جو استاد رهيو.

صحافت: ۱۹۴۳ع ڪان قلمي ۽ صحافي زندگي جو آغاز 'هلال پاڪستان' جي افتتاح سان ڪيائين، ۽ 'عبرت' جي ٻئي دؤر ۾ ڪالم نويس رهيو. ان سلسلي ۾ رساله 'آفتاب' ڪراچي، 'عرفان لطيف' حيدرآباد، 'پاسبان' هالا، 'الزمان' هالا ۽ 'ترجمان' ميرپورخاص جو ايڊيٽر رهيو. ۱۹۵۵ع ۾ "سنڌي ادبي بورڊ" ۾ آيو ۽ رسالي 'مهراڻ' جو مئنيجنگ ايڊيٽر ٿيو. ۱۹۵۷-۵٦ع ۾ 'شاعر' حيدرآباد جو ايڊيٽر ٿيو. ۱۹۵۸ع ڪان اڄ تائين 'مهراڻ' رسالي جو ايڊيٽر آهي. ان طرح سڄي عمر ادب ۽ صحافت سان وابسته رهيو. سندس تعلقات جو سلسلو وسيع آهي. مخدوم محمد زمان صاحب 'طالب المولا' سان محبت ۽ عقيدت وارو تعلق اٿس. ان طرح اسان سان ۽ تاجپور جي نوابن، خاص طرح نواب نور احمد خان لغاري ۽ ٻين سان عزيزن وانگر تعلقات اٿس.

– راڄ محمد ٻلي.

[نوٽ: عزيزم راڄ محمد ٻلي پنهنجي ذاتي نوازش سان جو ڪجهه لکيو آهي، اها ان جي مهرباني — ورنه ذره ناچيز جي حيثيت ڇا؟ سنڌي ادب جي نمائنده شاعرن جي ڪلام کي مطالعه ڪندي شاعريءَ ڪان ڏؤ ٿي ويو آهي. هونءَ به پنهنجي شاعري بيرنگ ۽ بيروح آهي، ان ۾ نه رنگيني آهي ۽ نه حسن بياني. ڪڏهن ڪڏهن مجبوراً ڪجهه لکيو اٿم. زياده توجه نثر ڏانهن آهي. حال آهر خدمت ڪئي اٿم. ڪجهه گذريو آهي، باقي به گذر آهي. رهي نام الله ڪا! شعراءِ سنڌ جي فن تي جو تجزيو ڪيو ويو آهي، ان تي اڪتفا ڪئي وئي آهي: حال حبيبان پيش پيريان!

– غلام محمد 'گرامي']

# نظم

## نغمهٔ حيات

آئينهء مثالِ تمثيل ازل جي ذات،
تني ماورائي عقل و خرد، عين ممڪنات.

بي رنگ و بو، جهانِ خودي، عين ممڪنات،
تنهنجو عڪسِ ذاتِ حق ۾ نهان حسن ڪائنات.

آهي دورِ خيالِ معاني تخيلات،
آئينهء مثالِ تجرد ڪمالِ ذات.

عالم تمام آهه تشابهه ۽ اشتراڪ،
معلوم آهه جو، سو، فقط تنهنجو تصورات.

هو ماورائي وهم و گمان ۽ بلا صفات،
مظهر ۾ ان جو جلوو تنهنجو حسنِ شش جهات.

آهي حيات بخش هتي لمحهء حيات،
آهي زمان، مڪان، انسان منجهي منبعِ ثبات.

آهي غم و الم ۾ نهان حسنِ ڪائنات،
آهي غمِ حيات ۾ مضمر دوامِ حيات.

آهي تنفس نفس ۾ نهان حسنِ ڪائنات،
آهي لطفِ نظر ۾ عيان، روحِ ڪائنات.

ڇيڙي تنهنجو سازِ جذب ڪي مضراب دلفگار،
آواز آهه روحِ ترنم، دوامِ حيات.

اي عشق! تنهنجي حسنِ تجاذب ڪي ڇا چوان،
ڪنهن کي نه ٿيو سڪون، نه ڪنهن کي مليو ثبات.

واعظ نه ڇيڙ قصهء خوبان، خموش رهه،
رهندو ڪڏهن نه رند ٻه منت ڪشِ نجات.

وارفتگيء شوقِ ملاقات ڪي نه پڇ،
تارن سان همڪلام ڏٺم چشمِ واردات.

ڪو وقت هو، جنون ۽ خرد ڪان رهيس بلند،
هو ماورائي عهد، سنده عهدِ التفات.

پيدا جڏهن ٿيو حسنِ نظر ۾ جمالِ يار،
ٿي التفات ڪي به ڏٺم عين التفات.

آهي نظر نظر ۾ لهان، حسن صد حيات،
زنده ٿيان، ڪرم سان ڪرين جي توجهات.

آهي 'گرامي' شعر و سخن چا، خموش ره،
سڀ آهه ڪنهن جي جذبِ نگاهي جي واردات.

## آزاد نظم

### زمان ۽ مڪان

آهه چا؟ هستيءِ بيڪران!
عالمِ رنگ و بو جي مڪان، ۾ سڪون، و مقيد پيو تڙپان پران،
آبروئي جهان، منهنجو هر آشيان،
پيچ درپيچ ٿيو آهي منهنجو وجود:
ازل منهنجي هڪڙي تامل جي حد -
ابد، منهنجي هڪ دم سند و فاصلو،
عدم منهنجي عنقائي فڪر و نظر جو ڪو مبهم جهان،
هي طلسمِ مڪان، هي طلسمِ جهان، هي طلسمِ زمان،
منهنجي هڪ هڪ نظر ۾ مسخر، مطيع و روان، ۽ دوان،
منهنجو هر فڪر چڙهي رفعتن جو جهان:
منهنجي هر فڪر ۾ زندگيءَ جو جهان،
منهنجي هر فڪر جو آهه پرواز چڙهي عرش بوس،
عرش چا؟ واهمه بيڪران، رنگ و بو ڪنهن جي محدود حد نظر جو نشان،
منهنجي هر فڪر کي تو چمي همنشين، عالمِ بيڪران،
حدِ بالا تان لهندي ۽ جهڪندي تو سجدا ڪري،
منهنجو فڪرِ عميق و دقيق و حقيقت رسا،
جنهن ۾ صبح و مسا عقل جا قافلا، علم جا سلسلا، وهم ۽ انتها:
جت نه ارض و سما!
منهنجي فڪرِ جهان، ۾ ڪروڙين تا آيرن لهن سج، چند:
جت نه آهي زمان، جت نه آهي مڪان:

وقت منهنجي قدم سان هلي؟ ٿي سگهي تو ائين؟
وقت، موهوم چڙ تيرورن جو نزول،
وقت، چڻ وهم و تخمين و ظن ۽ گمانُ،
منهنجي هر فڪر ۾ رفعتن جو نشانُ، بي نشانُ،
جت ڪروڙين ستارا، سيارا، ثوابت، گره پيا گهمن
۽ پيا ٽوڏي ٽڪن۔
اهي قافلا، گردِ راه،
منهنجي هڪ سير جون منزلون ۽ نشان،
هي خلا بيڪرانُ، وسعتن جو جهان:
منهنجي وسعت جي آغوش ۾ ٿيو لڪل ذرهٔ بي نشان،
جنهن ۾ پڻ رنگ و بو جو ڪو موهوم، مفقود، معدوم ديس،
منهنجي فڪرِ رسا جي نه ڪا حدّ، منزل نه ڪڏهن نشانُ،
تنهنجو سارو مڪانُ، تنهنجو سارو زمانُ،
منهنجي خلوت ۾ موجود ۽ پيچ در پيچ رقصان، روان،
منهنجي هر فڪر ۾ ڪائناتون نهانُ،
منهنجي تخليق ۾۔
تنهنجي فصلِ بهارانُ جون گلريز ۽ عطر افشانُ گهڙيون:
تنهنجي چنڊن جون شفاف ڏارائون ۽ ڪير جهڙيون آڇيون،
تنهنجي تارن جا هي ٻهڪندڙ چمڪندڙ چهرا ۽ صورتون،
تنهنجي سِجَن جو هي دلڪش و روح پرور طلوع،
تنهنجي تخليق جو رنگ در رنگ جاذب جهانُ،
حسين و جميل۔
منهنجي اِس ڪُنجِ خلوت جو موهوم نقش،
جهانُ بيڪرانُ، وسعتن جو جهانُ، هي مڪانُ، هي زمانُ،
سڀ فريبِ نظر۔
هي افسانهٔ روز و شب سڀ فريبِ نظر؛
هي طلوع و غروب ۽ هي رنگين شفق سڀ فريبِ نظر؛
ڪهڪشان جو نظارو، هي جاذب نظر سڀ فريبِ نظر؛
هي رنگين سحر ۽ هي رنگين آفق سڀ فريبِ نظر؛
تنهنجي نفعِ رسا جو هي موهوم نقش،

منهنجي هر آن ۾ ڪيئي عالم نهان؛-
ڪيئي رنگين طلوع، ڪيئي سهڻا غروب:
منهنجي هر وسعتِ فڪر ۾ نئون جهان، نئون مڪان، نئون زمان،
نہ منهنجو قريب ۽ نہ منهنجو رقيب،
نہ منهنجو انيس ۽ نہ منهنجو جليس:
نہ مون وٽ هتي سال ۽ ڏينهن ۽ رات آهہ،
نہ مون وٽ هتي آهہ بجلي نہ بادل نہ برسات آهہ،
نہ مون وٽ هتي خور درخشان جو آهي طلوع و غروب.
نہ مون وٽ هتي ماه تابانؔ جو اڀرڻ لهڻ،
نہ حسنِ گلستان جو آهي وجود،
نہ بحرِ روانؔ جو نشانؔ ۽ ثبوت،
عدم کان اڳي هوس، خلوت گزين اشڪار،
۽ ازل منهنجي اڳيان هتو جلوه ريز،
سان تخليق جو آشنا، رازدان،
هو ڪليو منڊم سامهون، هر جهان... 'عقدهٔ ڪن فکان'،
'عقدهٔ ڪُن فکان'!
يعني: 'هو' ۽ 'اهي' ها نہ هئين 'تون' نہ 'مان'،
نہ آدم نہ ابليس ۽ هَست و بود،
نڪو هو مڪين، ۽ نڪو هو مڪان،
زمان هو مگر هو اهو بي زمانؔ،
فرشتہ، هيوليٰ، عناصر، نہ نقش و وجود،
زمانؔ ۽ ڪلام ۽ نہ معنيٰ نہ لفظ- فقط هوس!

؟

تنهنجي پرسوز تمنّا جو قسم،
تنهنجي پرجوش تقاضا جو قسم،
تنهنجي پرنور خطِ پا جو قسم:
تنهنجي پر پيچ فضائن کي ڏسي،
ڪيئي رنگين گهڙيون ياد اچن،
ڪيئي شيرين ۽ ڪيئي والله!

تنهنجي هر عهدِ گذشتہ ۾ نهان تي تاريخ،
اما تاريخ، عيان جنهن کان ايامِ رفتہ،
ڪيئي لمحات ۽ ڪيئي حالات،
ڪيئي پر عظمت و پر شوڪت و رنگين لمحات،
ڪيئي طوفان حوادث:
ڪيئي فطرت سندا پر هول حوالا آهن،
تنهنجو هر عهدِ بهاران رهيو طوفان ۾ ڪٽ،
تنهنجي هر لمحہ رنگين تي خزان جو پاڇو،
تنهنجي هر عهدِ گذشتہ تي غلاميءَ جي مُهر،
تنهنجي پُر نور جبين تي هو غلاميءَ جو داغ،
ڪيئي دلدوز ۽ غمناڪ حوالا آهن:
جي سنده ياد کي آلوده و نمناڪ ٿا ڪن!
اي وطن، واديءَ مهراڻ وطن، سنڌ وطن:
اي وطن سنڌ، سنده خاڪ ۾ تاريخ ٿي نقش:
علم ۽ فڪر جون پر ڪيف ڪئي شمعون سڙيل،
جن جي خاڪسترِ رنگين ادا کي ڪو سينگهي،
جنهن جي هر ذرهٔ بي قدر ۾ قدرون موجود،
علم جون، فڪر جون، تهذيب و تمدن جون ڪئين: مهرون-قدرون، ڪئين تعويذ، ڪئين نقش نقوش،
ڪاش! تنهنجي ڪا هجي ڪامل و اڪمل تصوير،
جامع و روشن تصوير،
اما تصوير جا آئينہ نما ماضي بدست:
اما تصوير جنهن جي خال ۽ خط ۾ ڪا هجي،
دورِ ماضي سندي حالات جي ثابت تقدير،
تنهنجي آئينہ تهذيب سندي هڪڙي جهلڪ:
تنهنجي اطراف ۽ اڪناف جي رخ جو پاسو،
ٿا چون هڪڙو دڙو،
يعني تهذيب و تمدن جو نشانِ رفتہ،
يعني انسان گذشتہ سندي پرڪيف حيات،
ڪئي گلريز و عطر بيز گل فشان راتيون،
ڪئي پرڪيف حسين زهد شڪن ۽ رنگين،

ڪئي باذوق، مترنم ۽ تبسم افشان،
ڪئي دلدوز گهڙيون:
ڪيئي پياريون ۽ سحرزا گهڙيون،
تنهنجي آغشته و آلوده پري رخ جو قسم:
تنهنجي هڪ ياد بهار آفرين، جنهن جام بدست،
دم اعجاز سان وابسته سندء علم و هنر،
تنهنجي دم ساڻ وڃي جيهل جي ظلمات هتجي،
روشني وڌندي رهي عارضِ سيمين جو قسم،
نغمه و نور سان تابنده سندء حسن و جمال:
تنهنجي تقدير کي احساس جمالِ فردا،
ڏيندا هي اهلِ خِرَد اهلِ فنون!
تنهنجي آغشته و سيمين نظري ماضيء کي،
ياد ٿا ڪن هتي اربابِ جنون، اهلِ ڪمال،
تنهنجي هر نقشِ ڪفِ پا جي نظاري جا ڏٺي،
تنهنجي پُر نور رهِ علم و هديٰ جا شائق،
صف بصف شانہ بشانہ اچي ويٺا آهن:
ڪيئي اربابِ نظر ۽ ڪيئي اربابِ بصر،
ٽوڙي نيندا هي سندء جيهل جا زنجير گران،
جن جي دل شعلہء آهنگ روش جي مسڪن،
۽ نگاهن ۾ عيان تن جي مروت جا چراغ:
جنهن تہ نڪتو آ خلائن ۾ ستارن جو هجوم،
راهِ ظلمات کي تابنده ۽ زنده رکندا،
تنهنجا اربابِ جنون ۽ سندء اربابِ فنون،
نيث دوباره سندء علم جا پرندا کي چراغ:
جيڪي عالم کي اجاريندا، ڪندا روشن تر،
ساري عالم کي وندريندا، سندء ارمان جو داغ،
ساري عالم کي سنجيندا، سندء رخسار جو رنگ،
ساري عالم تي وسائيندا مئي حسن حيات،
تنهنجي نغمن جو گداز:
تنهنجي صهبائے بهار!
تنهنجي پُر ڪيف نگاه!

ھيءَ نظم، سائين ميران محمد شاھ جي وفات کان ڪجهہ ڏينهن اڳ لکيو ويو ھو. ھڪ ڏينهن قاضي عبدالمجيد 'عابد' صاحب مون کي پاڻ سان ڄامشوري وٺي ويو ۽ آتي سائين ميران محمد شاھ سان اسپتال ۾ ملاقات ٿي. سائين ميران محمد شاھ اتي بہ پنهنجي زندگيءَ جا عجيب تجربا ۽ مشاهدا، سير و سفر جا واقعا ۽ قصا ٻڌائيندو رهيو. ان کان پوءِ چيائين تہ "اڄ چراغِ سحري آهيان — موت کان پوءِ تہ ضرور ڪجهہ لکندؤ، ھر مان چاھيان ٿو تہ ھاڻي ڪجهہ لکو!" سندس رقت آميز حالت کان متاثر ٿي ان وقت ھيءَ نظم لکيو ويو، جنهن ۾ مون پنهنجا ذاتي تاثرات پيش ڪيا آھن. افسوس جو اھا اسان جي آخري ملاقات ۽ رھاڻ ثابت ٿي. —گرامي.

تنهنجي ھن حالتِ ناگفتہ تي اي مرد عظيم:
تنهنجي ھن ضعف ۽ پيريءَ جي پڇاڙيءَ جي پهر،
مون کي اڪثر ھي خيال آيو آ، اي ميران شاھ!
زندگي ساري سياست ۾ گذر ٿي ويئي،
زندگي ساري رهي بي صلہ تاب و توان!
مضمحل روح تي حالات جي ڪتبن جو ڪفن،
تنِ لاغر بہ خزان ديدہ بڻيو، شاخِ ڪهن،
ڪيئي ارمانَ، سي افسردہ غلافن وانگر،
ڪيئي افسانا، سي ويران نظارن والگر:
آہ! غم ديدہ و افسردہ شهامت جا ڪنول،
عمر جي زد ۾ رهيا سارا سياست جا ڪنول،
محفلن ۾ نہ رهيا ھاڻ متانت جا ڪنول،
ڪي رهيا ڪين، طرب پاش، ظرافت جا ڪنول:
گوش محرومِ صدا، جنِ تہ سماعت نہ رهي
فڪر ۾ نغمگي، جذبات ۾ شدّت نہ رهي.
دشتِ احساس ۾ آھوئے معاني جي اُڇل،
حسرتون، داغ، تمنائون، مروئيل گل ڦل،
ولولا سرد، طلب گنگ، ارادا خاموش،

نفسِ عمرِ روان، يعني چراغِ افسوس،
مون کي اڪثر هي خيال آيو آ، اي مردِ ضعيف،
تنهنجي هن حالتِ ناگفته تي اي ميران شاهه!
دانش و علم و فضيلت سندي مخزن آهين،
دانش و علم و فضيلت جو مليئي ڇا انعام؟
خونِ دل صَرف ڪيئي، خاڪِ وطن جي خاطر،
تو وزارت ۽ سفارت جو لذو ڪهڙو ملو؟
هر ڪهڙي آبدء پائيء ۾ گذاري ڇڏيئي،
زندگي جنهن ته ٿي صحرائي، گذاري ڇڏيئي.
ڪٿي لنڪڙ، ڪٿي لنڊن، ڪٿي لزبن جو سفر،
ڪٿي شملو، ڪٿي بمبئي ۽ دلي، جالنڌر،
ڪٿي يورپ جا نظارا ۽ پرستانِ حيات،
ڪٿي لنڪڙ جي زمين شور ۽ سنگين ذرّات،
زندگي ساري ته جذبات جي تشڪيل ۾ وئي،
زندگي ساري ته حالات جي تعمير ۾ وئي.
حيف! هڪ ڏينهن، ٿئي ويندو نظامِ هستي:
اڄ سنڌ ساز ۾ نغمات نه سو سوز نه لئي،
اڄ سنڌ ڳالهه ۾ آهي نه نزاڪت نه خيال؛
هان مگر تنهنجي نگاهن ۾ آ لرزان پيچان،
ڪلهه جي تصوير جا آئينه امروز ۾ آهه،
سو تصوّر سندو رنگين جهان ويندو رهيو،
حيف! هڪ ڏينهن، ٿئي ويندو نظامِ هستي!
ليڪ هڪ ڏينهن تي هن ويڙ ڪان وچڙي ويندين،
نيٺ هڪ ڏينهن نگاهن ڪان ب نڪڙي ويندين،
تنهنجي تصوير، تصوّر ۾ ٿي رهجي ويندي،
تنهنجو هي جسم ۽ هي حسن نظر ٿيندو ميٽي!
تنهنجو زرباز قلم نوحه ڪنان ٿي ويندو،
تنهنجو دفتر تنهنجا ڪاغذ، ائين رُئندا رهندا.
سرخيون ايندين سنڌ نانء جون اخبارن ۾:
ماهنامن ۾ مقالات ۽ نوٽو ايندا،

تنهنجي ورسيءَ تي ڪيئي اهلِ نظر ٿا ڏيندا،
ڪاوشِ فڪر و سياست تي سڄي سنڌ اندر،
داد و تحسين سان الفاظ ڪي دهرائيندا،
چند لمحن لئه سنڌ ۾ نالي جو چرچو ٿيندو؛
پو سيکهو توکي وساري سي ڇڏيندا سڀئي،
ڪاش! ڪو تنهنجي محبّت جو صلو زنده ٿئي،
تنهنجي خدمات سندو ڪو ته نشان قائم ٿئي.

علم ۽ فن سندي هر صنف جي خدمت تو ڪئي:
تو 'پيتانيءَ' جي ذنو فڪر ۽ فرمان کي فروغ،
تو ثقافت جي اشاعت جو ڪيو ڪم ڪيڏو،
"جامع سنڌ" جو پايو تو وڏو پڻ پختو،
"ادبي بورڊ" جي تشڪيل ۾ تنهنجو حصّو،
راڳ ۽ رنگ جي محفل جو ٿئين روحِ روان،
"سنڌي مسلم سندي سوسائٽي" تنهنجي دم سان،
تو ئي "مهراڻ" رسالي جو وڏو هو پايو،
تنهنجي خدمات ڪان سرسبز ثقافت ٿي آهي،
تنهنجي احسان جو مرهون آهي علم و ادب-
پر هتي تلخ حقيقت به چوڻ ڏي پيارا،
هي حڪايت ۽ شڪايت به ڪرڻ ڏي پيارا،
ويا لنگهي ورهيه، محبّت جو صلو ڪونه ٿيو،
تنهنجي خدمات سندو ڪوبه نشان ڪونه ٿيو.

قوم، هيءَ سنڌ سندي قوم، سدا مُرده به دست!
قوم! مُردن جي ستائش ۾ سدا رطب اللسان:
قوم! جيئرن جي رهي آهه سدا دشمنِ جان!
قوم! مُرده کي چوي ٿي ته -عليه الرّحمة!
قوم! زنده کي سڏياري ته-عليه اللعنة!
قوم اڄ مرده پرستن جو بني آهه هجوم،
تنهنجي خدمات جو صلو، ڪٿي ملندو توکي!
ورسيون ٿينديون، ڪئين ايندا، مقالا لکبا،
پر سنڌ ياد جي لئه ڪابه دوامي خدمت،

سنڌ وارن ڪان نہ ٿيندي نہ اڳي ٿي آهي:
تنهنجي هن حالتِ نا گفتہ تي اي ميران شاهہ!
مون کي اڪثر هي خيال آيو آهي،
مون تي اڪثر هي ملال آيو آهي:
”زندگي ساري رهيي بي صلائِ تاب و توان!“

## غزل



آهہ ڪٿ اهلِ نظر، ذوقِ نظر، حسنِ نظر،
جو ڪري شعبدهِ حسنِ گريزان تي نظر.

آهي ڪعبي ۽ ڪليسا ڏي ٻنهي راهہ گذر،
تو ۾ اي اهلِ نظر، خام ٿيو اندازِ نظر.

تنهنجي هر نيم نظر ٿي ڪري دل روشن تر،
ڪٿي محروم نظر، هي ڏسي اندازِ نظر.

ڪڻ قدم سوچي ۽ سمجهي، اي خداوندِ خيال،
اينده هر نڪتہِ موهوم بہ اندازِ نظر.

حيف! آدم تي وڌو حلقہِ پندار ۾ گهر،
آهي هر نيڪ بتر، ۽ ٿيو بهتر، بينظر.

ڪير پيو توکان سوا، ٿو لکي، اڄ شعر و ڪلام،
جنهن ۾ ٿيو سوزِ جگر، سوزِ نظر، سازِ نظر.



نگاهہ جن جي معنبر ۽ مشڪ جن جي نظر،
انهن جي حسنِ تڪلم ڏني جهان جي خبر.
خمير خاڪ فنا آشنا جو ڇا انداز،
نظر سان آهہ بڻي ڪيمياءِ خاڪ اثر.
ملائي آهہ قلندر، نوائي جان افروز،
تہ رات ويئي، افق تي ٿو چمڪي نورِ سحر.
عجيب آهہ ٿيو، نظم، بزم آرائي،
جو سرنگون ٿا رهن صاحبانِ فڪر و هنر.

هنر ڪان ڪورا سراسر، سڏيا يو سون اهلِ هنر.
جي بيخبر ٿـا رهن، سي ميڃيـون اهلِ خبر.
اسان جي عقل و نظر جـا عجب ٿـيـا معيار،
جو رهـزنـي ۾ مثال آهـ، سوئي ٿيو رهبر.
ڦري ٿـو پنهنجي مرادن تـي مرڪز و محور،
پيو پيـوا جـو اجـا رات آهـ: خونِ بشر.



راهزن راهبر، راهه پيچيده تـر، هـر قدم پُـر خطر،
زندگي مختصر، چڻ سفر در سفر، گامزن تيز تر.
ساقيِ ماهوش، ڪڻ ڪا لوري نظر، ڪو آڻـي جام پـر،
عالمِ رنـگ و بو، چارسو، ڪُو بڪُو، ٿيو فـريبِ نظر.
ساقيِ باهـنـر، تنهنجي ميخانـ در، آيـا اهـلِ خـبـر،
آڻ ڪو ساغر تـ پر، جنهن ۾ ٿيو موجزن منهنجو خونِ جگر.
بيخبر ساربان، لٽجي ويـو ڪاروانؔ، پـڌ تـ شور و فغان،
آيو دورِ خزان، وڃي ويا بال و پر، ڪنهن کي ڪنهن جي خبر.
حيف! رنج و الم، شور ماتم ۽ غم، ڪين همدم نـ دم،
ساقيِ محتشم، ابنِ آدم جي لـٺ ڪجهہ تـ ٿي چاره گر.
هيڏا دارو رسن، قـيـد ۾ فڪر و فـن، زندگي بي ڪفن،
پنهنجو تن ۽ نـ من، تابڪـے بے دهن، لـنـڊ ۾ ديده ور.
تنهنجو مشڪل کـپـاڻ، تنهنجو ريجهڻ، رُسڻ، تنهنجو لوڏڻ، سـڏڻ،
تو تان گهوري وڃان، تنهنجي حسنِ ادا، تنهنجو حسنِ نظر.



حريفِ آتشِ جـانؔ ٿـي نـ چشمِ تر، نـ سهي،
دل و جـگـر تـ رهيا گرم تر، پـڦورؔ نـ سهي.
خـدا جـو شڪر، غمِ اين و آن جو آهيان امين،
نـ آهـ پنهنجي مقدّر ۾ سيم و زر، نـ سهي.
نفس نفس غـمِ دوران جـو آهِ حسنِ حـيـات،
نـ آهـ دامنِ گلچين ۾ بـرگ و بـر، نـ سهي.

قدم قدم تي هي دار و رسن ٿيا ڪنهن ڪان؟
اوهان ڪان! خوب! اوهان کي مگر خبر، نه سهي.

نظر نظر ۾ طلسمات فن جا لطف آرا،
جهان پناهه! اوهان جي ڪٿي نظر، نه سهي.

مسافر آهيون، نه منزل، نه راهه ۽ نه سڪون،
اڃا وڌون پيا، ڀلي خضر همسفر، نه سهي.

اي برق رو، ذرا ڏسجان هي آشيان برباد!
سندو به حصو ٿيو ڪجهه ڪجهه، تمام تر، نه سهي.

زبان سان مڃ ته قصور آهه، ڪجهه تغافل آهه،
چوي ٿو ڪير؟ تلافي تون ڪر، نه ڪر، نه سهي.

اسان ته ديروحرم کان مٿي ڪيا سجدا،
ڪنهن جو در نه سهي ۽ ڪو سنگ در، نه سهي.

خموشي، نطق و بيان جي ڪئيون مترادف،
اوهين ٻڌو ٿا، ڪٿي ان جو ڪو اثر، نه سهي.

قريب آهيون، تصور ۾ ٿا رهون زنده،
اچون وڃون ٿا، بظاهر ڪو، نامه بر، نه سهي.

مشام جان ته خيالات کي ٿي اخذ ڪري،
پري تون پير اسان کان نه ڪر گذر، نه سهي.

مقدرات جا قائل رهون ٿا، ڇا به هجي،
جهان عشق ۾ پنهنجو ڪو چاره گر، نه سهي.

وفا شناس رهون ٿا ۽ مطمئن آهيون،
ٿي بوالهوس له قدم تي رکيوسون سر، نه سهي.

وفا جو دم پيا ڀريندا سون جيسين آهيون حيات،
ٻڌي، ٻڌي نه ٻڌي، آهه برابر، نه سهي.

سخن شناس سڪوت آشنائي ٿيندو آهه،
ادا شناس اڳيان لاهيون نوحه گر، نه سهي.

دل و نظر کان وساري سگهيو نه تنهنجي ياد،
نه ڪامران ٿو رهي يار، حيله گر، نه سهي،

'گرامي' ڪو ته اشارات کي به سمجهي ٿو،
سخن شناس ڪو آهي، سڄو شهر، نه سهي.

---

زنده شعراءِ ڪرام جون ولادتون ۽ مرحوم شعراءِ ڪرام جون ولادتون ۽ وفاتون

۱. مخدوم محمد زمان "طالب المولیٰ"

ولادت: ۵، آڪٽوبر ۱۹۱۹ع مطابق ۹ محرم ۱۳۳۸ھ

۲. آغا عبدالنبي خان "آغا"

ولادت: ۱۶ مارچ ۱۹۰۳ع مطابق ۱۶ ذوالحج ۱۳۲۰ھ

وفات:

۳. ڊاڪٽر اسد الله شاھ "بيخود" حسيني

ولادت: ۱۲، اپريل ۱۹۳۱ع مطابق ۲۳ ذوالقعد ۱۳۴۹ھ

وفات: ۲۴ جولاءِ ۱۹۸۱ع مطابق ۲۱ رمضان ۱۴۰۱ھ

۴. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

ولادت: ۱۶ ڊسمبر ۱۹۱۷ع مطابق ۳۰ صفر ۱۳۳۶ھ

۵. ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم "خليل"

ولادت: ۲۴ ڊسمبر ۱۹۰۰ع، مطابق ۲ رمضان ۱۳۱۸ھ

وفات: ۱۹ نومبر ۱۹۸۲ع مطابق ۲ صفر ۱۴۰۳ھ

۶. رشيد احمد لاشاري "رشيد"

ولادت: ۱۸، اپريل ۱۹۲۲ع مطابق ۱۹ شعبان ۱۳۴۰ھ

وفات: ۲۰ سيتمبر ۱۹۷۰ع مطابق ۱۸ رجب ۱۳۹۰ھ

۷. فيض بخشا پوري

ولادت: ۱۹۲۲ع

۸. عبدالله "خواب" حيدرآبادي

ولادت: ۲۹ ڊسمبر ۱۹۰۳ع مطابق ۹ شوال ۱۳۲۱ھ

وفات: ۲۱ فيبروري ۱۹۸۱ع مطابق ۱۵ ربيع الثاني ۱۴۰۱ھ

۹. سردار علي شاھ "ذاڪر"

ولادت: ۱، جنوري ۱۹۲۸ع مطابق ۷ رجب ۱۳۴۶ھ

وفات:

۱۰. ا.ح. جتسنگھاڻي "سام"

ولادت: ۲، جون ۱۹۰۳ع مطابق ۶ ربيع الاول ۱۳۲۱ھ

وفات:

۱۱. شيخ عبدالرزاق "راز"

ولادت: ۲۹ جنوري ۱۹۱۹ع مطابق ۲۶ ربيع الثاني ۱۳۳۷ھ

وفات:

۱۲. سليم هالائي

ولادت: ۱۲ نومبر ۱۹۱۸ع مطابق ۷ محرم ۱۳۳۷ھ

۱۳. محمد اسماعيل عرسائي "فدا"

ولادت: ۱۷، سيپٽمبر ۱۹۰۶ع مطابق ۲۷ رجب ۱۳۲۴ھ

وفات:

۱۴. مرزا اسد بيگ "اسد"

ولادت: ۱۸ سيپٽمبر ۱۹۱۳ع مطابق ۱۶ رمضان ۱۳۳۱ھ

وفات: ۱۰، اپريل ۱۹۹۰ع

۱۵. سيد نجف علي شاھ "ڪمتر" نقوي

ولادت: ۲۱ اپريل ۱۹۲۳ع مطابق ۴ رمضان ۱۳۴۱ھ

وفات: ۱۲ سيپٽمبر ۱۹۸۴ع مطابق ۱۵ ذوالحج ۱۴۰۴ھ

**١٦. سيد لطف علي شاه "منظور" نقوي**

ولادت: ١٧ مئي ١٩٢۴ع مطابق ١٣ شوال ١٣٣٧ه

**١٧. عبدالفتاح "عبد" عاقلي**

ولادت: ٢٧ اپريل ١٩٠٧ع مطابق ٢٩ جمادي الاول ١٣٢٥ه

وفات: ٢٢ اپريل ١٩٧٣ع مطابق ١٨ ربيع الاول ١٣٩٣ه

**١٨. سيد اظهر گيلاني**

ولادت: ١١، آڪٽوبر ١٩١٥ع مطابق ١، ذي القعد ١٣٣٣ه

**١٩. مظفر حسين "جوش"**

ولادت: ٢٢ ڊسمبر ١٩١٩ع مطابق ٢٨ ربيع الاول ١٣٣٨ه

**٢٠. عبدالقيوم "صائب"**

ولادت: ٢٧، جولاءِ ١٩٢٧ع مطابق ٢٧ محرم ١٣۴٦ه

**٢١. بلاول پرديسي**

ولادت: ٢٩ مارچ ١٩٣١ع مطابق ٩ ذي القعد ١٣۴٩ه

**٢٢. معمور يوسفاڻي**

ولادت: ٢۴ جنوري ١٩٢٩ع ١٢ شعبان ١٣۴٧ه

**٢٣. عمرالدين "بيدار"**

ولادت: ١، اپريل ١٩٢٩ع مطابق ٢٠ شوال ١٣۴٧ه

**٢۴. "قلندر" لڪياري**

ولادت: ١٠، مئي ١٩۴٠ع مطابق ٢ ربيع الاخر ١٣٥٩ه

**٢٥. حبيب الله "حبيب" ڀٽو**

ولادت: ١، نومبر ١٩١٧ع مطابق ١٥ محرم ١٣٣٦ه

وفات: ١٨ اپريل ١٩٨٠ع مطابق ١ جمادي الثاني ١۴٠٠ه

**٢٦. نور شاهين**

ولادت: ١٨، آگسٽ ١٩۴٢ع مطابق ٦ شعبان ١٣٦١ه

**٢٧. رضيه "ناز" ڀٽي**

ولادت: ٩ مئي ١٩۴٨ع مطابق ٢٩ جمادي الثاني ١٣٦٧ه

**٢٨. مولانا دين محمد "اديب" فيروز شاهي**

ولادت: ٢١ مارچ ١٨٩٧ع مطابق ١٥ شوال ١٣١۴ه

وفات: ٢٧ فيبروري ١٩٧٣ع مطابق ٢٣ محرم ١٣٩٣ه

**٢٩. حافظ محمد احسن**

ولادت: ١٢، اپريل ١٩٠٠ع مطابق

وفات:

**٣٠. سيد علي اڪبر شاه**

ولادت:

وفات: ٢٢، جون ١٩٦٩ع مطابق ٦ ربيع الثاني ١٣٨٩ه

**٣١. مولانا حاجي احمد ملاح**

ولادت: ١٨٧٧ع

وفات: ١٩ جولاءِ ١٩٦٩ع مطابق ٣ جمادي الاول ١٣٨٩ه

**٣٢. مولانا محمد عظيم شيدا**

ولادت: ١٨٨٢ه

وفات: ٦، آڪٽوبر ١٩٨٨ع

**٣٣. مولانا در محمد "خاڪ" ڪانڌلوي**

ولادت: ١٨٩٧ع مطابق ١٢ ربيع الاول ١٣١٣ه

وفات: ٢، سيپٽمبر ١٩٨٥ع مطابق ١٦ ذوالحج ١۴٠٥ع

**٣۴. سليم ڳاڙهوي**

ولادت: ١٥ مارچ ١٩٢٥ع مطابق ٩ شعبان ١٣۴٣ه

وفات: ۴، سيپٽمبر ١٩٨٧ع

**٣٥. مولوي عبدالرحمان "ضيائي"**

ولادت:

وفات:

**٣٦. مولوي نورالدين "نور"**

ولادت: ١، مارچ ١٩٢٧ع مطابق ٢٦ شعبان ١٣۴٥ه

وفات:

**٣٧. محمد موسيٰ "راز"**

ولادت: ٣، آگسٽ ١٨٩٨ع مطابق ٢٢ ربيع الثاني ١٣١٧ه

وفات: ١٥ مارچ ١٩٨٧ع مطابق ١۴ رجب ١۴٠٧ه

۳۸. لطف الله بدوي

ولادت: ۴، جولاءِ ۱۹۰۴ع مطابق ۱۹ ربيع الثاني ۱۳۲۲هه

وفات: ۱۹، ڊسمبر ۱۹۶۸ع مطابق ۲۸ رمضان ۱۳۸۸هه

۳۹. سليم سرهندي

ولادت: ۱۳۲۷هه

۴۰. خليل سرهندي

ولادت: ۱۰ جولاءِ ۱۹۱۶ع مطابق ۸ رمضان ۱۳۳۶هه

۴۱. گل حسن شاهه "مجذوب"

ولادت: ۱۳۲۹هه

۴۲. رحيم بخش "قمر"

ولادت: ۲۲، نومبر ۱۹۳۳ع مطابق ۳ شعبان ۱۳۵۲هه

۴۳. حافظ ضياءُالحق "اسلم"

ولادت: ۲۲ فيبروري ۱۹۳۱ع مطابق ۳ شوال ۱۳۴۹هه

۴۴. مولوي عبدالله "اثر"

ولادت: ۱۶ جولاءِ ۱۹۲۰ع مطابق ۱۸ ذي القعد ۱۳۴۰هه

وفات: ۲۶ ڊسمبر ۱۹۷۶ع مطابق ۴ محرم ۱۳۹۶هه

۴۵. ميوو خان "موج" لغاري

ولادت: ۱۹۰۶ع

۴۶. رحيمداد خان مولائي شيدائي

ولادت: ۱۸۹۴ع

وفات: ۱۲ فيبروري ۱۹۷۸ع مطابق ۳ ربيع الاول ۱۳۹۸هه

۴۷. "اضعف" هالائي

ولادت: ۱۴ آگسٽ ۱۸۹۷ع مطابق

۴۸. منصور ويراڳي

ولادت: ۸، آڪٽوبر ۱۹۳۰ع مطابق ۱۴ جمادي الاول ۱۳۴۹هه

۴۹. مير حاجي محمد بخش خان ٽالپور "مير"

ولادت: ۱۹۲۴ع مطابق ۱۳۴۲هه

وفات: ۲۰، مئي ۱۹۸۵ع مطابق ۱۰ رمضان ۱۴۰۵هه

۵۰. نواب نور احمد خان لغاري "مسڪين"

ولادت: ۱۹۲۰ع مطابق

۵۱. نواب بهاول خان لغاري "بهاول"

ولادت: ۱۴ مئي ۱۹۲۱ع، مطابق ۵ رمضان ۱۳۳۹هه

۵۲. الحاج خليفو محمد اسماعيل "قاسم" پلي

ولادت: ۱۸۹۱ع

۵۳. فقير ولي بخش راڄڙ

ولادت: ۱۳۳۱هه

۵۴. "داغ" تڪڙائي

ولادت: ۲۲، جنوري ۱۹۱۶ع مطابق ۱۶ ربيع الاول ۱۳۳۴هه

۵۵. محمد عثمان ڏيپلائي "سائق"

ولادت: ۳، جولاءِ ۱۹۰۸ع مطابق ۳ جمادي الثاني ۱۳۲۶هه

وفات: ۷، فيبروري ۱۹۸۱ع مطابق ۱ ربيع الثاني ۱۴۰۱هه

۵۶. مسڪين ملا ڪاتياري

ولادت: ۱۹۲۳ع

۵۷. آخوند فضل صديق "فضل"

ولادت: ۲۶، جون ۱۹۱۶ع مطابق ۱۰ رجب ۱۳۳۰هه

۵۸. افضل مصرپوري

ولادت: ۵ نومبر ۱۹۳۲ع مطابق ۵ رجب ۱۳۵۱هه

۵۹. مولوي عبدالحميد منگريو

ولادت:

۶۰. مخدوم محمد امين "فهيم" صديقي

ولادت: ۱۴ آگسٽ ۱۹۳۹ع مطابق ۱۹ جمادي الاخر ۱۳۵۸هه

۶۱. پير شاهنواز شاه "عارف المولا"

ولادت: آڪٽوبر ۱۹۲۲ع مطابق

۶۲. سيد احسن الهاشمي "احسن"

ولادت: ۲۳ سيپٽمبر ۱۹۲۳ع مطابق ۱۱ محرم ۱۳۲۴هه

۶۳. سيد حافظ شاه "ناطق" حسيني

ولادت: ۲۶ فيبروي ۱۹۲۶ع مطابق ۱۲ شعبان ۱۳۴۴هه

۶۴. شبير هاتف

ولادت: ۴، اپريل ۱۹۴۰ع مطابق ۲۵ صفر ۱۳۵۹هه

۶۵. محبوب سروري

ولادت: ۸ جنوري ۱۹۳۴ع مطابق ۲۱ رمضان ۱۳۵۲هه

۶۶. راز بلڙائي

ولادت: ۱۲ ڊسمبر ۱۹۲۳ع مطابق ۳ جمادي الاول ۱۳۴۲هه

۶۷. "نشتر" ناٿن شاهي

ولادت: ۱۵ مارچ ۱۹۲۹ع مطابق ۴ ذيقعد ۱۳۴۷هه

۶۸. حسين بخش خادم سروري

ولادت: ۱۵ مارچ ۱۹۵۱ع مطابق ۶ جمادي الثاني ۱۳۷۰هه

۶۹. جليل سروري

ولادت: ۱۹۳۲ع

۷۰. ولي سروري

ولادت: ۱۲ مئي ۱۹۳۶ع

۷۱. "مائل" سروري

ولادت: ۱۹ آگسٽ ۱۹۳۷ع مطابق ۱۱ جمادي الثاني ۱۳۵۶هه

۷۲. عبدالخالق "شهيد"

ولادت: ۱۹۳۴ع

۷۳. حامد علي انور احمد زئي

ولادت: ۱۱، آڪٽوبر ۱۹۳۶ع مطابق ۲۴ رجب ۱۳۵۵هه

۷۴. شيخ اياز

ولادت: ۲۳ مارچ ۱۹۲۳ع مطابق ۶ رمضان ۱۳۴۱هه

۷۵. عبدالڪريم "گدائي"

ولادت: ۱، جنوري ۱۹۰۱ع مطابق ۹ رمضان ۱۳۱۸هه

وفات: ۲۸، جنوري ۱۹۷۸ع مطابق ۱۸ صفر ۱۳۹۸هه

۷۶. حيدر بخش جتوئي "حيدر"

ولادت: ۱۰ آڪٽوبر ۱۹۰۱ع مطابق ۲۶ جمادي الثاني ۱۳۱۹هه

وفات: ۲۱ مئي ۱۹۷۰ع مطابق ۱۴ ربيع الاول ۱۳۹۰هه

۷۷. تنوير عباسي

ولادت: ۷ ڊسمبر ۱۹۳۴ع مطابق ۲۹ شعبان ۱۳۵۳هه

۷۸. نياز همايوني

ولادت: ۱، اپريل ۱۹۳۰ع مطابق ۱، ذيقعد ۱۳۴۸هه

۷۹. شمشير الحيدري

ولادت: ۱۵، سيپٽمبر ۱۹۳۲ع مطابق ۱۳ جمادي الاول ۱۳۵۱هه

۸۰. امداد حسيني

ولادت: ۱۲ مارچ ۱۹۴۰ع مطابق ۲ صفر ۱۳۵۹هه

۸۱. محسن ڪڪڙائي

ولادت: ۴ جولاءِ ۱۹۳۷ع مطابق ۲۴ ربيع الاخر ۱۳۵۶هه

۸۲. پروانو ڀٽي

ولادت: ۱۶ فيبروري ۱۹۳۴ع مطابق ۱ ذيقعد ۱۳۵۲هه

۸۳. بردو سنڌي

ولادت: ۱۵ مارچ ۱۹۲۲ع مطابق ۱۵ رجب ۱۳۴۰هه

وفات: ۱۹۸۸ع

۸۴. سروپچند "شاد"

ولادت: ۲ جنوري ۱۹۳۷ع مطابق ۱۸ شوال ۱۳۵۵هه

۸۵. سرويچ سجاولي

ولادت: ۱۴ مارچ ۱۹۳۷ع مطابق ۳۰ ذوالحج ۱۳۵۵هه

۸۶. عبدالڪريم "ڪريم" پلي

ولادت: ۲۱ آگسٽ ۱۹۴۰ع مطابق ۱۶ رجب ۱۳۵۹هه

۸۷. فتاح ملڪ

ولادت: ۳ مارچ ۱۹۳۹ع مطابق ۱۱ محرم ۱۳۵۸هه

۸۸. ذوالفقار راشدي

ولادت: ۱۰، مارچ ۱۹۳۸ع، مطابق ۷ محرم ۱۳۵۶هه

وفات:

۸۹. شيخ عبدالحليم "جوش"

ولادت: ۱، مارچ ۱۹۳۲ع مطابق ۲۲ شوال

۹۰. علي محمد مجروح

ولادت: ۱۹۲۶ع

۹۱. تاج بلوچ

ولادت: ۲۵، مئي ۱۹۴۰ع مطابق ۱۷ ربيع الاخر ۱۳۵۹هه

۲۹. غلام احمد "بيدم"

ولادت: ۲۲ آڪٽوبر ۱۹۳۶ع مطابق ۵ شعبان ۱۳۵۵هه

۹۳. استاد بخاري

ولادت: ۱۶ جنوري ۱۹۳۰ع مطابق ۱۵ شعبان ۱۳۴۸هه

۹۴. انور هالائي

ولادت: ۱۱ ڊسمبر ۱۹۲۵ع مطابق ۲۴ جمادي الاول ۱۳۴۴هه

۹۵. نديم انصاري

ولادت: ۸ ڊسمبر ۱۹۲۷ع مطابق ۱۳ جمادي الاخر ۱۳۴۶هه

۹۶. شفيع محمد "اوج" علوي

ولادت: ۱۴ آڪٽوبر ۱۹۲۱ع مطابق ۱۳ ربيع الاول ۱۳۴۰هه

وفات: ۱۹۷۲ع

۹۷. مصطفيٰ حيدر جتوئي

ولادت: ۲۶ مئي ۱۹۳۴ع مطابق ۱۱ صفر ۱۳۵۳هه

وفات: ۲۵ مئي ۱۹۷۵ع مطابق ۱۳ جمادي الثاني ۱۳۹۵هه

۹۸. عبدالفتاح "عبد" بنُورائي

ولادت: ۱۹ مارچ ۱۹۳۳ع مطابق ۲۱ ذيقعد ۱۳۵۱هه

۹۹. قيوم طراز

ولادت: سيپٽمبر ۱۹۲۵ع

۱۰۰. قمر شهباز

ولادت: ۱۳ اپريل ۱۹۳۸ع مطابق ۱۰ محرم ۱۳۵۶هه

۱۰۱. جوڻيجو عبدالجبار "شام"

ولادت: ۲۶ نومبر ۱۹۳۵ع مطابق ۲۸ شعبان ۱۳۵۴هه

۱۰۲. محمد علي "جوهر"

ولادت: ۱۹۳۱ع

۱۰۳. احمد خان "آصف"

ولادت: ۸ جولاء ۱۹۲۲ع مطابق ۱۳ ذيقعد ۱۳۴۰هه

وفات: ۱۵ جولاء ۱۹۸۹ع

۱۰۴. احمد خان اختر

ولادت: ۲۳، اپريل ۱۹۱۵ع مطابق ۷ جمادي الثاني ۱۳۳۳هه

۱۰۵. محمد عثمان "ناطق"

ولادت: جون ۱۹۲۸ع

۱۰۶. محمد حسين "ڪاشف"

ولادت: ۳، فيبروري ۱۹۴۰ع مطابق ۲۳ ذي الحج ۱۳۵۹هه

۱۰۷. عبدالغفور "عابد"

ولادت: ۲۵ نومبر ۱۹۴۲ع مطابق ۱۷ ذيقعد ۱۳۶۱هه

۱۰۸. آثم ناٿنشاهي

ولادت: ۱۹۳۷ع

۱۰۹. وفا ناٿنشاهي

ولادت: ۱۵ مئي ۱۹۴۴ع مطابق ۳ جمادي الثاني ۱۳۶۳هه

۱۱۰. راز ناٿنشاهي

ولادت: ۷ آگسٽ ۱۹۴۷ع مطابق ۱۹ رمضان ۱۳۶۶هه

۱۱۱. راڄ محمد "جمال" پلي

ولادت: ۲۷ آگسٽ ۱۹۴۰ع مطابق ۲۲ رجب ۱۳۵۹هه

۱۱۲. ولي محمد "وفا"

ولادت: ۷ ڊسمبر ۱۹۴۴ع مطابق ۲۱ ذوالحج ۱۳۶۳هه

**١١٣. نظير ٽکڙائي**

ولادت: ١ اپريل ١٩٣٠ع مطابق ١ ذيقعد ١٣٤٨هه

**١١٤. نثار بزمي**

ولادت: ١٣ جون ١٩٢٤ع مطابق ٩ ذيقعد ١٣٤٢هه

**١١٥. صوفي ساجد سرشاري**

ولادت: ١٥ اپريل ١٩٢٢ع مطابق ١٦ شعبان ١٣٤٠هه

**١١٦. تاج صحرائي**

ولادت: ١٤ سيپٽمبر ١٩٢١ع مطابق ١١ محرم ١٣٣٩هه

**١١٧. مقبول احمد پنّي "دانش"**

ولادت: ٥ جنوري ١٩٢٧ع مطابق ٣٠ جمادي الاخر ١٣٤٥هه

وفات: ٢١ فيبروري ١٩٧٧ع مطابق ٢ ربيع الاول ١٣٩٧هه

**١١٨. نواب جان علي خان لغاري "جان"**

ولادت: ١٩١٧ع

**١١٩. شيخ محمد سومار**

ولادت: ١ جنوري ١٩٣٥ع مطابق ٢٤ رمضان ١٣٥٢هه

وفات: ٢٤ آڪٽوبر ١٩٨٦ع مطابق ١٩ صفر ١٤٠٧هه

**١٢٠. غلام حسين رنگريز**

ولادت:

**١٢١. حيدر علي ٽالپر**

ولادت: ١١ مئي ١٩٤٤ع مطابق ١٩ جمادي الاول ١٣٦٢هه

**١٢٢. غازي ٽکڙائي**

ولادت: ٣ آگسٽ ١٩٣٤ع مطابق ٢١ ربيع الاول ١٣٥٣هه

**١٢٣. قلب علي "قلب"**

ولادت: ٢١ نومبر ١٩٢٦ع مطابق ١٤ جمادي الاول ١٣٤٥هه

**١٢٤. رشيد پنّي**

ولادت: ٦ جولاءِ ١٩٣٣ع مطابق ٢٢ ربيع الاول ١٣٥٢هه

وفات: ١٥ فيبروري ١٩٨٨ع مطابق ٢٧ جمادي الثاني ١٤٠٨

**١٢٥. دوست محمد چانديو**

ولادت: ١٩٤٨ع

**١٢٦. مير غلام الله ٽالپر "امير"**

ولادت: اپريل ١٩٤٨ع

**١٢٧. محمد يعقوب "آرزو"**

ولادت: ٨ اپريل ١٩٤٨ع مطابق ٢٨ جمادي الاول ١٣٦٧

**١٢٨. پرڪاش "ديپ"**

ولادت: ٤ اپريل ١٩٦٩ع مطابق ٤ جمادي الثاني ١٣٦٨

**١٢٩. علي بخش "رضا"**

ولادت: ١٩١٠ع

وفات ٢٩ اپريل ١٩٧٤ع مطابق ٦ ربيع الثاني ١٣٩٤هه

**١٣٠. مدد علي "سانگي"**

ولادت: ١٢ آڪٽوبر ١٩٥١ع مطابق ١٠ محرم ١٣٧٠هه

**١٣١. امتياز حسين قاضي "خيام"**

ولادت: ٢ جنوري ١٩٥٣ع مطابق ٣ ربيع الثاني ١٣٧١هه

**١٣٢. "ناشاد" (نفيس احمد شيخ)**

ولادت: ١٠ نومبر ١٩٤٧ع مطابق ٢٥ ذوالحج ١٣٦٦هه

**١٣٣. غلام محمد گرامي**

ولادت: ٣٠ ڊسمبر ١٩٢٠ع مطابق ١٩ ربيع الثاني ١٣٣٩

وفات: ١٥ سيپٽمبر ١٩٧٦ع

# مهراڻ

## سوانح نمبر (حصو پهريون)

جنهن ۾ هيٺ ڄاڻايل عالمن، آزاديءَ جي علمبردارن، قومي ۽ سياسي رهنمائن، اديب ۽ شاعرن، درويش ۽ سگهڙن ۽ سنڌي ادبي بورڊ جي ميمبر صاحبان
حالاتِ زندگي، قومي سياسي ۽ سماجي خدمتن تي روشني وڌل آهي.

---

### ١. علماءَ ۽ فضلاءَ

١. مخدوم عبدالرحمان الشهيد کهڙوي
٢. مرحوم مولوي قاضي حاجي محمد عثمان
٣. مرحوم مولانا نور محمد شهداد ڪوٽي
٤. مولانا گل محمد مرحوم شهداد ڪوٽي
٥. مولانا محمد حسن قريشي مرحوم حيدرآبادي
٦. مرحوم مولانا حافظ اسدالله لڪڙائي
٧. مولانا حافظ محمد شفيع صديقي مرحوم ٻالاڻي-
٨. مرحوم مولانا حڪيم تاج محمد افغان "مشتاق"
٩. حافظ محمد يوسف مرحوم لڪڙائي
١٠. مولانا غلام صديق مرحوم شهداد ڪوٽي
١١. غلام محمد هاشم مرحوم ڳڙهي ياسيني
١٢. مولوي محمد علي "طالب" مرحوم
١٣. مولانا محمد اڳرو مرحوم
١٤. مخدوم عبدالمجيد فيروزشاهي مرحوم
١٥. علامه حاجي عطاءُالله مرحوم فيروزشاهي
١٦. مولوي جهان خان دراني مرحوم شڪارپوري
١٧. مخدوم الله بخش مرحوم کهڙوي
١٨. مولانا حاجي محمد مرحوم هالائي
١٩. مولانا عبدالغفور "مفتون" مرحوم همايوني
٢٠. مرحوم مولانا محمد اسماعيل سومرو فيروزشاهي.
٢١. مرحوم مائي فاطمه لاکير
٢٢. مرحوم مولانا حاجي الاهي بخش
٢٣. مرحوم مخدوم ابو محمد عبدالله ولهاري
٢٤. مرحوم مير علي نواز علوي شڪارپوري
٢٥. مرحوم مولانا عبدالرحمان ميمڻ شڪارپوري
٢٦. مولانا فيض محمد "واعظ" مرحوم
٢٧. سيد پير شهاب الدين شاه مرحوم لڪياري
٢٨. مرحوم مولوي غلام رسول شڪارپوري
٢٩. مرحوم مولانا الله بخش مهيسر
٣٠. مرحوم مولانا عبدالرحمان فيروزشاهي
٣١. مولانا عبدالرحمان ڏامراهو مرحوم
٣٢. مرحوم علامه محمد قاسم ڳڙهي ياسيني
٣٣. مولانا دين محمد مرحوم بڻوي
٣٤. علامه محمود مرحوم صديقي ٻالاڻي
٣٥. مولوي بهاؤالدين "بهائي" مرحوم
٣٦. مرحوم مولانا مخدوم غلام محمد ملڪاڻي
٣٧. علامه مرحوم محمد عثمان "نڙاڻي"
٣٨. مرحوم مولانا الله رکيو چانڊيو
٣٩. پير احسان الله شاه راشدي مرحوم
٤٠. مولوي غلام رسول مرحوم تونيو
٤١. مرحوم مولوي محمد اسماعيل ميمڻ
٤٢. علامه مير محمد مرحوم نورنگي
٤٣. مرحوم حاجي محمد اسماعيل سرهندي
٤٤. مولانا خليفو يار محمد مرحوم شڪارپوري
٤٥. قاضي عبدالرؤف مرحوم موراني
٤٦. مولانا حاجي شفيع محمد "مسجدي" مرحوم
٤٧. مولانا محمد سليمان واعظ مرحوم
٤٨. مرحوم مولانا دين محمد "وفائي"
٤٩. مولانا عبدالعزيز مرحوم ٽنڊو پناهوي
٥٠. مرحوم مخدوم غلام حيدر صديقي قريشي هالائي
٥١. مرحوم مولانا عبدالڪريم ڏيرو
٥٢. مرحوم حاجي عمرالدين چنو
٥٣. مولانا احمد مرحوم هالائي
٥٤. مولانا محمد ملوڪ
٥٥. حضرت سيد حاجي شير محمد شاه مهاجر مدني
٥٦. مولانا محمد هاشم انصاري
٥٧. مولانا محمد صادق رانيپوري
٥٨. مولانا محمد ابراهيم ڳڙهي ياسيني
٥٩. مولانا محمد يوسف عباسي
٦٠. مولانا دين محمد "اديب"
٦١. مولانا مفتي محمد صاحبداد خالي
٦٢. مولانا عبدالڪريم چشتي
٦٣. مخدوم امير احمد

### ٢. بغاوت جا باني ۽ آزاديءَ جا علمبردار

٦٤. پير پاڳارو سيد صبغت الله شاه ثاني رحه
٦٥. مولانا عبيدالله سنڌي رحه
٦٦. مولوي عبدالله لغاري

### ٣. قومي خادم ۽ سياسي رهنما

٦٧. رئيس المهاجرين مرحوم جان محمد جوڻيجو
٦٨. حيدر بخش الهداد خان جتوئي

### ٤. درويش ۽ فقراءَ

٦٩. فقير خير محمد هيساڻي بلوچ
٧٠. مرحوم فقير محمد خان ٽالپر
٧١. نبي فقير جيهو مرحوم
٧٢. جمال الدين فقير "جمال"
٧٣. مرحوم فقير پير بخش [illegible]
٧٤. فقير قلندر بخش صوفي مرحوم
٧٥. صاحبڏنو فقير
٧٦. ڪريم فقير سومرو
٧٧. مخدوم پير [illegible]
٧٨. پير حاجي نظر محمد شاه جيلاني
٧٩. خليفو محمد خان جمالي
٨٠. مرحوم خليفو چنو
٨١. ڪهير فقير جمالي
٨١. فولاد علي فقير شر

### ٥. اديب ۽ شعراء

٨٢. مرحوم پير پاون علي شاه "ساقي"
٨٤. آخوند لطف الله "لطف"
٨٥. ماستر امير علي شاه مرحوم شڪارپوري
٨٦. ماستر محمد اعظم "اعظم" مرحوم
٨٧. آخوند حاجي فقير محمد "عاجز"
٨٨. سيد حاجي محمد حافظ شاه
٨٩. مرحوم عبدالله شاه فتاحي
٩٠. مرحوم زرڪ خان لاشاري
٩١. قاضي محمد عرس
٩٢. حافظ محمد هارون "دلگير"
٩٣. پير سيد علي اصغر شاه مرحوم راشدي
٩٤. آغا صوفي مرحوم
٩٥. مولوي ماستر لطف علي "مسڪين"
٩٦. حافظ محمد عبدالله "بسمل"
٩٧. مرحوم سيد احمد شاه "خاڪي"
٩٨. مرحوم سيد نظر علي شاه "گدائي"
٩٩. مرحوم حاجي پير بخش فاروقي
١٠٠. مرحوم مولا بخش "مسڪين" پنهور
١٠١. مرحوم حاجي مراد خان چانڊيو
١٠٢. غلام حسين "ملنگ"
١٠٣. حيات شاه "حافظ"
١٠٤. خليفو غلام الله
١٠٥. حاجي گل محمد رند مرحوم
١٠٦. حاجي شير محمد چنڊو
١٠٧. رحيمداد خان "مولائي شيدائي"
١٠٨. سيد حاجي نور محمد شاه "نورل"
١٠٩. محمد خان "غني"
١١٠. ماستر عبدالله "خواب" حيدرآبادي
١١١- حڪيم محمد صادق "طالب"
١١١. محمد امين بلي
١١٣. عبدالڪريم دائود پوٽو
١١٤. محمد عثمان "ڏيپلائي"

### ٦. سگهڙ ۽ سياڻا

١١٥. مرحوم لعل بخش خان لغاري
١١٦. مرحوم محمد عرس ميمڻ
١١٧. ملا الهڏنو ساٻر "ڪڪشدوز"
١١٨. قبول محمد شاه قريشي

### ٧. متفرقات

١١٩. مرحوم سيٺ حاجي خداداد سرهيو
١٢٠. حاجي جام علياڻي لغاري
١٢١. ميان نور محمد شيخ ننگر پارڪري

### ٨. "سنڌي ادبي بورڊ" جا ميمبر صاحبان

١٢٢. جناب الحاج محمد ايوب کهڙو
١٢٣. جناب مخدوم محمد زمان "طالب المولي"
١٢٤. شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو
١٢٥. جناب الحاج سيد ميران محمد شاه
١٢٦. جناب عثمان علي انصاري
١٢٧. جناب آغا تاج محمد [illegible]
١٢٨. جناب الله بخش "سرشار" عقيلي
١٢٩. جناب سيد غلام مرتضيٰ شاه سائين
١٣٠. جناب شيخ عبدالمجيد سنڌي

